الصوة العدالة الانسانيه (عربي)

مصنف: جارج جرداق (لبنان)

صدائے عدالت انسانی (فارسی)

مترجم: سید هادی خسروشاهی

دَ وائس آف هيومن جستس (انگريزي)

(The Voice of Human Justice)

مترجم: محمد فضل حق

ندائے عدالت انسانی (اردو)

مترجم: علامہ سید محمد باقر نقوی

انساني ضمير جو آواز (سنڌي)

(امام علي عليہ السلام)

سنڌيڪار: مُنور ٻُٺ

ڪتاب جو نالو : انساني ضمير جو آواز
(امام علي عليه السلام)
ليکڪ : جارج جرداق
سنڌيڪار: مُنوربُٽ( 03343181387)
ڇاپو : پهريون
سال: محرم، 1438 هجري- آڪٽوبر، 2016ع
ڪمپوزنگ: احمد سولنگي
ڇپرائيندڙ: سيد نثاراحمد شاهه
ڇاپيندڙ: شهباز پرنٽنگ پريس، ڪراچي

قيمت : 490/=

INSAANI ZAMEER JO AAWAZ (Sindhi)
(Imaam Ali Alaih As - salam)
Arabic By: GEORGE JORDAK
Translated from English to Sindh by: MUNAWAR BUTT
Ph: 0334 3181387
Published by: Syed Nisar Ahmed Shah.
Edition First, Muharram, 1438 AH --- October, 2016.

# سنڌي ترجمي جو انتساب

مان هن سنڌي ترجمي کي اصل ڪتاب جي عربي ليکڪ جارج جرداق جي نالي ٿو ڪريان، جنهن جي زنده ضمير، عيسائي هجڻ جي باوجود، حق کي سچائي هي ڪتاب لکيو. الله تعاليٰ ڪنهن جي پورهئي کي ڪونه وڃائيندو آهي، اهوئي بهتر صلو ڏيڻ وارو قادر ڪريم آهي.

مُنورپُٽ

# فهرست

## پنهنجي پاران

محترم بشير سيتائي صاحب سان منهنجي واقفيت سائين مرحوم الهرکيو ڳورڙ صاحب جي معرفت ٿي هئي. سائين ڳورڙ صاحب جي اوطاق ۾ محترم سيتائي صاحب جي اوطاق تي ڪچهري ڪرڻ جا موقعا مليا.

منهنجا ٻہ ڪتاب "اسلام جي تاريخ" (سيد امير علي جي جڳ مشهور انگريزي ڪتاب "دَ اسپرٽ آف اسلام" The Spirit of Islam جو سنڌي ترجمو) ۽ "هاشمين جو چنڊ" (غازي عباس علمدار عليہ السلام) ڇپجي پڌرا ٿيا تہ مان اهي ڪتاب سوکڙي طور سيتائي صاحب کي ڏيڻ ويس. ان ڏينهن سندس اوطاق تي چڱي دير تائين ڪچهري ڪندا رهياسين ۽ هڪ ٻئي سان حال اوريندا رهياسين. ڪچهري دوران سيتائي صاحب مشورو ڏنو تہ توهان ۾ ايتري صلاحيت آهي جو انگريزي ڪتاب ٻہ سنڌي ۾ ترجمو ڪري سگهو ٿا. تنهن ڪري توهان انگريزي ڪتاب "دَ وائس آف هيومن جسٽس" ( The Voice of Human Justice) جو ترجمو ڪريو ڇوتہ اهو ڏاڍو سٺو ڪتاب ۽ اوهان جي طبيعت موافق آهي.

هڪڙي دفعي عادت پٽاندڙ آچر ڏينهن صدر ڪراچي ۾ ريگل چوڪ سامهون گهٽي ۾ لڳندڙ ڪتابن جي "آچر بازار" ۾ گهمي رهيو هيس تہ هڪڙي اسٽال تي ان ڪتاب تي نظر پئجي وئي ۽ هڪدم سيتائي صاحب جي ٻہ صلاح ياد اچي وئي. ڪتاب خريد ڪري گهر کڻي آيس ۽ پڙهڻ شروع ڪيم. پڙهڻ دوران معلوم ٿيو تہ اهو حضرت علي عليہ السلام جي سيرت تي لکيل اصل عربي ڪتاب "الصوت العدالت الانسانيہ" جو ترجمو آهي، جنهن جو ليکڪ جارج جرداق نالي هڪڙو لبناني عيسائي آهي.

جيئن تہ ڪتاب واقعي منهنجي عقيدي ۽ طبيعت واري مواد تي مشتمل هيو، انهيءَ ڪري سيتائي صاحب جي مشوري تي عمل ڪندي انگريزي مان سنڌي ترجمو شروع ڪيم. انهيءَ دوران هڪڙي دوست جي معرفت انٽرنيٽ تان عربي ڪتاب جو متن بہ ملي ويو جنهن سبب شهرن، ڳوٺن ۽ ماڻهن جا صحيح نالا لکڻ ۾ گهڻي مدد ملي وئي. البت، انگريزي ترجمي ۾ عربي ليکڪ جارج جرداق طرفان لکيل "ليکڪ جا لفظ" ("ڪلمه المؤلف)جو ترجمو شامل ڪونہ هيو. مون ڪوشش ڪئي تہ ڪنهن عربي جي ڄاڻو کان ان متن جو سنڌي يا اردو ۾ ترجمو ٿي ملي پر ان ۾ ڪاميابي ڪونہ ٿي سگهي، ڇوتہ هر دفعي آسرا گهڻا ڪم ٿوري وارو نتيجو ٿي نڪتو.

حسن علي بوڪ ڊيپو ڪارادر ڪراچي معرفت ان ڪتاب جو اردو ترجمو مليو پر افسوس ته ان ۾ به "ليڪڪ جا لفظ" جو ترجمو شامل ڪونه هيو. بهرحال، ان جي پٽ علي ڀائي جنهن اڳ ۾ انٽرنيٽ تان عربي ڪتاب هٿ ڪري ڏنو هيو ان "الصوت العدالت الانسانيه" جو فارسي ترجمو "صدائي عدالت انساني" به انٽرنيٽ تان لاهي ڏنو جنهن ۾ مذڪوره ترجمو شامل هيو. علي ڀائي جي ئي معرفت "ليڪڪ جا لفظ" جو فارسي ترجمي تان محترم فيضياب علي صاحب اردو ۾ ترجمو ڪري ڏنو جنهن ڪي مون اردو تان سنڌي ۾ ترجمو ڪري هن ڪتاب جي زينت بڻائي ڪتاب ڪي مڪمل صورت ۾ پيش ڪيو آهي.

هڪڙو دفعو انگريزي تان سنڌي ۾ ترجمو ڪرڻ کان پوءِ ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿيل مواد ڪي دهرائڻ دوران اصل عربي متن ۽ اردو ترجمي سان ڀيٽ ڪري ترتيب ڏني وئي آهي ته جيئن پڙهندڙ جي لاءِ مواد وڌيڪ مڪمل ۽ دلچسپي وارو ٿي سگهي. ڪٿي ڪٿي اردو ترجمي ۽ اصل عربي ڪتاب جي عبارت ۾ نالن ۾ فرق هيو. اهڙي صورت ۾ سنڌي ترجمي ۾ اردو ترجمي وارا نالا اڳ ۾ رکي عربي متن وارن نالن کي پوءِ ڏنگين ۾ لکيو ويو آهي.

اصل عربي، ۽ فارسي ۽ اردو ترجمن وارن نالن مطابق سنڌي ۾ ڪتاب جو نالو "انساني عدالت جو آواز" ٿيڻ کپندو هيو پر مون پن سببن جي ڪري ڪتاب جو نالو "انساني ضمير جو آواز" رکيو آهي. هڪ ته انسان جو ضمير ئي سڀ کان وڏي عدالت آهي. ٻيو ته حضرت علي عليه السلام انساني ضمير جو آواز هيا. سندن زماني ۾ جيڪي پيڙيل انسان پنهنجن حقن لاءِ يا ظلم زيادتين خلاف آواز اٿاري نه سگهندا هيا ته حضرت علي عليه السلام ئي ڏکايل انسانن جي ضمير جو آواز بڻجي انهن جي پاران آواز اٿاريندا هيا ۽ وقت جي حاڪمن کي تنبيهه ڪندي هر وقت ياد ڏياريندا رهندا هيا ته ظلم زيادتيون بند ڪري حقدارن کي حق ڏيو.

البته افسوس ته هي ترجمي وارو ڪتاب وقت سر ڇپجي بشير سيتائي صاحب جي زندگيءَ ۾ ماڪيٽ ۾ اچي ڪونه سگهيو. جنهن جو ڏک سدائين رهندو.

ڏٽي در دعا آهي ته منهنجي هن ڪاوش کي قبوليت جو شرف عطا فرمائي ۽ پنهنجي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ ان جي آل پاڪ عليهم السلام جي شفاعت جي سعادت نصيب ڪري. آمين.

رمضان شريف 1437هجري

جون 2016ع　　　　　منور ٻٽ

## ليکڪ جا لفظ

انسان جي ڊگهي تاريخ حيران ڪن ۽ بينظير آهي. ان جي ڊيگهائي انسان جي عمر جي جهونائي ۽ زمين جي پيدائش جي شروعاتي ڏينهن سان گڏيل آهي. ان ۾ ارتقا ۽ تبديلي يعني هڪڙي مرحلي کان ٻئي مرحلي ۾ ۽ هڪڙي زندگيءَ کان ٻي زندگيءَ ۾ اچڻ، هڪڙي ڊگهي عرصي کان درجي بدرجي واقع ٿيا آهي.

*****

هڪڙي ڪتاب جو مقدمو يا انداز به ان حيرانيءَ جو سبب ٿي سگهي ٿو. شايد ان حيرانيءَ جو روشن ترين مظهر ۽ نمونو اهو آهي ته زمانن جي وهڪرن ۾ انسانن جو هڪڙو گروهه يا ماڻهن مان هڪڙو فرد انساني عظمتن جي بلندين کان وحشتناڪ ڊاهه ڊوهه ۽ سرڪشي ڪندو آهي ۽ ڪڏهن اٿين ٿيندو آهي ته ڪوئي جيڪو عظمتن ۽ بلندين تائين پهچي ويندو آهي، اهوئي هيٺاهين ۾ ڏنو ويندو آهي. تاريخ ته هڪڙو طئي ٿيل نظام رکي ٿي جنهن کان بچڻ مشڪل آهي، ورنه اهو ڪيئن ٿيوته يونانين جي شاندار تهذيب ۽ ترقيءَ جي باوجود تاريخ جي دورن مان هڪڙي دور ۾ انهن کي مسلسل شڪست ۽ پشيمانيءَ جو منهن ڏسڻو پيو. پوءِ ان جي ڪهڙي وضاحت يا سبب بيان ڪري سگهبو؟

يوناني پنهنجي حقيقت ۽ اصليت جي ان بلندي ۾ باڪمال ماڻهن ۽ فضيلت وارن فردن جي ڪردار جا ٿورائتا آهن، جن جي هٿن سان نيڪي، سُٺو سليقو ۽ هنر وجود ۾ آيا. انهن حقيقت جي چهري تان پردو کنيو، هنر ۽ علم، ۽ مختلف فِڪري ميدانن ۾ ۽ انساني استقلال جي معاملن ۾ اصول ۽ قاعدا مرتب ڪيا ۽ انهن تي عمل ڪيو. تڏهن ئي انهن جو عظيم شهر اٿينس دنيا ۾ ناموريءَ جو سبب ٿيو. انهن مخالفن جي نظرين کي پنهنجي طرف ڇڪيو جن هر طرف کان انهن ڏانهن ڊيهڙو ڪيو هيو هر ڪنڊ ڪڙڇ کان انهن جي مخالفت ۾ اٿي پيا هيا. انهن تي پنهنجو اسلحو تاڻي ورتو هيو ۽ انهن کي تباهه و برباد

ڪرڻ جو عزم ڪيو هيو. ليڪن ان وقت انهن ۾ اٿينس جي حقيقت ۽ انساني ڪمال جون جيڪي ڏاتون موجود هيون اهي انهن مخالفن تي پڌريون ٿيون، تنهن ڪري انهن تعظيم مان انهن کنڊرن ۾ پنهنجا ڪنڌ جهڪائي ڇڏيا. ٻارن وانگر حيران ٿي ويا. ڪنن کي انهن جي ڳالهين ٻڌڻ تي لڳائي ڇڏيائون ۽ اطاعت گذاري اختيار ڪيائون. تنهن ڪري شاعرن، مصورن ۽ فيلسوفن جي پيرن کي چُميون ڏنائون ۽ ان ڪيفيت کي ڇڏي ڏنائون، جنهن کي سندن فڪر ۽ سوچ انهن لاءِ مقدس بڻائي ڇڏيو هيو. اهڙي حالت ۾ جو انهن جي جنگي هوس ٿانيڪي ٿي وئي هئي ۽ تشدد ۽ ڪاوڙ ختم ٿي ويا هيا. اهي وحشي بربرن جي شڪل مان انساني شڪل ۾ اچي ويا. ڇوته نشانن ۽ باقي رهجي ويڃڻ واري سُٺي سليقي کي انهن ٿورو يا گهڻو ان عظيم شهر جي کنڊرن ۾ ڏسي ورتو هيو جن کي دنيا لاءِ سوکڙي طور پيش ڪيو ويو هيو. پوءِ ان طريقي سان يونان جي ماڻهن انسانيت جي نور کي روءِ زمين جي ڏورانهن ماڳن تائين پکيڙي زمانن جي پيشانين کي چمڪايو. يقينن اهوڪم هيو جنهن انهن کي عظمت عطا ڪئي.

*****

ليڪن جيڪا شي تاريخ جي يڪسانيت جي جوڙجڪ ڪندي آهي اهو هڪڙو بيو بينظير معاملو آهي، جنهن ۾ دنيا جون قومون زندگي بسر ڪري رهيون آهن ۽ روح ۽ باطن جي حوالي سان هڪ ٻئي جون نظير آهن. توڙي جو ڪڏهن ڪڏهن شڪل ۽ ظاهر ۾ هڪ ٻئي کان فرق رکندڙ هونديون آهن. انهن ۾ ئي اهي هٿ هيا، جيڪي انهن جي پنين تي مصيبت جا ڪوڙا وسائيندا رهندا هيا. تنهن ڪري اهي سيئي گذيل مصيبت جي تجربي مان گذريا هيا. توڙي جو انهن جي لاءِ زمان ۽ مڪان، رنگ ۽ نالا بدلبا رهيا.

اهڙي طرح متحد ٿيڻ به هڪڙو هدف آهي، ڇوته روءِ زمين تي قومون پنهنجي ڏکئي ۽ مشڪل گذران ۾ تاريخ جي اڳيان وڌڻ ۾ ان کي پيش نظر رکنديون آهن. توڙي جو هر زماني ۾ ڪنهن هڪڙي نالي سان ۽ هر جاءِ تي ڪنهن هڪڙي رنگ مان هجڻ انهن جو مقدر آهي.

انسان جي بيمثال تاريخ جو هڪڙو اهوبہ رخ آهي تہ اها اتحاد کي ضروري ۽ لازمي، ۽ پنهنجي سر قائم ڪندي آهي ۽ اهوتہ هر انهي اڳيرائي کي انسان سان ــ جنهن کي فرد يا جماعت ۾ سيئي سچاڻندا هجن ــ لڳاءُ ۾ رکندي آهي. ان جو بيمثال نتيجو اهو آهي تہ سموري انسانذات سيني دورن ۾ انسان جي پيدا ٿيڻ واري ڏينهن کان اڄ تائين، ان جي پرورش ۾ حصيدار رهي آهي.

جيڪڏهن تاريخ جو داستان اهوئي آهي ـ يعني زندگي جي ڏکهي سفرجي حوالي سان ارتقا جو داستان ۽ عمومي ڪمال ـ تہ ڏسڻ گهرجي تہ ان کي نمايان ڪرڻ ۾ اسان عربن جو ڪهڙو ڪردار رهيو آهي؟ ۽ انهن مرحلن دوران انسانذات جي خدمت يعني خود پنهنجي خدمت جي حوالي سان اسان جو ڪهڙو عمل رهيو آهي؟

اسان جيڪي هن زمين تي پنهنجو وجود رکون ٿا، توڙي جو ڊيگهائي، حيرانگي ۽ يگانگت رکون ٿا، انساني تاريخ ۾ حصيدار آهيون. شايد اسان جو اهو حصو اسان جي تاريخ جي حيرانيءَ جو بهترين جلوو آهي. اهائي حيراني آهي جيڪا اسان جي تاريخ جي هڪڙي حصي مان حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي عظمت ۽ ان جي بزرگي ۽ ان کان پوءِ جيڪو زوال ۽ ڪوٺ وجود ۾ آيا، کي تشڪيل ڏئي ٿي.

ها! اهوئي فڪر ۽ خيال ۾ عظيم، قلب ۽ روح ۾ بزرگ انهي ڳالهہ جو حقدار آهي تہ اسان ان کي اهڙي طرح ڏسون جو هر بلند مقام تي انسانذات جي يڪتا تاريخ ۾ اسان کي اهوئي نظر اچي.

*****

ماضي ۾ زمان ۽ مڪان انسان جي لاءِ تنگ ڪونہ هيا. ليڪن ڪجهہ موقعن تي انسان خود پنهنجي مٿان حدون ۽ پابنديون عائد ڪيون. اهڙيون حدون جو ان تي گمراهي غالب اچي وئي ۽ عادتن ۽ رسمن انهن حدن کي مستحڪم ڪري ڇڏيو ۽ تاريخ اهائي آهي تہ هڪڙي نسل کان پوءِ ٻئي نسل انهن عادتن ۽ رسمن کي فخر سان اپنايو. حالانڪ ڪا شي انسان جي نظر جي وسعت کي ناقابل پهچ افقن جي پيش نظر،' ڏکهين واٽن، ڏورانهن فاصلن ۽ اوچين بلندين تائين محدود

نٿي ڪري، مگر جهالت ۽ ناداني سان پريل ڪارن ۽ گهاٽن ڪڪرن هر جاءِ تي ڪاراڻ پکيڙي ڇڏي

ان پاڻمرادو ناهيل محدوديت، جيڪا گهٽين جاين تي تاريخ جي دورن ۾ هڪڙي اندازي موجب ڪڏهن ڪمزور ۽ ڪڏهن سگهاري رهي، گهٽن ئي خدائي عطين ۽ انسان جي قابليت کي بيڪار ڪري ڇڏيو جيڪي نيڪي جي سرچشمن کي ڳولڻ لاءِ ماوراءِ جي حد تائين ويا هيا. اهي اونداهيون معرفت جي اٿاهه سمنڊ ۾ انسان جي ٽپين هڻڻ ۾ رڪاوٽ بڻجي ويون ۽ ان کي ڏورانهين افقن ۾ ذروذرو ڪري ڇڏيائون.

اهي نيڪين جا سرچشما، اهو بلند آسمان ۽ سمنڊ ۽ زمين جو هر پاسو هر شي سان گڏ پنهنجي نصيب ۾ صحيح عظيم فردن جي مهارت کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نٿا رکن ته جيڪي هن ڌرتيءَ تي مينهن وسائڻ وارن ڪڪرن وانگر گذرندي وسيع بيابانن تي بلندين کان پاڇو وجهندا آهن. اهي ڪڪر جيڪي مايوسي ۽ نااميدي جي اونداهي ۾ ايندا آهن ۽ خشڪ بيابانن جي چپي چپي تي تيز مينهن سان حياتي وسائي گذري ويندا آهن. اهي ڪڪر ته گذري ويندا آهن پر پنهنجي پنيان ساوڪ، شادابي، ججهو پاڻي ۽ اجايلن جي اڃ اجهائڻ جو بندوبست ڪري ويندا آهن.



تاريخ جا ڪارا صفحا انهن گمراهين ۽ نادانين تي روئين ٿا جيڪي پڌري پٽ ظاهر ٿي ويون ۽ جن انسان جي سمجهه کي محدود ڪري ڇڏيو. اهوئي ته الميو آهي ته تاريخ تي غلبو رکڻ وارن فردن گمراهين ۽ نادانين کي اهڙي طرح پنهنجي چنبي ۾ پڪڙي ۽ قيد ڪري ڇڏيو جو ٻين جا هٿ انهن تائين پهچي ڪونه سگهيا. ايستائين جو اهي انهن کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي قابل ڪونه رهيا.

ليڪن اوچتو علم ۽ معرفت جو ميدان ظاهر ٿيو ۽ دنيا ان وقت وسعت حاصل ڪري ورتي جو سموري مخلوق کي پنهنجي دل ۾ جاءِ ڏئي ڇڏي اهو ان وقت ٿيو جڏهن واقعي هڪڙي عظيم شخصيت جنهن کي اسان هڪڙي قوم، هڪڙي گروهه ۽ هڪڙي ملت تائين مخصوص

نٿا ڪري سگھون. انهن سڀني گروهن تي پنهنجي برتري ثابت ڪري ڇڏي. مطلب سقراط جهڙي هڪڙي شخصيت يونانين، هندوستانين، چينين ۽ عربن مان نڪتي، ۽ اهو اهڙي طرح ٿيو ته اوچتو مشرق جي بزرگ شخص علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ سيني دنيا وارن سان تعلق قائم ڪري ورتو. تڏهن ان جو وجود دنيا جي ٻين عظيم مرتبي وارن انسانن وانگر، سج وانگر روشن ٿيو جيڪو سموري زمين، جبلن، بيابانن، لڪن، ميدانن، هيٺاهين، مٿانهين، دريائن ۽ خشڪين تي هڪجهڙي نموني روشني ۽ گرمي پهچائي ٿو.

هاڻي اهو انسان تي آهي ته جڏهن ان جي سامهون ڪائي ڀِت ۽ رڪاوٽ ڪونهي ته ان نور جي پَرتوي مان فائدو حاصل ڪري، اهڙي حال ۾ ته سردي ان کي پنهنجي پڪڙ ۾ جهلي ورتو هجي پر اهو ان جي گرمي سان گرم ٿي وڃي جو جان بچائڻ واري انهي سهوليت کي ان تائين پهچڻ ۾ ڪوئي ڊپ ڪونهي.



مشرق جي تاريخ ۾ جيئن سڀني انسانن جي تاريخ ۾ هاڻي به ائين آهي - جتي جهڳڙالو بدڪار عادي چور ۽ نادان و بي عقل ماڻهو بغير ملامت جي رهن ٿا - گذريل صدين ۽ موجوده صدي ۾ ان کي پهتل ٻانهن جي منزل جو رهبر سمجهيو ويو آهي ۽ ان جي شهادت کان پوءِ به هيرن جي مثل سمجهي ان جي عزت ڪئي وئي آهي جو زندگيءَ ۾ ۽ شهادت کان پوءِ به ان کي بيشمار لقب ۽ خطاب ڏنا ويا.

پر هاڻي به گهڻن ئي ڪتابن جي بي مزي ۽ بي ربط صفحن کي، ڪجھ چاپلوس ۽ گناهن جو بوجھ کڻڻ وارا ليکڪ بدڪار ماڻهن کي هيرو ثابت ڪرڻ لاءِ، ڪارو ڪندا رهن ٿا ۽ ڪيترا باب انهن بي وقعت ۽ نالائق ماڻهن لاءِ ترتيب ڏين ٿا ۽ اهڙي طرح اسان جي منهن تي چماٽون هڻن ٿا.اهي ليکڪ ۽ مؤلف پنهنجي ڪميٽپائي ۾ ايتري حدتائين وڌي ويا آهن جو انهن کي پڙهڻ وارا هاڻي اهو سمجهڻ لڳا آهن ته سورهائي غلامن جي، واپارين جي دوکيبازي، ۽ چالبازي کان علاوه ٻيو ڪجھ ڪونهي يا عظمت ۽ بزرگي وري ڦرلٽ، غارتگري، قتلام، بربادي ۽ ويراني ڦهلائڻ کان علاوه ٻيو ڪجھ ڪونهي. ان کان

پوءِ ڏوهہ تي فخر ڪرڻ، ملامت جي جاءِ تي مباهہ ڳالهيون، ۽ بدامني ۽ بک ڦهلائڻ تي عزت وارو سمجهيو وڃڻ، غرض تہ هر قسم جي ذليل ۽ خوار ڪرڻ وارا ۽ گناهن سان ڀريل ڪم ڪرڻ جهڙ ڪجهہ آهي ئي ڪونہ!

اهوئي سبب آهي تہ اسان انهن بيمار ليکڪن جي لاءِ سلامتي ۽ تندرستي جي آرزو ڪندي هن ڪتاب کي لکيو آهي ۽ هن ۾ هڪڙي حقيقي هيرو کي، جيڪو واقعي هڪڙو مثالي انسان آهي، تحقيق جو مواد قرار ڏنو آهي. اسان کي اميد آهي تہ هي ڪتاب قدر جي قابل ڪتابن جي سلسلي ۾، جيڪي موجوده دور ۾ اسان جي ڪتاب گهرن (لئبريرين) ۾ پڙهيا وڃن ٿا، هڪڙو معتبر اضافو ٿيندو ۽ هن جي وسيلي انهن مسئلن ۽ لڪل ڳالهين کي بحث هيٺ آڻيندا سين جن مان اهم ترين هيئيون مضمون آهي.

اسان جي تاريخ ۾ ۽ ان جي پرڪشش ۽ خوبصورت صفحن ۾ پڻ هڪڙو عظيم نوراني انسان موجود آهي جنهن اسان عربن کي عام طور تي ۽ مسلمانن کي خاص طور تي افتخار بخشيو آهي ۽ نتيجي ۾ انساني تاريخ کي پڻ افتخار عطا ڪيو آهي.

اسان جو موضوع علي عليہ السلام جي وقت ۽ ان کان پوءِ واري زماني جي واقعن جي باري ۾ توجهہ ڇڪائڻ ۽ آگاهي حاصل ڪرڻ آهي. جنهن جو هڪڙو وڏو حصو ظالم ۽ ظلمن سان مقابلي جو آهي. ان مظلوم جي حمايت، غلامي ۽ ڏقيڙ سان وڙهڻ جي مسلسل عمل ۽ ڪوشش جي ذريعي ٻنهي ڳالهين جي سبب ۽ عمل کي پنهنجي دل سان برداشت ڪيو ۽ فداڪاري ۽ جانبازي سان عزت ۽ شرافت جي راهہ ۾ قانون ۽ لائحہ عمل مرتب ڪري، جيستائين زمان ۽ مڪان جي امڪان ۾ آهي، هر طرف جاري ڪيو ۽ انجام تائين پهچايو. اهوئي موقعو آهي تہ اسان گذريل زماني جي گهڻي تڻي (بيشتر) حصي ۾ ڏسون ٿا تہ اسان جي سموري تاريخ رڳو ظلمت و ظلم ۽ اونداهي ۽ ڏاڍ ئي نہ بلڪ راتين جي ڪجهہ حصي ۾ روشنين ۽ شمعن سان سينگاريل آهي ۽ اونداهين ۾ اهي روشنيون ۽ چنڊ اکين کي منور ڪري رهيا آهن ۽ ظلم و ستم جي گُهپ اونداهين ۾ نيڪين جو اوجر، روشن ڏينهن ۽ مرڪندڙ سج بہ پنهنجو وجود رکن ٿا. پوءِ نازل ٿيڻ واريون برساتون جن کي آسمان اسان

جي تاريخ جي بيابانن تي ڪڏهن گهٽ مقدار ۾ ۽ ڪڏهن ٻوڏ جي صورت ۾ وسائي ٿو ۽ انهن جي اڄ اجهائي انهن کي سرسبز و شاداب ڪري ٿو.

اهي ئي اسان جي تاريخ جا روشن صفحا آهن جو اسان ممڪن حالت تائين انهن ڏانهن نهاريون ٿا ۽ انهن جي لاءِ جو مشاهدو ڪيون ٿا تہ جيئن انهن. اڄ ڳٺين زنجيرن کي ٽوڙيون جن اونداهين ۾ ڏکهين صدين کان اسان جا هٿ پير ٻڌي رکيا آهن ۽ ان حقيقي هيري جو قدرسڃاڻون. جيڪو سموري انسانذات جي راهہ ۾ موجود فردن مان هڪڙي فرد سان يا نسلن مان هڪڙي نسل سان مقابلو ڪندڙ آهي ۽ ان جي پاڪيزگي بيان ڪيون ۽ عرب قوم کي پڻ انسان جي خدمت لاءِ پنهجو پاڻ ۾ ۽ زندگيءَ جي هر ميدان ۾ پنهنجو اصلي ۽ آخري هدف قرار ڏئي مستحڪم ڪيون. ڇوتہ اهائي قوم جيڪا چوڏهن صدين کان پنهنجي عظمت پيش ڪري رهي آهي علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙي هڪڙي فرد ۽ ان کان پوءِ فردن جي هڪڙي گروهہ مطلب ان جي شاگردن ۽ دوستن جي معرفت سڃاتي وڃي ٿي. اها هڪڙي ملت آهي جيڪا اڄ جي دور ۾ جڏهن تهذيب جي تيزرفتار ڪاروان جي سبب فضا تي بہ پهچ حاصل ٿي وئي آهي، اها انهي ڪاروانِ حيات کي بہ پنهنجي قابل فخر روشني بخشي رهي آهي.

*****

انهن ڪيفيتن مان ضروري آهي تہ ٻن ڳالهين ۾ اضافو ٿيڻ گهرجي:

پهرين: دنيا جي قومن منجهان هر شخص عظيم ۽ فخر واري انسانذات جي بيمثال تاريخ جي پنهنجن مخصوص صفحن تي نظر وجهي ٿو تڏهن ان تي اهو مناسب موقعو روشن ۽ واضح ٿي وڃي ٿو جنهن مان اهو پنهنجو مخصوص مقام سمجهي وڃي ٿو ۽ ان مان نصيحت ۽ قوت حاصل ڪري ٿو. پوءِ ترتيب سان ۽ درجي وار عظيم ۽ قابل فخر فردن جو تعين ٿئي ٿو ۽ ائين پنهنجي امڪان جي حد تائين اڳيرائي ٿئي ٿي. تاريخي حادثن ۽ واقعن ۽ عظيم هيرن جي حقيقي ڪردارن مان سبق حاصل ڪري عملي زندگيءَ ۾ فائدو ورتو ويندو آهي. انهن کان نئين واٽ ۾ سهارو ۽ نئين قوت حاصل ٿيندي آهي.

پر سوال اهو آهي تہ اسان ائين ڇو نٿا ڪريون؟ ۽ بلند مرتبي وارا بزرگ پنهنجي تورتڪ ڪرڻ کان پوءِ پاڻ کي قابل فخر ۽ بزرگ قرار ڇو نٿا ڏين؟ حالانڪ اسان جي تاريخ جو داستان هڪڙوئي آهي ۽ اسان جا سيئي بزرگ ان منجهان ئي آهن!

بيو: علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ انهن بينظير ۽ اٿلپ فردن مان آهي جو تقليدي سطح کان هٽي ڪري، ان جي اصليت ۽ حقيقت جي بنياد تي روايتن ۽ پنهنجي تاريخ جو تجزيو ۽ ڇنڊڇاڻ ڪريون تہ اسان کي معلوم ٿي ويندو ۽ ڏسي وٺنداسين تہ ان جي عظمت جو محور صرف ايمانِ مطلق، انساني ڪرامت و شرافت ۽ ان جو مقدس حق آزاد ۽ شرافت واري زندگيءَ ۾ قرار ڏنو ويندو. اهڙي طرح اهو نقطو آهي تہ انسان هميشہ تڪميل جي راهہ ۽ تبديلي جي عمل ۾ آهي، ڇوتہ جمود، ماضي پرستي ۽ گذريل يا موجودهہ حالت جي اثر کان هڪڙي ئي حال ۾ ٽڪيو رهڻ موت ۽ نابودي کان سواءِ ٻي ڪنهن ڳالهہ جو دليل ڪونهي.

ماضي جي ناليوارن ماڻهن جي وچ ۾ اهڙو ڪوئي ورلي آهي جيڪو توهان جي عقل ۽ جان ۾ اهڙي قدر اصل ۽ بنيادي قاعدي جو ٻج پوکي ۽ ان جي سنڀال ڪري جو تبديلي ۽ تڪميل جا بنياد پڪا ٿي وڃن. حضرت علي عليہ السلام جو هڪڙو اصول ۽ قاعدي وارو قول آهي جيڪو انهن فطرت جي زبان ۽ قلبِ حيات مان ادا ڪيو آهي: "پنهنجي اولاد جي پنهنجي اخلاق تي تربيت نہ ڪريو ڇوتہ اهي توهان جي زماني کان مختلف زماني ۾ پيدا ٿيا آهن!"

ماضي جي تاريخ ۾ گهڻو ٿورڙا عظيم فرد آهن جن توهان جي دلين ۽ جان ۾ اهڙي عظمت واري ٻج کي پوکيو جنهن سان انسان جي سموري طور ۽ طريقي کي اپنائي ڇڏجي ۽ هر ڪم ۾ ڪوشش ڏانهن متوجهہ ٿي وڃجي: "جنهن شخص جا ٻہ ڏينهن هڪجهڙا گذرن، اهو نقصان ۾ آهي."

حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ انهي جملي جي ذريعي اهو ٻڌائڻ گهرن ٿا تہ ڪوئي شخص نقصان ۾ ڪونهي پر جيڪڏهن ان جو ڪالهہ ۽ اڄ هڪجهڙا آهن، يعني ساڳي نموني ۾ گذري وياتہ اهو نقصان ۾ ويو. انهي بنياد تي ڇوتڪارو ۽ پلائي

اها آهي تہ ماڻهن جو اڄ ڪالهہ کان بهتر هجي ۽ اها ڳالهہ زندگي جي بي آرام موج ۾ قدم اڳتي وڌائڻ کان بغير ممڪن ڪونهي.

ماضي جي تاريخ ۾ عظيم فرد گهڻو گهٽ ۽ اڻلڀ آهن. جيڪي توهان جي روح ۽ فڪر ۾ عالمي عدالت جي تارازي جا ٻج ڇٽين، جيڪي ازخود جوش ۾ اچن ۽ پنهنجي مٿان ئي ڀروسو ڪن. ۽ انهن جي نورِ عظمت ڪي ظاهر ڪن: "جيڪو بہ بداخلاق هوندو آهي، اهو پاڻ کي ئي نقصان پهچائيندو آهي!"

ماضي جي تاريخ ۾ گهڻو ٿورڙا ماڻهو اهي آهن جن عقل ۽ سمجهہ کان ڪم ورتو. زندگي کي قوت بخشي ۽ چيو: "خِلقت جي لحاظ کان هر انسان توهان جهڙو آهي." ۽ اهو تہ "سڀ ماڻهو هڪ ٻئي سان برابر ۽ شريڪ آهن."

انهن چند عظيم فردن هي فرياد بلند ڪئي: "ذخيره اندوزي ڏوهہ ۽ بڇڙائي آهي." ۽ اهو تہ "ڪوئي بہ غريب تڏهن بکيو هوندو آهي جڏهن ان جي ويجهو هڪڙو دولتمند ان جو حق ماري ان مان پاڻ فائدو وٺندو هوندو آهي." ۽ "ناقابل بخشش گناهہ اهو آهي جڏهن ماڻهن جو هڪڙو ٽولو ٻين مٿان ظلم ڪندو آهي."

انهي ڏاهپ ۽ قدر واري احساس معاشري جي لاءِ قانون ۽ لائحہ عمل مرتب ڪيا.

ماضي جي تاريخ جا گهڻو ٿورڙا عظيم فرد انهن ابتدائي ۽ بنيادي فڪرن تي زندگي بسر ڪندا رهيا. انهن کي قائم رکيو، آشنا رکيو ۽ انهن جي ئي بنياد تي فڪري ۽ اجتماعي مڪتب گڏجي ويا ۽ هم آهنگي وجود ۾ آئي. انهن جي وسيلي مستقل، ٿوري هڪٻئي کان جدا، فڪر پکڙيا ۽ منظم، بيمثال، مستحڪم ۽ مضبوط عمارتن جا بنياد رکيا ويا.



حضرت علي عليہ السلام جي وجود جي تجلي سان اسان جي تاريخ ۾ هڪڙو داستان وجود ۾ آيو جيڪو حيران ڪن بابن تي مشتمل آهي! هڪڙو داستان جنهن پنهنجي اصل سِٽن ۽ عبارت جي بلندي ۽ اوچو مقام علي عليہ السلام کان ورتو آهي ۽ حادثن ان کي

زماني جي قوت جي شڪل ڏني آهي. اهو داستان عرب دنيا جي ان ئي انقلاب جو داستان آهي جيڪو عربن جي اونداهي تاريخ جي دورن جو داستان آهي، جيڪا تاريخ ان قوم جي اٽوٽندڙ طبيعت، ذاتي نفعي جو حصول، ڦرلٽ، غارتگري، حدن کان لنگهي ويڃڻ ۽ جوروجفا جي وحشتناڪ ڪارين راتين ۾ تبديل ٿي وئي هئي.

حيواني قوت جي لحاظ کان ان وحشت جي دور ۾ ڪائي طاقت ڪونه هئي مگر سردار ۽ حاڪم جو فرمان هيو جيڪو عوام کي شڪنجي، قتل، ڦرلٽ، ڪوڙن، محرومي ۽ بدبختي سان همڪنار ڪندو هيو. ان زماني ۾ چوري کي خراب ڳالهه ڪونه سمجهيو ويندو هيو بلڪ ان کي پنهنجي همت ۽ منصوبه بندي جي مطابق ماڻهن جي غارتگري قرار ڏنو ويندو هيو. سفاڪي ۽ خونخواري کي ۽ بيڏوهي ماڻهن جا ڪنڌ ڪپڻ کي تلوار ذريعي پوک لڻڻ وارو نالو ڏنو ويندو هيو. ان کان وڌيڪ جهالت ڪهڙي ٿي سگهي ٿي ته محلاتن جا بنياد ڏاهن ۽ قابل ماڻهن جي کوپرين تي رکيا ويندا هيا ۽ ان کان وڌيڪ ذلالت ۽ بڇڙائي ڇا هوندي ته هڪڙي آزاد انسان کي غلام بڻايو ويندو هيو.

بيوقوف ۽ جاهل ماڻهو زمين تي تڪبر ۽ آڪڙ سان هلندا هيا ۽ پنهنجي غرور ۾ سمجهندا هيا ته زمين کي چيري ڇڏيندا ۽ جبلن کان اوچا ٿي ويندا. ماڻهن جي جان و مال، راءِ ۽ عقيدي جي وقعت ڪُتن جي گُلرن جي چيخ ۽ پڪار جي برابر ٿي وئي هئي.

مثال طور، قديم زماني ۾ هڪڙو ذليل ۽ ڪميڻو آمر جنهن کي "ڊينيس" جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو اهو "سيراڪوس" جي علائقي تي حڪومت ڪندو هيو. ان افلاطون جهڙي بزرگ کي غلامي ۾ خريد ڪيو. پوءِ ان جي هڪڙي دوست رقم ادا ڪئي ته جيئن ان کي آزادي موٽي ملي. ڊينيس کان پوءِ ان جو پٽ حڪمران ٿيو جيڪو ان کان وڌيڪ ذليل ۽ ڪميڻو هيو جنهن کي ڊينيس جونئر سڏيو ويندو هيو. اٿي بيٺو ۽ ان گهريو ته بزرگ فيلسوف کي تڪليف پهچائي، ليڪن هيو پيرو به فيلسوف کي چوٽڪارو ملي ويو ته ان پنهنجي ڪاوڙ جي مزي لاءِ تهيو ڪيو ته افلاطون کي قتل ڪيو وڃي ۽ ان پيري حيرتناڪ نموني سان ان جي هڪڙي وفادار شاگرد جي هٿاران ان کي آزادي ملي.

منهنجي نظر ۾ اهو داستان اهوئي انقلابي داستان آهي جيڪو عرب دنيا ۾ ناگوار حالتن ۾، وجدان ۾ ۽ آزاد انسان جي ضميرن ۾ انهن جي زبانن ۽ انهن جي هٿن جي ذريعي انجام تي پهتو ۽ زندگي ماڻيائين. اهي آزاد فرد گهٽائي هيا جن جا اڳمتي سربراهه حضرت علي عليہ السلام جا شاگرد ٿي ميجيا ويا. جن ظلم ۽ زبردستي جي سامهون روشن واٽ، اخلاق ۽ ثابت قدمي جو مظاهرو ڪيو. هڪڙو لائحہ عمل طئي ڪيو ۽ طاقتور حملي آورن جي مقابلي ۾ ڄمي بيٺا. غاصبن ۽ مفاد پرستن جي حڪومت جي خلاف ڪيترن ئي موقعن تي اسان جي پراڻي ۽ ماضي قريب جي تاريخ ۾ ڪمزور ۽ مظلوم انسانن جي انقلاب جو بنياد ذاتي دفاع، ۽ محرومن، بيوسن ۽ لتاڙيل انسانن تي بيهاريو ويو. اهو داستان ايترو گهڻو ڏکهو آهي جو اڪثر ماڻهن ان کي تحقيق ۽ غوروفڪر جو مواد قرار ڏنو آهي. انهن مان هڪڙو گروهہ ان جي لاءِ مڪمل طور تي خير ۽ نيڪي جو اعلان ڪري ٿو ۽ ان مان رهنمائي حاصل ڪري ٿو. جڏهن تہ ڪجهہ ماڻهو ان کي مڪمل طور تي شر ۽ فساد قرار ڏين ٿا ۽ ان کي خراب ۽ مڪروهہ چون ٿا. اهو داستان انهي ڳالهہ جي قابل آهي تہ ان جو جديد دور جي علمي اڳڀرائي (پيش رفت) ۾ تجزيو ۽ ڇنڊڇاڻ ڪئي وڃي. ڇوتہ حقيقت ۾ اهو انقلاب پنهنجي دور ۾ جيئن اسان ڏسون ٿا، ۽ هن زماني جي تسلسل ۾ حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت سان وابستگي رکي ٿو. هن ان سان لڙئي ڪئي جيڪو تلوار ۽ هٿيار سان ان سان جنگ ڪرڻ لاءِ آيو. اهو انقلاب ان ترتيب جي حوالي سان زندگيءَ جي راهہ ۾ مقابلي جو هڪڙو رخ آهي، ڇوتہ اسان جي ابن ڏاڏن اسان جي تاريخ ۾ ان کي شڪل بخشي آهي ۽ تڏهن حقيقت ۾ اسان جو گناهن سان ڀريل موت جيڪو بدڪارين ۽ حدون اورانگهڻ سان ڀُر ٿيل هيو. تبديلي ۽ عظيم ارتقا کان پوءِ ڪنهن ڳاٽاڻي ۾ آيو.

ڳالهہ جو خلاصو اهو آهي تہ اسان جڏهن "عربيت" جي محدود فريم منجهان نڪري هڪڙي وسيع دنيا ۾ قدم رکون ٿا ۽ محدود عربي زماني جي حدن کان، هڪ ٻئي سان گهڻين ويجهين ٻن تاريخن جي مدد

سان، عالمي زماني جي حدن تائين پهچي رهيا آهيون. مطلب انسان جي وجود جي پيدائش کان يورپ جي ترقي واري زماني تائين جنهن ۾ عظيم دانشور زندگي بسر ڪري رهيا آهن، جن قانون مرتب ڪيا آهن ۽ اجتماعي، اخلاقي ۽ سياسي انقلاب برپا ڪيا آهن، اسان کي گهرجي تہ سمجهون تہ علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ انهن بينظير فردن جي وچ ۾ جيڪي قانون ٺهرائڻ وارا ۽ انقلاب برپا ڪرڻ وارا هيا، بلند مقام ۽ منزل رکن ٿا. ليڪن ڏسڻ گهرجي تہ اها منزل ۽ مقام ڇا آهي؟ ۽ ان عظيم شخصيت جو انهن ماڻهن جي وچ ۾ مرتبو ۽ طور طريقو ڪهڙو آهي؟ ڇا اها محرومي ڪونهي تہ گهڻن ئي ڪتابن ۾ جيڪي حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ لکيا ويا آهن، موضوعن جي حوالي سان گفتگو کي انهي خيال سان گهمائيندا رهيا تہ شايد اهي سمورا موضوع هڪڙي موضوع ۾ گڏ ٿي وڃن ۽ سيئي بحث ۽ مباحثا ان ئي دائري ۾ گهمندا رهن. ان کان وڌيڪ ڳالهہ اها آهي تہ جيڪڏهن اسان اڳتي وڌون ٿا تہ تلوار جي زبان اڳتي وڌي ٿي، جيڪا مدمقابل کي ٻن ٽڪڙن ۾ تبديل ڪري ڇڏيندي هئي ۽ هڪڙي نيزي جو ڏک جيڪو گهاءُ وجهي ڇڏيندو هيو ۽ پوءِ ان جي دشمنن جي ڳالهہ ٿئي ٿي تہ انهن جي تباهي ۽ بربادي لاءِ آسمان مان پکي ايندا هيا ۽ زمين تي درندا انهن جي جسمن کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندا هيا.

البت انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت علي عليہ السلام جي مخالفن ان جي مقابلي ۾ اچي تاريخ ۾ پنهنجي لاءِ هڪڙي خراب جاءِ ٺاهي، جيڪا انهن جي هزارين قصين ۽ داستانن سان پريل ۽ ثابت آهي. پر علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري ۾ حقيقي عظمت واري ڳالهہ ان کان گهڻو وڌيڪ آهي ۽ جيڪڏهن ان جي تحقيق ڪئي وڃي تہ ان مڙس ماڻهوءَ جي زندگي ۽ ان جي هممعصرن جي زندگي جي تاريخ جا ڪيترائي اونداها رخ روشن ۽ واضح ٿي ويندا. نہ کي هرطرح جو اهو بحث ۽ تحقيق جيڪي صرف ان جي مخالفن جي چوڌاري گهمندا رهن.

*****

اسان ڪوشش ڪئي آهي تہ هن ڪتاب ۾ حضرت علي عليہ السلام جي زماني جي باري ۾ جديد نظريا شامل هجن. اهڙي طرح رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عظمت ۽ شخصيت جي باري ۾ نوان ۽ وسيع نظريا. تذهن انسانذات جي تاريخ "انسان" جي مفهوم ۽ معنيٰ جي باري ۾ جيڪو خيال رکي ٿي، ان وصف سان تہ انسان هڪڙو معاشرتي وجود آهي ۽ ڪهڙي طرح اهو مفهوم هردور ۾ عمومي تاريخ جو مطالعو ڪندي پيش رفت ڪري ٿو. اسان ان تي بہ چڱو ڏيان ڏيندا سين تہ جيئن ان ڏيان جي نتيجي ۾ ۽ پنهنجي وس آهر، انسان جي مفهوم جي باري ۾ علي عليہ السلام جي بصيرت جو ماضي جي دانشورن سان ڀيٽ ڪرڻ دوران وضاحت ڪريون ۽ اهڙي طرح هڪڙي ڀيٽ علي عليہ السلام جي اصول ۽ بنيادي عمومي اعتقادن ۽ وڏي انقلاب، جيڪو فرانسي انقلاب سان مشهور آهي، جي اصول جي حوالي سان بحث هيٺ آڻينداسين ڇوتہ اهو انقلاب "انسان" جي مفهوم کي قديم ۽ وچواري (وسطي) زمانن ۾ انساني صفتن سان روشناس ڪرائي ٿو ۽ اڳتي وڏي آڳاٽي تاريخ ۽ جديد دور جي آغاز وارن دورن کي پنهنجي گرفت ۾ وٺي ٿو.

هن ڪتاب ۾ لڪل نقطن کي کولڻ وارن پرڪشش بابن ۾ جيڪي مڪمل طور تي حضرت علي عليہ السلام ۽ سقراط جي باري ۾ تجزيو ۽ ڇنڊڇاڻ مرتب ڪن ٿا ۽ پوءِ انهن ٻن شخصيتن کي فلسفي ۽ اخلاق، ۽ ٻين انساني صفتن ۾ موازني جو مورد قرار ڏين ٿا. هڪڙو ٻيو بحث آهي، جنهن مان پڌرو ٿئي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي سموري وجود سان عالمِ هستي جي عمومي عدالت جو عظيم ۽ آشڪار نصيب آهي. هڪڙي تحقيق ٻي آهي جيڪا وسيع هدف جي حامل آهي، ڇوتہ ان ۾ حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي باطن ۽ ظاهر جو بيمثال ماڻ ۽ هم آهنگي پاتي وڃي ٿي، جنهن کان سواءِ ڪوئي بہ بحث ڪارائتو نٿو ٿي سگهي ۽ ڪوئي بيان، چاهي نظري هجي يا منطقي، اهميت نٿو رکي. تنهن ڪري اسان ان شخصيت جي بيمثال ۽ هم آهنگ هجڻ جي باري ۾ ڪجهہ باريڪيون ڳولي لڌيون آهن جيڪي شديد حيرت جو باعث آهن.

*****

ان کان پوءِ اسان عرب تاريخ ۾ تشيع (شيعيت) جي قريبي معنيٰ جي بحث تي گفتگو ڪئي آهي ۽ انهن مان گهڻن شبهن تي جن جا ڪجهه ليکڪ مرتڪب ٿيا آهن، روشني وڌي آهي. ان کان علاوه پيا به بحث آهن جن ۾ وچين صدين عربي ادب ۾ حضرت علي عليہ السلام جي اثرن تي روشني وڌي آهي. "امام علي ۽ ملتِ عربي" جي مخصوص تحقيقي عنوان هيٺ به گفتگو ڪئي آهي ۽ اهڙي طرح پيا مفيد ۽ آزموده بحث ۽ تحقيقاتون هن لکت جو حصو آهن.

اسان محققن جي رَوِش جي مطابق انهن مڙني بحثن ۾ پنهنجن تفصيلي نظرين کي گذريل تاريخ جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان پوءِ نقل ۽ پڌرو ڪيو آهي. هڪڙي باب ۾ جنهن حد تائين اسان کان ٿي سگهيو آهي پنهنجي تاريخ کي ان جي حقيقي دائري ۽ حدن ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ان کي انهن تجربن ۽ ڇنڊڇاڻ جي حوالي سان جيڪي ليکڪن ۽ مؤلفن، عرب يا عجمي (غيرعرب)، حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي باري م عمل ۾ آندا آهن، پنهنجي سوچ ۽ عقيدي جي مطابق نتيجو پيش ڪيو آهي.

البت هڪڙو نقطو باقي رهي ٿو جنهن جي اسان کي وضاحت ڪرڻي آهي ۽ اهو هڪڙي ڳالهه سان جڙيل آهي ته ڪجهه عيب ڳوليندڙ هِتان ۽ هُتان ان تي اشارو ڪندا آهن جيڪو حقيقت ۾ بحث ۽ تحقيق جي حد تائين ڪنهن شعر(بيت) جي ويجهو آهي. بهرحال، اهو نقطو هڪڙي باب ۾ جيڪو اسان امام علي عليہ السلام ۽ يورپين جي باري ۾ ڏنو آهي، واضح ڪري ڇڏيو آهي ته اتي تشريح جي ذريعي اسان پاڻ کي ۽ پڙهندڙن کي فڪر ۽ شبهن کان آزاد ڪري ڇڏينداسين.

البت اسان جو اهو جواب حقيقت ۾ ان جمود تي آهي جنهن کي غلط طور تي علم سان نسبت ڏني وئي آهي. جيئن ته اسان گهرون ٿا ته گرمي کي باهہ کان حاصل ڪريون، هوا جي چرپر کي ان جي گُهلڻ سان ۽ درياء کي ان جي پاڻي جي وهڪري سان سمجهون، اسان انهن ۾ عجزوانڪساري کان سواءِ ڪجهہ نٿا ڏسون. ڪمزوري ۽ عجز جيڪي ان کي هڪڙي غلاف جي هيٺان لڪايون پيا آهن ۽ چوں ٿا ته ان ۾ علم

۽ دانش جو حاصل آهي. انهيءَ ڪري جو مطالعن جو اهو رخ ۽ تحقيقات جي ڪيفيت اساسي آهي، نہ ڪي فروعي.

شايد اسان انهي بندوبست سان پنهنجي تاريخ جي دورن جي هڪڙي حصي جو حق ادا ڪري ويجون ۽ پنهنجي جنس جي بهين ڀائرن جي پيروي سان پنهنجي مخصوص تاريخ کي بين جي فائدي جو هنڌ قرار ڏيون ۽ پنهنجي ۽ بين جي پيروي جي ذريعي هن وقت عمومي تاريخ ۽ انساني معاشري کي فائدو پهچايون. ان غور ۽ فڪر کي جيڪو بلندي جي طرف وڌڻ ۽ ڪمال ۾ ترقي جي لاءِ هجي، خود پنهنجو پاڻ تي طاري ڪيون ۽ انساني معاشري سان گڏ تڪميل ۽ ترقي ڏانهن وڌي وڃون.

هن ڪتاب مان اسان جي اهائي تمنا آهي ۽ اهوئي هدف آهي.

جارج سجعان جرداق

بيروت، 1 آذر (21 نومبر)
1958 ميلادي (عيسوي)

# مهاڳ

ڪنهن به عظيم انسان جي تاريخ (سيرت) عبرت ۽ تجربي، ايمان ۽ آرزو جو سرچشمو هوندي آهي. اسان جي لاءِ يقين ۽ اتساهه جو اهڙو چشمو جيڪو ڪڏهن به خشڪ ڪونهي ٿيڻو. دنيا جا عظيم انسان جبلن جي انهن بلند چوٽين مثل آهن جيڪي وڏي تانگهه ۽ پرجوش خواهش سان سَر ڪرڻ لاءِ اتساهيندڙيون آهن. اهي روشنيءَ جو مينار آهن جيڪا اونداهي ڪي اسان جي آس پاس کان پري رکي ٿي. اهو سڀ انهن طرفان قائم ڪيل مثالن جي ڪري آهي ته اسان خوداعتمادي حاصل ڪيون ٿا. انهن اسان ڪي زندگي لاءِ اميد پريو ڪيو آهي، ان جا مول متا سيکاريا آهن ۽ ان جي متاس جا لاڀ ماڻڻ ۾ مدد ڪئي آهي. جيڪڏهن اهي عظيم روح موجود نه هجن هاته اسان اڻ ڏٺل ۽ طاقتور قوتن سان جهيڙيندي نااميدين جي اوڙاهه ۾ ڦاسي وڃون ها ۽ اسان پنهنجو پاڻ ڪي موت جي آڏو پيش ڪري ڇڏيون ها ۽ چئون هاته اي موت! اسان تنهنجا غلام ۽ قيدي آهيون، توکي جيئڻ وٽي اسان سان پيش اچ.

بهرحال، اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به سچي انسان نااميدين آڏو آڻ ڪونه مڃي آهي، نه وري اهي مستقبل ۾ ڪڏهن ائين ڪندا. ڇوته اهي سوڀ ۽ ڪاميابي جا حقدار آهن. اهو حقيقي طور ثابت ٿيل آهي ته تاريخ ۾ گهٽا ئي ماڻهو ڪامياب ۽ سوڀارا ٿيا آهن ۽ حضرت علي عليه السلام انهن مان هڪ آهن. اهي انسان جن موت تي سوڀ ماڻي سدائين اسان سان گڏ آهن. توڙي جو زماني ۽ فضا انهن ڪي اسان کان جدا ڪري ڇڏيو پر زمانو نه اسان ڪي انهن جي قولن ڪي ٻڌڻ کان روڪي سگهي ٿو نه وري مفاصلو اسان ڪي انهن جي ڇهرن جي زيارت ڪرڻ کان روڪي سگهي ٿو.

مٿي جيڪو بيان ڪيو ويو آهي ان جو بهترين ثبوت هي ڪتاب آهي. اهو هڪڙي عظيم انسان جي سوانح (سيرت) آهي. توڙي جو اهو

عربستان ۾ پيدا ٿيو سندس شخصيت فقط عربستان لاءِ مخصوص ڪونهي. توڙي جو سندس ڪرم نوازي ۽ عنايت ڪرڻ وارا گُڻ اسلام منجهان ايريا پر پاڻ صرف مسلمانن جي لڏي تائين محدود ڪونهي. جيڪڏهن پاڻ صرف مسلمانن لاءِ محدود هجي هاته هڪڙو عيسائي 1956ع ۾ سندس حياتي مبارڪ جي واقعن جو تجزيو ڪرڻ لاءِ غيرارادي طور ترغيب ۾ نه اچي ها ۽ هڪڙي شاعر وانگر سندس موهيندڙ فيصلن، بهادري جي سندس حيران ڪندڙ ڪارنامن ۽ سندس حياتي جي دلچسپ ماجرائن جا ڳُڻ ڳائڻ لاءِ نه هرڪجي ها.

حضرت علي عليه السلام جي سورهيائي لڙائي جي ميدان تائين محدود ڪونه هئي. ايمان، تقوا، پارسائي، فصاحت و بلاغت، عالي ظرفي، ستايلن ۽ محتاجن جي مدد ڪرڻ ۽ حق جي حمايت ۾ سندس ڪو ثاني ڪونه هيو. ايتري تائين جو چوڏهن سوَ سالن جو عرصو گذرڻ جي باوجود سندس حيرت انگيز ڪاميابيون اسان لاءِ روشني جو اهڃاڻ آهن ۽ اسان جي لاءِ پنهنجون حياتيون بلند درجي تي پهچائڻ لاءِ نهايت ڪارآمد آهن.

اسان اهو نٿا گهرون ته هن ڪتاب جي مطالعي کان اڳ۾ ئي ان جي دلچسپ ۽ موثر جاين جي نشاندهي ڪيون، ڇوته اهڙيون جايون هڪ يا ٻه ڪونه آهن، پر گهڻيون ئي آهن. مختصر طور اسان اهو چئون ٿا ته ليکڪ گهڻن ئي دلچسپ بحثن جو گلدستو تيار ڪيو آهي، جيڪو رنگارنگ ۽ خوشبو وارن سهڻن گلن وانگر دل ۽ دماغ کي فرحت بخشڻ وارو آهي.

ليکڪ مختلف واقعن کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي ۽ دين، سياست، سماجي ۽ مالي معاملن بابت امام علي عليه السلام جي خيالن ۽ عقيدن جو پڻ تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. ان کان علاوه ان حضرت علي عليه السلام جي حياتي مبارڪ جي واقعن کي وڏي سمجهداري سان بيان ڪيو آهي ۽ اهڙي نموني ۾ جنهن ۾ اهي اڳ۾ قلمبند ڪونه ڪيا ويا هيا.

ڪوبه تاريخدان يا ليکڪ ڪيترو به هوشيار ۽ ماهر ڇونه هجي اهو هزار صفحن ۾ به اميرالمؤمنين عليه السلام جي حقي تصويرپيش

نٿو ڪري سگهي، نہ وري انهن ڀيانڪ واقعن کي بيان ڪري سگهي ٿو جيڪي سندس زماني ۾ پيش آيا. ان لاثاني شخصيت جيڪي ڳالهيون سوچيون ۽ انهن تي عمل بہ ڪيو اهي ان وقت تائين نہ ڪنهن ڏٺيون هيون ۽ نہ وري ٻڌيون هيون. اهي ڪنهن بہ تاريخدان طرفان ڪنهن تفصيل سان سهيڙي ڪتابي صورت ۾ پيش ڪرڻ کان گهٽيون آهن. تنهن ڪري ڪنهن بہ ليکڪ طرفان حضرت علي عليہ السلام جو پيش ڪيل خاڪو لازمي طور نامڪمل هوندو.

بهرحال، هن جهڙي ڪنهن بہ ڪتاب جي لکڻ ۾ ليکڪ جو مقصد اهو هوندو آهي تہ هو هرممڪن ذريعي مان اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي قولن ۽ فعلن جو تفصيل گڏ ڪري ۽ انهن تي وڏي ڌيان سان غوروفڪر ڪري، پوءِ انهن کي اهڙي نموني ۾ پيش ڪري تہ امام علي عليہ السلام جي اها جهلڪ ڏسڻ ممڪن ٿي وڃي جيئن اهي خود اصل ۾ پاڻ هيا. اهائي ڳالهہ آهي جيڪا ليکڪ هن ڪتاب ۾ ڪئي آهي.

مون کي پڪ آهي تہ جارج جرداق، هڪڙو تحقيقي اسڪالر ۽ جيئن اهو هڪڙو تعصب کان خالي (غيرمتعصب) شخص آهي، امام علي عليہ السلام جي حياتي مبارڪ کي کولي بيان ڪرڻ ۾ گهڻي حدتائين ڪامياب ٿيو آهي ۽ جيڪي ماڻهو هن ڪتاب کي پڙهندا اهي اها ڳالهہ چوڻ تي آماده ٿي ويندا تہ اها اهڙي شخصيت جي سيرت پاڪ آهي جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ دنيا ۾ ٻهرين درجي تي هئي.

مائيخل نعيمه

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

# نبوت جو پينگهو

عربستان جو علائقو گهڻو عجيب ۽ غير معمولي آهي ۽ اهو علائقو پنهنجي اها سڃاڻپ مستقبل ۾ به قائم رکندو. ان ۾ گهڻا وڏا رڻ پٽ آهن. جيڪڏهن اهي رڻ پٽ برسات کان محروم نه هجن ها بلڪ ساوا ۽ زرخيز هجن ها ته اها ڌرتي بڪايلن کي ڪاڏو ڪارائي ۽ دنيا جي اگهاڙن ماڻهن جا انگ ڍڪي ها. اهڙا اهڙا ويران رڻ پٽ آهن جن جو تصور ئي نٿو ڪري سگهجي. بدقسمتي سان عربستان سدائين هڪڙو رڻ پٽ رهيو آهي. ان جا ڪشادا علائقا واريءَ جي دڙن، ننڍن ۽ خشڪ پهاڙن ۽ پٿريلي زمين تي مشتمل آهن، جيڪي نه ته پوکي راهي ڪرڻ جي لائق آهن ۽ نه وسندي جوڳا آهن. جيڪڏهن پوکي راهي ممڪن هجي ها ته اهو علائقو گهڻي آبادي سان ڀريل هجي ها. پر حالت ٻي طرح آهي. توڙي جو اهو علائقو ٽن طرفن کان سمنڊ سان گهيريل آهي، پوءِ به برسات قسمت سانگي وسندي آهي ۽ اونهاري ۾ اتي سخت گرمي هوندي آهي.

ڪجهه علائقن ۾ البت مينهن وسندو آهي جيڪو آبهوا کي ڪجهه ٿڌو ڪندو آهي. بهرحال، جڏهن جهولي واري هوا گهلندي آهي ته ايتري تپش ٿي ويندي آهي جو وڻ ۽ ٻوٽا سڪي ٻُسا ٿي ويندا آهن ۽ جانور به گرمي ڪري مري ويندا آهن. پر عرب شاعر صبح جي هِير (بادِنسيم) کي جيڪا سدائين اوبر طرف کان گهلندي آهي، بهشت جي هير سان مشابهت ڏيندا آهن.

عربستان ۾ سدا وهندڙ ندي ڪونهي. بهرحال، جيئن ۽ جڏهن مينهن وسندا آهن ۽ نالا وهڻ لڳندا آهن ته ماڻهو انهي موقعي جو فائدو وٺندا آهن ۽ تلاء ٺاهي پاڻي ذخيرو ڪندا آهن. اهو پاڻي ڪجهه وقت لاءِ ڪافي هوندو آهي.

اٺ عربستان جو مخصوص قسم جو جانور آهي جيڪو ٻين علائقن ۾ ملندڙ جانورن جي ڀيٽ ۾ امتيازي حيثيت رکي ٿو. الله تعاليٰ

ان کي ڏکيون جنگهون ڏنيون آهن تہ جيئن اهو آساني سان ڏگهو فاصلو طئي ڪري سگهي ۽ رڻ پٽن ۾ ٿڪجي نہ پوي. ان جا ڊاڙا پڻ اهڙا آهن جو ان جا پير واري ۾ ڪونہ ڦاسندا آهن. ان ۾ ڏکيا ۽ سخت رستا طئي ڪرڻ جي بہ تمام گهڻي سگهہ آهي ۽ گرميءَ سان گڏ اڃ جي سختي بہ برداشت ڪري سگهندو آهي. الله تعاليٰ ان کي وڏو ۽ غير معمولي پيٽ ڏنو آهي جنهن ۾ اهو ڪيترن ڏينهن لاءِ پاڻي ذخيرو ڪري سگهندو آهي ۽ جيئن ۽ جڏهن پاڻي اٿليپ تي پوندو آهي تہ اُن جو مالڪ ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان پنهنجي ذاتي استعمال لاءِ پڻ ان جي پيٽ مان پاڻي حاصل ڪندو آهي. عربن اٺ کي هزارين نالا ڏنا آهن.

ان علائقي ۾ ساوڪ يا پوک ڪٿي ڪٿي هوندي آهي. ڪجھہ گندبن وارا ٻوٽا ڦٽندا آهن پر اهي پڻ سخت گرمي ۽ پاڻي جي اٿاٽ ڪري سڪي ويندا آهن. ماڻهن جي رهائش گهڻو ڪري تنبوئن ۾ هوندي آهي، جيڪي انهن کي جهولي جي هوائن يا سج جي تپش کان بچائي ڪونہ سگهندا آهن. دراصل انهن تنبوئن ۾ رهڻ ۽ کليل آسمان هيٺ رهڻ جي وچ ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونهي. انهن سببن ڪري ان علائقي جي آبادي تمام گهٽ ۽ ڇڙوڇڙ آهي. عربستان جا ماڻهو اڪثر ڪري مستقل طور هڪڙي جاءِ تي ڪونہ رهندا آهن پر هڪڙي جاءِ کان ٻي جاءِ ڏانهن منتقل ٿيندا رهندا آهن.

عربن جو پيداواري ۽ کاڌ خوراڪ لاءِ اناج سڪل ڪتل آهي. ان ۾ اٺن جو ۽ شڪار ڪيل جانورن جو گوشت بہ شامل ٿيندو آهي. مستقل طور تي رڻن پٽن ۾ پنهنجون زندگيون گذارڻ ڪري لڙايون ۽ خونريزي انهن جي فطرت جو حصو ٿي ويون آهن. عرب جزيري جي ماترين ۽ رڻ پٽ ۾ ايتري تہ گرمي هوندي آهي ۽ ڌرتي ايتري تپي ويندي آهي جو ماڻهو جانورن جو گوشت واري تي سيڪي سگهندا آهن.

وارِيءَ ٿورڙي ۽ ڇڙوڇڙ آبادي ۽ حالتن جي هڪجهڙائي سان پرپيل رڻ پٽ گهڻو بيزار ڪندڙ شيون آهن ۽ زندگي کي اڻ وڻندڙ ڪري ڇڏين ٿا. اتساهہ ۽ اميد جيڪي خوشي واري زندگي جو سرمايو آهن، ان رڻ پٽ ۾ ڪٿي بہ موجود ڪونهن.

انهن ڏکين حالتن ۾ اهڙي يڪسانيت واري زندگي سان بدوي عربن لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ اهي زندگيءَ جي ڦيرين گيرين ۾ دنياجي ٻين قومن جي مختلف روين ۾ طور طريقن سان روشناس ٿين. رحم ۾ خلوص جي موجودگي جو جيڪي انسان جي دل کي پروسو ڪرڻ جي قابل بڻائيندا آهن. هڪڙي غير آباد ڌرتي ۾ تصور نٿو ڪري سگهجي. اهڙيون خاصيتون ساوڪ وارين ۾ زرخيز زمينن ۾ پيدا ٿينديون آهن نہ ڪي پٿريلن ۾ خشڪ علائقن ۾. اهي انهن شخصن ۾ پيدا ٿينديون آهن جيڪي مڙني نعمتن سان مالامال ٿيل هوندا آهن. نہ ڪي انهن ماڻهن جي دلين ۾ جيڪي انهن نعمتن کان وانجهيون هونديون آهن.

انهن زمانن جا ٿورا گهڻا ننڍا ڳوٺ ۾ وسنديون ڪو گهڻو ڏيان چڪائيندڙ ڪونہ هيون. هڪڙو تہ انهي ڪري جو انهن جو ڳاڻاٽو تمام ٿورڙو هيو ۾ ٻيو تہ انهن جي حالت هڪڙي ويران رڻ پٽ ۾ ڪوڙيل تنبوئن کان گهٽي بهتر ڪونہ هئي. جيڪي اڻ سهائيندڙ هوائن جي حملن کان متاثر ٿيندا رهندا هيا. البت طائف ۾ يثرب (مديني) ۾ زندگي گذارڻ جا بهتر وسيلا موجود هيا. باقي مڪو پوچا پاٺ وارن بتن جو آماجگاهہ هيو. اتان جا رهواسي واپاري ماڻهو هيا جن جي نظر ۾ هڪڙي انسان جي حياتي جي مقابلي ۾ ڏوڪڙ يا هڪڙي دينار جو وڌيڪ قدر ۾ اهميت هئي.

دوزخ وانگر ٻرندڙ رڻ پٽ ۾ غربت ۾ محتاجي واري زندگي جنهن جو حال مايوسين سان ڀريل ۾ مستقبل اميدن کان خالي هيو اها ان علائقي جي حالت هئي جنهن کي عرب جزيرو سڏيو ويندو هيو.

جيڪا ڳالهہ تعجب ۾ وجهندڙ آهي اُها اِها آهي تہ توڙي جو عربستان جي ڀرسان ڪيترائي علائقا آهن جيڪي زرخيز آهن ۾ انهن ۾ زندگيءَ جون مڙئي آسائشون موجود آهن. اهڙا بہ ماڻهو موجود هيا جن انهن مڙني سهوليتن کي نظرانداز ڪيو ٿي ۾ ان غير آباد ڌرتي ۾ ڏکي زندگي گذارڻ کي ترجيح ڏني ٿي. تنهن ڪري انهن ان رڻ پٽ مان ٻاهر نڪرڻ جو ڪڏهن بہ ڪونہ سوچيو. وڌيڪ عجب ۾ وجهندڙ اها ڳالهہ آهي تہ اتي ماڻهن پنهنجي اباڻي ڌرتي کي باقي سموري دنيا کان اعليٰ

سمجهيو ٿي. انهن نہ تہ ان کي ڇڏڻ گهريو ٿي ۽ نہ وري ڪنهن ٻي جاءِ کي پنهنجو ٺڪاڻو بڻائڻ جي خواهش ڪئي ٿي. اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي نبوي منصب ملڻ کان بہ اڳ عربي رڻ پٽ جو هڪڙو معجزو هيو.

بهرحال، جيڪڏهن اسان سيني ٿڌن ۽ گرم چشمن، زرخيز ۽ ساين زمينن، خوبصورت نظارن، دولت ۽ ٻين سمورين نعمتن کي جيڪي عربستان کان سواءِ مختلف ملڪن ۽ علائقن ۾ موجود آهن، انهن شين سان ڀيٽيون جيڪي ان ڌرتي تي ظاهر ٿيون تہ اهي سڀ نعمتون ۽ سهوليتون هن ڌرتي کي مليل نعمتن جي آڏو ڪا اهميت ڪونہ ٿيون رکن. عربي رڻ پٽ، معجزن جي ڌرتي، اهڙي شي پيدا ڪئي جيڪا ٻين مڙني نعمتن کان اعليٰ ترين نعمت آهي.

اهو عالي ظرف وجود انهي عظيم شخصيت جو هيو جنهن پنهنجون ڪرم نوازيون سمورن انسانن مٿان نڇاور ڪيون، جنهن حقيقت جي چشمن کي صاف ڪيو جنهن جي معرفت زندگي جي اهميت جي خبرپئي، پارسائي ۽ نجات عظيم ڳالهيون ٿي ويون، ۽ انساني نسل اعليٰ درجي تي پهچي ويو مطلب تہ اها شخصيت الله جي رسول حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن جي ذات هئي.

عربستان ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سوٽ حضرت علي عليہ السلام جي پيدائش، جتي انساني زندگيءَ جو هڪڙي ڏوڪڙ کان وڌيڪ ملهہ ڪونہ هيو ان رڻ پٽ جو ٻيو معجزو هيو.

# رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ظهور

اکيون اهڙيون روشن جيئن چمڪندڙ سج، چپن مبارڪن جي مسڪراهٽ سج جي روشني کان بہ وڌيڪ ليائيندڙ سندن دل مبارڪ يثرب ۽ طائف جي باغن جي گلن کان بہ وڌيڪ تازي، سندن عادتون ۽ اخلاق حجاز جي چانڊوڪي وارين راتين کان بہ وڌيڪ وڻائتا، سندن ذهن مبارڪ تيز هوائن کان بہ وڌيڪ ڦڙتيلو موهيندڙ زبان مبارڪ، دل مبارڪ بهشتي نور سان پريل، هڪڙي تيز تلوار وانگر پڪو پُختو عزم ۽ زبان مبارڪ تي لطف ڏيندڙ لفظ ـ اهي عربستان جا پيغمبر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بن عبدالله هيا ـ اهي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن انهن بتن کي تباهہ ڪيو جن پائرن کي پائرن کان الڳ ڪري ڇڏيو هيو. انهن نہ صرف ڪاٺ ۽ پٿرن جي بتن کي پيچي پورا پورا ڪيو پر دولت، خراب عادتن ۽ گروهي جذبات جي بتن کي بہ پڳو.

بزدل قريشين انهي ڳالهہ جي خواهش ڪئي تي تہ بدوي عربن جي هٿن مان دولت نڪري صرف انهن جي کيسن ۾ اچي. انهن پنهنجي زندگيءَ جو صرف اهو مقصد بڻايو هيو تہ گهڻو نفعو ڪمائڻ لاءِ انتهائي ڏکين حالتن ۾ اٺ جي پٺيءَ تي ويهي رڻ پٽ جهاڳجي ۽ پوءِ پنهنجي ماڳ، جنم پومي، مڪي ڏانهن موٽي اچجي ـ اهو ساڳيو مڪو جيڪو بتن جي پوڄا وارو شهر هيو ۽ جتي دولت ئي فقط هڪڙي ڳڻائڻ واري شي هئي.

اوچتو انهن هڪڙو آواز ٻڌو جنهن انهن جي دماغ کي جهنجهوڙي ڇڏيو. انهن جون اميدون وکري ويون. دنيا اهو چوندي انهن کان پنهنجو منهن موڙيو: "انسان جو قدر اهو ڪونهي جيڪو توهان اندازو لڳايو آهي ۽ بدوي عربن جي تخليق جو مقصد اهو ڪونهي جيڪو توهان سمجهو ٿا تہ ايئن هجي."

... اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آواز هيو...



بنو اسد ۽ بنو تميم وارا ايترا تہ بيوقوف ۽ جاهل هيا جو اهي پنهنجين نياڻين کي بنا ڪنهن سبب جي جيئري پوري ڇڏيندا هيا. انهن جي انهي عمل لاءِ ڪوبہ جواز موجود ڪونہ هيو. سواءِ انهيءَ جي تہ اهو هڪڙو رواج هيو جيڪو انهن ۾ جاري هيو. اهي خدائي اختيار جا انڪاري هيا. اهي قدرتي سونهن کان نفرت ڪندا هيا. انهن عملن دوران انهن هڪڙو آواز ٻڌو جيڪو ڳوڙهي پيار جو ۽ ماڻهن لاءِ همدردي جو اظهار هيو. فرمايائين ٿي "پنهنجين نياڻين کي جيئري دفن نہ ڪريو. نياڻيون بہ الله تعاليٰ جي ايترو ئي سٺي مخلوق آهن جيترا پٽ. ڪنهن بہ انسان کي اهو حق ڪونهي تہ ٻئي کي حياتي کان محروم ڪري، اهو صرف الله تعاليٰ ئي آهي جيڪو انسانن کي پيدا ڪري ٿو ۽ انهن کي موت ڏئي ٿو."

... اهو حضرت محمد صلي اللهُ تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آواز هيو....



عرب سدائين وڙهندا رهندا هيا. اهي معمولي ڳالهين جي باري ۾ بہ سالن تائين وڙهندا ۽ رت وهائيندا رهندا هيا. اهي پنهنجن ڀائرن کي قتل ڪندا هيا ۽ ان تي گهڻو خوش ٿيندا هيا ۽ فخر محسوس ڪندا هيا. انهن لاءِ پنهنجي جهالت خاطر پنهنجون حياتيون قربان ڪرڻ بلڪل معمولي ڳالهہ هئي. ٻار اهڙين حالتن ۾ روئيندا رڙندا ۽ پلجي وڏا ٿيندا هيا، جيڪي انهن جي ذهنن ۾ ڪنهن لاءِ بہ پيار ۽ همدردي پيدا ڪرڻ لاءِ سازگار ڪونہ هيون.

انهن ماحولن ۾ انهن ٻيهر هڪڙو آواز ٻڌو جنهن فرمايو: "توهان ڇا ڪري رهيا آهيو؟ توهان هڪ ٻئي کي قتل ڪري رهيا آهيو جڏهن تہ توهان سڀئي پاڻ ۾ ڀائر آهيو. ڇوتہ توهان سڀني کي الله تعاليٰ پيدا ڪيو آهي. لڙائي جهڳڙو هڪڙو شيطاني عمل آهي. امن ۽ دوستي توهان لاءِ وڏيڪ فائديمند آهن. جن نفعن لاءِ توهان وڙهو ٿا اهي امن کان سواءِ حاصل ٿي ڪونہ ٿا سگهن."

... اهو پڻ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آواز هيو....



عرب تمام گهڻو اناپرست ۽ مغرور ماڻهو هيا. اهي اجمين (غير عرب) کي پاڻ کان حقير سمجهندا هيا. نہ صرف اهو پر اهي غيرعربن کي انسان ئي ڪونہ سمجهندا هيا. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم عربن جي انهي سوچ کان گهڻي نفرت ڪندا هيا. انهن مغرور ماڻهن کي مخاطب ٿيندي پاڻ فرمايائون: "ڪو عرب وڏيڪ پارسا آهي تہ اهو افضل آهي ورنہ ڪوبہ عرب ڪنهن بہ اجمي (غيرعرب) کان اعليٰ ڪونهي. آيا توهان کي اهو وڻي يا نہ پر اها حقيقت آهي تہ سيئي انسان هڪ ٻئي جا ڀائر آهن."

اتي ستايل، بي گهر ۽ محتاج ماڻهو هيا. جن جا چهرا گرم هوائن لهسائي ڇڏيا هيا. سماج انهن کي پنهنجي لڏي مان خارج ڪري ڇڏيو هيو ۽ انهن جون حياتيون اذيتناڪ بڻائي ڇڏيون هيون. ماڻهن جي نظرن ۾ اهي واري جي ذرڙن کان بہ وڏيڪ حقير هيا ۽ انهن جي زندگي انتهائي مايوسي واري ٿي وئي هئي. اهي ئي ماڻهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا حقي دوست هيا. بلڪل ايئن جيئن معاشري جا ڌڪاريل ۽ مفلس ماڻهو يسوع مسيح حضرت عيسيٰ عليہ السلام جا ۽ دنيا جي ٻين عظيم ماڻهن جا دوست هيا. اهي مسڪين ماڻهو هيا جن جي ڀلائي لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم آمريت جي قائم ٿيڻ کي روڪڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. پانهپ جي اجازت ڪونہ ڏنائون. ماڻهن کي پنهنجن ساٿين جي غلامي مان آجو ڪرايائون ۽ بيت المال قائم ڪيائون تہ جيئن سيئي بنا ڪنهن امتيازي سلوڪ جي ان مان لاڀ حاصل ڪن. پاڻ سڀوڙن ماڻهن جي ڪوشش جو رخ عوامي ڀلائي جي ڪمن ڏانهن موڙيو. قريشي جيڪي سندن ساڳي نسلي لڏي مان هيا. انهن کي هرقدم تي زور ڀريائون تہ اهي پنهنجي چال چلت کي سڌارين. سٺا عمل ڪن ۽ پنهنجي ڌيان کي مڪمل دلي لڳاءُ سان الله تعاليٰ طرف رکن. جنهن الله تعاليٰ انهي ڇڙوڇڙ مخلوق کي هڪڙي ڪامل امت ۾ گڏ ڪيو آهي. بهرحال، قريشين جاهل ۽ اوباش ماڻهن ۽ پنهنجن ٻارن کي هُشي ڏني تہ ان کي پٿر هڻن ۽ ان تي ٺٺوليون ڪن.

محتاج، ستايل ۽ بي گهر غلامن، جن ۾ حضرت بلال رضي الله تعاليٰ عنہ بہ هيو جيڪو پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

جو بانگو (مؤذن) ٿيو جڏهن اهو آواز ٻڌو تہ گهڻو خوش ٿيا هيا: ”سيني انسانن کي الله تعاليٰ رزق ڏئي ٿو. اهو انهن ماڻهن کي پسند ڪري ٿو جيڪي سندس مخلوق سان گهڻي مدد ڪن ٿا.“

... اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آواز هيو....

*****

اهي جيڪي سندن دشمن هيا، ڪين پٿر هڻندا هيا ۽ سندن مٿان ڇٽرون ڪندا هيا. انهن انهي اتساهيندڙ آواز کي ٻڌو: ”جيڪڏهن تون (محمد) رُکو ۽ سخت دل هجين ها تہ اهي گهڻو اڳ توکي ڇڏي وڃن ها. انهن کي معاف ڪر ۽ الله کي سوال ڪر تہ (انهن جا گناهہ) معاف ڪري ۽ ڪجهہ معاملن ۾ انهن سان صلاح مشورو ڪر. پر جڏهن تون ڪنهن فيصلي تي پهچين تہ الله تي ڀروسو ڪر. الله انهن سان پيار ڪري ٿو جيڪي ان تي ڀروسو ڪن ٿا.“ (سورت آل عمران آيت 159)

... اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آواز هيو....

*****

هيئيان سچا لفظ انهن ماڻهن جي ذهنن ۾ نقش ٿي ويا جيڪي سٺي حياتي لاءِ الله تعاليٰ جي رستي ۾ جدوجهد ڪري رهيا هيا، ۽ بتن جي پوڄا ۽ براين خلاف هلايل مهم ۾ ان (مُحمّد) جي حمايت لاءِ تيار هيا، ۽ پريشان هيا تہ ٻي صورت ۾ انهن جا حق ۽ سٺا اخلاق لڙائي جي ميدان ۾ ضايع ٿي ويندا.

”ياد رکو! ٺڳي ڪندڙ نہ ٿجو. ڪڏهن بہ واعدي خلافي نہ ڪجو. ڪڏهن بہ ڪنهن جي اعتبارکي ٺيس نہ پهچائجو. ڪنهن بہ ٻار، عورت، ٻڍڙي ماڻهو يا پنهنجي آستاني ۾ ويٺل ڪنهن بہ راهب (گوشہ نشين) ماڻهوءَ کي قتل نہ ڪجو. ڪنهن کجيءَ جي وڻ کي نہ ساڙجو ۽ نہ ڪنهن ٻوٽي يا وڻ کي وڍجو نہ وري ڪنهن عمارت کي ڊاهجو.“

... اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو آواز هيو....

*****

عربن انهي خدائي آواز کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زبان مبارڪ مان ٻڌو ۽ ان کي دنيا جي چئن ئي ڪنڊن ۾ پکيڙيائون. انهن انهي آواز ذريعي طاقتور حڪمرانن ۽ بادشاهن مٿان سوڀ ماڻي، انسانن منجهہ ڀائيچارو قائم ڪيائون ۽ انهن کي هڪڙي دين ۾ شامل ڪيائون. ۽ انسان ۽ الله تعاليٰ جي وچ ۾ ڳانڍاپو پيدا ڪيائون.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ڇڇڙ ايترو تہ پکڙجي ويو جو سموري پراڻي دنيا ان جي ڇانو هيٺان اچي وئي ۽ ڌرتي اوپر کان اولهہ تائين نيڪي، ڀلائي، علم، امن ۽ دوستي جا ميوا پيدا ڪرڻ شروع ڪيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجا هٿ مبارڪ وڌايا ۽ سموري دنيا ۾ ڀائيچاري ۽ دوستيءَ جا ٻج ڇٽيا. اهو هٿ مبارڪ اجا تائين ڏکيو ٽيل آهي ۽ ٻج ڇٽڻ ۾ مصروف آهي. تنهن ڪري دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ خطو موجود ڪونهي جنهن ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا امتي موجود نہ هجن. انهن مان هڪڙو پاڪستان ۾ ٿي سگهي ٿو ۽ ٻيو اسپين ۾ ٿي سگهي ٿو پر ان جي باوجود انهن مان ٻنهي سان اهڙو ورتاء ڪيو ويندو آهي جڻ ساڳئي ۽ هڪڙي جهنڊي هيٺ هجن.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مشرقي ماڻهن لاءِ عزت ۽ احترام جو اظهار ڪيو جيڪو اڄ پڻ انهن جي مٿي جو چمڪندڙ تاج آهي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو فرمان انساني ڀائيچاري لاءِ هڪڙي دعوت هئي. انهي ڳالهہ حڪمرانن جي هٿن کي رعيت وارن جي ملڪيت تائين پهچڻ کان روڪيو ۽ سموري انساني لڏي کي برابري وارا حق ڏنا. پاڻ ڪريمن جي مذهب ۾ هڪڙي عام ماڻهو هڪڙي حڪمران ۽ هڪڙي رعيتي، ۽ هڪڙي عرب ۽ اجمي (غيرعرب) جي وچ ۾ ڪوبہ امتيازي فرق ڪونهي، ڇو تہ سيئي انسان الله تعاليٰ جا ٻانها آهن. اهو الله ڪريم ئي آهي جيڪو سيني لاءِ رزق مهيا ڪري ٿو.

انهي فرمان عورتن کي مردن جي ڏاڍائي کان آزاد ڪيو. پورهيتن کي سرمايہ دارن جي غير انصافي کان آزاد ڪيو ۽ نوڪرن ۽ ملازمن

کي پنهنجن مالڪن آڏو ڪنڌ جهڪائڻ جي بي عزتي کان آجو ڪيو. افلاطون ۽ ٻين فلاسافرن جي برخلاف جن پورهيتن کي انهن جي غربت وارن ڏنڌن ڪري سندن سماجي حقن کان محروم ڪيو هيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سڀني انسانن کي سرڪاري معاملن ۾ شرڪت ڪرڻ جي قابل ڪيو. پاڻ ڪريمن وياج خوري ۽ هڪڙي ماڻهو طرفان ٻئي ماڻهوءَ جي استحصال کان منع ڪئي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کان پوءِ حضرت علي عليه السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه ماڻهن کي سٺن اخلاقن کي اختيار ڪرڻ جي دعوت ڏني.

# تاريخ تي هڪ نظر

علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ بزرگن جا بزرگ ۽ هڪڙي اهڙي منفرد هستي هيا جنهن جو مثال نہ مشرق ۾ پيدا ٿيو نہ مغرب ۾، نہ اڳ ۾ پيدا ٿيو نہ بعد ۾.
شبلي شميل.

جيڪڏهن توهان دنيا جي تاريخ کي ڏيان سان ڪن ڏئي ٻڌو تہ توهان هڪڙي عظيم واقعي جون خبرون ٻڌندا. جنهن جهڙو ڏهہ صدين کان بہ وڌيڪ عرصو گذرڻ جي باوجود ڪو واقعو پيش ڪونہ آيو آهي. جيڪڏهن توهان دنيا ۾ ٿيندڙ مختلف واقعن جي باري ۾ ڏيان سان غور ڪيو تہ توهان هڪڙي عظيم شخصيت طرفان موهجي ويندا. جنهن جي اعليٰ سوچ جي آڏو هر شي هيچ لڳي ٿي. دنيا ۽ ان جي حياتي، ۽ ٻار ٻچا، مٽ مائٽ، دولت ۽ حڪمراني ان جي نظرن ۾ ڪابہ اهميت ڪونہ ٿا رکن. اها شخصيت عام ماڻهن جي قطار ۾ بيهارڻ کان گهڻو افضل آهي ۽ ان جي بصيرت ايتري عمدي آهي جو اها فقط نالي ۾ عام ماڻهن جي استدلال سان مشابهت رکي ٿي.

جيڪڏهن توهان پنهنجي دل جي ڪنن سان ٻڌو تہ تاريخ توهان کي حق ۽ انصاف جي واٽ ۾ شهيدن جي ڪهاڻي بيان ڪري ٻڌائيندي جن جو رت شفق جي صورت ۾ آسمان ۾ نظر ايندو آهي. جيڪڏهن توهان شفق تي نظر ڪيو تہ توهان ٻن قسمن جي ڳاڙهاڻ جو مشاهدو ڪندا. هڪڙي قدرتي ڳاڙهاڻ ۽ ٻي حق ۽ انصاف جي واٽ ۾ شهيدن جي رت جي ڳاڙهاڻ.

مشرق جي تاريخ تي هڪ نظر وجهو ۽ انهي ذهانت ۽ اهليت جي عظيم قوت کي ڳوليو جيڪا اعليٰ سوچ جي هر دائري جو مرڪز آهي، ۽ هر حقي منطق ۽ استدلال جو بڻ بنياد آهي. هر جديد تحقيق ۽ هن دنيا ۽ آخرت جي زندگي جي باري ۾ نئون نظريو ان سان ئي تعلق رکن ٿا. انساني سرشتي ۽ تهذيب جي اصولن ۽ اخلاقيات جي قانونن جي باري ۾ توهان جي ڏيان تي جيڪي بہ رايا آيا هجن اهي سڀ انهي

سرچشمي منجهان شروع ٿيا آهن. اهي قانون ۽ قاعدا انسانذات جي باهمي تعلقاتن، سهڪار ۽ پائيواري جي بنياد تي ٻڌل آهن. ڪهڙي ڏيان ڇڪائيندڙ قوت فلسفي ۾ هڪڙو نئون طريقو ۽ هڪڙي نئين حڪمت عملي دريافت ڪئي آهي ۽ ان کي انهن ماڻهن جي هٿ وس ڪيو جن ان کي ايندڙ نسل ڏانهن منتقل ڪيو؟ هر ڪنهن پنهنجي عقل ۽ سمجهه آهر ان منجهان فائدو ورتو آهي، پر اڃا تائين ڪوبه ان جي حقي فلسفي ۽ ان جي ڳوڙهائي تائين ڪونه پهتو آهي. اهو ضروري آهي تہ ان جيڪي بہ قول چئيا آهن انهن مان ٻين دماغن ۽ ساڃهہ وند ماڻهن کي لازمي طور نيون ايجادون ڪرڻ کپن.

اهو بصيرت وارو شخص ڪير آهي جيڪو پاڻ تہ ڏکن ۽ تڪليفن ۾ ڦاٿل آهي پر ٻيا ان جي ڪرم نوازين ڪري خوش ۽ آسائش ۾ آهن؟ اهو جنهن پنهنجن دوستن سان گڏوگڏ دشمنن لاءِ رستو هموار ڪيو آهي ۽ ڪندو رهي ٿو! هڪڙو چاٺو شخص جيڪو هر ڳالهہ جي سبب ۽ اثر تي بحث ڪرڻ کان پوءِ ٻين لاءِ انهن ڳالهين جي وضاحت ڪرڻ لاءِ (دل جي خلوص سان) مڪمل ۽ دلي طور تي تيار آهي!

اهو ڳوڙهي نظر وارو دانشور ڪير آهي جنهن هرڳالهہ تي سوچ ويچار ڪيو آهي ۽ دنيا ۾ ڪابہ شي ڪونهي جنهن جي باري ۾ اهو چڱي طرح باخبر نہ هجي؟ ايتري تائين جو ان کي انهن ڳالهين جي پڻ چاڻ آهي جيڪي ماڻهن ڪيون ئي ڪونہ آهن پر رڳو انهن جي باري صرف سوچيو آهي. ان کي ايتري تہ سگهاري چاڻ حاصل ٿيل آهي جو اهو علم جيڪو مشرق ۾ ان کان پوءِ ظاهر ٿيو اهو پڻ ان سان منسوب ٿيل آهي، دراصل اهو ئي آهي جيڪو مڙني علمن ۽ سائنسن جو پڻ سرچشمو ۽ بنياد آهي.

ڇا توهان ڪڏهن ايتري ڪامل ذهانت جو مشاهدو ڪيو آهي جنهن عاليشان حقيقت طور سچاڻپ ڪرائي هجي؟ ۽ اها حقيقت سماجي تعلقاتن لاءِ بنياد آهي، هر ماڻهوءَ لاءِ سبب آهي جيڪو خود پنهنجي خاص رستي جي تلاش ۾ آهي.

اهو واضح ڪري سمجهائي ٿو تہ ڪيئن هڪڙو گروهہ سڌي رستي تي آهي ۽ ٻيو غلط رستي تي.

اها حقيقت جنهن کي صرف حضرت علي عليہ السلام چوڏهن سَوَ سال اڳ سمجهيو هيو، ان کي مشرق ۽ مغرب جي دانشورن بحث مباحثي جو نئون موضوع ٺاهي ڇڏيو آهي. ان مان منهنجي مراد زندگيءَ جي ضرورتن لاءِ گهرج آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ماڻهو مختلف رستا اختيار ڪري رهيا آهن. هڪڙي گروهہ ان جي حدن کي اورانگهي ڇڏيو آهي. ان گروهہ انصاف جي اصولن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو آهي ۽ ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. پنهنجن بدنيتي وارن مقصدن جي حاصلات جي مطلب سان دوکي بازي تي عمل ڪري رهيو آهي. سرمايہ دارن طرفان دولت ميڙڻ جي غرض سان، سرڪاري عملدارن طرفان شين کي مفت جو مال سمجهڻ ۽ عوام الناس کي پنهنجو ڳيجهو بڻائڻ لاءِ ۽ نئين ڳالهہ ايجاد ڪندڙن طرفان پنهنجا فرمانبردار پوئلڳ گڏ ڪرڻ جي مطلب سان غير منطقي ڳالهيون ڦهلايون پيون وڃن.

ڇا توهان ان ڏاهي کي سڃاڻو ٿا جنهن هزار سالن کان بہ وڌيڪ عرصو اڳ هڪڙي حقيقت قائم ڪئي، جنهن هزارين ٿَوهم پرستين ۽ فضول خيالن جي جاءِ والاري. ان فرمايو: "جيڪڏهن ڪو ماڻهو بکيو رهي ٿو تہ اهو انهي حقيقت جو ثبوت آهي تہ ان جو حصو ڪو ٻيو کائي ويو آهي." ۽ وڌيڪ فرمايائين "مون ڪنهن بہ حد کان ٽپيل سخاوت کي ڪونہ ڏٺو آهي جيڪا ڪنهن جي حق کي غضب ڪرڻ کان سواءِ ڪئي وئي هجي."

ان ذخيره اندوزي جي باري ۾ پنهنجي هڪڙي گورنر کي لکيو: "ماڻهن کي ذخيره اندوزي کان منع ڪر، ڇو تہ اها اهڙي ڳالهہ آهي جيڪا عوام جي نقصان جو ۽ حڪمرانن لاءِ بدنامي جو سبب ٿئي ٿي."

هڪڙي عظيم ۽ بصيرت واري شخص هڪ هزار سالن کان بہ وڌيڪ عرصو اڳ انسانيت جي حقي راز کي محسوس ڪيو ۽ انهي راءِ تي پهتو تہ بادشاهن جي نظر ۾ جن ماڻهن جو ڪوئي قدر ڪونهي اهي ئي ماڻهو خوبين ۽ سٺن اخلاقن سان نوازيل آهن، ۽ اهڙن ماڻهن مٿان هر قسم جي ظلم ۽ ڏاڍ کي انهن (حڪمرانن) طرفان جائز سمجهيو وڃي ٿو.

اطالوي مجسما ساز رافيل هڪڙي اطالوي هارياڻي جي روپ ۾ حضرت مريم رضہ الله تعاليٰ عنہ جو مجسمو تيار ڪيو ۽ سيئي سٺيون انساني خصلتون ان ۾ ڏيکاريائين. ٽالسٽاءِ، وولٽيئر ۽ گوئٽي پڻ پنهنجي ذهني پرورهئي ۽ تصور سان ساڳي ڳالهہ کي منظور ڪيو ۽ سفارش ڪئي، رافيل جنهن جي مجسمي ۾ نشاندهي ڪئي هئي. البت، حضرت علي عليہ السلام انهي تصور جي صديون اڳ وضاحت ڪئي هئي. ان اميرن، حڪمران طبقي، منافع خورن ۽ لالچي ماڻهن خلاف مهم هلائي هئي. ڏتڙيل ماڻهن بابت انهن جي غلط ۽ اڻنگي نموني واري سوچ جي مخالفت ڪئي هئي ۽ فرمايو: "خدا جو قسم! حق غضب ڪندڙ کان مان ستايل ماڻهوءَ جو حق واپس ڪرائيندس، ۽ غاصب کي نڪ ۾ ناڪيلي وجهي حق جي سرچشمي ڏانهن گهليندس، توڙي جو اهو ان کي پسند نہ ڪري."

پنهنجي زماني جي ماڻهن لاءِ انهن جيڪي ڳالهيون فرمايون اهي ڏيکارين ٿيون تہ پاڻ انهن ڳالهين کي چڱي نموني ۾ سمجهيو هئائون. اهي ڳالهيون هڪڙي طرف نڪمن اميرن ۽ ٻين ماڻهن بابت هيون جيڪي پنهنجين نااهلين جي باوجود اعليٰ مرتبا رکندڙ هيا، ۽ ٻئي پاسي انهن ماڻهن بابت هيون جيڪي محتاج ۽ ستايل هيا ۽ جن وٽ سواءِ تابعداري ڪرڻ جي ٻيو ڪو متبادل ڪونہ هيو. تنهن ڪري پاڻ واضح انداز ۾ فرمايائون "توهان طرفان ستايل ۽ محروم ڪيل احترام لائق آهن. جڏهن تہ توهان جا بااختيار ماڻهو بداخلاق ۽ ڪميڻا آهن."

انهن لفظن مان سندن مطلب اهو هيو تہ زبردست ماڻهو پنهنجي مجبوري ۽ بااختيار طبقي طرفان ستائڻ ڪري پنهجن گڻن ۽ قابليتن جو مظاهرو ڪونہ ٿا ڪري سگهن. جڏهن تہ اعليٰ مرتبا ۽ عهدا رکندڙ ماڻهو پنهنجين قيمتي پوشاڪن ذريعي پنهنجين اوڻاين کي لڪائي رکن ٿا.

پاڻ ماڻهن کي سمجهايائون تہ سچ ۽ خوبي دائم ۽ قائم ڳالهيون آهن جيڪي هر وقت موجود رهيون آهن ۽ هميشہ موجود رهنديون. هر انسان پنهنجي دل جي گهرائي سان انهي ڳالهہ ۾ يقين رکي ٿو توڙي جو مختلف ماڻهو ان جي مختلف طريقن سان تشريح ڪن ٿا. قديم قومن بہ

انهي يقين جي تحفظ هيٺ گذاريو آهي، توڙي جو انهن کي انهي ڳالهه جي خبر نہ رهي هجي. انهن پنهنجا نظريا ۽ عقيدا پنهنجن ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ ورتا آهن ۽ انهن کي اختيار ڪيو آهي، ڇوتہ ايئن ڪرڻ سان اهي جاچ جوچ ۽ کوجنا جي تڪليف کان بچندا رهيا آهن. تنهن ڪري نقالي ڪرڻ انهن جي ٻي فطرت ٿي وئي آهي. مڙني عقيدن ۽ سوچن جو پڻ بنياد اهو آهي تہ دنيا ۾ هڪڙي ڪامل حقيقت موجود آهي جيڪا مڙني بحثن ۽ راين جو شروعاتي نقطو هوندي

حضرت علي عليہ السلام کي سندن ذهن ۽ دل جي لياقتن انهي حقيقت کي تسليم ڪرڻ جي قابل بڻايو ۽ پاڻ دل جي خلوص سان مهيائون ٿي تہ جيڪا بہ ڳالهہ حق ۽ سچ تي ٻڌل آهي اها ناقابل اعتبار نہ ٿي ٿئي. پاڻ استحڪام جو ڪامل نمونو هيا ۽ سوڀ سان گڏوگڏ ظاهري ناڪامي جي موقعي تي بہ پاڻ کي ڪامياب ڏٺائون. لڙائي جي ميدان سان گڏوگڏ سياست جي مهاڏي ۾ پڻ انهن لاءِ کٽڻ يا هارائڻ واري ڳالهہ ڪنهن بہ اهميت جي ڪونہ هئي، ڇو تہ کين خبر هئي تہ حق انهن سان گڏ آهي ۽ اهي پاڻ ئي هيا جيڪي حق سچ ۽ ڪوڙ ۾ فرق ڪرڻ لاءِ ڪسوٽي هيا.

دنيا جي سموري تاريخ ۾ اهڙي مضبوط ۽ پختي عزم وارو هڪڙو بہ انسان ڳولڻ ممڪن ڪونهي، جيڪو ڪهڙي بہ قسم جي صورتحال ۾ هٻڪندو نہ هجي ۽ بغاوت جا شعلا ان کي ٿڙڪائيندا نہ هجن. ڪابہ ٻي ڳالهہ ڪنهن انسان جي ايمان کي ڏوڏي نٿي سگهي سواءِ انهيءَ جي تہ دشمن ان تي غلط ڪمن ۽ مورڳو گمراهي ۽ دين کان ڦرڻ جون تهمتون هڻندا هجن.

ڪابہ ڳالهہ ڪنهن انسان کي وڌيڪ بي سڪون ڪري نٿي سگهي سواءِ قتل جي ڌمڪي جي يا ان جي ايمان ۽ عقيدي تي حملو ڪرڻ جي جيڪا ڳالهہ موت کان بہ وڌيڪ خراب آهي. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام ڪنهن بہ قسم جي صورتحالن ۾ ڪونہ گهٻرايو ۽ ڪابہ ڳالهہ کين سندن حق جي رستي کان هٽائي ڪونہ سگهي. ان اسلام جي اشاعت ۽ عمل لاءِ پنهنجين ڪوشش تان ڪڏهن بہ هٿ ڪونہ ڪنيو ۽ انهن ڪوشش جي بدلي ۾ ڪڏهن بہ

دولت يا ڪنهن رتبي جي تانگهہ ڪونہ ڪئي. دين جي ڪاميابي ۽ ايمان جي تڪميل ئي سندن واحد انعام هيو.

ڇا توهان دنيا جي تاريخ ۾ ڪڏهن رحم ۽ همدردي ڪرڻ واري دل سان پريل ڪو عالي ظرف شخص ڏٺو آهي جيڪو لالچي، سرڪش ۽ انتقامي، پٿر دل ماڻهن جي وچ ۾ گهيريل هجي، جيڪي هڪ ٻئي کي چيرڻ ڦاڙڻ لاءِ تيار هجن. پر اهو انهن کي امن، صلح ۽ ڀلائي لاءِ دعوت ڏيندو هجي ۽ اهي اجان بہ ان خلاف وڙهڻ لاءِ هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيندا هجن؟

ڪيترائي قول موجود آهن جن کي ماڻهو زباني يا لکت ۾ ورجائيندا رهن ٿا ۽ هر شخص پنهنجي طبيعت مطابق انهن مان هڪڙي جي چونڊ ڪري ان کي پنهنجي مول متي طور استعمال ڪري ٿو. بهرحال، ڇا توهان ڪو بيو ماڻهو ڏٺو آهي جيڪو پوترتا ۽ انڪساري جو حقي لحاظ ۾ مڪمل روپ هجي؟

دنيا جي عظيم شخصيتن منجهہ حضرت علي عليہ السلام پيار ۽ خلوص جي معاملي ۾ سيني ڪان ممتاز هيو. خلوص ۽ سچائي ان جي عادت ۽ فطرت هئي، ان جي دل ۽ روح ان سان رڱيل هيا. اهو ماڻهن سان پيار ڪندو هيو پر پيار کي پنهنجي ذات سان شريڪ ڪونہ ڪندو هيو. اهو پنهنجا واعدا پاڙيندو هيو. خلوص ۽ سچائي ان جي وجود جا جوهر هيا. پنهنجي فطري ۽ ڳوڙهي ڏاهپ سان پاڻ انهي ڳالهہ کان آگاهہ ٿيو تہ آزادي نهايت مقدس شي آهي. سموري دنيا ان لاءِ تمنا ڪري ٿي ۽ ٻي ڪنهن بہ نعمت کي ان جي برابر ڪونہ ٿي سمجهي.

صرف آزاد ماڻهو ئي چڱي سوچ ۽ سٺين عادتن جي قوت رکن ٿا، ۽ حقي پيار ۽ خالص خلوص پڻ آزادي کانسواءِ ممڪن ڪونہ آهن. انهيءَ ڪري پاڻ فرمايائون "خراب ياءُ اهو آهي جنهن سان توهان ظاهر داري وارين ڳالهين جي پابندي ڪيو." تنهن ڪري سٺو انسان اهو آهي جيڪو اهڙي طور طريقي جو ڪونهي.

ڇا توهان ڪنهن اهڙي حڪمران کي سڃاڻو ٿا جنهن ڪڏهن بہ پيٽ ڀري نہ کاڌو هجي، ڇوتہ ان جي رعيت منجهہ ڪيترن ماڻهن کي پنهنجا پيٽ ڀرڻ لاءِ مناسب کاڌو ڪونہ ٿي مليو. يا سٺا لباس ڪونہ

پائيندو هجي ڇوتہ گھڻا ماڻھو ڪَھرو لباس پائيندا هيا. يا دولت گڏ نہ ڪئي هجي ڇو تہ اتي ڪيترائي غريب ۽ ضروتمند ماڻھو موجود هيا؟

حضرت علي عليہ السلام پنھنجي اولاد ۽ دوستن کي صلاح ڏني تہ ان جي نقش قدم تي هلن. ان پنھنجي ڀاءُ (حضرت عقيل رضہ) کي هڪڙي دينار جيتري رقم بہ وڌيڪ ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هيو، ڇو تہ اهو ان جو حقدار ڪونہ هيو. اهو پنھنجن ساٿين، ماتحتن ۽ عملدارن خلاف بہ سخت قدم کڻندو هيو جيڪڏهن انهن ماني جو هڪڙو ڳيو بہ رشوت ۾ ورتو هجي. ان عوامي ملڪيت جي احترام واري پروسي کي ٽوڙڻ خلاف هڪڙي شخص کي هنن لفظن ۾ تنبيھہ ڪئي: "مان خدا جو قسم کڻي چوان ٿو تہ جيڪڏهن تو عوامي ملڪيت جي احترام واري پروسي کي ٽيس پھچائي تہ مان تنھنجي خلاف اهڙو سخت قدم کڻندس جو تون سُڃو مجبور ۽ بي ماناءتو ٿي ويندين." اهو هڪڙي ٻئي ماڻھوءَ سان هنن شاندار لفظن سان مخاطب ٿيو: "مون کي معلوم ٿيو آهي تہ تو ڌرتي کي ناس ڪري ڇڏيو آهي، جيڪو ڪجھہ تنھنجي وس ۾ هيو اهو قبائي ڇڏيو آهي ۽ ڪجھہ بہ نہ ڇڏيو آهي. تنهن ڪري تون پنھنجو حساب ڪتاب ٺاهي مون ڏانهن موڪل."

انهن هڪڙي شخص کي هنن لفظن ۾ تنبيھہ ڪئي جيڪو رشوت وٺڻ ذريعي شاهوڪار ٿيو هيو: "خدا کان ڊڄ ۽ ماڻھن کي سندن قبايل ملڪيتون واپس ڪر. جيڪڏهن تون ايئن نہ ڪندين ۽ خدا مون کي تنھنجي مٿان قابو ڪيو تہ مان اها ذميواري نڀائيندس جيڪا تنھنجي معاملي ۾ مون کي خدا کان مليل آهي ۽ توکي تلوار سان سيکت ڏيندس جنهن هر ان ماڻھوءَ کي جھنم ۾ پھچايو آهي جنهن تي بہ ان وار ڪيو."

ڇا توهان ڪڏهن اهڙي بادشاهہ جي لاءِ ٻڌو آهي جنهن پنھنجن هٿن سان اناج صاف ڪري پيهي اٽو ڪيو هجي ۽ پنھنجي لاءِ ڪاڏو تيار ڪيو هجي، سو بہ اهڙو سخت جنهن کي صرف گوڏن تي رکي ڏڪ هڻي پورا پورا ڪري کائي سگھجي؟ اهو جيڪو پنھنجي جتي کي پاڻ ٽاڪا هڻندو هجي؟ اهو جنهن دنياوي دولت گڏ ڪونہ ڪئي هجي، ڇو تہ ان جي نظر ۾ ڏکويلن ۽ ڏتڙيلن جي مدد ڪرڻ کان سواءِ پيو ڪوبہ

مقصد سامهون نہ هجي، تہ جيئن اهو غاصبن کان انهن جا حق موٽرائي سگهي ۽ انهن کي خوش رکي؟ اهو جنهن ڪڏهن بہ پنهنجي ڪاڏي جي پرواهہ ڪونہ ڪئي ۽ گهري ننڊ ڪرڻ لاءِ ڪڏهن بہ ڪونہ سوچيو. ڇوتہ ان جي ملڪ ۾ ڪجهہ ماڻهن کي بکيو رهڻو پئي پيو.

اهو جنهن هي شاندار جملو فرمايو: "ڇا مان پاڻ کي انهي ڳالهہ سان مطمئن ڪري سگهندس تہ ماڻهو مون کي 'اميرالمؤمنين' چون ۽ مان زندگيءَ جي پيڙائن ۾ انهن سان گڏ نہ هجان؟" جيڪڏهن حڪومت ۽ حڪمران لڏو حق کي قائم ڪرڻ ۽ ڪوڙ جي پاڙ پٽڻ واري مقصد ۾ ناڪام آهن يا دلچسپي نٿا وٺن تہ اهي حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ دنيا جون حقير شيون آهن.

دنيا ۾ انصاف ڪرڻ ڪري جيڪي شخص مشهور آهن انهن مان هڪڙو شخص اهڙو آهي جو جيڪڏهن دنيا جا سڀ ماڻهو ان جي خلاف گڏ ٿي وڃن پوءِ بہ اهو چيو وڃي تہ اهو ئي هڪڙو سچار آهي ۽ ان جا سيئي مخالف ڪوڙا آهن. اهو حضرت علي عليہ السلام هيو جنهن کي اها خصوصيت حاصل هئي، ڇوتہ ان جي سچائي ۽ انصاف غير موروثي ڪونہ هيا پر موروثي هيا ۽ انهن منجهان ٻين سبق سکيا. ان جا قاعدا ۽ قانون حڪومت ۽ حڪومت جي طريقيڪار جي تڪڙين گهرجن مطابق ڪونہ ٺهيل هيا پر حڪومت ۽ حڪومتي طريقيڪار انهن قاعدن ۽ قانونن جي بنياد تي عمل پذير هيا. ان ڄاڻي واڻي اهو رستو اختيار ڪونہ ڪيو جيڪو ڪيس حڪمراني ڪرڻ ڏانهن وٺي وڃي، پر اهو رستو اختيار ڪيائين جيڪو ان کي سچين دلين ۾ ويهاريندو هجي. انصاف ڪرڻ ان جي روح جو حصو هيو ۽ ان جي دل ۾ گهر ڪري ويٺل هيو. جنهن پاڻ سان ٻيون خوبيون بہ شامل ڪري ڇڏيون هيون. انصاف کان ۽ پنهنجي سياءَ جي مطالبن کان منهن موڙڻ ان جي لاءِ ممڪن ڪونہ هيو. انصاف هڪڙو اهڙو عنصر هيو جيڪو ان جي پوري بدن ۾ رچيل بسيل هيو ۽ رت وانگر ان جي رڳن ۾ ڊوڙندو هيو.

ڇا توهان تاريخ جي ورقن ۾ اهڙو ڪو بهادر ماڻهو ڏٺو آهي جنهن جي مطلب پرستن جو هڪڙو اهڙو ٽولو مخالفت ڪندو هجي، جنهن ٽولي ۾ سندس مٽ مائٽ بہ شامل هجن ۽ پوءِ لڙائي جي بہ نوبت اچي

وڃي، ۽ اهي ماڻهو سوڀارا هجن ۽ هي شڪست کائي وڃي، ۽ پوءِ بہ اهو انهن مٿان چڙهت ڪري وڃي؟ حضرت علي عليہ السلام جي معاملي ۾ ائين ٿيو ۽ ان انهن مخالفن مٿان چڙهت ڪئي، جو تہ ان جا مخالف انساني خصلتن کان وانجها هيا ۽ دوکي، رشوت، لالچ ۽ دغابازي جا هٿيار استعمال ڪندي ڏاڍ ڪندڙ جي حيثيت ۾ ايريا هيا. جڏهن تہ ان بهادر شخص انساني فضيلت، انصاف ۽ ٻين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ جي راهہ ۾ مڙئي حاصلاتون ۽ پنهنجي زندگي پڻ قربان ڪئي. انهي سبب ڪري ئي هيو تہ ان جي دشمنن جي سوڀ حقيقت ۾ انهن جي شڪست هئي ۽ ان جي شڪست انساني خوبين لاءِ عظيم ڪاميابي هئي.

ڇا توهان تاريخ جي ورقن ۾ ڪنهن جنگجو جي باري ۾ پڙهيو آهي جنهن پنهنجن دشمنن سان بہ پيار ڪيو هجي ۽ انهن لاءِ انساني خصلتن سان مالامال هجڻ جي خواهش ڪئي هجي. حضرت علي عليہ السلام ئي اهڙو شخص هيا. اهي پنهنجن دشمنن لاءِ ايترو همدردي رکندڙ هيا جو پنهنجن ساٿين کي هدايت ڪيائون: "انهن سان لڙائي ڪرڻ ۾ اڳرائي نہ ڪيو. جڏهن انهن کي خدا جي مرضي سان شڪست ٿي وڃي تہ جيڪي ميدان ڇڏي ڀڄن تہ انهن کي نہ ماريو ۽ نہ انهن جو پيڇو ڪيو. لاچار ماڻهن ۽ زخمين کي قتل نہ ڪيو ۽ عورتن جي بي حرمتي نہ ڪيو."

ڀارهن هزارن ماڻهن تي مشتمل دشمن جي فوج، جيڪي سندن خون وهائڻ لاءِ جوش ۾ هيا. پاڻي تائين رسائي ٽيڻ وارو رستو روڪي ڇڏيو تہ جيئن اهي اڃ وسيلي مري وڃن. بهرحال، جڏهن پاڻ ان پاڻي تي ٻيهر قبضو ڪري ورتائون تہ دشمن کي فرمايائون: "اسان پاڻي سان پنهنجي اڃ اجهائي رهيا آهيون. پڪي پڻ ان مان فائدو حاصل ڪري رهيا آهن. توهان کي پڻ اچڻ گهرجي ۽ پنهنجين ضرورتن جو پورائو ڪرڻ لاءِ پاڻي کڻي وڃو."

امام علي عليہ السلام فرمائيندا هيا: "جيڪڏهن خدا جي راهہ ۾ جهاد ڪندي ڪو ماڻهو شهيد ٿئي ٿو تہ ان جو روحاني انعام ان شخص کان وڌيڪ ڪونهي جيڪو بدلو وٺي سگهي ٿو پر ايئن ڪرڻ کان پاسو

ڪري، ڇوتہ اهڙو ماڻهو خدا جي فرشتن مان هڪ آهي.“ جڏهن هڪڙي بدبخت ماڻهو سندن سرمبارڪ ۾ ڌڪ هنيو ۽ جنهن جي نتيجي ۾ هن دنيا مان موڪلائي رهيا هيا تہ پنهنجن ساٿين کي بقر سورت جي آيت 237 ”وَاَنْ تَعْفُوْٓا اَقْرَبُ لِلتَّقْوٰى ؕ“ جي حوالي سان فرمايائون: ”جيڪڏهن توهان ان کي معاف ڪيو تہ توهان جو عمل رحم ۽ ڀلائي جي برابر هوندو.“

پاڻ بهادر جنگجو هيا. جنهن پنهنجي دليري کي شفقت سان گڏائي ڇڏيو هو.توڙي جو پاڻ پنهنجي تلوار سان دشمن جي طاقت کي لغام ڏئي سگهيا ٿي، پر اهي جيڪي سندن مخالفت ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا هيا انهن کي زباني طور ڌمڪايائون. بلڪ جڏهن پاڻ انهن کي فهمائش ڪرڻ ويا تہ پاڻ مٿي اگهاڙا ۽ هٿين خالي هيا. جڏهن تہ دشمن هٿيارن پهوارن سان ايترو ليس هيا جو انهن جي لوهن ٽوپلن ۽ زرهن مان انهن جا چهرا مشڪل سان ڏسڻ ۾ پئي آيا. پوءِ پاڻ انهن کي پراڻي ياڻپي ۽ دوستي ياد ڏيارينائون ۽ انهن طرفان غلط راهہ اختيار ڪرڻ تي گهڻو افسوس جو اظهار ڪيائون. بهرحال، ان وقت بہ جڏهن پاڻ محسوس ڪيائون تہ نصيحت جو انهن تي ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيو آهي ۽ اهي سندن رت وهائڻ جي هوڏ تي بيٺل آهن. تہ بہ، پاڻ پنهنجي طرفان لڙائي شروع ڪونہ ڪيائون ۽ ان ۾ دير ڪيائون. جيستائين دشمن پاڻ لڙائي شروع ڪئي. ان گهڙي پاڻ ڏنڙيلن خاطر پنهنجي تلوار ڪڍيائون ۽ هڪڙو حملو ڪيائون جنهن دشمنن کي رڻ پٽ ۾ واريءَ جي ذرڙن وانگر ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو. وير رکندڙ ظالمن جن ڪلم ڪلا دشمني ۽ سرڪشي ڏيکاري هئي، جي قتل ٿيڻ کان پوءِ ۽ خود سوپ ماڻڻ کان پوءِ پاڻ انهن جي لاشن تي ڏک مان روئڻ لڳا. انهي حقيقت جي باوجود تہ اهي پنهنجي مطلب پرستي ۽ خراب لالچ ڪري انهي قسمت تي پهتا هيا.

ڇا توهان ڪڏهن اهڙي بادشاهہ متعلق ٻڌو آهي جيڪو دولت ۽ حڪمراني جي سيني وسيلن سان ڇڱي نموني مالامال هجي جيڪي ٻين کي ميسر نہ هجن، پر ان پاڻ پنهنجي لاءِ ڏکن ۽ تڪليفن جي چونڊ ڪئي هجي؟ بيشڪ، حضرت علي عليہ السلام اهڙي چونڊ ڪئي. پاڻ باوقار اشراف هيا، پر خود فرمايائون: ”عاجزي ۽ انڪساري کان ڪوبہ وقار عظيم ڪونهي.“ پاڻ سان محبت ڪرڻ واري هڪڙي شخص کي فرمايائون: ”مون سان جيڪو بہ محبت ڪري ٿو ان کي پنهنجي لاءِ پاڻ غربت جي نوڙي وٺڻ گهرجي.“

حضرت علي عليہ السلام سان محبت ڪرڻ ۾ ماڻهن جو هڪڙو ٽولو انتها تي وڃي پهتو. ان تي پاڻ فرمايائون: "منهنجي تعلق ۾ ٻن قسمن جا ماڻهو بربادي ۾ ملوث ٿي ويا. دوست جيڪي انتها تي هليا ويا، ۽ ٻيا بدخواهہ دشمن. حضرت علي عليہ السلام هڪڙي گروهہ کي سخت سزا ڏني جيڪي کين پنهنجو ديوتا سمجهڻ لڳا. جيڪي ماڻهو سندن لاءِ گهڻي محبت ۽ حمايت جو لاڙو رکندڙ هيا انهن کي پائرن وانگر نصيحت ڪندا هيا. ڪي ماڻهو کين گارگند ڪندا هيا. سندن پوئلڳ انهي ڳالهہ کي نظرانداز ڪونہ ڪري سگهيا ۽ جواب ۾ انهن ماڻهن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا. ان تي پاڻ فرمايائون: "توهان جيڪي منهنجا دوست آهيو انهن لاءِ مان اهو نہ چاهيندس تہ اهڙا ماڻهو ٿين جيڪي گارگند واري ٻولي استعمال ڪندا آهن."

ڪجهہ ماڻهو سندن خلاف دشمناڻو رويو رکندڙ هيا. انهن کين تڪليف پهچائي ۽ سندن مٿان الزام تراشي ڪئي ۽ سندن مخالفت ۾ نڪري آيا. ان جي باوجود پاڻ فرمايائون: "پنهنجن پائرن کي سٺن اخلاقن جي مار ڏيو ۽ واڪاڻ ۽ عزت ڪرڻ سان انهن جي طبيعت کي سڌاريو." حضرت علي عليہ السلام اهو پڻ فرمائيندا هيا: "محبت ۽ دوستي جي ٻنڌڻن کي ٽوڙڻ ۾ توهان جو پاءُ توهان کان وڌيڪ طاقتور ڪونهي، شرط اهو آهي تہ توهان انهن کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو ۽ اهو توهان کي ڇيهو پهچائڻ ۾ تيز طراز ڪونهي جيڪڏهن توهان ان سان سٺو رويو اختيار ڪيو."

ڪجهہ ماڻهن کين تجويز ڏني تہ شدت پسند مخالفن سان مهرباني ۽ نرمي وارو رويو اختيار ڪن تہ جيئن سندن حڪومت مضبوط ٿي سگهي. جواب ۾ پاڻ فرمايائون: "توهان جو دوست اهو آهي جيڪو توهان کي غلط ڪمن کان روڪي، ۽ توهان جو دشمن اهو آهي جيڪو توهان کي غلط ڳالهہ ڪرڻ جي ترغيب ڏئي." پاڻ اهو پڻ فرمايائون: "حق سچ جو پاسو ڪٺو ٽوڙي جو اهو توهان لاءِ تڪليف جو معاملو هجي ۽ ڪوڙين ڳالهين ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ کان پرهيز ڪيو توڙي جو توهان ان مان ڪو فائدو حاصل ڪري وٺو."

حضرت علي عليہ السلام هڪڙو دفعو ڪنهن سان احسان ڪيو هيو. هڪڙي موقعي تي اهو ساڳيو ماڻهو سندن خلاف وڙهڻ آيو. حضرت علي عليہ السلام پنهنجي اندر جي انسان کي چيو: ”جيڪڏهن اهو شخص تنهنجي احسان جو شڪر گذار ڪونهي تہ ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ تون پنهنجي طرفان ان سان نيڪي ڪرڻ ختم ڪري ڇڏين.“ هڪڙي دفعي حضرت علي عليہ السلام جي موجودگيءَ ۾ دنيا جي نعمتن تي گفتگو ٿي رهي هئي. پاڻ فرمايائون: ”دنيا جي نعمتن ۽ انعامن مان سٺا اخلاق ئي ڪافي نعمتون آهن.“

جڏهن ڪجھ ماڻهن حضرت علي عليہ السلام کي صلاح ڏني تہ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ بادشاهن وانگر هرممڪن ۽ ميسر طريقي کي استعمال ڪن تہ پاڻ فرمايائون: ”جنهن شخص جي دل تي گناهن جي ڪٽ چڙهيل هجي اهو سوپارو ڪونهي، ۽ اهو جيڪو خراب عمل جي طريقن سان ٻئي کي قبضي ۾ آڻي اصل ۾ اهو پاڻ ئي مات کاڌل شخص آهي.“

حضرت علي عليہ السلام پنهنجن دشمنن جي خراب عملن کي نظرانداز ڪري ڇڏيندا هيا جن جي صرف کين خبر هوندي هئي ۽ ورجائي فرمائيندا هيا: ”مڙسي واري شخص جي بهترين عادت اها آهي تہ ان جيڪو ڪجھ ڏٺو هجي ان لاءِ ائين ظاهر ڪري ڄڻ ان ڪجھ ڏٺو ئي ڪونهي.“ جيڪڏهن سندن دشمن يا سندن دوستن منجهان اهڙيءَ ماڻهو ڪا اهڙي ڳالھ چوندا هيا جنهن کي پاڻ پسند ڪونہ ڪندا هيا تہ فرمائيندا هيا: ”جيڪڏهن توهان ڪنهن ماڻهوءَ کان ڪا ڳالھ ٻڌو ۽ ان جي صحيح هجڻ جو امڪان هجي تہ ان بابت وهم ۽ گمان نہ ڪيو.“

ڇا توهان ڪنهن مذهبي اڳواڻ کي سڃاڻو ٿا جنهن پنهنجن عملدارن کي هنن لفظن ۾ هدايتون ڏنيون هجن: ”ماڻهو يا تہ توهان جا ديني ڀائر آهن يا خدا جي مخلوق هجڻ ناتي توهان سان برابر آهن. تنهن ڪري توهان کي انهن جون ڪميون ڪوتاهيون نظرانداز ڪرڻ گهرجن. بلڪل اهڙي نموني ۾ جنهن ۾ توهان تمنا ڪيو تہ الله تعاليٰ توهان جي ڪوتاهين کي معاف ڪري ڇڏي“

ڇا توهان کي ڪنهن بادشاهہ جي باري ۾ معلوم آهي جنهن حق سچ کي قائم ڪرڻ لاءِ پنهنجي بادشاهي ڇڏي ڏني هجي؟ ڇا توهان ڪنهن اهڙي دولتمند ماڻهوءَ کي ڏٺو آهي جنهن پنهنجي زندگيءَ کي سهارو ڏيڻ لاءِ صرف مانيءَ جي هڪڙي ڳپي تائين پاڻ کي مطئن ڪري رکيو هجي ۽ انسانذات سان ڀلائي ڪرڻ ئي ان جي نظر ۾ زندگيءَ جو مقصد هجي ۽ ان "دنيا" کي ڀڏايو هجي تہ اها ان کي نہ پر ڪنهن ٻئي کي دوکو ڏئي سگهي ٿي؟

ڇا مشرق جي يادگار تصنيف منجهان توهان "نهج البلاغہ" ڪتاب پڙهيو آهي ۽ ڏٺو آهي تہ ان جا جملا ڪيترا فصيح ۽ متاثر ڪندڙ آهن؟ ان ۾ مختلف معاملن تي بحث ٿيل آهي ۽ اهو ئي دنيا بابت پڻ معلومات فراهم ڪري ٿو. اهو دنيا جي واقعن وانگر آهي جن کي تبديل نٿو ڪري سگهجي، ۽ جيڪڏهن صرف هڪڙي لفظ کي بہ ان جي جاءِ تان هٽايو وڃي تہ سمورو مفهوم تبديل ٿي ويندو.

اهو ڪتاب دل کي ڪشش ڪندڙ ۽ ڏيان ڇڪائيندڙ رهندو جيستائين انسان ۽ ان جو عقل ۽ جذبا موجود رهندا. ان جي فصاحت هر ٻي فصاحت کان برتر آهي. ان ۾ عربي ٻوليءَ جا سمورا اسلوب شامل آهن. جيڪي ان زماني ۾ موجود هيا ۽ بعد ۾ متعارف ڪرايا ويا. تنهن ڪري اهو چيو ويو آهي تہ اهو خدا جي ڪلام کان گهٽ آهي پر خدا جي مخلوق طرفان چيل ڪنهن بہ ڳالهہ کان برتر آهي.

حضرت علي عليہ السلام جي ذات ۾ عظيم ڏاهپ، اعليٰ درجي جو علم، بي مثال فصاحت، ڪامل شجاعت ۽ لامحدود پيار ۽ همدردي، سيئي صفتون گڏيل هيون. جيڪڏهن ڪوبہ ماڻهو انهن خصلتن مان هڪڙي جو بہ مالڪ آهي تہ اها ٻين کي پاڻ ڏانهن ڇڪ ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي ۽ جڏهن اهي ڪنهن هڪڙي شخصيت ۾ گڏ موجود آهن تہ ان جي عظمت پڌري پٽ احاطي ڪرڻ کان گهڻو مٿي آهي.

گهڻن موقعن تي ايئن ٿيو تہ ان فلاسافر، ڏات واري انسان، اسڪالر، منتظم، حڪمران ۽ سپهہ سالار پاڻ کي دنيا کان الڳ ڪري ڇڏيو ۽ ٻين سان سندس ميل ملاقات ڪونہ رهي. پوءِ ان فقط انساني قدرن (اقدار) کي تحرڪ ڏيڻ جي خواهش ڪئي ۽ جذبن کي جاڳايو ۽

اهي بهترين ۽ خالص لفظ ارشاد ڪيا، جيڪي محبت ۽ جذباتي احساسن جو ثبوت آهن، ۽ شائستگي سان دلين جي ڪنن تائين پهچن ٿا:

* دوستن جي کوٽ غربت جي برابر آهي.
* ٻين جي تڪليف ڏسي خوش نه ٿيو.
* شائستگي ۽ سخاوت جي طريقي سان ٻين کي پنهنجي ويجهو آڻيو.
* جيڪو توهان کي ڏکوئي ان کي معاف ڪريو.
* ان ماڻهوءَ کي پنهنجي فياضي کان محروم نه ڪريو جيڪو توهان کي پنهنجي سخاوت کان محروم ڪري.
* جيڪو ماڻهو توهان سان تعلق ٽوڙي ان سان نئين سر تعلقات قائم ڪيو.
* جيڪو توهان سان دشمناڻو رويو اختيار ڪري ان سان دوستن وانگر پيش اچو.

اهو هڪڙو عظيم شخص هيو جنهن اعليٰ سوچ ۾ دنيا جي فلاسافرن کان، چڱائي ڪرڻ ۾ دنيا جي سچن ماڻهن کان، وسيع علم ۽ ڄاڻ جي معاملي ۾ دنيا جي دانشورن کان، ڳوڙهي بصيرت ۾ دنيا جي تحقيق ڪندڙن کان، قرب ۽ مهرباني جي معاملي ۾ سڀني انسان دوستن کان، اعتدال پسندي جي معاملي ۾ مڙني پرهيزگار ماڻهن کان، ۽ اصلاحي خيالن جي معاملي ۾ دنيا جي سڀني سماج سڌارڪن کان گوءِ کنئي. اهو محتاجن ۽ ضروتمندن جي تڪليفن ۽ ڏکن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيندو هيو ۽ ڏتڙيلن ۽ ستايلن جي انهن جي پريشانين ۾ مدد ڪندو هيو. ان دنيا جي ادبي ماڻهن کي ادب جو هنر سيکاريو ۽ بهادر ماڻهن کي لڙائي ڪرڻ جي گُرن جي سکيا ڏني. حق ۽ سچ کي قائم ڪرڻ لاءِ اهو هميشه پنهنجي جان جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هوندو هيو. اهو انساني خوبي ۽ ڪامليت جي اوچي ڏاڪي کان به اڳيا وڌيڪ بلندي تي پهتل هيو. ان انهن خصوصيتن جو پنهنجن قولن ۽ عملن ۾ هڪجهڙو مظاهرو ڪيو. اهو ايترو عظمت وارو هيو جو ان جي دشمنن جو ان تي غالب اچڻ بي معنيٰ هيو ۽ ان جي نظر ۾ انهن جي فتح جي ڪا حيثيت ڪونه هئي، ڇو ته ان زماني ۾ هر شي سُٻتي مان ابتي ٿي وئي هئي. ساڄو

هٿ ڪاهي پاسي تي ٿي ويو هيو ۽ ڪاٻو هٿ ساڄي پاسي تي اچي ويو هيو. يعني باعمل ماڻهو تڪليفن ۾ هيا ۽ بي عمل مزن ۾ هيا. مٺانهين ۽ هيٺاهين، روشني ۽ اوندهه زمين ۽ آسمان سيني ابتو ڊول اختيار ڪيو هيو.

ان سان حضرت علي عليہ السلام جي مرتبي ۾ ڪو فرق ڪونه ٿو پوي، تاريخ ان کي مڃي يا نہ مڃي، آيا ان جي مڃيل برتري وڌي ڏسڻ ۾ اچي يا گهٽ، انهيءَ جي باوجود تاريخ ثابت ڪيو آهي تہ اهو انساني عقل جي ڳوڙهي درجي تي پهتل هيو. ان سچ ۽ حقيقت خاطر پنهنجي جان قربان ڪئي. اهو شهيدن ۽ انصاف جي دعوت ڏيڻ وارن (داعين) جو ابو هيو. اهو مشرق جو يگانو انسان هيو جيڪو سدائين زنده رهندو!

## رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت ابوطالب رضہ

جيڪڏهن اسان گهڻي تفصيل ۾ نہ وڃون ۽ ظاهري حالتن تي نہ پر حقيقت تي هڪڙي نظر وجهون تہ اهو معلوم ٿيندو تہ حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي زندگيءَ جون حالتون ۽ بهادري وارا ڪارناما بلڪل ساڳيا آهن جهڙا الله جي رسول حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا هيا. حضرت علي عليہ السلام جي اصحابن جو معاويہ ۽ ان جي ساٿارين ڏانهن رويو بلڪل ساڳيو هيو جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ مسلمانن جو ابو سفيان، ابوجهل ۽ ٻين مشرڪ قريشن ڏانهن هيو. انهن ٻنهي عظيم شخصيتن جي وچ ۾ فرق صرف اهو هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم  اسلامي رياست قائم ڪرڻ ۽ قريش جي سردارن کي آڻ مڃائڻ جي گهربل سگهہ حاصل ڪري ورتي هئي، جڏهن تہ حضرت علي عليہ السلام جي دور ۾ حالتون ۽ حقيقتون تبديل ٿي چڪيون هيون ۽ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن مخالفن کي قابو ۾ آڻڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا.

توڙي جو حضرت علي عليہ السلام ماڻهن مٿان بنواميہ وانگر حڪومت ڪري ڪونہ سگهيا، پر اهي متقي ۽ پارسا ماڻهن جي پاڪ دلين مٿان حڪومت ڪرڻ کان محروم ڪونہ رهيا. پاڻ ڪامل انسان وارين خصوصيتن سان ايترو مالامال هيا جو دلين مٿان حڪومت ڪرڻ جا حقدار آهن.

انهيءَ کان اڳ جو اسان حضرت علي عليہ السلام بابت پنهنجو بيان جاري رکون، ان تعلق تي ڪجهہ روشني وجهڻ ضروري آهي جنهن انهن کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بن عبدالله سان ڳنڍي ڇڏيو هيو. اهو تعلق سندن مجموعي ڪارنامن سان گڏوگڏ انهن جي روحاني خصوصيتن ۾ بہ موجود هيو جيڪي هڪڙي خاندان ۾ رهڻ ڪري گڏ آيون هيون. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم  نهايت ڪامل انسان هيا ۽ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي ٻچڙي

انهن جي نقش قدم تي هلڻ جي مڪمل پيروي ڪئي ۽ اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ نهايت ڪامل انسان هيا ۽ ٻين مڙني کان افضل ترين شخص هيا.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ٻالڪپڻي ۾ ئي والدين جي شفقت کان محروم ٿي ويا هيا تہ سندن ڏاڏي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ. جيڪي حضرت علي عليہ السلام جا بہ ڏاڏا هيا. انهن جي سنڀال ڪئي هئي. سندن ڏاڏا سائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي گهڻو فخر ڪندا هيا. ڪيترائي ڀيرا ائين ٿيو جو اهي پنهنجون اکيون پنهنجي پوٽي ۾ کپائي ڇڏيندا هيا ۽ موجود ماڻهن کي چوندا هيا: "هي ٻارڙو نهايت بلند مرتبي وارو آهي." ڏاڏا سائين حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهڻي عزت ڪندا هيا. توڙي جو ٻاڻ اجا ٻار هيا پر ڏاڏا سائين برادري جي عام گڏجاڻين ۾ ڪين ڪعبت الله شريف جي ڀاڃي ۾ ان جاءِ تي ويهاريندا هيا جتي ان جا ڀائر بہ ويهڻ جي همت ڪونہ ڪندا هيا.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ڏاڏا هي فاني جهان ڇڏي ويا تہ سندن سارسنڀال جو ذمو سندن چاچي حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کنيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي محبت، اعليٰ طورطريقن ۽ گڻن مان پرايو جيڪي ان کي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ کان ورثي ۾ مليا هيا. سٺا اخلاق، جيڪي حضرت عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جي سڃاڻپ هيا اهي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي روح ۾ جذب ٿي ويا هيا ۽ سندن قولن ۽ فعلن مان ظاهر ٿيندا هيا. اهو ڇئي سگهجي ٿو تہ جڏهن الله تعاليٰ پنهنجو رسول بنوهاشم مان چونڊيو تہ ان (الله) سندن تربيت ڪرڻ لاءِ پڻ سندن چاچي کي چونڊيو.

ائين لڳي ٿو تہ هڪڙي ملائڪ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي سندس ڀائٽي سان واسطو رکندڙ راز کان آگاهہ ڪري ڇڏيو هيو جنهن جي ٻئي ڪنهن کي بہ خبر ڪونہ هئي. هڪڙي دفعي هڪڙي ڏڪار ۽ بدحاليءَ جي ڏينهن دوران ان ٻارڙي کي سندس چاچي عرض ڪيو تہ ڪعبت الله شريف جي پٽ سان ٻيهي الله تعاليٰ کان دعا گهر تہ

مينهن وسائي. ٻارڙي پنهنجي چاچي جي خواهش جو احترام ڪيو ۽ آسمان ڏانهن پنهنجي آڱر سان اشارو ڪيائين. ان وقت آسمان ۾ ڪڪر بلڪل ڪونه هيو. بهرحال، اوچتو هرطرف کان ڪڪر گڏ ٿيڻ لڳا ۽ ايترو تہ زوردار مينهن وُٺو جو زمينون پاڻيءَ سان ڀرجي ويون ۽ ڌرتيءَ کي نئين حياتي ملي وئي.

ماڻهن حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کان معلوم ڪيو. "هي ٻارڙو ڪير آهي؟" ان وراڻيو: "هي منهنجو ڀائيٽو محمد ( صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ) آهي، جنهن بابت مون چيو آهي تہ اهو نوراني چهري وارو آهي. ان جي نوراني چهري جي معرفت ڪڪرن کان پاڻي گهريو ويندو آهي. اهو يتيمن لاءِ پرجهلو ۽ بيوه عورتن لاءِ محافظ آهي." اهو بيان چاچي ۽ ڀائٽي جي وچ ۾ باهمي محبت ۽ اُنسيت جي نشاندهي ڪري ٿو. حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هميشہ ٻارڙي جي ضرورتن جو تمام گهڻو خيال رکندو هيو ۽ ان تي تمام گهڻو مهربان هوندو هيو.

هڪڙي ڀيري حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جڏهن شام ڏانهن ويا تہ پنهنجي ڀائٽي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي بہ گڏ وٺي ويا. جيڪي ان وقت چوڏهن سالن جي ڄمار جا هيا. ثمود جي ڌرتي تي اعورا (وادي القريٰ) جي ماٿري مان مدائن کان اڳتي وڃڻ کان پوءِ اهي شام جي باغيچن ڀرسان پهچي ويا. انهن مختلف نظارا ڏٺا ۽ اتي قدرت جي رازن جو مشاهدو ڪيائون.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خيالن کي بُحيره نالي راهب تصديق ڪري يقيني بڻايو جڏهن ان حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي ٻڌايو تہ ان جو ڀائٽيو مستقبل ۾ بلند شخصيت ٿيندو. ان کانپوءِ اهو سدائين پنهنجي ڀائٽي جي گهڻي سنڀال ڪندو هيو ڇو تہ اهو انهي ڳالهہ کان باخبر ٿي ويو هيو تہ اهو راز سندس ڀائٽي جي جان سان سلهاڙيل آهي. جڏهن حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ مڪي جي ماڻهن کي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي "امين"

جي لقب سان سڏيندي ٻڌو تہ اهو گهڻو خوش ٿي ويو ۽ ان جي اکين مان خوشيءَ جا ڳوڙها وهڻ شروع ٿي ويا.

حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها، قريش جي عورتن جي سردار، حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان شادي ڪرڻ جي آڇ موڪلي، توڙي جو ان ڪيترن ئي مالدار قريشن جي رشتي کان انڪار ڪري ڇڏيو هيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پروسي وارو ۽ سچو صلاحڪار حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيو. پاڻ سڳورن تنهن ڪري ان معاملي ۾ ان سان صلاح مشورو ڪيو. حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گڻن ۽ طبيعت کان چڱي طرح واقف هيو ۽ ان کي اها بہ خبر هئي تہ سندس ڀائٽيو چڱائي ۽ ڀلائي کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ ڏانهن مائل ڪونہ هيو. ان انهيءَ ڳانڍاپي جي حمايت ڪئي ڇو تہ سندس ڀائٽي جنهن ڳالهہ بابت معلوم ڪيو هيو اها بلڪل ساڳي ڳالهہ هئي جنهن لاءِ ان (ابوطالب) پنهنجي دل جي خلوص سان خواهش ڪئي هئي.

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي غارِ حرا ۾ پهرين قرآني آيتن جي نزول کان پوءِ انهن ۾ ايمان آڻڻ ۽ ساڻن گڏ عبادت ڪرڻ ۾ سندن گهرواري حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها ۽ سندن سوٽ حضرت علي عليہ السلام پهرين انسانن مان اول هيا. جڏهن حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي حضرت علي عليہ السلام جي اسلام قبولڻ جي خبر پئي تہ ان پٽ کي چيو: "منهنجا ٻچا! تون اهو ڪهڙو عمل ڪري رهيو آهين؟" علي عليہ السلام جواب ڏنو: "پيارا بابا! مون الله جي رسول جو مذهب (دين) قبول ڪيو آهي، جيڪو ان آندو آهي مان ان کي سچ سمجهان ٿو ۽ عبادت ۾ ان جي پيروي ڪيان ٿو." ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ چيو: "پيارا پٽ! سدائين ان جو فرمانبردار رهجان، ڇو تہ اهو توکي چڱائي ۽ سٺي ڳالهہ کان سواءِ ٻي ڪنهن بہ ڳالهہ لاءِ ڪونہ چوندو."

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسلمانن کي هدايت ڪئي تہ حبش (اٿوپيا) ڏانهن هجرت ڪري وڃن تہ پاڻ

حضرت جعفر بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ کي مهاجرن جو سردار مقرر ڪيائون. پاڻ انهن سيني ماڻهن مان پنهنجي سوٽ کي گهڻو پيارا سمجهندا هيا.

مسلمانن ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پهريون شخص هيو جنهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي واکاڻ ڪندي قصيده چيا ۽ ماڻهن کي ان جي مدد ۽ حمايت ڪرڻ لاءِ نصيحت ڪئي. هڪڙي ڀيري قريشين جو هڪڙو وفد حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ وٽ آيو ۽ ان کي چيائون تہ محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي انهن جي حوالي ڪري. ان انهن کي جواب ڏنو: "والله! جيستائين اسان جو آخري ماڻهو بہ ختم نٿو ٿئي، اسان محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي نہ توهان جي حوالي ڪنداسين نہ ان جي مدد کان هٿ ڪڍنداسين."

پنهنجي سموري زندگيءَ ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هڪڙي گهڙي لاءِ بہ ڪونہ وساريو تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪڙا عظيم شخص آهن ۽ ان (ابوطالب) جو ڀاءُ حضرت عبدالله رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ پيءُ عبدالمطلب رضي الله تعاليٰ عنہ پڻ عظيم شخص هيا.

جڏهن حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پويان پساهہ کڻڻ لڳا ۽ موت ويجهو اچي پهتو تہ ان پنهنجي خاندان جي گهڻن ماڻهن کي گهرائي پنهنجي پرسان ويهاريو ۽ انهن کي چيائين: "مان توهان کي نصيحت ڪريان ٿو تہ محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) سان نيڪي ڪجو ۽ ان جو خيال رکجو ڇو تہ اهو قريشن جو "امين" ۽ عربن جو "صديق" آهي ۽ سيئي گڻ ان جي شخصيت ۾ سمايل آهن. مان چڱي نموني سان ڏسي سگهان ٿو تہ غريب ۽ نادار ۽ بدوي ان جي چوڌاري گڏ ٿي ويا آهن ۽ ان جي دعوت کي قبول ڪيو اٿن ۽ ان جي ڳالهہ جي تصديق ڪئي اٿن. انهن جي تحريڪ مضبوط ٿي وئي آهي. قريشين جا سردار ۽ وڏا ماڻهو بي مانا ٿي ويا آهن. ڪمزور ۽ هيٺا ماڻهو مانائتا ٿي ويا آهن. جيڪي ان جا سخت مخالف هيا اهي ان جا گهڻو فرمانبردار ٿي ويا آهن ۽ اهي جيڪي ان کان پري ڀڄندا هيا اهي ان جي خدمت ۾ حاضر رهي نيڪيون حاصل ڪن ٿا.

اي قريشيو! پنهنجي ڀاءُ جي حمايت ڪيو ۽ ان سان دوستي رکو. خدا جو قسم! جيڪو ان جو ساٿ ڏيندو اهو ڪامياب هوندو ۽ جيڪو ان جي پيروي ڪندو اهو سعادت وارو هوندو. جيڪڏهن مان وڌيڪ جيئرو رهان ها ۽ موت مون کي مهلت ڏئي ها ته مان زماني جي هر ڏک ۽ تڪليف کان بچائڻ لاءِ ان جو دفاع ڪيان ها، ڇوته اهو سچار ۽ امين آهي. ان جي دعوت کي قبول ڪيو ان جي مدد ڪرڻ ۾ هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيو ۽ ان جي دشمنن سان جنگ ڪيو ڇو ته جيستائين هي دنيا قائم رهندي ته اهو توهان لاءِ عزت ۽ وقار جو مرڪز رهندو.“

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه ٻائيتاليهن سالن تائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سان گڏ گذاريو ۽ حمايت ڪندو رهيو. ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم خاطر قريشين جي مخالفت ڪئي ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين سندن نبوت جي دعوا جي حمايت ڪئي. حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه جي وفات کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم محسوس ڪيو ته اهي پنهنجي عظيم حمايتي کان محروم ٿي ويا آهن جيڪو قريشين جي ڏاڍاين خلاف سندن بچاءُ ڪندو هيو. جنهن خاندان ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پلجي وڏا ٿيا هيا، حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه ان گهراڻي جو سردار هيو ۽ دشمنن خلاف سندن ڍال هيو. اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سان تمام گهڻي محبت ڪندو هيو ۽ سندن خلاف هوڏي قريشين جي بداخلاقين کي ٻنجو ڏيندو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پاڻ فرمايو: ”جيستائين منهنجا چاچا ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنه) زنده هيا ته ماڻهو مون کي ڪابه تڪليف پهچائي ڪونه سگهيا.“

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم بابت اسان سڀني کي خبر آهي ته پاڻ گهڻو صابرين ۽ بردبار هيا. ۽ انهيءَ جي باوجود ته سندن دشمن تمام گهڻا هيا ۽ سندن اصحابي ٿورڙا هيا. کين پورو يقين هيو ته پاڻ پنهنجي نبوي ڪم واري مقصد (مشن)۾ ڪامياب ٿيندا. تنهن ڪري سوال اڀري ٿو ته پنهنجي چاچي جي وفات تي سندن ايترو غمگين ٿيڻ جو ڪهڙو سبب هيو. دراصل، انهن جي پاڻ ۾ باهمي عظيم محبت ئي ڏک جو سبب هئي، ڇوته انسان ان سان ئي گهڻو پيار

ڪندو آهي جيڪو ان لاءِ مهربان ۽ حمايتي هوندو آهي. سندن ڳلن تان وهندڙ لڙڪ اهو ڏيکاري رهيا هيا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو محسوس ڪري رهيا آهن تہ پاڻ اهڙي عظيم شي وڃائي ويٺا آهن جيڪا کين پنهنجي جان جيتري ئي پياري هئي.

## رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ علي عليہ السلام

حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان ۾ هڪڙو سٺو ۽ خالص جذبو موجود رهندو هيو. انهن دنيا تي هڪڙي خاص نموني ۾ نظر وڌي ۽ سيني شين کي هڪ ٻئي سان گڏيل ڏٺو ٿي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام ۾ اهو جذبو گهڻو مضبوط هيو ۽ انهن جي وچ ۾ هڪڙو تمام پڪو تعلق موجود هيو. ڇوتہ حضرت علي عليہ السلام جي ٻالڪپڻي کان نوجواني جي عمر تائين پالنا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪئي هئي. جڏهن اسان اها ڳالهہ مڃون ٿا تہ اهو ممڪن آهي تہ سٺا اخلاق فطري طور هڪڙي دل ۽ دماغ ۾ پڪا پختا ٿيندا آهن. پوءِ اسان کي اهو بہ ڇوڻو پوندو تہ حضرت علي عليہ السلام حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت ۾ ڪامل ايمان سان انهن جي حمايت ۽ مدد ڪرڻ لاءِ ڇاوا هيا. ڇوتہ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جي جن گڻن ۽ خصوصيتن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پلجي وڏا ٿيا هيا، اهي جمڻ سان ئي سندن سوٽ ۾ منتقل ٿي ويون هيون.

پنهنجي خاندان جي اخلاقي قدرن سان حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت ترقي ڪئي. هيءَ اها جاءِ هئي جتي ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي گفتگو ڪندي ٻڌو ۽ اسلام جي دعوت ۽ تبليغ اتان ئي شروع ٿي. حضرت علي عليہ السلام بلڪل ننڍڙا هيا جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي پاڻ سان گڏ رهايو ۽ ان کي پنهنجو پاڻ سڏيائون.

"قاصعہ" جي عنوان واري خطبي ۾ حضرت علي عليہ السلام انهي توجهہ جو ذڪر ڪن ٿا جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کين ڏيندا هيا. چون ٿا: "ڇا توهان کي خبر آهي تہ منهنجي رشتيداري ڪري ۽ منهنجي اهليت ۽ لائقي ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان منهنجا ڪهڙا لاڳاپا هيا. منهنجي حياتي

جي پهرين ڏينهن کان ئي اهي مون سان پيار ڪندا هيا ۽ مان ان سان محبت ڪندو هيس. انهن پنهنجي ڪڇ مبارڪ تي مون کي تڏهن کان ئي کنيو جڏهن مان ٻارڙو هيس ۽ تڏهن کان ئي سدائين مان انهن سان گڏ رهيس. اهي مون کي پنهنجي سيني مبارڪ سان لڳائي رکندا هيا ۽ پاڻ سان گڏ سمهاريندا هيا. اسان هڪٻئي سان ايتري قدر ڇهتيل هوندا هياسين جو مان سندن جسم مبارڪ جي گرمائش محسوس ڪندو هيس ۽ سندن ساهہ کڻڻ جي خوشبو سنگهندو هيس. جڏهن مان ٻارڙو هيس تہ اهي کاڌي کي پنهنجي وات ۾ چٻاڙي پوءِ مون کي اهو کاڌو پنهنجن هٿن مبارڪن سان کارائيندا هيا. انهن مون کي ڪڏهن بہ نبل، ڪمزور ۽ ٿڙڪندڙ ڪونہ ڏٺو. پاڻ ڪريمن جي ٻالڪپڻي کان ئي الله تعاليٰ هڪڙي ملائڪ کي مقرر ڪري ڇڏيو هيو جيڪو هميشہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ هوندو هيو ۽ اهو مانائتو ملائڪ مثالي خصوصيتن ۽ اعليٰ اخلاقي اقدارن ڏانهن سندن رهنمائي ڪندو رهندو هيو ۽ مان وِک وِک تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پٺيان ايئن لڳو وتندو هيس جيئن اٺ جو ٻچو پنهنجي ماءُ جي پٺيان لڳو وتندو آهي. اهي روزانو لياقت جو هڪڙو نئون ماڻ منهنجي آڏو رکندا هيا ۽ مون کي هدايت ڪندا هيا تہ ان تي عمل ڪر. هرسال پاڻ ڪريم حرا جبل جي هڪڙي غار ۾ ڪجهہ وقت لاءِ رهندا هيا ۽ مون کان سواءِ ٻيو ڪير بہ اتي ساڻن گڏ ڪونہ هوندو هيو. مون کان سواءِ ٻيو ڪير بہ کين ڏسي ۽ ٻڌي ڪونہ سنگهندو هيو نہ ٻيو ڪو انهن جي ويجهو هوندوهيو. انهن ڏينهن ۾ اسلام فقط رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن گهر واري حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جو دين هيو مان ئي انهن جي ٽن ماڻهن واري جماعت مان ٽيون فرد هيس. هن دنيا ۾ ڪنهن بہ ٻئي ماڻهو اڃا اسلام ڪونہ قبوليو هيو تہ ان وقت بہ مان وحي ۽ رسالت جو الوهي نور ڏسندو هيس ۽ رسالت جي بهشتي خوشبو سنگهندو هيس. جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي پهرين وحي نازل ٿي تہ شيطان زور سان آهہ و زاري ڪرڻ لڳو. مون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو 'ڪير روئي رڙيون رهيو آهي ۽ ڇو.' پاڻ فرمايائون

’اهو شيطان آهي جيڪو انسانن جي ذهنن کي پنهنجي مڪمل قابو ۾ رکڻ کان اميد هاري ويٺو آهي. انهي مايوسي ۾ وڃايل موقعي ڪري اهو ماتم ڪري رهيو آهي. سچ پچ، علي (عليہ السلام) تون پڻ اهو ٻڌين ٿو جيڪو مون تي نازل ٿئي ٿو ۽ تون پڻ اهو ڏسين ٿو جيڪو مون کي ڏيکاريو وڃي ٿو. صرف اهو فرق آهي تہ توکي رسالت سان ڪونهي نوازيو ويو پر تون منهنجو جانشين ٿيندين، مددگار ۽ وزير هوندين، ۽ تون سدائين حق ۽ انصاف جو مان مٿانهون ڪندين‘.“

ٻالڪپڻو اهڙي عمر آهي جڏهن هرڪو سٺيون خصلتون حاصل ڪرڻ جي مڪمل قابل هوندو آهي. حضرت علي عليہ السلام پنهنجي زندگيءَ جو ڪجھ حصو اڪيلي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گذاريو. ان پاڻ کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چال چلت ۾ ڍالي ڇڏيو ۽ پاڻ کي پنهنجي برادريءَ کان الڳ ٿلڳ رکيائين، جيڪا ڏجهاري زندگي گذاري رهي هئي ۽ خانداني عداوت وارين رسمن جي زنجيرن سان سختي سان ٻڌل هئي.

سالن تائين حضرت علي عليہ السلام پنهنجي سوٺ جي صحبت ۾ خالص ماحول واري زندگي گذاري ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پڻ کين گهڻو پيائيندا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پيو ڪوبہ اصحابي ۽ امتي ساڻن ايتري ويجهڙائي وارو تعلق حاصل ڪري ڪونہ سگهيو. حضرت علي عليہ السلام ان راهہ تي اڪيون کوليون جيڪا ان لاءِ سندن سوٺ کولي هئي. ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عبادت ذريعي تعليم حاصل ڪئي تہ الله تعاليٰ جي عبادت ڪيئن ڪجي. ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي محبت، مهرباني ۽ پيائپي جو مزو ماڻيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ان جو تعلق بلڪل اهڙو ساڳيو هيو جيڪو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي وچ ۾ هيو. جڏهن حضرت علي عليہ السلام پهريون پيرو پنهنجي ذهن ۾ پيار جو جذبو محسوس ڪيو تہ ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان محبت ڪئي. جڏهن ان پهريون پيرو ڳالهايو تہ ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ

وآلہ وسلم سان ٻاراڻا ٻول ڳالهايا. بلڪل ڀرپور موقعي تي جڏهن ان کي مردانگي ۽ جرئت ڏيکارڻي پئي تہ ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مدد ۽ حمايت ڪرڻ لاءِ ڦڙتي ڏيکاري. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا دوست ان سان دوستاڻو رويو رکندا هيا ۽ ان جا دشمن پڻ ان جي شخصيت جو احترام ڪندا هيا. حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهڙو تہ شاگرد ۽ ٻالڪو هيو جو اهو پاڻ ڪريمن جي روح ۽ سندن عضون جو هڪڙو حصو ٿي ويو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيغمبري مشن جي شروعاتي ڏينهن ۾ قريشين منجهان ڪجهہ بزرگ ماڻهو جيڪي بت پرستي کان نفرت ڪندا هيا، اهي اسلام ۾ شامل ٿي ويا. انصاف ۽ آزادي جي اميد ۾ غلام ۽ مسڪين ماڻهو بہ پاڻ ڪريمن جي چوڌاري گڏ ٿي ويا. جڏهن پاڻ ڪامياب ۽ سوڀارا ٿي ويا تہ ان کان پوءِ هڪڙو ٽيون گروهہ پڻ انهن سان گڏجي ويو، ڇوتہ انهن ماڻهن وٽ ايئن ڪرڻ کان سواءِ ڪا ٻي واهہ ڪونہ رهي هئي. انهن نئين صورتحال مان فائدو حاصل ڪرڻ گهريو ۽ بنواميہ مان اڪثر ماڻهو انهي ٽولي سان شامل هيا. انهن مختلف جماعتن مختلف موقعن تي اسلام قبول ڪيو ۽ توڙي جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ فرمانبرداري جي معاملي ۾ اهي هڪٻئي سان هڪجهڙائي رکندڙ هيا پر انهن جي ايمان ۽ يقين جي ڪيفيت مختلف هئي. بهرحال، جيئن تہ حضرت علي عليہ السلام ڄمڻ سان ئي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جهولي مبارڪ ۾ پلجي وڏا ٿيا هيا، انهن جو ايمان فطري ۽ پيدائشي هيو ۽ اهو پنهنجي امڙ سڳوري جي پيٽ مان اهو ايمان پنهنجي دل ۾ کڻي ڄائو هيو. ان جي ايمان کي عمر يا زماني جي گردش سان ڪو واسطو ڪونہ هيو. هن ان عمر ۾ عبادت ڪئي ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت جي تصديق ڪئي جڏهن هڪڙو ٻار ڪا ڳالهہ سوچي ئي ڪونہ سگهندو آهي جو ان جو اظهار ڪري. حضرت علي عليہ السلام ڪنهن بہ ٻئي کان مشورو وٺڻ يا هدايت ملڻ کان سواءِ اهو سڀ ڪجهہ ڪيو. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي

رسالت جي شروعاتي ڏينهن ۾ جن ماڻهن اسلام قبول ڪيو هيو انهن مان گهڻا گذريل ڏينهن ۾ بتن جي پوڄا ڪري چڪا هيا. بهرحال، علي عليہ السلام جڏهن پهريون پيرو ڪنهن جي آڏو ڪنڌ جهڪايو تہ اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ٻڌايل ڪائنات جي مالڪ الله تعاليٰ جي آڏو سجدي ۾ جهڪايو. اها ان شخص جي ايمان جي خاصيت هئي جنهن جي قسمت ۾ لکيل هيو تہ اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پير جهلو ۽ مددگار ٿيڻ. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ امت جي اڳواڻي ڪرڻ ۽ ماڻهن کي زماني جي بڇڙاين ۽ تڪليفن کان بچائڻ لاءِ پلجي وڏو ٿئي.

# علي (عليہ السلام) منهنجو ڀاءُ آهي

انهي ڳالهہ جي نشاندهي ڪرڻ لاءِ تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام جي وچ ۾ ڪهڙي درجي جي روحاني ڀائپي موجود هئي، حضرت علي عليہ السلام ڪيتري حد تائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا گُڻ ورثي ۾ حاصل ڪيا هيا، حضرت علي عليہ السلام جو روح پيغمبري رنگ ۾ ڪيئن رنگيو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان سان ڪيتري محبت ڪندا هيا ۽ اهي پاڻ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پنهنجي دل ۽ زبان سان ڪيترو ادب ۽ احترام ڪندا هيا. اهو ضروري آهي تہ ڪجهہ حديثن جو حوالو ڏجي. ان ڪان پوءِ ئي اسان نتيجو ڪڍي سگهنداسين تہ انهن اعليٰ درجي جي قانونن مطابق جيڪي دين اسلام کي مضبوط ڪرڻ جو ذريعو بڻيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام جي خلافت لاءِ رستو هموار ڪري رهيا هيا. پاڻ سڀئي اهڙيون انهيءَ ڪري ڪري رهيا هيا ڇو تہ پاڻ حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت جي آئيني ۾ پنهنجو چهرو مبارڪ ڏسي سگهيا ٿي ۽ پاڻ سڀوڻ کي جيڪي سُٺيون خصوصيتون حاصل هيون اهي علي عليہ السلام کي بہ حاصل هيون، جن جو اڳتي ذڪر ايندو.

طبراني حوالو ڏيڻ لاءِ عبدالله ابن مسعود رضہ جي روايت بيان ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "علي (عليہ السلام) جي چهري کي ڏسڻ عبادت آهي." سعد رضہ بن ابي وقاص روايت ڪئي آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن فرمايو "جنهن علي (عليہ السلام) کي تڪليف پهچائي ان مون کي تڪليف پهچائي."

يعقوبي پنهنجي تاريخ جي ٻئي جُلد ۾ حوالي طور لکيو آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن حجة الوداع کان پوءِ مديني ڏانهن واپس اچي رهيا هيا تہ 18 ذي الحج ڏينهن جحفہ جي ڀرسان غدير خم نالي ماڳ تي ترسيا. ڀهريان اتي خطبو ڏيڻ فرمايائون

۽ پوءِ حضرت علي عليہ السلام جا ٻئي هٿ پڪڙي مٿي ڪيائون ۽ فرمايائون. "مان جنهن جنهن جو بہ آقا (مولىٰ) آهيان، علي (عليہ السلام) پڻ ان جو آقا (مولىٰ) آهي. اي الله! تون ان سان محبت ڪر جيڪو علي (عليہ السلام) سان محبت ڪري، ۽ تون ان جو دشمن ٿي جيڪو علي (عليہ السلام) سان دشمني ڪري."

فخرالدين الرازي تفيسر ڪبير ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ خم غدير ۾ انهي معاملي کان پوءِ حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعالىٰ عنہ حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ پيش ٿي سلام عرض ڪيو ۽ چيو: "اي علي (عليہ السلام)! توهان منهنجا ۽ ان سان گڏوگڏ هر مسلمان مرد ۽ عورت جا آقا (مولىٰ) ٿي ويا آهيو."

انهي حديث کي گهٽ ۾ گهٽ ٿي محدثن ۽ عالمن رسول الله صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي سورهن اصحابن سڳورن کان روايت ڪندي بيان ڪيو آهي. انهن محدثن ۽ عالمن ۾ ترمذي، سنائي ۽ احمد بن حنبل جهڙا محدث ۽ تاريخدان شامل آهن، ۽ ڪيترن ناليوارن شاعرن بہ پنهنجي شاعري ۾ انهي حديث جي تصديق ڪئي آهي جن ۾ حضرت حسان بن ثابت انصاري رضہ گهڻو مشهور آهي. اهو چوي ٿو: "غدير واري ڏينهن تي رسول الله صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي خم وٽ گڏ ٿيڻ لاءِ هدايت ڪئي ۽ ڪوشش ڪيائون تہ جيئن سندن آواز مبارڪ سيني ماڻهن تائين پهچي ۽ فرمايائون: "توهان جو سردار ۽ مالڪ ڪير آهي؟" ماڻهن اڻجاڻائي جو بهانو ڪونہ ڪيو پر جواب ڏنو: "توهان جو الله اسان جو مالڪ آهي ۽ توهان اسان لاءِ الله جا رسول آهيو ۽ اسان توهان جا نافرمان ڪونہ آهيون." پوءِ رسول الله صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو: "اٿي بيهو. بلاشڪ مون توهان کي پاڻ کان پوءِ رهبر ۽ امام ٿيڻ لاءِ چونڊيو آهي. تنهن ڪري، جنهن جنهن جو بہ مان آقا (مولىٰ) آهيان هي علي (عليہ السلام) پڻ ان جو آقا (مولىٰ) آهي. توهان کي تنهن ڪري هن جو سچو دوست ۽ حمايتي ٿيڻ گهرجي."

ابوتمام طائي انهن شاعرن مان هڪ آهي جن ان ڏينهن جي واقعي جو شاعري ۾ ذڪر ڪيو آهي. ڪميت اسدي نالي هڪڙي ٻئي شاعر

قصيده عينيہ ۾ انهي واقعي کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي. ٻين ڳالهين سان گڏ اهو چوي ٿو: "غدير خم جي ماڳ تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي خليفي جو اعلان ڪيو. مان سوچيان ٿو تہ ڪاش رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فيصلي کي مڃيو وڃي ها. مون غدير واري انهي ڏينهن کان وڌيڪ اهم ڏينهن ڪڏهن ڪونہ ڏٺو ۽ مون اهڙي حق جي انحرافي ٿيندي بہ اڳ ڪڏهن ڪونہ ڏٺي هئي."

ڪتاب آل ابن خالويہ ۾ حضرت ابو سعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنہ جي روايت پيش ڪيل آهي. اهو روايت ڪري ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي فرمايو: "تنهنجي محبت عقيدو آهي ۽ توسان دشمني ڪرڻ منافقت آهي. توهان جو دوست پهريون شخص هوندو جيڪو بهشت ۾ داخل ٿيندو ۽ توهان جو دشمن پهريون شخص هوندو جيڪو دوزخ ۾ اڇلايو ويندو."

حديث روايت ڪندڙن کي يقين آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وري وري حضرت علي عليہ السلام جي چهري ڏانهن ڏٺو ۽ فرمايو: "هي منهنجو ڀاءُ آهي."

حضرت ابو هريره رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي روايت ۾ چوي ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن کي خطبو ڏيندي فرمايو: "جيڪڏهن توهان آدم (عليہ السلام) جي علم، نوح (عليہ السلام) جي پختي عزم، ابراهيم (عليہ السلام) جي اعليٰ اخلاقن، موسيٰ (عليہ السلام) جي التجائن، عيسيٰ (عليہ السلام) جي پارسائي ۽ مون محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي رهبري کي هڪڙي ئي شخص ۾ گڏ ٿيل ڏسڻ گهرو ٿا تہ ان شخص ڏانهن ڏسو جيڪو توهان ڏانهن اچي رهيو آهي. جڏهن ماڻهن پنهنجا ڪنڌ مٿي ڪري سامهون نهاريو تہ حضرت علي عليہ السلام اچي رهيو هيو." ٠

هڪڙي ڀيري ڪنهن ماڻهوءَ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حضرت علي عليہ السلام جي شڪايت ڪئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جواب ۾ فرمايو: "تون علي (عليہ السلام) کان ڇا ٿو چاهين؟ تون علي (عليہ السلام) کان ڇاڻو

چاهين؟ تون علي (عليہ السلام) کان ڇاڻو چاهين؟ علي مون منجهان آهي ۽ مان علي منجهان آهيان ۽ مون کان پوءِ اهو سڀني مؤمنن جو آقا (مولئ) آهي."

هڪڙي ڀيري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي يمن موڪليو. حضرت علي عليہ السلام سان گڏ سفر ڪندڙ ساٿين مان ڪجھ اصحابن کين عرض ڪيو تہ زڪوات ۾ مليل اٺ انهن کي ڏين تہ اهي انهن تي سواري ڪن تہ جيئن انهن جي پنهنجن اٺن کي ڪجھ ساهي ملي. حضرت علي عليہ السلام انهن جي درخواست کي قبول ڪونہ ڪيو. جڏهن اهي سڀئي مديني پاڪ واپس پهتا تہ جن ساٿين جي حضرت علي عليہ السلام درخواست قبول ڪونہ ڪئي هئي انهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خدمت ۾ حضرت علي عليہ السلام جي شڪايت ڪئي. سعد بن مالڪ شهيد انهن سڀني پاران ڳالهايو. ان چيو تہ علي (عليہ السلام) انهن سان سخت ۽ رُکو رويو رکيو آهي ۽ ڳالھ دوران اٺن واري واقعي جو بہ ذڪر ڪيائين. جڏهن اهو ڳالهائي رهيو هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي سٿر تي هٿ سان ڌڪ هڻي فرمايو: "اي سعد! علي (عليہ السلام) خلاف شڪايت ڪرڻ بند ڪر. توکي خبر هجي تہ اهو الله جي رستي تي سچائي سان هلندڙ آهي."

مٿين حديثن ۽ ان سان گڏوگڏ ٻين ڪيترين حديثن مان، جن جو هتي ذڪر ٿيل آهي، اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجو ڀاءُ ٿي سمجهيو ۽ حضرت علي عليہ السلام پڻ پاڻ ڪريمن صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڀائپي سان گهڻو خوش هيا. ان کان علاوه رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن جو انهن خاصيتن ۽ گڻن ڏانهن ڌيان ڇڪايو ٿي جيڪي حضرت علي عليہ السلام جي شخصيت ۾ يڪجا ٿي ويا هيا. تہ جيئن ماڻهن کي خبر پوي تہ پاڻ سڳورن کان پوءِ اهي ئي بهترين شخصيت آهن، جيڪي اسلام جي ڪم کي سرانجام ڏئي سگهندا.

مُستَنَد حديثن ۾ ڪجهہ واقعن جو ذڪر ڪيو ويو آهي جيڪي ظاهر ڪن ٿا تہ فطري حالتن پڻ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام جي وچ ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪئي، ۽ واقعن ۽ صورتحالن کي اهڙي نموي جو ڍنگ ڏنو جو حضرت علي عليہ السلام اهڙين اعليٰ ڳالهين جو مظاهرو ڪيو جن لاءِ ان سان پيو ڪوبہ مقابلو ڪري ڪونہ ٿي سگهيو. انهن خصوصي ڳالهين مان هڪڙي اها آهي تہ ڪعبت الله شريف ۾ ڄائو هيو جيڪو مسلمانن جو "قبلو" آهي ۽ سندن ڄم ان وقت ٿيو جڏهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اسلام جي دعوت ڏيڻ وارا هيا. پر ان جو علي الاعلان اظهار ڪونہ ڪيو هئائون. انهن ڏينهن ۾ پاڻ سڳورا حضرت علي عليہ السلام جي والد سڳوري حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهر ۾ رهندا هيا. جڏهن حضرت علي عليہ السلام اک کولي تہ ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها کي عبادت ڪندي ڏٺو. حضرت علي عليہ السلام پهريون مرد هيو جنهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تي ايمان ۽ يقين جو اظهار ڪيو. توڙي جو پاڻ اڃا ٻاراڻي عمر ۾ هيا. جڏهن ماڻهن پنهنجي پيءُ جي اجازت کان سواءِ اسلام قبول ڪرڻ لاءِ ان تي اعتراض ڪيو تہ ان هڪدم جواب ڏنو: "الله تعاليٰ مون کي ابوطالب کان راضپو پڇڻ کان سواءِ پيدا ڪيو. پوءِ مان الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيءُ کان اجازت ڇو وٺان."

گهڻي وقت تائين دين اسلام حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر تائين محدود رهيو ۽ دنيا ۾ ڳچ وقت تائين صرف چار مسلمان موجود هيا. يعني، حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، سندن گهر واري حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها، سندن سوٽ حضرت علي عليہ السلام ۽ سندن خادم حضرت زيد بن حارث رضي الله تعاليٰ عنہ.

هڪڙي ڏينهن جڏهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن مٽ مائٽن کي هڪڙي دعوت تي گهرايو ۽ انهن سان مخاطب ٿيندي انهن کي اسلام جو پيغام ٻڌائڻ گهريائون تہ سندن

چاچي ابولهب مداخلت ڪري رخنو وڌو ۽ اتي موجود ماڻهن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف ڀڙڪايائين. ان تي سڀئي اٿي ويا ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر مان نڪري هليا ويا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي هڪڙو دفعو ٻيهر دعوت ڏئي گهرايو ۽ جڏهن ماني کائي ختم ڪيائون تہ فرمايائون "مان عربستان ۾ ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي ڪونہ سڃاڻان جنهن اهڙي سوکڙي آندي هجي جيڪا ان سوکڙي کان زور ڀلي هجي جيڪا مون توهان لاءِ آندي آهي. توهان مان ڪير منهنجي مدد ڪندو؟" اتي موجود ماڻهن واعدو ڪرڻ کان نٽايو ۽ اڳ وانگر گهرمان نڪري هليو وڃڻ گهريو پر انهيءَ دوران حضرت علي عليہ السلام جيڪو اڃا تائين ننڍڙو ڇوڪرو هيو ۽ نوجواني جي عمر کي اڃا ڪونہ پهتو هيو اٿي بيٺو ۽ چيائين: "اي الله جا رسول! مان توهان جي مدد ڪندس ۽ هر ان ماڻهوءَ سان لڙائي ڪندس جيڪو توهان جي مخالفت ڪري." بنوهاشم خاندان جا ماڻهو کلڻ لڳا ۽ ابوطالب رضہ ۽ علي عليہ السلام تي چٿرون ڪندا اتان هليا ويا.

اسلام لاءِ وڙهيل هر لڙائي ۾ حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا جهنڊي بردار هوندا هيا. ان پنهنجي سوٽ، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، ۽ اسلام جي ڪاميابي ۽ سوڀ لاءِ پنهنجي شجاعت ، رت، دل، زبان ۽ پنهنجي جان بہ وقف ڪريْ قربان ڪري ڇڏي، ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دشمنن کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيو ۽ جڏهن ۽ جيئن موقعي گهريو تہ پنهنجا جوهر ڏيکاريائين. جنگ خندق جي موقعي تي جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي دشمن جي خوف کان ڏڪ ۾ پريشان هيا تہ حضرت علي عليہ السلام ئي اسلام جي دشمن قريشي سردارن آڏو جبل تي بيٺا ۽ بهادري جا اهڙا ڪارناما ڏيکاريائين جو مسلمان پنهنجي سوڀ لاءِ پراميد ٿي ويا ۽ قريشين ۽ انهن جي ساٿارين کي شڪست جو منهن ڏسڻو پيو هيو.

حضرت علي عليہ السلام خيبر جي لڙائي ۾ اهڙو جهاد ڪيو جيڪو حيرت انگيز هيو. خيبر جا قلعا، توڙي جو گهڻو مضبوط هيا، ان

جي هٿاران فتح ٿيا هيا. اهو انهي حقيقت جي باوجود ٿيو تہ اتي ڪيترائي بهادر ۽ تجربي ڪار سپاهي گڏ ٿيل هيا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي انهن کان ڊڄي رهيا هيا. مختصر ڳالھہ تہ مسلمانن طرفان ڪيل گهيراءُ ڊيگهہ پڪڙيندو پئي ويو. قلعي ۾ اندر موجود سپاهي وڏي جرئت سان پنهنجو دفاع ڪري رهيا هيا، ڇو تہ انهن کي خبر هئي تہ اهي جيڪڏهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هٿاران شڪست کائي ويا تہ عرب جزيري ۾ انهن جو دٻدٻو ختم ٿي ويندو ۽ انهن جو واپار ۾ اختيار باقي ڪونہ رهندا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت ابوبڪر رضہ کي قلعو فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. ان پنهنجي طريقي سان گهڻي ڪوشش ڪئي پر بنا ڪنهن ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي موٽي آيو. ٻئي ڏينهن تي پاڻ سڳورن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ بن خطاب کي موڪليو پر اهو بہ حضرت ابوبڪر رضہ وانگر بنا ڪنهن ڪاميابي حاصل ڪرڻ جي موٽي آيو ۽ هٿياربند سپاهين ۽ مضبوط قلعي تي قابض ڪونہ ٿي سگهيو. پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت علي عليہ السلام کي سڏيو ۽ ان کي هدايت ڪيائين تہ قلعو فتح ڪري اچي. حضرت علي عليہ السلام خوشي سان اسلام جي خاطر انهي ذميواري کي نڀائڻ لاءِ اڳتي وڌيا. حضرت علي عليہ السلام جڏهن قلعي وٽ پهتا ۽ قلعي ۾ بند ٿي رهندڙ ماڻهن کي جڏهن خبر پئي تہ ان مهل علي بن ابوطالب (عليہ السلام). جنهن ڪڏهن بہ ڪنهن مهم ۾ ناڪامي ڪونہ ڏٺي هئي، لڙائي ڪرڻ لاءِ آيو آهي تہ انهن جا اڪثر محافظ گڏ ٿي هڪدم قلعي مان ٻاهر نڪري آيا ۽ انهن مان هڪڙي سپاهي اهڙي تہ طاقت سان حضرت علي عليہ السلام تي حملو ڪيو جو ڍال حضرت علي عليہ السلام جي هٿن مان ڪري پئي. ان هڪدم قلعي جو دروازو اکوڙي ان کي هٿ ۾ ڍال ڪري کنيو ۽ ويڙهہ جاري ڪيائون، تان تہ قلعو فتح ٿي ويو. البت قلعو ايستائين فتح ڪونہ ٿيو هيو جيستائين گهڻا سپاهي قتل ڪونہ ٿيا، جن ۾ پهريون شخص حارث بن ابي زينب هيو. انهي مرحلي تي اسان کي حيرت انگيز واقعن جي خبر پوي ٿي. اسان پنهنجن ابن ڏاڏن جي تاريخ ۾ پڙهيو آهي ۽ ٻڌو آهي تہ

ڪيترن ئي نالي وارن بهادرن پنهنجي عقيدي ۽ مذهب خاطر لڙايون وڙهيون آهن پر انهن پنهنجين دلين ۾ صلح لاءِ خواهش تي ڪئي ۽ ان ڳالهه جي تمنا ڪندا هيا ته ڪاش انهن جو معاملو اهڙي طريقي سان حل ٿي وڃي جو لڙائي ڪرڻي نه پوي. ان کان علاوه اسان کي ڪيترن ماڻهن جي خبر آهي جن پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ خاطر جان جي قرباني ڏني. بهرحال، اهڙيون لڙايون يا جانين جون قربانيون گهڻو ڪري ڪنهن دورانديشي واريون ڪونه آهن. دنيا ۾ ڪيترائي واقعا اوچتو پيش آيل آهن جيڪي جوش جي اپار ۽ ڏسندڙن يا تماشبينن جي موجودگي ۾ اتساهه ڪري واقع ٿيا. البت، حضرت علي عليه السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه جو معاملو نهايت حيرتناڪ آهي، ڇو ته ان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ پنهنجي دين جي دفاع جي مقصد سان، ۽ ڀائيچارو قائم ڪرڻ لاءِ، ۽ الله تعاليٰ جي راهه ۾ پاڻ کي وڏن خطرن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ پيش ڪيو. اهو اهڙو واقعو آهي جنهن جو تاريخ ۾ مثال ڪونه ٿو ملي ۽ وڏي پيماني تي انهن ٻنهي عظيم شخصيتن جي هم آهنگي ۽ اتحاد (ٻڏي) کي ثابت ڪري ٿو.

جڏهن قريشن جا ظلم ۽ زيادتيون چوٽ چڙهي ويا ۽ اهي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي پنهنجي رستي مان هٽائڻ ۽ اسلام کي تباهه ڪرڻ جا سانباها ڪري رهيا هيا، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر تشريف کڻي ويا ۽ ان کي فرمايائون ته جيئن ته قريشي کين قتل ڪرڻ جي سازش ڪري رهيا آهن تنهن ڪري پاڻ هجرت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو اٿن. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه حضور صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سان ساڻ وڃڻ جي خواهش ڏيکاري ۽ پاڻ سڳورن ان جي درخواست قبول ڪئي. انهن ٻنهي جڏهن هجرت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته انهن کي پڪ هئي ته قريشي سندن پيڇو ڪندا. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم تنهن ڪري تجويز ڏني ته اصل رستي جي بجاءِ ٻئي رستي سان سفر ڪندا ۽ پنهنجن گهرن مان اهڙي وقت نڪرندا جنهن لاءِ عام طور تي نڪرڻ جو گمان ڪونه هوندو. جنهن رات جو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم هجرت

ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هيو بلڪل ان رات جو ڪين قتل ڪرڻ لاءِ قريشن فيصلو ڪيو هيو ۽ تجربيڪار ويڙهو ماڻهن جي هڪڙي ٽولي کي سندن گهر جي چوڌاري بيهاري ڇڏيو هئائون ته جيئن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم اونداهي جو فائدو وٺي لڪي نڪري نه وڃن. بهرحال، حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي سوٽ حضرت علي عليه السلام کي فرمايو ته سائي چادر مبارڪ مٿان وجهي بي خوف ٿي سندن بستري ۾ سمهي رهي. ان کي اها پڻ هدايت ڪيائون ته ان وقت تائين مڪي ۾ ترسي جيستائين حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم وٽ ماڻهن جون رکيل امانتون انهن کي واپس ڪري.

حسبِ عادت حضرت علي عليه السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي حڪم کي خوشيءَ سان مڃيو. جيئن مٿي ذڪر ٿيو قريشين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي گهر جو گهيراءُ ڪري ڇڏيو هيو. انهن سوراخن مان جهاتيون پائي ڏٺو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي بستري ۾ هڪڙو شخص ستل آهي. تنهنڪري انهن کي اطمينان ٿيو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم لڪي نڪري ڪونه ويو آهي. رات جي آخري پهر ۾ جڏهن دشمنن اندازو ڪيو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجي بستري ۾ ستل آهي، پاڻ ڪريم اصل ۾ ان وقت حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه جي گهر ۾ موجود هيا. جتان اهي ٻئي غارِ ثور ڏانهن روانا ٿيا. پيرو کڻي قريشي ان جاءِ تي پڻ پهتا. پر الله تعاليٰ پنهنجن ٻنهي دوستن کي دشمنن جي اکين کان لڪائي رکيو.

حضرت علي عليه السلام طرفان قرباني لاءِ پاڻ ارپڻ وارا مثال اڻ لڀ آهن. زندگي ۽ موت جي وچ ۾ هر ماڻهوءَ جا قدم ڏڪندا آهن ۽ سوچيندو آهي ته آيا اعليٰ ليڪن جي، جيڪي زندگيءَ جو قيمتو اثاثو هوندا آهن، دنياوي زندگي جي مطلب ۽ آسائشن لاءِ قرباني ڏئي. جيڪڏهن اهڙي موقعي تي ڪو انسان دنياوي آسائشن لاءِ اعليٰ گڻن جي قرباني ڏيڻ جي بجاءِ جان قربان ڪرڻ جي چونڊ ڪري ته اهو انهيءَ ڳالهه جو ثبوت آهي ته انهي شخص جي نظر ۾ حقيقي زندگي آخرت واري ابدي زندگي آهي، نه ڪي عارضي دنياوي حياتي.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ دنيا ۾ اهڙي نموني ۾ پاڻ ارپڻ ۽ جان قربان ڪرڻ جو مثال اڻ لڀ آهي. جيڪڏهن سقراط ۽ ان جهڙن بين موت کي خوشي سان پليڪار ڪيو تہ حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ بہ پنهنجي رضا خوشيءَ سان پنهنجي جان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي منصبي مقصد (مشن) لاءِ وقف ڪري ڇڏي. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام طرفان پيش ڪيل بهادري وارن ڪارنامن جي مقابلي ۾ لڙائي جي ميدان ۾ وڃڻ ۽ موت سان مقابلو ڪرڻ يا زهر جو پيالو پيئڻ وڌيڪ آسان آهي.

ٿورو تصور ڪيو تہ ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ اهڙي شخص جي بستري ۾ سمهڻ ڪيترو ڏکيو آهي جنهن کي سندس دشمن قتل ڪرڻ جو تهيو ڪري چڪا هجن ۽ انهن جي هٿن مان لڪي نڪري وڃڻ جو بہ امڪان ڪونہ هجي. وري خاص طور تي ان وقت جڏهن دشمن ان کي ڪجھ قدمن جي فاصلي کان نظر ۾ رکيون اچن. قتل ڪرڻ لاءِ حملي ڪرڻ جا سانباها بہ ڪندا هجن ۽ بستري ۾ ستل شخص انهن دشمنن جي هر چرپر کي ڏسندو هجي ۽ انهن جي گفتگو جي هر لفظ کي ٻڌندو بہ هجي ۽ انهن جي رت جي بباسين تلوارن کي پنهنجي سر مٿان لٽڪندو محسوس ڪندو هجي ۽ سڄي رات انهي حالت ۾ بہ بنا ڪنهن ڪُڙڪي جي گذاري.

ان خطرناڪ مهل تي حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيروي ۾ ثابت قدم رهيو. قوتِ برداشت جو اهڙو مظاهرو ڪيائين جيڪو ان پنهنجي پلاري سوٽ سان پنهنجي محبت ذريعي حاصل ڪيو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بستري ۾ ان جو ائين سمهڻ ان جي جهاد ۽ ان طرفان تبليغ ٿيندڙ دين جي واڌاري لاءِ ڪوشش جو مثالي نمونو هيو. اهو خطرناڪ واقعو امام علي عليہ السلام جي فطري طبيعت تان پردو هٽائي ٿو تہ اهي عمل ۽ ڪارناما ڪنهن مصنوعي اٽڪل وارا ڪونہ هيا پر سِپَ مان نڪرڻ واري هڪڙي موتي وانگر هيا. اهو واقعو ان جي مضبوط ذهانت ۽ بي مثال پيش بيني واري قابليت کي پڻ ظاهر ڪري ٿو چو تہ ايتري ننڍي عمر ۾ ڪنهن بہ ٻئي شخص لاءِ اسلامي دعوت جي حقيقت کي سمجهڻ ممڪن ڪونهي.

اهو واقعو حضرت علي عليہ السلام جي بين ڪيترين خصوصيتن کي پڻ ظاهر ڪري ٿو. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام دنياوي حياتي کي ڪا اهميت ڪونہ ٿي ڏني. اهي گهڻا مخلص ۽ وفادار هيا. اهي پاڻ کي بين مٿان ترجيح ڪونہ ڏيندا هيا. اهي هر وقت پيڙيل ماڻهن خاطر پنهنجي جان قربان ڪرڻ لاءِ پڻ تيار رهندا هيا تہ جيئن انهن کي ظلم ۽ ڏاڍ کان آجو ڪرائي سگهجي، ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو نبوي مشن ڪامياب ٿي وڃي. وفاداري، مردانگي، پرهيزگاري، شجاعت ۽ بيون مڙئي خصوصيتون انهي شخص ۾ يڪجا هيون. ان موقعي تي سندن طرفان پاڻ ارپڻ وارو جذبو مستقبل ۾ سندن طرفان ڏنل بهادراڻن ڪارنامن لاءِ تمهيد هئي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام جي وچ ۾ پڪي محبت ۽ مضبوط ياڻپي موجود هئي ۽ انهن اسلامي دعوت جي معاملي ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪئي. اهو سهڪار ان وقت کان شروع ٿيو جڏهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي طبيعت کي سمجهيو ۽ حضرت علي عليہ السلام حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سمجهيو ۽ سڃاتو يعني تہ انهن ڏينهن کان جڏهن اهي ٽئي مانوارا شخص هڪڙي گهر ۾ گڏ رهندا هيا، جنهن گهر جو بنياد پار ماڻي ۽ اعليٰ خوبي تي رکيل هيو. حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي گهرجي اها خاص سڃاڻپ هئي جتي حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي عظمت کي محسوس ڪرڻ ۽ تسليم ڪرڻ جي قابل هيا. جنهن جي نتيجي ۾ حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجي محبت ۽ همدردي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مٿان نڇاور ڪئي ۽ حضرت علي عليہ السلام ان جي آڏو فرمانبرداري ۽ دلي لاڳاپي جو مظاهرو ڪيو. انهي سڃاڻپ حضرت علي عليہ السلام کي وڏي قرباني لاءِ تيار ڪيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پڻ انهي حقيقت کي مڪمل طور محسوس ڪيو ٿي. حضرت علي عليہ السلام لاءِ انهن جي محبت جو ڪو ڪاٿو ئي ڪونہ

هيو. اهي نہ صرف پاڻ حضرت علي عليہ السلام سان محبت ڪندا هيا پر ڪوشش ڪندا هيا تہ ٻيا بہ ان سان محبت ڪن تہ جيئن اهو سندن کان پوءِ خلافت جون ذميواريون سنڀالي سگهي. پاڻ سڀڳورن گهريو ٿي تہ ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي خوبين ۽ خصوصيتن کان واقف ٿي وڃن تہ جيئن سندن پنهنجي وفات کان پوءِ اهي ماڻهو حضرت علي عليہ السلام ۾ خود حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي شخصيت ڏسن ۽ محسوس ڪن تہ ڄڻ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اڃا حال حيات آهن. ائين اهي پنهنجي رضا خوشي سان ۽ محبت ۽ خلوص سان ان کي چونڊين، نہ ڪي انهيءَ ڪري تہ ان جو تعلق بنوهاشم سان هيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو سوٽ هيو. اهو انهيءَ ڪري هيو جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خود اهڙي تفريق جا مخالف هيا ۽ انهن کي ان تفريق کان سختي سان منع ڪئي هئائون. اهو انهيءَ سبب ڪري هيو تہ جيئن انهن پاڻ دنياوي مفادن کي نظرانداز ڪيو ٿي، بلڪل ائين انهن بنوهاشم کي پڻ سرڪاري عهدن کان پري رکيو جن وسيلي دنياوي فائدا حاصل ٿي پئي سگهيا.

## علي عليہ السلام جون صفتون ۽ خصوصيتون

جن ڏاهن امام علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جون صفتون ۽ خصوصيتون بيان ڪيون آهن، انهن مان "ذخائرا لعقبيٰ" ڪتاب جو ليکڪ هيئن لکي ٿو: "حضرت علي عليہ السلام جو قدڪاٺ وچٿرو ۽ ڪجهہ بندرو هيو. سندن چمڙي ڪٽڪ رنگي ۽ ڏاڙهي سفيد ۽ ڊگهي هئي. سندس اکيون وڏيون ۽ ڪاريون هيون. سندن چهرو ٻهڪندڙ ۽ نماڻو هيو. سندن ڳچي ڊگهي هئي جڻ چانديءَ جي گڱهيءَ وانگر نهيل هجي. سندن ڪلها ويڪرا هيا. سندن هٿن جا مُٺيا ببر شينهن جي چنبن وانگر هيا، ڇو تہ سندن هٿ ۽ ڪارايون مڪمل طور تي هڪبئي سان جڙيل هيا ۽ انهن ۾ فرق ڪرڻ ڏکيو لڳندو هيو. سندن هٿ ۽ آڱريون مضبوط هيا. ڇڳي نموني سان ٿلها ۽ گوشت (ماس) سان ڀريل هيا. سندن پنيون ٿلهيون هيون ۽ انهن جو هيٺيون حصو سنهڙو هيو. سندن ٻانهون پڻ ساڳي نموني ۾ ٿلهيون ۽ ماس سان ڀريل هيون. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وانگر مائيڻي ادا سان هلندا هيا. بهرحال، پاڻ جڏهن بہ لڙائي ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندا هيا تہ ڦڙتي سان قدم کڻندا هيا ۽ ڪنهن بہ ٻي شي کي ڌسڻ لاءِ ڪنڌ ڪونہ ڦيريندا هيا. سندن جسماني سگهہ ناقابل تصور هئي. اهي اڪثر ڪري مقابلو ڪندڙن کي هٿن ۾ کڻي مٿي ڪندا هيا ۽ بنا ڪنهن ڏکيائي ۽ ڪوشش جي ميدان تي اڇلائيندا هيا، جڻ اهي ننڍڙا ٻارڙا هجن. پاڻ جڏهن بہ ڪنهن مقابلو ڪندڙ کي ٻانهن مان جهلي قابو ڪندا هيا تہ اهو ساهہ بہ کڻي ڪونہ سگهندو هيو. اها عالم آشڪار ڳالهہ آهي تہ پاڻ اهڙي ڪنهن بہ ماڻهوءَ سان لڙائي ڪونہ ڪيائون جنهن تي سوڀ حاصل نہ ڪري سگهيا هجن. پلي اهو ڪيڏو بہ بهادر ۽ مشهور سورمو سڏبو هجي. هڪڙو ڀيرو پاڻ وڏو دروازو هٿ ۾ مٿي کنيائون جنهن کي ڪيترا ماڻهو گڏجي کولي ۽ بند بہ ڪونہ ڪري سگهيا هيا ۽ ان دروازي کي پنهنجي بچاء لاءِ ڍال طور استعمال ڪيائون. ڪن موقعن تي وڏي پٿر کي هڪ هٿ سان کڻي پري اڇلايائون، جنهن

ڪي ڪيترائي ماڻهو لوڏي بہ ڪونہ سگهندا هيا. ساڳي وقت پاڻ لڙائي جي ميدان ۾ ايترو تہ وڏي آواز ۾ گجگوڙ ڪري للڪاريندا هيا جو بهادر ماڻهو بہ ڏڄي ويندا هيا. توڙي جو اهي ڳالهائي ۾ لاتعداد هوندا هيا. ڪين تڪليف برداشت ڪرڻ جي ايتري قوت حاصل ٿيل هئي جو پاڻ ڪڏهن بہ گرمي سردي کان ڏپ ڪونہ ڪندا هيا. پاڻ گرمي جي موسم وارا ڪپڙا سردي ۾ ۽ سردي جي موسم وارا ڪپڙا گرمين ۾ پائيندا هيا."



هڪڙي دفعي ڪنهن حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ وٽ حضرت علي عليہ السلام خلاف شڪايت ڪئي، جيڪو ان وقت خليفو هيو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ انهن ٻنهي کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيو: "اي ابوالحسن! ٻي ڌر واري سان گڏجي ويهو." حضرت علي عليہ السلام جي چهري تي ناراضگيءَ جا آثار ظاهر ٿي ويا. ان تي حضرت عمر رضہ کانئن معلوم ڪيو تہ آيا اهي ٻي ڌر سان گڏ اٿي ويهڻ نٿا گهرن. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "نہ اهڙي ڳالهہ ڪونهي. البت، مون محسوس ڪيو تہ توهان اسان ٻنهي جي وچ ۾ برابري قائم ڪونہ رکي آهي. توهان مون سان منهنجي ڪنيت "ابوالحسن" چئي مخاطب ٿيا آهيو ۽ ائين منهنجي لاءِ عزت ۽ احترام جو مظاهرو ڪيو. جڏهن تہ توهان منهنجي مخالف سان اهڙو سلوڪ روا ڪونہ رکيو."

انسانن جي عادتن ۽ خوبين کي چڱي نموني سان کولي بيان ڪرڻ ڏکيو آهي ۽ خاص ڪري عظيم شخصيتن جي معاملي ۾ تہ اجا گهڻو ڏکيو. چوڻ انسانن جون ذاتي خصوصيتون هڪ ٻئي سان واسطيدار هونديون آهن ۽ انهن مان هرهڪ ٻئي تي اثرانداز ٿيندي آهي. هر خاصيت ٻي خاصيت سان لاڳاپيل هوندي آهي ۽ هر عادت ڪنهن ٻي عادت جو سبب هوندي آهي ۽ ڪنهن ٻين عادت جو نتيجو. يا انهن مان ٻئي ڪنهن ٻين جو اثر هونديون آهن ۽ ائين سلسلو جڙيل هوندو آهي. تنهن ڪري مان حضرت علي عليہ السلام جي خصوصيتن کي مختلف پهلوئن کان پڙهڻ ۽ جاچڻ جي ۽ انهن کي هڪڙي ۽ ساڳي شخصيت اندر پيش ڪرڻ جي تجويز ڏيندس تہ جيئن انهي عقلي تجزئي جي ذريعي ڪنهن حتمي راءِ تي پهچي سگهجي. سڀ کان

پهريان مان حضرت علي عليہ السلام جي مختلف خصوصيتن کي ان جي سادي هلت ۽ چاتل سڃاتل ڪارنامن کان الڳ ڪري پيش ڪندس تہ جيئن سندن سياء، عادتون ۽ فطري رجحان جي خبر پوي ۽ ايندڙ باب ۾ اسان جو تفصيلي بحث انهن خصوصيتن ۽ سڃاڻپ وارن ڪردارن تائين محدود رهي.

هاڻي اسان سندن عبادت وارن عملن جي حوالي سان بحث جي شروعات ڪيون ٿا.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي پارسائي، دينداري ۽ ضبط نفس کان گهڻو مشهور هيا. اهي پنهنجي لاءِ ۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجن گهرياتين ۽ ٻين ماڻهن لاءِ ڪيترين ڳالهين ڪندا هيا. جو تہ پاڻ تمام گهڻو پارسا هيا. مون کي يقين آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جي دينداري ۽ پارسائي ٻين ديندار ماڻهن وانگر حالتن جي پيداوار ڪونہ هئي، جيڪي پنهنجي روحاني ڪمزوري ڪري پاڻ کي عبادت ۾ مشغول ڪري ڇڏيندا آهن، يا زندگيءَ جي ڦيرين گيرين کان بچڻ ۽ پاڻ کي ماڻهن کان الڳ ٿلڳ رکڻ لاءِ ڪندا آهن، يا پنهنجن ابن ڏاڏن جي پيروي ۾ ڪندا آهن، ۽ زندگيءَ جي واقعن جا اثر ان جي تصديق ڪندا آهن، جو تہ اهو اصول آهي تہ ماڻهو ابن ڏاڏن جي ريتن رسمن ۽ روايتن جو احترام ڪندا آهن.

حقيقت اها آهي تہ امام علي عليہ السلام جي دينداري پڪي بنياد تي ٻڌل هئي ۽ باهمي ٻنڌڻ سان ڳنڍيل هئي، جيڪو مخلوق جي مڙني جزن ۾ موجود آهي ۽ زمين ۽ آسمان کي هڪٻئي سان حد ۾ رکي ٿو. دراصل سندن عبادت تي عمل انساني زندگي ۽ خوشحالي خاطر بُراين خلاف مسلسل جدوجهد ۽ مهم هئي. انهن برائي ۽ لُچائي جي مڙني ڳالهين خلاف جهاد ڪيو. هڪ پاسي تي انهن منافقت ۽ خودغرضي خلاف جهاد ڪيو تہ ٻئي پاسي بزدلي ۽ ويچارگي واري ڪسمپرسي، محتاجي ۽ ٻين خراب ڳالهين جي خلاف جهاد ڪيو جيڪي جهالت وارن ڏينهن دوران ماڻهن پنهنجي عادت بڻائي ڇڏيون هيون. حضرت علي عليہ السلام جي قول مطابق حق ۽ انصاف خاطر پنهنجي جان قربان

ڪرڻ دينداريءَ جو جوهر آهي. سندن فرمان آهي: ”توهان جو ايمان اهڙي درجي تي پهتل هجي جو توهان ڪوڙ ۾ ڪُپت جي مقابلي ۾ سچ کي ترجيح ڏيو. توڙي جو سچ توهان جي لاءِ نقصان جو سبب ٿئي ۽ ڪوڙ توهان لاءِ فائديمند ثابت ٿئي.“ سندن دينداري ۽ پارسائي بلڪل اهڙي هئي جنهن جو پاڻ ذڪر ڪندا هيا. انهي سچائي ۽ حق جو ساٿ ڏيڻ ڪري ئي کين شهيد ڪيو ويو ۽ جيڪڏهن زنده ماڻهن کي ”شهيد“ جو لقب ڏيڻ درست هجي ته اهو چئي سگهجي ٿو ته پاڻ جڏهن زنده هيا ته به پاڻ حق ۽ سچ جي رستي ۾ شهيد هيا.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو امام علي عليہ السلام جي دينداري جو ڏيان سان مطالعو ڪري ته ان کي خبر پوندي ته سياست ۽ حڪومت جي انتظام ۾ پڻ سندن عبادت واري نموني جو هڪڙو خاص طريقو هيو جنهن تي پاڻ سختي سان ڪاربند رهندا هيا. جڏهن پاڻ الله تعاليٰ جي بندگي لاءِ بيهندا هيا ته اهي مڪمل ڌيان سان پنهنجي عاجزي پيش ڪندا هيا. بلڪل ائين جيئن ڪو شاعر فطرت جي سونهن ۾ گم ٿي ويندو آهي. حضرت علي عليہ السلام جو هيٺيون قول انهن لاءِ سبق آموز آهي جيڪي الله تعاليٰ جي عبادت ڪن ٿا ۽ دينداري ۽ پارسائي تي عمل ڪرڻ گهرن ٿا: ”هڪڙو ٽولو الله تعاليٰ جي عبادت ان جون نعمتون حاصل ڪرڻ لاءِ ڪري ٿو اها واپارين واري عبادت آهي. هڪڙو ٻيو ٽولو ان کان خوف کائڻ ڪري عبادت ڪري ٿو اها غلامن واري تابعداري آهي. ٽيون ٽولو شڪرانو ادا ڪرڻ لاءِ ان جي عبادت ڪري ٿو اها آزاد انسان واري عبادت آهي.“

ڪيترن ماڻهن جي برخلاف امام علي عليہ السلام جي عبادت خوف ڪري ڪونہ هئي، نہ وري اها واپاري انداز واري عبادت هئي، انهي اميد تي تہ جنت ملي وڃي. البت، انهيءَ جي بجاءِ جڏهن عظيم انسان الله تعاليٰ جي عبادت ڪرڻ لاءِ بيهندا آهن تہ اهي پاڻ کي عاجزي ۽ انڪساري وارو سمجهندا آهن ۽ پاڻ کي الله تعاليٰ جا ادنيٰ ٻانها سمجهڻ فرض ڪندا آهن. انهي عبادت جو بنياد عقل، ضمير ۽ روحاني ڪامليت آهي.

*****

هر اهو ماڻهو جيڪو عبادت ۾ ساڳي حالت قائم رکي ٿو جيئن حضرت علي عليہ السلام قائم رکندا هيا تہ اهو يقيني طور زندگي کي بہ ساڳي نموني ۾ ڏسندو جنهن نموني ۾ حضرت علي عليہ السلام زندگي کي ڏسندا هيا. اهڙو شخص دنياوي فائدن ۽ عارضي مزن لاءِ زندگي جي گهر ڪونہ ڪندو آهي. بلڪ اهو اعليٰ اخلاقي اقدار ماڻڻ ۽ انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ زندگيءَ جي گهر ڪندو آهي، جيڪي انجي فطرت سان ٺهڪندڙ هوندا آهن. اهوئي سبب هيو جنهن ڪري حضرت علي عليہ السلام دنيا ۾ دينداري ۽ پارسائي جي چونڊ ڪئي ۽ شهرت ۽ خودنمائي جي گهر ڪونہ ڪئي. اهي دينداريءَ جي معاملي ۾ ايترا سچا هيا جيئن اهي پنهنجن عملن، قولن ۽ ارادن جي معاملي ۾ سچا هيا. اهي زندگيءَ جي آسائشن کان ايترو ۽ اهڙي طريقي سان منهن موڙيندڙ هيا جيترو حڪومت جي بندوبست ۽ حڪمراني جي مزن ۽ ٻين ڳالهين ۾ ڪا دلچسپي ڪونہ هين، جن کي ٻيا گهڻو تڪيندا هيا. پاڻ ڪتنب سان ان گهر ۾ رهندا هيا جيڪو ساڳي وقت سندن حڪومت (خلافت) جي آفيس بہ هوندو هيو. سندن حڪمراني بادشاهي واري نموني جي ڪونہ هئي پر خليفي جي ڍنگ ۾ هئي. اهي پنهنجي گهرواري طرفان پيٺل اٽي مان پڪل ماني ڳيو کائيندا هيا. البت، ان جا گورنر ۽ آفيسر انهن آسائشن جا مزا ماڻيندا هيا جيڪي شام، مصر ۽ عراق مان ميسر ٿينديون هيون. اڪثر ڪري پاڻ گهرواريءَ کي جند تي اٽي پيهڻ جي بہ تڪليف ڪونہ ڏيندا هيا پر اهو ڪم بہ پاڻ ڪندا هيا. توڙي جو اميرالمؤمنين حڪمران هيا اهي ايتري سڪل ۽ سخت ماني کائيندا هيا جو ان کي گوڏي تي رکي ڏڪ هڻي ڀڃڻو پوندو هيو. جڏهن سياري ۾ سخت سردي هوندي هئي تہ سندن وٽ انهي موسم جا ڪپڙا ڪونہ هوندا هيا ۽ پاڻ کي گرمي وارن ڪپڙن تائين محدود رکندا هيا.

هارون بن عنتره پنهنجي پيءُ کان هي روايت ڪري ٿو: "سياري جي موسم ۾ قصرِخورنق ۾ حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ ويس ۽ ڏٺو تہ انهن کي پراڻو جبو پاتل هيو ۽ سردي ڪري ڏڪي رهيا هيا. مون کين عرض ڪيو: "اي اميرالمؤمنين! الله تعاليٰ بيت المال ۾ توهان جو پڻ حصو مقرر ڪيو آهي ۽ ان جي باوجود توهان ان حالت ۾ رهو ٿا."

پاڻ فرمايائون: "مون کي الله پاڪ جو قسم آهي تہ مان توهان جي عوامي بيت المال مان ڪاٻہ شي ڪونہ ڪڍندو آهيان ۽ هي ساڳو جبو آهي جيڪو مان مديني مان کڻي آيو هيس."

جڏهن ابن ملجم کين شهيد ڪيو تہ پاڻ مڪمل سڪون سان هڪڙي ننڍڙي گهر ۾ رهندا هيا. توڙي جو پاڻ خليفا هيا. پر مسلمانن منجهہ هڪڙو بہ اهڙو ماڻهو ڪونہ هيو جيڪو اُن جهڙي سادي ۽ مطمئن زندگي گذاريندو هجي.

دراصل ان طرفان دنياوي آسائشن ڏانهن غيردلچسپي سندس جرئت سان تعلق رکي ٿي. ڪجهہ ماڻهو سمجهن ٿا تہ اهي ٻئي خصوصيتون هڪ ٻئي کان ڌار آهن. پر اهو خيال درست ڪونهي. سچ چئجي تہ سندن جرئت سندن روح ۽ جذبي جي عظمت ۽ عظيم مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ سندس ڪوششن ۽ پنهنجي مفاد کي مدنظر رکڻ کان سواءِ غريبن ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ وارن گڻن تي مشتمل هئي. حقيقت اها آهي تہ اهو اهڙي شهر ۾ رهندي جنهن ۾ ڪيترائي محتاج ۽ مفلس ماڻهو پڻ رهندا هيا. پاڻ زندگيءَ جا مزا ماڻڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو.

عمر بن عبدالعزيز بنواميہ خاندان جو هڪڙو خليفو هيو. ان جو خاندان حضرت علي عليہ السلام ڏانهن دشمناڻو رويو رکندڙ هيو ۽ مسجد جي منبر تي ويهي انهن خلاف بهتان بازي ڪندا هيا ۽ گارگند ڪندا هيا. ان جي باوجود حضرت علي عليہ السلام جي اعليٰ ڪردار کي خيال ۾ رکندي اهو هي راءِ ڏيڻ تي مجبور هيو "دنيا ۾ نهايت گهٽ وڏو پرهيزگار ۽ متقي انسان حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيو."

اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ انهن ڪڏهن بہ پٿر مٿان پٿر يا سر مٿان سر ڪونہ رکي ۽ نہ وري ڪڏهن ڪکن ۽ ڪانن کي پاڻ ۾ گڏايو. ٻين لفظن ۾ مطلب تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي لاءِ ماڙي تہ ڇا پر ڪکن ڪانن جي جهوپڙي بہ ڪونہ ٺهرائي. توڙي جو ان لاءِ شاهي محلات ٺهرايو ويو هيو پر ان ۾ رهائش اختيار ڪونہ ڪيائين. چو تہ پاڻ اهڙي ڪنهن گهر ۾ رهڻ پسند ڪونہ ٿي ڪيائون جيڪو ڪاٺ جي انهن جهوپڙين کان بهتر هجي جنهن ۾ غريب ماڻهو رهندا هجن.

حضرت علي عليہ السلام جنھن نموني جي زندگي گذاري ان جي باري ۾ سندن مشهور قول ۾ حوالو ڏنل آهي: "ڇا مون کي انهي ڳالهہ سان مطمئن ٿيڻ گهرجي تہ ماڻهو مون کي اميرالمؤمنين سڏين ۽ مان انهن سان زندگيءَ جي ڏکن تڪليفن ۾ حصو نہ وٺان؟"

ابن اثيربيان ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان شادي ڪئي تہ انهن جو بسترو صرف هڪڙي رڍ جي کل هئي. رات جو اهي ان کي سمهڻ لاءِ تڏي طور استعمال ڪندا هيا ۽ ڏينهن جو ان مٿان داڻو رکي پنهنجي اٺ کي کارائيندا هيا. انهن وٽ هڪ کانُ وڌيڪ غلام ڪونہ هيا. حضرت علي عليہ السلام جي خلافت دوران اصفهان مان ڪجهہ ملڪيت حاصل ٿي هئي. پاڻ ان کي ستن حصن ۾ ورهايائون. انهن ۾ ماني جو ڀُيو بہ هيو جنهن کي پڻ ستن ٽڪرن ۾ ورهايائون.



حضرت علي عليہ السلام ۾ هرلحاظ کان مردانگي رچيل بسيل هئي ۽ ان لاءِ هر ضروري خاصيت شامل هئي. درگذر ڪرڻ ۽ معاف ڪرڻ وارا گڻ مردانگي جا اهم ۽ لاڳاپيل عنصر آهن. اهي امام علي عليہ السلام جي فطرت ۽ طبيعت ۾ سمايل هيا. انهيءَ ڪري ئي هيو تہ پاڻ ڪڏهن بہ ڪنهن کي تڪليف ڏيڻ جو ڪونہ سوچيندا هيا. توڙي جو ان شخص کين تڪليف پهچائي هجي، ۽ ان شخص کي بہ تڪليف ڪونہ ڏنائون جنهن بابت کين خبر هئي تہ اهو کين قتل ڪرڻ گهري ٿو. بنواميہ وارا سندس مٿان ڪوڙا الزام هڻندا هيا ۽ گارگند ڪندا هيا پر پاڻ ڪڏهن بہ ساڳي نموني ۾ رد عمل ڪونہ ڪيائون، ڇوتہ عالي ظرف وارا انسان ان ماڻهو خلاف خراب لفظ ڪونہ ڳالهائيندا آهن جيڪو کين گارگند ڪري، امام علي عليہ السلام پنهنجن اصحابن کي بہ منع ڪندا هيا تہ بنواميہ وارن کي گهٽ وڌ نہ ڳالهائين. جنگ صفين واري موقعي تي هڪڙي ڏينهن کين خبر پئي تہ سندن ڪجهہ اصحابي بنواميہ وارن کي گهٽ وڌ ڳالهائي رهيا هيا، ان تي پاڻ فرمايائون: "مون کي اهو پسند ڪونهي تہ توهان انهن ماڻهن جهڙا ٿيو جيڪي گارگند

واري ٻولي استعمال ڪندا آهن. البت، توهان جيڪڏهن انهن جي برن ڪمن ۽ انهن جي ڪرداري رويي جو حوالو ڏيو تہ توهان ائين ڪرڻ لاءِ حق بجانب هوندا ۽ توهان ائين هڪڙي ڏمڪي جو اعلان ڪري رهيا هوندا. انهن جي گارگند جي جواب ۾ توهان کي چوڻ گهرجي: 'اي مالڪ! اسان جي ۽ انهن جي خون جي حفاظت ڪر. اسان جي ۽ انهن جي دلين کي نفرت واري اختلاف کان آجو ڪر ۽ اسان جي رهنمائي (هدايت) ڪر تہ جنهن حق کي ڪوئہ مڃيو آهي اهو ان کي تسليم ڪري، جيڪو ناانصافي ۽ اختلاف ۾ ملوث آهي اهو ان کي ترڪ ڪري.'"

معاف ڪرڻ ۽ ٻين جي عيبن تي پردو وجهڻ جي معاملي ۾ تاريخ ۾ حضرت علي عليہ السلام جو ڪو ثاني ڪونهي ۽ لاتعداد واقعا موجود آهن جيڪي سندس انهن خصوصيتن تي روشني وجهن ٿا. انهي تعلق ۾ اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ هڪڙي لڙائي جي موقعي تي پاڻ پنهنجن مجاهدن کي هيٺيون هدايتون ڏنائون: "ڪنهن بہ دشمن کي جيڪو لڙائي مان ڀڄي تہ قتل نہ ڪجو. ڪنهن بہ محتاج ۽ زخمي کان سامان جي ڦرلٽ نہ ڪجو. ڪنهن کي بہ اگهاڙو نہ ڪجو ۽ نہ وري ڪنهن جو حليو بگاڙجو. زبردستي ڪنهن کان بہ ان جي ملڪيت نہ کسجو."

جنگ جمل جي پڄاڻي کان پوءِ پنهنجي قتل ٿيل دشمنن جي بہ جنازي نماز پڙهايائون ۽ الله تعاليٰ جي حضور انهن جي بخشش لاءِ دعا گهريائون. جڏهن پنهنجن شڪست کاڌل دشمنن کي قبضي ۾ آندائون، مثال طور، عبدالله بن زبير، مروان بن حڪم ۽ سعيد بن عاص، تہ پاڻ انهن کي معاف ڪري ڇڏيائون، انهن سان مهرباني وارو سلوڪ ڪيائون، ۽ پنهنجن اصحابن کي هدايت ڪيائون تہ انهن کان ڪوبہ انتقام نہ وٺن. توڙي جو پاڻ انهن کي سخت سزا ڏيڻ جي حيثيت ۾ هيا، ۽ انهن کي پڻ اها اميد ڪونہ هئي تہ ڪو انهن کي معاف ڪري آزاد ڇڏيو ويندو. حضرت علي عليہ السلام جي بردباري ۽ درگذر ڪرڻ جو ٻيو مثال اهو آهي تہ جڏهن پاڻ عمرو بن عاص کي قابو ۾ اچڻ کان پوءِ ٻيوس ڏٺائون تہ پاڻ ان کان منهن ڦيري ڇڏيائون ۽ ان کي وڃڻ ڏنائون. توڙي جو اهو ڪنهن بہ نموني ۾ معاويہ کان گهٽ خطرناڪ دشمن ڪونہ هيو ۽

انهي مهرباني کان پوءِ بہ اهو حضرت علي عليہ السلام ڏانهن دشمناڻو رويو ئي رکندو آيو. روايت ۾ اچي ٿو تہ عمروبن عاص جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي تلوار ”ذوالفقار“ کي پنهنجي سر مٿان ڏٺو تہ پاڻ کي اگهاڙو ڪري اونڌو ٿي سمهي پيو ۽ ائين انهي پڪ ڪري ڪيائين تہ جيڪڏهن اهو اهڙي بي حيائي ڪندو تہ حضرت علي عليہ السلام اوگهڙ ڏسڻ کان اکيون بند ڪري ڇڏيندو ۽ ان کي ڇڏي ڏيندو. جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام ان وقت عمرو بن عاص کي قتل ڪري ها تہ ٺڳي جي ناهہ واري بي ايماني دفع ٿي وڃي ها ۽ معاويہ جو لشڪر پڻ تباهہ ٿي وڃي ها.

صفين جي لڙائي ۾ معاويہ ۽ ان جي ساٿين فيصلو ڪيو تہ نهر جو پاڻي بند ڪري حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اصحابن کي اڃيو رکڻ ذريعي بيوس ڪري قابو ۾ آڻين. تنهنڪري ڪجهہ ڏينهن تائين معاويہ جي لشڪر فرات ندي جي گهاٽ ڏانهن ويندڙ رستو بند ڪري ڇڏيو ۽ ڌمڪي ڏني وئي تہ حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر کي پاڻي کڻڻ ڪونہ ڏيندا تہ جيئن پلي اهي اڃ وسيلي مري وڃن. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر هڪڙو حملو ڪري ندي جي ڪناري تي قبضو ڪري ورتو. پر حضرت علي عليہ السلام مختلف نموني ۾ معاويہ سان ورتاءُ ڪيو. انهيءَ جي باوجود تہ پاڻ ادلي جو بدلو ڏيڻ لاءِ شامي لشڪر تي پاڻي بند ڪري ٿي سگهيا پر پاڻ انهن کي اهڙي سهوليت سان پاڻي کڻڻ جي اجازت ڏنائون جيئن حضرت علي عليہ السلام جو لشڪر پاڻي واپرائي رهيو هيو.

جنگ جمل دوران ڪين خبر لڳي تہ سندن اصحابن مان بہ ماڻهو حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها تي جنگ شروع ڪرڻ ۽ حضرت علي عليہ السلام کي شهيد ڪرائڻ جي منصوبہ بندي ڪرڻ جو الزام هڻي رهيا آهن. پاڻ حڪم ڪيائون تہ انهن ٻنهي مان هرهڪ کي سزا طور سوسو ڦٽڪا هنيا وڃن. جنگ جمل ۾ سوڀ حاصل ڪرڻ کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها کي مڪمل ادب ۽ احترام سان مديني ڏانهن موڪليو. ڪجهہ پنڌ تائين

الوداع ڪرڻ لاءِ بہ پاڻ ان جي قافلي سان گڏ ويا ۽ پنهنجا ڪجهہ اصحابي بہ ان کي گڏائي ڏنائون تہ جيئن رستي ۾ ان جي خدمت چاڪري ڪندا وڃن ۽ اها مديني ۾ سُک سهوليت سان پهچي وڃي.



تمام گهڻو بهادر هجڻ جي باوجود حضرت علي عليہ السلام پاڻ کي ڪنهن سان بہ اڳرائي يا بي واجبي ڪرڻ کان بچائي رکيو. تاريخدان ۽ محدث انهي ڳالهہ تي متفق آهي تہ حضرت علي عليہ السلام لڙائي کان نفرت ڪندا هيا ۽ اڪثر حالتن ۾ پيو ڪو متبادل نہ هجڻ کان سواءِ ڪڏهن بہ جنگ وارو طريقو اختيار ڪونہ ڪندا هيا. پاڻ سدائين اها ڪوشش ڪندا هيا تہ بنا ڪنهن لڙائي ۽ رتوڇاڻ جي دشمن سان صلح صفائي ذريعي معاملا طئي ٿي وڃن. پاڻ پنهنجي پٽ حضرت حسن عليہ السلام کي هدايت ڪندا هيا تہ ڪنهن کي بہ لڙائي جي ڪوٺ نہ ڏين. پاڻ پنهنجي هر قول ۽ فعل ۾ مخلص هوندا هيا ۽ جيستائين حالتون پيو ڪو قدم کڻڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪنديون هيون ان وقت تائين پاڻ انهي حڪمت عملي تي عمل پيرا رهندا هيا. جنهن جي پاڻ پنهنجي پٽ کي صلاح ڏيندا هيا.

مثال طور جڏهن خارجي لڙائي ڪرڻ لاءِ هٿيار گڏ ڪري رهيا هيا تہ سندن اصحابن تجويز پيش ڪئي تہ ان کان اڳ جو خارجي تياري مڪمل ڪري انهن تي حملو ڪن خارجين تي حملو ڪجي. البت، حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "مان ان وقت تائين لڙائي ڪونہ ڪندس جيستائين اهي پاڻ لڙائي شروع نہ ڪن." سندن ايمان ۽ انساني اعليٰ خصلتن کين مجبور ٿي ڪيو تہ انهي نصيحت ذريعي ماڻهن کي اختلاف کان پاسي رکن. هڪڙي ڏينهن پاڻ هڪڙي مجلس ۾ گڏ ٿيل ماڻهن کي خطبو ڏئي رهيا هيا ۽ ڪيترائي خارجي بہ جيڪي کين (نعوذ بالله) ڪافر سمجهندا هيا، پڻ انهي محفل ۾ موجود هيا ۽ سندن خطبو ٻڌي رهيا هيا. انهن مان هڪڙي، جيڪو حضرت علي عليہ السلام جي منڙي زبان ۽ فصاحت تي حيران ٿي رهيو هيو، چيو: "خدا شل انهي ڪافر کي ماري! اهو ڪيڏو تہ سياڻو ۽ ذهين آهي." حضرت علي عليہ السلام جي اصحابن ان ماڻهوءَ کي قتل ڪرڻ گهريو. البت،

حضرت علي عليہ السلام انهن کي فرمايو: "ان پنهنجي زبان ذريعي ڪجهہ خراب ڳالهايو آهي. تنهنڪري توهان بہ فقط يا تہ زبان ذريعي ان کان بدلو وٺو يا معاف ڪري ڇڏيو."

اسان اڳ ۾ ئي مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ معاويہ جي لشڪر فرات ندي جي گهاٽ ڏانهن ويندڙ رستي کي حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر تي بند ڪري ڇڏيو هيو تہ جيئن اهي اڃ جي سختي کان مجبور ٿي هٿيار ڦٽي ڪري آڻ مڃين پر جڏهن حضرت علي عليہ السلام ندي جي ڪناري جو قبضو حاصل ڪري ورتو تہ معاويہ جي لشڪر کي پاڻي کڻڻ کان منع ڪونہ ڪيائون. معاويہ جي معاملي ۾ تہ اهڙا ڪيترائي ٻيا واقعا پيش آيا پر هتي انهن واقعن جي تفصيل پيش ڪرڻ ممڪن ڪونهي. اهي سمورا واقعا ۽ ڳالهيون ظاهر ڪن ٿا تہ جيئن حضرت علي عليہ السلام جي فرشتائي روح جي تقاضا هئي، اهي پنهنجن دشمنن سان بہ گهڻو مهربان هيا ۽ سيني لاءِ انصاف پسند ۽ فراخ دل هيا. صفين واري لڙائي جي حوالي سان هڪڙو تاريخدان هيئن بيان ڪري ٿو: "معاويہ جي لشڪر مان هڪڙو ڪريز بن صباح حميري نالي ماڻهو لڙائي جي ميدان ۾ نڪري آيو ۽ ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ بيهي چيائين. اهڙو ڪو جوان آهي جيڪو ٻاهر نڪري منهنجو مقابلو ڪري؟ حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر مان هڪڙو مجاهد ان سان ويڙهہ ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌيو ۽ شهيد ٿي ويو. ان ٻيهر مقابلي لاءِ للڪاريو. هڪڙو ٻيو مجاهد اڳتي وڌيو ۽ اهو پڻ شهيد ٿي ويو ۽ اجا بہ هڪڙو ٻيو مجاهد اڳتي وڌيو ۽ اهو بہ ڪريز جي هٿان شهيد ٿي ويو. جڏهن ان چوٿون دفعو مقابلي لاءِ للڪاريو تہ ڪوبہ ان سان مقابلو ڪرڻ لاءِ اڳتي ڪونہ وڌيو. پهرين قطار ۾ بيٺل اصحابي پوئتي هٽڻ لڳا. حضرت علي عليہ السلام محسوس ڪيو تہ سندن لشڪر جي حوصلي ٽٽڻ جو انديشو موجود آهي. تنهنڪري پاڻ اڳتي وڌي ڪريز سان مقابلو ڪرڻ لاءِ نڪتا ۽ ان کي قتل ڪيائون. ان کان پوءِ پاڻ ٻئي کي قتل ڪيائون ۽ ان کان پوءِ ٽئين کي بہ قتل ڪيائون. ٽن جنگجوئن کي قتل ڪرڻ کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام وڏي آواز ۾ هي لفظ چيا جيڪي سيني

ٻڌا: "جيستائين توهان اڳرائي ڪري لڙائي شروع نہ ڪيو ها تہ اسان ڪڏهن بہ جنگ ڪونہ ڪيون ها." اهو چئي پاڻ پنهنجي جاءِ تي موٽي آيا.

جنگ جمل جي حوالي سان پڻ اها روايت ڪئي وئي آهي تہ جڏهن دشمن حملو ڪرڻ لاءِ ڳڌ ٿيا تہ حضرت علي عليہ السلام پڻ پنهنجن جٿن کي صف بندي ۾ آندو پر انهن کي فرمايائون: "جيستائين اسان پھريان انهن کي صلح ڪرڻ جي دعوت نہ ڏيون تہ ڪڏهن بہ تير نہ اڇلائجو يا تلوار ۽ نيزي سان حملو نہ ڪجو." پاڻ اهو ڪڏهن بہ ڪونہ ٿي گهريائون تہ لڙائي جو رتوڇاڻ ۾ نتيجو نڪري ۽ مسلمانن جون حياتيون ضايع ٿين. ڪجهہ گهڙين کان پوءِ مخالف لشڪر مان هڪڙي تير اڇلايو جيڪو حضرت علي عليہ السلام جي هڪڙي مجاهد کي لڳو جنهن ڪري اهو شهيد ٿي ويو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "اي مالڪ! تون شاهد ٿجان." ان کان پوءِ هڪڙو ٻيو تير بہ آيو ۽ هڪڙو ٻيو مجاهد شهيد ٿي ويو. پاڻ وري فرمايائون: "اي مالڪ! شاهد ٿجان." ان کان پوءِ حضرت عبدالله بن بديل رضي الله تعاليٰ عنہ کي تير لڳو ۽ ان جو پاءُ ان کي حضرت علي عليہ السلام آڏو کڻي آيو. حضرت علي عليہ السلام وري بہ فرمايو: "اي مالڪ! شاهد ٿجان." ان کانپوءِ ئي لڙائي شروع ٿي.

ظلم ۽ ڏاڍ کان بچڻ حضرت علي عليہ السلام جو هڪڙو اخلاقي اصول هيو ۽ اهو سندن طبيعت ۽ فطري رجحان جو حصو هيو. پاڻ ڪڏهن بہ معاهدي جي انحرافي ڪونہ ڪيائون ۽ پنهنجن سابق دوستن ڏانهن دشمني وارو رويو ڪونہ رکندا هيا. جيستائين اهي پاڻ مهرباني واري سلوڪ جي بدلي ۾ دشمناڻو رويو نہ ڏيکارين ۽ ناهہ جي انحرافي نہ ڪن.

دوستيءَ جو بهترين نمونو ۽ وفاداريءَ جي معنيٰ اها آهي تہ هڪڙو جنگجو ۽ بهادر جڏهن لڙائي جي ميدان ۾ بيٺو هجي تہ پنهنجن اڳين دوستن کي ضرور ڏسي جيڪي دشمن جي حيثيت ۾ وڙهڻ لاءِ آيا هجن. انهن کي ساڳي پاڻپي واري نظر سان ڏسي ۽ انهن کي سابق محبت ۽ دوستي ياد ڏياري. انهن کي صلح ۽ امن جي دعوت ڏئي تہ جيئن اهي معاهدي جي ڀڃڪڙي ۽ دغابازي کان باز اچي وڃن يا پنهنجن هٿن مان

هٿيار ڦٽي ڪري ڏکين معاملن کي صلح صفائي ۽ امن وارين باهمي ڳالهين ذريعي حل ڪن. ڪڏهن به سابق دوست سان هڪدم لڙائي شروع نه ڪجي ڇو ته ٿي سگهي ٿو ته ان کي سابق تعلقات جي يادگيري ڏيارجي ته اهو مخالفت ڪرڻ ۽ ويڙهه ڪرڻ کان پاسو ڪري وڃي.

جيڪڏهن واعدي وفائي ڪرڻ ۽ سابق دوستي لاءِ احترام حضرت علي عليه السلام جي جذبي کي قابو ۾ نه رکيو هجي ها ته پاڻ دشمنن تي نظرداري رکڻ لاءِ انهن ڳالهين تي نه پاڙين ها.

امام علي عليه السلام طرفان واعدي وفائي جي سختي سان پابندي ڪرڻ جو مثال مننلن ان سلوڪ مان ملي ٿو جيڪو پاڻ زبير بن عوام ۽ طلحہٰ بن عبيدالله سان ڪيائون. اهي ٻئي امام علي عليه السلام جي دوستن ۽ حمايتين کي ان کان جدا ڪري ان جي دشمنن جي ٽولي ۾ وٺي ويا. انهن حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کي به ورغلايو ۽ ان کي حضرت علي عليه السلام جي مخالفت ۾ وٺي آيا.

جنگ جمل ۾ جيڪي ماڻهو موجود هيا، آيا اهي دوست (ساٿي) هيا يا دشمن (مخالف). انهن بيان ڪيو آهي ته جڏهن طلحہ ۽ زبير حضرت علي عليه السلام خلاف لڙائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پنهنجي بيعت واري حلف کي ٽوڙيائون ۽ جنگ جمل ۾ پنهنجي بدنيتي جو مظاهرو ڪيائون ته حضرت علي عليه السلام هٿين خالي ۽ بنا ڪنهن زرهه ۽ خود (ٽوپلي) جي انهن ڏانهن تشريف کڻي ويا. جنهن جو مطلب هيو ته پاڻ صلح صفائي ۽ امن واري نيت سان آيا آهن. پوءِ زبير کي سڏ ڪري پاڻ فرمايائون: "اي زبير! مون ڏانهن اچ." زبير مڪمل طور تي هٿيارن سان ليس ٿي آيو. جڏهن حضرت عائشه رضي الله تعاليٰ عنها کي اها خبر پئي ته دانهن ڪري چيائين: "ڪيڏي افسوس جي ڳالهه آهي ته ويڙهه ٿي ويندي!" ان اهو انهيءَ ڪري چيو ڇو ته ان کي خبر هئي ته حضرت علي عليه السلام جي مقابلي ۾ جيڪو به ويندو پلي اهو ڪيڏو به بهادر ۽ پهلوان ڇو نه هجي، قتل ٿي ويندو. اها ڳالهه به يقين سان چئي سگهجي ٿي ته جيڪڏهن زبير حضرت علي عليه السلام سان لڙائي ڪري ها ته پاڻ بچائي ڪونه سگهي ها. بهرحال، حضرت علي عليه السلام زبير کي ڀاڪر پائي مليو. مخالف ڌر وارا اهو

ڏسي پريشان ٿي ويا. حضرت علي عليہ السلام پيار واري لهجي ۾ فرمايو: "اي زبير! تون منهنجي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ ڇو آيو آهين؟" زبير وراڻيو: "حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو بدلو وٺڻ." حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "الله تعاليٰ ان ماڻهوءَ کي موت ڏئي جيڪو حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو ذميوار هجي."

پوءِ حضرت علي عليہ السلام زبير کي گذريل ڏينهن جو ساٿ ۽ پائيچارو ياد ڏياريو ۽ ڳالهائيندي پاڻ ڪيترائي ڀيرا ڏک ۾ روئي ڏنائون. بهرحال، زبير لڙائي ڪرڻ جي هوڏ تي هيو ۽ امام علي عليہ السلام جي مخالفت ڪيائين تان تہ اهو (زبير) قتل ٿي ويو. حضرت علي عليہ السلام جنهن کي دوستي جي ٻنڌڻ لاءِ وڏي اهميت هئي زبير جي مرڻ جي خبر ٻڌي تمام گهڻو غمگين ٿي ويو.

جنهن وقت طلحہ مارجي ويو تہ حضرت علي عليہ السلام ان جي مٿان اچي بيٺا ۽ اهو عمل ڪيو جنهن جو تاريخ ۾ مثال ڪونہ ٿو ملي. پاڻ ان جي لاش پرسان بيٺا ڏک ۽ افسوس مان زاروقطار روئي رهيا هيا ۽ ان ڏانهن ڏسي گذريل ڏينهن جي ساٿ جي باري ۾ مرثيو پڙهي رهيا هيا. "اي ابومحمد! مون کي اهو سنو نٿو لڳي تہ مان توکي آسمان جي هيٺان قتل ٿيل ڏسان. ڪاش! اڄ کان ويهہ سال اڳ الله تعاليٰ منهنجو روح قبض ڪري ڇڏيو هجي ها تہ اهو ڏينهن ڏسڻو نہ پوي ها."

حضرت علي عليہ السلام پاڻ کان اڳ چونڊيل خليفن کي صلاح ۽ مشورا ڏيڻ کان ڪڏهن بہ ٽال مٽول ڪونہ ڪئي، بلڪ انهن جي عملي قدمن ۽ هدايتن ۾ انهن جي مدد ڪيائين ۽ انهن سان وفاداري ۾ پنهنجن ٽن پٽن جا نالا انهن جي نالن تي ابوبڪر، عمر ۽ عثمان رکيائين.

توڙي جو اهو عظمت وارو انسان پنهنجي دوستي ۾ مستقل مزاج ۽ پڪو هيو سندس دوستن ان جي دوستي لاءِ حقي احترام جو مظاهرو ڪونہ ڪيو ڇو تہ انهن کي خبر هئي تہ حضرت علي عليہ السلام انهن جي اميدن مطابق پنهنجي طبيعت جي خلاف ڪم ڪونہ ڪندو ۽ انهن کي ڇوٽ ڪونہ ڇڏيندو تہ ٻين جا حق غضب ڪن.

امام علي عليہ السلام جي باري ۾ روايت آهي تہ پاڻ فرمايائون. "توڙي جيڪڏهن دنيا جي ستن ڪنڊن جي دولت ۽ آسمان جي هيٺيان جيڪو ڪجهہ آهي مون کي انهيءَ لاءِ پيش ڪيو وڃي تہ مان الله تعاليٰ

جي حڪم جي نافرماني ڪيان ۽ ڪِيول ڪان به ننڍو مانيءَ جو ھڪڙو ذرڙو ناانصافي سان حاصل ڪيان ته مان ڪڏھن به ائين ڪونه ڪندس. منهنجي نظر ۾ ھي سموري دنيا ماڪڙ جي وات ۾ پيل ھڪڙي پن کان به گھٽ حيثيت واري آھي."

انھي معاملي ۾ حضرت علي عليه السلام جا قول ۽ فعل ھڪ ٻئي سان مطابقت رکندڙ ھيا. پاڻ انھن ٻين ماڻھن وانگر ڪونه ھيا جيڪي ٻڌاڪون ته وڏيون ھڻندا آھن پر انھن جا عمل انھن جي ابتڙ ھوندا آھن. پاڻ پنھنجي فطري طبيعت ڪري اھي ڳالھيون چوڻ لاءِ ھرڪايل ھيا جيڪو سندن گڻ ۽ اعليٰ ڪردار جو بنياد ھيو. حضرت علي عليه السلام ٻئي ڪنھن به انسان جي مقابلي ۾ ماڻھن سان گھڻو مھربان ھيا ۽ ڪنھن به ماڻھوءَ کي تڪليف ڏيڻ کان پاسو ڪندا ھيا. ٻين جي مدد ڪرڻ جي مقصد سان پاڻ پنھنجي ذات کان بي خبرٿي ويا ۽ انھي پاڻ کان بي نيازي واري عمل کي پنھنجي زندگيءَ جو لازمي حصو ٿي سمجھيائون. سندس سموري زندگي مظلومن ۽ محرومن جي حمايت ڪرڻ ۽ مدد ڪرڻ لاءِ وقف ٿيل ھئي ته جيئن پاڻ ظالمن کان انھن جا حق واپس ڪرائين. جيڪي نسلي امتياز ۽ معتبر خاندان مان ھجڻ ڪري ٻين جا حق ڦٻائڻ کي پنھنجو حق سمجھندا ھيا.

حضرت علي عليه السلام قريشين جي مخالفت ڪئي ۽ انھن سان لڙائي ڪئي، جو ته انھن ذاتي مفاد خاطر ۽ دنياوي رعب تاب، دولت ۽ حڪمراني جي مقصد لاءِ خلافت ۾ اکيون وڌيون. پاڻ خلافت ۽ دنياوي زندگيءَ جي آسائش تان به دستبردار ٿي ويا ۽ ھر شي کان منھن موڙي ڇڏيائون، ڇوته پاڻ دنياوي ماڻھن وانگر عمل ڪونه ٿي ڪري سگھيا ۽ انھن کي ڪمزور ۽ محتاجن جي جذبن کي ٺيس پھچائڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ راضي ڪونه ٿي ٿي سگھيا.

حضرت علي عليه السلام عام ماڻھن لاءِ ايترو مھربان ھيو جو جڏھن سندس ڀاءُ عقيل کيس پنھنجي مقرر ٿيل حصي کان بيت المال مان ڪجھه وڌيڪ رقم ڏيڻ لاءِ عرض ڪيو ته پاڻ ان جي درخواست رد ڪري ڇڏيائون ۽ ان جي نتيجي ۾ عقيل معاويه ڏانھن ھليو ويو. حضرت علي عليه السلام پنھنجي ڀاءُ کان الڳ ٿيڻ برداشت ڪيو پر ان

ڪي مسلمانن جي بيت المال مان حقداري ڪان سواءِ معمولي شي بہ وڌيڪ ڏيڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيا.

حضرت علي عليہ السلام سيني انسانن لاءِ هڪڙي شفيق پي وانگر هيا. انهن پنهنجن عملدارن ۽ گورنرن کي هدايتون ڏنيون هيون تہ ماڻهن سان فضيلت وارو رويو اختيار رکن. پاڻ انهن عهديدارن سان سختي سان پيش ايندا هيا جيڪي ماڻهن کي ستائيندا هيا ۽ انهن کي سخت نتيجا ڀوڳڻ لاءِ خبردار ڪندا هيا. سندس هيٺيون هدايتون مسلسل گورنرن جي ڪنن تائين پهچنديون رهنديون هيون: "ماڻهن جي تڪليفن جو ازالو ڪيو ۽ انهن جون گهرجون پوريون ڪيو ڇو تہ توهان پنهنجي خرچ پکي لاءِ محصول انهن ڪان وصول ڪندا آهيو. ڪنهن کي بہ ان جي گهرج ڪان محروم نہ ڪيو ۽ ان کي پنهنجي گهرج واري مقصد حاصل ڪرڻ ڪان نہ روڪيو. محصول اوڳاڙڻ لاءِ ڪنهن جي بہ اونهاري يا سياري ۾ استعمال ڪرڻ وارن ڪپڙن کي نہ وڪڻو. ڪنهن بہ ماڻهوءَ ڪان سندس چوپايو مال نہ ڦريو جيڪو ان کي پنهنجي واپار لاءِ گهربل هجي ۽ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي هڪڙي دمڙي لاءِ بہ ڇهبڪ نہ هڻو."

حضرت علي عليہ السلام حضرت مالڪ اشتر نخعي رضي الله تعاليٰ عنہ کي مصر ۽ ڀروارن علائقن جو گورنر مقرر ڪرڻ وقت ان لاءِ هڪڙو نهايت شاندار هدايت نامو لکيو. انهن لکيو: "ماڻهن سان خونخوار جانورن وانگر نہ گذارجان، ۽ انهن جي مال ملڪيت کي جنگي غنيمت نہ سمجهجان، ڇو تہ مصري ماڻهو ٻن حالتن مان ڪنهن هڪڙي اندر اچن ٿا: يا تہ اهي مذهبي نقطہ نظر ڪان تنهنجا ديني ڀائر آهن يا انسان هجڻ ناتي توسان برابر واري حيثيت رکن ٿا. انهن جي ڪمين ڪوتاهين کي نظرانداز ڪري انهن جي غلطين کي معاف ڪر، بلڪل ائين جيئن تون اميد ڪرين تہ الله تنهنجن ڏوهن گناهن کي معاف ڪري، ڪنهن بہ شخص کي معاف ڪرڻ تي افسوس نہ ڪجان ۽ سزا ڏيڻ تي اصرار نہ ڪجان."

پاڻ وڌيڪ لکيائون: "ذخيره اندوزي ڪان پاسو ڪجان." حضرت علي عليہ السلام ذخيره اندوزي ڪان سختي سان منع ڪندا هيا، اهو ئي

مڪيہ سبب هيو جنهن ڪري معاويہ ۽ ان جا ساٿاري حضرت علي عليہ السلام جي مخالفت ڪندا هيا. ڇو تہ معاويہ وارا ملڪ, دولت ۽ جنگي غنيمت کي پنهنجي ملڪيت سمجهندا هيا. جڏهن تہ حضرت علي عليہ السلام انهن کي سڀني انسانن جي ملڪيت سمجهندا هيا.

حضرت علي عليہ السلام انسانذات لاءِ تمام گهڻو مهربان هيا, جنهن جو اسان اڳتي هلي تفصيل بيان ڪنداسين جو انهن پنهنجي قاتل, بدبخت ملجم لاءِ هدايت ڪئي تہ ان سان مهرباني وارو سلوڪ اختيار ڪجو.

پنهنجن پٽن امام حسن عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام کي ڪيل هدايت ۽ وصيت ۾ پاڻ فرمايائون: "ڏاڍن ۽ ظالمن جا دشمن ٿجو ۽ مظلومن جا حمايتي ۽ مددگار ٿجو." پاڻ اهو پڻ فرمايائون: "ظالم جا دشمن ٿجو توڙي اهو توهان جو ويجهو مائٽ هجي ۽ مظلوم جا ساٿي ٿجو توڙي توهان جو مائٽ نہ هجي ۽ ڪو ڌاريو اجنبي هجي." پاڻ هميشہ ظلم ۽ زيادتي ڪندڙن کي سزا ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا هيا ۽ ماڻهن کي سندن محرومين کان آجو ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندا رهندا هيا. انهن مقصدن ماڻڻ لاءِ پاڻ پنهنجي دل, زبان, تلوار ۽ رت استعمال ڪيائون. پاڻ سدائين هيڻن ۽ ڏکويلن جا مددگار ۽ ظالمن جا دشمن رهيا. انهي مقصد واري واٽ تي هلندي پنهنجي آخري پساهن تائين ڪڏهن بہ آرام سان ڪونہ ويٺا.

ڪنهن کي بہ انهي ڳالهہ تي حيران نہ ٿيڻ گهرجي تہ حضرت علي عليہ السلام عادل هيا. اها ڳالهہ حيراني جو معاملو ٿئي ها جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام عادل نہ هجن ها. ان جي انصاف وارين جن ڳالهين ۽ واقعن کي بيان ڪيو ويو آهي اهي تاريخ جا قيمتي اثاثا آهن ۽ انسان کي ان تي فخر ڪرڻ گهرجي.

سندن ڀاءُ عقيل کين چيو تہ بيت المال مان ان لاءِ خصوصي وظيفو مقرر ڪري, پر پاڻ اهو چئي ان جي درخواست کي رد ڪيائون: "اها منهنجي ذاتي ملڪيت ڪونهي تہ مان جنهن کي گهران ڏئي ڇڏيان. اتي ٻيا بہ ضرورتمند ۽ مسڪين ماڻهو موجود آهن جيڪي توهان کان وڌيڪ حقدار آهن, ۽ مون کي لازمي طور انهن جو بہ خيال

رڪٽو آهي.“ عقيل چيو: ”جيڪڏهن توهان انهي مال مان وظيفو نہ ڏيندا تہ مان معاويہ ڏانهن هليو ويندس.“

بهرحال ان جيڪو چيو حضرت علي عليہ السلام انهيءَ جي پرواهہ ڪونہ ڪئي ۽ پنهنجو فيصلو ڪونہ بدلايائون.

ان جو ياءَ هليو ويو ۽ وڃي معاويہ سان شامل ٿيو ۽ چوندو هيو: ”معاويہ منهنجي دنيا لاءِ بهتر آهي.“ معاويہ جي سلوڪ ان کي مطمئن ڪيو چو تہ بيت المال ان جي هٿن ۾ هڪڙو رانديڪو هيو جنهن سان ان پنهنجي بادشاهت کي مضبوط ڪيو. پنهنجا مقصد ماڻيائين ۽ بنواميہ جي ماضي واري سياست ۽ ديڊيي کي وري جيارڻ گهريائين.

امام علي عليہ السلام پنهنجي رعيت جي مقابلي ۾ ڪنهن وڌيڪ استحقاق جي دعوا ڪونہ ڪئي، درٻار ۾ انهن سان برابري واري نموني سان پيش ايندا هيا. اهو انهيءَ ڪري هيو جو انصاف جو جذبو سندن دل جي گهراين ۾ داخل ٿيل هيو. هڪڙي دفعي حضرت علي عليہ السلام پنهنجي زرهہ هڪڙي عيسائي وٽ ڏٺي. پاڻ ان کي شريح نالي قاضي جي درٻار ۾ وٺي ويا تہ جيئن اهو زرهہ جي مالڪي جي باري ۾ فيصلو ڪري، جڏهن ٻئي قاضيءَ وٽ پهتا تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: ”هي زرهہ منهنجي آهي. نہ اها مون ڪنهن کي وڪڻي آهي ۽ نہ وري ڪنهن کي سوکڙي ڪئي آهي.“ قاضي ان شخص کان معلوم ڪيو: ”امير المؤمنين طرفان داخل ڪيل دعوا جي باري ۾ تون ڇا چوندين.“

عيسائي چيو: ”هي زرهہ منهنجي آهي. بهرحال، انهيءَ جي باوجود مان اهو نٿو سمجهان تہ امير المؤمنين ڪوڙو هجي.“ پوءِ قاضي شريح حضرت علي عليہ السلام ڏانهن منهن ڪيو ۽ چيو: ”ڇا توهان ڪو شاهد پيش ڪري سگهو ٿا جيڪو شاهدي ڏئي تہ اها زرهہ توهان جي آهي.“ حضرت علي عليہ السلام مرڪيا ۽ فرمايائون: ”شريح ٺيڪ چيو آهي. واقعي مان اهڙي ڪا شاهدي پيش ڪري ڪونہ ٿو سگهان.“

قاضي عيسائي جي حق ۾ فيصلو ڏنو جيڪو زرهہ کڻي درٻار مان هليو ويو. امير المؤمنين ان کي پٺيان ڏسندا رهيا. البت، اهو ڪجهہ قدم اڳتي وڃڻ کانپوءِ موٽي آيو ۽ چيو: ”مان اقرار ٿو ڪريان تہ اهڙو نظم و نسق نبين سڳورن جي نظام سان هڪجهڙائي رکي ٿو ڇو تہ هڪڙو

شخص جيڪو اميرالمؤمنين آهي ۽ قاضيءَ جي عدالت ۾ مون جهڙي ماڻهوءَ سان گڏ پيش ٿيو آهي، جيڪو قاضي سندس ماتحت آهي ۽ قاضي ان جي خلاف فيصلو ڏنو آهي." پوءِ ان وڌيڪ چيو: "اي اميرالمؤمنين! مان خدا جو قسم کڻي چوان ٿو ته هي زره توهان جي آهي ۽ منهنجي دعوا ڪوڙي هئي."

ان کانپوءِ ماڻهن ڏٺو ته اهو عيسائي هڪڙي جانثار مجاهد طور حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر ۾ خدمتون انجام ڏئي رهيو هيو ۽ نهروان واري لڙائي ۾ خارجين خلاف وڏي جوش ۽ جذبي سان ويڙهہ ڪيائين.

علي بن ابي رافع هي روايت ڪئي آهي: "حضرت علي عليہ السلام جي خلافت دوران مان بيت المال جو امير هيس ۽ انهن جو ڪاتب پڻ هيس. بيت المال لاءِ بصري مان آيل مال ۾ موتين جي هڪڙي مالها (هار) پڻ هئي. حضرت علي عليہ السلام جي نياڻي مون کي نياپو ڪرايو: "مون کي خبر پئي آهي ته بيت المال ۾ موتين جو هڪڙو هار رکيل آهي، جنهن جو تون امير آهين. اهو هار مون کي اوڌارو ڏي ته جيئن مان اهو عيدالاضحيٰ جي ڏينهن تي پايان. ان کان پوءِ مان اهو واپس ڪري ڇڏينديس. مون اهو هار ان شرط تي ان ڏانهن ڏياري موڪليو ته اهو جيڪڏهن گم ٿي ويو يا ڀڄي پيو ته اها پاڻ ان جي ذميوار رهندي ۽ اهو ته اها اهو هار ٽن ڏينهن جي اندر واپس ڪندي، ان اهي شرط قبول ڪيا.

"اتفاق سان اميرالمؤمنين جي ان هار تي نظر پئجي وئي ۽ پاڻ اهو سڃاڻي ورتائون. پاڻ پنهنجي نياڻي کان معلوم ڪيائون ته ان اهو هار ڪٿان حاصل ڪيو آهي. ان جواب ڏنو: 'مون اهو عيدالاضحيٰ جي ڏينهن تي پائڻ لاءِ بيت المال جي امير ابن ابي رافع کان اوڌارو ورتو آهي ۽ ان سان واعدو ڪيو آهي ته مان اهو ٽن ڏينهن جي اندر واپس ڪنديس.'

"اميرالمومنين مون کي گهرايو ۽ فرمايو: 'ڇا تون مسلمانن جي اعتماد کي ٺيس پهچائڻ کي جائز سمجهين ٿو؟' مون جواب ڏنو: 'الله مون کي بچائي ۽ معاف ڪري جو مان مسلمانن سان دغا ڪيان.' ان تي پاڻ

فرمايائون: 'تہ پوءِ مسلمانن جي صلاح مشوري ۽ منهنجي اجازت کان سواءِ تو بيت المال جو موتين وارو هار منهنجي نياڻي کي اوڌارو ڇو ڏنو؟'

مون جواب ڏنو: 'اي اميرالمؤمنين! اها توهان جي نياڻي آهي. ان پاڻ کي سينگارڻ لاءِ اوڌارو ورتو ۽ ان کي صحيح سلامت موٽائڻ جو واعدو ڪيائين تہ جيئن مان اهو واپس ساڳي جاءِ تي رکي ڇڏيان.'

حضرت علي عليہ السلام فرمايو: 'اهو اڄ واپس وٺ ۽ اڳتي ڪڏهن بہ اهڙو ڪم نہ ڪجان. ٻي صورت ۾ مان توکي سزا ڏيندس.'

جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي نياڻي کي انهي ڳالهہ جي خبر پئي تہ ان پي کي چيو: 'اي بابا سائين! مان توهان جي پياري نياڻي آهيان. انهي هار کي پائڻ لاءِ ٻيو ڪير وڌيڪ حقدار آهي.'

حضرت علي عليہ السلام جواب ۾ فرمايو: 'اي ابوطالب جي ٻچڙي! حق جي رستي تان نہ هٽ. ڇا تون مون کي ٻڌائي سگهين ٿي تہ مهاجرن ۽ انصارن جون ڪيتريون عورتون پاڻ کي اهڙن هارن سان سينگارين ٿيون.؟'

آخرڪار مون اميرالمؤمنين جي نياڻي کان اهو هار واپس ورتو ۽ اهو ساڳي جاءِ تي واپس رکي ڇڏيو."

حضرت علي عليہ السلام بلڪل ننڍڙن ۽ معمولي معاملن ۾ بہ انصاف کي نظر ۾ رکندا هيا. جيڪڏهن ڪين ٻين سان ڪا شي ورهائڻ جي ضرورت پيش ايندي هئي تہ پاڻ چونڊ جو حق ٻي ڌر کي ڏيندا هيا تہ جيئن ماڻهو ايئن نہ سوچين تہ بااختيار ۽ رعيتي ماڻهن جي وچ ۾ ورهاست جي معاملي ۾ امتيازي فرق ڪيو ويو وڃي.

هڪڙي ڏينهن پاڻ پنهنجي غلام سان گڏجي ابوالنوار نالي ڪپڙي جي دوڪاندر وٽ ويا ۽ بہ وڳا خريد ڪيائون. پوءِ پاڻ غلام کي فرمايائون تہ انهن ٻنهي وڳن مان هڪڙو پسند ڪري ڪڻ. غلام انهن مان هڪڙو کنيو ۽ حضرت علي عليہ السلام ٻيو پنهنجي لاءِ رکيو.

پاڻ پنهنجن عملدارن ۽ گورنرن ڏانهن جيڪي فرمان ۽ هدايتون جاري ڪندا هيا اهي انصاف واري بنياد تي مشتمل هوندا هيا.

حضرت علي عليہ السلام جي ويجهن ماڻهن ۽ ٻين سندس مخالفت ۾ هڏي ڪئي. اهو انهيءَ ڳالهہ جي ڪري هيو جو ان انصاف ۽

مساوات جي نقطہ نظر کان انھن کي ٻين تي ترجيح ڪونہ ٿي ڏني ۽ پنھنجن مائٽن کي ڪابہ ناجائز رعايت ڪونہ ڏنائون. پاڻ ڪنھن جي بہ دٻاء يا اثر رسوخ ۾ ڪونہ ايندا ھيا ۽ ٻين کان صرف حقي ۽ جائز ڳالھين جي اميد ڪندا ھيا.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ بن عفان جڏھن خليفو ٿيو تہ ان پنھنجن مائٽن, دوسنن ۽ حمايتن کي ڇوٽ ڇڏي ڏنو تہ پلي دولت ميڙين ۽ انھن جي ئي صلاح تي ھلندو ھيو جيڪي کيس غلط مشورا ڏيندا ھيا. مروان جو ان تي تمام گھڻو اثر رسوخ ھيو. ان انھن ڏاھپ وارين ھدايتن مان ڪوبہ فائدو حاصل ڪونہ ڪيو جيڪي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنہ کي ڏنيون ھيون. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ چيو ھيو: "انھن ماڻھن جي قربت اختيار نہ ڪر جيڪي پنھنجا ٻپ پرڻ ۽ عھدا حاصل ڪرڻ ۽ دولت ميڙڻ جي حرص ۾ مبتلا آھن. انھي ڳالھہ جي خوشفھمي ۾ نہ ھج تہ اھي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي صحبت ۾ رھيا آھن ۽ ان جي خدمت ڪئي اٿن. ھر ماڻھوءَ جي فطرت ۽ طبيعت جو جائزو وٺ ۽ اھو معلوم ڪر تہ اھو ڪھڙي قسم جو انسان آھي."

حضرت علي عليہ السلام اھڙن لالچي ۽ حريص ماڻھن کان نفرت ڪندا ھيا. انھيءَ ڪري جڏھن پاڻ خليفا ٿيا تہ انھن سان انصاف مطابق سلوڪ ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون. تنھن ڪري انھن مان ڪجھہ کي عھدن تان ھٽايائين, ۽ عھدي ۽ دولت لاءِ ٻين جي لالچ واري نظر کي پرکيائين.

ان وقت ماڻھن جو ھڪڙو ٽولو موجود ھيو جن اسلامي اصولن ۽ احڪامن کي نئون روپ ڏيڻ گھريو ٿي ۽ انھن کي عھدا ۽ دولت حاصل ڪرڻ جو ذريعو ٺاھڻ ٿي گھريائون ۽ اسلامي علائقن کي پنھنجن خاندانن لاءِ موروثي ملڪيت بڻائڻ ٿي گھريائون. حضرت علي عليہ السلام انھن خلاف جنگ ڪئي ۽ انھن کي وڏي واڪ ۽ کليل لفظن ۾ چيائون. "مون کي خبر آھي تہ ڪھڙي شي توھان کي سرڪشي ۽ فساد کان روڪي رکندي, پر جيڪا شي توھان جي لاءِ خوشي ۽ آسائش جو ذريعو آھي اھا ئي منھنجي لاءِ نقصانڪار آھي." حضرت علي عليہ

السلام جو اهڙن ماڻهن سان جنهن درجي تي واهپو رهيو اهو چڱي نموني سان ڄاتل سڃاتل آهي. جڏهن ظلم ۽ زيادتيون ڪرڻ وارن کي شڪست تي ته اهي ٽڳي ۽ دوکي تي لهي آيا پر انصاف جو جذبو حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي پيروڪارن جي دلين ۾ پختو ٿي ويو توڙي جو ظاهر ۾ اهي نقصان ۾ هيا. حضرت علي عليہ السلام جڏهن ابن ملجم جي هٿان شهيد ٿيا ته ام الهيثم نالي هڪڙي نخعي عورت انهن لاءِ مرثيو لکيو. ان مرثيي جو هڪڙو مصرعو حضرت علي عليہ السلام جي اخلاق ۽ انصاف جي باري ۾ ماڻهن جي راءِ جو اظهار ڪري ٿو: "ان حق سچ کي قائم رکيو ۽ ان لاءِ ڪنهن به شڪ کي جاءِ ڪونہ ڏنائين. ان پنهنجن مٿن مائٽڻ سان گڏ ڏارين ۽ اوپرن ماڻهن سان بہ انصاف وارو سلوڪ روا رکيو."

خلوص ۽ جرئتمندي عظيم انسانن جون خلصتون آهن. اهي حضرت علي عليہ السلام ۾ وڏي اعليٰ قسم جون هيون. خلوص، سچائي، جرئت ۽ مردانگي ۽ ٻيون سموريون خصلتون هڪ ٻئي سان باهمي طور سلهاڙيل آهن. تنهن ڪري پاڻ اهڙي ڪنهن بہ ڳالهہ جو مظاهرو ڪونہ ڪندا هيا جيڪا سندن حقي نيت ۽ ارادي کان مختلف يا ابتڙ هجي. پاڻ ڪڏهن بہ دوکي يا فريب کان ڪم ڪونہ وٺندا هيا. توڙي جو کين چڱي طرح خبر هئي تہ ائين ڪرڻ سان اهي دشمنن جي چالاڪين ۽ ٺڳين کي ٻنجو ڏئي ۽ جان ڇڏائي سگهندا.

امام علي عليہ السلام جي سچائي ۽ ڪردار جي باري ۾ مٿي جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي اهو مڪمل طور تي سندن خلوص ۽ جرئت کي ثابت ڪري ٿو.

سندن گڻن ۽ اصولن مان هڪڙي ڳالهہ اها هئي تہ پاڻ هر ڳالهہ ۾ سادگي پسند هيا. پاڻ رسمي رک رکاءُ کان گهڻي نفرت ڪندا هيا ۽ فرمائيندا هيا: "خراب ياءُ اهو آهي جنهن لاءِ ڪنهن کي پريشانين جو منهن ڏسڻو پوي" پاڻ اهو بہ فرمائيندا هيا: "جيڪڏهن ڪو مسلمان پنهنجي ياءُ سان ظاهري رک رکاءُ جو مظاهرو ڪري تہ ان جو مطلب اهو آهي تہ ان پاڻ کي ان کان الڳ ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن ان ڪنهن راءِ جو اظهار ڪيو يا ڪو مشورو ڏيڻ گهريو يا ڪو تحفو ڏنو تہ پوءِ ان

جو اهو عمل ڏيکاءُ وارو ڪونہ سڏبو.“ اها عادت سندن طبيعت ۾ ايترو گهر ڪري ويئل هئي جو خودغرض ماڻهو پنهنجين خواهشن مطابق ڪانئن ڪم ڪونہ وٺي سگهندا هيا، ۽ خوشامدڙيا سندن ڏيان پاڻ ڏانهن ڪرڻ جي اميد ڪونہ ڪندا هيا. اهڙا ماڻهو چوندا هيا تہ امام علي عليہ السلام سخت دل، رُکو ۽ مغرور آهي. بهرحال، امام علي عليہ السلام نہ تہ سخت دل هيا ۽ نہ وري رُکا ۽ مغرور هيا بلڪ ان جي بجاءِ جيئن سندن طبيعت جو لاڙو هيو پاڻ بنا ڪنهن رک رکاءُ ۽ دوکي جي اهو ئي چوندا هيا جيڪو کين چوڻو هوندو هيو.

انهن جي محفل ۾ شريڪ ماڻهن مان هڪڙي ٽولي ذاتي مفاد لاءِ واجهايو. حضرت علي عليہ السلام کي انهن تي شڪ ٿيو ۽ پنهنجي بي اعتمادي کي ڪونہ لڪايائون. انهن جي باري ۾ سندن خيال کي مغروري يا ناشائستگي چئي نہ سگهبو.

حضرت علي عليہ السلام تڪبر ۽ غرور کان نفرت ڪندا هيا ۽ انا پرستي کان مڪمل خالي هيا. پاڻ پنهنجي اولاد، دوستن ساٿين ۽ آفيسرن کي غرور ڪرڻ ۽ انا پرستي جو مظاهرو ڪرڻ کان منع ڪندا هيا. جڏهن انهن کي ڪو مشورو ڏيندا يا هدايت ڪندا هيا تہ فرمائيندا هيا: ”خود ثنائي واري رجحان کي ختم ڪيو. توهان کي خبر پوندي تہ خود ثنائي هڪڙي خراب عادت آهي ۽ عقل لاءِ مصيبت آهي.“ پاڻ رسمي رک رکاءُ کان نفرت ڪندا هيا. ماڻهو جڏهن سندن ساراهہ ڪندا هيا تہ انهن کي وڏاءُ کان ڪم وٺڻ ۽ انتها تي وڃڻ کان منع ڪندا هيا ۽ انهن کي ٻڌائيندا هيا: ”توهان جيڪو چئو ٿا مان ان کان تمام گهڻو حقير آهيان.“

ڪيترا دفعا ائين ٿيو جو سامهون ويٺل يا مخاطب ٿيندڙ ماڻهوءَ کي پنهنجو دشمن سمجهيائون. اهڙي موقعي تي پاڻ ان شخص جي ذهني حالت جو حوالو ڏيڻ کان ڪونہ ڪيٻائيندا هيا. جنهن کان پاڻ خبروار هوندا هيا تہ ان کي چوندا هيا: ”تون پنهنجي دل ۾ منهنجي لاءِ جيڪي غلط ڳالهيون پالين ٿو مان انهن کان گهڻو سنو آهيان.“

حضرت علي عليہ السلام جا دوست جيڪي سندن باري ۾ وڏائي چڙهائي ڳالهيون بيان ڪندا هيا انهن کي اهڙي نموني ۾ ناپسند ڪندا هيا جيئن پنهنجن دشمنن طرفان پنهنجي اهميت گهٽائڻ واري عمل کي

ناپسند ڪندا هيا. سندن قول آهي: "منهنجي باري ۾ پنهنجي رويي ڪري ٻن قسمن جا ماڻهو تباهه ٿي ويا آهن. اهي دوست جن منهنجن خصلتن ڪي وڌائي چڙهائي بيان ڪيو ۽ ٻيا گلاخور دشمن." نه پاڻ غرور جو مظاهرو ڪندا هيا ۽ نه غيرضروري پنهنجي گلا پسند ڪندا هيا. پنهنجو پاڻ ڪي اهو ئي ظاهر ڪندا هيا جهڙا پاڻ هيا. پاڻ ڍونگ ڪرڻ ۽ مڪاري ڪرڻ کان آزاد هيا. انهن جهڙي سڌي سنئين ۽ ايماندار ماڻهوءَ کي ڳولڻ ڏکيو آهي. پاڻ ڪتل جي هڪڙي ٽوڪري خريد ڪري گهر کڻي وڃي رهيا هيا. ڪجهه ماڻهن اهو ڏسڻ تي کين عرض ڪيو ته اها ٽوڪري انهن کي ڏين ته اهي گهر تائين کڻائي وڃن. بهرحال، پاڻ انهن کي تڪلف کان سواءِ فرمايائون ته گهر جو وڏو انهن کي کڻي وڃڻ جو وڌيڪ ذميوار آهي.

اهو غلط چيو ويو آهي ته مصنوعي انڪساري ۽ عاجزي سنئيون خصلتون آهن. دراصل اها ڪُوڙائپ ۽ ڏيکاءُ وارو ڍونگ آهي ته ماڻهو اصل ۾ جيڪو آهي ان کان ڪمتر جو روپ لڳي. حضرت علي عليه السلام انهي لحاظ کان عاجزي وارا ڪونه هيا ۽ اهي مغرور يا تڪبر وارا پڻ ڪونه هيا. پاڻ بنا ڪنهن انڪساري يا فخر جي پنهنجو پاڻ کي اهڙي نموني ۾ پڌرو ڪيائون جيئن اصل ۾ پاڻ هيا. چو ته اهي ٻئي ڳالهيون مڙس ماڻهن جون خصلتون ڪونه آهن. "عبقريته الامام" ڪتاب جو ليکڪ ٻڌائي ٿو "حضرت علي عليه السلام لڙائي جي ميدان ۾ دشمنن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ بنا خود پائڻ جي اگهاڙي مٿي سان ايندا هيا، جڏهن ته مخالف مڪمل طور لوهين زرهن ۽ ٽوپلن سان سٽيا پيا هوندا هيا." اهو ڪيئن چئي سگهجي ٿو ته سندن اهو عمل چالاڪي تي ٻڌل هيو.



حضرت علي عليه السلام جو هڪڙو ٻيو اسلوب سندن مانائتو فطري رجحان هيو. پاڻ ڪنهن به ماڻهوءَ جي خلاف پنهنجي دل ۾ ڪينو ڪونه رکندا هيا، توڙي جو اهو شخص سندن جاني دشمن هجي. اسان جيئن اڳ ۾ ئي بيان ڪيو آهي ته پاڻ پنهنجن پٽن ۽ دوستن کي هدايت ڪيائون ته سندس قاتل (ابن ملجم) کي قتل نه ڪن، ۽ توڙي جو طلحه سندن مقابلي ۾ دشمن جي حيثيت ۾ کين قتل ڪرڻ لاءِ آيو هيو

پاڻ ان جي لاش تي روئڻ لڳا ۽ ان لاءِ دل جي اڌمن سان نڪتل هڪڙو مرثيو پڙهيائون. توڙي جو خارجي سندن جاني دشمن هيا ۽ سندن خلاف لڙايون ڪيون هئائون ۽ سندن قاتل بہ انهن مان هڪ هيو ۽ معاويہ ۽ عمرو بن عاص جي مقابلي ۾ انهن کين گهڻ پريشان ڪونہ ڪيو هيو پر پاڻ پنهنجن دوستن ۽ پيروڪارن کي هدايت ڪيائون تہ انهن خلاف ويڙهہ نہ ڪن. پاڻ اهي هدايتون انهيءَ ڪري ڏنائون تہ کين خبر هئي تہ اهي ماڻهو غلط فهمي جو شڪار ٿيل آهن ۽ کين برغلايو ويو آهي. اهي حق جا متلاشي هيا پر سندس ڪاٿو لڳائڻ ۾ غلطي ڪري رهيا هيا جڏهن تہ معاويہ ۽ ان جي ساٿين جهڙا مخالف باطل جا پوڄاري هيا ۽ اهي باطل جا پير ڪوڙائڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

حضرت علي عليہ السلام جي سيرت جي ڪتابن ۾ اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ايندي جنهن مان معلوم ٿئي تہ پاڻ بدلو وٺڻ واري ذهنيت جا هيا. هر معاملي ۽ صورتحال ۾ پاڻ حق سچ، ايمانداري، رک رکاءُ کان خالي دينداري ۽ حقي سپاهي واري ڪردار جو مظاهرو پيش ڪندا هيا.

عالي ظرف شخص بدلو وٺڻ وارا ڪونہ هوندا آهن ۽ ظلم زيادتي ۽ ڏاڍ کي پڻ درگذر ڪونہ ڪندا آهن. اهڙا انسان ان ماڻهوءَ خلاف ڪاوڙ ۾ اچي ويندا آهن جيڪو ماڻهو ٻين سان ظلم زيادتي ڪري

توڙي جو حضرت علي عليہ السلام پنهنجي دل ۾ ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ ڪينو ڪونہ رکندا هيا، کين گلاخور ماڻهن جي هڪڙي ٽولي سان منهن ڏيڻو پوندو هيو. سندن پرپور معنيٰ وارا رمز وارا لفظ اهو ڏيکارين ٿا تہ پاڻ ڪيترو ڏکارا هيا. سندن ڏک ۽ غم اهڙا هيا جيڪي همدردي ۽ رحم مان نڪرندا هيا. پاڻ اهو ڏسي غمگين ٿي ويندا هيا تہ ماڻهو پاڻ تي ظلم ڪري رهيا آهن.



هڪڙي ٻي خصلت جيڪا کين ٻين ماڻهن کان امتيازي حيثيت ڏياري ٿي ۽ سندن ٻين اسلوبن سان لازم و ملزوم هئي اها پنهنجن عملن ۽ عقيدن ۾ مڪمل يقين واري حالت هئي. پاڻ جڏهن ڪوبہ ڪم ڪندا هيا يا قدم کڻندا هيا تہ کين ان جي صحيح هجڻ ۽ پنهنجو حق

جي راهہ تي پختو هجڻ تي ڀروسو هوندو هين. جڏهن پاڻ عربستان جي مشهور بهادر عمرو بن عبدود سان مقابلو ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي اصحابن سڳورن کين نتيجن کان خبردار ڪيو. بهرحال، پاڻ مقابلو ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون ڇو تہ پاڻ دلير هجڻ کان علاوه اسلام جي مدد ۽ حمايت ڪرڻ جو جذبو رکندا هيا.

اسان اها ڳالهہ وري دهرايون ٿا تہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي دشمن چئني طرفان کان گهيريون پيا هيا تہ پاڻ بغير ڪنهن محافظ جي جيڪو کين انهن جي شر کان محفوظ رکي ها، پاڻ اڪيلا عبادت ڪرڻ ۾ مشغول تي ويندا هيا ۽ پنهنجي حفاظت لاءِ ڪوبہ چوڪيدار ڪونہ رکندا هيا، انهيءَ ئي سبب ڪري ابن ملجم پنهنجي زهر ٻڏل تلوار سان کين زخمي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو هيو. اها ئي ڳالهہ انهيءَ حقيقت جو وڏو ثبوت آهي تہ پاڻ جيڪي ڪجهہ ڪري رهيا هيا ان جي سچائي ۾ کين پورو يقين هيو. ڇو تہ حق سچ وارو انسان ڪنهن بہ ڳالهہ جو خوف ڪونہ ڪندو آهي.

حضرت علي عليہ السلام جا سڀ قول ۽ فعل اهو ثابت ڪن ٿا تہ کين پنهنجن عملن ۾ مڪمل ۽ پختو يقين هيو. اهو انهيءَ ڪري هيو جو سندن سمورا عمل ڏاهپ ۽ لياقت منجهان نڪرندڙ هيا.

جڏهن ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ پنهنجي رويي ڪري ٻن ٽولن ۾ ورهائجي ويا هيا (يعني دوست ۽ دشمن) تہ پاڻ دشمنن کان ڪونہ ڊنا ۽ انهن جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪونہ ڪيائون، ڇوتہ کين پنهنجي سچائي ۽ انصاف ۽ پنهنجن عملن جي صحيح هجڻ ۾ پورو يقين هيو. انهي تناظر ۾ ئي پاڻ فرمايو هئائون. "توڙي جيڪڏهن مان ڪنهن مؤمن جي نڪ تي لڪڻ هڻان تہ جيئن اهو منهنجو دشمن ٿئي تہ اهو منهنجو دشمن ڪونہ ٿيندو. جيڪڏهن مان ڪنهن تي دنيا جون سموريون دولتون نڇاور ڪيان تہ جيئن اهو منهنجو دوست ٿئي تہ اهو منهنجو دوست ڪونہ ٿيندو." انهي معاملي ۾ پاڻ اهو فرمايائون. "مان انهن ماڻهن سان اڪيلي سر مقابلو ڪرڻ کان بہ ڪونہ ٿو ڪيٻايان، توڙي سموري دنيا انهن جي لشڪر ۾ شامل ٿي وڃي."

جڏهن کين معلوم ٿيو تہ مديني جي ماڻهن مان هڪڙو ٽولو معاويہ جو ساٿاري ٿي ويو آهي تہ پاڻ مديني جي گورنر سهل بن حنيف انصاري کي لکيائون "مان سمجهان ٿو تہ تنهنجي شهر جي رهاڪن مان هڪڙو ٽولو ڳجهہ ڳوهہ ۾ معاويہ سان ملي ويو آهي. بهرحال، توکي انهي ڳالهہ ڪري پريشان نہ ٿيڻ گهرجي تہ ڪجهہ ماڻهو توکي ڇڏي ويندا ۽ تنهنجي مدد ڪونہ ڪندا. مون کي الله جو قسم آهي تہ انهن ماڻهن ظلم، زيادتي ۽ ناانصافي کي ترڪ ڪونہ ڪيو آهي ۽ مساوات ۽ انصاف سان پاند ڪونہ اٽڪايو آهي."

## علي عليہ السلام جو علم ۽ ذهانت

جيستائين پروڙ جي ڏات جو معاملو آهي تہ ان ۾ حضرت علي عليہ السلام جو مٽ ثاني ڪونہ هيو. اسلامي تعليم ان جي ذهانت جي محور تي گردش ڪري ٿي.اهي علم جا سرچشما هيا. عربستان ۾ علم جي اهڙي ڪا شاخ ڪونهي جنهن جو بنياد انهن نہ رکيو هجي يا جنهن جي بنياد رکڻ ۾ انهن مرڪزي ڪردار ادا نہ ڪيو هجي. سماجي علمن ۾ ان جي عظيم اهليت جي باري ۾ اسان اڳتي هلي تفصيل بيان ڪنداسين، ڇو تہ اهو موضوع الڳ طور بحث ڪرڻ جو حقدار آهي. هن باب ۾ مان مختصر طور ان جي شرعي، درسي ۽ عربي ادب جي علم ۽ ان سان گڏوگڏ ان جي عدالتي معاملہ فهمي جي باري ۾ بيان ڪندس. مان اختصار ڪان انهيءَ ڪري ڪم وٺندس جو ٻين گهڻن ئي انهي موضوع تي لکيو آهي ۽ انهن مان ڪن ڳوڙهي تحقيق ڪئي آهي. تنهن ڪري، مان انهن ڳالهين کي مختصر طور تي بيان ڪندس جن جو انهن تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن ڳالهين کي تفصيل سان بيان ڪندس جن جو انهن فقط سرسري طور ذڪر ڪيو آهي.

مان قرآن ۽ حديث ڪان شروعات ڪندس ۽ ٻين علمن بابت پوءِ لکندس تہ جيئن اهو معلوم ٿي وڃي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا حضرت علي عليہ السلام بابت چيل هيٺيان لفظ ڪيئن سچا ثابت ٿيندا.

"انامدينة العلم وعلي بابها." (مان علم جو شهر ۽ علي ان جو دروازو آهي.)

حضرت علي عليہ السلام جو نيپاج سندن سوٽ ڪيو هيو. اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو شاگرد ٿي ويو ۽ ان جون خصلتون ۽ گڻ اختيار ڪيائين. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ورثو ان جي دل ۽ ذهن ۾ گهر ڪري ويو. ان قرآن شريف تي هڪڙي عالم جي نظر ۽ ڏاهپ سان غوروفڪر ڪيو ۽ ان جي مخفي حقيقتن جي ڄاڻ حاصل ڪيائين. حالتن ان کي قرآن شريف تي

غوروفڪر ڪرڻ جو چڱو خاصو وقت مهيا ڪيو. جيستائين حضرات ابوبڪر، عمر ۽ عثمان رضوان الله تعاليٰ عليهم خلافت جي معاملن ۾ مصروف رهيا، ان پنهنجي ڏيان کي قرآن شريف تي لڳائي ڇڏيو. ان قرآن شريف جي لفظن ۽ معنائن ۾ مهارت حاصل ڪئي، ان جي زبان فصاحت سان ان جي تلاوت ڪندي هئي ۽ دل ان ۾ ٻڏل هوندي هئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي حديثن بابت ان جو علم ايترو ته پختو هيو جو ٻيو ڪير به ان معاملي ۾ ساڻن مقابلو ڪري ڪونه ٿو سگهي. ان ۾ ڪا حيراني جي ڳالهه به ڪونهي، ڇوته اهي هروقت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم سان گڏ هوندا هيا ۽ ٻين اصحابن ۽ مجاهدن جي مقابلي ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کان گهڻو وڌيڪ پرايائون. ٻيا جيڪو به ٻڌندا هيا ته اهو به ٻڌندو هيو پر ان جيڪو ڪجهه ٻڌو تي ضروري ڪونه هيو ته ٻين به ٻڌو هجي. اها عالم آشڪار حقيقت آهي ته حضرت علي عليه السلام ٻئي ڪنهن به وسيلي سان حديث بيان ڪونه ڪئي پر صرف سڌوسنئون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کان. اهو انهيءَ ڪري هيو ته ان کي يقين هيو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي حديث جو هڪڙو لفظ به سندس ڪنن ۽ دل کان لڪل ڪونه هيو. ان کان پڇيو ويو: "اهو ڪيئن آهي ته حديث جي علم جي معاملي ۾ توهان ٻين سيني اصحابن کان مٿانهان آهيو؟" پاڻ جواب ڏنائون: "اهو انهيءَ ڪري آهي جو مان جيڪو به رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کان معلوم ڪندو هيس اهي مون کي هر ڳالهه ٻڌائيندا هيا، ۽ جيڪڏهن مان ڪا ڳالهه معلوم ڪونه ڪندو هيس ته اهي پنهنجو پاڻ مون کي ان ڳالهه کان آگاهه ڪندا هيا."



حضرت علي عليه السلام اسلامي تعليم ۽ شرعي فقهه جي معاملي ۾ ٻين سيني کان گهڻي لياقت وارا هيا، بلڪل ائين اهي ٻين جي مقابلي ۾ انهن تي بهتر نموني ۾ عمل ڪندا هيا. سندن همعصرن ان جي مقابلي ۾ ڪو ٻيو وڌيڪ ڏاهو فقيهه ۽ وڌيڪ قابل قاضي ڪونه ڏٺو. حضرات ابوبڪر ۽ عمر رضوان الله تعاليٰ عليهم سدائين ڏکين مسئلن جي حل لاءِ ان کي ئي عرض ڪندا هيا. انهن ٻنهي خليفن

حضرت علي عليہ السلام جي علم ۽ ڏاهپ مان گهڻو فائدو حاصل ڪيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا پيا اصحابي سڳورا بہ پنهنجن مسئلن جي حل لاءِ ساڻن صلاح مشورو ڪندا هيا. شريعت جي قانوني معاملن بابت حضرت علي عليہ السلام جي مقابلي ۾ بيو ڪوبہ شخص وڌيڪ بهتر دليل پيش ڪري ڪونہ سگهندو هيو.

جيستائين فقهي مسئلن جو معاملو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام عبارت ۽ ضابطن تائين محدود ڪونہ هيو. حضرت علي عليہ السلام تعليم جي بين شاخن ۾ پڻ پنهنجن هم‌عصرن کان وڌيڪ عالم فاضل هيا، ڇو تہ هڪڙي فقيہ لاءِ انهن جي ڄاڻ لازمي آهي (مثال طور رياضي).

ابوحنيفہ رحہ کي هڪڙي فقيہ جي حيثيت ۾ "امام اعظم" سڏيو ويندو آهي. اهو حضرت علي عليہ السلام جو شاگرد هيو. ڇو تہ ان فقہ جو علم امام جعفر صادق عليہ السلام کان حاصل ڪيو هيو. جيڪڏهن ان جي اوستادن جي سلسلي کي مٿي ڳڻجي تہ حضرت علي عليہ السلام تي ختم ٿئي ٿو. ساڳي نموني ۾ توڙڻ وچوارن سلسلن سان امام مالڪ بن انس رضہ بہ حضرت علي عليہ السلام جو شاگرد آهي. حضرت مالڪ بن انس رضہ فقہ جو علم ربيعہ کان حاصل ڪيو. ان اهو علم عڪرمہ کان سکيو. اهو علم عبدالله بن عباس رضہ کان سکيو ۽ عبدالله حضرت علي عليہ السلام کان علم حاصل ڪيو.

عبدالله بن عباس رضہ کان، جيڪو بين سيني جو اڳمتي (سرواڻ) هيو، پڇيو ويو: "تنهنجي سوٽ علي عليہ السلام جي علم جي مقابلي ۾ تنهنجي علم جو تناسب ڪيترو آهي." ان جواب ڏنو: "تناسب ساڳيو آهي جيڪو پاڻي جي هڪڙي ڦڙي ۽ سمنڊ جي وچ ۾ هوندو آهي."

*****

اصحابن سڳورن اتفاق راءِ سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد بيان ڪيو آهي. "توهان منجهہ بهترين قاضي علي (عليہ السلام) آهي."

شرعي قانونن جي معاملي ۾ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي زماني جي بين سيني ماڻهن کان مٿانهان هيا، ڇو تہ پاڻ قرآن شريف ۽ مذهبي قانونن ۽ ضابطن کي بين کان گهڻو وڌيڪ بهتر ڄاڻندا هيا ۽ اسلام ۾ حقي فيصلا انهن بنهي ڳالهين تي منحصر آهن.

پاڻ غوروفڪر جي اهڙي ڏاهپ، لياقت ۽ قوت رکندا هيا جو تڪرار جي موقعي تي پاڻ نهايت مناسب فيصلو ٻڌائي سگهندا هيا. سندن پروڙ ايتري مضبوط هئي جو معاملي جي مختلف پهلوئن کي سمجهڻ ۽ جائزو وٺڻ کان پوءِ تڪيل توريل ۽ حقي فيصلو ڏيڻ جي صلاحيت رکندڙ هيا.

حضرت عمر بن خطاب رضي الله تعاليٰ عنہ لاءِ ٻڌايو ويو آهي تہ چيائين: "اي ابوالحسن! اهڙو معاملو پيش نہ اچي جنهن جي حل لاءِ توهان موجود نہ هجو."

حضرت علي عليہ السلام فيصلو ڏيڻ وقت دعويدارن سان گڏوگڏ امت ۽ عام ماڻهن جو خيال نظر ۾ رکندا هيا. انهن طرفان اهو ٻہ طرفو غور ۽ خيال باهمي انحصار تي ٻڌل هيو. پاڻ پهريان قاضي هيا جن ماڻهن جي حقن کي فلسفاڻي نقطہ نظر سان ثابت ڪيو ۽ فرمايائون تہ اها حڪمرانن جي ذميواري آهي تہ انهن حقن ڏانهن صحيح ڌيان ڏين. دعويدارن جي معاملي کان علاوه عام انتظام جي معاملي ۾ سيني ماڻهن جي معاملي ۾ انصاف جي بجاآوري پڻ ضروري آهي. جنهن معاشري ۾ ماڻهو رهن ٿا ان جي سڌاري لاءِ ڪن پڪن پختن عملن تي ڪارآمد رهڻ انهن جو فرض آهي.

انسانن جي وچ ۾ باهمي لاڳاپو موجود آهي، ۽ عوامي قانونن انهن کي هڪ ٻئي سان گڏائي رکيو آهي. امت جي سڌاري لاءِ انهن قانونن ۽ ضابطن جو احترام ڪرڻ لازمي آهي ۽ نہ ڪي رڳو ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ.

حضرت علي عليہ السلام قومي ٻڌي لاءِ عوامي ضابطا قائم ڪيا. ۽ حقن ۽ ذميوارين جي معاملي ۾ سيني فردن سان هڪ شخص طور ورتاءُ ڪيو. پنهنجن فرمانن ۽ فيصلن ۾ ان انهي اصول جي مڪمل طور تي بجاآوري ڪئي جنهن تي موجوده زماني ۾ مُهذب ماڻهو سختي سان عمل پيرا آهن.

هڪڙي رات حضرت علي عليہ السلام هڪڙي ڏکويل ماڻهوءَ کي مدد لاءِ دانهون ڪندي ٻڌو. پاڻ هڪدم ان ڏانهن ويا ۽ فرمايائون:

"مددگار پهچي ويو آهي." انهن ڏٺو تہ هڪڙو ماڻهو ٻئي شخص کي قميص جي ڪالر کان جهليون بيٺو آهي. جڏهن ان حضرت علي عليہ السلام کي ڏٺو تہ مخالف کي ڇڏي ڏنائين. پوءِ ان حضرت علي عليہ السلام کي مخاطب ٿي چيو: "مون هن شخص کي نَوَن درهمن جي عيوض ڪپڙو وڪڻي ڏنو ۽ سوديبازي جي ڪنهن بہ شرط جي پيڪڙي ڪونہ ڪئي. هن مون کي ڪوڙا سڪا ڏنا ۽ مون جڏهن ان کي چيو تہ مون کي اصل سڪا ڏي تہ ان جي بجاءِ ان مون کي گارگند ڪئي ۽ ٿڦڙ وهائي ڪڍي."

حضرت علي عليہ السلام خريدار کي هدايت ڪئي تہ کوٽا سڪا واپس وٺي ۽ واپاري کي سچا سڪا ادا ڪري. پوءِ پاڻ ٻئي شخص کان معلوم ڪيائونَ تہ ڇا ان وٽ ڪو شاهد آهي جيڪو تصديق ڪري تہ خريدار ان کي ٿڦڙ هنئي هئي. ان گهربل شاهدي پيش ڪئي. ان تي حضرت علي عليہ السلام خريدار کي چيو تہ هيٺ ويهہ ۽ ٻئي شخص کي چيائين تہ ان کان بدلو وٺي. ان، بهرحال، خريدار کي معاف ڪري ڇڏيو.

حضرت علي عليہ السلام جڏهن ڏٺو تہ دعويدار پنهنجي حق تان هٿ کڻي ويو آهي ۽ ٻئي شخص کي معاف ڪري ڇڏيو اٿس تہ پاڻ ان کي بدلو وٺڻ لاءِ زور ڪونہ ڪيائون. بهرحال، انهي واقعي جي حوالي سان انهي ڳالهہ کي ڌيان ۾ رکيائون تہ عوام الناس جي حقن جو خيال ڪرڻ ضروري آهي ۽ ڏوهي کي سزا ڏيڻ ان جي ذميواري آهي تہ جيئن ماڻهن منجهہ انصاف جو رشتو مضبوط رهي ۽ امت جي حقن جي انحرافي نہ ٿي سگهي. پاڻ انهي حقيقت کي بہ ڌيان ۾ رکيائون تہ هر برادري ۾ گهٽائي طاقتور ۽ ظالم ماڻهو آهن جيڪي ڪمزورن جا حق ۽ ملڪيتون هڙپ ڪن ٿا ۽ متاثر ماڻهو پنهنجي ڪمزوري يا ڊپ جي ڪري پنهنجا حق واپس نٿا وٺي سگهن يا انهن جو مطالبو ڪونہ ٿا ڪن. توڙي جو فقط اها ئي حقي ڳالهہ آهي تہ انهن جا حق غضب نہ ٿيڻ گهرجن. تنهنڪري، ان پنهنجي اندر محسوس ڪيو: "مون کان علاوه ٻيو ڪير آهي جيڪو انهن جي حمايت ڪندو ۽ انهن جي حقن جي دعوا ڪندو تہ جيئن اهي پرامن سماجي زندگي گذارين ۽ انهن کي

پڪو يقين هجي تہ سماجي حقن جي معاملي ۾ فردن جي وچ ۾ ڪوبہ امتياز ڪونهي، ۽ انهن جا حق محفوظ آهن؟"

تنهنڪري مني ذڪر ڪيل معاملي جي حوالي سان حضرت علي عليہ السلام ان ماڻهوءَ کي تہ ڇڏيو تہ هليو وڃي جنهن کي چپاٽ لڳي هئي پر زيادتي ڪندڙ کي هٿ کان پڪڙي ٻين ماڻهن جي سامهون نَوَ چماٽون هنيائين ۽ فرمايائين: "اهو حڪمران جو استحقاق آهي."

حضرت علي عليہ السلام ڪنهن بہ ڳالهہ جي ظاهري عڪس تي اڪتفا ڪونہ ڪندا هيا پر معاملن جي تہ تائين پهچڻ لاءِ ڪوشان رهندا هيا. پاڻ قرآن شريف ۽ مذهبي معاملن تي اهڙي نموني سان غوروفڪر ڪندا هيا جيئن ٻيا مفڪر دنياوي معاملن تي غوروفڪر ڪندا آهن.



انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت علي عليہ السلام جهڙا انسان جيڪي قدرتي ذات جا مالڪ هوندا آهن پاڻ کي مذهب جي ظاهري ضابطن سان مطمئن ڪونہ رکندا آهن. يعني عبادت جي رسمي عملن ۽ تجويز ڪيل ذميوارين جي ظاهري ادائگي. ماڻهو گهڻو ڪري مذهب ۽ ڪاروهنوار ۽ فيصلن سان تعلق رکندڙ ضابطن کي مٿاڇري نموني ۾ ڏسندا آهن. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام انهن جي ڳجهہ ۽ حقيقتن تي پڻ نظر رکندا هيا. انهن ڳالهين کي ان پنهنجي تحقيق ۽ غوروفڪر واري عمل جو موضوع بڻايو ۽ ثابت ڪيو تہ مذهب انهن اصولن تي ٻڌل آهي جيڪي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل ۽ واسطيدار آهن. انهي ڳالهہ اسلامي فلسفي ۽ تدريسي علم جي قائم ٿيڻ لاءِ رهنمائي ڪئي. حضرت علي عليہ السلام پهريون عارف ۽ تدريسي علم جو خالق هيو. (تفصيل لاءِ "علم الڪلام والعرفان" تي لکيل مقالا پڙهو.)

قديم مُدَرسن انهي سرچشمي مان جام پري پيتا، ڇو تہ انهن تدريسي علم جا اصول ۽ خوبيون حضرت علي عليہ السلام کان حاصل ڪيا. بعد ۾ اچڻ وارن عالمن پڻ حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجو رهبر تسليم ڪيو ڇو تہ انهن بہ ان کان ئي رهنمائي حاصل ڪئي.

واصل بن عطا معتزلي فرقي وارن جو اڳواڻ ۽ مرڪزي شخص هيو. اسلام ۾ اهو پهريون فرقو هيو جنهن مذهب ۾ عقل ۽ منطق کي متعارف ڪرايو ۽ وڪالت ڪئي تہ مذهبي فرمانن کي لازمي طور منطق جي اصولن سان موافق هجڻ گهرجي، ۽ مذهب جي سچائي کي عقل ۽ منطق جي ذريعي ثابت ڪرڻ گهرجي.

واصل بن عطا ابوهاشم بن محمد بن حنفيہ جو شاگرد هيو ۽ ابوهاشم جو پيءُ محمد بن حنفيہ حضرت علي عليہ السلام جو شاگرد هيو.

اشعرين لاءِ بہ ساڳي ڳالهہ چئي سگهجي ٿي ڇو تہ اهي معتزلين جا شاگرد هيا جن واصل بن عطا کان علم حاصل ڪيو ۽ ان اهو علم وچوارن ڪجهہ واسطن جي سلسلي سان حضرت علي عليہ السلام کان حاصل ڪيو هيو.

صوفيت (صوفي ازم) جو بنياد ۽ ذريعو نهج البلاغہ منجهان مليو ٿو. يوناني فلسفي کان واقف ٿيڻ کان اڳ مسلمان صوفين حضرت علي عليہ السلام جي قولن کي پنهنجن خيالن جو ذريعو تسليم ڪيو هيو ڇو تہ ان زماني تائين يوناني فلسفو ۽ ايراني (فارسي) فلسفو اڃا تائين عربي ٻولي ۾ ترجمو ڪونہ ٿيا هيا.



الله عزوجل جي اها منشا هئي تہ جيئن مذهبي علم جو معاملو هيو ائين عربي ادب لاءِ بہ حضرت علي عليہ السلام مرڪز ۽ بنيادي ٿنيو ٿي وڃي. ان زماني جو هڪڙو ماڻهو بہ حضرت علي عليہ السلام سان عربي ادب ۾ مقابلو نٿو ڪري سگهي.

جملن جي جوڙجڪ، فصاحت واري ٻولي ۽ غوروفڪر جي عظيم قوت جي ڪامل ڄاڻ سان حضرت علي عليہ السلام صحيح عربي ٻولي جا اصول ۽ قاعدا مرتب ڪيا. ان منطقي دليلن ۽ سوچ سان ان کي مستحڪم ڪيو. سندن منطقي سوچ جي ذات کي انهي حقيقت مان تسليم ڪري سگهجي ٿو تہ ان عربي علمن جو بنياد وڌو ۽ انهن کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ٻين لاءِ رستو هموار ڪيو.

تاريخ ظاهر ڪري ٿي تہ حضرت علي عليہ السلام صرف و نحو جي علم جو خالق هيو. هڪڙي ڏينهن ابوالاسود، جيڪو سندن اصحابي

هيو آيو ۽ ڏٺائين تہ حضرت علي عليہ السلام ڪنڌ جهڪايون ڪنهن ڳالهہ تي غوروفڪر ڪري رهيا آهن. ان عرض ڪيو: "اي اميرالمؤمنين! توهان ڪهڙي ڳالهہ بابت سوچ ويچار ڪري رهيا آهيو؟" حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "توهان جي شهر (ڪوفي) ۾ هڪڙي مقرر ڪان مون هڪڙي ڳالهہ ٻڌي آهي جيڪا ان غلط نموني ۾ بيان ڪئي. تنهنڪري، مون فيصلو ڪيو آهي تہ عربي ٻولي جي اصولن ۽ قاعدن تي هڪڙو بنيادي ڪتاب لکان."

حضرت علي عليہ السلام پوءِ ابوالاسود کي هڪڙو ڪاغذ ڏنو جنهن تي اهو لکيل هيو تہ لفظ ٽن قسمن جا ٿيندا آهن: اسم، فعل ۽ حرف جر.

انهي واقعي کي هڪڙي ٻئي نموني ۾ پڻ بيان ڪيو ويو آهي ۽ اهو ٻڌايو ويو آهي تہ ابوالاسود حضرت علي عليہ السلام وٽ شڪايت ڪئي تہ ماڻهو اڪثر ڪري غلط ٻولي ڳالهائين ٿا. ڇو تہ فتحون حاصل ڪرڻ ڪري، جڏهن ڪان عرب ماڻهو غيرعربي ماڻهن سان رائل مائل ٿيا آهن تہ انهن جي گفتگو ۾ غلط محاورا ۽ جملا استعمال ٿي رهيا آهن.

امام علي عليہ السلام ٿورو غوروفڪر ڪيو ۽ پوءِ ابوالاسود دولي کي فرمايائون تہ مان جيڪو چوندو وڃان اهو لکندو وڃ. ابوالاسود قلم ۽ پنو کنيو ۽ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "عربي ٻولي اسم، فعل ۽ حرف جر تي مشتمل آهي. اسم شين بابت ٻڌائيندو آهي جن تي نالا رکيل هوندا آهن. فعل ان شي جي حرڪت ۽ عمل کي بيان ڪندو آهي ۽ حرف جر معنيٰ ۽ مطلب جي نشاندهي ڪندو آهي جيڪو نہ اسم آهي ۽ نہ فعل. شيون ٽن قسمن جون آهن. مثال طور، ڪا ظاهر شي، ڪا لڪل شي، ۽ ڪا شي جيڪا نہ ظاهر آهي ۽ نہ لڪل آهي." گرامر جا ڪجهہ ماهر چون ٿا تہ ٽين شي مان حضرت علي عليہ السلام جي مراد "اشاراتي ضمير" آهي.

پوءِ حضرت علي عليہ السلام ابوالاسود کي فرمايو تہ انهي ساڳي ترڪيب (نحو) مطابق موضوع کي اڳتي وڌائي ۽ مڪمل ڪري، ان ڏينهن کان پوءِ گرامر واري علم جي اها شاخ "صرف و نحو" سڏي وڃي ٿي.

حضرت علي عليہ السلام جي خصوصيتن مان هڪڙي سندن تيز ذهانت ۽ جلد سمجهي وٺڻ (زودفهمي) واري خوبي هئي. اڪثر ڪري اهو ٿيندو هيو تہ توڙي اها دوستن جي ڪچهري هجي يا دشمنن جي گڏجاڻي، پاڻ تڙي ڪڙي (برجستہ) لفظ ادا ڪندا هيا. جيڪي مثالي چوڻي ٿي ويا ۽ هڪڙي زبان کان ٻي زبان ڏانهن منتقل ٿيندا رهيا. ڏکيا رياضي جا حساب جيڪي ٻين لاءِ پرسرار هيا، اهي حضرت علي عليہ السلام چند گهڙين ۾ حل ڪري ڏيکاريا. اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ هڪڙي عورت حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿي ۽ شڪايت ڪيائين تہ سندس ڀاءُ فوت ٿي ويو ۽ ورثي ۾ ڇهہ سو دينار ڇڏيائين پر انهي رقم مان ان کي صرف هڪڙو دينار ڏنو ويو آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "شايد تنهنجي ڀاءُ جي وارثن ۾ هڪڙي بيوهہ، ٻہ ڌيئرون، ماءُ، ٻارهن ڀائر ۽ تون پاڻ شامل آهيو." جڏهن ڳالهہ ظاهر ٿي تہ خبر پئي تہ بلڪل ساڳي ڪيفيت هئي جيڪا امام عليہ السلام ذڪر ڪئي هئي.

هڪڙي ڏينهن جڏهن حضرت علي عليہ السلام منبر تان خطبو ڏئي رهيا هيا تہ موجود ماڻهن مان هڪڙي چيو: "هڪڙو شخص فوت ٿيو آهي جنهن پنهنجي پٺيان پنهنجي بيوهہ، پيءُ، ماءُ ۽ ٻہ ڌيئرون ڇڏيون آهن." حضرت علي عليہ السلام هڪدم فرمايو: "بيوهہ جو اٺون حصو تبديل ٿي نائون حصو ٿي ويندو." جيئن تہ امام علي عليہ السلام اها فتوا ان وقت ٻڌائي هئي جڏهن پاڻ منبر تي تشريف فرما هيا تنهن ڪري اهو مسئلو "فريضة المنبريہ" سڏجڻ لڳو.

حضرت علي عليہ السلام اسلام جو فلاسافر هيو. فلسفو ڏاهپ ۽ صلاحيت، ۽ شعور ۽ قياس جي مضبوط قوت جي وسيلن سان وجود ۾ ايندو آهي. فلاسافر اهو آهي جيڪو مختصر ڳالهہ ۾ گهڻن ئي اهم معاملن جو حوالو ڏئي ۽ پنهنجي قول مطابق زندگي گذارڻ جي ڪوشش ڪندو هجي.

حضرت علي عليہ السلام نہ رڳو مسلمان فلاسافرن منجهہ نهايت اوچو مقام رکي ٿو پر انساني لڏي جي منفرد شخصيتن ۾ پڻ.

حضرت علي عليہ السلام جهڙو انسان ڳولي لهڻ گهڻو ڏکيو آهي جيڪو نظرياتي ۽ منطقي معاملن ۽ مسئلن جو پنهنجي عقلي ڏات سان نتيجو ڪڍي سگهي، ۽ انهن کي سهڻن ۽ مختصر جملن ۾ اهڙي نموني ۾ بيان ڪري جو زمانو انهن کي محفوظ ڪري ڇڏي ۽ اهي مثالي چوٽيون تي وڃن. اسلامي تعليمات ۽ ادب پنهنجي ڍنگ ۾ انسان دوستي وارو رنگ الوهي فلسفي مان حاصل ڪيو ۽ انهن جا سرچشما ٻہ شخصيتون هيا يعني حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام.

امام علي عليہ السلام تخليق، انساني زندگي ۽ معاشري جي ڳُجهن کي فلسفاڻي انداز ۾ ڏٺو ۽ خدا جي هيڪڙائپ، الوهي معاملن ۽ مابعدالطبعيات جي باري ۾ ان جا ڪيترائي قول موجود آهن. اسان اڳ ۾ ئي مٿي ذڪر ڪري چڪا آهيون تہ حضرت علي عليہ السلام تدريسي علم ۽ فقهہ جا بانيڪار هيا. پاڻ اوستاد ۽ مرشد هيا جنهن جي اڳواڻي ۽ قابليت کي هرڪنهن تسليم ڪيو آهي. نهج البلاغہ ۾ انهن ڏاهپ جا تمام گهڻا موتي پويا آهن جو زماني کين دنيا جي فلاسافرن جي پهرين قطار ۾ بيهاريو آهي. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دراصل حضرت علي عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪيو جڏهن پاڻ سڳورن فرمايو: "منهنجي امت جا عالم بني اسرائيل جي نبين وانگر آهن."

# علي عليہ السلام ۽ انساني حق

پنهنجي غير جا غلام نہ ٿيو جڏهن تہ الله تعاليٰ توهان کي آزاد پيدا ڪيو آهي.

خبردار! اهڙين ڳالهين ۾ ترجيحي حق نہ گهرو جنهن ۾ سڀئي انسان هڪجيترا حقدار آهن.

اهو گناه جيڪو ناقابل معافي آهي، اهو انسانن جو هڪٻئي تي ظلم ڪرڻ آهي.

مان مظلوم جو حق ان جي ظالم کان ضرور وٺندس.

الله جي ٻانهن تي ظلم ڪرڻ انتهائي خراب ڳالهہ آهي.

ٻين جي لاءِ بہ اهو پسند ڪريو جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪيو ٻين جي لاءِ بہ اهو پسند نہ ڪريو جيڪو پنهنجي لاءِ پسند نہ ڪيو.

بدبخت حاڪم اهو آهي جنهن جي ڪري ان جي رعيت مصيبت ۾ مبتلا ٿي وڃي.

بداخلاق ڪنهن بہ عهدي جو حقدار ڪونهي ۽ جنهن کان توهان کي تڪليف جو انديشو نہ هجي ان کي دوست بڻائڻ جي ڪوشش ڪيو.

علي عليہ السلام

الله جوقسم! انهي کان اڳ جو منهنجي خلاف ڪا شاهدي ڏني وڃي، مان پنهنجو پاڻ سچ ۽ حقيقت کي ميجان ٿو.

اسان جو معاملو گهڻو ڏکيو آهي. اسان جا قول صرف پرهيزگار دلين ۽ دوانديشي واري ڏاهپ سان سمجهي سگهبا.

علي عليہ السلام

حضرت علي عليہ السلام انسانن جي حقن لاءِ ۽ انساني معاشري جي فلاح و بهبود لاءِ اهڙا مضبوط قاعدا ناهيا ۽ اهڙا پڪا پختا خيال پيش ڪيا جو انهن جون پاڙون ڌرتي جي تهن ۾ کتل آهن ۽ انهن جون شاخون آسمان تائين پکڙيل آهن. اڄوڪي زماني ۾ جيڪي سماجي علم موجود آهن گهڻو تڻو انهن خيالن ۽ اصولن جي تصديق ڪن ٿا. توڙي جو انهن جديد سماجي علمن کي گهٽائي نالا ڏئي سگهبا، ۽ مختلف نمونن ۾ پيش ڪري سگهبو پر انهن جو مقصد هڪڙو ۽ فقط

هڪڙو آهي تہ انسانذات کي ڏاڍ ۽ ظلم کان بچائڻ گهرجي ۽ اهڙو معاشرو قائم ڪرڻ گهرجي جيڪو انساني حقن جو بهتر نموني ۾ تحفظ ڪري سگهي ـ اهڙو معاشرو جنهن ۾ انساني وقار جو احترام ڪيو وڃي ۽ قول ۽ فعل جي اهڙي حد اندر آزادي هجي جو ڪنهن جا بہ جذبا مجروح نہ ٿين.

سماجي علمن جي تخليق ۾ زماني جي حالتن ۽ واقعن جو گهڻو اثر رهيو آهي. اهي ئي حالتون ۽ واقعا هوندا آهن جيڪي هڪڙي زماني ۾ سماجي علم کي هڪڙي نموني ۾ پيش ڪندا آهن تہ ٻئي زماني ۾ ٻئي نموني ۾.

جڏهن اسان تاريخ جو مطالعو ڪريون ٿا ۽ مختلف واقعن جو جائزو وٺون ٿا تہ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ انساني لڏي جي ٻن مختلف ٽولن جي وچ ۾ ۽ ٻن مختلف خيالن ۽ نظرين جي وچ ۾ تڪرار موجود رهيو آهي.

هڪڙو ٽولو آمراڻي طبيعت وارو هجڻ ۽ عام ماڻهوءَ جا حق غصب ڪرڻ ۽ ان جي آزادي کسڻ واري هوڏ تي قائم رهيو آهي، جڏهن تہ ٻيو ٽولو انصاف ۽ جمهوريت جو خواهشمند ۽ ماڻهن جا حق ۽ انهن جي آزادي جو تحفظ ڪرڻ جو تمنائي رهيو آهي.

ماضي ۾ سيئي ڪامياب تحريڪون مظلوم ماڻهن شروع ڪيون هيون ۽ سماج سڌارڪ هميشہ انهن منجهان ئي نڪري اڳتي وڌيا تہ جيئن اهي ظلم ۽ ناانصافي جو خاتمو آڻي سگهن ۽ انصاف ۽ مساوات جي بنياد تي حڪومتون قائم ڪن. جيڪي عقل ۽ منطق سان ٺهڪندڙ هجڻ سان گڏوگڏ معاشري جي حالتن ۽ واقعن سان مطابقت رکندڙ هجن.

حضرت علي عليہ السلام انساني حقن جي تاريخ ۾ نهايت اوچو مقام رکن ٿا. ان جا خيال اسلام جي سوچ سان ڳنڍيل هيا. سندن نظرين جو مرڪزي نقطو اهو هيو تہ ظلم جي پاڙ پٽڻ گهرجي ۽ ماڻهن مان طبقاتي امتياز جون پاڙون پٽڻ گهرجن. جنهن بہ انسان حضرت علي عليہ السلام کي مجتا ڏني آهي ۽ ان جا خيال پڙهيا آهن ۽ انساني ڀائيچاري متعلق ان جي عقيدن ۽ نظرين کي سمجهيو آهي، ان کي معلوم ٿيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ظالمن جي نڙي تي ڪليل تلوار هيا.

سندن سمورو ڌيان انصاف ۽ مساوات جي قانونن ۽ اصولن کي عملي طور لاڳو ڪرڻ تي هيو. ان جون سوچون ۽ انداز ۽ ان جو حڪومتي نظام ۽ انتظامي طريقو سڀ انهي مقصد جي حاصلات لاءِ وقف ٿيل هيا. جڏهن بہ ڪنهن ظالم شخص ماڻهن جي حقن سان هٿچراند ڪئي يا ڪنهن ڪمزور سان بي عزتي ڪرڻ وارو رويو اختيار ڪيو يا انهن جي فلاح ۽ بهبود کي نظرانداز ڪيائين ۽ پنهنجو بار بہ انهن جي ڪمزور ڪلهن تي اڇلايائين، حضرت علي عليہ السلام ان سان سخت ويڙهہ ڪئي.

امام علي عليہ السلام جي ذهني اوسر انهي سوچ سان پريل هئي تہ انصاف ۽ مساوات کي اهڙي نموني ۾ لاڳو ڪري رکجي جو مساوات قائم ٿي وڃي ۽ هڪڙو طبقو ٻئي طبقي تي بالادستي نہ رکندو هجي ۽ هر ماڻهوءَ کي هر اها شي ۽ سهوليت ملي جنهن جو اهو حقدار هجي . انصاف جي عمل پيرائي لاءِ سندن آواز هميشہ بلند رهيو ۽ انهي مقصد واري نتيجي کي حاصل ڪرڻ لاءِ سندن هٿيار هر وقت عمل ۾ رهيو. ان انسان جو مان مٿانهون ڪيو ۽ سدائين انهن جي حفاظت لاءِ تيار رهيو. سندن حڪومت انهي زماني ۾ انتظام جو هڪڙو بهترين نمونو هئي. اها اهڙي حڪومت هئي جيڪا انصاف تي ٻڌل ۽ انساني حقن جي محافظ هئي ۽ اهڙي مثالي جنهن ممڪن مڙني وسيلن سان مقصد وارا نتيجا حاصل ڪيا.

امام علي عليہ السلام واضح طور تي محسوس ڪيو تہ ان وقت جو معاشرو ڏوڪي، ٺڳي ۽ نقصانڪار سرگرمين تي ٻڌل هيو ۽ ان جي اصلاح نهايت ضروري هئي. پاڻ انهي ڳالهہ کان بہ پلي پت واقف هيا تہ ان معاشري کي ڪيئن سڌاري سگهبو ۽ ائين ڪرڻ لاءِ ڪيترو وقت لڳندو. توڙي جو پاڻ سيني معاملن ۾ ماڻهن جي فلاح ۽ بهبود لاءِ سوچيندا هيا پر جن ڳالهين ڏي پاڻ گهڻو ڌيان ڏيندا هيا، اها اصلاح هئي. انهي واسطي ۾ ڪين ڪا بہ ڳالهہ پاڻ پتوڙڻ کان روڪي ڪونہ سگهندي هئي. سندن وڏي خواهش سچ کي قائم رکڻ ۽ ڪوڙ جي پاڙ پٽڻ هيو. سچ ۽ ڪوڙ ۾ فرق ڪرڻ لاءِ ان کان ڪوبہ ٻيو ماڻهو وڌيڪ قابل ڪونہ هيو.

حضرت علي عليہ السلام ڳالهين جو ڪاٿو صحيح صحيح لڳائيندا هيا ۽ انهي ذميواري کي نڀائڻ لاءِ پنهنجي رٿابندين مطابق پاڻ کي بنا خوف جي مصروف رکندا هيا. عوامي ڀلائي سان تعلق رکندڙ ڪنهن بہ ڳالهہ بابت پاڻ ڪڏهن بہ شڪ ۾ مبتلا ڪونہ ٿيا. جڏهن بہ ۽ جتي بہ سندن ڪنهن عهديدار يا گورنر رعيت سان ظلم ڪيو تہ حضرت علي عليہ السلام نہ ماٺ ڪري ويٺا ۽ نہ انهن جي عملن تي اکيون ٻوٽڻ جو مظاهرو ڪيو. جڏهن کين معلوم ٿيو تہ ڪجهہ ماڻهن حقي حڪومت خلاف هڪڙي جماعت ٺاهي آهي تہ پاڻ ان تي ڪڏهن بہ سُستي جو مظاهرو ڪونہ ڪيائون. ڪيترن موقعن تي حقي مقصد ماڻڻ لاءِ سندن منصوبا نہ صرف سندن دشمنن جي خواهشن جي خلاف هوندا هيا، پر ان سان گڏ سندن مطلبي دوستن جي بہ خلاف هوندا هيا، پر پاڻ ان جي ڪڏهن بہ پرواهہ ڪونہ ڪيائون.

پاڻ اهو سڀ ڪجهہ انهي ڪري ڪيائون تہ جيئن پرامن زندگي گذارڻ لاءِ هر ماڻهوءَ جو حق يقيني ٿي وڃي، ۽ ماڻهو ٻن ٽولن ۾ورهائجي نہ وڃن، يعني هڪڙا اهي جيڪي گهڻو خوشحال ٿي وڃن ۽ ٻيا جيڪي گهڻي تڪليف ۾ هجن.

حضرت علي عليہ السلام واضح نموني ۾ سمجهي ورتو هيو تہ ماڻهن کي ٻن طبقن ۾ ورهائڻ ۽ انهن مان هڪڙي کي ٻئي تي ترجيح ڏيڻ سخت خطرناڪ ڳالهہ ٿيندي. اها ڳالهہ صلاحيتن کي پوئتي ڌڪيندي، جذبن ۾ بدديانتي پيدا ڪندي، فيصلن ۽ ڏيتي ليتي ۾ ناانصافي ۽ زيادتي کي متعارف ڪرائيندي، جنهن جي نتيجي ۾ بدعنواني ۽ ڦيتاڙي جا سيئي قسم ظاهر ٿي ويندا. آخر نتيجو اهو نڪرندو تہ زندگي لاءِ امنگ مري ويندي ۽ ماڻهو مايوسي جو شڪار ٿي ويندا ۽ هڪ ٻئي سان بدنيتي سان پيش ايندا ۽ ان جي نتيجي ۾ معاشرو تباهہ ٿي ويندو. جيستائين اهي ٻئي طبقا معاشري ۾ موجود رهندا تہ انهن جي وچ ۾ تڪرار اڻٽر رهندا ۽ اها ڳالهہ ڪيترين ئي جانين جي زيان جو سبب ٿيندي.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت جي آخري ڏينهن دوران رياست جي اميرامراءِ ۽ خاص طور تي بنواميہ خاندان وارن جيڪي خليفي جا مٽ مائٽ هيا. انهي ڳالهہ کي عادت بڻائي ڇڏيو هيو تہ اهي اسلامي قانونن ۽ قاعدن جي کلم کلا ڀڃڪڙي ۽ مخالفت ڪندا

هيا. اهي ماڻهن جي بي عزتي ڪندا هيا. انهن سان غلامن وارو سلوڪ ڪندا هيا ۽ انهن کي حڪمران جي باري ۾ اهڙو خوفزده ڪندا هيا جو انهن ۾ ان جي آڏو بيهي پنهنجن ڏکن تڪليفن کي بيان ڪرڻ جي همت ئي ڪونہ ٽيندي هئي. اهي انهن جي جانين سان ائين کيڏندا هيا جيئن انهن جي مال ملڪيت سان کيڏندا هيا. اهي پنهنجي ذاتي مفاد ۾ ماڻهن جو رت وهائڻ کان بہ ڪونہ ڪيٻائيندا هيا ۽ ڪير بہ انهن کان بدلوونڻ جي جرئت ڪونہ ڪري سگهندو هيو. انهن کي رشوت وٺڻ يا ٻين جون ملڪيتون ڦٻائڻ ۾ دِپ ڪونہ ٿيندو هيو.

انهن طرفان جاري رهندڙ سرگرميون، حالتون ۽ واقعا انهي ڳالهہ جا شاهد هيا تہ انهن جون نيتون ڪهڙيون آهن. اهو پڌري پٽ واضح هيو تہ اهي ماڻهن جي رت سان پنهنجا هٿ ٽڪي رهيا آهن، انهن جي حقن کي پائمال ڪري رهيا آهن ۽ خلافت کي بادشاهي ۾ تبديل ڪري رهيا آهن ۽ اسلامي جمهوريت کي فرد واحد جي ظالماڻي ۽ آمراڻي حڪومت ۾ تبديل ڪري رهيا آهن. انهي جماعت جي ماڻهن جي حالت، حضرت علي عليہ السلام جي حقي انصاف واري ڪردار ۽ انهن جي ذاتي لوڀ لالچ جي وچ ۾ جوارين واري هئي. هڪڙي پاسي حضرت علي عليہ السلام پنهنجي پوري طاقت سان انصاف ۽ مساوات کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ پڪو پهہ ڪيون ويٺا هيا تہ ٻئي پاسي اهي ماڻهو حڪومت جون واڳون پنهنجن هٿن ۾ وٺڻ لاءِ ڪوشان هيا تہ جيئن جيترو ممڪن ٿي سگهي تہ گهٽي کان گهٽي دولت ۽ ملڪيتون هٿ ڪن. انهن ٻنهي حالتن جي وچ ۾ انهن جوارين وارو ڪم ٿي ڪيو. موقعي جي تلاش ۾ رهندا هيا تہ انقلاب آڻين ۽ ان جي نتيجي ۾ پنهنجي لاءِ مڙئي فائدا حاصل ڪن. پنهنجن ذهنن ۾ گندا جذبا ۽ خواهشون پاليندا رهندا هيا.

انهي حقيقت ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت علي عليہ السلام طرفان هٿ ۾ ڪنيل ذميواري گهڻي ڏکي ۽ سخت ڪنن هئي. مختلف سببن ۽ منجهيل حالتن حضرت علي عليہ السلام کي گهڻين ئي ڏکيائين کي منهن ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيو جن کي آساني سان قابو ڪرڻ مشڪل هيو. ان وقت جي دنيا گڙٻڙ واري هئي، حالتون انقلابي هيون ۽ واقعا ڏيچاريندڙ هيا ۽ حضرت علي عليہ السلام جون ذميواريون ايتريون وڏيون ۽ وزندار هيون جو خلافت ۽ دين اسلام انهن تي ئي

انحصار تي ڪيو. انهن مسئلن کي حل ڪرڻ ۽ انهن ڏکيائين تي قابو پائڻ ذريعي حضرت علي عليہ السلام اهڙي ذميواري نڀائي جنهن سندن خصوصيتن کي دنيا آڏو آشڪار ڪري ڇڏيو. دنيا کي خبر پئي تہ اهي عوام جي حقن کان ڪيترو خبردار هيا. انفرادي ۽ اجتماعي خوبين کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ڪيترو ڪوشان هيا. ۽ انهن مقصدن کي ڪهڙي صبر ۽ ثابت قدمي سان حاصل ڪيائون.

حضرت علي عليہ السلام جون تڪليفون بہ ساڳيون هيون جن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم منهن ڏنو هيو. جڏهن پاڻ سڳورن قريشن کي ٻڌايو هيو تہ کين نبوي منصب لاءِ چونڊيو ويو آهي تہ اهي سندن خلاف ٿي ويا هيا. هڪڙي پاسي تي حق، انصاف ۽ مساوات هيا جڏهن تہ ٻئي پاسي ڪوڙي انا، دوکيبازي ۽ مفاد پرستي هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حق، سچ، انصاف ۽ عدل ۽ مساوات متعارف ڪرائڻ تي گهريا، جڏهن تہ قريشي دوکيبازي، مفاد پرستي ۽ انا تي عمل پيرا رهڻ لاءِ هوڏ ڪري رهيا هيا.

حضرت علي عليہ السلام کي پڻ ساڳي ڏکيائي کي منهن ڏيڻو پيو هيو. بهرحال، اها ٻين لاءِ ڏکيائي ۽ تڪليف محسوس ٿيڻ واري ڳالهہ هئي، جيستائين حضرت علي عليہ السلام جو معاملو هيو تہ وڏي کان وڏي تڪليف بہ کين سندن مقصد واري رستي تان هٽائي نٿي سگهي. حضرت علي عليہ السلام کي الله تعاليٰ جنهن سگهہ ۽ ثابت قدمي واري گُڻ سان نوازيو هيو. جيڪڏهن اهي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي بہ حاصل هجن تہ ان لاءِ بہ هر تڪليف آسان ٿي ويندي. حضرت علي عليہ السلام لاءِ اها ڳالهہ نظرانداز ڪرڻ ڏکي هئي تہ اهو گوشہ نشيني ۾ ويهي ۽ عدل ۽ انصاف کي نافذ نہ ڪري يعني آزادي جي جذبي کي نپوڙي ۽ اخلاقي اقدار جا ٻج نہ پوکي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ابوسفيان، ابولهب، ام جميل، جيرو چٻاڙڻ واري هند ۽ قريشي واپارين جي ڪنن ۾ هڪڙو آواز ڦوڪيو جنهن جي ڪري انهن جي منصوبن جا بنياد لڏي ويا ۽ انهن جا ڍانچا ٽُٽي ويا ۽ انهن جون ڇتيون ڪري اچي پٽ پيون. بهرحال، اهوئي آواز مسلمانن ۽ محتاج ۽ مجبور ماڻهن لاءِ خوشيءَ جو

پيغام ۽ سنو اطلاع هيو. انهن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه کي فرمايو: "پيارا چاچا! جيڪڏهن اهي ماڻهو منهنجي هڪڙي هٿ تي سج ۽ ٻئي هٿ تي چنڊ لاهي رکن ته جيئن مان اسلام جي دعوت تان هٿ کڻي وڃان ته مان ائين ڪونه ڪندس. جيستائين الله عزوجل انهي دين کي ڪاميابي ادا ڪري يا مان پنهنجي جان قربان ڪريان."

هڪڙي ڏينهن قريش قبيلي جي بزرگن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي چيو: "جيڪڏهن توهان انهي نئين دين کي دولت حاصل ڪرڻ لاءِ متعارف ڪرايو آهي ته اسان توهان کي ايتري دولت ڏينداسين جو توهان اسان سيني کان شاهوڪار ٿي ويندا. جيڪڏهن توهان جو مقصد ڪو اعليٰ مرتبو ماڻڻ آهي ته اسان توهان کي پنهنجو سردار مڃڻ لاءِ تيار آهيون. جيڪڏهن توهان بادشاهه ٿيڻ گهروٿا ته اسان توهان کي پنهنجو بادشاهه مڃڻ لاءِ تيار آهيون." جواب ۾ پاڻ سڳورن فرمايو: "ماڻهن کي دينِ اسلام ڏانهن دعوت ڏيڻ ۾ منهنجو مقصد دولت ميڙڻ يا ڪو مرتبو حاصل ڪرڻ ڪونهي، نه وري مون کي توهان جو بادشاهه ٿيڻ جي خواهش آهي. مان توهان کي اها دعوت انهي ڪري ڏيان ٿو جو الله تعاليٰ مون کي توهان ڏانهن رسول جي حيثيت سان موڪليو آهي ۽ مون تي صحيفو (قرآن شريف) نازل ڪيو آهي. ان مون کي هدايت ڪئي آهي ته توهان کي ان جي عذاب کان خبردار ڪيان ۽ جنت جي نعمتن بابت ٻڌايان. مون توهان کي الله جو پيغام پهچايو آهي. جيڪڏهن توهان ان کي قبول ڪيو ٿا ته توهان دنيا سان گڏوگڏ آخرت واري حياتي ۾ به ڪامياب ٿيندا. ۽ جيڪڏهن توهان ان کي رد ڪندا ته مان صبر ڪندس جيستائين الله منهنجي ۽ توهان جي لاءِ ڪو فيصلو صادر ڪري."

حضرت علي عليه السلام ڇا ڪيو؟ ان جو ابوسفيان ۽ جيرو چٻاڙڻ واري هند جي پٽ (معاويه) ۽ واپارين ڏانهن جيڪي عهدن ۽ مرتبن جي خريدوفروخت ڪندا هيا. ۽ ان لشڪر ڏانهن جن اکيون بوتي ٻين جي مفاد لاءِ پنهنجون حياتيون قربان ڪيون. ۽ انهن ڏانهن جن ڪُوڙائپ جي هٿ ۾ پنهنجو دين ۽ ايمان وڪڻي ڇڏيو هيو. ڪهڙو

رويو هيو. حضرت علي عليہ السلام پڻ انهن جي ڪنن ۾ هڪڙو آواز ڦوڪيو جنهن انهن جي منصوبہ بندين جا بنياد ڏوڏي ڇڏيا. ۽ انهن جي ڏانچن ۽ ڇتين کي ڍاهي ڇڏيو. اهو ئي آواز سچن ۽ پرهيزگار ماڻهن لاءِ سڪون جو پيغام ۽ آسائش جي خوشخبري ثابت ٿي ويو. ان فرمايو: "توهان جا طاقتور ماڻهو ڪمزور آهن ۽ توهان جا هيڻا هميشہ طاقتور آهن. جيستائين تارا آسمان ۾ گردش ڪندا رهندا مان ڪڏهن بہ انصاف جي خلاف فيصلو ڪونہ ڏيندس. جيستائين ظالم ۽ مظلوم جو معاملو آهي تہ خدا جو قسم مان انصاف ڪندس. مان ظالم جي نڪ ۾ ناڪيلي وجهندس. توڙي اهو ان ڳالهہ کان گهڻي نفرت ڪري مان ان کي حق جي راهہ ڏانهن گهليندس. مان الله جو قسم کڻان ٿو تہ ان کان اڳ جو منهن جي خلاف شاهدي پيش ٿئي مان سچ جو اقرار ڪندس. مان ان ڳالهہ جي پرواهہ ڪونہ ڪندس تہ آيا مان پاڻ موت ڏانهن اڳتي وڌي رهيو آهيان يا موت مون ڏانهن وڌي رهيو آهي."

هڪڙي ڏينهن ڪجهہ ماڻهن حضرت علي عليہ السلام کي چيو: "اسان برادريءَ جا معزز فرد آهيون." ان انهن کي فرمايو: "هڪڙو مسڪين حال ماڻهو منهنجي نظر ۾ معزز آهي جيستائين مان ان کي سندس حق ڏياريان ۽ معزز ماڻهو منهنجي نظر ۾ ڪمزور آهي جيستائين مان ان کان مسڪين جو حق واپس وٺان."

هاڻي اسان ان ڳالهہ جو تجزيو ڪنداسين تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن انهن قولن تي ڪيئن ۽ ڪيترو عمل ڪيو ۽ ان ماڻهن سان ڪهڙو رويو اختيار ڪيو.

# غربت ۽ ان جا نتيجا

انديشو آهي تہ غربت ڪفر ۾ بدلجي وڃي.

رسول الله

الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن کي غربت ۽ محتاجي کان وڌيڪ ڪا سخت سزا ڪونہ ڏني هوندي

علي عليہ السلام

مون کي ان شخص تي حيرت آهي تہ جنهن جي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي پر اهو پنهنجي حق لاءِ تلوار کڻي ٻاهر نٿو نڪري

ابوذر غفاري رضہ

حضرت علي عليہ السلام دنيا کي ڳوڙهي نظر سان ڏٺو. ان بغير ڪنهن اعتراض جي دنيا جي هر پهلوءَ تي نظر وڌي. ان ماڻهن جي انفرادي ۽ ان سان گڏوگڏ اجتماعي حقن کي ذهن ۾ رکيو ۽ ڪنهن بہ شي کي نظرانداز ڪونہ ڪيائين. ان ماڻهن کي دنيا جي سونهن ۽ تخليق جي عجائبات تي نظر ڪرڻ لاءِ دعوت ڏني ۽ ساڳي وقت فردن ۽ جماعت کي سندن حقن جي آگاهي ڏنائين تہ جيئن اهي عظيم راحت ۽ خوشحالي ماڻي سگهن. ان فردن ۽ جماعت جي حقن جي وضاحت ڪئي تہ جيئن فرد باهمي تعاون سان هڪ ٻئي جي مدد ڪن ۽ جماعت جي خوشحالي ۽ بقا لاءِ ڪوشش ڪن ۽ پنهنجي انفرادي حيثيت ۾ ان مان لاڀ حاصل ڪن.

انسان ٽن شين جو مجموعو آهي يعني، روح، جسم ۽ جذبا. جسم انسان جو مادي حصو آهي. ان جو بہ هڪڙو حق آهي جنهنجو احترام ڪرڻ لازمي آهي.

حضرت علي عليہ السلام جنهن جي جدوجهد سٺن اخلاقن ۽ پنهنجو اندر اجارڻ تي مرڪوز هئي، معاشري جو بنياد عدل ۽ انصاف تي رکڻ لاءِ پڻ ڪوشش ڪئي ۽ انسان جي دنياوي ۽ مادي زندگي لاءِ انصاف تي ٻڌل قاعدا لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. سٺا اخلاق اپنائڻ ۽ دل جي پاڪائي لاءِ ماڻهن جي رهنمائي ڪرڻ پڻ حضرت علي

عليہ السلام جو اهم مقصد هيو ۽ انهن جي ضمير جي تربيت ۽ سکيا اهڙي نموني ۾ ڪرڻ جيئن اهي پاڻ راضي خوشي خراب عادتن کي ترڪ ڪري ڇڏين ۽ پاڻ کي سٺين خصلتن سان مالامال ڪري ڇڏين. بهرحال، جيستائين ڪنهن ماڻهوءَ وٽ کائڻ لاءِ کاڌو ۽ پائڻ لاءِ لباس ڪونهي تہ سٺين عادتن کي ترقي وٺرائڻ ممڪن ڪونهي ۽ ماڻهن لاءِ جيستائين انصاف موجود ڪونہ هوندو تہ گذربسر جا وسيلا حاصل ڪري ڪونہ سگهندا. تنهن ڪري اصلاح ۽ صفائي سٿرائي جو ڪم زندگيءَ لاءِ گهربل شين جو پورائو ڪرڻ سان شروع ڪرڻو پوندو. مثال طور، کاڌو لباس وغيره. ماڻهو سٺن اخلاقن ۽ پنهنجي اندر جي پاڪائي ۾ فقط تڏهن دلچسپي وٺندا جڏهن اهي ضروري شيون مهيا ڪيون ويون هجن. خلافت کان اڳ ۽ خليفي ٿيڻ کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام جي خواهش جو اهو ئي مقصد هيو.

هڪڙو مزدور، جيڪو سڄو ڏينهن سخت محنت ڪري ٿو دنيا جي نظارن جو مزو ڪيئن ماڻي سگهي ٿو ۽ الله عزوجل جي نشانين تي ڪيئن غوروفڪر ڪندو جڏهن ان کي پوري مزدوري نہ ملي ۽ نفعي خورن ۽ وياج خورن طرفان ان جو استحصال ٿيندو هجي؟ اهو سٺن اخلاقن ۽ خوبين ڏانهن لاڙو ڪيئن رکندو جڏهن اهو پنهنجي زندگيءَ مان ئي بيزار هجي؟

اهي مجبور ۽ محتاج ماڻهو اندر اجارڻ جو مطلب ڪيئن سمجهي سگهندا جيڪي پنهنجن حڪمرانن طرفان ڦٽڪا لڳڻ ڪري روئيندا هجن ۽ پنهنجين حياتين کي بيڪار سمجهندا هجن - جن جي سموري حياتي حڪمرانن جي ملڪيت هجي، جن لاءِ اها توقع ڪئي وڃي تہ اهي انهن جي خدمت ۽ مدد ڪندا رهن پر اصل ۾ اهي انهن جو استحصال ڪندا هجن؟

دنيا ۾ ڪيترائي مسڪين ماڻهو موجود آهن جن وٽ هڪ ڏوڪڙ جي بہ ملڪيت ڪونهي. تاهم محصول اوڳاڙيندڙ انهن وٽ جيڪو ڪجهہ بہ آهي اهو ضبط ڪن ٿا تہ جيئن عيش عشرت ڪندڙ حڪمرانن جي تجوڙين کي ڀرين. انهن مسڪينن وٽ کائڻ لاءِ مانيءَ جو هڪڙو ڀڳيو بہ ڪونهي ۽ انهن جون حياتيون ۽ ملڪيتون پڻ محفوظ ڪونهن.

البت، اهي جيڪڏهن حڪمرانن جي خلاف هڪڙو لفظ بہ ڳالهائين تہ انهن جون زندگيون مشڪلات جو شڪار ٿي وڃن ٿيون. اهڙا غريب ماڻهو ڪائنات جي ڳجهن ۽ رازن تي ڪيئن ٿا غوروفڪر ڪري سگهن ۽ پنهنجي اخلاق کي ڪيئن ٿا سڌارڻ جي ڪوشش ڪري سگهن؟ جڏهن غربت هڪڙي ماڻهوءَ کي هر چڱائي کان بيگانو بڻائي ڇڏيو هجي ۽ ان جي ذهن جو سڪون برباد ڪري ڇڏيو هجي، ۽ اهو هر شي مان دلچسپي ختم ڪري چڪو هجي، ۽ ظالمن ان جا هٿ ۽ پير ٻڌي ڇڏيا هجن. ۽ ان لاءِ آزادي کي وري حاصل ڪرڻ بلڪل ناممڪن هجي، ان لاءِ اهو ڪيئن ممڪن آهي تہ اهو سچار دل جو صاف ۽ اعليٰ گڻن وارو ٿئي ۽ بغض ۽ ساڙ کان بچيل هجي، ۽ چڱائي ۽ پارسائي جي رستي کان منهن نہ موڙي؟

جڏهن بک ڪنهن شخص جي دل ۾ باهہ جا شعلا ڀڙڪائي ڇڏيا هجن جيڪي ان جي رت جي هر ڦڙي کي ڀسم ڪندا هجن ۽ ان جي ايمان کي ڪمزور ڪندا هجن، اهو زندگيءَ جا مزا ڪيئن ماڻيندو ۽ ماڻهن جي انصاف ۾ ڪيئن يقين ڪندو. پنهنجن ڀائرن سان ۽ پنهنجن مائٽن ۽ خاندان وارن سان ڪيئن همدردي سان گذاريندو؟

اهڙو شخص ٻين سان ڪيئن محبت ڪندو جڏهن ان جا هٿ ۽ پير احساس ڪمتري ۽ غلامي ۾ جڪڙيل هجن ۽ جڏهن ان جي جيئڻ کان ئي دل کڄي وئي هجي ۽ حياتي کي بيڪار سمجهندو هجي؟

جنهن ماڻهوءَ وٽ کائڻ لاءِ ڪا شي نہ هجي تہ اهو چڱائي ۽ پارسائي واريون خصوصيتون نٿو رکي سگهي، ڇوتہ کاڌو هر طبقي لاءِ ڀرپور ضرورت ۽ ذهني سڪون جو ذريعو آهي. اهو کاڌو ئي آهي جيڪو انسان کي غوروفڪر ڪرڻ جي اهل بڻائي ٿو ۽ ان کي سٺا اخلاق اپنائڻ ۽ ٻين ڏانهن سٺو رويو ظاهر ڪرڻ جي قابل ڪري ٿو.

غربت کان ڇوٽڪارو اهڙي ڳالهہ آهي جيڪا انسان کي پيڙا ۽ بدحالي کان خلاصي ڏياري ٿي ۽ ان کي خوشحالي جي اعليٰ درجي تي کڻي وڃي ٿي. غربت انساني جذبن کي سُست ڪري ڇڏي ٿي. غريب ۽ محتجاج ماڻهو پاڻ کي پنهنجي شهر ۾ اوپرو سمجهندا آهن. اهي محسوس ڪندا آهن تہ انهن جو شهر انهن جو ڪونهي ۽ انهن جا مٽ مائٽ انهن جا رشتيدار ڪونہ آهن ۽ اهي پاڻ ڪنهن بہ ڪم جا ڪونهن.

جيئن تہ غريب ۽ مجبور شخص پاڻ کي سٺي ڪاروهنوار ۽ بهترين صلاحيتن جي قابل ڪونہ سمجهندا آهن. اهي انهي احساس ڪمتري مان فقط تڏهن ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهندا جڏهن اهي غربت کان آجا ٿي وڃن. صرف ان وقت ئي اهي يقين ڪري سگهندا تہ اهي پڻ سٺا شهري ٿي سگهن ٿا ۽ پنهنجين دلين کي بغض ۽ ساڙ کان آجو ڪري سگهندا.

ان زماني ۾ اتي ڪجهہ منافق بہ موجود هيا جيڪي چوندا هيا تہ نظم و ضبط کي بحال رکڻ جو فقط اهو طريقو آهي تہ ماڻهو ٻن گروهن ۾ ورهايل هجن ـ هڪڙا اهي جيڪي ڏاول هجن ۽ ٻيا جيڪي بکيا هجن. انهن مطابق اهو ضروري ڪونہ هيو تہ ڏاول ماڻهو زندگيءَ جي ضرورتن جو احترام ڪن ـ زندگي جيڪا سيني کي پياري آهي ـ انهن جي نظر ۾ اهو بہ ضروري ڪونہ هيو تہ اهي پنهنجي ۽ ٻين جي حالت ۾ ڪنهن تبديلي جي خواهش ڪن. انهن اهو گهريو ٿي تہ دنيا ۾ سماجي رتبي کي قائم رهڻ گهرجي. انهن منافقن جي نظر ۾ بکايل ماڻهو پنهنجن غضب ڪيل حقن جي دعوا ڪرڻ جا بہ حقدار ڪونہ هيا. نہ وري اهي ماني ڳيي لاءِ دانهن ڪري سگهيا ٿي جيڪو انهن کان ڪسي سرمائيدار جي ڪاڏي واري ميز تي رکيو ويو هيو.

جيڪڏهن ڪنهن بکايل شخص پنهنجي حق جي دعوا ڪئي ٿي ۽ پنهنجن ٻچن جي وات مان ڪسجندڙ ٽُڪر خلاف احتجاج ڪيو ٿي تہ ان کي ملحد ۽ شرارتي جو خطاب ڏنو ٿي ويو تہ اهو پرامن زندگي گذاريندڙ ماڻهن لاءِ گڙٻڙ پيدا ڪري ٿو.

اهي منافق ماڻهو پنهنجي عيش عشرت ۽ مزن وارين حياتين جي نمونن جي تحفظ لاءِ ۽ غريب ماڻهن کي پنهنجو ڳيجهو بڻائي رکڻ لاءِ بہ وقت بہ وقت نوان نوان هٿڪنڊا استعمال ڪندا هيا. انهن ماضي بعيد ۽ ماضي قريب ۾ اهي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف هٿيار استعمال ڪيا. مذهبي قاعدن ۽ ضابطن جي غلط تشريح ڪرڻ انهن جو مکيہ هٿيار هيو. اها حڪمت عملي رڳو مسلمانن جو خاصو ڪونہ رهي آهي. اها ڳالهہ انهن سيني منافقن اختيار ڪئي آهن جن ٻڌمت، يهوديت، عيسائيت يا اسلام قبولڻ جي دعوا ڪئي آهي.

منافقن جنهن سولي سادي هٿيار جو فائدو ورتو اُهو سندن اها دعوا هئي تہ پيغمبر سڳورن ماڻهن کي کاڌو گهٽ واپرائڻ جي صلاح ڏني آهي، دنياوي مزن ۽ آسودگي کي ترڪ ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو. غربت ۽ مسڪيني حال کي ترجيح ڏني. ميڙڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جي بجاءِ قناعت ۽ توڪل لاءِ همٿايو آهي.

منافقن پنهنجن مٿي ڄاڻايل خيالن جي گهڻي پرچار ڪئي. خواهش ڪيائون تہ عام ماڻهو انهن کي صحيح سمجهن تہ جيئن ٻيا ماڻهو محروم رهن ۽ اهي پاڻ شاهوڪار ٿيندا وڃن ۽ زندگيءَ جا مزا ماڻيندا رهن.

اهو ضروري آهي تہ انهن جي ڪُوڙي پرچار جو توڙ پيش ڪرڻ لاءِ اسان حقي صورتحال جي وضاحت ڪريون. ائين ئي ڪرڻ سان اسان کي اصل بنياد جي خبر پوندي جنهن تي حضرت علي عليہ السلام جي حڪمت عملي ۽ ان طرفان ڏنل هدايتون ٻڌل هيون.

اهو سچ آهي تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيرن هيٺان زمين کسڪائي وئي هئي ۽ ٻين جي پيرن هيٺان وڇائي وئي هئي. دنيا جا سڀ مزا ۽ سينگار ان لاءِ ممنوع هيا. اهي نهايت گهڻو قناعت پسند انسان هيا. انهن ڪڏهن بہ پيٽ ڀري ماني ڪونہ کاڌي ۽ اهي جيڪو بہ کاڌو واپرائيندا هيا اهو ڪو گهڻو مزيدار ڪونہ هوندو هيو. انهن دنيا کي اهڙي نموني ڇڏيو جيئن حضرت ابوذر غفاري رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪئي آهي: "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪڙي ڏينهن ۾ ٻن قسمن جو کاڌو ڪڏهن بہ ڪونہ کائيندا هيا. جڏهن پاڻ ڪتل کائيندا هيا تہ ماني ڪونہ کائيندا هيا. اڪثر ائين ٿيندو هيو تہ مهينن تائين لڳاتار سندن گهر ۾ کاڌو ڪونہ پچندو هيو."

اها پڻ حقيقت آهي تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي لاءِ ڪپڙي جون ٻہ چادرون ڪافي سمجهندا هيا ۽ پاڻ کي هڪڙي ڏينهن ۾ صرف ماني جي ٻن ٽڪرن تي محدود رکندا هيا. سندن گهر جي جاءِ پڻ غريب ماڻهن جي گهرن جهڙي لڳندي هئي. سندس قناعت پسندي ۽ گهٽ کاڌو واپرائڻ لاءِ ڪيترائي مثال آهن ۽ ايترو مشهور آهن جو انهن کي هتي ڳڻائڻ ضروري ڪونهي.

اهو پڻ سچ آهي تہ سندن ساٿي، جيئن ابوذر رضہ پاڻ کي رُکي سکي ماني تي راضي رکندا هيا. پاڻ ۽ ان سان گڏ سندن گهرياتي اهڙو ئي کاڌو کائيندا هيا ۽ گهڻو خوش هيا ۽ ان تي راضي هيا.

اهي سيئي ڳالهيون سچيون ۽ صحيح آهن. البت، هڪڙي ٻي بہ ڳالهہ آهي جيڪا پڻ صحيح آهي. اهي مان وارا سيئي ماڻهو مخلوق جي تعليم ۽تربيت لاءِ ذميوار هيا ۽ "رهنما" ۽ "اڳواڻ" جو اعليٰ رتبو رکندڙ هيا. سندن رتبي سان سلهاڙيل ذميواري کي محسوس ڪندي اهي کاڌي جو تمام گهٽ مقدار ۽ ٻين ضرورتن کي پنهنجي لاءِ ڪافي سمجهندا هيا ۽ راضي رهندا هيا.بهرحال، هرڪو ماڻهو انهن جهڙو نٿو ٿي سگهي ۽ اهڙيون تڪليفون برداشت نٿو ڪري سگهي جيڪي تڪليفون انهن برداشت ڪيون. نور جي اها لاٽ جيڪا انهن جي دلين ۾ ٻري پئي ۽ انهن کي سرگرم رکيائين ٿي، هردل ۾ نٿي ٻري سگهي. ان کان علاوه اهي پنهنجن ساٿين ۽ پوئلڳن جي فلاح و بهود لاءِ ايترو ڪوشان رهندا هيا جو اهي پنهنجي، کاڌي، لباس ۽ آسائش ڏانهن گهڻو ڌيان ڪونہ ڏيندا هيا.

انهن ماڻهن، جن دنيا جي انهن رهبرن جي زندگي جا احوال پڙهيا هوندا تہ انهن پهرين مرحلي ۾ ئي تسليم ڪري ورتو هوندو تہ اهي انقلاب جو جهنڊو اپو ڪندڙ هيا ۽ انهن جا مقصد انقلاب سان سلهاڙيل هيا. انهن جيڪو ڪجهہ بہ ڪيو اهو ماڻهن جي فلاح و بهبود لاءِ ڪيو ۽ انهن اهو ڪم ماڻهن جي مدد سان ئي ڪيو. انقلاب کي ڪامياب ڪرڻ جي مقصد سان انهن اهي طريقا اختيار ڪيا جيڪي انهن جي خِطي لاءِ مناسب هيا. انهي انقلاب جي اڳواڻن مان ڪي اهي هيا جيڪي قتل ڪيا ويا. مثال طور، حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ڪجهہ اهي هيا جن کي دشمن ڪو نقصان پهچائي ڪونہ سگهيا. مثال طور، الله جا رسول حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم.

انقلاب جي اڳواڻن لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ اهي آسائش ۽ مزن واري زندگي گذارين، ڇو تہ انقلاب جي نوعيت ائين ڪرڻ لاءِ انهن کي اجازت ڪونہ ٿي ڏني. مزن واري حياتي لاءِ ذهني سڪون اولين شرط آهي ۽ انهن اڳواڻن کي اهڙو ذهني سڪون حاصل ڪونہ هيو.

بي ڳالهہ اها آهي تہ انقلاب جي دشمنن جو پهريون هدف انقلابي اڳواڻ هوندو آهي. جيستائين انقلاب ڪامياب نٿو ٿئي ان جي حياتي مسلسل خطري ۾ هوندي آهي ۽ اهو پاڻ ظلم ۽ ڏاڍ جو نشانو رهندو آهي. هاڻي ان شخص لاءِ جنهن جي حياتي مسلسل خطري ۾ هجي، اهو ڪيئن ممڪن ٿيندو تہ دنياوي مزا ۽ آسائشون ماڻي؟ ان لاءِ اهو تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن انقلاب ڪامياب ٿي وڃي يا اهو پاڻ انقلاب تان هٿ کڻي وڃي.

بهرحال، اها بہ حقيقت آهي تہ انقلابي اڳواڻ جهڙي حياتي گُهرن ها اهڙي حياتي گذارڻ لاءِ آزاد هيا ۽ حياتي جي جن ضرورتن کي اهي مناسب سمجهن ها انهن تي اڪتفا ڪن ها. انهن جي پسند تي يا پنهنجي لاءِ ڪا خاص شي پسند نہ ڪرڻ تي ڪوبہ اعتراض ڪري نٿي سگهيو. انهن پاڻ پنهنجي مرضي سان قناعت ۽ سادگي واري زندگي اختيار ڪئي هئي پر ٻين کي اهڙي زندگي گذارڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو هئائون.

انهن سڀني ڳالهين کان علاوه، ڇا رومين حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي ماڻهن کي قيصر خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ هشي ڏيڻ ۽ انهن کي بادشاهہ کي محصول ڏيڻ کان روڪڻ جو الزام ڪونہ لڳايو هيو جنهن جي نتيجي ۾ ان (حضرت عيسيٰ عليہ السلام) تي ڪيس هلايو ويو ۽ ان کي صليب تي چاڙهڻ جي سزا ڏني وئي هئي؟

حضرت عيسيٰ عليہ السلام ماڻهن کي ڇو روڪيو هيو تہ قيصر کي محصول نہ ڏين؟ ڇا اهو ماني ڳيپي ڪري ڪونہ هيو جيڪو قيصر ۽ ان جي عهديدارن غريبن، بکايلن ۽ يتيمن کان کسي ورتو هيو؟ ڇا يروشلم جي يهودي پادرين قيصر جي نمائندي کي قيصر جي حڪومتي طريقي کي بچائڻ لاءِ ڪونہ چيو هو جنهن مطابق غريبن جو استحصال ڪيو ويندو هيو ۽ سرمائيدار امير ترين ٿي ويا هيا ۽ اهو تہ جيڪڏهن ان (عيسيٰ عليہ السلام) کي صليب تي نہ چاڙهيو ويو تہ اهو (نمائندو) قيصر جو دوست ڪونهي؟

اهو حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، عيسيٰ عليہ السلام جو پاءُ هيو جيڪو ان وقت جي ظالماڻي معاشري خلاف اٿي بيٺو

جتي ظالمن ۽ مظلومن جي وچ ۾ وڏو تڪرار موجود هيو. قرآن شريف ان جي معرفت ماڻهن سان هيئن مخاطب ٿيو: "اهو (الله) آهي جنهن ڌرتي توهان جي استعمال ۾ آندي، ان ۾ گهمو ڦرو ۽ (جيڪو توهان کي الله) رزق عطا ڪيو آهي اهو ئي کائو پيئو." (سورت ملڪ آيت 15)

هتي ماڻهن کي کائڻ ۽ پيئڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي ڇو ته زندگي جو انحصار انهن ڳالهين تي آهي. اها هدايت سڀني ماڻهن کي ڏني وئي آهي ۽ نه ڪي ڪنهن خاص طبقي کي. هر ماڻهوءَ کي ڪم ڪار ڪرڻ ۽ زندگيءَ جو گذر بسر ڪمائڻ جو حق آهي.

هڪڙي ٻئي موقعي تي هيئن چيو ويو آهي: "انسان کي پنهنجي کاڌ خوراڪ تي نظر رکڻ گهرجي. اسان (آسمان منجهان) مينهن وسايو. پوءِ زمين کي چيريو. پوءِ ان ۾ اناج پيدا ڪيو. ۽ ان مان انگور ۽ ڪمند. ۽ زيتون ۽ کجي جا وڻ اپاريا. توهان جي واسطي ساوا باغ ۽ تازا ميوا (پيدا ڪيا)." (عبس آيت 24 کان 30)

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي هڪڙي حديث آهي جنهن ۾ پاڻ فرمايو اٿن: "دنيا ۾ ٽي شيون آهن جن ۾ سڀني ماڻهن جو هڪجيترو حصو آهي - پاڻي، نباتات ۽ باهه."

هر ماڻهوءَ کي پاڻي تي برابر حصو آهي جيڪو الله مٿان کان موڪلي ٿو يا ڌرتي تي وهائي ٿو. البت جيڪڏهن ڪو شخص پاڻي لاءِ کوهه کوٽي ٿو يا پاڻي جو ذخيرو ڪري ٿو ته ٻيا ان کان پاڻي وٺڻ جا حقدار ڪونه آهن، ڇو ته ان تي پهريان ان جو حق آهي. ساڳي طرح جيڪا نباتات قدرتي طور تي ڦٽي ٿي ته ڪنهن کي به اهو حق ڪونهي ته ٻين کي خارج رکي ان تي پنهنجو حق ڄمائي. ساڳي طرح جيڪڏهن ڪو شخص باهه ٻاري ٿو ته اهو ٻئي کي ان کان محروم نٿو رکي سگهي، ڇو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو ان سان پنهنجي ٻتي ٻاريندو ته اها وسامي ڪونه ويندي.

جهالت واري دور ۾ اهو رواج هيو ته سردار يا حڪمران زمين جو جيڪو به ٽڪرو وڻندو هيس ته پنهنجي ملڪيت قرار ڏيندو هيو ته جيئن پنهنجن اٺن ۽ ٻين جانورن کي پالي. ٻين ماڻهن جي جانورن لاءِ اتي اچڻ يا ان ٽڪري ۾ گاهه چرڻ جي اجازت ڪونه هئي. بهرحال، ٻين

ماڻهن لاءِ گذيل ۽ عام زمين ۾ به ان جي جانورن کي اچڻ ۽ گاهه چرڻ جو حق هيو. اهو هڪڙو ڏاڍائي وارو طريقو هيو جيڪو ان زماني ۾ اختيار ڪيو ويو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم پنهنجن خرابين سان گڏ ان ظالماڻي رواج کي به ختم ڪيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم مزدورن کي پورو پورو اجورو ڏيندا هيا ۽ ٻين کي پڻ هدايت ڪندا هيا ته سندن مثال جي پوئواري ڪن، جيئن معاشري ۾ ڪو ضرورتمند ۽ غريب ماڻهو نه رهي. جڏهن به ڪنهن علائقي مان محصول واري آمدني وٽن پهچندي هئي ته ڀهريان ڀهريان پنهنجن اصحابن کي ان مان انهن جو حصو ڏيندا هيا ۽ پنهنجي نياڻي حضرت فاطمه الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها کي بعد ۾ ڏيندا هيا. ائين ڪرڻ مان سندن اهو ارادو هيو ته عام مخلوق جي ضرورتن جو پورائو اڳ ۾ ڪجي.

غربت ۽ دولت جي معاملي ۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي رويي جي موضوع تي اسان هتي تفصيل سان ڳالهائڻ ڪونه ٿا گهرون. اسان گذريل بابن ۾ اڳيئي تفصيل سان بيان ڪري چڪا آهيون ته اسلام ماڻهن کي چڱا ڪم ڪرڻ لاءِ ڪيئن همٿايو آهي ته جيئن معاشري ۾ ضرورتمند نه رهي، ڇو ته اسلام ۾ نيڪي ڪرڻ وارو ڪم مقرر ڪيل روزن ۽ نمازن کان وڌيڪ بهتر عمل آهي.

الله جي رسول حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جنهن غربت ۽ ٻين تي ڀاڙڻ کي پسند ڪونه ٿي ڪيو. انهن فرمايو: "غربت جو ڪفر ۾ تبديل ٿي وڃڻ جو گهڻو انديشو آهي."

هڪڙي ٻئي باب ۾ اسان وضاحت ڪنداسين ته اسلام جي دورانديشي واري نظر رکڻ واري رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم معاشري سان تعلق رکندڙ اڻ ڳڻين ڳجهن ۽ رازن کي ڪيئن سمجهيو ۽ پاڻ ماڻهن کي خوشي واري زندگي گذارڻ لاءِ ڪيئن همٿايائون.

حضرت ابوذر غفاري رضي الله تعاليٰ عنه هڪڙو قناعت پسند ۽ راضي برضا رهڻ وارو شخص هيو جنهن دنياوي آسائشن جي گهڻي پرواهه ڪونه ڪئي. توڙي جو ان بي سوادي زندگي گذارڻ جي چونڊ ڪئي، ان غربت خلاف سخت ۽ سنجيده ويڙهه ڪئي ۽ ماڻهن جي

حقن جي حمايت ۾ مهم هلائيندي پنهنجي جان قربان ڪئي. ان طرفان چيل هي جملو گهڻو ڏيان ڇڪائيندڙ آهي: "جڏهن ڪنهن شهر ۾ غربت داخل ٿئي ٿي تہ برائي ان سان سنگت لاءِ هٿ وڌائي ٿي."

اموين ۽ ان کان پوءِ اچڻ وارن حڪمرانن پنهنجي اختيار ۽ اقتدار کي جاري رکڻ لاءِ گهڻيون ڪوششون ڪيون. انهي مقصد ماڻڻ لاءِ انهن پنهنجن اتحادين ۽ ملازمن کي هُشي ڏني تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن منسوب ڪري ڪوڙيون حديثون بيان ڪن تہ جيئن اهي (حديثون) ماڻهن جو استحصال ڪرڻ ۽ انهن کي غلام بڻائي رکڻ لاءِ انهن لاءِ مددگار ثابت ٿين. انهن جي حمايتن تنهنڪري ايجاد ڪري نيون حديثون بيان ڪيون جنهن مطابق ماڻهن کي صلاح ڏني وئي هئي تہ اهي صبر ۾ رهن. پنهنجن حڪمرانن طرفان ڏنل تڪليفون برداشت ڪن ۽ بنا چون چران جي انهن جا حڪم مڃين.

ٻيو سوال اهو آهي تہ جيڪڏهن تاريخي نقطہ نظر کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان منسوب ٿيل اهڙيون ڳالهيون درست آهن تہ پوءِ سندن رحلت فرمائڻ وقت سندس اصحابين انهن ڳالهين جي خلاف عمل ڇو ڪيو جڏهن خلافت، جانشيني ۽ وراثت بابت تڪرار پيدا ٿي ويو؟

ان کان علاوه اهي حديثون ان وقت ڇو ظاهر نہ ڪيون ويون ۽ ماڻهن کي صبر ۾ رهڻ جي صلاح ڇونہ ڏني وئي جڏهن انهن ماڻهن بابت تڪرار پيدا ٿي ويو جن زڪوات ادا ڪرڻ کان انڪار ڪيو يا ٿال مٿول ڪئي ۽ انهن کي مرتد قرار ڏيڻ يا نہ ڏيڻ جو معاملو اٿيو ۽ جڏهن خليفي عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ تي حملو ٿيو ۽ ماڻهن ان کي قتل ڪرڻ گهريو؟

حضرت عائشہ صديقہ رضي الله تعاليٰ عنها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پياري زال هئي ۽ ان کي گهڻيون ئي حديثون دل سان ياد هيون. طلحہ ۽ زبير پڻ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ويجهڙا اصحابي هيا ۽ انهن کي خوشخبري ٻڌائي وئي هئي تہ اهي بهشت ۾ ويندا. انهن شخصن اهي حديثون ڇو ياد نہ رکيون ۽ انهن حضرت علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڇو ڪئي؟

ان کان علاوه اهي حديثون قرآن شريف جي ڪيترين ئي آيتن ۽ مُستَنَد حديثن جي سڏوسنئون تضاد ۾ آهن ۽ انهن ڪوڙين حديثن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طبيعت ۽ اسلامي فلسفي سان ڪو تعلق ڪونهي. مثال طور، سوره بقر ۾ چيو يو آهي: "الله جي راهہ ۾ لڙائي ڪيو ۽ ڄاڻو تہ الله ٻڌڻ وارو ۽ ڄاڻ (علم) رکڻ وارو آهي." (سورت بقر آيت 244)

قرآن شريف جي سوره المائده ۾ چيل آهي: "اهي جيڪي الله ۽ ان جي رسول سان لڙن ٿا ۽ ملڪ ۾ دنگو فساد ڪندا ڦرن ٿا انهن جي سزا اها آهي تہ انهن کي قتل ڪيو وڃي، يا ڦاسي چاڙهيو وڃي يا انهن جي هڪ پاسي جا هٿ ۽ ٻئي پاسي جا پير وڍيا وڃن." (سورت مائده آيت 33)

سوره المجادلہ ۾ اچي ٿو: "هرگز نہ لهندين تون انهن ماڻهن کي جيڪي يقين رکن ٿا الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي جو دوستي رکن انهن سان جن الله ۽ ان جي رسول جي مخالفت ڪئي توڙي اهي انهن جا ابا ڏاڏا يا پٽ پوٽا يا ياٹر يا ڪٽنب وارا هجن." (سورت مجادله آيت 22)

سوره ممتحنه ۾ چيو ويو آهي: "اي ايمان وارو! انهن ماڻهن سان دوستي نہ رکو جن تي الله جو غضب آهي." (آيت 13)

قرآن شريف جون اهي ڪجهہ آيتون آهن جيڪي واضح طور تي مٿي ٻڌايل ڪوڙين حديثن جي تضاد ۾ آهن. هاڻي اسان اهي حديثون بيان ڪيون ٿا جيڪي انهن ڪوڙين حديثن جي مخالفت ۾ آهن.

امام مسلم حضرت عبدالله بن مسعود رضي الله تعاليٰ عنہ جي مختلف سلسلن سان بيان ڪيل حديث جو حوالو ڏئي ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "نبيين سڳورن جي امتين منجهہ جن کي نبوي منصب لاءِ چونڊيو ويو هيو اهي انهن جا حواري ۽ اصحابي هيا، جن واسطيدار نبي سڳوري جي حديثن ۽ احڪامن جي پيروي ڪئي. انهن حوارين ۽ اصحابن کان پوءِ انهن جا اهڙا پوئلڳ آيا جيڪي ڳالهہ هڪڙي ڪندا هيا ۽ ڪم ٻيو ڪندا هيا ۽ اهڙا عمل ڪندا هيا جن جي اجازت ڪونہ هئي. جيڪو بہ اهڙن ماڻهن جي خلاف پنهنجن هٿن، زبان ۽ دل سان ويڙهہ ڪري ٿو تہ اهو ئي مؤمن آهي." (صحيح مسلم جلد پهريون).

ابوسعيد خدري رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت بيان ڪئي وئي آهي تہ ان چيو تہ ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي هي فرمائيندي ٻڌو: "جيڪو بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي غلط ڪم ڪندي ڏسي تہ اهو ان کي هٿ سان روڪي. جيڪڏهن اهو ان کي هٿ سان روڪي نٿو سگهي تہ پنهنجي زبان سان منع ڪري. جيڪڏهن ائين بہ نہ ڪري سگهي تہ ان کي پنهنجي دل ۾ برو سمجهي ۽ اها ايمان جي گهٽ درجي واري حالت آهي." (فتوحات الذهبيہ).

مختصر اهو تہ جن ماڻهن بہ نبين سڳورن جي سيرتن جو ڌيان سان مطالعو ڪيو آهي انهن کي خبر پئي آهي تہ نبين سڳورن غربت کي پسند ڪونہ ڪيو ۽ انهن منافقن کي دوزخ جي باهہ کان ڊيڄاريو جن ماڻهن کي غربت ۽ مڪسيني لاءِ اياريو. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ سرمائيدار نبين سڳورن جا دشمن نہ ٿين ها ۽ ڪمزور ۽ مجبور ماڻهو نبين سڳورن جي چوڌاري اچي گڏ نہ ٿين ها.

عربستان جي الله لوڪ ماڻهن جا قول اهو ظاهر ڪن ٿا تہ انهن کي چڱي طرح خبر هئي تہ ماڻهن جي انفرادي حيثيت وارن عملن کي معاشري جي نظام سان ويجهو تعلق آهي. اهي انهي ڳالهہ کان پلي پت واقف هيا تہ گذربسر جي وسيلن جو مهيا هجڻ انسان جي مزاج، اخلاق ۽ عادتن جي پاڪائي (پوترتا) تي گهڻو اثر وجهي ٿو. قناعت جيڪا ساراهہ لائق آهي ان جو اهو مطلب ڪونهي تہ انسان ڪوبہ ڪم نہ ڪري ۽ صرف خود مطلبي ۾ رڌل رهي، جيڪا ڳالهہ غربت جو سبب ٿئي ٿي، سٺين عادتن کي تباهہ ڪري ٿي ۽ ايمان کي ڪمزور ڪري ٿي.

اهو چوڻ بہ ٺيڪ ڪونهي تہ انسان جو سچو ڌيان پنهنجي روح جي تربيت ڏانهن هجڻ گهرجي ۽ جسم کي نظرانداز ڪري ڇڏجي، ڇو تہ جڏهن پيٽ خالي هجي تہ فرضن جي بجاآوري ۽ قاعدن جو احترام ممڪن ڪونهي. اهي صرف حضرت ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ جهڙا عظيم انسان هوندا آهن جيڪي صبر ۾ رهندا آهن، توڙي انهن جو پيٽ خالي هجي. هر ماڻهوءَ کي اهڙو صبر ۽ ثابت قدمي حاصل ڪونہ هوندا آهن جيڪو حضرت ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ جو خاصو هيو. حضرت سعدي شيرازي جي قول مطابق تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ

وسلم جو اهو فرمان "مسڪيني انسان لاءِ فخر واري ڳالهہ آهي" انهن ماڻهن جي حوالي ۾ آهي جيڪي الله تعاليٰ جي تابعداري ۽ قدرتي خوشي جي ميدان جا سورما آهن ۽ انهن ماڻهن جي غربت جي حوالي ۾ ڪونهي جيڪي لباس تہ پرهيزگار ماڻهن وارو اوڍيندا آهن باقي پيٽ ڀين جي خرچ تي پريندا رهندا آهن. ۽ اهو جملو "اطمينان بي پايان خزانو آهي" انهن نڪمن ماڻهن لاءِ ڪونہ چيو ويو آهي جيڪي ڪجهہ بہ ڪونہ ڪندا آهن. دراصل اهو انهن لالچي دولتمند ماڻهن ۽ ظالم حڪمرانن جي حوالي ۾ چيو ويو آهي جيڪي ڪنهن شي تي راضي ڪونہ هوندا آهن ۽ توڙي جو انهن جي آڏو دنيا جي سموري دولت رکي وجي تہ بہ مطمئن ڪونہ ٿيندا آهن.

حضرت علي عليہ السلام سڄي حياتي ماڻهن جي حالت سڌارڻ ۽ انهن جي غربت ۽ محتاجي مان جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ۾ گذاري جيئن اسان اڳتي هلي بيان ڪنداسين تہ انهن جي حڪومت جو بنيادي مقصد ئي اهو هيو. حضرت علي عليہ السلام پاڻ عظيم قناعت پسند ۽ راضي برضا رهڻ وارا انسان هيا ۽ دنياوي بکيڙن کان بلڪل آزاد هيا. البت، پاڻ ٻين لاءِ اهو ڪڏهن بہ ڪونہ چاهيندا هيا تہ اهي بہ پڻ غربت تي راضي هجن. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها تہ پاڻ شاهوڪارن ۽ طاقتور ماڻهن خلاف مهم نہ هلائين ها ۽ انهن خلاف جن ناجائز طور تي ملڪيتون گڏ ڪيون هيون ملڪيت ضبط ڪرڻ جي ڪارروائي نہ ڪن ها ۽ اهي ملڪيتون غريبن ۽ ضرورتمندن ۾ نہ ورهائين ها.

شعبي هڪڙي واقعي کي هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو: "هڪڙي ڏينهن مان ننڍپڻ ۾ ڪوفي ۾ رعبہ جي ميدان ڏانهن ويس. اتي مون حضرت علي عليہ السلام کي سون ۽ چاندي جي ٻن ڍِڳن تي بيٺل ڏٺو. پوءِ ان اها دولت ورهائڻ شروع ڪئي ۽ سموري ورهائي ڇڏي. پوءِ اهي گهر ڏانهن اهڙي حالت ۾ واپس ٿيا جو انهن پاڻ سان ڪابہ شي ڪونہ ڪنئي. اهي ئي علي عليہ السلام جن ان دولت مان ڪابہ شي ڪونہ ڪنئي ماڻهن کي مخاطب ٿي فرمايو: "دنياوي نفعن لاءِ پاڻ کي اهڙي نموني ۾ مصروف رکو جيڪڏهن توهان کي هن دنيا ۾ هميشہ لاءِ رهڻو هجي."

حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ ماڻهن کي غربت مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ کان وڌيڪ ٻي ڪابہ ڳالهہ اهم ڪونہ هئي. انهي معاملي ۾ انهن چٽو ۽ صاف بيان جاري ڪيو جنهن کي ٻئي ڪنهن بہ نموني ۾ بيان نٿو ڪري سگهجي. انهن فرمايو: "جيڪڏهن توهان حق جي راهہ تي سفر جاري رکو تہ واٽون توهان جي آڏو کلنديون وينديون ۽ توهان مان ڪوبہ غربت جو شڪار ڪونہ ٿيندو."

عربن جي جهالت واري دور جي طور طريقن تي حملو ڪرڻ کان علاوه حضرت علي عليہ السلام درويشاڻي اطمينان تي پڻ طنز ڪئي. انهن فرمايو: "اي عربو! توهان سخت پٿرن، گهاٽي لڙاٽيل پاڻي ۾ زندگي گذاري ۽ ڏتڙيل ماڻهن وانگر پاروتو ڪاڌ ـ واپرايو."

حضرت علي عليہ السلام جا لفظ ظاهر ڪن ٿا تہ اهو سڀ ڪاڏي، عمدن ڪپڙن ۽ شاندار گهر کي ناپسند ڪونہ ڪندا هيا پر ان کي اها ڳالهہ پسند ڪونہ هئي تہ پاڻ تہ آسائش واري زندگي گذاري ۽ ٻين کي اهڙيون سهوليتون ميسر نہ هجن. ان جا چٽاپٽا رايا اهو ظاهر ڪن ٿا تہ سندن اها شديد خواهش هئي تہ هر ماڻهوءَ کي گذربسر جا مناسب وسيلا دستياب هجن. حضرت علي عليہ السلام قوم جا اڳواڻ هيا ۽ رهبر جي اها ذميواري هوندي آهي تہ جيستائين معاشري مان غربت جي پاڙ پٽجي وڃي، اهو بہ اهڙي ڏکي ۽ آزمائش واري زندگي گذاري جهڙي ان جا پوئلڳ گذاريندا هجن. جڏهن معاشري ۾ ڪوبہ غريب نہ رهندو تہ اڳواڻ جي غربت پڻ لازمي ختم ٿي ويندي. ان جي زندگي گذارڻ جو طريقو بہ اهو ساڳيو هوندو جيڪو ٻين ماڻهن جو هوندو ڇو تہ ان جي برخلاف اڳواڻي ۽ سرداري بي معنيٰ ٿي ويندا. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "ڇا مون کي ان تي خوش ۽ راضي رهڻ گهرجي تہ مون کي ماڻهو اميرالمؤمنين سڏين ۽ مان پاڻ زماني جي معمولي ڳالهين جي معاملي ۾ بہ انهن سان شامل نہ ٿيان؟" "معمولي ڳالهين" مان سندن مراد غربت جي تڪليف هئي.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي نياڻي کي انهي ڳالهہ جي اجازت ڪونہ ڏيندا هيا تہ موتين جا هار پائي پاڻ کي سينگاري سنواري جڏهن تہ گهڻن ماڻهن جون نياڻيون انهي حيثيت ۾ ڪونہ هيون تہ پاڻ

ڪي اهڙي نموني ۾ سينگارين سنوارين. جيئن هن ڪان پهريان هڪڙي باب ۾ ٻڌايو ويو تہ انهن پنهنجي نياڻي کي تاڪيد ڪندي فرمايو تہ موتين وارو هار بيت المال ۾ واپس جمع ڪرائي ڇڏي. پاڻ فرمايائون: "اي ابوطالب جي ڀچڙي! حق جي رستي کان هٽڻ جي ڪوشش نہ ڪر. ڇا مهاجرن ۽ انصارن جون سڀئي عورتون پاڻ کي عيد جي ڏينهن ائين سينگارين ٿيون؟" پاڻ فرمايائون. "سڀئي عورتون" ۽ نہ ڪي "شاهوڪارن جو عورتون."

حضرت علي عليہ السلام جڏهن خلافت سنڀالي تہ سڀ کان پهرين ڳالهہ جيڪا انهن ڪئي اُها اِها هئي تہ انهن ماڻهن جي غربت واري حالت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. اها ئي اهم ڳالهہ هئي جيڪا حضرت علي عليہ السلام کي لازمي ڪرڻي هئي، ڇو تہ کين چڱي طرح خبر هئي تہ توڙي جو انسان کي ڪيترين ئي تڪليفن کي منهن ڏيڻو هوندو آهي، غربت ان لاءِ عظيم مصيبت هوندي آهي. اهي پاڻ ئي هيا جن هي لفظ فرمايا: "الله تعاليٰ انسان کي اهڙي ڪنهن بہ تڪليف ۾ ڪونہ وڌو آهي جيڪا غربت کان وڌيڪ ڏکي هجي." اهو جملو پهريائين اهو ظاهر ڪري ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي غربت ختم ڪرڻ کي بلڪل لازمي ڳالهہ ٿي سمجهيو ۽ ٻيو تہ ان ماڻهن جي حالت ۽ واقعن ۽ ان مان نڪرندڙ نتيجي جو مڪمل طور تي صحيح ڪاٿو لڳايو هيو.

ڪجهہ ماڻهن غربت تي گهڻو فخر ڪيو آهي ۽ ماڻهن کي ان جي دعوت ڏني آهي. البت، انهن جي سوچ صحيح ڪونهي. حضرت علي عليہ السلام غربت خلاف ساڳي نموني ۾ مهم هلائي جهڙي نموني رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جدوجهد ڪئي هئي ۽ جيئن حضرت ابوذر غفاري رضي الله تعاليٰ عنہ جيڪو عظيم انقلابي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي جانثار حمايتن مان هڪ هيو ۽ جيڪو اموين جي ظلم جو نشانو بڻيو هيو غربت خلاف جدوجهد ڪئي هئي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ حضرت علي عليہ السلام ۽ حضرت ابوذرغفاري رضي الله تعاليٰ عنہ کي خبر هئي تہ غربت هر گُڻ کي تباهہ ڪري ڇڏي ٿي، ايتري تائين جو پرهيزگار

مؤمنن لاءِ بہ ڪفر جو باعث ٿي وڃي ٿي. اهو ئي سبب هيو تہ حضرت علي عليہ السلام ان خلاف هر موڙ تي جهاد ڪيو ۽ انهن ماڻهن کي خوار خراب ڪيو جيڪي ماڻهن کي غربت لاءِ هرڪائيندا هيا. حضرت علي عليہ السلام جي عقيدي مطابق غربت سياڻي ماڻهوءَ کي بہ گونگو ۽ ٻوڙو ڪري ڇڏي ٿي. هو غربت جو ئي نتيجو آهي تہ ساڳي شهر ۾ رهڻ وارا ماڻهو هڪ ٻئي لاءِ اوپرا ۽ هڪ ٻئي جا دشمن ٿي ويندا آهن. انهي حقيقت ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ موت هڪڙي وڏي مصيبت آهي پر غربت موت کان بہ وڌيڪ خراب آهي. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "غربت عظيم موت آهي."

هي اهو جملو آهي جيڪو حضرت علي عليہ السلام غربت خلاف ۽ انهن ماڻهن خلاف ڳالهايو جن غربت لاءِ پرچار ٿي ڪئي، جيڪو انهن جي ٺڳي ۽ ڪُوڙائپ جي محل کي ڊاهي پٽ ڪري ٿو: "جيڪڏهن غربت منهنجي سامهون ڪنهن ساهواري جي شڪل ۾ اچي تہ مان ان کي قتل ڪري ڇڏيان."

حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ انساني معاشرو هڪڙي جسم وانگر آهي جيڪو متضاد جزن تي مشتمل ڪونهي ۽ نہ وري ان جو نظام (سرشتو) حقن ۽ ذميوارين جي معاملي ۾ مت ڀيد تي ٻڌل آهي، تہ جيئن ڪجهہ ماڻهو جيئن وڻين ايئن ڪندا وتن ۽ ڪير بہ انهن کي روڪڻ وارو نہ هجي ۽ ٻيا مجبور ۽ محتاج هجن جو ڪوبہ انهن جو مددگار نہ هجي.

جنهن معاشري کي حضرت علي عليہ السلام پسند ڪندا هيا ان ۾ اها اجازت ڪونہ هئي تہ هڪڙو ٽولو ڪائي ٽلهو متارو ٿي وڃي ۽ ٻيو ٽولو بکن ۾ پاهہ ٿي هڏن جو پڃرو ٿي وڃي يا هڪڙو ٽولو محنت مشقت ڪندو رهي ۽ ٻيو ٽولو فائدا ماڻيندو وتي.

توڙي جو حضرت علي عليہ السلام هڪڙي عظيم روحاني شخصيت هيا، جنهن جو ڌيان سدائين الله جي رضا ڏانهن هوندو هيو پر سندن زندگي ۾ هڪڙو بہ اهڙو ڏينهن ڪونہ گذريو جنهن ۾ ان ماڻهن جي معاملن ڏانهن ڌيان نہ ڏنو هجي، يا انهن جي نهايت معمولي معاملن تي بہ اک ٻوٽ ڪئي هجي، ڇوتہ ان انسان کي نهايت اعليٰ تخليق جو

بهترين نموني سمجهيو ٿي. اهو دنيا تي ۽ ان ۾ رهندڙن تي بلڪل ساڳي نموني ۾ نظر ڪندو هيو جنهن نموني ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن تي نظر رکندا هيا.

قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "اسان رات کي لباس طور خلقيو آهي ۽ ڏينهن کي گذر بسر ڪمائڻ لاءِ." (سورت النباء آيت 10 ۽ 11)

حضرت علي عليہ السلام انساني معاشري کي پنهنجي ڌيان جو مرڪز بڻائڻ لاءِ انهي الهامي وحي کي بنياد بڻايو. ان معاشرتي قاعدن کي نئين سر جياريو ۽ انهن کي سڌارڻ ۽ درست ڪرڻ ۾ مصروف رهيو تہ جيئن يلو ۽ خوشحال معاشرو وجود ۾ اچي وڃي. ان پنهنجن خطبن ۽ تجويزن کي انهن جي مناسب موقعي تي استعمال ڪيو ۽ ماڻهن کي سندن فرضن ۽ ذميوارين کان آگاھہ ڪيائين.

حضرت علي عليہ السلام عدل ۽ انصاف کي قائم رکڻ لاءِ گهڻو فڪرمند هيا. سندن خاص مقصد اهو هيو تہ انصاف کي قائم هجڻ گهرجي. سندن خلافت سنڀالڻ کان پوءِ ڪجهہ ماڻهو کين مبارڪباد ڏيڻ لاءِ آيا ۽ ڏٺائون تہ پاڻ پنهنجي جتي کي ٽاڪا هڻي رهيا آهن. پاڻ انهن کي فرمايائون: "جيڪڏهن مان حق کي قائم رکي نہ سگهان ۽ ڪوڙ نڱي کي ختم ڪري نہ سگهان تہ منهنجا اهي جوتا منهنجي لاءِ حڪمراني کان بہ وڌيڪ عزيز هوندا."

حضرت علي عليہ السلام سدائين انهن پرهيزگار ماڻهن کي پسند ڪندا هيا جيڪي آخرت لاءِ فڪرمند رهندا هيا ۽ آخرت جون نعمتون ماڻڻ لاءِ غريبن جي خدمت ڪندا هيا. ان فرمايو: "صرف اهو ماڻهو جيڪو ماڻهن جي ڀلائي لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو اهو ئي آخرت ۾ ڪامياب هوندو. عوام جي فلاح و بهبود لاءِ جيڪي سنيون ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون اهي هي آهن: بکايل کي کاڌو کارائڻ، اڃايل کي پاڻي پيارڻ، جن وٽ ڪپڙا لٽا نہ هجن انهن کي لباس مهيا ڪرڻ، ماڻهن کي سندن فرضن ۽ حقن جي آگاهي ڏيڻ، ۽ ٻين جي حقن جو تحفظ ڪرڻ."

هڪڙي ڏينهن امير المؤمنين علي عليہ السلام علاء بن زياد حارثي نالي هڪڙي اصحابي سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ويا. جڏهن پاڻ ڏٺائون تہ

ان جو گهر ڪيترو نہ ڪشادو ۽ وسيع هيو تہ ان کي فرماياائون: "هن دنيا ۾ انهي گهر جي ڪشادگي تنهن جي ڪهڙي ڪم جي آهي، جڏهن تہ توکي آخرت واري گهر جي ڪشادگي جي گهڻي ضرورت آهي جتي توکي سدائين لاءِ رهڻو آهي. البت، جيڪڏهن تون آخرت ۾ بہ اهڙي ڪشادي گهر جي خواهش رکين ٿو تہ هن گهر ۾ مهمانن جي اچڻ لاءِ در کولي ڇڏ، پنهنجن مٽن مائٽن سان سٺو سلوڪ ڪر ۽ موقعي مناسبت سان ٻين جا حق ادا ڪر. جيڪڏهن تون ائين ڪندين تہ تون آخرت واري دنيا ۾ ڪامياب ٿيندين."

روزي ۽ نماز جي اهميت کي بيان ڪندي پاڻ ڪميل بن زياد کي فرماياائون: "اي ڪميل! اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪونهي تہ تون نمازون پڙهين، روزا رکين ۽ زڪوات ڏين، اهم ڳالهہ اها آهي تہ تون دل جي صفائي ۽ دل جي حضور سان عبادت ڪرين ۽ الله جي رضا مطابق انهن جي ادائگي ڪرين."

حضرت علي عليہ السلام آخرت کان اڳ پڻ هن دنيا ۾ماڻهن جي زندگي لاءِ ايترو فڪرمند هيا جو وقت جو خليفو هجڻ جي باوجود روزاني جي معمول موجب ڪوفي جي بازار ۾ ويندا هيا، هر دوڪان تي بيهندا هيا ۽ فرمائيندا هيا: "اي دوڪاندارو! خدا جو خوف ڪيو. گراهڪن جي قربت حاصل ڪيو. پاڻ کي بردباري سان مالامال ڪيو. قسم نہ کڻو. ڪوڙ نہ ڳالهايو. ناانصافي کان پرهيز ڪيو. ڏکويلن سان انصاف ڪيو ۽ ماپ ۽ تور صحيح نموني سان ڪيو. ماڻهن کي انهن جي حق کان گهٽ نہ ڏيو. دنيا ۾ بدعنواني نہ پکيڙيو."

نوف بڪالي لاءِ چيو ويو آهي تہ ان ٻڌايو: "مان ڪوفي جي مسجد ۾ ويس ۽ اتي اميرالمؤمنين علي عليہ السلام کي ڏٺم. مون انهن کي سلام ڪيو ۽ انهن بہ سلام جو جواب ڏنو. مون عرض ڪيو: "اي اميرالمؤمنين! مون کي ڪا نصيحت ڪريو." پاڻ فرماياائون: "توهان ماڻهن سان چڱائي ڪيو ۽ الله توهان سان ڀلائي ڪندو." مون انهن کي عرض ڪيو تہ اڃا ڪجهہ وڌيڪ فرمايو. انهن فرمايو: "نوف! جيڪڏهن تنهنجي تمنا هجي تہ تون قيامت جي ڏينهن مون سان گڏ هجين تہ ظالمن جو ڪڏهن بہ ساٿ نہ ڏجان."

مختصر ڳالهه ڪجي ته انسانذات جي خدمت، انهن جون گهرجون پوريون ڪرڻ ۽ ناانصافي جو خاتمو ڪرڻ حضرت علي عليہ السلام جي حڪمت عملي جو مرڪزي نقطو هيو. هڪڙي دفعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ڏانهن نهاريو ۽ فرمايو: ”اي علي! الله تعاليٰ توهان کي اهڙن اوصافن سان نوازيو آهي جيڪي ان جي نظر ۾ بهترين اوصاف آهن. ان توهان کي غريبن ۽ ڪمزورن جي محبت عطا ڪئي آهي. اها ڳالهه توهان جي لاءِ خوشي جو باعث هجڻ گهرجي ته اهي ئي توهان جا ساٿي ۽ پوئلڳ هوندا ۽ توهان جو انهن جو امام هجڻ انهن لاءِ خوش ۽ اطمينان جو سبب هوندو.“

# علي عليہ السلام کان اڳ واريون حالتون

اهو شخص بيخوف نٿو رهي سگهي جيڪو پاڻ پيٽ ڀري کائي سمهي ۽ ان جو پاڙيسري بکارو هجي.
پنهنجي هٿ جي ڪمائي کان بهتر ڪا روزي ڪونهي.
جنهن ماڻهن جو ٿورو ڪونہ مڃيو ان الله جو شڪر ادا ڪونہ ڪيو. ماڻهو ٽن شين ۾ هڪجيترا (برابر) حقدار آهن. پاڻي، نباتات ۽ باھ.
ذخيره اندوزي ڪرڻ وارو گناهگار آهي.
جنهن زمين تي ڪنهن شي تي ناجائز قبضو ڪيو زمين جا ست ئي طبقا ان جي ڳچي ۾ طوق وانگر وڌا ويندا.
انسان ڦڻي جي ڏندن وانگر برابر آهن.
جهڳڙو ختم ڪرڻ ۽ صلح ڪرڻ نماز کان بهتر آهي.
هڪڙي گهڙي جو غوروفڪر هڪ سال جي عبادت کان بهتر آهي.
سموري خلق الله جو ڪٽنب (عيال) آهي ۽ انهن ۾ الله کي اهو پيارو آهي جيڪو الله جي عيال لاءِ ٻين کان وڌيڪ فائدي وارو هجي.
دين لڱ لاڳاپي جو نالو آهي.
الله جا ٻانها پاڻ ۾ ڀائر آهن.
هر انسان ٻئي انسان جو ڀاءُ آهي، چاهي ڪير پسند ڪري يا نہ ڪري

رسول الله

انهيءَ کان اڳ جو اسان بيان ڪريون تہ حضرت علي عليہ السلام انساني ڀائيچاري بابت ڪهڙا نظريا ۽ خيال رکيا ٿي ۽ ان انساني حقن جو ڪيترو احترام ڪيو ٿي، اهو ضروري ٿئي ٿو تہ انهي ڳالھ جو ذڪر ڪجي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انسانذات جي ڀلائي لاءِ ڇا ڪيو انهن ڪهڙا قانون ۽ قاعدا نافذ ڪيا. ۽ انهن انساني حقن جو ڪيترو احترام ڪيو ٿي. ائين ڪرڻ ضروري آهي، ڇو تہ حضرت علي عليہ السلام جي صرف اها ذميواري هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان نافذ ڪيل قاعدن ۽ ضابطن کي عملي

جامو پهرائي ۽ انهي ڳالهہ کي تڪميل تي پهچائي جنهن جي انهن خواهش ڪئي ٿي. حضرت علي عليہ السلام جيڪو ڪجهہ ڪيو اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڳالهين جو پوراڻو هيو ۽ ان طرفان ڪنيل هر قدم جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان ڪنيل قدمن سان تعلق هيو.

اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم معاشري جي مادي ۽ سماجي حالتن ڏانهن پورو پورو ڌيان ڏنو. اسلام انساني معاشري لاءِ قانون ۽ قاعدا ساڳي نموني ۾ نافذ ڪيا جنهن نموني ۾ ان انهن کي فردن لاءِ نافذ ڪيا. اسلام انساني ڀائيچاري ۽ معاشري کي ايتري گهڻي اهميت ڏني ٿو جو اهو هر قومي خدمت کي عبادت قرار ڏئي ٿو ـ بلڪ قومي خدمت مذهبي رسمن جي ادائگي تي سرسي رکي ٿي. اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "اختلافن ۽ تڪرارن کي حل ڪرڻ مقرر ڪيل روزن ۽ نمازن کان بهتر عمل آهي."

هي واقعو واضح نموني ۾ ظاهر ڪري ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم امت ۽ معاشري جي فلاح ۽ بهبود لاءِ ڪيترو فڪرمند هيا.

حضرت عبد الله بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪري ٿو: "اسان ڪجهہ اصحابي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ سفر ڪري رهيا هئاسون. اسان مان ڪجهہ روزي سان هيا ۽ ڪجهہ کي روزو ڪونہ هيو. اها اونهاري جي موسم هئي. اسان هڪڙي جاءِ تي ترسياسين. اسان وٽ مٿان ڇاڇو ڪرڻ لاءِ ڪجهہ بہ موجود ڪونہ هيو سواءِ ڪپڙي جي هڪڙي ٽڪري جي جيڪو اسان ساڻ ڪنيو هيو. اسان مان ڪيترائي اهڙا هيا جيڪي اس جي تپش کان بچڻ لاءِ پنهنجي منهن تي هٿ رکي رهيا هيا. اسان مان جن کي روزو ڪونہ هيو اهي اٿيا ۽ تنبو کوڙيائون ۽ جانورن لاءِ پاڻي مهيا ڪيائون. ان تي اسلام جي پغيمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ اڄ اهي ماڻهو جيڪي روزي سان ڪونهن سمورو روحاني انعام پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو آهي."

اهو واقعو ظاهر ڪري ٿو تہ روزو جيڪو عبادت جو هڪڙو لازمي رڪن آهي، سفر ۾ معاف آهي تہ جيئن ڪوبہ انهي سبب معاشرتي معاملن ۾ ڊرائيپ نہ ڏيکاري ۽ خدا جي مخلوق جي خدمت ڪرڻ کان عاجز نہ ٿي وڃي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو پڻ فرمايو: "جيڪڏهن توهان منجهان ڪو خراب ڳالهہ ٿيندو ڏسي تہ ان کي پنهنجن هٿن سان روڪي، ۽ جيڪڏهن ائين نہ ڪري سگهي تہ ان کي پنهنجي زبان سان منع ڪري. جيڪڏهن ان کي زبان سان بہ منع نہ ڪري سگهي تہ ان کي پنهنجي دل ۾ خراب سمجهي مذمت ڪري. اهو ٿيون متبادل ايمان جو ڪمزور درجو آهي."

"نيڪي ڪرڻ جو حڪم يا مشورو ڏيڻ ۽ برائي کان روڪڻ."
اسلام جو اهڙو واضح قاعدو آهي جو ان جي ذريعي ہين سان هر قسم جي ڀلائي ڪري سگهجي ٿي ۽ هر قسم جي برائي جي پاڙپٽي سگهجي ٿي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون ماڻهن طرفان بيان ڪيل ڪيتريون ئي حديثون موجود آهن جيڪي پڌرو ڪن ٿيون تہ جيڪو بہ ماڻهو قوم لاءِ ڪا خدمت انجام ڏئي ٿو تہ اهو عبادت گذار شخص کان وڌيڪ ڀلو آهي. اها ڳالهہ عام ماڻهن جي باري ۾ آهي جيڪي قوم لاءِ خدمت انجام ڏيندا آهن. بهرحال، اهو ماڻهو جيڪو اهڙي خدمت انجام ڏئي ٿو ۽ عالم پڻ آهي تہ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ اهو شخص رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ لکين عبادت گذار ماڻهن کان زور ڀلو هوندو. بلڪل ائين جيئن چنڊ لکين ستارن ۾ برتر هوندو آهي.

اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو آهي: "هڪڙو عالم يقيني طور عبادت گذار کان برتر آهي، اهڙي ساڳي نموني ۾ جيئن چنڊ ستارن کان برتر آهي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏاهپ جي ساراهہ ڪئي آهي ڇو تہ اها ڏاهپ ئي آهي جيڪا قوم جي فلاح و بهبود لاءِ طريقا ۽ ذريعا ڳولڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. ڪوبہ ماڻهو فقط ڏاهپ ذريعي ئي قوم سان ڀلائي ڪري سگهي ٿو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "هڪڙي ڪلاڪ جو غوروفڪر هڪڙي سال جي عبادت کان بهتر آهي." (ڪجهہ حديثن ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ اهو ستر سالن جي عبادت کان بهتر آهي.)

اسلام انساني معاشري جي فلاح ۽ ان جي ڀلي ۽ نظم و ضبط سان گڏوگڏ گذربسر جي ذريعن (وسيلن) ڏانهن پورو پورو ڌيان ڏنو آهي،

ڌرتي تي موجود نعمتن ۽ پورهيي جي عظمت ڏانهن ماڻهن جو ڌيان ڇڪايو آهي. "اهوئي (الله) آهي جنهن اوهان لاءِ ڌرتي جون سموريون نعمتون پيدا ڪيون آهن ...... ڌرتي مخلوقن لاءِ پيدا ڪئي وئي آهي." (سورت بقر آيت 29)

اسلام هر ماڻهوءَ لاءِ اهو لازمي ڪيو آهي تہ اهو ٻين جو احسان مڃي. ڪوبہ الله جو شڪر گذار تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن ٻين جو احسان مڃيندو ڇو تہ جيڪو بہ مخلوقن جو حق تسليم نہ ڪندو تہ اهو خدا کي بہ ڪونہ سڃاڻندو.

"اهو ماڻهو جنهن ماڻهن جو احسان ڪونہ مڃيو ان الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪونہ ڪيو."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪارائتين سرگرمين جي گهڻي واکاڻ ڪئي آهي. انهن پاڻ کي صرف انهن سرگرمين جي واکاڻ ڪرڻ تائين محدود ڪونہ رکيو آهي پر جيڪي هٿ گهڻي ڪم ڪار ڪرڻ ڪري زخمي ٿي وڃن ٿا انهن کي چمڻ سعادت واري ڳالهہ قرار ڏنو آهي. پاڻ فرمايائون: "هي اهو هٿ آهي جنهن کي الله عزوجل ۽ ان جي رسول پسند ڪيو آهي."

هيٺين روايت اهو ڏيکاري ٿي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڀلائي جي تدبيرن ۽ ڪارائتين مهمن کي ڪيترو عظيم سمجهندا هيا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن هڪڙي صحتمند ماڻهوءَ کي ڏٺو ۽ خواهش جو اظهار ڪيائون تہ جيڪر ان شخص پنهنجي طاقت کي الله جي راهہ ۾ جهاد ڪندي خرچ ڪيو هجي ها. ان تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "جيڪڏهن اهو شخص پنهنجن ڪمزور ۽ عمررسيده پيءُ ماءُ جي خدمت ڪرڻ لاءِ گهران نڪتو آهي تہ اهو الله جي واٽ ۾ ٿاڪرو آهي. جيڪڏهن اهو پنهنجن ٻچن لاءِ روزي ڪمائڻ لاءِ نڪتو آهي تہ اهو پڻ الله جي واٽ ۾ مشقت آهي. جيڪڏهن اهو پنهنجي زال لاءِ ڪمائڻ لاءِ نڪتو آهي تہ جيئن ان کي غلط ڳالهين کان بچائي سگهي تہ اها پڻ الله جي واٽ ۾ ذميواري آهي ۽ جيڪڏهن اهو پنهنجي لاءِ ڪجهہ ڪمائڻ لاءِ نڪتو

آهي تہ جيئن ان کي ڪنهن جي آڏو هٿ ٽنگڻو نہ پوي تہ اهو پڻ الله جي واٽ ۾ ڪم ڪرڻ آهي."

حديثن جي ڪتابن ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جون ڪيتريون ئي حديثون موجود آهن جيڪي ظاهر ڪن ٿيون تہ پاڻ پورهيي کي گهڻو داد ڏيندا هيا ۽ انهن ماڻهن لاءِ سندن دل ۾ گهڻي عزت هوندي هئي جيڪي گهڻي محنت ڪندا هيا. پاڻ فرمايائون: "الله ان مؤمن کي پسند ڪري ٿو جيڪو پورهيو ڪري روزي ڪمائي ٿو. ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ پنهنجي هٿ سان ڪمايل روزي کان وڌيڪ سٺو ڪوبہ کاڌو ڪونهي."

تنهنڪري، جڏهن پورهيو اهڙي قدر ۽ اهميت واري ڳالهہ آهي ۽ مورڳو ان کي مقدس سمجهيو وڃي ٿو تہ اسان لاءِ لازمي آهي تہ ثابت قدمي سان ڪم ڪيون. جڏهن ڪو ماڻهو گهڻي محنت ڪري ٿو تہ اهو پاڻ سان گڏ ٻين کي بہ فائدو رسائي ٿو. معاشري ۾ ان جي موجودگي کي سياڻو سمجهيو ويندو ۽ الله تعاليٰ بہ ان کي پسند ڪندو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "الله تعاليٰ ان ڳالهہ کي پسند ڪري ٿو جڏهن توهان مان ڪو ماڻهو ڪم ڪار ڪري تہ ان کي چڱي نموني سان ڪري."

اسان مٿي ذڪر ڪيو آهي تہ اسلام ڌرتي کي انسان جي انتظام ۾ آندو آهي. اهو ان تي گهمي ڦري ٿو ۽ ان ۾ موجود نعمتن کي ڪتب آڻي ٿو. البت، اهو سوال پيدا ٿئي ٿو تہ اسلام انهن نعمتن جي ورهاست جي معاملي ۾ ڪهڙو طريقو اختيار ڪيو؟

ڇا اهي نعمتون ٻين ماڻهن جي شرڪت کان سواءِ خاص طبقي لاءِ مخصوص آهن؟ ڇا صرف ماڻهن جو هڪڙو ٽولو انهن مان فائدا حاصل ڪرڻ جو حقدار آهي، ۽ ٻين کي محروم رهڻو آهي؟ يا انهن کي جُهد ۽ ضرورت جي بنياد تي ورهائڻو آهي؟ ڇا انهن نعمتن کي بادشاهن، اميرن، شاهوڪارن ۽ غاصبن طرفان جمع ڪرڻو ۽ گڏ ڪري رکڻو آهي، يا انهن کي منصفاڻي طريقي سان سڀني ماڻهن منجهہ ورهائڻو آهي؟

اسلام انسانذات کي انصاف ۽ منطق واري نظر سان ڏٺو آهي، ۽ ان لاءِ سمجهہ ڀريا قاعدا ۽ ضابطا نافذ ڪيا آهن. ان نہ ڪنهن کي سندس حصي کان محروم ڪيو آهي ۽ نہ ان کي ان جي حق کان وڌيڪ ڏنو

آهي. هر ڪوشش لاءِ هڪڙو صلو هوندو آهي ۽ معاشري لاءِ ضروري آهي تہ ان صلي جو احترام ڪري، سنو معاشرو انهي جي اجازت ڪونہ ڏيندوآهي تہ سخت محنت ڪرڻ وارو بکيو رهي، ۽ نڪمو ماڻهو پورهيت جي ڪم مان حاصل ٿيندڙ پيداوار مان فائدو حاصل ڪري، نہ وري سٺي معاشري جو اهو مطلب آهي تہ پورهيت پنهنجي محنت جو اجورو حاصل نہ ڪري ۽ هڪڙو نڪمو ۽ بيڪار ماڻهو سيئي آسائشون هڙپ ڪري وڃي، جيئن قديم زمانن جي معاشرن ۾ ٿيو ۽ جيئن بنواميہ اسلام جي ظهور کان پوءِ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. يعني اهي ٻين کي غلام رکن ۽ انهن جي ملڪيتن کي ڪتب آڻين ۽ جيئن کين وڻي انهن جي حياتين سان کيڏن. اسان کي خبر آهي تہ اسلام فضول خرچي ۽ نامناسب ٺاهہ ٺوهہ کان منع ڪئي آهي، خاص طور تي اهڙي معاشري ۾ جنهن ۾ اڪثر ماڻهو غريب هجن. ان جو سبب اهو آهي تہ جيڪڏهن هڪڙي طرف فضولي خرچي ۽ اجائي ٺاهہ ٺوهہ موجود هوندي تہ ٻئي طرف غربت ۽ بک هوندي ۽ انهيءَ ڪري بہ تہ ٻين جي محنت ذريعي ٿيندڙ اپت کي هڙپ ڪرڻ جو ڪنهن کي بہ حق ڪونهي، ۽ غريب معاشري ۾ آسائش واري حياتي فقط تڏهن ممڪن آهي جڏهن ڪجهہ ماڻهو پاڻ کي ٻين جي محنت ذريعي هٿ ڪيل ڪمائي تي پالين. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فضول خرچي لاءِ هٿ ڦاڙ ماڻهن جي گهرن کي شيطان جا نڪاڻا قرار ڏنو آهي. انهن فرمايو: "جنن پوتن جا گهر پيرا آهن جيڪي ماڻهن ريشم ۽ پٽ سان پري ڇڏيا آهن."

قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "۽ ڪيترا شهر اسان تباهہ ڪري ڇڏيا جن جا رهواسي آسائشن ۾ هڏل هيا. ۽ انهن جا گهر ويران ٿي ويا جو ٿورڙن ماڻهن کان سواءِ انهن ۾ ڪو رهڻ وارو ڪونهي." (قصص آيت 58)

هڪڙي ٻئي هنڌ قرآن شريف هڪڙي تمام وڏي واضح نموني ۾ ماڻهن کي خبردار ڪري ٿو ۽ چيل آهي: "جڏهن اسان ڪنهن شهر کي تباهہ ڪرڻ گهرندا آهيون تہ اسان اتان جي آسائش پسند ماڻهن تي احڪام موڪليندا آهيون، پوءِ اهي ان ۾ نافرماني ڪندا آهن ..... پوءِ اسان شهر کي تباهہ ڪري ڇڏيندا آهيون." (بني اسرائيل آيت 16)

اسلام فضول خرچي، آسائشن ۽ مزن واري زندگي گذارڻ کان منع ڪئي آهي جڏهن ڪو غربت منجهه گذاريندو هجي جيڪا ڳالهه انهن کي دل شڪستو ڪندي آهي، ۽ اهڙي عمل ڏانهن ويندڙ سيني رستن ۾ رڪاوٽ پيدا ڪئي آهي. گورنرن ۽ عهديدارن طرفان ظلم ۽ ڏاڍ به اهڙو ئي هڪڙو رستو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ذخيره اندوزي، اجورو ڏيڻ کان سواءِ پورهيتن کان ڪم وٺڻ، زمين ۾ ڪو ڪم ڪار ۽ محنت ڪرڻ کان سواءِ ان جو مالڪ ٿيڻ، ٻين جي ملڪيت کي غضب ڪرڻ ۽ اهڙن ٻين ظلم و زيادتي وارن عملن کان منع ڪئي ۽ انهن کي ناجائز قرار ڏنو. ذخيره اندوزي لاءِ پاڻ فرمايائون: "جيڪو ذخيره اندوزي ڪري ٿو اهو گناهگار آهي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم زمين هڙپ ڪرڻ وارن کي سخت عذاب کان خبردار ڪيو ۽ فرمايو: "جيڪو ماڻهو ٻين جي زمين تي قبضو ڪري ٿو ان کي الله تعاليٰ ڳچي ۾ زمين جي ستن تهن جو ڳٽ وجهندو."

پاڻ اهو پڻ فرمايائون: "جيڪو ماڻهو ٻين جي ملڪيت ڦٻائي ٿو اهو قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي سامهون اهڙي حالت ۾ پيش ٿيندو جو الله تعاليٰ ان سان سخت ناراض هوندو."

اسلام وياج خوري جي سيني قسمن کان منع ڪئي آهي، وياج خوري جي باري ۾ قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "اي ايمان وارو! وياج ٻيڻو چئوڻو نہ کائو ۽ الله کان ڊڄو......" (آل عمران آيت 130)

هڪڙي ٻئي هنڌ اچي ٿو: "الله واپار کي حلال ڪيو آهي ۽ وياج کان حرام ڪيو آهي ........" (بقر آيت 275)

انصاف جو مطلب آهي تہ هر ماڻهوءَ کي سندس محنت مطابق اجورو ملڻ گهرجي. جيڪڏهن ماڻهو ٻين جون ملڪيتون هڙپ نہ ڪن ۽ گهڻو نفعو ڪمائڻ لاءِ ضروري شين جي ذخيره اندوزي نہ ڪن تہ دولت چند ماڻهن جي هٿن ۾ قيد ڪونہ ٿي سگهندي.

جيڪڏهن انسان ۽ ان جي سخت پورهيي کي معاشري ۾ حقي اهميت ڏني وڃي ها تہ جبري پورهيو ۽ غلامي موجود ڪونہ هجن ها. بدعنوان معاشرن جي برخلاف جن ۾ انسان جو قدر ان جي ملڪيت کي

نظر ۾ رکي ڪٽيو ويندو هيو. اسلام وٽ انسان جي قدر جو ڪاٿو لڳائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ اعليٰ پيمانو آهي.

معاشري ۾ جيڪو بدترين ڏوهه ٿي سگهي ٿو اُهو اِهو آهي ته حڪومت ۽ نفعي خور گڏجي ڪمزور ۽ محتاج ماڻهن جو استحصال ڪن. قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "هڪ ٻئي جي ملڪيت ناجائز طريقي سان نه ڦٻايو نه وري حڪمران کي رشوت ڏيو ته جيئن ماڻهن جو ڪجهه مال ناجائز طور ڇاڻي واڻي کائي سگهو..." (بقر آيت 188)

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم فرمايو: "ڪوبه کاڌو ان روزي کان بهتر ڪونهي جيڪا روزي ڪنهن ماڻهو پنهنجن هٿن سان پورهيو ڪري ڪمائي هجي."

قرآن شريف جي سورت الزلزال ۾ اچي ٿو: "جيڪو ذري برابر به برائي ڪندو اهو ان جو نتيجو ڏسندو." (آيت 8)

اهو چيو ويو آهي: "هر انسان پنهنجن عملن لاءِ ٻڌل (گروي) آهي." (سورت مدثر آيت 38)

توڙي جو اسلام دولت کي ذاتي ملڪيت تسليم ڪيو آهي، اسلامي قانون اهڙي طريقي سان ٺاهيا ويا آهن ته جيئن دولت چند هٿن ۾ قيد نه ٿي وڃي ۽ ائين نه ٿئي ته اهي ان مان سمورا مزا ماڻيندا وتن ۽ ٻين جي بي عزتي ڪن ۽ انهن کي جبري پورهئي لاءِ مجبور ڪن. قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "جيئن دولت توهان جي شاهوڪارن واسطي رانديڪو (مال) نه ٿي وڃي." (سورت حشر آيت 7)

ائين قرآن شريف ۽ حديث مطابق پهرين پهر دولت جماعت يا برادري جي ملڪيت آهي ۽ برادري جا فرد ان کي پنهنجي گُهرج ۽ محنت مطابق ڪتب آڻي سگهن ٿا. اهو ئي سبب آهي جنهن جي ڪري اسلام ۾ ٻين جي ملڪيت غصب ڪرڻ جي اجازت ڪونهي ۽ ذخيره اندوزي ۽ گهڻي ملڪيت گڏ ڪرڻ کان به منع ڪئي وئي آهي. اهو ئي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي مالياتي حڪمت عملي جو بنياد هيو ۽ انهن پنهنجن قولن ۽ فعلن ذريعي ان جو مثال قائم ڪيو جنهن جي پيروي ڪرڻ لازمي آهي.

رفاعه بن زيد رضي الله تعاليٰ عنه رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي پيارن اصحابن مان هڪ هيو. هڪڙي لڙائي ۾ اهو تير

لڳڻ ڪري شهيد ٿي ويو. ماڻهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وٽ رفاعہ رضہ جي وفات تي همدردي جو اظهار ڪرڻ لاءِ آيا ۽ چيو: "اي الله جا رسول! رفاعہ ڀاڳ وارو هيو. اهو شهيد جو موت مئو." انهن لفظن ذريعي اصحابن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي تسلي ڏيڻ گهري ٿي، پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي تسلي ڪونہ ٿي ۽ فرمايائون: "بلڪل نہ. خيبر واري مالِ غنيمت مان ان جيڪو ڀَتڪو ڪنيو هيو اهو اجا تائين باهہ جي شعلي وانگر آهي."

انهي حقيقت جي باوجود تہ رفاعہ رضہ ان وقت قتل ٿيو جڏهن جهاد ڪري رهيو هيو، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي قصوروار قرار ڏنو ڇو تہ ان عوامي مال مان پاڻ هرتو هڪڙي معمولي شي کنئي هئي، جڏهن تہ ان کي مال جي ورهاست تائين انتظار ڪرڻ کپندو هيو.

غاصبن ۽ نفعي خورن ڏانهن اسلام جيڪو رويو اختيار ڪيو ان جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ان انساني زندگيءَ کي وڏي اهميت ڏني آهي. صرف زنده انسان ئي هن ڪائنات جو روح آهي ۽ الله تعاليٰ سڀ شيون ان لاءِ خلقيون آهن. ڇاتہ حالتن ۾ ان کي زندگي يا گذربسر جي وسيلن کان ڪيئن ٿو محروم ڪري سگهجي ۽ ڪجهہ ماڻهن کي ان ڳالهہ جي اجازت ڏيڻ ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿي تہ اهي طاقتور هجڻ ڪري ٻين کي گذر بسر جي وسيلن کان محروم ڪن؟

اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نظر ۾ دولت سيني انسانن لاءِ آسائش ۽ سک سهولت واري زندگي کي يقيني بڻائڻ جو ذريعو آهي. بلڪل ائين جيئن انسانن کي سج جي روشني ۽ هوا کي ڪتب آڻڻ ۾ هڪجيترو حق آهي، ساڳي نموني ۾ حياتي جي وسيلن تي هڪجيترو حق آهي جيڪي سج جي روشني ۽ هوا جي پيداوار آهن ۽ ڪنهن کي بہ اهو حق ڪونهي تہ ٻين کي انهن نعمتن کان محروم رکي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "سيني ماڻهن کي ٽن شين تي هڪجيترو حق آهي، يعني پاڻي، نباتات ۽ باهہ." ماڻهو ڀلي ڪهڙي بہ برادري يا جماعت سان تعلق رکندو هجي ڪا ڳالهہ ڪونهي، ڇو تہ اهو پنهنجي محنت جو ڦل ماڻڻ جو حقدار آهي. انساني

برادري جي هر فرد جي اخلاقي ذميواري آهي تہ اهو ٻين جي مدد ڪري، ۽ انهن سيني کي پنهنجن گڏيل معاملن ۽ مسئلن جي حل ۽ نبيري لاءِ لازمي گڏيل ڪوششون ڪرڻ گهرجن.

اها انساني برادري جي ذميواري آهي تہ فردن جا حق تسليم ڪري ۽ پنهنجي لاءِ گذر معاش ڪمائڻ لاءِ انهن کي پوري آزادي ڏئي تہ جيئن اهي پنهنجين اهليتن مطابق ڪم ڪن ۽ پنهنجي محنت جو ڦل ماڻين. معاشري جي فردن لاءِ بہ لازمي آهي تہ ٻين جي مدد ڪن ۽ پنهنجي آزادي کي ٻين جي رستي جي رڪاوٽ نہ بڻائين. نہ انساني برادري کي انهي ڳالهہ جي اجازت آهي تہ اها فردن سان زيادتي ڪري نہ وري فردن کي انهي ڳالهہ جي اجازت آهي تہ اهي برادري کي نقصان پهچائين. فردن لاءِ انهي ڳالهہ کي پنهنجي ذهن ۾ ويهارڻ لازمي آهي تہ انهن کي ٻين سان ڀلائي ڪرڻي آهي، ساڳي نموني ۾ جنهن ۾ اهي پنهنجي فلاح و بهبود جو خيال رکن ٿا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "توهان مان هرهڪ سنڀال ڪندڙ آهي. توهان مان هرهڪ کان سندس سنڀال هيٺ رهندڙن جي باري ۾ جواب طلبي ڪئي ويندي ڪوئي بہ ٻئي کي نقصان پهچائڻ جو حقدار ڪونهي." رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هن نقطي جي گهڻي سٺي مثال ذريعي وضاحت ڪئي آهي جيڪو هيٺ بيان ڪجي ٿو.

"ڪجھ ماڻهو ٻيڙي ۾ سوار ٿيا ۽ انهن مان هرهڪ پنهنجي جاءِ والاري ويٺو. انهيءَ دوران انهن مان هڪڙو پنهنجي جاءِ تان اٿيو ۽ هڪڙي ڪهاڙي کڻي پنهنجي جاءِ وٽان سوراخ ڪرڻ شروع ڪيائين. ٻين جي پڇڻ تي تہ اهو ڇا ڪري رهيو آهي ان جواب ڏنو تہ اها ان جي جاءِ آهي ۽ ان کي اهو حق ٿو پهچي تہ جيڪو وڻي سو ڪري. ان تي ٻين ان کي پڪڙي قابو ڪيو ۽ ان کي ۽ ان سان گڏوگڏ پاڻ کي بہ ٻڏڻ کان بچاياڻون. جيڪڏهن ان شخص کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏجي ها تہ اهو ۽ ان سان گڏ ٻيا بہ ٻڏي وڃن ها."

انهي ڪري هر ماڻهوءَ جي ذميواري آهي تہ ڪنهن بہ قسم جي برائي کي ٿيندو ڏسي تہ ان کي روڪي ۽ معاشري جي فلاح کي يقيني بڻائڻ لاءِ ڪوششون ڪري. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "جيڪو بہ ڪنهن برائي کي ٿيندو ڏسي تہ ان کي لازمي روڪي."

اسلام جا پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وقت بہ وقت پنهنجن اصحابن کي سمجهائيندا هيا تہ سٺا اخلاق نہ صرف زباني هدايتن ۽ نصيحتن ذريعي پر عملي ترتيب ذريعي شروع ٿيندا آهن. ماڻهن کي همدردي وارو سلوڪ نہ صرف زباني پر عملي طور ڏيکارڻ گهرجي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کان بيگانہ ڪونہ رهندا هيا. اهي انهن سان آزادي سان رلمل ٿي ويندا هيا. اصحابي سڳورا جيڪو ڪجهہ چوندا هيا، ان کي صبر سان ٻڌندا هيا ۽ جيئن ٻيا سيئي عظيم ماڻهو ڪندا آهن. انهن جي خاطر تواضح ڪندا هيا.

حضرت ابوهريره رضي الله تعاليٰ عنہ روايت ڪري ٿو: "هڪڙي دفعي مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان بازار ڏانهن گڏجي ويس. انهن دوڪاندار کان ڪجهہ شيون خريد ڪيون ۽ ان کي مشورو ڏنائون تہ پنهنجن واپاري شين جي وڪري تي مناسب نفعو وٺ. شين جي ذخيره اندوزي نہ ڪر. ناجائز طريقي سان ڪنهن بہ شي جي ڪمائي نہ ڪر. ۽ ايئن نہ سوچي تہ اهو پاڻ سک سهوليت واري حياتي گذارڻ جو حقدار آهي جڏهن تہ ٻيا ڪونهن."حضرت ابوهريره رضہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان خريد ڪيل شين کي کڻي هلڻ لاءِ عرض ڪيو پر پاڻ ان کي ائين ڪرڻ کان منع ڪيائون ۽ مرڪندي فرمايائون: "انهن شين کي اتي رک. انهن جي مالڪ جي اڳ ۾ ذميواري آهي تہ انهن کي کڻي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بادشاهن تي اعتبار ڪونہ ڪندا هيا ۽ معاشري ۾ انهن کي ڪا حيثيت ڪونہ ڏيندا هيا ڇو تہ اهي بدعنوان هوندا آهن ۽ ٻين کي پڻ بدعنوان ڪندا آهن. قرآن شريف ۾ آيل آهي: "جڏهن بادشاهہ شهر ۾ داخل ٿيندا آهن تہ ان کي تباهہ برباد ڪندا آهن ۽ اتان جي شريف رهواسين کي بي عزتو ڪندا آهن." (سورت نمل آيت 34)

هڪڙو واقعو ظاهر ڪري ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خوشامد کي پسند ڪونہ ٿي ڪيو. واقعو اهو آهي تہ جنهن ڏينهن تي سندن پٽ حضرت ابراهيم وفات ڪئي ان ڏينهن سج گرهڻ ٿيو. ان تي ماڻهن چيو تہ آسمان بہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي

پٽ جي وفات تي افسوس ڪري رهيو آهي. جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو جملو ٻڌو تہ ماڻهن کي هنن لفظن سان مخاطب ٿيا: "سج ۽ چنڊ الله تعاليٰ جون نشانيون آهن. اهي ڪنهن بہ شخص جي وفات ڪري گرهڻ ۾ ڪونہ ايندا آهن."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي تعليم انهي ڳالهہ تي مشتمل هوندي هئي تہ جيترو ممڪن ٿي سگهي هرڪو سادگي واري نموني ۾ زندگي گذاري ۽ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڏيکاءُ ۽ رسمي عمل نہ هجڻ گهرجي. زندگي گذارڻ جو اهو طريقو اسلام جو بنيادي عمل آهي. جيڪڏهن اسلامي معاملن جو غور سان مطالعو ڪيو وڃي تہ اهو ظاهر ٿيندو تہ سيئي مسئلا هڪڙي ئي ذريعي منجهان پيدا ٿيا آهن. جيڪو نهايت ڳنڀير آهي ۽ سيني مسئلن جو بڻ بنياد آهي. اهو ذريعو آهي ٺڳي يا فريب کان آجي سادگي زندگي يا ٻين لفظن ۾ "حياتي سان لڳاءُ" جو نہ هجڻ.

هڪڙي دفعي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان بي خيالي ۾ هڪڙي بدوي کي لڪڻ جو ڌڪ لڳي ويو. بعد ۾ انهن اصرار ڪيو تہ بدوي بہ کين اهڙي نموني لڪڻ جو ڌڪ هڻي. پاڻ منبر تي تشريف کڻي ويا ۽ فرمايائون: "جنهن کي بہ مون تڪليف يا ايذاءُ پهچايو هجي اهو مون کان بدلو وٺي ۽ جنهن جي بہ مون ملڪيت کسي هجي اهو منهنجي ملڪيت مان پنهنجو حق وٺي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪڏهن بہ ڪنهن کي تڪليف يا ايذاءُ ڪونہ رسايو هيو. البت، پاڻ جيڪو بہ فرمايائون اهو حياتي سان مخلصي هئي، جنهن کي پاڻ بهترين نموني ۾ پڌرو ڪيائون.

بلڪل ائين جيئن سندن زندگي مبارڪ رياڪاري ۽ ڪوتاهي کان پاڪ هئي، اها غرور کان پڻ آجي هئي. پاڻ پنهنجي جتي کي ٽاڪا هڻندا هيا، ڪپڙا ڌوئيندا هيا، پنهنجين رڍن ٻڪرين کي ڏهندا هيا، گهر جي ڪم ڪار ۾ پنهنجن گهر ڀاتين سان هٿ ونڊائيندا هيا، مسجد شريف جي تعمير وقت پنهنجن اصحابن سان گڏ سرون کنيائون ۽ بک ڪري پنهنجي پيٽ تي پٿر ٻڌائون.

اهو زندگيءَ سان خلوص هيو جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي معاملي ۾ مٿي ذڪر ڪيل سيني روايتن ذريعي تصديق ٿيل آهي.

جيتري قدر حڪمرانن جو معاملو آهي تہ انهن کي تمام گهٽيون ذميواريون ڪٽيون آهن. ڇو تہ انهن کي معاشري جو خدمتگار ٿيڻو آهي ۽ نہ ڪي ستائيندڙ ۽ سرڪش سردار يا چور ۽ ڌاڙيل.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت پاڪ جي ذڪر مان معلوم ٿئي ٿو تہ هڪڙي دفعي ڪنهن علائقي جي رهاڪن شڪايت ڪئي تہ اتي مقرر ٿيل گورنر ماڻهن کان سوکڙيون پاکڙيون ورتيون آهن. پاڻ ان جي جانچ ڪيائون ۽ ظاهر ٿيو تہ شڪايت سچي آهي. انهيءَ تي پاڻ گهڻو ناراض ٿيا. گورنر کي پاڻ وٽ گهرايائون ۽ ان کي فرمايائون: "تو اهي شيون ڇو ورتيون جنهن جو تون حقدار ڪونہ هئين؟" گورنر عرض ڪيو: "اي الله جا رسول! اهي سوکڙيون هيون."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "ڀلا جيڪڏهن تون پنهنجي گهر تي ترسيل هجين ها تہ ڇا اهي ماڻهو توکي سوکڙيون ڏيڻ لاءِ اچن ها؟" ان کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گورنر کي هدايت ڪئي تہ ان ملڪيت کي بيت المال ۾ جمع ڪرائي ۽ ان کي عهدي تان بہ هٽائي ڇڏيائون.

ائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ماڻهن کي هدايت ڪئي تہ رشوت نہ ڏيو ۽ عهديدار کي پڻ فرمايو تہ اهڙين بي ايماني وارين سرگرمين ۾ ملوث نہ ٿي. جيئن تہ ان کي ماڻهن جو حڪمران مقرر ڪيو ويو هيو ان کي انهن لاءِ پيءُ وانگر ٿيڻ گهربو هيو نہ ڪي هڪڙي ڦورو وانگر.

جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گورنر تي سوکڙيون وٺڻ ڪري ايترو گهڻو ناراض هيا تہ انهي ڳالهہ جو چڱي نموني سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اهي ان وقت ڪيترو ناراض ٿيندا هوندا جڏهن ماڻهن کان دولت ڦري ويندي هئي ۽ انهن جا حق ڦٻايا ويندا هوندا.

اسلام ۾ حڪمران کي چونڊ ذريعي ماڻهن جي عام راءِ سان مقرر ڪيو ويندو آهي ۽ اهو انهن مٿان انهن جي اميدن ۽ خواهشن مطابق

حڪومت ڪندو آهي. اهو هر وقت ماڻهن جي فلاح و بهبود لاءِ فڪرمند رهندو آهي. اسلام حڪمرانن لاءِ اهو لازمي ڪيو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن اهم مسئلي جو مناسب حل ڏکيو ٿي پوي تہ انهن کي پنهنجي رعيت سان صلاح مشورو ڪرڻ گهرجي. جيئن قرآن شريف ۾ فرمايل آهي: "اهي پنهنجون ذميواريون باهمي صلاح ۽ مشوري سان نپائيندا آهن." (سورت شوريٰ آيت 38)

خليفي کي اهو حق نٿو پهچي تہ اهو ماڻهن جي راضپي کان سواءِ انهن جون ملڪيتون ڪتب ۾ آڻي ۽ نہ وري ان کي ڪو اختيار آهي تہ اهو ڪو اهڙو قانون ٺاهي، جو تہ سيئي گهربل ۽ ضروري قانون اهي آهن جيڪي اڳ ۾ ئي اسلام نافذ ڪيا آهن ۽ ان جو صرف اهو حق آهي تہ اهو رهواسين جي جان، مال ۽ عزت جو تحفظ ڪري. حڪمران کي اهو حق ڪونهي تہ اهو ڪنهن ستايل کي نظرانداز ڪري، يا ظالمن جي مداخلت کان انهن جي حقن جو تحفظ نہ ڪري. حڪمران کي اهو بہ حق ڪونهي تہ اهو ويهي انتظار ڪري تہ ستايل پاڻ اچي ان وٽ فرياد ڪري، ان جي بجاءِ اها حڪمران جي ذميواري آهي تہ اهو پاڻ هلي وڃي ستايل جي داد رسي ڪري، جو تہ اهو ممڪن آهي تہ ستايل ماڻهو شڪايت ڪرڻ جي همت ڪري نہ سگهي يا حڪمران تائين پهچڻ جي سگهہ نہ رکندو هجي. اسلام ان ستايل ماڻهوءَ جي سختي سان مذمت ڪئي آهي جيڪو خاموشي سان ظلم ۽ بي عزتي برداشت ڪري، ۽ پڌرو ڪيو آهي تہ اهو شخص پاڻ پنهنجي لاءِ ظالم آهي. اسلام ڪنهن جي جان، مال ۽ عزت جو دفاع ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪرڻ جي تعريف ڪئي آهي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "جيڪو ڏاڍ ۽ ظالم جي مخالفت ڪندي جان جي قرباني ڏئي ٿو اهو شهيد آهي."

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهو پڻ فرمايو: "جيڪڏهن ماڻهو ڪنهن ظالم کي ڏاڍ ڪندي ڏسن ۽ ان کي نہ روڪين تہ انديشو آهي تہ اهي سيئي الوهي عذاب جو مزو چکين."

اسلام سيني انسانن کي هڪ ٻئي جو ڀاءُ قرار ڏنو آهي. ان مذهبي نفرت خلاف پڻ مهم هلائي آهي. قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "مذهب ۾

ڪائي زور زبردستي ڪونهي." (سورت بقر آيت 256) اسلام خانداني يا قبيلائي تعصب ۽ نفرت خلاف پڻ نهايت سخت جدوجهد ڪئي آهي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "هڪڙو انسان ٻئي انسان جو ڀاءُ آهي. آيا اهو ان کي پسند ڪري يا نہ ڪري"

قرآن شريف ۾ اچي ٿو: "اسان انسانن (بني آدم) کي عزت بخشي آهي، انهن کي پاڻي ۽ خشڪي تي سفر ڪرڻ جا ذريعا مهيا ڪيا آهن، انهن کي کائڻ لاءِ پاڪ صاف شيون ڏنيون آهن ۽ ٻين ڪيترين مخلوقن مٿان انهن کي برتري ڏني آهي." (سورت بني اسرائيل آيت 70)

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جڏهن بہ ماڻهن کي خطاب ڪيو تہ انهن جي خطاب جو مقصد سموري انسانذات هئي، آيا اهي عرب هجن يا غيرعرب (عجمي)، ۽ آيا اهي سفيد، گورا يا ڪارا هجن. پاڻ انهن کي جنس جي رشتي موجب خطاب ڪندا هيا يعني انسانيت جي ڳانڍاپي ۽ تعلق سان گڏ ٿيل هڪ ٻئي جا ڀائر ۽ انهن جي قوميت وغيره جي فرق کان سواءِ. جيڪڏهن انهن جي وچ ۾ ڪو فرق هيو تہ اهو چڱن عملن ۽ تقوا ڪري هيو ۽ نہ ڪي رنگ يا نسل ڪري

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "اي انسانو! توهان جو خالق هڪ آهي، توهان سڀئي آدم (عليہ السلام) جو اولاد آهيو. ڪوبہ عرب عجمي تي يا ڪوبہ عجمي عرب تي برتري نٿو رکي ۽ ساڳي طرح ڪوبہ سفيد رنگ وارو ڪاري رنگ واري تي ۽ ڪاري رنگ وارو سفيد رنگ واري تي فوقيت نٿو رکي. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ٻين تي برتري آهي تہ اها پرهيزگاري ۽ تقوا ڪري آهي. توهان مان جيڪي هتي موجود آهن انهن تي لازمي آهي تہ اهي هن پيغام کي انهن تائين پهچائين. جيڪي هتي موجود ڪونہ آهن."

# حڪمران بہ عوام منجهان هڪ آهي

صلاح مشوري کان سواءِ ڪوبہ ڪم درست ڪونهي.

مان توهان منجهان ئي هڪڙو انسان آهيان. مون کي بہ اهي حق حاصل آهن جيڪي توهان کي؛ ۽ مون تي بہ اهي ذميواريون آهن جيڪي توهان تي.

رعيت جون دليون حڪمران جو خزانو آهن. عدل ۽ انصاف يا ظلم ۽ ستم، انهن مان جيڪو بہ خزاني ۾ رکندو اهوئي ملندس.

وڏي عجب جي ڳالهہ آهي تہ (اهو ڇيو وڃي ٿو تہ) خلافت اصحابي هجڻ ڪري يا رسول الله صلي الله تعاليٰ جو رشتيدار هجڻ ڪري حاصل ڪري سگهجي ٿي.

علي عليہ السلام.

حضرت علي عليہ السلام طرفان خلافت سنڀالڻ کان اڳ انهي ڳالهہ جو گهڻو امڪان هيو تہ اموي حڪمرانيون بادشاهي ۾ تبديل ٿي وينديون ـ بلڪ اهي تہ ڪنهن حد تائين اڳ ۾ ئي بدلايون ويون هيون. حڪمران ۽ ٻيا ماڻهو جيڪي ڪاروهنوار سنڀالي رهيا هيا، اهي انهي خيال جا هيا تہ خلافت انهن جو خصوصي حق آهي ۽ مشهور امير گهراڻي جا هجڻ ڪري صرف اهي ئي ان جا حقدار آهن. پنهنجي پڪڙ مضبوط ڪرڻ ۽ ڏبدٻي واري حڪومت قائم ڪرڻ جي مطلب سان انهن قبيلائي تعصب، گروهہ بندي، رشوت وغيره جهڙن ناجائز عملن کي جائز سمجهيو. انهن جي سوچ مطابق حڪمران رعيت جي جان، مال ۽ عزت جو مالڪ هيو ۽ جنهن بہ نموني ۾ ان کي وڻي انهن جو استحصال ڪري سگهي ٿو. ۽ متاثر ماڻهن کي احتجاج ڪرڻ جو ڪوبہ حق ڪونهي. انهن عام ماڻهن کي جانور ٿي سمجهيو جن تي اهي بي تحاشا بار لڏي سگهيا ٿي ۽ جيترو وڻي ماري ڪُٽي سگهيا ٿي.

حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي خلافت دوران اموي گورنرن آمراڻن قانونن جو موقعو حاصل ڪري ورتو ۽ انهن پنهنجين دلي خواهشن مطابق ان جو مزو ماڻيو. انهن اسلامي سرحدن جي سيني علائقن منجهہ اموي اختيار کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

انهن عرب قبيلن جي سردارن ۽ اميرن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ وڏيون رشوتون ڏنيون. انهن باحيثيت ماڻهن کي کلي ڇوٽ ڏني ته جيئن وٽين عام ماڻهن سان ڏاڍايون ڪن.

انهن اضافي دولت ڏيڻ ۽ وڏا عهدا ڏيڻ جي واعدي تي هٿياربند لشڪرن کي پڻ خريد ڪري ورتو. دراصل ماڻهو انهن جي مخالفت نٿي ڪري سگهيا ڇو ته جن انهن جو طرف ورتو ٿي انهن جي عزت ڪئي ويندي هئي ۽ جنهن به انهن جي مخالفت ٿي ڪئي ان کي ملامت ڪندا هيا ۽ بي عزت ڪندا هيا.

مختصر طور چئجي ته حڪومت نون اصولن ۽ قاعدن تي قائم ڪئي وئي هئي. اهو ڪم بنواميه وارن ڪيو جن جي دلين اسلام کي خلوص سان تسليم ڪونه ڪيو هيو. انهن ڊپ مان اسلام قبول ڪيو هيو ۽ شاهوڪار ٿيڻ واري پنهنجي لالچ ڪري ان جي دائري ۾ موجود رهيا. تاريخ پڙهو ڪري ٿي ته اهي ماڻهو اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ به اهڙا ئي رهيا جهڙا اسلام کان اڳ (جهالت) واري دور ۾ هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جا اهي معتبر اصحابي جيڪي اڳ ۾ معاملن کي خوش اسلوبي سان هلائيندا هيا انهن کي عهدن تان هٽايو ويو ۽ انهن جي احترام کي ختم ڪيو ويو. انهن کي هاڻي ڪنهن به ڪم جو نه سمجهيو ويندو هيو.

البت، انهن اصحابن جن مسلمانن جي حقن کي پائمال ڪرڻ ۽ اموي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ بنواميه وارن سان سهڪار ڪيو انهن کي مرتبا ڏنا ويا. انهن ماڻهن بيت المال جون چابيون ۽ حڪومت جو اختيار بنواميه وارن جي حوالي ڪري ڇڏيو ته اهي ماڻهن کي پنهنجو ڳيجهو بڻائين. ماڻهو پڻ ٻن گروهن ۾ ورهاجي ويا هيا. هڪڙي جماعت متقي ۽ پرهيزگار ماڻهن تي مشتمل هئي جيڪي معاشري جا خيرخواهه هيا. انهن انصاف پسند حڪمران جو مطالبو ڪيو ٿي، توڙي جو اهو انهن تي ڏن دولت نڇاور نه ڪري ۽ انهن کي بيت المال جي دولت هڙپ ڪرڻ نه ڏئي. ٻيو ٽولو سڌي راهه تان هٽي ويو هيو. انهن مقرر ڪيل قيمت عيوض بنواميه وٽ پنهنجو ايمان وڪڻڻ تي گهريو. جيڪڏهن

بنواميہ وارن اها قيمت گهٽي ۾ سٽي ڏني ٿي، ورنہ اهي ٽال مٽول ڪرڻ لڳندا هيا. جيستائين انهن طرفان مطالبو ڪيل قيمت ادا ڪئي وڃي.

*****

جڏهن اميرالمؤمنين حضرت علي عليہ السلام خلافت سنڀالي تہ حالتون تمام گنڀير هيون. ماڻهو ٻن ٽولن ۾ ورهايل هيا. انهن مان هڪڙي جماعت سان تعلق رکندڙ ماڻهو پرهيزگار ۽ عادل امام جي حمايت ۾ پنهنجون حياتيون قربان ڪرڻ لاءِ تيار هيا. ٻئي ٽولي بنواميہ وارن جي حمايت ڪئي ٿي ۽ انهن جي اقتدار ۽ بادشاهي کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيائون ٿي. بنواميہ وارا پڻ سالن کان ڪوششون ڪندا پئي آيا تہ مضبوط ۽ مستقل بنيادن تي پنهنجو اقتدار قائم ڪن. انهن کي خبر هئي تہ انهن جو پروگرام ڏکيائين سان وڪوڙيل هيو پر اهي ڪاميابي لاءِ پهہ ڪيون پيا هيا ۽ فيصلو ڪيو هئائون تہ جيڪو بہ انهن لاءِ رڪاوٽ بڻجندو ان کي راهہ تان هٽائي ڇڏيندا، توڙي اهو وڏي عظيم ۽ معتبر مذهبي شخصيت ڇونہ هجي.

حضرت علي عليہ السلام خليفي ٿيڻ لاءِ گهڻو خواهشمند ڪونہ هيا. حضرت ابوبڪر ۽ عمر رضوان الله تعاليٰ عنهم جڏهن بہ ڪنهن مسئلي جي حل لاءِ ڏکيائي محسوس ڪندا هيا تہ اهو انهن جي مدد ڪندو هيو. اسلامي خلافت کي جڏهن بہ ڪنهن مسئلي کي منهن ڏيڻو پوندو هيو تہ حضرت علي عليہ السلام ان کي حل ڪندا هيا.

انهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ سان بہ همدرداڻو رويو ڏيکاريو ۽ ڪڏهن بہ پنهنجي ٻدران حضرت عثمان رضہ طرفان خلافت سنڀالڻ تي شڪايت ڪونہ ڪئي. صرف جنهن ڳالهہ لاءِ پاڻ فڪرمند رهندا هيا، اهو حق ۽ انصاف جو قائم ٿيڻ هيو. ماڻهو ڪين خلافت سنڀالڻ لاءِ منٿون ڪندا هيا پر پاڻ ان ۾ ڪابہ دلچسپي ڪونہ ڏيکاريندا هيا. تاريخ پڌرو ڪري ٿي ۽ نهي معاملي ۾ سندن پنهنجي راءِ پڻ موجود آهي تہ جڏهن حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت کان پوءِ ماڻهو گڏجي وٽن آيا ۽ کين عرض ڪيائون تہ خلافت سنڀالين تہ پاڻ فرمايائون: "مون کي ڇڏي ڏيو ۽ انهي عهدي لاءِ ڪنهن ٻئي کي ڳوليو. جيڪڏهن توهان مون کي ڇڏي ڏيندا تہ مان بہ توهان

وانگر معاشري جو هڪڙو فرد هوندس ۽ توهان جنهن ماڻهو کي خليفو چونڊيندا مان ان ڏانهن توهان کان وڌيڪ وفادار ۽ همدرد هوندس. مان خليفي هجڻ جي بجاءِ هڪڙي صلاحڪار جي حيثيت ۾ توهان لاءِ گهڻو فائديمند هوندس."

ان ڏينهن تي حضرت علي عليہ السلام خلافت قبول ڪرڻ تي راضي ڪونہ هيا، ڇو تہ انهن پنهنجي دورانديشي واري نظر سان مستقبل جي پچاڻي کي ڏٺو تي. جيڪڏهن اهي شروع شروع ۾ خلافت جا دعويدار هيا تہ اهو انهي ڪري ڪونہ هيو تہ انهن حڪمران ٿيڻ جي خواهش ڪئي ٿي. ان جي بجاءِ انهن جي خواهش هئي تہ مسلمان پاڻ منجهہ انهن اخلاقن ۽ خوبين کي ترقي وٺرائين جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن ۾ ذهن نشين ڪرائڻ گهريا ٿي. جيڪڏهن بعد واري مرحلي تي حضرت عثمان رضہ جي شهادت کان پوءِ انهي عهدي کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ٿي تہ اهو انهي ڪري هيو تہ گذريل (سابق) حڪمرانن جي حڪمت عملين ڪري مسلمانن جون عادتون خراب ٿي ويون هيون ۽ انهن جي سوچ وارو طريقو تبديل ٿي ويو هيو. اسلامي رياست جي نالي ۾ جيڪا بادشاهي قائم ڪئي وئي هئي اها دنياوي اقتدار منجهہ ٻدلجي وئي هئي ۽ قيصر ۽ ڪسريٰ جون آمراڻيون نشانيون اختيار ڪري وئي هئي. حضرت علي عليہ السلام جو مقصد ماڻهن جي خواهشن کان مختلف هيو. نہ حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي خواهشن سان سهمت ٿي سگهيا ٿي نہ ماڻهو حضرت علي عليہ السلام سان متفق ٿي سگهيا ٿي تہ اهو انهن مقصدن جي ڪاميابي ماڻي جيڪي سندس خيال ۾ هيا. حضرت علي عليہ السلام پاڻ ان وقت (دور) جي منظر جي هنن لفظن ۾ تصوير ڪشي ڪئي آهي:

"وقت نهايت ناسازگار ۽ گڙٻڙ وارو آهي. هنن ڏينهن ۾ متقي ۽ پرهيزگار ماڻهوءَ کي بيوقوف سمجهيو وڃي ٿو ۽ غاصب جي سرڪشي انتها تي پهتل آهي. اهو انهيءَ ڪري آهي جو ماحول تي ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن ۽ واٽن جون نشانيون متجي ويون آهن. ماڻهو بي يقيني ۽ عيش پرستي ۾ ڦاٿل آهن. انهن کي ڪن تہ آهن پر ٻوڙا آهن. انهن کي

اکيون آهن پر اهي انڌا آهن. نہ اهي لڙائي جي ميدان ۾ پروسي جھڙا آهن نہ وري ڏکين صورتحالن ۾ قابل اعتماد رهيا آهن."

حضرت علي عليہ السلام کي چڱيءَ طرح خبر هئي تہ جيڪڏهن ان خلافت جي عهدي جون ذميواريون سنڀالڻ لاءِ ماڻهن جي درخواست قبول ڪئي تہ جنهن نموني ۾ پاڻ انتظام هلائيندا اهي ماڻهو ان طريقي کي برداشت ڪونہ ڪندا ۽ اهي سندس حڪم ڪونہ مڃيندا جيستائين پاڻ انهن تي سختي نہ ڪري.

اهي حالتون هيون جن کي حضرت علي عليہ السلام کي حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ جي شهادت کان پوءِ منهن ڏيڻو هيو. معزز ماڻهن سان گڏوگڏ عام ماڻهو بہ سندن گهر جي دروازي ٻاهران وري وري اچي گڏ ٿيا ۽ اصرار تي ڪيائون تہ پاڻ انهن کان بيعت جو حلف قبول ڪن. بهرحال، انهي حقيقت جي باوجود تہ پاڻ ماڻهن لاءِ پنهنجي دل ۾ گهڻي نيڪ نيتي ٿي رکيائون، انهن کان پنهنجي بيعت جو حلف وٺڻ لاءِ راضي ڪونہ هيا. البت، هڪڙي اهڙي ڳالهہ هئي جنهن کين بيعت جو حلف قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو. مسلمان کين خلافت جو عهدو سنڀالڻ لاءِ تمام گهڻو زور بار ڪري رهيا هيا جنهن جو مطلب اهو هيو تہ انهن تي بہ ذميواري عائد ٿئي ٿي تہ انهن ماڻهن جي رهنمائي ڪن، جن کي حضرت علي عليہ السلام طرفان رهنمائي ۽ اصلاح جي ضرورت هئي. ان کان علاوه ان وقت سماجي عدل ۽ انصاف خطري ۾ هيا. بااختيار ماڻهو غريبن ۽ ڪمزورن جا حق ڦٻائي رهيا هيا ۽ عام ماڻهوءَ جي جان، مال ۽ عزت جي ڪا اهميت ڪونہ رهي هئي. حضرت علي عليہ السلام اهو برداشت نٿي ڪري سگهيا تہ پاڻ گهر ۾ ماٺ ڪيون ويٺا رهن جڏهن تہ غريب شهري ڏاڍ ۽ ظلم جو نشانو ٿيندا هجن. حضرت علي عليہ السلام جهڙو بهادر ۽ دلير ماڻهو خاموش نٿي رهي سگهيو ۽ مسلمانن کي بنواميہ جي بگهڙن جي ظلمن جو کاڄ ٿيڻ نٿي ڏئي سگهيو. جيڪڏهن پاڻ انهي ڏکي گهڙي وقت مسلمانن جي آجپي لاءِ اڳتي نہ اچن ها تہ کين بزدل ۽ ڊڄڻو قرار ڏنو وڃي ها نہ ڪي بهادر ۽ سورهيہ شخص، جيئن پاڻ تاريخ ۾ ڄاتا وڃن ٿا.

انهن پاڻ فرمايو: "مان پريشان ۽ خطري کان خبردار هيس تہ ائين نہ ٿئي جو بيوقوف ۽ جاهل ماڻهو هن امت جا حڪمران ٿي وڃن ۽ الله

تعاليٰ جي ملڪيت ڪي پنهنجو رانديڪو بڻائين ۽ خدا جي مخلوق ڪي پنهنجو غلام ۽ متقي ۽ پرهيزگار ماڻهن سان ويڙهه ڪن ۽ ظالمن ڪي پنهنجو ساٿاري بڻائين."

انهن سببن ڪري حضرت علي عليہ السلام پنهنجي لاءِ بيعت جو حلف قبول ڪرڻ ڪي ضروري سمجهيو، جڏهن تہ بين ڪيترن ئي پرهيزگار ماڻهن خلافت جو بار کڻڻ لاءِ پاڻ ڪي قابل ڪونہ ٿي سمجهيو.

حضرت علي عليہ السلام هيڪلائپ واري زندگي کان نفرت ڪئي ٿي. ان وقت کان سواءِ جڏهن الڳ ٿلڳ رهڻ سان ماڻهن جي خدمت ڪرڻ ممڪن هيو انهن لاءِ ناممڪن هيو تہ پنهنجو وقت اڪيلائپ ۾ گذارين. اهڙو شخص جيڪو انهيءَ جي باوجود تہ اهو ائين ڪرڻ جي حيثيت ۾ آهي پر الله جي مخلوق جي خدمت ڪرڻ کان نٽائي ٿو تہ اهو پنهنجي ايمان سان گڏ دنيا ڪي بہ تباهہ ڪري ٿو. حضرت علي عليہ السلام پڪي ارادي سان خلافت قبول ڪئي ۽ ان ڳالهہ ڪي مسلمانن جي مفاد ۾ سمجهيائين تہ ان ڪي عهدو سنڀالڻ گهرجي.

*****

حضرت علي عليہ السلام جي انتظام جي نوعيت ۽ ان جي معاشي ۽ مالي حڪمت عملين ڪي سمجهڻ جي غرض سان اهو ضروري آهي تہ اسان ان ڳالهہ جي ڄاڻ حاصل ڪريون تہ حضرت علي عليہ السلام پاڻ خلافت ۽ حڪمراني بابت ڪهڙي راءِ جو اظهار ڪيو آهي، ۽ مذهبي نقطہ نظر کان ان جي نظر ۾ خلافت جي ڪهڙي حيثيت هئي، ۽ خلافت جي پينگهي ۾ ڪهڙا فائدا هيا.

ماڻهن کان پنهنجي بيعت جو حلف وٺڻ مهل انهن ڪي خطاب ڪندي حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "اي انسانو! مان بہ توهان منجهان هڪ آهيان. مون ڪي بہ اهي ئي حق حاصل آهن جيڪي توهان ڪي حاصل آهن. منهنجون ذميواريون پڻ ساڳيون آهن جيڪي توهان جون آهن. ڪوبہ حق ڪي باطل نٿو ڪري سگهي، يعني حڪمران يا خليفو الله جي حڪمن ڪي تبديل نٿو ڪري سگهي."

هڪڙي ٻئي خطبي ۾ پاڻ فرمايائون: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ پهريان مان پاڻ خدا جي حڪمن جي تابعداري ڪندس جن جي

مجڻ لاءِ مان توهان کي دعوت ڏيندس ۽ پهريائين مان پاڻ انهن شين کان پاسو ڪندس جن کان پاسو ڪرڻ لاءِ مان توهان کي چوندس."

انهي اصول سبب حڪمران يا خليفي جي سندس ذاتي حيثيت ۾ تابعداري ناهي ڪرڻي. ان جي فرمانبرداري انهي ڪري ضروري آهي چو تہ اهو عدل ۽ انصاف کي شرعي قانون موجب لاڳو ڪري ٿو. خلافت حڪمران يا خليفي کي اهو حق نٿي ڏئي تہ اهو بيت المال مان ڪيس جيترو بہ وٺي پنهنجي لاءِ حاصل ڪري ۽ اهو پاڻ خرچ ڪري يا پنهنجن دوستن، حمايتين ۽ متن مائٽن کي ڏئي. ان جي بجاءِ خلافت جي رواج جو مقصد اهو آهي تہ عدل ۽ انصاف جي حڪمراني هجي. حڪمران کي گهرجي تہ هرهڪ سان هڪجهڙو سلوڪ ڪري، هر ان شخص جي ڪوشش کي مُهت ڏئي جيڪو خدائي مذهب جي تبليغ ڪري ۽ عوام جي خدمت ڪري، ذخيره اندوزي کان منع ڪري، ۽ ظلم زيادتي کان روڪٿام ڪري، ڪنهن بہ حالت ۾ حق جي راهہ کان نہ هٽي. اهو پنهنجي پروگرام کي ترڪ نہ ڪري، توڙي جو جاهل ۽ ظالم ماڻهو ان جي عدل واري ڪردار کي پسند نہ ڪن ۽ ان جي جان جا دشمن ٿي وڃن. اها بہ ان جي ذميواري آهي تہ ماڻهن کي انصاف وارن قانونن جي ڄاڻ پهچائي ان کان انهن جي منهن موڙ کي روڪي.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجن گورنرن مان هڪڙي کي هيئن لکيو: "تنهنجو انهي عهدي کي سنڀالڻ توکي انهيءَ جو حق نٿو پهچائي تہ تون دولت گڏ ڪر، يا ڪنهن ماڻهوءَ کان بدلو وٺ. تنهنجي فقط اها ذميواري آهي تہ توکي ڪوڙ ۽ دوکي کي ختم ڪرڻو آهي ۽ سچ کي بحال رکڻو آهي."

حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعالىٰ عنہ جي نظر ۾ حڪمراني يا خلافت جو اهو مطلب ڪونہ هيو تہ حڪمران اعلىٰ مرتبي واري تخت ويهي پنهنجي اقتدار ۽ اختيار کي مضبوط ڪري ۽ پنهنجي حيثيت کي ماڻهن کي غلام بڻائڻ جو ذريعو ناهي. انهن فرمايو: "درياء دلي ۽ سخاوت بادشاهت ۽ متي مائٽي جي مقابلي ۾ محبت ۽ اُنسيت لاءِ عظيم تر ذريعو آهي. نرم مزاجي جهڙي ڪائي عظمت ڪونهي ۽ علم جهڙو ڪوئي گڻ ڪونهي."

خلافت جو اهو مطلب ڪونهي تہ ماڻهن کي تلوار جي نوڪ تي ۽ رتوڇاڻ ۽ زورزبردستي ذريعي تابع رکجي يا اهي لوڀ لالچ يا ڊپ جي ڪري خليفي جي تابعداري ڪن. حضرت علي عليہ السلام اهي انسان هيا جن الله جي عبادت انهي لاءِ نہ ڪئي تہ ان معافي طلب تي ڪئي يا سزا جو خوف ٿي رکيو. البت، انهن الله جي عبادت انهي لاءِ ڪئي ٿي تہ اهو (الله) عبادت ۽ پوڄا جي لائق هيو. حضرت علي عليہ السلام جي خواهش هئي تہ ماڻهو خليفي جي انهي لاءِ فرمانبرداري ڪن جو اهو تابعداري جي لائق هجي، نہ ڪي خوف يا مال جي لالچ ڪري.

هاڻي هين سان صلاح مشورو ڪرڻ جو جيترو معاملو آهي تہ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام فرمايو: "جيڪو مختلف رايا ٻڌي ٿو اهو غلطين ۽ ڪوتاهين جي نقص کي تسليم ڪري ٿو."

جيڪو شخص غلطين کي ميڄي ٿو اهو حق ۽ صحيح قدم تي پهچي ويجي ٿو. ماڻهن جا رايا اهم ڳالهيون آهن جيڪي رياست سان گڏ عوام کي بہ فائدو پهچائين ٿا ۽ معاملا اهڙي نموني سان هلايا وڃن ٿا جو اهي شرمساري ۽ افسوس جو ڪارڻ ڪونہ ٿا بڻجن. حضرت علي عليہ السلام انهي حقيقت کي بلڪل چٽن لفظن ۾ تسليم ڪيو ۽ فرمايو: "صلاح مشوري کي ترڪ ڪرڻ سان صحيح حالت تي نٿو پهچي سگهجي."

حڪمران لاءِ اهو مناسب ڪونهي تہ ماڻهن لاءِ پنهنجا دروازا بند ڪري ڇڏي ۽ ماڻهن کي اونده ۾ رکي ڪو مقصد ماڻڻ جي ڪوشش ڪري. اميرالمؤمنين عليہ السلام انهي نقطي ڏانهن ماڻهن جو ڌيان ڇڪائڻ لاءِ فرمايو: "ڪنهن بہ ٻرندڙ بتيءَ مان روشني حاصل ڪريو."

اميرالمؤمنين عليہ السلام جي خيال مطابق خليفي لاءِ اهو مناسب ڪونهي تہ ماڻهن کان فاصلو رکي، مغرور ۽ وڏائي ڪندڙ هجي، يا ماڻهن جي ضرورتن کي نظرانداز ڪري. خلافت حڪمران لاءِ ماڻهن (عوام) سان ڳانڍاپو رکڻ، انهن سان همدردي ڪرڻ ۽ انهن سان شرافت وارو سلوڪ ڪرڻ جو ذريعو آهي. جيڪڏهن حڪمران ماڻهن کان پري رهي ٿو تہ ان جي ڪنهن بہ بهاني ۽ دليل کي قبول ڪونہ ڪري سگهبو.

جيڪڏهن ماڻهو انهن ڳالهين مان ڪنهن بہ ڳالهہ جي ڪري حڪمران سان ناراض ٿين ٿا تہ اهي ان مٿان اهڙي نموني ۾ بار ٿي ويندا

جهڙي نموني ۾ ان جي حڪمراني انهن تي بار هوندي، ڇو تہ ماڻهو بہ ان سان اهڙو رويو اختيار ڪندا جهڙو اهو پاڻ انهن سان ڪندو هوندو. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام انهي باري ۾ فرمايو "عوام جون دليون حڪمران لاءِ خزانو آهن. اهو اتان اها شي حاصل ڪندو جيڪا اتي رکندو. آيا اهو عدل ۽ انصاف هجي يا ظلم ۽ زيادتي."

حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ خلافت جماعتي جذبي يا خانداني عصبيت تي ٻڌل ڪونہ هئي، جيڪي تمام گهڻو خراب خصلتون آهن. انهن خلافت کي سٺين خصلتن، خدا ترسي وارن ڪارنامن، ماڻهن کي انصاف مهيا ڪرڻ ۽ ظلم ۽ شرارت کان بچڻ وارين ڳالهين تي مشتمل ٿي سمجهيو.

حضرت علي عليہ السلام جي نقطہ نظر مطابق حڪمراني ڪنهن بہ صورت ۾ انهن ماڻهن جو حق ڪونہ هئي جن لاءِ سندس چوڻ هيو: "جيڪڏهن اهي ماڻهو توهان جا حڪمران ٿي ويا تہ توهان سان قيصر ۽ ڪسريٰ وارو رويو اختيار ڪندا." اهي ماڻهو بہ حڪمران ٿيڻ جي لائق ڪونہ هيا جيڪي دوکيباز ۽ظلم زيادتي ڪندڙ هيا.

انهن سڀني ڳالهين کي نظر ۾ رکي حضرت علي عليہ السلام پختي ارادي سان حق سچ کي قائم رکڻ ۽ ڪُپت کي تباهہ وبرباد ڪرڻ لاءِ ۽ ناڪامي جي صورت ۾ پنهنجي جان بہ قربان ڪرڻ لاءِ خلافت قبول ڪئي. اهو ئي ڪارڻ هيو تہ حضرت علي عليہ السلام تاڪيد ڪري رهيا هيا تہ ماڻهن کي گهرجي تہ اهي پنهنجن حڪمرانن جي سرگرمين تي نظر رکن ۽ اهڙي شخص کي حاڪم طور قبول نہ ڪن جيڪو پاڻ کي رعيت جو خادم ثابت نہ ڪري. حضرت علي عليہ السلام ماڻهن کي نصيحت ڪئي تہ حڪمران جي غلط سرگرمين تي ناراضگي جو اظهار ڪن يا انهن کي خوبي جي بنياد تي منظور ڪن. انهن فرمايو: "ڇا توهان ناراضگي ۽ بيزاري محسوس ڪونہ ڪندا جڏهن بيوقوف ماڻهو توهان جا حڪمران ٿي وڃن ۽ ان جي نتيجي ۾ توهان جي بي عزتي ٿئي، ستايا وڃو ۽ تباهہ ۽ بدحال ٿي وڃو؟"

حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ ظلم ۽ زيادتي تي ناراض ٿيڻ اهڙي اهميت واري ڳالهہ هئي جيئن عدل و انصاف جو آدر ڀاءُ ڪرڻ. ان

فردن جي شخصي آزادي جو احترام ٿي ڪيو ۽ امت جي حقن کي پڻ ڏيان ۾ ٿي رکيو. جن ماڻهن سندس بيعت جو حلف ڪونہ کنيو انهن جي باري ۾ فرمايائون: "جيڪڏهن اهي بيعت جو حلف نٿا کڻن تہ اهو ڪومسئلو ڪونهي. البت، انهن کي حدن اندر رهڻو پوندو ۽ امت جي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪرڻ گهرجي."

سعد بن ابي وقاص جيڪو مجلس شوريٰ جو هڪڙو رڪن هيو. ان حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪرڻ لاءِ حلف کڻڻ کان انڪار ڪيو. حضرت علي عليہ السلام ان کي بيعت جو حلف کڻڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو ۽ ان کي آزاد ڇڏي ڏنائين. سعد چيو هيو. "توهان کي مون کان ڪوبہ انديشو ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. مان توهان خلاف ڪڏهن بہ بغاوت ڪونہ ڪندس."

ساڳي نموني عبدالله بن عمر بيعت جو حلف ڪونہ کنيو. حضرت علي عليہ السلام ان کي فرمايو تہ ڪو ضامن پيش ڪر جيڪو ضمانت ڏئي تہ هي (تون) ڪنهن بہ قسم جي گڙٻڙ پيدا ڪونہ ڪندو پر ان ائين ڪرڻ کان بہ لاچاري ڏيکاري. ان تي حضرت علي عليہ السلام ان کي فرمايو: "تون پنهنجي ٻالڪپڻي کان ئي بي افعالو رهيو آهين. مان توکي تنهنجي جمڻ واري پهرين ڏينهن کان ئي سڃاڻان ٿو." پوءِ پاڻ ماڻهن ڏانهن نهاري فرمايائون: "ان کي سندس حال تي ڇڏي ڏيو. مان ضمانت ڏيان ٿو تہ اهو ڪابہ گڙٻڙ پيدا ڪونہ ڪندو."

ٻيا بہ ڪيترائي ماڻهو هيا جيڪي پنهنجن گهرن ۾ لڪل رهيا ۽ بيعت جو حلف کڻڻ لاءِ راضي ڪونہ هيا. حضرت علي عليہ السلام انهن جي باري ۾ فرمايو: "مونکي پڻ انهن ماڻهن جي خواهش ڪونهي جن کي منهنجي ضرورت ڪونهي." ان انهن کي انهي شرط تي انهن جي حال تي ڇڏيو تہ اهي ڪنهن بہ قسم جي گڙٻڙ پيدا ڪونہ ڪندا ۽ ماڻهن کي نقصان نہ پهچائيندا. اڪثر انقلابين گهر ڪئي تہ اهڙن ماڻهن کي راضي ڪجي تہ بيعت جو حلف کڻن پر اميرالمؤمنين علي عليہ السلام انهي ڳالهہ سان متفق ڪونہ ٿيا. بيعت جي حلف جي معاملي ۾ سندن عام رايو اهو هيو جيڪو پاڻ فرمايائون: "مان بيعت جو حلف ان کان قبول ڪندس جيڪو رضاڪارانہ طور بيعت ڪري ۽ ان جي پرواهہ ڪونہ ڪندس جيڪو بيعت کان انڪار ڪري."

ائين، فردن جي آزادي کي حضرت علي عليہ السلام جي حڪومت ۾ مڪمل تحفظ حاصل هيو ۽ ڪڏهن بہ انحرافي ڪونہ ٿيندي هئي، سواءِ ان موقعي جي جڏهن اهي ماڻهن کي نقصان پهچائڻ جا ذوهي ظاهر ٿيندا هيا. جو تہ انهي حالت ۾ حضرت علي عليہ السلام لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ انهن کي آزاد ڇڏي ڏئي. اهو ئي سبب هيو جنهن ڪري انهن طلحہ، زبير ۽ معاويہ کي اڪيلو ڪونہ ڇڏيو جيئن پاڻ سعد رضہ بن وقاص ۽ عبدالله رضہ بن عمر رضہ جي حوالي سان ڪيو هيائون، اهي ٽئي شخص خلافت حاصل ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيا هيا ۽ دولت ۽ اختيار هڙپ ڪرڻ جي تمنا رکيائون ٿي. انهن گڙٻڙ پيدا ڪرڻ ٿي گهري تہ جيئن حضرت علي عليہ السلام کي ان عهدي تان هٽائي سگهن ۽ بيت المال تي پنهنجي لاءِ قبضو ڪن، جيڪو سيني مسلمانن جي ملڪيت هئي. انهن بي تحاشا دولت ميڙي هئي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي حڪومت خلاف ويڙهہ ڪرڻ لاءِ هٿياربند لشڪر بہ گڏ ڪيو هيو. انهن معاملن جي نوعيت ڪري ئي هيو تہ حضرت علي عليہ السلام انهن ٽنهي کي اڪيلو ڪونہ ڇڏيو. اهي سموريون حقيقتون اهو ثابت ڪن ٿيون تہ حضرت علي عليہ السلام طرفان انهن ٽنهي ماڻهن بابت قائم ڪيل راءِ مڪمل طور تي صحيح هئي. اسان اڳتي هلي تفصيل سان ذڪر ڪنداسين تہ حضرت علي عليہ السلام خلاف انهن ٽنهي ماڻهن جي سازشن ڪري ڪهڙي گڙٻڙ پيدا ٿي.

مختصر طور اهو تہ حڪمراني ۽ خلافت عوام جو حق آهي ۽ انهي ڳالهہ جي اجازت ڪونهي تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي مجبور ڪجي تہ اهو بيعت جو حلف کڻي. اهڙي زبردستي ڪنهن حد تائين حاڪم جي ذاتي مفاد لاءِ نہ پر عوامي مفاد ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿي. حاڪم ۽ رعيت جي وچ ۾ سٺا تعلقات تڏهن قائم ٿي سگهن ٿا جڏهن ماڻهو حڪمران کي پاڻ چونڊين ۽ رضاڪاراڻہ طور ان جي بيعت جو حلف کڻن.

جيئن تہ حضرت علي عليہ السلام آزادانہ طور ماڻهن سان گڏجندا ۽ رلمل ٿي ويندا هيا، تنهنڪري، اها فطري ڳالهہ هئي تہ انهن گهريو ٿي تہ گورنرن ۽ ٻين عهديدارن منجهان هرڪو پاڻ کي ماڻهن سان رائل مائل ڪري، جيئن انهن مان هڪ هجي. پاڻ عهديدارن کي تاڪيد سان هدايت ڪندا هيا تہ عوام جي حقن جو احترام ڪن. حضرت علي عليہ

السلام حڪمرانن جي عوام سان رائل مائل ٿيڻ واري بهترين روايت کي متعارف ڪرايو. اها ريت جديد دور جي مُهذب قومن جي ريت سان پڻ هم آهنگ آهي. ان رعيت کي حڪمرانن جي سرگرمين تي نگران بڻايو تہ جيئن اهو (حاڪم) عوام جي خواهش مطابق قدم کڻي.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جڏهن بہ ڪنهن شخص کي پرڳڻي، علائقي يا شهر جي حڪومت سونپيندا هيا تہ پاڻ هڪڙو هدايت نامو لکندا هيا ۽ اهو ان کي ڏيندا هيا تہ جيئن اهو حاڪم ان هدايت نامي کي ماڻهن جي سامهون پڙهي ٻڌائي. جيڪڏهن اتان جا ماڻهو ان هدايت نامي کي قبول ڪندا هيا تہ اهو انهن جي ۽ حڪمران جي وچ ۾ هڪڙو معاهدو ٿي ويندو هيو، جنهن جي انهن ٻنهي ڌرين مان ڪوبہ انحرافي ڪونہ ڪري سگهندو هيو. جيڪڏهن ڪابہ ڌُر عهدنامي جي انحرافي ڪندي هئي تہ امام عليہ السلام لاءِ لازمي ٿي ويندو هيو تہ واسطيدار ڌُر کي سزا ڏئي ۽ جيڪڏهن حاڪم پاڻ ان عهدنامي جي انحرافي ڪندڙ ثابت ٿيندو هيو تہ ان کي عهدي تان هٽايو ويندو هيو.

# آزادي ۽ ان جا ذريعا

انهيءَ حالت جي باوجود تہ الله توهان کي آزاد پيدا ڪيو آهي، غير جا ٻانها نہ ٿيو.
مون توهان کي اجازت ڏني تہ پنهنجي باري ۾ جيڪو مناسب سمجهو اهو ڪيو.

علي عليہ السلام

امام علي عليہ السلام طرفان سياست، حڪمراني ۽ رياست جي انتظام جي معاملي ۾ اختيار ڪيل طريقو عوام جي آزادي جي اصول جي بنياد تي ٻڌل هيو. ان کي انهي آزادي ۾ پختو يقين هيو جنهن جو ان جي سيني عملن ۾ مشاهدو ڪري سگهجي ٿو. آيا انهن ڪا ڳالهہ ڪئي ٿي، يا ڪي حڪم ڏنا ٿي، يا ڪن ڳالهين کان منع ڪئي ٿي، آيا اها ڳالهہ صلح جي وقت هئي يا لڙائي وقت، يا ڪنهن گورنر جي مقرري ٿي ڪيائون، ۽ جنهن بہ نموني ۾ انهن عوام سان سلوڪ ڪيو يا پنهنجن ٻارن سان رويو اختيار ڪيو يا الله تعاليٰ جي عبادت ڪئي ـ انهن سيني موقعن تي سندن ڪردار انهي آزادي جي بنياد تي ٻڌل هيو.

بهرحال، سوال تو پيدا ٿئي تہ ماڻهو ڇو آزاد هجن. انهن کي ڇو پنهنجي مرضي ۽ آزادي مطابق ڪم ڪرڻ گهرجي. انهن اها آزادي ڪٿان حاصل ڪئي ۽ ان جون حدون ڪهڙيون آهن؟

حضرت علي عليہ السلام جي نظرئي مطابق انهي آزاديءَ جو اصل سبب انساني معاشرو آهي جنهن کي لازمي خدا جي رحمت و فضل ۽ ڪاميابي و خوشحالي جي واٽ تي روان دوان هجڻ گهرجي.

آزادي ماڻهن جي باهمي لاڳاپن جذبن ۽ لاڙن جو نتيجو آهي. ان جو ڪجهہ ڳالهين سان قريبي تعلق آهي، جيڪي ان تي گهڻو اثر رسوخ استعمال ڪن ٿيون.

تجربو ۽ عقل انهي ڳالهہ کي ثابت ڪن ٿا ۽ حضرت علي عليہ السلام پڻ انهيءَ جي تصديق ڪئي آهي تہ هڪڙي معاشري ۾ رهندڙ فرد هڪ ٻئي سان باهمي تعلق رکن ٿا. انهن جو اهو باهمي تعلق ذاتي مفاد سان گڏ قومي مفاد جي ڪري آهي.

انهن تعلقاتن ۽ ٻنڌڻن کي سڌارڻ لاءِ حضرت علي عليہ السلام جي حڪمت عملي هئي تہ هر شخص بهترين طريقي سان پنهنجي زندگي گذاري، ان ماڻهن کي پنهنجي آزادي کي بهترين نموني ۾ آڻڻ لاءِ موقعا فراهم ڪيا تہ اهي انهي آزادي جي ذريعي انهن ذميوارين کي نڀائين، جيڪي ان ڪانسواءِ نڀائڻ ممڪن ڪونہ آهن.

حضرت علي عليہ السلام ڦيريان ڦيريان ماڻهن کي اهو محسوس ڪرايو تہ سچ کي قائم ڪرڻ ۽ ڪُوڙائپ کي ختم ڪرڻ انهن جي پنهنجي ذميواري آهي. انهن کي گهرجي تہ پنهنجي آزادي کي مضبوطي سان پڪڙين، مٿين طبقن جي ماڻهن جي حڪمن جا غلام نہ ٿين، ۽ نہ تہ معاشري کي بگاڙين ۽ نہ پاڻ سان ظلم ڪن. حضرت علي عليہ السلام پنهنجي سموري حياتي دوران، يعني خلافت سنڀالڻ کان اڳ ۽ ان سان گڏوگڏ بعد ۾ انهن ماڻهن کي کولي سمجهايو تہ انهن کي لازمي طور حق سچ کي قائم ڪرڻ ۽ ڪُوڙائپ کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجون ذميواريون نڀائڻ گهرجن.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي وس آهر ماڻهن جي فلاح و بهبود لاءِ وسيلا فراهم ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺي رهيا هيا. ۽ ساڳي وقت ڏوهين کي سزا ڏيڻ ۾ ايترو سخت هيا جو انهي معاملي ۾ انهن جي نظر ۾ دوست ۽ دشمن برابر هيا ۽ ڪنهن سان بہ رعايت ڪونہ ڪندا هيا.

حضرت علي عليہ السلام کي پڪ هئي تہ سڀئي سندس پارسائي ۽ ديانتداري کان واقف آهن. ۽ ماڻهن کي خبر هئي تہ ديانتداري جي معاملي ۾ ان جو ڪو ثاني ڪونهي. ۽ دنيا کان صرف ايترو وٺندا هيا جيڪو زندگي گذارڻ لاءِ مناسب هيو. ماڻهو انهي ڳالهہ کان پڻ واقف هيا تہ حضرت علي عليہ السلام جي زندگيءَ جو واحد مقصد حق سچ کي قائم ڪرڻ ۽ ضروتمندن ۽ ڏتڙيلن جي مدد ڪرڻ هيو ۽ اهو بہ تہ پاڻ ٻين سان همدردي ڏيکارڻ لاءِ نہ پر پاڻ تي فرض ۽ ذميواري جو معاملو سمجهي اهي ڪم ڪندا هيا. پاڻ ماکي کائڻ پسند ڪونہ ڪندا هيا ڇو تہ کين انديشو هوندو هيو تہ ٿي سگهي ٿو سندن رعيت ۾ ڪجهہ اهڙا بہ ماڻهو هجن جن کي سُڪي ماني جو ڀڀو بہ ميسر نہ هجي. پاڻ قيمتي لباس بہ ڪونہ پائيندا هيا، ڇو تہ ٿي سگهي ٿو تہ عوام الناس ۾ ڪو اهڙو فرد موجود هجي جنهن کي پائڻ لاءِ معمولي لباس بہ نہ هجي.

کين اهو پسند ڪونہ هيو تہ ماڻهو مون کي اميرالمؤمنين سڏين ۽ اهو انهن جي ڏک تڪليفن ۾ حصو نہ ونڊائي.
حضرت علي عليہ السلام پاڻ کي انهن سمورين خرابين کان بچائي رکيو جن ۾ ان زماني جا حڪمران ملوث هيا. انهن ڪڏهن بہ پنهنجي موروثي شرافت جو فائدو ڪونہ ورتو. ان ڪڏهن بہ ڪنهن علائقي، وڏي عهدي يا دولت جو حرص ڪونہ ڪيو. ڪنهن بہ موقعي تي ان تڪبر جو اظهار ڪونہ ڪيو. اهو مڙني بيهودين ۽ غيراخلاقي ڳالهين کان الڳ رهيو. ان ڪڏهن بہ پنهنجن مٽن مائٽن ۽ دوستن کي ٻين تي ترجيح ڪونہ ڏني. ان ڪڏهن بہ پنهنجن مخالفن خلاف بغض ڪونہ پاليو نہ وري ڪڏهن ڪنهن کان بدلو ورتائين. ان ڪڏهن بہ اهڙي ڳالهہ يا ڪم ڪونہ ڪيو جنهن جي درستگي ۽ سُٺائي جو ان کي يقين نہ هجي. ان ڪڏهن بہ اهڙي ڳالهہ نہ ڪئي ۽ نہ سوچي جنهن کي پاڻ پسند نہ ڪندو هجي. اهو مڙني شين کان بي پرواهہ هيو جيڪي ان ڪاٺيون يا پيتيون تي، جيڪو لباس انهن پاتو تي، ۽ گهر جنهن ۾ ان زندگي گذاري ٿي. ان انهن شين کي ايترو ڪتب آندو ٿي جيترين ان لاءِ بلڪل ضروري هيون. ان پنهنجن ذاتي خرچن لاءِ بيت المال مان ڪابہ شي ڪونہ ڪنئي، توڙي جو اهو ان مان گهٽ ۾ گهٽ ايترو ڪٺي سگهيو ٿي، جيترو پرڳڻن جا گورنر ڪڻندا هيا. مُستَنَد روايتون ظاهر ڪن ٿيون تہ اڪثر ڪري ڪين پنهنجي ۽ گهر ڀاتين جي ڪاڌ خوراڪ لاءِ تلوار زرهہ يا گهر جون شيون وڪڻيون يا گروي رکٽيون پونديون هيون. البت، پنهنجن گورنرن کي خاطر خواهہ پگهارون ڏيندا هيا تہ جيئن اهي رشوتون وٺڻ لاءِ مجبور نہ ٿي وڃن يا غير قانوني طريقن سان رقم حاصل نہ ڪن.
حضرت علي عليہ السلام پاڻ کي انهن مڙني لاڳاپن کان پري رکيو جيڪي دوست ۽ دشمن جي وچ ۾ سندس انصاف واري انتظام ۾ بيجا مداخلت ٿين ها. ان پنهنجي حالت جو هن مختصر جملي ۾ اظهار ڪيو آهي. "جيڪو بہ خواهشن کي ترڪ ڪندو آزاد رهندو."
ان جي دينداري اعليٰ ظرف ماڻهن واري دينداري هئي. اها ڪنهن بہ لوڀ لالچ سان داغدار ٿيل ڪونہ هئي. انهن کي الله تعاليٰ ۾ ڪامل

يقين ۽ ايمان هيو ۽ پنهنجي ايمان مطابق عمل ڪندا هيا. ان جي عملن ۾ رياڪاري واري بناوٽ ڪونہ هئي. ان جا سڀئي عمل دوزخ جي خوف يا جنت جي خواهش ذريعي هرڪايل ڪونہ هيا.

جيترو عام ماڻهوءَ جي آزاديءَ جو معاملو آهي تہ ان جو پهريون ڏاڪو عمل جي آزادي آهي. امام علي عليہ السلام پورهيتن جي جسم ڪي ڏرتي تي ساڳيو مرتبو ڏنو آهي جيڪو صالح ٻانهن جي دلين کي بهشت ۾ حاصل ٿيل آهي. يعني هي دنيا پورهيتن جو ساڳي نموني ۾ آدرياء ڪري ٿي جنهن ۾ بهشت صالح ٻانهن جو آدرياء ڪرڻ لاءِ تيار رهندو آهي. صالح ٻانهن لاءِ پاڻ فرمايائون: "انهن جون دليون بهشت ۾ آهن ۽ انهن جا جسم ڪم ڪار ۾ مشغول آهن." (يعني اهي پنهنجين دلين کي دنياوي ڳالهين ۾ ڪونہ ڦاسائيندا آهن.)

انهن آزادي جي حالت کي ترقي وٺرائي ۽ آزاد انسان جي ڪم کي عظيم سمجهيائين. انهن ان ڳالهہ کي پنهنجو اصول بڻائي ڇڏيو هيو تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي مخصوص ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور نہ ڪجي. ڇو تہ جيڪو ڪم رضاڪارانہ طور نہ ڪيو وڃي اهو آزاديءَ سان گڏ ڪم ۾ بہ بي ايماني آهي. انهن فرمايو: "منهنجو اهو ارادو ڪونهي تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي خاص ڪم لاءِ مجبور ڪيو وڃي."

ان ماڻهن کي ڪارائتو ڪم ڪرڻ ۽ آزاديءَ جو تحفظ ڪرڻ لاءِ همٿائڻ لاءِ انعام مقرر ڪيا ۽ هر ان شخص کي انعام کان محروم ڪيو جيڪو ٻين کي ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري. انهن فرمايو: "ڪوهہ يا واهي ان جي ملڪيت آهي جنهن ان کي پنهنجي مرضي سان کوٽيو ۽ ان جي ملڪيت ڪونهي جنهن ٻين کي ان جي کوٽڻ لاءِ مجبور ڪيو يا جنهن ان تي ڪم ڪار ڪونہ ڪيو."

هتي هڪڙي اهم نقطي جو حوالو ڏيڻ ضروري آهي. انهن ڏينهن ۾ لفظ "آزادي" جيئن استعمال ٿيندو هيو ايتري وڏي معنيٰ ڪونہ رکندو هيو جيتري حضرت علي عليہ السلام ان لفظ کي اهميت ڏياري. ٻيا ماڻهو ان کي ايئن ڪونہ سمجهندا هيا جيڪو علي عليہ السلام جو مطلب هيو. انهن ڏينهن ۾ آزادي غلامي جو ضد هيو ۽ آزاد ماڻهو غلام جو ضد هيو. خليفي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو: "توهان ماڻهن کي غلام ڪيئن ٿا بڻايو جڏهن مائرن انهن کي آزاد انسان طور جنم ڏنو؟"

جڏهن اسان انهن لفظن تي غور ڪيون ٿا ۽ ان وقت ۾ حالتن کي ڌيان ۾ رکون ٿا جن ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ اهي لفظ چيا هيا تہ اسان کي واضح نموني ۾ خبرپوي ٿي تہ آزاد انسان مان ان جو مطلب غلام جو ضد هيو يعني ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي خريد ۽ فروخت ڪري نہ سگهبي. البت، جديد دور ۾ لفظ "آزاد" ۽ "آزادي" ساڳي لحاظ ۾ ڪونہ ٿا اچن جنهن ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ چيا هيا. اسان هتي پنهنجي راءِ جو هڪڙو بيو ثبوت پيش ڪيون ٿا. مٿي ذڪر ڪيل جملي ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ انهن ماڻهن لاءِ ناراضگي جو اظهار ڪيو آهي جن پنهنجن تابع ماڻهن کي غلامي جي حالت تي پهچايو هيو. ان طاقتور ماڻهن کي تنبيهہ ڪئي ۽ انهن کي ٻڌايو تہ ڪمزور ماڻهن کي غلام نہ سمجهو. ڇو تہ انهن جي مائرن انهن کي آزاد انسان طور ڄڻيو آهي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ غلامن کي اهو ڪونہ ٻڌايو تہ اهي آزاد انسان آهن ۽ انهن کي گهرجي تہ انهن ماڻهن جا حڪم نہ مڃين جن پنهنجن غلامن جو مالڪ هجڻ جي دعوا ڪئي ٿي. مختصر تہ حضرت عمر رضي الله عنہ پنهنجي جملي ۾ مالڪن کي دڙڪو دهمان ڪيو تہ انهن ملازمن ۽ ڪمزور ماڻهن کي آزادي ڏين.

امام علي عليہ السلام جي نظريي مطابق آزادي جي معنيٰ ان کان مختلف آهي جيڪا حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ سمجهي ٿي، پر اها گهڻو وسيع مطلب رکي ٿي. سڀ کان پهريائين اسان انهيءَ موضوع تي حضرت علي عليہ السلام جي هڪڙي چٽي راءِ کي هيٺ پيش ڪيون ٿا ۽ ان کان پوءِ اسان پنهنجي خيال جي حمايت ۾ ان جي بين راين، هدايتن ۽ حڪمن کي پيش ڪنداسين.

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي راءِ جي برخلاف انهن جو فرمان آهي: "جڏهن الله تعاليٰ توهان کي آزاد پيدا ڪيو آهي تہ ڪنهن جا بہ غلام نہ بڻجو." خليفي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ مالڪن کي خطاب ڪيو هيو ۽ انهن کي چيو تہ پنهنجن تابع ماڻهن کي آزادي ڏين. ان تابع ماڻهن کي اهو ڪونہ چيو هيو تہ اهي پنهنجن مالڪن جا حڪم نہ مڃين. البت، حضرت علي عليہ السلام خود تابع ماڻهن کي مخاطب ٿئي ٿو ۽ انهن کي چوي ٿو تہ پاڻ تي ڀاڙڻ جو حوصلو رکن ۽

آزاديءَ جو احساس پيدا ڪن. اهو انهن کي نصيحت ڪري ٿو تہ آزاديءَ جي پنهنجي حق کي تسليم ڪن، جيڪو انهن جي وجود جو لازمي جزو آهي. اهو انهن کي ياد ڏياري ٿو تہ الله تعاليٰ انهن کي آزاد انسان جي حيثيت ۾ پيدا ڪيو آهي ۽ اهي جيڪو ڪن يا نہ ڪن اهو انهن جي انهي فطري حق مطابق هجڻ گهرجي.

حضرت علي عليہ السلام انهي جملي چوڻ سان انهن مطيع ماڻهن جي دلين ۾ انقلاب جا ٻج پوکيا، ۽ انهن کي تيار ڪيو تہ هر ان ڳالهہ خلاف لڙائي ڪن جيڪا انهن جي آزادي جي رستي ۾ رڪاوٽ بڻجي يا انهن کي الجهنن ۾ مبتلا ڪري.

ٿي سگهي ٿو تہ پڙهندڙ اهو سوچين تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ حضرت علي عليہ السلام جي راين ۾ ڪو گهڻو فرق ڪونهي، ڇو تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ڪجهہ خاص ماڻهن کي خطاب ڪيو. يعني مالڪن کي تہ ماڻهن کي غلام نہ بڻائين، جڏهن تہ حضرت علي عليہ السلام سيني ماڻهن کي خطاب ڪيو ۽ انهن کي ٻڌايو تہ اهي آزاد آهن. حضرت علي عليہ السلام انهن جي آزاديءَ جو انحصار انهن جي پنهنجي مرضي تي ڄاڻايو ۽ نہ ڪي انهن جي مالڪن جي مرضي تي تہ انهن کي جيستائين وٽي ماڻهن کي غلام رکن ۽ اهي مالڪ جڏهن ۽ جيئن گهرن تہ انهن کي آزاد ڪن.

بهرحال، انهن ٻنهي راين ۾ بنيادي طور هڪڙو وڏو فرق موجود آهي. حضرت علي عليہ السلام جو جملو ڳوڙهي نظر کي پڌرو ڪري ٿو جيڪا ان کي آزاديءَ جي معنيٰ متعلق هئي. ان جو جملو اها حقيقت ظاهر ڪري ٿو تہ آزاديءَ جو سرچشمو خود انسان جو پنهنجو وجود آهي. اهو آزاد ڄائو آهي ۽ ان کي پاڻ ئي پنهنجي عمل جو رستو چونڊڻو آهي ۽ اهو نہ تہ ڪو ٻيو ماڻهو ان تي رحم ڪندو ۽ ان کي آزادي ڏياريندو.

حضرت علي عليہ السلام جو اهو جملو ڏيکاري ٿو تہ انهن انسان جي آزادي کي موروثي ۽ فطري سمجهيو ٿي ۽ انسان جا سمورا عمل انهي ورثي ۽ فطري آزاديءَ جو نتيجو آهن. اها آزادي سيني ٻاهرين اثرن کان آجي آهي. انسان اها آزادي دلي طور ماڻي ٿو ۽ نہ ڪي ظاهري طور. اها سج جي روشني وانگر آهي جنهن کي سج کان الڳ نٿو ڪري سگهجي. اها چنڊ جي روشني وانگر ڪونهي جيڪا گهٽجي ۽ وڌي ٿي.

تنهنڪري حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ امام علي عليہ السلام طرفان چيل جملن ۾ حقي ۽ بنيادي فرق موجود آهي. هڪڙي درجي ۾ اهي ماڻهو آهن جن جي آزاديءَ جو انحصار ٻين جي مرضي تي آهي. اها خارجي آزادي آهي ۽ اها پنهنجي سرچشمي مان ڪونہ ٿي اپري. ٻئي درجي ۾ اهي آزاد ماڻهو آهن جن جي آزادي جو انحصار انهن جي طبيعت تي آهي. اهائي حقي ۽ سچي آزادي آهي. اهي ئي ماڻهو پنهنجي عقل ۽ ڀلائي مطابق ڪم ڪندا آهن ۽ اهو ڪم ڪونہ ڪندا آهن جيڪو ڪين پسند نہ هوندو آهي. البت، جن جي آزادي ۽ خود مختياري ٻين تي ڀاڙيندڙ هوندي آهي اهي پنهنجن خيالن ۽ سوچ جي تابع ڪونہ هوندا آهن.

*****

حضرت علي عليہ السلام جنهن آزادي جي خواهش ڪئي ٿي اها اهڙي هئي جنهن تي انساني لاڳاپا ٻڌل آهن. اهائي اها آزادي آهي جنهن جي ذريعي انسان ڪاميابي جي رستي تي هڪ ٻئي سان ڪلهوڪلهي سان ملائي گهمي سگهن ٿا. اهائي اها آزادي آهي جيڪا عظيم تهذيب کي وجود ۾ آڻي سگهي ٿي.

حضرت علي عليہ السلام جيئن تہ مٿي ڄاڻايل قِسم واري آزادي کي حقي آزادي سمجهيو ٿي، ان جا سڀ فرمان ان آزادي کي ئي نظر ۾ رکي جاري ڪيا ويندا هيا. ۽ ان انساني حقن جو پڻ انهن بنيادن تي تعين ڪيو. اسان ان جي مڙني احڪامن ۽ ضابطن ۾ انهي اصول جي بجاآوري کي ڪليل نموني ۾ ڏسون ٿا. انهن ذميواري ۽ حقن جي معاملي ۾ سيني انسانن کي برابر سمجهيو ۽ انهي لحاظ ۾ ڪابہ حدبندي مقرر ڪونہ ڪئي. جيڪڏهن انهن ڪا حدبندي مقرر بہ ڪئي تہ اها حدبندي عوام جي مفادن کي عمومي نظر ۾ رکندي مقرر ڪئي.

حضرت علي عليہ السلام جي ڪردار جو جڏهن اسان مطالعو ڪيون ٿا تہ اسان چٽي نموني ۾ ڏسون ٿا تہ انهن انهي آزادي جي پنهنجي ڪنهن بہ قانون، فرمان، حڪم ۽ ضابطي ۾ انحرافي ڪونہ ڪئي ۽ پنهنجن مڙني قدمن ۾ عوامي ڀلائي کي نظر ۾ رکيو. انهن پنهنجن دوستن ۽ دشمنن سان هڪجهڙو سلوڪ ڪيو. اسان اڳ ۾

ذڪر ڪري آيا آهيون تہ انهن ڪڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي پنهنجي مرضي خلاف ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪونہ ڪيو نہ وري پاڻ زور زبردستي سان ڪ ، ونڻ جي اجازت ڏيندا هيا. اسان اڳ ۾ ئي ٻڌايو آهي تہ انهن پنهنجي لاءِ ڪنهن کان بہ زبردستي بيعت جو حلف ڪونہ ورتو. جن انهن جي بيعت جو حلف کڻڻ کان انڪار ڪيو بنا شڪ جي غلطي تي هيا، پر ان انهن کي انهن جي حال تي ڇڏي ڏنو ڇو تہ ڪين خبر هئي تہ انهن طرفان بيعت جو حلف نہ کڻڻ سان ڪو فرق نٿو پوي ۽ نہ وري انهيءَ ڪري عوامي مفادن کي نقصان رسندو. اهي ماڻهو گهٽي وقت تائين بيعت جو حلف کڻڻ کان پاسو ڪندا رهيا، پر ائين ڪرڻ سان انهن فقط پنهنجو ئي نقصان ڪيو.

جيستائين انهن ماڻهن عوامي مفاد کي نقصان ڪونہ پهچايو ان وقت تائين حضرت علي عليہ السلام انهن خلاف ڪوبہ قدم ڪونہ کنيو. مغيره بن شعبہ کي مخاطب ٿيندي پاڻ فرمايائون: "مان توکي اجازت ڏيان ٿو تہ تون پنهنجي لاءِ جيڪو گهرين اهو ڪر."

اهو پڻ ٻڌائڻ ضروري آهي تہ هڪ دفعو حبيب بن مسلم فهري انهن جي خدمت ۾ آيو ۽ چيائين: "توهان کي عهدي تان هٿ کڻڻ گهرجي تہ جيئن ماڻهو مجلس شوري جي ذريعي خليفي جي چونڊ ڪن." ان تي حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "تنهنجو انهي معاملي سان ڪهڙو واسطو آهي؟ توکي خاموش رهڻ گهرجي. تون اهڙي ڳالهہ جي باري ۾ ڇوٿو ڳالهائين جنهن سان تنهنجو ڪنهن بہ قسم جو تعلق ڪونهي."

حبيب پوءِ اٿي پيو ۽ چيو "خدا جو قسم تون اسان کي اهڙي جاءِ تي ڏسندين جيڪا تنهنجي پسند جي ڪونہ هوندي"

حبيب جي لفظن ۾ لڪل ڌمڪي بلڪل چٽي آهي. پر حضرت علي عليہ السلام ڇا ڪيو؟ ڇا انهن بہ ان کي ساڳي نموني ۾ ڌمڪي ڏني؟ ڇا ان کي قيد ۾ رکيائين تہ جيئن اهو سندن مخالفت ڪرڻ لاءِ آزاد نہ هجي ۽ نہ پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کي ان خلاف ڀڙڪائي؟

حضرت علي عليہ السلام انهن مڙني ڳالهين کي ذهن ۾ رکيو. ان جي بجاءِ ان جي منهن ۾ ڏنو ۽ ان انسان وانگر ڳالهايو جيڪو پنهنجي انصاف ۾ مڪمل يقين ڪندو آهي ۽ جيڪو ٻين جي آزاديءَ جو

احترام ڪندو آهي ۽ فرمايو: "وچ ۾ توکي جيترا پيادل ۽ گهوڙي سوار سپاهي ڪيڻ حرڪت ۾ آڻ. مون کي الله تعاليٰ ان ڏينهن لاءِ زنده نہ رکي جڏهن توکي مون تي رحم ڪرڻو پوي."

حضرت علي عليہ السلام طرفان ماڻهن کي مڪمل آزادي ڏيڻ وارو ٻيو ثبوت اهو آهي تہ حجاز ۽ عراق سان تعلق رکندڙ ڪيترائي ماڻهو ڏار ٿي ويا ۽ معاويہ جا ساٿي ٿيا، پر پاڻ انهن کي ڪونہ روڪيائون ۽ نہ وري انهن ماڻهن کي نظرداري هيٺ رکڻ واري ڳالهہ کي ضروري سمجهيائون. ان جي نظر ۾ اهي آزاد انسان هيا ۽ جيڪو بہ طريقو اختيار ڪن ان لاءِ آزاد هيا. جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ حق ۽ سچ جي رستي جي چونڊ ڪئي تہ اها سٺي ۽ چڱي ڳالهہ آهي، پر جيڪڏهن ان ٻي ڪنهن ڳالهہ جو فيصلو ڪيو تہ ان لاءِ دمشق جو رستو کليل هيو ۽ معاويہ اهڙي ماڻهوءَ لاءِ پنهنجن خزانن سان انتظار ۾ هيو. تنهنڪري جڏهن سهل بن حنيف انصاري، مديني جي گورنر، انهن کي اطلاع ڪيو تہ ڪجهہ ماڻهو معاويہ جا ساٿاري ٿي ويا آهن تہ پاڻ ان کي جواب ۾ لکيائون: "مان سمجهان ٿو تہ تنهنجي علائقي جا ڪجهہ ماڻهو ڳجهہ ڳوهہ ۾ معاويہ جي ٽولي ۾ شامل ٿي رهيا آهن. توکي ان جو ڪوبہ فڪر نہ ڪرڻ گهرجي تہ ڪيترا ماڻهو ڇڏي ويا آهن يا ڪيتري حمايت گهٽجي وئي آهي. اها ڳالهہ انهن طرفان حق جي رستي تان ڀٽڪڻ لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ پريشانيءَ ۽ ڏک کان آجپي لاءِ ڪافي آهي تہ اهي سچ ۽ رهنمائي کان جهالت ۽ گمراهي ڏانهن ڀڄي رهيا آهن. اهي دنيا جا ماڻهو آهن جيڪي دنيا ڏانهن لاڙو رکي ان ڏانهن ڀڄي رهيا آهن. انهن تسليم ڪيو ڏٺو ٻڌو ۽ انصاف سکيو. انهن چڱي طرح سمجهي ورتو آهي تہ هتي حقن جي معاملي ۾ سڀني کي برابر سمجهيو وڃي ٿو تنهنڪري اهي اهڙي جاءِ ڏانهن پري ڀڄي وڃي رهيا آهن جتي مت ڀيد عمل پيرا آهي. الله جو قسم اهي ناانصافي کان ڪونہ ڀڳا آهن ۽ انصاف سان ڪونہ گڏيا آهن، ۽ اسان اميد ڪيون ٿا تہ الله تعاليٰ انهي معاملي ۾ ملوث هر ڏکيائين کي آسان ڪندو ۽ گڙٻڙ واري پٿريلي زمين کي اسان لاءِ هموار ڪندو."

انهي حقيقت جو هڪڙو ٻيو ثبوت تہ حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي مڪمل آزادي ۾ يقين رکيو ٿي ان سلوڪ مان ملي ٿو جيڪو

حضرت علي عليہ السلام خارجين سان اختيار ڪيو. خارجين جو هڪڙو ٽولو اهو هيو جنهن ڪلم ڪلا بغاوت ڪئي هئي ۽ هي اهي ماڻهو هيا جن مان اڪثر نهروان واري لڙائي ۾ تهہ تيغ ٿي ويا هيا. بهرحال، اتي پيا بہ ماڻهو موجود هيا جن جا نظريا تہ ساڳيا خارجين وارا هيا پر بغاوت ڪرڻ کي انهن ضروري ڪونہ سمجهيو هيو ۽ ڪوفي جي ماڻهن ۾ گڏيل هيا. امام علي عليہ السلام انهن ٻئي ٽولي وارن خارجين سان همدردي وارو سلوڪ ڪيو ۽ پنهنجن اصحابن کي انهن سان وڙهڻ جي اجازت ڪونہ ڏني. پاڻ انهن خارجين کي وضيفا پڻ ڏنائون جيترا ٻين مسلمانن کي ملندا هيا ۽ انهن کي اجازت ڏنائون تہ جتي انهن کي کپي آزادي سان اچن وڃن.

حضرت علي عليہ السلام جو اهو قدم مڪمل آزادي جي بنياد تي هيو يعني سيئي انسان آزاد آهن ۽ جيڪو انهن کي پسند اچي اهو ڪري سگهن ٿا ۽ جنهن سان گهرن محبت يا نفرت ڪن. البت، ڪنهن کي بہ ماڻهن کي ڪو نقصان پهچائڻ يا ڌرتي جي متاڃري تي گڙٻڙ پيدا ڪرڻ جي اجازت ڪونہ هئي.

جيڪڏهن ڪنهن کي بہ گڙٻڙ ۽ فساد پيدا ڪرڻ وارين سرگرمين ۾ ملوث ڏٺو ويو ٿي تہ ان کي ڪونہ ٿي ڇڏيو ويو ۽ ان طرفان ڪيل ڏوهہ مطابق ان کي سزا ڏني وئي ٿي.

حضرت علي عليہ السلام وٽ هڪڙي دفعي خريت بن راشد نالي خارجي آيو ۽ چيائين: "خدا جو قسم مان تنهنجي تابعداري ڪونہ ڪندس ۽ تنهنجي پٺيان نماز ڪونہ پڙهندس."

امام علي عليہ السلام ان کي ڪجهہ بہ ڪونہ چيو ۽ ان کي آزاد ڇڏيو تہ ان کي جيڪو وڻي اهو ڪري.

ڪجهہ وقت کان پوءِ خِريت بن راشد ماڻهن جي هڪڙي ٽولي کي گڏ ڪيو ۽ حضرت علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڪئي. تڏهن بہ ان انهن ماڻهن کي ڪونہ روڪيو جيڪي ڪيس ڇڏي وڃي رهيا هيا ۽ خِريت سان گڏجي رهيا هيا. توڙي جو پاڻ انهن کي روڪي ٿي سگهيا تہ خِريت سان شامل نہ ٿين. البت جڏهن انهن ماڻهن انهي آزاديءَ جو ناجائز فائدو ورتو ۽ ڦرلٽ ۽ قتل غارت شروع ڪيائون تہ حضرت علي عليہ السلام انهن تي لشڪر موڪلي انهن کي سيڪت ڏني.

جيڪا ڳالهہ نهايت حيران ڪن آهي، اُها اِها آهي تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي دور جي نهايت نازڪ گهڙين وقت بہ انساني آزادي جو گهڻو احترام ڪيو ٿي ۽ ان جي ڪڏهن بہ انحرافي ڪونہ ڪئي. انهن ايئن انهيءَ ڪري ڪيو ٿي ڇو تہ انهن آزادي کي انسانذات لاءِ نهايت اهم ڳالهہ سمجهيو ٿي.

انهن ڪڏهن بہ انهي آزادي کان منهن موڙ ڪونہ ڪئي. ان وقت بہ نہ جڏهن ناڪثين، قاسطين ۽ مارقين خلاف چڙهائي ڪيائون، جن ڌرتي جي وڏي علائقي کي پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو هيو ۽ حضرت علي عليہ السلام جا جاني دشمن هيا. جڏهن تہ اهڙن ماڻهن خلاف لڙائي ڪرڻ هر قانون ۽ مذهب مطابق جائز هيو ۽ انصاف واري سوچ رکڻ واري هر ماڻهوءَ جي نظر ۾ اهڙي لڙائي حقي هجڻ گهرجي ها.

انهن حالتن ۾ حضرت علي عليہ السلام لاءِ ضروري هيو تہ پنهنجن حمايتن کي حرڪت ۾ آڻي ۽ دشمن سان لڙائي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ اڳتي وڌي. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام پنهنجي ڪنهن بہ حمايتي کي لڙائي ۾ حصو وٺڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو. آيا اهو سندن مٿ مائٽ هيو يا ڪو ٻيو ماڻهوهيو. توڙي جو پاڻ خليفا هيا ۽ کين اختيار مليل هيو پر پنهنجن ساٿين کي مالي يا اخلاقي مدد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيائون، ڇو تہ اهي جنهن نموني جي زورزبردستي تي اڪتفا ڪن ها تہ اها ڳالهہ سندن طرفان تسليم ٿيل آزادي جي برخلاف ٿي وڃي ها.

امام علي عليہ السلام انهن کي چٽي نموني ۾ حق جو رستو ڏيکارڻ سان ۽ انهن جي عقل ۽ ڏاهپ کي دلچسپي ڏيارڻ سان پنهنجون ذميواريون ادا ڪيون. انهن پنهنجي صحيح هجڻ جي باري ۾ مخالفن سامهون دليل پيش ڪيا تہ جيئن جنهن بہ حق کي پسند ڪيو ٿي اهو سندس حق کي تسليم ڪري ۽ سندس حمايت ڪري، ۽ جيڪو حق کي پسند نہ ڪري اهو حق کي سڃاڻڻ جي باوجود ڀلي سندس مخالفت ڪري.

حضرت علي عليہ السلام انهن ماڻهن لاءِ دعائون ڪيون جن سندس دعوت کي مُهت ڏني ۽ انهن جي واڪاڻ بہ ڪيائين. باقي جن دعوت کي مُهت ڪونہ ڏني انهن کي نصيحت ڪندي انهن جي غلطي بابت انهن کي خبردار ڪيائين. ڪهڙو بہ انسان هيو ۽ اهو ڪٿي بہ هيو،

اهو آزاد هيو. حضرت علي عليہ السلام ڪنهن کي بہ مجبور ڪونہ ڪيو ۽ زور زبردستي کي مناسب ڪونہ سمجھيائين.

حضرت علي عليہ السلام کي اها ڳالھہ ڪڏهن بہ پسند ڪونہ هئي تہ ڪير بہ بغير ڪنهن مناسب غوروفڪر، يقين ۽ ڄاڻ جي ان جو ساٿ ڏئي. انهن جمل، صفين ۽ نهروان جي لڙاين ۾ جنگ ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي سندس لشڪر ۾ پنهنجو نالو لکرائڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو. جيڪڏهن پاڻ ايئن ڪرڻ گهرن ها تہ ميدانن ۽ جبلن کي سپاهين سان ڀري ڇڏين ها.

حضرت علي عليہ السلام کي چڱي طرح خبر هئي تہ آزادي ڇا آهي ۽ ان جو ظاهري ۽ باطني ڪهڙو مطلب آهي. پاڻ ان جي پنهنجن لفظن (قولن) ۽ فعلن سان وضاحت ڪيائون ۽ ماڻهن سان پنهنجي سلوڪ ذريعي ان تي عمل ڪيائون. معاشري مان خرابين جي پاڙ پٽڻ ۾، مذهبي قانون لاڳو ڪرڻ ۾، لشڪرن کي حرڪت ۾ آڻڻ ۾، ماڻهن مٿان حڪومت ڪرڻ ۾، هدايتون جاري ڪرڻ ۽ نصيحتون ڪرڻ ۾، مختصر تہ انهن هر ڳالھہ ۾ آزادي واري اصول کي نظر ۾ رکيو. سندس زندگيءَ جو هر ڏينهن انهيءَ حقيقت جو ثبوت مهيا ڪيو ٿي تہ انسان جي آزادي جو حق قابل احترام آهي، بشرطيڪ اها مڪمل طور تي عوام جي آزادي ۾ رخنو نہ وجهي ۽ اها ئي آزاديءَ جي حقي معنيٰ آهي.

# انفرادي (شخصي) آزادي

امام علي عليہ السلام جو ٻين سان ورتاءُ ۽ انهن سان ان جو سلوڪ انهن جي آزادي تي ٻڌل هيو. انسان جي ضمير کي پنهنجي پڪي ارادي ۽ آزادي سان فيصلو ڪرڻ گهرجي. ارادا بغير خارجي اثرن جي خودبخود اثرائتا آهن. خارجي رنڊڪون انهن کي ڪنهن حدتائين اثرائتو ٿيڻ کان روڪين ٿيون. مجموعي سرگرميون فقط تڏهن اثرائتيون آهن جڏهن اهي آزاد ضمير جي اصولن سان ۽ فطري قانونن سان ٺهڪندڙ هجن. جيڪي پنهنجو پاڻ بہ آزاد آهن. بنيادي طور تي انسان آزاد آهي. آزاد وجود احساس رکندو آهي. اهو پنهنجي اختيار سان سوچيندو آهي، اڙادي سان ڳالهائيندو آهي ۽ پنهنجي مرضي سان عمل ڪندوآهي. ان کي زورزبردستي هيٺ رکڻ اصل ۾ ان جي هستي کي ختم ڪرڻ برابر آهي. تنهنڪري ڪنهن شخص جي آزادي کي فقط تڏهن ختم ڪرڻ جي اجازت هوندي جڏهن ان کي قتل ڪرڻ واجب هوندو.

جيڪڏهن توهان سج جي روشني کي روڪڻ گهرو ۽ ان جي آڏو هڪڙو پردو لٽڪايو تہ ان جي نتيجي ۾ روشني سامهون پيل شين کي روشن ۽ گرم ڪري دَ ونہ سگهندي، توهان دراصل ان جي روشني کي اُجهايو ٿا. جيڪڏهن توهان هوا کي گُهلڻ کان روڪڻ جي قابل آهيو تہ توهان دراصل هوا کي رد ڪيو ٿا. ساڳي نموني توهان جيڪڏهن دريائن جي لهرن کي، رڻن پٽن جي گلن کي، هوا ۾ موجود پکين ۽ هن دنيا ۾ موجود ٻين سيني شين کي انهن جي فطري عمل کي جاري رکڻ کان محروم ڪيو ٿا تہ اهو ائين آهي ڄڻ توهان انهن کي تباهہ و برباد ڪري ڇڏيو. انسان سان بہ ساڳيو معاملو آهي ۽ ان کي آزادي کان محروم ڪرڻ سيني انسانن کي قتل ڪرڻ جي مترادف آهي.

امام علي عليہ السلام جي نظر ۾ آزادي جو اهو تصور هيو ۽ اهو ئي سبب هيو تہ اهو ان جي ڳوڙهاين تائين پهتو. ان زبان سان آزادي بابت ائين ڳالهايو جيئن ان کي سمجهيائين، ۽ عمل پڻ ان مطابق ڪيائين. ان

جو هر ڪم ان جي پنهنجي خيال ۾ يقين موجب ۽ ان سان گڏ ٻين جي خيالن موجب پڻ درست هيو. فطري قانونن سان گڏوگڏ معاشري جا مفاد انهن جي حمايت ڪن ٿا.

حضرت علي عليہ السلام جي جن قولن ۾ فعلن جو اسان ڏيان سان مطالعو ڪيو آهي، اهي ظاهر ڪن ٿا تہ ان ماڻهن جي ڪيئن رهنمائي ڪئي تہ اهي هر ڳالهہ پنهنجي پڪي ارادي ۽ آزاد مرضي سان ڪن. دراصل هڪڙو نقطو هيو جنهن ڪي ان سدائين پنهنجي نظر ۾ رکيو ۽ اها فردن جي اهڙي نموني ۾ آزادي هئي جو ٻين جي آزادي کي نقصان نٿي پهتو.

قديم يوناني فلاسافرن جي هڪڙي جماعت ۽ ڪجهہ وچولي دور (قرون وسطيٰ) جي يورپي فلاسافرن نقط فردن جي آزادي کي نظر ۾ رکيو ۽ عوامي مفادن ۾ قومي آزادي کي ڪائي اهميت ڪونہ ڏنائون. هڪڙي ٻي جماعت پڻ موجود هئي جنهن صرف گڏيل مفادن کي ڏيان ۾ رکيو ۽ انفرادي آزادي ۾ حقن جي حمايت ڪونہ ڪئي. انهن ماڻهن تي زور زبردستي ڪرڻ ۽ انهن کي جبري پورهيي لاءِ مجبور ڪرڻ کي جائز ٿي سمجهيو. البت، حضرت علي عليہ السلام فردن جي آزادي ۽ گڏيل مفادن کي اهڙي نموني ۾ ڏيان ۾ رکيو جو انهن مان ڪنهن جي حق تلفي ڪونہ ٿي ٿي. انهن کي هڪٻئي سان هم آهنگ بڻايائين تہ جيئن فرد پنهنجي آزاد مرضي سان گڏيل مفادن جو خيال رکي ۽ فردن جون آزاد ڪوششون قومي مفاد ۾ هجن. ان اعلان ڪيو تہ فرد قوم لاءِ آهن ۽ قوم فردن لاءِ آهي. اسان انهي بحث کي جاري رکنداسين تہ جيئن مسئلو چڱي انداز ۾ صاف ٿي وڃي.

اسان هاڻي ڏسنداسين تہ انهن فردن جي آزادي کي قومي مفادن سان ڪيئن ڳانڍاپي ۾ آندو.

حضرت علي عليہ السلام کي خبر هئي تہ فرد قوم جا رڪن آهن. انهن کي انهن معاملن ۾ پنهنجي آزادي استعمال ڪرڻ گهرجي، جيڪي قومي مفادن لاءِ هاڃيڪار نہ هجن. هتي آزادي جو مطلب کليل ڇوٽ (لائسنس) ڪونهي. ان جي بجاءِ اها ذميواري جي احساس ۽ يقين سان سلهاڙيل هجڻ گهرجي، ۽ انسان پنهنجي آزادي سان گڏ عوامي مفادن جو خيال رکڻ کي فرض سمجهي.

حضرت علي عليہ السلام ٻين فلاسافرن وانگر ائين ڪونہ چيو تہ انساني آزادي محدود آهي، پر هڪڙي ڳوڙهي معنيٰ واري ڳالهہ ڪئي ۽ آزاديءَ جي ڪا حد مقرر ڪونہ ڪئي. ان جي راءِ ٻين جي مقابلي ۾ گهٽي وڌيڪ قيمتي ۽ مٿانهين آهي، ۽ ظاهر ڪري ٿي تہ اهو انسان جي روحاني رازن ۽ سماجي قاعدن ۽ قانونن کي سمجهڻ ۾ ٻين کان گهڻو اعليٰ هيو.

ان ماڻهن جي دلين ۾ آزادي ۽ ايمان پري ڇڏيو ۽ ان ۾ انهي يقين جو اضافو ڪيائين تہ هر انسان جون ڪجهہ ذميواريون آهن، جيڪي ان کي لازمي نڀائڻيون آهن. سندس انهي حڪمت عملي جو اهو ثبوت آهي تہ هڪڙي ڳوٺ جو واهہ مٽي ۽ گند سان ڀرجي ويو هيو ۽ بيڪار ٿي ويو هيو ۽ ڪجهہ ماڻهن گهريو ٿي تہ اهو ٻيهر وهندڙ ٿي وڃي. انهن علائقي جي گورنر کي درخواست ڪئي تہ اهو ماڻهن کي مجبور ڪري تہ اچي صفائي جو ڪم ڪن. پر اميرالمؤمنين علي عليہ السلام ان کان منع ڪئي ۽ فرمايو: "اهي پنهنجي رضا خوشي سان ڪم ڪن ۽ ان جي مزدوري حاصل ڪن. باقي جيڪو واهہ جو معاملو آهي تہ اهو ان جي ملڪيت آهي جيڪو ان تي پاڻمرادو ڪم ڪري ۽ پاڻ کي نتيجي جو ذميوار سمجهي."

حضرت علي عليہ السلام پورهيت طبقي جي آزاديءَ جو هڪ هزار سال کان بہ اڳ احترام ڪيو ۽ مشهور فرينچ ليکڪ روسو صرف ٻہ صديون اڳ انهي راءِ لاءِ لاڙو ڏيکاريو هو : "انسانذات لاءِ احترام ۽ محبت اسان کي اها ڳالهہ چوڻ لاءِ پابند ڪن ٿا تہ اسان پنهنجن ملازمن ۽ زيردستن کي عقلمند ماڻهن وانگر انسان سمجهون، توڙي جو اهي ابوجهہ ۽ گهٽ عقل وارا هجن."

امام علي عليہ السلام طرفان مقرر ڪيل اصول ۽ قاعدا انهي ڳالهہ کي لازمي ڪن ٿا تہ ارادي ۽ اختيار کي انهن جي پنهنجين حدن اندر محدود هجڻ گهرجي ۽ اختيار کي ذميواري ۾ يقين سان سلهاڙيل هجڻ گهرجي. تنهن ڪري فرض ۽ ذميواري اختيار ۽ ارادي کي ڪو نقصان ڪونہ ٿا پهچائين، بلڪ انهن جي مدد ڪن ٿا.

سٺين ڳالهين جي عمل لاءِ اڪيلي ذميواري ڪافي ڪونهي جيستائين ارادو ۽ اختيار بہ ذميوار نہ هجن. ذميواري اختيار سان برابر آهي. وڌو اختيار ۽ پڪو ارادو فرض ۽ ذميواري ٿيندا.

ذميواري اختيار سان ساڳي نموني ۾ واسطيدار آهي جنهن ۾ اها عقل ۽ شعور سان تعلق رکندڙ آهي. اهو شخص جنهن جي سوچ جي قوت مفلوج ٿيل آهي ۽ جيڪو ڀلي ۽ بري ۾ فرق نٿو ڪري سگهي ۽ جنهن جون عقلي صلاحيتون ڪم جون نہ رهيون آهن تہ ان کي ڪنهن بہ عمل جو ذميوار قرار نہ ڏئي سگهبو. ساڳي طرح اهو ماڻهو جنهن کي سندس آزادي ۽ اختيار کان محروم ڪيو ويو هجي تہ ان تي ڪنهن بہ ذميواري جو اطلاق نٿو ٿي سگهي. آزادي، اختيار ۽ ذهني سجاڳي ماڻهوءَ کي ڀلي ۽ بري ۾ فرق ڪرڻ جي قابل بڻائين ٿا ۽ ضرورت جي معاملي موجب پنهنجون ذميواريون نڀائڻ جي قابل ڪن ٿا.

اهو ئي سبب هيو تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن گورنرن ۽ عملدارن کي حڪم ڪيو تہ ماڻهن کي ٻانهپ جي قيد مان آزاد ڪن ۽ انهن جي هٿن پيرن مان زنجير کولي ڇڏين تہ جيئن اهي پنهنجي مرضي سان امت لاءِ ڪارائتيون ڳالهيون ڪري سگهن، ڇو تہ جيستائين اهي خود مختيار ڪونہ هوندا تہ اهي محتاج رهندا ۽ محتاج ۽ مجبور ماڻهن تي ڪائي ذميواري ڪونہ هوندي آهي. اهي پاڻ کي ڪنهن ڳالهہ لاءِ ذميوار ڪونہ سمجهندا آهن ۽ تنهن ڪري لاڀائتيون ڳالهيون ڪونہ ڪندا آهن، ڇو تہ لاڀائتيون ڳالهيون صرف فڪر جي آزاديءَ سان ڪري سگهبيون آهن. جن کي آزاد مرضي حاصل ڪونہ هوندي آهي انهن جا عمل انهن جا پنهنجا ڪونہ هوندا آهن. اهي حڪومت جا عمل هوندا آهن جيڪي انهن جي ذريعي نڀايا ويندا آهن. انهن جو ارادو ڪمزور هوندو آهي ۽ انهن جي سگهہ نامناسب موقعن تي ضايع ٿي ويندي آهي.

امام علي عليہ السلام جي زماني ۾ ماڻهو انهي منزل تي پهتل هيا جنهن جو اسان ذڪر ڪيو آهي. توڙي جو اهي ماڻهو سندن خلافت دوران آزاد هيا ۽ حڪمران جي تڪليف ۽ ايذاءَ کان بچيل هيا، ان هڪڙو قانون ۽ اصول مقرر ڪيو هيو جنهن مطابق انهن کي پنهنجي

رضا خوشي سان پنهنجون ذميواريون قبول ڪرڻيون هيون ۽ انهن کي اها ڳالهه محسوس ۽ تسليم ڪرڻي هئي تہ انهن تي قوم جون ڪجهہ ذميواريون هيون ۽ قوم جا انهن تي ڪجهہ حق هيا.

جيئن اسان کي ڪيترن موقعن تي اڳ ۾ ئي خبرپئي، اڳتي هلي بہ اسان کي معلوم ٿيندو تہ امام علي عليہ السلام جا قاعدا، قانون ۽ هدايتون انهن اصولن تي ٻڌل هيا ۽ انهن اصولن کي ئي نظر ۾ رکندي ماڻهن جي اڳواڻي ڪندا هيا، منع ڪندا هيا ۽ انعام ڏيندا هيا ۽ سزائون ڏيندا هيا.

# احتساب

بيت المال جي هي ملڪيت نہ منهنجي آهي نہ تنهنجي.
اسان اهو نٽا ڪري سگهون تہ ڪنهن کي بہ ان جي حق
کان وڌيڪ ڏيون.
ڇا توهان اهو گهرو ٿا تہ مان ظلم ۽ زيادتي ڪرڻ سان
ڪاميابي حاصل ڪريان. الله جو قسم! جيستائين چنڊ ۽
تارا پنهنجي محور تي هلندا رهندا، اسان کان ائين ڪونہ
ٿيندو.

علي عليہ السلام

جيئن اسان اڳ ۾ ٻڌايو آهي تہ آزادي پنهنجي وسيع لحاظ کان حضرت علي عليہ السلام جي حڪومت جو حقيقي بنياد هيو. ان جي نظر ۾ آزادي ماڻهن جي باهمي لاڳاپن سان ايترو گهڻو واسطو رکندڙ هئي جيئن عقل ۽ شعور سان. اهو انسان جيڪو گهري ٿو تہ ترقي جي مختلف مرحلن کي باهمي سهڪار ۽ ڀائيچاري وارن لاڳاپن سان طئي ڪري تہ اهو جيستائين پنهنجين انفرادي ۽ گڏيل حيثيتن ۾ آزاد ڪونهي تہ انهي معاملي ۾ ڪاميابي ماڻي ڪونہ سگهندو. ان لاءِ آزاد هجڻ بہ ان وقت تائين ممڪن ڪونهي جيستائين ان جو ضمير انهن ڪوتاهين کان آزاد ڪونهي، جيڪي انسان جي گڻ کي تباهہ ڪن ٿيون. ساڳي نموني ۾ اهو شخص پڻ آزاد ڪونہ هوندو جنهن جي آزاديءَ جا حق تہ معاشرو قبول يا تسليم ڪري ٿو پر عملي طور نظرانداز ڪري ٿو.

انهي معاملي ۾ حضرت علي عليہ السلام فردن ۽ جماعتن سان گڏ دوستن ۽ دشمنن سان هڪجهڙو سلوڪ اختيار ڪيو. اهو عمل جي انهي رستي تي سختي سان ڪاربند رهيو. ڪڏهن بہ ڪير ان کي ڪنهن ڌمڪي يا لالچ سان سندس مقصد کان هٽائي ڪونہ سگهيو. ان کي چڱي طرح خبر هئي تہ سچ گهٽ ماڻهن لاءِ بي سواد آهي. اهو ئي سبب هيو جو پاڻ فرمايائون: "اسان جو معاملو گهڻو ڏکيو آهي."

ان کي اها بہ ڳالهہ چڱي طرح ذهن ۾ هئي تہ سچ خاص طور تي حڪمرانن لاءِ ڏکيو آهي. تنهڪري پاڻ فرمايائون: "حڪمرانن کي سچ گهڻو ڪڙو لڳندو آهي ۽ هر سچ ڪڙو آهي."

بهرحال، حڪمرانن ۽ عهديدارن لاءِ سچ ڪڙو آهي يا هلڪو، اها ڳالهه حضرت علي عليہ السلام لاءِ غير ضروري هئي ڇو تہ ان جو عقل ۽ ضمير کين مجبور ڪندا هيا تہ سچ کان تر جيترو بہ نہ هٽي، ۽ پاڻ عقل ۽ ضمير کان وڌيڪ ڪنهن بہ شي کي اهميت ڪونہ ڏيندا هيا. حضرت علي عليہ السلام کي عقل ۽ ضمير مجبور ڪندا هيا تہ انهن ماڻهن کان منهن نہ ڦيري جيڪي انصاف جا طالب هيا ۽ عوام کي حڪمرانن جي رحم ڪرم تي بہ نہ ڇڏي جو عوام ضرورتن لاءِ ڏکيائون برداشت ڪن ۽ بک ۾ گذارين، جيڪا انهن جي نڙين کي خشڪ ڪري ڇڏي ۽ انهن جي پيٽ ۾ باهہ ٻاري ڇڏي انهيءَ ئي عقل ۽ ضمير حضرت علي عليہ السلام جي رهنمائي ڪئي تہ مالِ غنيمت ۽ نعمتن کي انهن ماڻهن جي صوابديد تي نہ ڇڏي جن جا پيٽ ڀريل آهن ۽ جيڪي بک کان سواءِ ئي کائيندا رهن ٿا ۽ بغير اڃ جي پاڻي پيئندا رهن ٿا ۽ عوام الناس جي خرچ تي عياشي واري زندگي گذارين ٿا.

خلافت قبول ڪرڻ ۽ بيعت وٺڻ کان اڳ حضرت علي عليہ السلام جو اهو انديشو تہ بااثر ماڻهو ۽ عملدار ان جي حڪومت جي انصاف وارن طور طريقن کي برداشت ڪونہ ڪندا، سچ ثابت ٿيو. تنهنڪري بيعت جو حلف کڻڻ کان پوءِ انهن معززين ۽ عملدارن کانئن مطالبو ڪيو تہ ٻين جي مقابلي ۾ بيت المال مان انهن کي وڌيڪ حصو ڏنو وڃي، پر حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "مان ڪنهن کي بہ ان جي حقداري کان وڌيڪ ڪابہ شي ڪونہ ڏيندس."

طلحہٰ ۽ زبير ان معاملي ۾ ڪو سمجهوتو ڪرڻ لاءِ ان وٽ آيا ۽ چيائون: "اسان توهان جي بيعت جو حلف انهي شرط تي کڻڻ لاءِ تيار آهيون تہ حڪومت هلائڻ ۾ اسان توهان سان حصيدار هونداسين." البت، حضرت علي عليہ السلام بنا ڪنهن ڏڪڙ جي انهن کي انڪار ۾ جواب ڏنو. اهو جواب ٻڌڻ سان اهي ان کي ڇڏي ويا ۽ حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ لشڪر گڏ ڪرڻ شروع ڪيائون، جنهن جو اسان اڳتي هلي تفصيل ۾ ذڪر ڪنداسين.

حضرت علي عليہ السلام کي چڱي طرح خبر هئي تہ طلحہٰ ۽ زبير گهڻو بااثر آهن ۽ ڪوفي ۽ بصري ۾ انهن جا گهڻائي حمايتي موجود

آهن. البت، اهو انصاف ئي هيو جنهن کي حضرت علي عليہ السلام تمام گهڻو پسند ڪيو ٿي. ان فرمايو: "ڇا توهان گهرو ٿا تہ مان ظلم ۽ زيادتي ذريعي ڪاميابي ماڻيان. الله جو قسم ائين ڪونہ ٿيندو. ناانصافي وارو انعام فضول آهي."

ڪاڏو ان ماڻهو جي آڏو ڪونہ ڪٽي اچبو آهي جيڪو ماڻهو ڏاول هوندو آهي. دولت ٿوري يا گهڻي، حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ ان وقت تائين ناجائز هئي جيستائين اها جائز نموني ۾ حاصل نہ ڪئي وڃي. اها ذخيره اندوزي ذريعي، يا ماڻهن جو استحصال ڪرڻ سان يا حڪمران هجڻ ڪري پنهنجي حيثيت جو ناجائز استعمال ڪرڻ ذريعي حاصل نہ ڪئي وئي هجي.

حضرت علي عليہ السلام ڏوهين جا ڪيترائي ڏوهہ معاف ڪيا ۽ زيادتين جي خراب وارتائن کي نظرانداز ڪيو پر انهن ذخيره اندوزن ۽ نفعي خورن طرفان ماڻهن کي تڪليف ۾ وجهڻ ۽ استحصال ڪرڻ کي برداشت ڪونہ ڪيو. انهن جي خيال مطابق تڪليف ڪهڙي بہ نموني ۾ پهچائي وڃي اها هڪڙي لعنت آهي، پر سڀ کان وڏي تڪليف ۽ زيادتي اها آهي جيڪا ڪو ڏاڍو ڪمزور کي پهچائي، نفعي خور عوام کي ڏک ڏئي، ۽ حڪمران رعيت سان ظلم ڪري پاڻ ان ڏاڍائي کي برداشت ڪري ڪونہ ٿي سگهيا جيڪا معاشري ۾ ڏوهہ ۽ بڇڙائي کي جنم ڏئي.

جڏهن پاڻ ماڻهن جي استحصال بابت ڳالهائين ٿا تہ "نهج البلاغہ" جو مطالعو ڪيو تہ توهان کي خبر پوندي تہ ان جا لفظ ڪيترا روشن آهن. ان پنهنجي هر خطبي ۾ انهيءَ موضوع جو حوالو ڏنو. انهن جي گفتگو پڌرو ڪري ٿي تہ پاڻ انهي ڳالهہ جا مڪمل قائل هيا تہ ماڻهن جي دولت جي ڦرلٽ سماجي ڏوهہ آهي. جيڪو بہ ناجائز طريقي سان دولت ميڙي ٿو اهو استحصالي آهي ۽ ان جي انهي ڏوهہ لاءِ لازمي ان کي سزا ڏيڻ گهرجي. حضرت علي عليہ السلام پنهنجي هڪڙي خطبي ۾ ذخيره اندوزن ۽ نفعي خورن لاءِ فرمايو: "ان شخص کي ياد رکڻ گهرجي تہ ان جيڪا دولت گڏ ڪئي ۽ ان جي پرواهہ نہ ڪئي تہ ڪٿان اچي ٿي يعني جائز ۽ ناجائز ذريعي جو ڪو فرق ڪونہ ڪيائين، پر

دولت، جائز ۽ ناجائز طريقي سان گڏ ڪيائين تہ ان کي پڪ هجڻ گهرجي تہ ان کي ناجائز طريقي سان دولت ميڙڻ ڪري ضرور سزا ملندي۔"

البت، اها گڏ ڪيل دولت جيڪا ذخيره اندوري يا نفعي خوري ۽ ڦرلٽ ۽ زورزبردستي ذريعي گڏ ٿيل ڪونهي، ان لاءِ پاڻ فرمايائون: "جيڪو جائز طريقي سان دولت گڏ ڪرڻ دوران فوت ٿئي ٿو اهو اهڙي حالت ۾ مري ٿو تہ الله تعاليٰ ان سان راضي هوندو."

اهو ئي سبب هيو تہ حضرت علي عليہ السلام فيصلو ڪيو هيو تہ اهو انهن ڊانچن کي ڍاهي پٽ ڪندو جن کي ڦرلٽ ۽ زورزبردستي جي بنياد تي بيهاريو ويو هيو. بيت المال جي دولت کي پنهنجن مائٽن تي خرچ ڪرڻ جي رواج کي ختم ڪندو ۽ اثر رسوخ وارن ماڻهن کي عام ماڻهن جو استحصال ڪرڻ جي اجازت ڪونہ ڏيندو. پنهنجي هڪڙي خطبي ۾ انهي ڳالهہ کي هنن لفظن ۾ چٽو ڪيائين: "ڏيان ڏيو! الله جي ملڪيت مان حضرت عثمان رضہ جنهن کي بہ جاگير ڏني آهي ان کي گهرجي تہ اها هڪدم بيت المال کي واپس ڪري ڇڏي، ڇوتہ ڪنهن قديم حق کي ڪابہ ڳالهہ باطل نٿي ڪري سگهي. جيڪڏهن مون کي معلوم ٿئي ٿو تہ بيت المال جي دولت خرچ ڪرڻ سان عورتن جون شاديون ٿيون آهن يا اهو تہ مختلف شهرن ۾ دولت ورهائي وئي آهي تہ منهنجي گهٽي ڪوشش اها هوندي تہ ان رقم کي ان جي اصل حالت ۾ موٽايو وڃي. انصاف جو وسيع ميدان آهي، جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ لاءِ انصاف ڳورو آهي تہ ناانصافي ان تي اڃا وڌيڪ وزندار هوندي"

اهو ممڪن آهي تہ دنيا ۾ ڪجهہ بادشاهہ ۽ حڪمران گذريا هجن جن بيت المال مان ڪابہ شي ڪنهن غير مستحق شخص کي نہ ڏني هجي ۽ عوامي دولت کي پنهنجن دوستن ۽ مٽن مائٽن تي فراخدلي سان خرچ نہ ڪيو هجي. البت، اسان حضرت علي عليہ السلام جهڙي ڪنهن ٻئي ماڻهو بابت ڪونہ ٿا ٻڌون جنهن انهن ماڻهن کي جيڪي سابق حڪومت دوران ناجائز طريقي سان شاهوڪار ٿيا هجن، مجبور ڪيو هجي تہ اهي پنهنجي ڪمائي جو پوتاميل پيش ڪن ۽ جيڪا دولت انهن ناجائز طريقي سان گڏ ڪئي هجي اها بيت المال ۾ جمع

ڪرائين. حضرت علي عليہ السلام جو اهو بهادراڻو قدم ثابت ڪري ٿو تہ ان ڪي معاملن جي باري ۾ گهوڙهي معلومات هئي ۽ سماجي انصاف ۾ ايترو ڪامل يقين هيو جيڪو ٻئي ڪنهن کي بہ حاصل ڪونہ هيو.

جيڪڏهن اهو قانون صحيح آهي تہ صرف اهو شخص اجرت ۽ انعام جو حقدار آهي جيڪو گهڻي محنت ڪري ٿو ۽ معاشري لاءِ خدمتون انجام ڏئي ٿو تہ پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ حارث بن حڪم ڪهڙيون خدمتون انجام ڏنيون هيون جو حضرت عثمان رضہ کي بيت المال مان ٽي لک درهم حارث کي ان ڏينهن ڏيڻا پئجي ويا هيا جنهن ڏينهن حارث جي شادي هئي؟ ڇا حضرت عثمان رضہ جي نياڻي سان شادي ڪرڻ عوامي خدمت هئي؟

طلحہٰ ۽ زبير اسلام ۽ مسلمانن لاءِ اهڙيون ڪهڙيون خدمتون انجام ڏنيون هيون جنهن جي عيوض انهن حضرت عثمان رضہ کان دينارن ۽ درهمن جي صورت ۾ تمام وڏيون رقمون ۽ وڏيون جاگيرون ورتيون. جيڪي جيڪڏهن لکين مسلمانن ۾ ورهايون وڃن ها تہ اهي سڀئي شاهوڪار ٿي وڃن ها ۽ ان کان بہ ڪين گهڻو ملي وڃي ها جنهن جي انهن اميد ڪئي هجي يا تمنا ڪئي هجي ها؟

طلحہٰ ۽ زبير کي اهڙا ڪهڙا ترجيحي حق حاصل هيا جو اهي هزارين ٻانها ۽ ٻانهيون رکي سگهيا ٿي؟ توڙي اهو مڃيو وڃي تہ انهن پهرين مرحلي ۾ ئي اسلام قبول ڪيو هيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولين اصحابن منجهان هيا ۽ اسلام لاءِ وڏيون خدمتون ۽ قربانيون ڪيون هئائون, تہ بہ انهن اهو سڀ ڪجهہ الله تعاليٰ جي رضا لاءِ ڪيو هيو ۽ ان لاءِ الله تعاليٰ کان آخرت ۾ انعام ملڻ جي تمنا ڪئي هجي ها. الله تعاليٰ ڪنهن بہ صالح ٻانهي جي محنت ضايع ڪونہ ڪندو آهي. انهن اسلام لاءِ جيڪي بہ قربانيون ڪيون هيون اهي انهن الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيون هيون ۽ الله ئي آهي جيڪو پلو بدلو ڏيندو آهي. پر انهن کي بيت المال تي ڪهڙو خصوصي حق هيو جڏهن تہ ان تي سڀني مسلمانن جو هڪجيترو حق هيو؟ حضرت عثمان رضہ جي مٽن مائٽن عوامي ڀلائي جا ڪهڙا ڪارناما انجام ڏنا هيا جو ان جي انعام ۾ ان انهن لاءِ بيت المال جا

دروازا کولي ڇڏيا هيا. رياست جو انتظام انهن جي حوالي ڪري ڇڏيو انهن کي مسلمانن جي جان، مال ۽ عزت جو مالڪ بڻائي ڇڏيو ۽ انهن کي اجازت ڏنائين ته کين جيئن وڻي هر شي کي ڪتب آڻين؟ ان جي انهن ماڻهن مان هڪڙو معاويہ هيو جيڪو رشوتون وٺڻ ڪري بدنام هيو. حڪم بن عاص ۽ عبدالله بن سعد کان علاوه ان جا پيا بہ ڪيترائي مائٽ ۽ دوست هيا.

اسلام جي لاءِ معاويہ ڪهڙيون قربانيون ڏنيون هيون جنهن جي انعام ۾ ان کي شام کان علاوه فلسطين ۽ حمص جو گورنر مقرر ڪيو ويو هيو ۽ ان کي ڇئن لشڪرن جو سپهہ سالار ڪيو ويو هيو؟ حضرت عثمان رضہ جي مائٽن ايتري ججهي دولت ڪٿان آندي جو هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ شاندار محلات تعمير ڪرايائون؟ جڏهن انهن ماڻهن ڪا بہ خدمت انجام ڪونہ ڏني هئي ته انهن ايترو سرمايو ڪٿان آندو جو اهڙن منصوبن لاءِ رقم مهيا ڪيائون؟ جيڪڏهن ڪو شخص گهٽي عرصي تائين دولت غصب ڪندو رهيو ته اهو ان جو مالڪ نٿو ٿي وڃي ۽ نہ وري اها دولت ان جي ذاتي ملڪيت ٿي وڃي ٿي. ڪوڙ ڪيتري بہ عرصي تائين قائم رهي ته اهو سچ نٿو ٿي وڃي.

اهو ئي سبب هيو تہ حضرت علي عليہ السلام فيصلو ڪيو تہ حضرت عثمان رضہ مستحق ماڻهن کي محروم ڪري غيرمستحق ماڻهن کي جيڪي بہ زمينون ۽ ملڪيتون ڏنيون هيون اهي بيت المال ۾ واپس ڪرائي، توڙي جو اها دولت مختلف شهرن ۾ ڪنڌڙي وئي هئي يا عورتن کي سندن ڏاج طور ڏني وئي هئي. انصاف ماڻهن لاءِ سک، سهوليت ۽ خوشحالي جو هڪڙو ذريعو آهي ۽ ان کي محدود ڪري يا قبضي ۾ نٿو رکي سگهجي.

هڪڙي ڳالهہ جيڪا ڌيان طلب آهي، اها آهي تہ جيڪي زمينون ماڻهن حضرت عثمان رضہ جا مائٽ يا حمايتي هجڻ ڪري ذاتي ملڪيتون بڻايون هيون ۽ انهن مان لاڀ حاصل ڪيا هئائون، انهن کي حضرت علي عليہ السلام غصب ڪيل ملڪيتون سمجهيو ٿي. حضرت علي عليہ السلام کي چڱي طرح خبر هئي تہ حضرت عثمان رضہ جي قبيلي جا ماڻهو ڪهڙي قسم جا انسان آهن. اهو ان ڳالهہ کان

ٻه خبروار هيو ته زمينون غصب ڪرڻ کان پوءِ انهن عام ماڻهن کان جبري پورهيو ورتو هيو ۽ پيداوار هڙپ ڪئي هئائون ۽ ان آمدني مان وڏيڪ ملڪيت خريد ڪئي هئائون. ائين ڏينهون ڏينهن انهن جو سرمايو وڌندو رهيو ۽ جڏهن ته ٻيا غريب کان غريب تر ٿيندا رهيا ۽ اهي پاڻ امير ۽ شاهوڪار ٿيندا رهيا. پوءِ اهي زميندار ننڍن کاتيدارن جون ملڪيتون خريد ڪندا ويا ۽ نتيجي ۾ صرف ٻه طبقا وڃي رهيا يعني سرمائيدار ۽ ضرورتمند جن کي سرمايه دارن جو متحاج ٿيڻو پيو ۽ انهن جي خدمت ڪرڻي پئي. حضرت مالڪ اشتر رضه ڏانهن لکيل هڪڙي فرمان ۾ حضرت علي عليه السلام فرمايو: "خبردار رهه! پنهنجن مائٽن ۽ اتحادين کي زمين نه ڏجان. انهن کي توکان اها اميد نه رکڻ گهرجي ته تون انهن کي زمين تي قبضو ڪرڻ جي اجازت ڏيندين. جيڪا زرعي معاملي ۾ يا ڪنهن ٻئي عام معاملي ۾ پاڙيسري ماڻهن لاءِ ڏکي ڳالهه هجي، ته جيئن متان اهي ان جو بار ٻين مٿان وجهي ڇڏين."

امير المؤمنين علي عليه السلام جا جاگيرن جي معاملي ۾ انديشا گهڻو سچ ثابت ٿيا. انهن ماڻهن عام خلق کان وڏي پيماني تي جبري پورهيو ورتو ۽ انهن کي هر قسم جي ڏاڍ ۽ انصافي جو نشانو بڻايو.

ڊاڪٽر طٰحٰ حسين پنهنجي مشهور ڪتاب "الفتنة الڪبريٰ" جي پهرين جلد ۾ لکي ٿو: "هڪڙي پاسي تي وڏا زميندار ۽ امير هيا ۽ ٻئي پاسي تي مسڪين ماڻهو هيا جيڪي انهن زميندارن ۽ اميرن جا غلام هيا. انهن منجهان مسلمانن جو هڪڙو نئون طبقو پيدا ٿيو يعني اهي جيڪي عرب جزيري ۾ اڳ موجود قبائلي رواج مطابق قوم جا سردار هيا ۽ هاڻي ججهي دولت ۽ تمام گهڻن اتحادين ڪري وڏيڪ امتياز وارا ۽ معتبر ٿي ويا هيا.

حضرت علي عليه السلام جي نظرئي مطابق سيئي ماڻهو نفعي مان حصي وٺڻ جا حقدار آهن. جيڪو سون ۽ زمين مان حاصل ٿئي ٿو ۽ صرف اهو شخص جيڪو وڏيڪ پورهيو ڪري ٿو ۽ وڏيڪ ضرورتمند پڻ آهي، گهڻي حصي جو حقدار آهي. جيڪو ٻه انهي حقيقت کان انڪار ڪري ٿو اهو پنهنجي قوم سان غداري ڪري ٿو.

حضرت علي عليه السلام جي نظر ۾ سڀ کان وڏي غداري عوام سان دوکو ڪرڻ آهي. حضرت علي عليه السلام ان ماڻهوءَ کي جيڪو

عوام سان دوکيبازي ڪري ٿو ڪميڻو ۽ ذليل سڏيو آهي. حضرت علي عليہ السلام اهڙن ماڻهن تي ڪڏهن بہ اعتبار ڪونہ ڪيو ۽ انهن سان ڪڏهن بہ دوستي ڪونہ ڪئي.

حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي حقن کي وڏي حد تائين تحفظ ڏيڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. جڏهن بہ پاڻ ڪنهن جو فيصلو ڪندا هيا تہ ڪير بہ کين ان ڪم کان روڪي ڪونہ سگهندو هيو. ان کي انهي ڳالهہ جي پرواهہ ڪونہ هوندي هئي تہ ماڻهو کين ڇڏي ويندا ۽ وچي دشمن جي ٽولي ۾ شامل ٿيندا. پاڻ سراپا سچ هيا ۽ جيڪو بہ ڳالهائيندا هيا اهو مڪمل انصاف هوندو هيو.

حضرت علي عليہ السلام ڪنهن سان ترجيحي سلوڪ ڪونہ ڪندا هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جانثار اصحابن سان بہ نہ. جن ساڻن گڏ جنگين ۾ حصو ورتو هيو. پاڻ فرمايائون: "خبردار ٿيو! توهان منجهہ ڪجهہ اهڙا ماڻهو موجود آهن جن کي دنيا خوشحال بڻايو آهي. انهن زمينون حاصل ڪيون آهن ۽ واهہ کوٽايا آهن. اهي سگهارن گهوڙن تي سواري ڪن ٿا ۽ ٻانهن ۽ ٻانهين جو وڏو تعداد رکن ٿا. سڀاڻي جيڪڏهن مان انهن کي انهن ڳالهين ڪرڻ کان روڪيان جن ۾ اهي ڦاٿل آهن ۽ انهن حقن جو پابند بڻايان جن کان اهي چڱي طرح واقف آهن. پر ادا ڪونہ ٿا ڪن. تہ انهن کي اها شڪايت نہ ڪرڻ گهرجي تہ علي (عليہ السلام) انهن کي سندن حقن کان محروم ڪيو آهي. ياد رکو! اهو مهاجر هجي يا انصاري، انهن منجهان جيڪو بہ اهو سوچي ٿو تہ اهو ٻين کان اعليٰ آهي تہ اهو ڀليل آهي. برتري جو قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ آڏو فيصلو ٿيندو. اهو اڪيلو الله تعاليٰ ئي آهي جيڪو ماڻهن کي بدلو ڏيندو. ياد رکو! جنهن بہ الله تعاليٰ ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي تسليم ڪيو آهي، اسان جي برادري (امت) جي تصديق ڪيائين، اسان جي دين ۾ شامل ٿيو ۽ اسان جي قبلي ڏانهن منهن ڪيائين، اهو اسلام ۾ بڌايل حقن ۽ ذميوارين جو حقدار آهي. توهان سڀئي الله تعاليٰ جا ٻانها آهيو ۽ دولت جيڪا الله تعاليٰ جي ملڪيت آهي اها توهان ۾ هڪجيتري ورهائي ويندي، ڪنهن کي بہ ٻئي تي ترجيح حاصل ڪونهي. پرهيزگار ۽ متقي الله تعاليٰ طرفان بهترين انعام ۽ بدلو حاصل ڪندو."

حضرت علي عليہ السلام طرفان برابري جي بنياد تي عام خلق سان ٿيندڙ سلوڪ ڪري قريش جا امير ۽ شاهوڪار ماڻهو حضرت علي عليہ السلام کي ڇڏي ويا ۽ وڃي معاويہ جي ٽولي ۾ شامل ٿيا، جيئن اڳتي تفصيل ۾ بيان ڪيو ويندو.

حضرت علي عليہ السلام لاءِ اهو ناممڪن هيو تہ وڏي حيثيت رکندڙ ماڻهن کي نسبتن ننڍي درجي وارن ماڻهن تي ترجيح ڏئي، ڇو تہ فضيلت ۽ عصمت جو معيار اهو ڪونہ هيو جيڪو ان جي ڏينهن ۾ مروجہ هيو. اهو قريشي کي غيرقريش تي يا عرب کي غيرعرب (عجمي) تي ترجيح ڪونہ ڏيندو هيو ڇو تہ اهو سڀني انسانن کي هڪ ٻئي جا ٻائر سمجهندو هيو. اهو اميرن ۽ سردارن جي جاپلوسي ڪونہ ڪندو هيو جيئن معاويہ ڪندو هيو. نہ وري اهو ماڻهن کي پاڻ ڏانهن مسلمانن جي دولت ذريعي ڇڪي سگهيو ٿي.

حضرت مالڪ اشتر رضہ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام کي لکيو: "اي اميرالمؤمنين! اسان بصري ۽ ڪوفي جي ماڻهن سان گڏجي بصري جي ماڻهن خلاف جهاد ڪيوسين. ان وقت سڀئي هڪڙي ئي خيال جا هيا. ان کان پوءِ اختلاف پيدا ٿي ويا. انهن جا ارادا ڪمزور پئجي ويا ۽ اهي ڳاٽائي ۾ گهٽجي ويا. توهان سڀني لاءِ منصف آهيو ۽ اهو قدم کڻو ٿا جيڪو حق آهي. انهيءَ ڪري اهي توهان جي انصاف ڪري ڊڄي ويا آهن. ٻئي پاسي انهن معاويہ طرفان اميرن ۽ شاهوڪارن سان اختيار ڪيل حڪمت عمليون ۽ طريقا ڏٺا آهن، ڇو تہ دنيا ۾ تمام ٿورا ماڻهو آهن جيڪي دنياوي مفادن تي ڪونہ ٿا هرڪجن. دنيا ۾ گهڻائي ماڻهو موجود آهن جيڪي سچ جي قيمت تي ڪوڙ خريد ڪن ٿا ۽ دنيا قبول ڪن ٿا. تنهن ڪري، جيڪڏهن توهان ماڻهن منجهہ دولت فراخدلي سان ورهايو ۽ اثر رسوخ وارن ماڻهن کي گهڻو ڏيو تہ توهان ڏسندا تہ انهن جا ڪنڌ توهان ڏانهن ڪيئن جهڪندا وڃن ٿا ۽ اهي توهان جي شان ۾ ڪيئن گيت ڳائيندا ۽ توهان جا خيرخواهہ ٿي وڃن ٿا. الله تعاليٰ شال توهان جا معاملا آسان ڪري ۽ توهان جي دشمنن جي اتحاد ۽ دوکي کي ڪمزور ۽ وائکو ڪري الله بيشڪ انهن جي ڪرتوتن کان واقف آهي."

حضرت علي عليہ السلام جواب ۾ فرمايو: ”تو چيو آهي تہ مان انصاف مطابق عمل ڪريان ٿو. انهيءَ جو سبب اهو آهي تہ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ’جيڪو بہ چڱا عمل ڪري ٿو تہ اهو پنهنجي فائدي لاءِ ڪري ٿو ۽ جيڪو بہ برا عمل ڪري ٿو تہ انهن جي ڪري ڀوڳيندو.‘ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن سان ناانصافي ڪونہ ڪندو آهي.

”جيڪڏهن مان انهي حڪم جي انحرافي ڪريان تہ مون کي ڊپ آهي تہ مون کي ان ڪري ڀوڳڻو پوندو. باقي توهان جيڪا ڳالهہ ڪئي آهي تہ ماڻهو اسان کي ڇڏي ويا آهن، ڇو تہ سچ انهن لاءِ ناقابل برداشت آهي. الله تعاليٰ بهتر ڄاڻي ٿو تہ اهي اسان کي انهي ڪري ڪونہ ڇڏي ويا آهن تہ اسان انهن سان ڪا ناانصافي ڪئي آهي. ائين بہ ڪونہ آهي تہ ڪو انهن اسان کي ڇڏڻ کان پوءِ ڪنهن عادل شخص وٽ پناهہ ورتي آهي. اسان کي ڇڏي وڃڻ لاءِ انهن وٽ ڪوبہ سبب ڪونهي سواءِ انهي جي تہ انهن مادي دنيا گهري آهي ۽ هي دنيا بقادار ڪونهي. قيامت جي ڏينهن انهن کان سوال ڪيو ويندو تہ ڇا انهن دنيا کي هٿ ڪيو يا الله جي رضا لاءِ عمل ڪيا. هاڻي جيڪو ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ دولت خرچ ڪرڻ جو معاملو آهي تہ اهو اسان لاءِ جائز ڪونهي تہ اسان ڪنهن ماڻهوءَ کي بيت المال مان ان حصي کان گهٽو ڏيون جيتري حصي جو اهو حقدار هجي. جيڪڏهن منهنجي انصاف جي ڪري منهنجن پوئلڳن جو تعداد گهٽجي ٿو تہ مون کي ان جي پريشاني ڪونهي. الله تعاليٰ هيئن چوي ٿو ۽ اهو جيڪو بہ چوي ٿو اهو صحيح آهي: ’ڪيترائي ماڻهو جيڪي ڳاڻاٽي ۾ ٿورڙا آهن انهن تي جيڪي ڳاڻاٽي ۾ گهڻا آهن غالب اچي وڃن ٿا. الله تعاليٰ انهن سان گڏ آهي جيڪي صبر وارا آهن.‘ (البقره آيت 249)

”الله تعاليٰ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي پيغمبري منصب لاءِ ان وقت چونڊيو جڏهن اهي بلڪل اڪيلا هيا. انهن جا ڪجهہ حمايتي ٿيا ۽ پوءِ انهن جو تعداد وڌندو ويو. انهن پنهنجي جماعت کي عظمت بخشي پر انهن جي تذليل ٿيڻ کان پوءِ. جيڪڏهن الله تعاليٰ اسان جي معاملن کي بهتري ڏانهن موڙڻ گهري ٿو تہ اهو انهن تڪليفن کي دور ڪندو ۽ اسان لاءِ معاملن کي آسان ڪندو.“

حضرت علي عليہ السلام جي حڪمت عملين جو نچوڙ ۽ ان جي حڪومت جو طريقو ان فرمان ۾ شامل ٿيل آهي جيڪو انهن حضرت مالڪ اشتر رضہ کي ڏنو جڏهن ان کي مصر جو گورنر مقرر ڪيائون. ان ۾ پاڻ فرمايائون: "خبردار رهج! پنهنجي لاءِ انهن شين کي قبضي ۾ نہ ڪجان جن ۾ سڀني ماڻهن جو هڪجيترو حصو هجي."

عوامي حق اهي آهن جيڪي سمورن شهرين لاءِ برابري جي بنياد تي مخصوص ٿيل آهن ۽ اهي ئي اهي حق آهن جن جو حضرت علي عليہ السلام پنهنجي مٿين فرمان ۾ حوالو ڏنو آهي.

# گهرجائو ماڻهن جي مدد ڪرڻ

حق جي معاملي ۾ توهان سڀئي منهنجي لاءِ برابر آهيو.

جيڪڏهن ڪوئي غريب يا فقير بکايل رهي ٿو تہ اهو انهي ڪري ٿئي ٿو تہ ڪنهن شاهوڪار ان جو حصو روڪي رکيو آهي.

وڏو بدبخت حڪمران اهو آهي جنهن جي ڪري ان جي رعيت مصيبت ۽ گمراهي ۾ ڦاسي وڃي.

امام علي عليہ السلام

ڪجھ اهڙا عام حق آهن جن جو حضرت علي عليہ السلام پاڻ احترام ڪيو ٿي ۽ ٻين کي پڻ تاڪيد ڪيو ٿي تہ انهن جو احترام ڪن. ان جي نظرئي مطابق ڇوبن جي گورنرن ۽ ٻين عملدارن جي حقي ڊيوٽي اها آهي تہ اهي انهن حقن جو تحفظ ڪن ۽ انهن جي غصب ٿيڻ جي اجازت نہ ڏين.

جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام ڪنهن کي حڪمران مقرر ڪيو ٿي يا ڪنهن کي ان جي عهدي تان هٽايو ٿي تہ اهو سڀ انهي سبب ڪري هيو. ان جي خيال مطابق انهن حقن جي وسيع معنيٰ هئي ۽ اهي ڪيترن ئي قسمن جا حق هيا. بهرحال، انهن سڀني حقن جو مطلب ۽ مراد اهو هيو تہ هر ضرورتمند ماڻهوءَ جي گُهرج جو پورائو ٿيڻ گهرجي ۽ ڪوبہ بکيو نہ رهي، ڇو تہ بکيو رهڻ انسانذات جي وڏي بي عزتي آهي.

اهڙن قانونن جي انحرافي ڪرڻ ۾ ڪا خرابي ڪانهي جيڪي ماڻهن جي غربت کي ختم ڪري نہ سگهندا هجن. حضرت علي عليہ السلام جي حقي عقيدي مطابق عبادت اسان کي لازمي طور معاشري کان بيگانو ڪونہ ڪندي ۽ مذهب جو مطلب ماڻهن سان سٺو سلوڪ آهي، ۽ سچا مذهبي عقيدا اهي آهن جيڪي دينداري کي هٿي وٺرائين. ساڳي نموني ۾ قانونن کي بہ اهڙو هجڻ گهرجي جيئن ماڻهن جي گهرجن جو پورائو ڪن ۽ غربت ۽ محتاجي جي خاتمي کي يقيني بڻائين تہ جيئن انسان خود پنهنجين نظرن ۾ ڪري نہ پئي ۽ دلگير نہ ٿئي.

اهو ڪو احسان ڪونهي پر اهڙا قانون ٺاهڻ حڪمران ۽ قانونسازن جي ذميواري آهي جيڪي ماڻهن کي غربت ۽ محتاجي کان ڇوٽڪارو ڏيارين، ۽ ماڻهوان کان اهڙن قانونن جو مطالبو ڪرڻ لاءِ حق بجانب آهن.

حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي حقن کي اهڙي وڏي ڏيان سان تحفظ ڏنو جو گهڻو ڪري اهڙو ڪو خطبو تقرير يا فرمان ملڻ ناممڪن آهي جنهن ۾ ان انهن حقن جي باري ۾ ذڪر نہ ڪيو هجي ۽ گورنرن ۽ عملدارن جو انهن حقن ڏانهن ڏيان نہ ڇڪايو هجي.

ماڻهن جي گُهرجن جو پورائو ڪرڻ بيشڪ حڪمران ۽ قانونسازن جي تمام وڏي ذميواري هئي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ اهو ماڻهن جو وڏو حق هيو.

اهو حضرت علي عليہ السلام هيو جنهن قيصر ۽ ڪسريٰ جي انهي ڳالهہ کي عظيم گناهہ سمجهيو جنهن موجب اهي پنهنجي رعيت جي تذليل ڪندا هيا. انهن جي حقن جو خيال ڪونہ رکندا هيا. انهن کي زمين ۾ پيدا ٿيندڙ نعمتن ۽ زندگيءَ جي آسائشن کان محروم ڪندا هيا ۽ انهن کي حاجتمند ۽ ذليل ڪري رکندا هيا. ان فرمايو: ”ماڻهن جي احتجاج ۽ تڪليف تي غور ڪيو جڏهن قيصر ۽ ڪسريٰ انهن جا حڪمران هيا. جڏهن انهن ماڻهن کي عراق جي زرخيز زمين، پاڻي ۽ چراگاهن مان تڙي ڪڍيو هيو ۽ انهن کي اتي اڇلايو هيو جتي ساوڪ جو نالو نشان ڪونہ هيو ۽ جتي سخت هوائن کان سواءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هيو ۽ انهن کي نهايت غريب ۽ محتاج ڪري ڇڏيو هئائون.“

جڏهن بہ ڪنهن گورنر يا عملدار عوامي ملڪيت جي اعتبار ۾ ڪوتاهي يا خيانت ڪئي، آيا اها معمولي هئي يا گهڻي، حضرت علي عليہ السلام ان کي سخت سزا سان ڏمڪايو. جڏهن بہ کين خبر پوندي هئي تہ ڪنهن گورنر يا عملدار ڪا ملڪيت هڙپ ڪئي آهي يا ذخيره اندوزي جو مرتڪب ٿيو آهي تہ پاڻ گهڻو ڏکارا ٿي ويندا هيا. ۽ پاڻ ان شخص کي سخت نموني ۾ دڙڪو دهمان ڪندا هيا. پاڻ هڪڙي دفعي هڪڙي گورنر کي هيٺن لکيائون: ”مان سمجهان ٿو تہ تو بيت المال جي ملڪيت واري زمين غصب ڪئي آهي ۽ جيڪو ڪجهہ تنهنجي هٿ وس هيو ان تي قبضو ڪيو آهي ۽ جيڪو بہ تنهنجي هٿ

۾ آيو اهو هڙپ ڪيو آهي. تنهنڪري توکي گهرجي ته مون ڏي پنهنجو حساب ڪتاب موڪل."

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي خط ۾ "مون ڏي پنهنجو حساب موڪل" وارو جملو ڌيان طلب آهي. اهو جملو وسيع معنائون رکي ٿو. پاڻ انصاف کي قائم رکڻ لاءِ ايترو فڪرمند هيا جو انهي معاملي ۾ ڪنهن بہ ڪوتاهي يا بهاني کي برداشت ڪونہ ڪندا هيا.

حضرت علي عليہ السلام پختي يقين رکڻ کان علاوه تيز فهم نظر رکڻ وارا هيا ۽ انساني معاشري جي رازن ۽ عوام جي باهمي لاڳاپن کان مڪمل طور واقف هيا. کين خبر هئي تہ ڪهڙا حق غصب ٿيل آهن ۽ ڪهڙا حق غصب ٿيڻ وارا آهن. انهن کي مڪمل احساس هيو تہ ناانصافي ۽ ڏاڍ معاشري لاءِ اندروني توڙي خارجي طور نقصان وارا آهن ۽ ستائيندڙ سان گڏوگڏ ستايل بہ وڏن خطرن جي انديشي ۾ آهن. انهن انصاف ۽ انصاف واري حڪومت لاءِ جاڪوڙڻ کي لازمي سمجهيو توڙي جو ان کي گورنر ۽ عملدار پسند نہ ڪندا هجن. انهن وڏي ڪاوڙ مان لکيو: "مون ڏي پنهنجو حساب ڪتاب موڪل."

انهن کي هڪڙي ٻئي گورنر جي باري ۾ بہ اطلاع مليو تہ ان عوامي ملڪيت ۾ بي ايماني (خوردبرد) ڪئي آهي. ان کي هڪدم هيٺن لکيائين: "الله جو خوف ڪر ۽ ماڻهن جون ملڪيتون انهن کي واپس ڪر. جيڪڏهن تون ائين نٿو ڪرين ۽ الله مون کي توتي اختيار ڏنو تہ انهي معاملي ۾ مان پنهنجون ذميواريون پاڻ نڀائيندس ۽ توکي پنهنجي تلوار سان سڌو ڪندس ۽ جيڪو بہ منهنجي تلوار جو نشانو بڻيو آهي اهو بلڪل سڌو جهنم ۾ هليو ويو آهي. الله جو قسم! جيڪڏهن حسن (عليہ السلام) ۽ حسين (عليہ السلام) بہ اهو ڪن ها جيڪو تو ڪيو آهي تہ مان انهن سان بہ رعايت ڪونہ ڪيان ها ۽ اهي مون کي پنهنجون خواهشون پوريون ڪرڻ تي راضي ڪري ڪونہ سگهن ها. جيستائين مان انهن کان ٻين جا حق واپس نہ ڪرايان ها ۽ ان ناانصافي مان پيدا ٿيل نتيجن جو تدارڪ نہ ڪيان ها تہ خاموش نہ ويهان ها."

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام سعد نالي هڪڙي شخص کي زياد بن ابيہ ڏانهن موڪليو تہ ان وٽ جيڪا رقم رکيل آهي ان کان اها وٺي

اچي. اميرالمؤمنين عليہ السلام کي اطلاع مليو هيو تہ زياد عيش عشرت واري زندگي گذاري رهيو آهي ۽ پاڻ پنهنجي لاءِ دولت گڏ ڪري رهيو آهي ۽ بيوه عورتن، يتيم ٻارن ۽ محتاجن کي ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو ڏئي. سعد جڏهن زياد وٽ پهتو ۽ ان کان رقم جو مطالبو ڪيائين تہ زياد غرور سان پيش آيو ۽ ان کي گهٽ وڌ ڳالهايائين. سعد موٽي آيو ۽ جيڪو وهيو واپريو اهو حضرت علي عليہ السلام کي ٻڌايائين. ان تي حضرت علي عليہ السلام زياد ڏانهن هنن سٽن وارو خط لکيو: "سعد مون کي ٻڌايو آهي تہ تو بنا ڪنهن جواز جي ان کي گهٽ وڌ ڳالهايو آهي ۽ ان سان غرور سان پيش آيو آهين ۽ ان سان رُکائي وارو رويو اختيار ڪيوآهي، انهيءَ حقيقت جي باوجود تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو تہ وڏائي صرف الله تعاليٰ کي سونهين ٿي ۽ جيڪو بہ تڪبر ڪري ٿو اهو ان جي ڪاوڙ کي دعوت ڏئي ٿو. سعد مون کي اهو بہ ٻڌايو آهي تہ تون مختلف قسمن جا کاڌا کائين ٿو ۽ روزانو عطر عنبير استعمال ڪرين ٿو. توکي ڪهڙي تڪليف پهچندي جيڪڏهن تون ڪجهہ ڏينهن لاءِ الله جي رضا لاءِ روزا رکين ۽ الله جي راهہ ۾ پنهنجي دولت جو ڪجهہ حصو خيرات ڪرين، ۽ جيڪو تون کاڌو هڪڙي وقت تي کائين ٿو اهو ٿورو ٿورو ڪري گهڻن وقتن تي کائين يا ڪنهن غريب شخص کي ڏين تہ اهو کائي.

"تون جيڪو مزن ۾ گذارين ٿو پنهنجن مسڪين پاڙيسرين، غريب ۽ محتاج بيواهن ۽ يتيمن جو خيال ئي ڪونہ ٿو ڪرين. ڇا ان سڀ جي باوجود تون اميد ڪرين ٿو تہ توکي انهن ديندار ماڻهن جهڙا انعامؑ مَلن جيڪي خيرات ڏين ٿا؟ سعد مون کي اهو بہ ٻڌايو تہ تون پرهيزگار ماڻهن وانگر ڳالهائين ٿو پر عمل خراب ماڻهن وانگر ڪرين ٿو. جيڪڏهن تون واقعي ائين ڪرين ٿو تہ پوءِ تون پنهنجو پاڻ سان ظلم ڪندو رهيو آهين ۽ پنهنجن عملن کي غارت ڪيو آهي. جيڪڏهن تون سچو مؤمن آهين تہ تو وٽ جيڪا بہ واڌو ملڪيت آهي ان ڏينهن لاءِ خيرات ڪر جنهن ڏينهن تي توکي ان جي ضرورت پوندي. عطر عنبير بہ ڪڏهن ڪڏهن استعمال ڪر ۽ اهو بہ گهڻو نہ هجي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "عطر کي ڪڏهن

ڪڏهن استعمال ڪيو ۽ ان کي گهٽو استعمال نہ ڪيو. توهان تي رحمت ٿئي(اسلام عليڪم)."

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام گورنرن کي مسلسل احڪامات ۽ هدايتون موڪليندا رهندا هيا ۽ انهن کي عوامي ملڪيت قبائڻ ۽ رشوت وٺڻ کان منع ڪندي سختي سان تنبيهہ ڪندا هيا. ان انهن ڳالهين کي حڪمران ۽ عوام جي وچ ۾ انتهائي خراب تعلق تي سمجهيو ۽ حقدار شخص ۽ منصبدار جي وچ ۾ وڏي رڪاوٽ تي سمجهيو. پاڻ انهي نقصان کان باخبر هيا جيڪو انهن خراب عادتن ڪري ماڻهن کي پهچڻو هيو. هڪڙو دفعو کين اطلاع مليو تہ هڪڙي فوجي عملدار رشوت ورتي آهي. حضرت علي عليہ السلام ان جو هٿ پڪڙي اهڙو سخت جهٽڪو ڏنو جو ذري گهٽ ان جي جسم کان الڳ تي ويو هيو. پوءِ ان کي فرمايائون: "توهان کان اڳ گذريل قومون انهيءَ ڪري تباهہ ٿيون هيون جو انهن ماڻهن کي انهن جي حقن کان محروم تي ڪيو ۽ انهيءَ ڪري ماڻهو انهن کان پنهنجا حق وٺڻ لاءِ انهن کي مجبور تي رشوت ڏيندا هيا. انهن ماڻهن کي فضول ڳالهيون ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو تي جنهن جي نتيجي ۾ ڪوڙ ۽ ڪُپت جو رواج پئجي ويو."

هڪڙي دفعي ڪنهن گورنر کي تقريب ۾ شامل ٿيڻ لاءِ دعوت ڏني وئي. گورنر اها دعوت قبول ڪئي ۽ پارٽي ۾ شامل ٿيو. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام کي جڏهن ان ڳالهہ جي خبر پئي تہ گورنر کي سختي سان دڙڪا ڏنائين ۽ فرمايائين: "گورنر جي خاطرمدارت ڪرڻ رشوت آهي. اها رشوت ڇو ڏني وئي هئي؟ جيڪڏهن اها ڪنهن حق حاصل ڪرڻ لاءِ ڏني وئي هئي تہ اها گورنر جي ذميواري آهي تہ بغير رشوت وٺڻ جي حقدار ماڻهن کي انهن جو حق ڏئي يا اها دعوت ڪنهن ناجائز ڳالهہ کي جائز ڪرڻ لاءِ ڏني وئي هئي. جيڪڏهن معاملو ائين آهي تہ گورنر لاءِ اهو جائز ڪونهي تہ اهڙي ڪا ڳالهہ ڪري، توڙي جو سموري دنيا ان کي رشوت ۾ ڏيڻ جي آڇ ڪئي وڃي."

ٻي ڳالهہ اها آهي تہ گورنر اهڙي تقريب ۾ ڇو شامل ٿيو جنهن لاءِ شاهوڪار ماڻهن کي دعوت ڏني وئي هئي پر غريبن کي نظرانداز ڪيو ويو هيو ۽ ائين الله جي ٻانهن جي وچ ۾ فرق رکيو ويو هيو؟ انهي فرق

ڪيترن ئي ماڻهن کي تڪليف پهچائي ۽ علي عليہ السلام کي پڻ ڏڪارو ڪيو. البت جيڪڏهن معاشرو خوشحال آهي ۽ ماڻهو مڇي ماني وارا آهن تہ ٻين ماڻهن کي ڇڏي صرف چند ماڻهن کي دعوت ۾ گهرائڻ ۾ ڪائي خرابي ڪونهي. بهرحال، جڏهن معاشري ۾ اهڙيون حالتون آهن جو اتي غريب بہ آهن تہ شاهوڪار بہ، تہ پوءِ ڇا تقريب ۾ شامل ٿيڻ لاءِ گورنر کي دعوت ڏيڻ ان کي رشوت ڏيڻ برابر ڪونهي؟

ٿي سگهي ٿو تہ ڪجهہ ماڻهو سوچين تہ گورنرن ۽ عملدارن جي باري ۾ حضرت علي عليہ السلام طرفان اهڙي سختي مناسب ڪونہ هئي ۽ انهن کي اهڙي نموني ۾ تنبيهہ ڪرڻ ۽ دڙڪا دهمان ڪرڻ چڱو ڪونہ هيو. البت، جيڪڏهن انهن ماڻهن کي معلوم ٿئي تہ حضرت علي عليہ السلام عملدارن کي ڪيتريون سهوليتون ڏنيون هيون، جن سهوليتن انهن لاءِ رشوت وٺڻ ۽ رقم خوردبرد ڪرڻ واري ڳالهہ کي مڪمل طور غير ضروري ڪري ڇڏيو هيو تہ اهي تسليم ڪندا تہ حضرت علي عليہ السلام طرفان آفيسرن سان ڪيل سختي ناانصافي واري ڪونہ هئي.

هتي هڪڙو ٻيو نقطو بہ ڌيان طلب آهي جيڪو اهو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام انهي ڳالهہ کي بہ جائز ڪونہ ٿي سمجهيو تہ عملدار يا عوام تقريب جي بهاني ۾ بہ پنهنجي حيثيت جو فائدو وٺن. ڇو تہ اهڙي نموني وارو فائدو بہ چوري يا رشوت برابر آهي. جڏهن حضرت علي عليہ السلام ڪنهن آفيسر کي اها اجازت ڪونہ ٿي ڏني تہ اهو رشوت واري طريقي سان ڪنهن تقريب جي دعوت قبول ڪري تہ پوءِ اهو انهي ڳالهہ کي ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهيو تہ اهو آفيسر سڄي شهر کي پنهنجو ڳيجهو بڻائي رکي يا ماڻهن کان انهن جي ملڪيت رشوت ذريعي وٺي؟

دورانديشي واري نظر رکڻ وارو شخص جنهن جي اک حقيقتن تي هوندي آهي اهو سختي ڪرڻ تي مجبور هوندو آهي تہ جيئن خرابي کي نِسرڻ سان ئي ختم ڪري ڇڏي. آفيسرن تي پابندي حضرت علي عليہ السلام جي ڏينهن ۾ شروع ٿي ۽ حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ ڪونہ هئي. حضرت علي عليہ السلام گورنرن لاءِ ايتريون تہ گهٽيون

پر ڪشش پگهارون جاري ڪيون جيڪي انهن جي ضرورتن لاءِ گهڻو مناسب هيون. تنهن ڪري انهي ڳالهه لاءِ ڪوبه جواز ڪونه هيو ته اهي رشوتون وٺن.

حضرت علي عليه السلام جيڪڏهن بدعنوان آفيسرن لاءِ سخت هيو ته اهو ديندار ماڻهن لاءِ وري مروت وارو هيو. ان انهن جي حقن کي مڃيو ٿي ۽ پنهنجي امام لاءِ انهن جي وفاداري ۽ مسلمانن لاءِ انهن جي خدمتن ڪري انهن جي همت افزائي ڪئي ٿي.

حضرت علي عليه السلام بحرين جي گورنر عمربن ابي سلميٰ کي جيڪو خط لکيو جنهن ذريعي ان کي سندس ذميوارين کان آجو ڪندي هدايت ڪيائون ته اهو ان ڏانهن اچي شام واري مهم ۾ شامل ٿئي، اهو پڙهڻ جي لائق آهي. پاڻ ان کي لکيائون: "مون بحرين جي گورنري نعمان بن عجلان جي حوالي ڪئي آهي ۽ توکي ان کان آجو ڪيو آهي. بهرحال، مون اهو انهيءَ ڪري ڪونه ڪيو آهي ته ڪو توکي نااهل سمجهيو ويو آهي يا توتي ڪنهن غلط ڳالهه جو الزام لڳو آهي. حقيقت اها آهي ته تو حڪومت وڏي اهليت ۽ خلوص سان هلائي آهي، تنهنڪري، توکي هتي اچي مون سان گڏجڻ گهرجي. تنهنجي خلاف ڪابه ڳالهه ڪونهي. اصل معاملو اهو آهي ته مون شامي باغين خلاف چڙهائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي ۽ منهنجي خواهش آهي ته تون مون سان گڏ هجين، ڇو ته تون انهن ماڻهن مان هڪ آهين جيڪي دشمن خلاف ويڙهه ۽ دين جي ستون کي مضبوط ڪرڻ ۾ منهنجي مدد ڪندا."

پاڻ آفيسرن جي باري ۾ هميشه اها پختي حڪمت عملي اختيار ڪيائون. پاڻ انهن جي همت افزائي ڪندا هيا جيڪي ديانتدار هيا ۽ جيڪي خراب هلت هلندا هيا انهن لاءِ سخت هيا. پاڻ نه ڪڏهن ڊڄندا هيا، نه لفظن جي هيراڦيري ڪندا هيا، ۽ نه وري سازش يا ٺڳي کان ڪم وٺندا هيا. سندس حقي مقصد مسلمانن جي فلاح و بهبود ۽ سيني ۾ انصاف کي قائم رکڻ هيو. آيا اهي حڪمران هيا يا رعيت.

جيڪي آفيسر عوامي رقم کي خوردبرد ڪونه ڪندا هيا ۽ رشوت ڪونه وٺندا هيا، اهي پنهنجي ضرورت مطابق بيت المال مان پگهار

حاصل ڪندا هيا ۽ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام انهن جي تعريف ۽ همت افزائي ڪندا هيا. بهرحال، جيتري قدر بدعنوان آفيسرن جو معاملو هيو تہ حضرت علي عليہ السلام پهريائين انهن کي دڙڪو دهمان ۽ تنبيهہ ڪندا هيا ۽ پوءِ انهن کي عهدن تان هٽائيندا هيا. جيڪڏهن انهن جا ڏوهہ وڏيڪ سنگين هوندا هيا تہ انهن کي قيد جي سزا ڏيندا هيا. گورنرن کان علاوه ٻيا بہ ماڻهو هيا جن ٻين جون ملڪيتون ڦٻايون هيون ۽ ناجائز طريقن سان وڏي دولت گڏ ڪئي هئائون. اميرالمؤمنين عليہ السلام انهن جو سخت احتساب ڪيو ۽ انهن سان ڪابہ رعايت ڪونہ ڪئي. ان دولت ميڙڻ لاءِ انهن جي لالچ، ۽ انهن جي عيش عشرت ۽ مزن ماڻڻ واري حياتي جي مخالفت ڪئي ۽ انهن ۽ انهن جي دولت جي وچ ۾ ديوار بڻجڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن جي وڌائڻ ۽ گڏ ڪرڻ لاءِ اهي هر وقت هورا ڪورا ۾ رهندا هيا. پاڻ زباني يا عملي طور ٻين جون ملڪيتون ڦٻائڻ جي مخالفت ڪندا هيا ۽ ذخيره اندوزي کان بہ سختي سان منع ڪندا هيا. حضرت مالڪ اشتر رضہ ڏانهن لکيل هدايت نامي ۾ انهن هيئن لکيو: "اها ڳالهہ پڻ ذهن ۾ رک تہ اهي ماڻهو ڪنجوس ۽ بخيلي ڪرڻ جا عادي آهن. اهي نفعو ڪمائڻ لاءِ ذخيره اندوزي ڪندا آهن، گهٽ توريندا آهن ۽ وڌيڪ وٺندا آهن. اها ڳالهہ عوام لاءِ تڪليف ڏيندڙ ۽ حڪمرانن لاءِ عيب آهي. تنهنڪري توکي گهرجي تہ تون انهن کي ذخيره اندوزي کان روڪ."

پوءِ انهن فرمايو: "جيڪڏهن تنهنجي منع ڪرڻ کان پوءِ بہ ڪو ماڻهو ذخيره اندوزي جو ڏوهي ٿئي تہ توکي گهرجي تہ ان کي سزا ڏيہ پر توکي لازمي طور اها پڪ ڪرڻ گهرجي تہ تنهنجي طرفان ڪنهن سان حد کان وڌيڪ ۽ ڏاڍ وارو قدم ڪونہ ڪنيو ويو آهي."

باقي جيڪو ماڻهن طرفان جاگير ۽ زمينون هٿ ڪرڻ جو معاملو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جي سوچ منطق سان گڏ خوبي جي نموني سان ٺهڪندڙ هئي. اسان انهي معاملي تي گذريل صفحن ۾ بحث ڪيو آهي.

ٻين کي جبري پورهئي لاءِ مجبور ڪرڻ ۽ انهن جي ڪمائي جو استحصال ڪرڻ بہ هڪڙي قسم جي ذخيره اندوزي آهي. حضرت علي

عليہ السلام انهي کي پڻ برداشت ڪونہ ٿي ڪيو ۽ نهج البلاغہ ۾ انهيءَ جو ڪيترين جاين تي حوالو ڏنو آهي. پنهنجي زماني جي ماڻهن بابت ڳالهائيندي پاڻ فرمايائون: "اتي ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن جن جي محنتن کي برباد ڪيو ويو آهي ۽ جن جون ڪوششون رائگان ويون آهن. توهان ماڻهو اهڙي زماني ۾ گذاري رهيا آهيو جڏهن چڱائي پويان پير ڪري رهي آهي ۽ بڇڙائي وڌيڪ ويجهو ايندي وڃي ٿي، شيطاني خواهش ماڻهن کي ماري رهي آهي. توهان جنهن طرف بہ نظر گهمايو توهان کي غريب ۽ محتاج ماڻهو نظر ايندا. جيڪي غربت ڪري تڪليفون ڪاٽي رهيا آهن يا انهن شاهوڪارن ڪري جيڪي الله جي ناشڪري ڪرڻ جا ڏوهي آهن يا بخيل ماڻهن جي ڪري جيڪي الله جو حق ادا ڪونہ ٿا ڪن ۽ پنهنجي دولت کي وڌائڻ ۾ مشغول آهن. توهان جي ديندار ۽ پرهيزگار ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي؟ ڪٿي آهن اهي معتبر ۽ مان شان وارا ماڻهو جيڪي دولت ڪمائڻ ۾ پارسا هيا ۽ پنهنجن عملن ۽ ڪردار ۾ خالص هيا؟"

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام دراصل پنهنجي صحيح سوچ، خالص طبيعت ۽ اوچي اخلاق ذريعي انهي حقيقت کي واضح انداز ۾ سمجهي ورتو هيو تہ اهو نظام جيڪو ماڻهن جي غربت کي ختم نٿو ڪري سگهي ڪنهن ڪم جو ڪونهي، ۽ اهو قانون جيڪو طبقاتي فرق جي پاڙ نہ پٽي سگهي اهو بي فائدو ۽ غير ضروري آهي. اهي سيئي سماجي قانون جيڪي اهڙي معاشري کي جنم ڏين جنهن ۾ ماڻهو طبقن ۾ ورهايل هجن، اهي قانون انهن ماڻهن جي هٿن ۾ رانديڪو آهن جيڪي پاڻ کي معززين ۽ اعليٰ حيثيت وارو چون ٿا ۽ عام ماڻهوءَ جي حقن ۽ ملڪيت جو بي شرمي واري طريقي سان استحصال ڪن ٿا.

*****

حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي غربت ختم ڪرڻ لاءِ مثبت قدم کنيا. ان جا قدم ٻن اصولن تي ٻڌل هيا. پهريون اهو تہ بيت المال جي سموري دولت، زمينون ۽ ملڪيت، ۽ دولت ڪمائڻ جا سمورا وسيلا قوم (امت) جي ملڪيت آهن، ۽ اهو لازمي آهي تہ انهن کي سيني شهرين منجهہ انهن جي گُهرجن ۽ حقداري مطابق ورهائڻ گهرجي. هر

ماڻهوءَ کي محنت ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجين ڪوشش مطابق انهن وسيلن مان فائدو حاصل ڪرڻ کپي. ڪنهن کي به اهو حق ڪونهي ته ڪيس جيڪو وٺي اهو پنهنجي قبضي ۾ آڻي ۽ عوامي ملڪيت کي پنهنجي خصوصي ملڪيت ۾ تبديل ڪري اهو پڻ فردن جي پنهنجي مفاد ۾ آهي ته اهي جماعت سان سهڪار ڪن. انهن کي گهرجي ته پاڻ کي ٻين لاءِ مددگار ثابت ڪن ۽ انهن کان فائدو پڻ حاصل ڪن. معاشري منجهان اهي جيڪي فائدا حاصل ڪندا اهي انهن طرفان معاشري کي ڏنل فائدن کان هزارين ڀيرا گهڻو وڌيڪ هوندا.

حضرت علي عليه السلام فرمايو: "ڪير به جيڪو ماڻهن کي تڪليف ڏيڻ کان پنهنجي هٿ کي جهلي ٿو اهو ظاهر ۾ ته صرف هڪڙو هٿ روڪي ٿو پر اصل ۾ اهو هزارين هٿن کي پاڻ کان پري ڪري ٿو."

حڪومت کي گهرجي ته انهي عدل واري پاليسي کي صحيح ۽ حقي نموني ۾ اختيارڪري ڇو ته قوم هڪڙي جسم وانگر آهي ۽ حڪومت لاءِ اهو لازمي آهي ته ان جسم جي هر عضوي جو ان جي ضرورتن مطابق علاج ڪري. ان کي نه ڪنهن کي نظرانداز ڪرڻ گهرجي، نه ڪنهن جي حق کان اک ٻوٽ ڪرڻ گهرجي، ۽ نه انهن جي وچ ۾ ڪنهن فرق رکڻ جي اجازت ڏيڻ گهرجي. اهڙين حالتن ۾ ئي حڪومت لاءِ بيت المال لاءِ قوم کان محصول ۽ ٻيا واجبات حاصل ڪرڻ ممڪن ٿي سگهندو ته جيئن اها انهن کي عوامي ڀلائي وارن منصوبن تي خرچ ڪري.

ٻي ڳالهه جنهن جي بنياد تي حضرت علي عليه السلام پنهنجا قدم کنيا ٿي اها زمين جي ترقي ۽ بهتري هئي، ڇو ته ماڻهن جي زندگي ۽ انهن جي فلاح و بهبود جو انحصار زمين تي هيو. اهي انهي خيال جا هيا ته گورنرن ۽ آفيسرن کي گهرجي ته اهي جيترو ڏيان سرڪاري محصول اوڳاڙڻ تي ڏين ٿا ان کان وڌيڪ ڏيان ۽ دلچسپي زمين جي ترقي ۽ بهتري لاءِ ونڻ گهرجي، ڇو ته جيڪڏهن زمين کي ترقي نٿي وٺرائجي ته آمدني ڪٿان ايندي؟ اهو حڪمران جيڪو زمين کي ترقي ڪونه ٿو وٺرائي پر عوام کان محصول اوڳاڙڻ گهري ٿو ته اهو جاهل ۽ غير منصف

آهي. اهو گهري ٿو تہ شهر تباهہ ٿي وڃن، ماڻهو بدحال ٿي وڃڻ ۽ ائين اهو پاڻ بہ پنهنجي عزت ۽ احترام وڃائڻ گهري ٿو. زمين نہ تہ خودبخود ۽ نہ حڪمرانن جي جهالت ۽ اقتدار ذريعي بهتر ٿيندي آهي. زمين جي ترقي ۽ بهتري جو اهو بہ مطلب ڪونهي تہ ان مٿان شاهوڪارن ڪي رهائڻ لاءِ شاندار محلاتون تعمير ڪرايون وڃن. زمينون پورهيتن ۽ ڳوٺن جي رهواسين جي محنت سان ترقي وٺنديون آهن. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام سخت حڪم جاري ڪيا هيا تہ جيڪڏهن ماڻهو تڪليفن ۾ آهن ۽ پنهنجن حاڪمن سان خوش ڪونهن تہ انهن کان محصولن جي اوڳاڙي نہ ڪئي وڃي.

رعيت سان ڀلائي جا اصول، حب الخلق ۽ اخلاقي اقدار انهي ڳالهہ جو مطالبو ڪن ٿا تہ رعيت محصولن جي ادائگي رضاڪارانہ طور ڪري ۽ نہ ڪي زور زبردستي سان ڪري، اها گورنرن جي ذميواري آهي تہ پهريان رعيت کي خوشحال رکن ۽ پوءِ محصول اوڳاڙڻ لاءِ سوچين. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام محصول اوڳاڙڻ وارن کي هيئن مخاطب ڪيو: "محصول يا ڍل اوڳاڙڻ جي لاءِ ماڻهن جي اونهاري ۽ سردي جي موسم ۾ پائڻ وارن ڪپڙن يا انهن جي ڪم ڪار جي جانورن کي نہ وڪڻو ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي ڦٽڪا نہ هڻو يا رقم لاءِ ان کي پيرن ڀر بيهڻ جي سزا نہ ڏيو ۽ انهي مقصد لاءِ انهن جي ڪنهن بہ شي کي نہ وڪڻو ڇو تہ الله تعاليٰ اسان کي اهو حڪم ڪيو آهي تہ صرف وڌاريون شيون وٺو."

ان اهو پڻ فرمايو: "محصول جي معاملي ۾ انهن ماڻهن جي مفادن کي نظر ۾ رکو جيڪي محصول ادا ڪن ٿا. ڇو تہ ٻين جي معاملن کي صرف ٽيڪس ۽ ٽيڪس ڏيندڙ جي ذريعي ٺيڪ ڪري سگهجي ٿو.

زمين ۽ ان جي سڌاري جي باري ۾ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جا خيال ۽ سندس طرفان انهي نتيجي واري راءِ تي پهچڻ تہ حڪومت جي فلاح جو دارومدار ماڻهن جي فلاح ۽ بهبود تي آهي، ايترا سچا ۽ صحيح آهن جو ڪيترين صدين گذرڻ جي باوجود انهن ۾ ڪابہ اوڻائي ڪونہ ملي آهي. جديد زماني جا سمورا اقتصادي ۽ سماجي نظريا انهن خيالن جي تصديق ڪن ٿا.

حضرت علي عليہ السلام زمين کي سڏارڻ ۽ ان جي پيٽ منجهان دولت ڪيڻ لاءِ هڪڙو عام قانون جاري ڪيو جنهن کي اسان جي زماني جي سماجي علمن مڪمل هجڻ طور قبول ڪيو آهي.

اسلام کان اڳ يعني جهالت واري دور ۾ اهو رواج ۽ دستور هيو تہ طاقتور ماڻهو پنهنجين زمينن کي آباد ڪرائڻ لاءِ ٻانهن، قيدين ۽ راڄ وارن کان زبردستي محنت ڪرائيندا هيا. اهي انهن ڪمين کي پنهنجي مرضي مطابق تمام گهٽ اجورو ڏيندا هيا ۽ زمين ۾ ڪوبہ ڪم ڪرڻ کان سواءِ زمين جي سموري اپت پاڻ کڻندا هيا.

انهن جي رواج موجب انسان جي ڪا اهميت ڪونہ هئي ۽ ان جو پورهيو ڪنهن بہ بدلي جي حقدار ڪونہ هيو. حڪمران ماڻهن کي پنهنجو غلام سمجهندا هيا ۽ انهن کي جبري پورهئي لاءِ مجبور ڪندا هيا. انهن جو مذهب ئي ماڻهن کي غلام بڻائڻ تي يا ٻين لفظن ۾ انهن مجبور ۽ ستايل ماڻهن کي قتل ڪرڻ ۽ تباهہ و برباد ڪرڻ تي ٻڌل هيو. ماڻهو تعليم کان محروم هيا ۽ حڪمران انهن جي اڻ ڄاڻائي جو ناجائز فائدو وٺندي انهن کي پنهنجو غلام بڻائيندا هيا. بت پرستن جا پروهت جيڪي ان زماني جا مذهبي اڳواڻ هيا، انهن بہ غلامي کي جائز قرار ڏنو هيو ۽ ائين حڪمرانن جا هٿ مضبوط ڪيا هئائون. انهن پورهيت ماڻهن کي اهڙو بيوقوف بڻائي رکيو هيو جو اهي پنهنجن حڪمرانن لاءِ ۽ انهن کي دولت وڌائڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ ۽ پنهنجن علائقن ۾ نيون زمينون شامل ڪرڻ لاءِ وڏي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هوندا هيا. اهو سڀ ڪجهہ يا تہ وطن جي نالي ۾ ڪيو ويندو هيو يا ديوي ۽ ديوتا جي نالي ۾ جنهن کي اهي پوڄيندا هيا.

مشهور برطانوي تاريخدان، مسٽر ايڇ . جي. ويلز لکي ٿو: "بت پرستن جا پروهت ماڻهن کي ٻڌائيندا هيا تہ اهي جيڪي زمينون کيڙين ٿا انهن جي ملڪيت ڪونهن. اهي انهن ديوتائن جون ملڪيتون آهن جن جي مورتين کي انهن مندرن ۾ رکيو آهي ۽ انهن ديوتائن اهي زمينون حڪمرانن کي ڏنيون آهن. هاڻي اهو انهن حڪمرانن جي مرضي تي آهي تہ اهي پنهنجن ملازمن مان جنهن کي وڻي اهي زمينون ڏين."

ڪڙمين پڻ انهي عقيدي کي مڃڻ شروع ڪيو هيو تہ اهي جنهن زمين ۾ هر هلائين ٿا اها انهن جي ملڪيت ڪونهي پر ديوتا انهن جا مالڪ آهن ۽ اها انهن جي ذميواري آهي تہ اپت جو ڪجهہ حصو ان ديوتا جي نمائندي کي ڏين. يا اهو تہ ديوتا اها زمين حڪمران کي ڏني آهي ۽ ان کي اهو حق پهچي ٿو تہ ان تي جيترو وٽي ڍل يا آبيانو مقرر ڪري يا اهو تہ حڪمران اها زمين زميندار کي ڏني آهي جيڪو انهن جو آقا آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ وقت ديوتا، حڪمران يا زميندار کي ڪڙمي جي خدمت جي ضرورت پوي تہ ان جي ذميواري آهي تہ هٿي ڪم کي ڇڏي پنهنجي آقا جي حڪم جي بجاآوري ڪري. ڪڙمي اهو بہ ڪونہ سوچيندو هيو تہ جنهن زمين ۾ اهو هر هلائي ٿو ان تي ان جو بہ ڪو حق آهي. مختصر تہ ڪڙمي کي نہ مرضي هلائڻ جي آزادي نصيب هئي نہ ڪيس ڪو حق حاصل هيو.

عربستان جي تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي تہ حضرت علي عليہ السلام کان پوءِ جن ماڻهن حڪومت جون واڳون هٿ ڪيون انهن زمينن، انهن جي اپت ۽ بيت المال تي پنهنجي ذاتي مفاد لاءِ اجاراداري ڪئي. اهي چوندا هيا: "سموري دولت الله جي ملڪيت آهي ۽ اسان ڌرتي تي ان جا نمائندا ۽ نائب آهيون. اهو اسان جو استحقاق آهي تہ جنهن کي وٽي اها دولت ڏيون. انهي معاملي ۾ ڪنهن کي بہ اسان تي اعتراض ڪرڻ جو حق ڪونهي."

بهرحال، حضرت علي عليہ السلام کي حالتن جي پوري ڄاڻ هئي. اهو دوانديشي واري نظر رکندڙ هيو ۽ انهي ڳالهہ کان پلي پت واقف هيو تہ الله تعاليٰ کي زمين يا دولت جي ضرورت ڪونهي ۽ زمين انهن جي ملڪيت آهي جيڪي ان ۾ محنت ڪن ٿا. حضرت علي عليہ السلام کي اها بہ خبر هئي تہ جيڪڏهن ڪڙمي غريب ۽ محتاج هوندا تہ زمين بيڪار ٿي ويندي ۽ ڪنهن بہ قسم جو محصول اوڳاڙڻ ڏکيو ٿي ويندو. زمين جي ناهہ نوهہ صرف انهن ماڻهن طرفان ٿي سگهندي جيڪي ان جا مالڪ هوندا ۽ ان جي اپت مان لاڀ حاصل ڪندا. جيڪڏهن هارين کي يقين هوندو تہ اهي پنهنجي محنت جو ڦل ماڻي ڪونہ سگهندا ۽ اهو نضول خرچ حڪمرانن جي خزانن ۾ هليو ويندو تہ اهي بي دليءَ سان

ڪم ڪندا ۽ زمين جي ٿاهه ٿوهه ۾ ڪابه تڪليف ڪونه وٺندا. ان جي نتيجي ۾ اهي ويچارا پاڻ به اهنجن ۾ هوندا ۽ ٻيا پڻ انهن جي محنت جي ڦل کان محروم ٿي ويندا.

البت، ان معاملي ۾ جيڪڏهن انهن کي پڪ هجي ته اهي پنهنجي محنت سان جيترو به وڌيڪ اناج اپائيندا ايترو وڌيڪ اهي پاڻ ۽ انهن جا ٻچا ان مان فائدو حاصل ڪندا ۽ حڪمران پڻ آمدني کي پنهنجن دوستن ۽ مٽن مائٽن ۾ ڪونه ورهائيندا پر ان آمدني کي عوامي ڀلائي جي منصوبن تي خرچ ڪندا ته اهي دل کولي محنت ڪندا. ان جي نتيجي ۾ اهي خوشحال ٿي ويندا ۽ واڌو آمدني پڻ سرڪاري خزاني ۾ ايندي.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي نظر ۾ رعيت جي خوشي ۽ سٺي نتيجي جي اميد ئي ماڻهن جي فلاح و بهبود سان گڏ حڪمرانن جي سٺي حالت جو واحد ذريعو آهي. پاڻ ڏنڊي واري سرڪار ۾ اعتبار ڪونه ڪندا هيا ۽ فرمايائون: "هڪڙي حڪمران لاءِ اطمينان ۽ دلي خوشي جو بهترين وسيلو اهو آهي ته انصاف کي قائم رهڻ گهرجي ۽ حڪمرانن لاءِ رعيت جي محبت ظاهر ظهور ٿيندي هجي. جيستائين انهن جي دل ۾ ڏک هوندو ته اهي محبت جو اظهار ڪونه ڪندا ۽ جيستائين اهي پنهنجي حڪمران جو دفاع ڪرڻ لاءِ راضي ڪونه هوندا ۽ اهو سوچڻ ختم نه ڪندا ته ان جي حڪومت انهن تي بار ٿي وئي آهي ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ پڃاڙي تي پهچي ويندي، ته انهن جي وفاداري تي اعتبار ڪري ڪونه سگهبو."

حضرت علي عليہ السلام پوکي راهي ۽ ٻين ڏنڌن کي احترام وارو سمجهيو ٿي. ان ماڻهن کي نڪمو ويهڻ کان منع ٿي ڪئي ۽ ان ڳالهه کي لازمي سمجهيو ٿي ته مزدور کي سندس محنت مطابق اجورو ملڻ گهرجي. انهن معاملن ۾ پاڻ سختي کان ڪم ٿي ورتائون ته جيئن ماڻهن کي احساس ٿئي ته اهو ڪنهن به شخص کي اهڙي ڪابه شي ڪونه ٿو ڏئي جيڪا ان شخص پنهنجي محنت ذريعي نه ڪمائي هجي. ان جي سڳي ڀاءُ عقيل بن ابوطالب جو واقعو گهڻو مشهور آهي. ان حضرت علي عليہ السلام کي منٿ ڪئي ته بغير ڪنهن ڪم يا خدمت جي ان کي

ڪجھ رقم ڏئي، پر علي عليہ السلام ان جي منٿ مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ ڪنهن مزدور کي ان جو حق نہ ڏيڻ کان وڌيڪ ڪا ناانصافي ڪونہ هئي يا ان کي سندس حق کان محروم ڪيو وڃي پوءِ اهو پلي تمام ٿورڙو بہ ڇونہ هجي. ان جي سوچ مطابق اهو بہ گھڻو نامناسب هيو تہ امير طبقن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جي ڪم کي تہ ساراهيو وڃي جڏهن تہ غريب ماڻهن جي ڪم کي نظرانداز ڪيو وڃي. انهن جي نظرئي مطابق جنهن ڳالهہ کي اهميت هئي، اهو پورهيو هيو ۽ ان جو حقي قدر آيا اهو ڪنهن وڏي ماڻهو ڪيو هجي يا ڪنهن غريب شخص. ان جي دور ۾ ڪيترائي مزدور هيا جن سخت محنت ڪئي ٿي پر انهن کي سندن محنت مطابق اجورو ڪونہ ٿي ڏنو ويو. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام انهي ڳالهہ کي گھڻو ناپسند ڪيو. سماجي ۽ اخلاقي اصولن جي راهہ ۾ ان جا هي لفظ روشني جو منارو آهن: "هر ماڻهوءَ جي ڪم ڪار تي نظر رکو ۽ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي ڪاميابي کي ٻئي سان منسوب نہ ڪيو ۽ حقي ماڻهوءَ کي ان جي اجرت کان محروم نہ ڪيو جنهن لاءِ اهو ڪنهن محنت جي بدلي ۾ حقدار آهي. ڪم ڪندڙ جي وڏي حيثيت ڪري ڪنهن بہ معمولي ڪم کي اهم قرار نہ ڏيو ۽ نہ وري ڪم ڪندڙ جي گھٽ حيثيت ڪري ان جي اهم ڪم کي معمولي قرار ڏيو."

زمين جي ناهہ نوهہ ۽ ڪيل محنت جي مناسبت سان پوري اجوري جي ادائگي بہ مضبوط ستون هيا جنهن تي حضرت علي عليہ السلام سئي ۽ ديانتدار معاشري جي ڍانچي کي بيهارڻ تي گھريو. هڪڙي خاص علائقي سان تعلق رکندڙ ماڻهو وٽن آيا ۽ عرض ڪيائون: "اسان جي علائقي ۾ هڪڙو واهہ آهي جيڪو هاڻي مٽي سان لتجي ويو آهي. جيڪڏهن ان کي ٻيهر کوٽيو وڃي تہ اهو اسان جي لاءِ نهايت فائديمند ٿي ويندو." پوءِ انهن حضرت علي عليہ السلام کي عرض ڪيو تہ ان علائقي جي گورنر کي لکي تہ سيني ماڻهن کي پابند ڪري تہ اهي واهہ جي کوٽائي ڪن. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام واهہ جي کوٽائي واري درخواست کي تہ منظور ڪيو پر انهن جي اها ڳالهہ منظور ڪونہ ڪئي

تہ ماڻهن کي مجبور ڪيو وڃي تہ اهي واهہ جي کوٽائي ڪن. ان علائقي جي گورنر قرظه بن ڪعب کي هيئين لکيائون: "توهان جي علائقي جا ڪجهہ ماڻهو مون وٽ آيا آهن ۽ ٻڌايائون تہ انهن جي وسندي ۾ هڪڙو واهہ هيو جيڪو هاڻي مٽي سان لٽجي ويو آهي. جيڪڏهن اهي ماڻهو هڪڙو ٻيرو وري ان واهہ جي کوٽائي ڪن تہ اهو ان علائقي جي ترقي ۾ مددگار ثابت ٿيندو ۽ اهي ڍل ادا ڪرڻ جي قابل ٿي ويندا. اهو واهہ ان علائقي ۾ رهندڙ مسلمانن جي آمدني ۾ واڌارو ڪرڻ جو سبب بہ ٿيندو.

انهن ماڻهن مون کي اهو بہ چيو تہ مان توڏانهن اهو بہ لکان تہ ان علائقي جي ماڻهن کي واهہ جي کوٽائي لاءِ گڏ ڪر ۽ انهن کي ان ڪم تي ايندڙ خرچ برداشت ڪرڻ جو پابند ڪر.

مان اهو مناسب ڪونہ ٿو سمجهان تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ان ڪم لاءِ مجبور ڪيو وڃي جيڪو اهو ڪرڻ نہ گهرندو هجي. تنهنڪري تون ماڻهن کي گهراءِ ۽ انهن مان اهي ماڻهو ڪم تي لڳاءِ جيڪي ڪم ڪرڻ لاءِ راضي هجن. جڏهن واهہ تيار ٿي وڃي تہ صرف اهي ماڻهو جن کوٽائي جو ڪم ڪيو ان کي استعمال ڪرڻ جا حقدار هوندا. ۽ جيڪي ڪم ۾ حصو نہ وٺن انهن کي ان جي پاڻي تي ڪو حق ڪونہ هوندو. جيڪڏهن اهي ماڻهو پنهنجي علائقي کي ترقي وٺرائين ۽ انهن جي مالي حالت سڌري وڃي تہ اها ڳالهہ انهن جي غريب ۽ ڪمزور رهڻ کان گهڻي بهتر آهي."

حضرت علي عليہ السلام ڪنهن کي بہ جبري پورهيي لاءِ مجبور ڪرڻ کي جائز ڪونہ ٿي سمجهيو. توڙي جو ماڻهن جي هڪڙي ٽولي انهي لائحہ عمل کي جاري رکڻ گهريو ٿي. جنهن ڳالهہ جو مسئلو هيو سو اهو هيو تہ انسان کي محنت ڪرڻ گهرجي. حضرت علي عليہ السلام انهيءَ ڪري انهن ماڻهن کي فرمايو: "توهان کي نڪمو ويهڻ لاءِ نہ پر محنت ڪرڻ لاءِ حڪم ڪيو ويو آهي. جيستائين واهہ جو معاملو آهي تہ صرف اهي ماڻهو جيڪي ان جي کوٽائي ۾ حصو وٺندا اهي ئي ان مان لاڀ حاصل ڪرڻ جا حقدار هوندا. جيڪي اهو ڪم ڪرڻ نہ گهرن انهن کي ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور نٿو ڪري سگهجي. ڪم ڪار راضي

خوشي ڪرڻ کپي نہ ڪي زور زبردستي سان." هي اهو اصول آهي جنهن تي حضرت علي عليہ السلام گهڻي سختي سان پابند رهيا.

حضرت علي عليہ السلام محنت ۽ محنت ڪشن جي باري ۾ انهي قانون ٺاهڻ سان صديون اڳ مغربي مفڪرن کان گوءِ کڻي ويا. مغربي مفڪر اڄ ساڳي ڳالهہ کي زوردار نموني سان پيش ڪري رهيا آهن جيڪا حضرت علي عليہ السلام تيرهن صديون اڳ چئي هئي. انهن انصاف لاءِ بنياد فراهم ڪيو ۽ ان کان بهتر بنياد جو تصور نٿو ڪري سگهجي. هي اهو بنياد آهي تہ ڪنهن کي بہ جبري پورهئي لاءِ مجبور نہ ڪجي پلي اهو ڪم ڪيترو بہ چڱو ڇو نہ هجي، ڇو تہ جبري پورهيو ڪرائڻ انسانذات جي توهين آهي. اها ڳالهہ انسان جو قدر گهٽائي ٿي ۽ ان جي موروثي ۽ پيدائشي آزادي کي ڇيهو رسائي ٿي. ان کان علاوه، زبردستي سان ورتل ڪم پنهنجي اهميت وڃائي ويهي ٿو ڇو تہ جڏهن ڪنهن کي ڪو ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪجي ٿو تہ اهو ان ڪم کي دلي طور انجام ڪونہ ڪندو. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام هڪ طريقي سان ڪم ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي همٿايو ائين چيائون تہ جيڪي ماڻهو واهہ جي کوٽائي ۾ حصو وٺندا اهي ئي ان مان فائدو حاصل ڪرڻ جا حقدار هوندا. پاڻ فرمايائون: "واهہ جا مالڪ اهي ماڻهو آهن جيڪي ان جي کوٽائي ۾ حصو وٺن ۽ نہ کي اهي جيڪي ائين ڪرڻ کان نٽائين." حضرت علي عليہ السلام طرفان بيان ڪيل اهو اصول اهڙو ٿنڀو (ستون) آهي جنهن تي مغربي مفڪرن جا وڏا نظريا ۽ خيال پڏل آهن.

تنهنڪري هر ماڻهوءَ لاءِ لازمي آهي تہ اهو محنت ڪري، ڪوبہ پنهنجي ڪم کان سواءِ وڏو يا ننڍو ڪونهي. جيڪو بہ محنت ڪري ٿو ان کي ان جو صلو ملڻ گهرجي. نوابن ۽ اميرن کي ٻين جي ڪمائي هڙپ ڪرڻ ۽ انهن جي حقن تي ڌاڙو هڻڻ جو حق ڪونهي.

حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ الله تعاليٰ جيڪڏهن ڪنهن کي پسند ڪري ٿو تہ اهو ايماندار محنتي کي پسند ڪري ٿو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو سخت محنت سان دولت ڪمائي ٿو تہ قدرتي طور اها ان جي ملڪيت آهي، ڇو تہ ان انهيءَ لاءِ محنت ڪئي آهي.

البت، ان کي قوم جو مفاد بہ لازمي ڏيان ۾ رکڻو پوندو. جيستائين عوامي مفاد خطري ۾ نٿا پون تہ اها ملڪيت ان جي ذاتي ملڪيت سمجهي ويندي. جيڪڏهن عوامي مفاد انهي ڳالهہ جا گهرجائو هجن تہ فردن جي ذاتي ملڪيت مان ڪجهہ حصو حاصل ڪيو وڃي ۽ عوام جي فلاح و بهبود تي خرچ ڪيو وڃي تہ ائين ڪرڻ گهرجي. اها دولت فردن جي مفاد سان گڏوگڏ معاشري جي مفاد جي مقصد لاءِ آهي، اهو ئي سبب هيو تہ بيت المال جي لاءِ واهہ جي مالڪن کان ڍل اوڳاڙي ويندي هئي. جڏهن مالڪي اهڙي نموني جي احاطي ۾ آڻجي تي تہ نہ ڪنهن وٽ اضافي دولت هوندي ۽ نہ وري معاشري ۾ ڪو غريب ۽ محتاج ماڻهو رهندو.

هر معاشري ۾ ڪجهہ اهڙا ماڻهو هوندا آهن (مثال طور ننڍڙا يتيم ٻار) جيڪي ڪوبہ ڪم ڪرڻ جي قابل ڪونہ هوندا آهن. ڇا حضرت علي عليہ السلام اهڙن ماڻهن کي نظرانداز ڪيو جيئن مغربي ملڪن ۾ ٿئي ٿو. يا ان انصاف ۽ اخلاقي قانونن مطابق انهن جي سنڀال ڪئي؟

انهي حقيقت ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ قوم جا فردن تي حق آهن ۽ فردن جا قوم تي حق آهن. قوم هڪڙي جسم وانگر آهي جيڪو مختلف عضون تي مشتمل آهي. هر عضوي کي ٻين عضون سان سهڪار ڪرڻ لازمي آهي. هر ماڻهوءَ کي پنهنجي محنت جو ڦل ماڻڻ جو حق آهي. الله تعاليٰ هر هڪ کي زندگي جي ضرورتن جو حصو ڏنو آهي. تنهنڪري ڪنهن کي بہ اهو حق ڪونهي تہ ٻين جي قيمت تي زندگي جي ضرورتن تي قبضو ڪري. البت، اها قوم جي ذميواري آهي تہ انهن جي مدد ڪري جيڪي ڪمائڻ جي قابل ڪونهن، مثال طور، ننڍڙا ٻار ۽ ڪراڙا ماڻهو. ائين حاجتمند ماڻهن سان انصاف ٿيندو. بلڪل ساڳي نموني ۾ جنهن ۾ ٻين سان انصاف ٿيندو آهي. اهو انهن جو مخصوص حق آهي ۽ نہ ڪي مهرباني وارو قدم. تنهنڪري حڪومتون ۽ انهن جي نمائندن جي اها ذميواري آهي تہ ان حق جي ادائگي ڪن. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "معاشري جي سيني فردن منجهان اهي ماڻهو انصاف جا وڌيڪ حقدار آهن، تنهنڪري توهان کي گهرجي تہ انهن مان هرهڪ کي ان جو حق پهچايو ۽ الله تعاليٰ آڏو ڪنهن بہ بهاني پيش ڪرڻ کان پاڻ کي بچايو. يتيمن ۽ ڪراڙن جي واهر ڪيو جيڪي نہ تہ گذر بسر لاءِ ڪجهہ ڪمائي سگهن ٿا ۽ نہ پنڻ لاءِ ٻين آڏو هٿ ٽنگين ٿا."

حضرت علي عليہ السلام انهي معاملي ۾ هزارين مغربي مفڪرن ۽ فلاسافرن کان اڳتي نڪتل آهي. ان حاجتمند ماڻهن جي حقن جي ادائگي جي ضرورت کي محسوس ڪيو ۽ ان کي حڪومت جي ذميواري قرار ڏنائين. ان انهي معاملي کي شاهوڪار ماڻهن جي رحمدلي ۽ سخاوت تي ڀاڙڻ لاءِ ڪونہ ڇڏيو تہ جيئن ننگ ۽ رياڪار ماڻهن کي شرارت جو موقعو نہ ملي وڃي.

حضرت علي عليہ السلام جو ضمير ۽ شعور انهي حقيقت کان پلي پت واقف هيا تہ سيني انسانن کي زندهہ رهڻ جو حق آهي. اهو حق سماجي زندگيءَ جي ضرورتن مان هڪ آهي. جيڪڏهن ڪاڌ خوراڪ ميسر ڪونهي تہ آزادي ڪنهن بہ ڪم جي ڪونهي ۽ ان کان سواءِ سٺو معاشرو وجود ۾ اچي ڪونہ ٿو سگهي. ان قانون لاڳو ڪيو تہ سيئي انسان هڪجيترا حق حاصل ڪن. پوءِ ان ساڳي قانون جي روشني ۾ انهن فيصلو ڪيو تہ شاهوڪار ماڻهن جي پيٽ ۾ بيت المال تي حاجتمند ماڻهن جو ترجيحي حق آهي، توڙي جو شاهوڪار ماڻهن اڳ ۾ اسلام قبول ڪيو هجي.

اها محنت ئي آهي جيڪا ڪنهن کي اجوري جو حقدار بڻائي ٿي ۽ پورهيو ئي آهي جنهن جي وسيلي ڪوئي زمين ۽ ملڪيت جو مالڪ ٿي سگهي ٿو.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام گورنرن ۽ عملدارن کي جيڪي حڪم ڪندا هيا انهن ۾ هروقت انهن کي تنبيهہ ڪندا هيا تہ ماڻهن کي هراسان نہ ڪيو. انهن کي هدايت ڪندا هيا تہ غريب ڪڙمين تي ڍل جي ادائگي لاءِ زور نہ ڪيو پر انهن جي مدد ڪيو تہ جيئن اهي وڌيڪ محنت ڪن ۽ زمين مان گهڻي پيداوار آڻين. ٽيڪس شاهوڪارن کان ورتا وڃن تہ جيئن بيت المال جي آمدني وڌي ۽ اها حاجتمندن جي مدد لاءِ خرچ ٿئي.

حضرت علي عليہ السلام اسان جي نظر ۾ ڪيترا عظيم ۽ مان مرتبي وارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا جڏهن اسان پڙهون ٿا تہ چوڏهن سوسال اڳ ان پنهنجن گورنرن کي هيٺين سٽن تي مشتمل تاڪيدي حڪم جاري ڪيا. "ڍل اوڳاڙڻ لاءِ ماڻهن جا سياري يا اونهاري ۾ استعمال ڪرڻ وارا

ڪپڙا يا انهن جا اناج، يا انهن جي استعمال وارا جانور نہ وڪڻو. رقم خاطر ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي قتڪا نہ هڻو يا ان کي پيرن پر اڀاري نہ بيهاريو. محصول وٺڻ لاءِ ڪنهن شخص جي گهر جو سامان نہ وڪڻو. ڏل ۾ محصول اوڳاڙڻ جي بجاءِ زمين کي ترقي وٺرائڻ تي گهڻو ڌيان ڏيو."



اميرالمؤمنين علي عليہ السلام هڪڙي مختصر جملي ۾ پنهنجي زماني جي غريب ماڻهن جي اهنجن واري حالت لاءِ سبب بيان ڪيو آهي ۽ متعدد فرمانن ۽ هدايت نامن ۾ انهن جي متن جي وضاحت ڪئي آهي. انهن فرمايو: "جيڪڏهن ڪو حاجتمند شخص بکيو رهي ٿو تہ اهو انهي ڪري آهي تہ شاهوڪار ماڻهوءَ ان جو حصو روڪي رکيو آهي."

اها گهڻي وڏي حقيقت آهي جيڪا جديد غيرجانبدار نظام جو بنياد آهي. حضرت علي عليہ السلام انهي حقيقت کي چوڏهن سو سال اڳ سمجهيو هيو ۽ اهڙا قانون ۽ قاعدا ٺاهيا جيڪي ان جي زماني لاءِ مناسب هيا.

هڪڙو لبناني ليکڪ جيڪو منهنجو دوست پڻ آهي ان ٻڌايو تہ هڪڙي وقت اهو يورپ جي هڪڙي وڏي شهر ۾ رهندو هيو ۽ غربت کي ختم ڪرڻ لاءِ تحريڪ هلي رهي هئي. ان هڪڙي ڏينهن ان ملڪ جي وزير تعليم سان ملاقات ڪئي ۽ گفتگو دوران ان کي چيو: "اسان عربن صديون اڳ طبقاتي فرق ۽ ان جي اوڻاين کي محسوس ڪيو جن کي توهان هاڻي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيو."

وزير پڇيو: "ڪيئن؟" ان وراڻيو: "چوڏهن سو سال اڳ علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ فرمايو: "مون ڪنهن وٽ بہ حد کان وڌيڪ ملڪيت ڪونہ ڏٺي آهي سواءِ ان جي تہ مون ان سان گڏوگڏ ڪنهن ماڻهوءَ جا حق غضب ٿيل ڏٺا آهن." (يعني گهڻي دولت ان وٽ هئي جنهن ٻين جا حق ادا ڪونہ ڪيا هيا.)

وزير چيو: "اسان توهان کان گهڻي سٺي حالت ۾ آهيون."

ان پڇيو: "ڪيئن؟" وزير تعليم چيو: "توڙي جو هڪڙي عرب (علي عليہ السلام) انهي حقيقت کي چوڏهن سو سال اڳ سمجهيو هيو پر توهان اجا تائين غربت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪا ڪوشش ڪونہ ڪئي آهي ۽ اجا تائين غربت جي مصيبت ۾ ڦاٿل آهيو جڏهن تہ اسان

اڳيئي غربت مان ڇوٽڪار حاصل ڪرڻ لاءِ جاکوڙي رهيا آهيون. تنهن ڪري توهان اسان کان چوڏهن سو سال پوئتي آهيو. يعني جيڪڏهن اسان علي (عليہ السلام) جو اهو جملو ان زماني ۾ پڙهو هجي ها تہ اسان ان معاملي ۾ هڪدم جوڳا قدم کڻون ها."

هن باب جي پڄاڻي ڪرڻ کان اڳ اهو بهتر ٿيندو تہ جيڪو ڪجهہ مٿي بيان ڪيو ويو آهي ان جو خلاصو پيش ڪجي ۽ پڙهندڙن کي دعوت ڏجي تہ اهي سماجي معاملن تي حضرت علي عليہ السلام جي خيالن جي جديد مفڪرن جي خيالن سان ڀيٽ ڪن ۽ انهن تي منصفاڻي نموني سان غوروفڪر ڪن.

حضرت علي عليہ السلام جي سماجي نظرين ۽ اصولن کي اسان نَوَن جملن ۾ پيش ڪري سگهون ٿا. انهن نَوَن خيالن ۽ اصولن ۾ غربت ۽ شاهوڪاري ۽ ماڻهن جي طبقاتي تفاوتن جا سبب شامل آهن يا ٻين لفظن ۾ غربت ۽ محتاجي کي ختم ڪرڻ لاءِ ۽ ماڻهن جي وچ ۾ حقن جي برابري قائم ڪرڻ لاءِ قانون ۽ قاعدا شامل آهن.

1. ذخيره اندوزي ۽ نفعي خوري کي روڪيو.
2. ڪوبہ غريب بکيو تڏهن رهي ٿو جڏهن شاهوڪار ماڻهو ان جو حصو هڙپ ڪري ٿو.
3. حد کان وڌيڪ دولت ان وٽ هوندي آهي جيڪو ٻين جا حق ادا نٿو ڪري يا حد کان گهٽي دولت تڏهن ڏٺي ويندي جڏهن ڪجهہ ماڻهن جا حق غضب ٿيندا هوندا.
4. ڍل اوڳاڙڻ جي بجاءِ توهان کي زمين جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ وڌيڪ فڪرمند هجڻ گهرجي.
5. مان ان ڳالهہ کي مناسب ڪونہ ٿو سمجهان تہ ڪنهن ماڻهوءَ کي اهو ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو وڃي جنهن ڪم کي اهو ڪرڻ نہ چاهيندو هجي.
6. ديندار ماڻهن جون دليون بهشت ۾ آهن ۽ انهن جا جسم دنيا ۾ ڪم ڪار ۾ مشغول آهن. يعني ديندار ماڻهو ايمانداريءَ سان دنيا ۾ اٿڻ ويهڻ ڪري اطمينان ۽ سڪون ۾ آهن.
7. واهہ ان جي ملڪيت آهي جنهن ان جي کوٽائي ۾ حصو ورتو ۽ نہ کي ان جي ملڪيت جنهن ان جي کوٽائي ۾ عملي يا مالي طور ڪابہ مدد مهيا ڪونہ ڪئي.

8. ماڻهوءَ جي محنت ۽ ڪاميابي کي نظر ۾ رکو ۽ ڪنهن ٻئي شخص جي ڪاميابي کي ٻئي سان منسوب نہ ڪيو.

9. خبردار رهو! اهي شيون پنهنجي قبضي ۾ ملڪيت ۾ نہ آڻيو جنهن تي ٻين سيني جو هڪجيترو حق هجي.

حضرت علي عليہ السلام جا اهي جملا جيڪڏهن ڏيان سان پڙهيا وڃن تہ اها خبر پئجي ويندي تہ انهن اصولن تي ئي عمل ڪرڻ سان انساني معاشري ۾ انسان جي حقن جو تحفظ ڪري سگهبو ۽ ان جي آزادي کي يقيني بڻائي سگهبو.

# نہ جنونيت، نہ ويچارگي (معصوميت)

هر انسان خلقت جي لحاظ کان توهان جهڙو آهي.
امام علي عليہ السلام

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي طرفان پنهنجي لاءِ مقرر ڪيل عمل جي راهہ تي مستقل طور قدم وڌائيندا رهيا. اهي سدائين ٻين جي ڀلي کي ڏسندا هيا. ان انسان جا معاشي حق ۽ ان سان گڏوگڏ ٻيا حق مقرر ڪيا. جن کان سواءِ معاشي حق بحال نٿي ٿي سگهيا. ان ڪنهن بہ مخصوص مذهب، رنگ ۽ نسل جي حمايت نٿي ڪئي. سڀئي انسان هڪجهڙا آهن ۽ سڀئي انسان، توڙي جو اهي مذهب، رنگ ۽ نسل ۾ مختلف هجن، زندهہ رهڻ ۽ زندگيءَ جون سڀ سهوليتون ماڻڻ جا حقدار آهن. حضرت علي عليہ السلام سموري انسانذات جو خيال رکڻ وارا هيا. انهن جي نظرئي مطابق زندگيءَ جي سڀ سهوليتن ۽ معاشي حقن جي معاملي ۾ گوري ۽ ڪاري، عربي ۽ غيرعربي (عجمي)، مسلمان ۽ غير مسلم جي وچ ۾ ڪوبہ فرق ڪونہ هيو.

توڙي جو حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا وارث، اسلام جا قلعا ۽ مؤمنن جا سردار (امير) هيا. انهن ڪڏهن بہ ائين نہ چاهيو تہ غيرمسلمن کي اسلام قبول ڪرڻ تي مجبور ڪيو وڃي. انهن جي عقيدي مطابق ماڻهو جيئن گُهرن الله جي پوڄا ڪرڻ ۽ پنهنجي پسند جو عقيدو رکڻ لاءِ آزاد هيا. بشرطيڪ اهي ٻين لاءِ تڪليف جو باعث نہ ٿين. ان عقيدي جي آزادي ڏني، ڇو تہ سڀئي انسان الله تعاليٰ جا ٻانها آهن ۽ مذهب الله ۽ ان جي مخلوق جي وچ ۾ تعلق جو هڪڙو ذريعو آهي.

حضرت علي عليہ السلام جي اصول مطابق ڪنهن جو عزت احترام ڪرڻ لاءِ ان سان همدردي ڪرڻ ۽ مهرباني وارو سلوڪ ڪرڻ ۽ ان سان گڏوگڏ ٻين طرفان ان جي حقن کي غضب ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ان جو انسان هجڻ ئي ڪافي هيو. مصر جي گورنر حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن، جنهن جي علائقي ۾ عيسائي رهندا هيا، لکيل

هڪڙي هدايت نامي ۾ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "انهن لاءِ خونخوار جانور وانگر نہ ٿجان تہ جيئن انهن کي کائي وڃين. رعيت منجهہ ٻن قسمن جا ماڻهو آهن. جن مان ڪجهہ توهان جا ديني ڀائر آهن ۽ ٻيا توهان وانگر الله جي مخلوق آهن. تون انهن سان اهڙي طرح درگذر ڪرڻ وارو رويو اختيار ڪجان جيئن تون گهرين تہ الله تنهنجي لاءِ معاف ڪرڻ وارو هجي. تون جڏهن ڪنهن کي سزا ڏين تہ سرهائي محسوس نہ ڪجان.

"معاشي معاملن ۾ هر ماڻهوءَ جا ساڳيائي حق آهن جيڪي توهان جا. توڙي جو ان جا سيئي يا ڪجهہ عقيدا توهان جي مخالفت ۾ هجن. مذهب جو يقيني طور اهو مقصد آهي تہ اهو توهان کي ٻين سان ڀائيچاري وارا تعلقات قائم رکڻ جي قابل بڻائي. ٻيا بہ اهڙائي انسان آهن جهڙا توهان آهيو. تخليق جي اها هڪجهڙائي توهان ۽ ٻين جي وچ ۾ هڪڙو مضبوط ڳانڍاپو آهي. تنهنڪري توهان کي سيني انسانن سان همدردي وارو رويو اختيار ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن توهان جو ڀاءُ ڪا غلطي يا ڏوهہ ڪري تہ توهان کي گهرجي تہ ان جي ڪوتاهي کي نظرانداز ڪيو ۽ ان کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ ائين ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ شرم محسوس ڪرڻ نہ گهرجي. پهرين پهر ۾ توهان پنهنجين دلين کي مڙني خرابين کان پاڪ صاف ڪرڻ ذريعي ٻين جي دلين کي دشمني ۽ ڪاوڙ کان پاڪ صاف ڪيو.

"حضرت آدم عليہ السلام جي هر اولاد ( بني آدم) تي اهو فرض آهي تہ اهو جنهن بہ مذهب يا عقيدي سان واسطو رکندڙ هجي، اهو پاڻ سان معاشري ۾ گڏ رهندڙ انسانن سان همدردي وارو سلوڪ ڪري، ٻين لاءِ اهو پسند ڪري جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪري ۽ ٻين لاءِ اهو ناپسند ڪري جيڪو پنهنجي لاءِ پسند نہ ڪري، پاڻ بہ ٻين ۾ اوتريون اميدون رکي جيتريون پاڻ ٻين جون اميدون پوريون ڪندو هجي. سچو مؤمن اهو آهي جيڪو چڱا عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.

"بهترين عمل ئي ڪامل انصاف آهي، جنهن جو مطلب آهي تہ توهان کي مڪمل طور تي غيرجانبدار هجڻ گهرجي ۽ مختلف ماڻهن جي وچ ۾ امتيازي فرق نہ ڪرڻ کپي. اهو شخص جيڪو زندگي گذارڻ

۾ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي طريقن (سنت) جي پيروي ڪري ٿو اهو انهي شخص کان الڳ ڪونهي جيڪو حضرت عيسيٰ عليہ السلام يا ٻين مانَ وارين شخصيتن جي هدايتن جي پيروي ڪري ٿو. انسان جي تخليق جو مقصد اهو آهي تہ اهو اعليٰ گڻ ۽ وصفون حاصل ڪري ۽ سٺا اسلوب حاصل ڪري. اهو آزاد آهي تہ جنهن بہ ذريعي سان گهري اهو مقصد حاصل ڪري."

حضرت علي عليہ السلام وڌيڪ فرمايو: "اهو ضروري آهي تہ توهان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهن عملن جي پيروي ڪيو جڏهن دنيا انهن جي قدمن جي هيٺان کان کسڪائي پئي وئي ۽ ڪين ان جي آسائش ۽ سهوليتن کان پري رکيو پئي ويو. جيڪڏهن توهان ايئن ڪرڻ گهرين تہ توکي حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڏانهن بہ ڏسڻ گهرجي جيڪو سمهڻ مهل وهاڻي لاءِ پٿر استعمال ڪندو هيو. کهرو لباس پائيندو هيو ۽ ٻي سوادي ۽ ڦڪو کاڌو کائيندو هيو. بُک ان جي خوراڪ هئي، چنڊ ان جو لالٽين هيو اوير ۽ اولهہ ان جو اجهو هيا، ۽ گاهہ ۾ ٿي ان جا ميوا ۽ خوشبو شامل هئي. ان جي ڪا زال ڪونہ هئي جيڪا ان کي هِرکائي ها ۽ ٻار بہ ڪونہ هيا جن لاءِ پريشان ٿئي ها. ان وٽ ڪا دولت ڪونہ هئي جيڪا ان جو ڌيان ڇڪائي ها، نہ ڪائي لوڀ لالچ جيڪا ان کي ٻي مانو ڪرائي ها. ان جا پير ان جي سواري جو ذريعو هيا ۽ ان جا هٿ ان جا نوڪر هيا."

هڪڙي ٻئي موقعي تي امام علي عليہ السلام فرمايو: "اهي بہ ماڻهو هيا جن ڌرتي کي پنهنجو قالين بڻايو ۽ ان جي مٽي کي پنهنجو وڇاڻو (بسترو). انهن عطر عنبير جي بجاءِ پاڻ کي پاڻي تائين محدود رکيو ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام وانگر دنيا کان پاسو ڪيو."

حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ فرمايائون: "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ساڳي طريقي سان زندگي گذاري جنهن ۾ اڳ ۾ گذريل نبين سڳورن زندگيون گذاريون هيون."

انهن ٻن جملن ۾ واضح طور تي انهي ڳالهہ جو اعتراف ڪيو ويو آهي تہ اعليٰ گڻ ئي اها شي آهي جيڪا ماڻهن کي هڪڙي نقطي (مرڪز) تي گڏ ڪري ٿي، بلڪل ايئن جيئن انسانيت بنيادي طور اتحاد جو نقطو آهي.

مٿي جيڪو ڪجهہ ذڪر ڪيو ويو آهي اهو انهي ڳالهہ کي چڱي نموني سان واضح ڪري ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام طرفان اعلانيل قانونن مطابق انسان کي جڏهن بيا ڪيترائي حق حاصل آهن تہ انهن سان گڏ اهو بہ حق حاصل آهي تہ اهو پنهنجي مذهب ۽ عقيدي جي معاملي ۾ مڪمل آزاد هجڻ گهرجي ۽ ان تي پنهنجي پسند مطابق ڪوبہ عقيدو رکڻ تي پابندي نہ هجڻ گهرجي. آزادي کي ورهائي (تقسيم) نٿو سگهجي. اهو ممڪن ڪونهي تہ انسان ڪنهن حوالي سان تہ آزاد هجي ۽ ڪن ٻين حوالن سان غلام هجي. هڪڙو مسلمان هڪڙي عيسائي جو بہ پاءُ آهي چاهي اهو اها ڳالهہ پسند ڪري يا نہ ڇو تہ هڪڙو انسان ٻئي انسان جو پاءُ آهي توڙي اهو مڃي يا نہ مڃي. جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام جي نظر ۾ انسان کي تخليق ڪرڻ ۾ آزاد جاندار وارو اهو مقصد نہ هجي ها تہ ان کي اعليٰ ګڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ کپي ۽ جيڪڏهن ان جي نقطي نظر مطابق آزادي هڪڙو مقدس حق نہ هجي ها تہ اهو حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پيروڪارن جي اهڙي نموني ۾ واکاڻ نہ ڪري ها جنهن نموني ۾ پاڻ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پيروڪارن (امتين) جي واکاڻ ڪندا هيا.

اسان گذريل صفحن ۾ ان واقعي جو ذڪر ڪيو آهي تہ هڪڙي عيسائي حضرت علي عليہ السلام جي زرهہ چورائي ۽ دعوا ڪيائين تہ ان اها خريد ڪئي آهي. اسان اهو بہ ذڪر ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ڪيئن ان عيسائي لاءِ پاڻ سان برابري وارو رويو اختيار ڪيو بلڪ اهڙي نموني وارو سلوڪ جيئن هڪڙو پيءُ پنهنجي پٽ سان ڪندو آهي. اسان ان ڳالهہ جو پڻ ذڪر ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام ڪيئن شرعي قاضي جي عدالت ۾ شڪايت درج ڪئي ۽ ان جو فيصلو ڪهڙو آيو ۽ اهو عيسائي حضرت علي عليہ السلام جو جانثار ساٿي ڪيئن ٿي ويو ۽ ڪيئن ڀرپور انداز ۾ ان جو ساٿ ڏنائين.

عراق ۽ حجاز ۾ اڪثر ائين ٿيو تہ ڪنهن مسلمان ڪنهن عيسائي کي زبردستي مسلمان بڻائڻ گهريو، ان تي ظلم ۽ زيادتي ڪيائين. ماڻهن ڏٺو تہ حضرت علي عليہ السلام کي سائي رنگ جو پٽڪو ٻڌل

آهي ۽ ڪليل لفظن ۾ احتجاج ڪري رهيا آهن. هڪڙي دفعي پاڻ مديني شريف جي مسجد ۾ زور ڏئي فرمايائون: "جنهن بہ ڪنهن عيسائي کي تڪليف پهچائي ان ڄڻ مون کي تڪليف پهچائي."

عربستان جي تاريخ کي حضرت علي عليہ السلام جي هن جملي تي فخر آهي جيڪو ان جي ورقن کي سينگاري ٿو: "جيڪڏهن منهنجي لاءِ هڪڙو قالين وڇايو وڃي ۽ مان ان تي ويهان، مان يهودين جي معاملن جو انهن جي ڪتاب "توريت" مطابق فيصلو ڪندس، عيسائين جو انهن جي ڪتاب "انجيل" مطابق ۽ مسلمانن جو انهن جي قرآن شريف مطابق، اهڙي نموني ۾ جو اهي ڪتاب رڙ ڪري چوندا: 'علي سچ ڳالهايو آهي'."

حضرت علي عليہ السلام معقل بن قيس کي هيئن هدايت ڪئي: "اي معقل! الله کان ڊڄ. مسلمانن سان ناانصافي نہ ڪر ۽ زمين کي انسانن (يهودين، عيسائين، مجوسين) تي تنگ نہ ڪر. مغرور نہ ٿي، ڇو تہ الله غرور کي پسند ڪونہ ڪندو آهي."

مٿيون جملو اهو ظاهر ڪري ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام جي نقطہ نظر مطابق "الله جو خوف" جملي جو مطلب اهو آهي تہ ڪوبہ شخص پاڻ سان گڏ رهڻ وارن ڳوٺاڻين کي تنگ نہ ڪري ۽ انهن سان ڪنهن بہ نموني سان ناانصافي نہ ڪري، ان کان علاوه، حضرت علي عليہ السلام مسلمانن ۽ غيرمسلمن کي هڪڙي ساڳي درجي ۾ رکي ٿو ۽ انهن مان ڪنهن کي بہ ترجيح ڪونہ ٿو ڏئي.

حضرت علي عليہ السلام جي هرهڪ قانون ۽ حڪم ۾ مسلمانن ۽ غيرمسلمن جي انهي مساوات جو مشاهدو ڪري سگهجي ٿو. ان مان اهو پڌرو ٿيندو تہ حضرت علي عليہ السلام بين اعليٰ اسلامي گُڻن کي حاصل ڪرڻ جي مقابلي ۾ ماڻهن جي ناانصافي کان تحفظ کي وڏيڪ اهم ۽ ضروري سمجهيو ٿي. پاڻ فرمايائون: "جيڪڏهن توهان حق سچ جو رستو اختيار ڪيو ۽ اسلام جا اصول توهان تي واضح ٿي وڃن تہ نہ ڪو مسلمان ۽ نہ ڪو ذمي ظلم زيادتي جو نشانو ٿيندو." ان مسلمانن تي سخت ڦٽڪار ڪئي جڏهن انبار جي شهر تي معاويہ جي فوج جي هڪڙي سالار سفيان بن عوف اسدي ڪاهہ ڪئي ۽ ان جي رهواسين تي ظلم جا پهاڙ ٽوڙيا، پر انهن (مسلمانن) حق سچ جو ساٿ ڪونہ ڏنو ۽

ظلم کي روڪڻ لاءِ ڪجهه بہ ڪونہ ڪيو. پنهنجي خطاب دوران ان فرمايو: "مون کي معلوم ٿيو آهي تہ ان ٽولي جو هڪڙو فرد مسلمان ۽ ذمي عورتن جي گهرن ۾ داخل ٿيندو هيو ۽ انهن جي هٿن ۽ پيرن جي زيورن سان گڏ انهن جي ڪنن مان والا ۽ ڳچي مان هار ڇڪي لاهيندو هيو جيڪو بہ انهن کي پاتل هوندو هيو ۽ انهن کي تحفظ جو ڪوبہ وسيلو ڪونہ هيو سواءِ اِنهي جي تہ اهي ويچاريون عورتون چونديون هيون: "انالله وانا اليہ راجعون" ۽ صبر ڪنديون هيون ..... هاڻي جيڪڏهن ڪو مسلمان انهن المين جي ڪري ڏُک ۾ مري ٿو تہ ان کي ملامت نٿي ڪري سگهجي. منهنجي خيال مطابق ايئن ضرور ٿيندو."

حضرت علي عليہ السلام انهن ماڻهن کي چنڊ پٽي ۽ تنبيهہ ڪئي ڇو تہ اهي ان شهر ۾ رهندڙ پنهنجن پاڙن ۽ ڀينرن جو آيا اهي مسلمان هيا يا ذمي، ظلم کان تحفظ ڪرڻ ۾ ناڪام ويا هيا.

جڏهن پاڻ محمد بن ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي مصر جو گورنر مقرر ڪيائون تہ ان کي هدايت ڪيائون: "مان توکي پارت ڪيان ٿو تہ ذِمين سان عدل ڪجان، هر ستايل ماڻهو سان انصاف ڪجان، ظلم زيادتي ڪرڻ واري لاءِ سخت هججان ۽ جيترو ممڪن ٿي سگهي ماڻهن لاءِ رحمدل ٿجان ۽ انهن سان نرمي وارو سلوڪ ڪجان. حق سچ جي معاملي ۾ اهو پڻ ضروري آهي تہ تنهنجي نظر ۾ پنهنجو ۽ پرائو ويجهو ۽ پري وارو هڪجهڙو ۽ برابر هجڻ گهرجي."

پاڻ نجران جي نصارن سان جيڪو معاهدو ڪيائون ان ۾ هيٺيون جملو بہ موجود هيو: "انهن سان ڪنهن بہ قسم جي ناانصافي ۽ ظلم زيادتي ڪونہ ڪيا ويندا. نہ وري انهن جي حقن مان ڪنهن حق کي گهٽايو ويندو." ان نصراني جي قتل جي بہ ساڳي خون بها مقرر ڪئي، جيڪا مسلمان جي قتل جي خون بها آهي.

حضرت علي عليہ السلام جي نظرئي مطابق هر انسان احترام لائق آهي. اهو انهيءَ سبب ڪري ئي هيو تہ توڙي جو سڀني اڳين مذهبن جا بي سمجهہ پيروڪار انتهائي تعصبي هيا ۽ ٻين مذهبن وارن سان نفرت ڪندا هيا. حضرت علي عليہ السلام کي سندس زماني ۾ ۽ ان کان پوءِ بہ دانشمند عيسائين ۽ نصارن طرفان سندس انصاف پسندي ڪري تمام گهڻي محبت ملندي رهي. اهي سڀئي سندس تعريف ۽ ساراهہ

ڪندا هيا. علامہ ابن ابي الحديد نهج البلاغہ جي شرح ۾ هيٺئن لکي ٿو: "مان انهي شخص (علي) جي باري ۾ ڇا چوندس جنهن سان ذمي ماڻهو انتهائي پيار (محبت) ڪندا هيا. توڙي جو اهي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت کي تسليم ڪونہ ڪندا هيا."

حضرت علي عليہ السلام غيرمسلمن سان پنهنجي سلوڪ جو بنياد هن اصول تي رکيو هيو. "انهن جي ملڪيت اسان جي ملڪيت وانگر آهي ۽ انهن جون جانيون (حياتيون) اسان جي جانين وانگر آهن."

مٿي بيان ڪيل حقيقت واضح طور تي پڌرو ڪري ٿي تہ مذهبي ڪٽرپڻي کي حضرت علي عليہ السلام تمام خراب ۽ مذمت جوڳي ڳالهہ سمجهيو ٿي. جنهن آزادي ۾ ان وڏي لحاظ ۾ اعتبار ڪيو ٿي ۽ جنهن کي وڏي پيماني سان ماپيو ٿي، اها مڪمل طور تي تعصب جي خلاف هئي.



جڏهن اسان حضرت علي عليہ السلام طرفان غيرمسلمن سان ٿيندڙ سلوڪ کي خيال ۾ آڻيون ٿا ۽ ان جي قرون وسطيٰ واري زماني جي يورپ ۾ چرچ جي پادرين جي سلوڪ سان ڀيٽ ڪيون ٿا، خاص طور تي اهي پادري جيڪي احتسابي ڪورٽن لاءِ ذميوار هيا، ۽ جڏهن اسان حضرت علي عليہ السلام جي رحمدلي ۽ درگذر ڪرڻ واري ڪردار جو يورپي مذهبي اڳواڻن جي سختي ۽ ڏاڍائي سان مقابلو ڪريون ٿا تہ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام ڪيتري بلند مقام تي هيا ۽ اهي ٻيا ڪيترو پستي ۾ هيا.

مختصر طور تي ائين چئجي تہ انهي ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونہ ٿيندو تہ حضرت علي عليہ السلام جو يقين (ايمان) انسانيت، آزادي ۽ اختيار جي پاڙن مان قتل هيو ۽ اها ڳالهہ ايمان ۽ عقيدي موجب هئي جنهن کي حضرت علي عليہ السلام زندگي بابت اپنايو. حضرت علي عليہ السلام جو دين ۽ ايمان آزادي تي ٻڌل هيا. جڏهن تہ يورپ جي مذهبي اڳواڻن جو دين ۽ ايمان پنهنجن ابن ڏاڏن جي عادت ۽ تقليد تي ٻڌل هيا ۽ آزادي جو ان سان ڪوبہ تعلق ڪونہ هيو.

# ڪٽرپڻو ۽ تعصب

اڄوڪي زماني ۾ اسان مذهبي ڪٽرپڻي ۽ تعصب جي خلاف جنگ ڪري رهيا آهيون ۽ ان کي خراب ۽ مذمت جوڳي ڳالهه سمجهون ٿا. توڙي جو مذهبي ڪٽرپڻو ايترو خطرناڪ ڪونهي جيترو تعصب جا ڪجهه ٻيا قسم خطرناڪ آهن. توهان ڪيترن ئي ماڻهن سان ميل ملاقاتي ٿيندا جن ۾ ڪنهن به قسم جو مذهبي تعصب ڪونه هوندو پر اهي رنگ، نسل، قوميت ۽ سياسي نظرين جي تعصب ۾ ملوث هوندا. مذهبي ڪٽرپڻي جي معاملي ۾ معافي تلافي ۽ رعايت ڪرڻ ممڪن آهي پر تعصب جي ٻين قسمن جي حوالي سان ممڪن ڪونهي. اهڙو ڪٽرپڻو ۽ تعصب اناپرستي، جهالت ۽ مفاد پرستي تي ٻڌل آهي ۽ اهي ماڻهو جيڪي اهڙي قسم جو ڪٽرپڻو ۽ تعصب رکن ٿا، چون ٿا ته انهن جو خيال نيڪ آهي ۽ فقط جيڪو ڪجهه انهن نتيجو ڪڍيو آهي اهو صحيح آهي ۽ انسان ۽ زندگي بابت انهن جي راءِ غيرتڪراري آهي. اهي ٻئي ڪنهن جي به سوچ کي پنهنجي راءِ جهڙو معتبر ڪونه ٿا سمجهن.

جڏهن کان انسان هن ڌرتي تي آيو آهي ته هر قسم جو ڪٽرپڻو ۽ تعصب به ان ۾ فطري طور موجود رهيو آهي، ۽ اهڙو ڪوبه زمانو ڪونه گذريو آهي جنهن ۾ انسان ڪٽرپڻي ۽ تعصب جو مظاهرو نه ڪيو هجي. دنيا جي عظيم رهبر حضرت علي عليہ السلام نه صرف مذهبي ڪٽرپڻي ۽ تعصب خلاف جهاد ڪيو پر تعصب جي مڙني قسمن خلاف جنگ ڪئي. ان نسلي تعصب کي بغاوت ۽ شرارت جي برابر سمجهيو ۽ زندگيءَ جي وڻندڙ روح کي ساڙڻ برابر سمجهيو.

حضرت علي عليہ السلام جي راءِ موجب ڪنهن ماڻهوءَ جو پنهنجي حسب نسب تي غرور ڪرڻ پڻ هڪڙي قسم جو تعصب هيو. ان پنهنجي زماني جي تعصبي ماڻهن کي هيئن مخاطب ڪيو: "هيڏانهن ڏسو! توهان الله جي ڪلم ڪلا مخالفت ڪئي آهي، انتهائي ظلم زيادتي ڪندڙ تي ويا آهيو ۽ ڌرتي جي مٿاڇري تي گڙٻڙ ۽ فساد برپا ڪري ڇڏيو آهي. جهالت واري زماني جي خودفريبي واري ڪار ڪري پاڻ پڏرائڻ واري معاملي ۾ خدا جو خوف ڪيو ڇو ته اها ڳالهه

دشمني ۽ ڪاوڙ جو ذريعو آهي ۽ شيطان جي فريب جو مرڪز آهي جنهن ذريعي ان گذريل زمانن جي قومن کي برغلايو. هيڏانهن ڏسو! پنهنجن سردارن ۽ وڏن جي پيروي ڪرڻ کان ڊڄو جيڪي پاڻ کي پنهنجي حيثيت ۽ رعب تاب ڪري پڏائين ٿا، ۽ پنهنجي حسب نسب ڪري غرور ڪن ٿا (يعني اهي جيڪي ٻين کي حقير ۽ عاجز سمجهن ٿا، الله طرفان عطا ڪيل درجن جي مخالفت ڪن ٿا ۽ الله جي نعتمن کي هٽائڻ جي مطلب سان ان جي رحم کان انڪار ڪن ٿا). هي ئي اهي ماڻهو آهن جيڪي تعصب جو ڳوڙهو بنياد آهن ۽ شرارت ۽ فساد جي گهر جا ٿنيا آهن."

حضرت علي عليہ السلام پهرين مرحلي ۾ خانداني ۽ نسلي تعصب کي بغاوت ۽ بگڙيل زندگي سان تشبيهه ڏني. پوءِ ان پنهنجي سوچ کي وڌيڪ عام بڻايو ۽ هر تعصب کي، آيا نسلي، سياسي يا مذهبي هجي، بغاوت ۽ شرارت جي مترادف قرار ڏنائين ۽ هڪڙو عام قانون مقرر ڪيائين. جنهن جي سچائي ۽ درستگي جيئن جيئن وقت گذرندو ويندو تہ وڌ کان وڌ قائم ٿي ويندي. انهن فرمايو: "مون هرطرف نظر ڊوڙائي آهي ۽ دنيا ۾ هڪڙو بہ اهڙو ماڻهو ڪونہ ڏٺو آهي جيڪو ڪنهن ڳالهہ جي حمايت ڪندو هجي ۽ ان لاءِ سندس سوچ ۾ ڪو دليل موجود هجي. جيڪو جاهل جي غلطي جو سبب ٿي وڃي ٿو يا اهو تہ ان وٽ هڪڙو دليل آهي جيڪو بيوقوف جي عقل سان چنبڙي پوي ٿو."

تعصب بابت جيڪو ڪجهہ چيو ويو آهي ۽ ان بابت جيڪي بہ وضاحتون ڏنيون ويون آهن توهان انهن مڙني جو مطالعو ڪيو ۽ غوروفڪر ڪيو پر توهان کي ڪنهن بہ طرف کان ڪا ڳالهہ بہ ملي ڪونہ سگهندي جيڪا حضرت علي عليہ السلام طرفان چيل ڳالهين کان وڌيڪ هجي. تعصب پرست يا تہ جهالت يا بيوقوفي ڪري تعصب ڪندا آهن ۽ انهن مان ڪي پنهنجي دامن ۾ بغاوت ۽ فساد ڪنيون وتندا آهن. حضرت علي عليہ السلام مٿي بيان ڪيل ٻن راين ۾ انهي حقيقت جي تصوير پيش ڪئي آهي.

مختصر ڳالهہ تہ حضرت علي عليہ السلام هر قسم جي تعصب کي خراب ۽ مذمت جوڳو عمل سمجهيو آهي. البت، جيڪڏهن ٿورو گهڻو ان جي بجاآوري ڪجي تہ ان جي اعليٰ گڻ، انصاف ۽ عوامي حقن

جي معاملي ۾ بجاآوري ڪرڻ گهرجي. انسان کي مظلوم ماڻهن جي پاسي ٿيڻ گهرجي جن کي ظالم ماڻهو سندن حقن ۽ ڪمائي کان محروم ڪندا آهن. انسان کي حق ۽ سچ ۽ ضمير جي پاسي هجڻ گهرجي. انسان کي انساني آزادي ۽ عزت خاطر ۽ محتاجن جو تعصبي ماڻهن کان بچاءُ ڪرڻ لاءِ جانبدار هجڻ گهرجي. اميرالمؤمنين عليہ السلام فرمايو: "جيڪڏهن توهان ڪٽر ۽ جانبدار ٿيڻ گهرو ٿا تہ توهان کي اعليٰ اخلاقن، سٺن اسلوبن ۽ ساراهہ لائق خاصيتن جو پاسو وٺڻ گهرجي، مثال طور، پنهنجي پاڙيسري جي حقن جو تحفظ ڪرڻ، پنهنجن واعدن جو احترام ڪرڻ، ديندار ماڻهن جو ادب ڪرڻ ۽ انهن جي ڳالهہ مڃڻ، سرڪش ماڻهن جي مخالفت ڪرڻ، سٺو سلوڪ ڪرڻ، ناانصافي کان پاسو ڪرڻ، خونريزي کان الڳ رهڻ، انصاف سان ڪاروهنوار هلائڻ ۽ ڌرتي تي نہ فساد پکيڙڻ ۽ نہ پيدا ڪرڻ."

حضرت علي عليہ السلام تعصب کان ڪيتري نفرت ڪئي ٿي ان جو ان سفارش مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو جيڪا انهن خارجين جي باري ۾ ڪئي، توڙي جو اهي سندس جاني دشمن هيا. انهن سندس خلاف هڪڙي خونريز لڙائي ڪئي، پر پاڻ فرمايائون: "مون کان پوءِ خارجين سان لڙائي نہ ڪجو ڇو تہ جيڪو حق جو ڳولائو آهي پر ڀُلجي (ڀٽڪي) وڃي ٿو اهو ان جهڙو ڪونهي جيڪو ڪُپت جو ڳولائو آهي ۽ ان کي حاصل ڪري ٿو."

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام ماڻهن کي محسوس ڪرايو تہ جيئن تہ انهن جي سوچ ۽ عقيدن جو غلطي وارو هجڻ جو امڪان آهي تنهنڪري انهن کي پنهنجي سوچ ۽ عقيدن جي صحيح هجڻ تي ضد نہ ڪرڻ گهرجي، نہ وري انهن کي ٻين مٿان ٿاڦڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

حضرت علي عليہ السلام ماڻهن کي باور ڪرايو تہ صلاح مشورو ڪرڻ کان منهن نہ موڙجي ۽ حق سچ کي قبول ڪرڻ ۾ نہ ڪيٻائجي.

# لڙائي ۽ صلح

> ڪوڙي دعوا ڪرڻ وارو هلاڪ ٿيو. تهمت هڻڻ وارو ناڪام رهيو.
>
> صلح جي ڏينهن ۾ شهر ۾ امن ۽ سڪون هوندو آهي ۽ شهري جا رهواسي بنا خوف ۽ هراس واري زندگي گذاريندا آهن.
>
> پنهنجن ڪيل واعدن جي پابندي ڪيو. واعدي خلافي نہ ڪيو. ناحق رت وهائي پنهنجي حڪومت کي مضبوط نہ ڪيو.
>
> امام علي عليہ السلام

ڪيترائي باهمي حق هوندا آهن جيڪي ماڻهو ماڻيندا رهندا آهن. انهن مان هڪڙو اهو آهي تہ انهن کي محبت ۽ دوستي جي بنڌڻن ۾ مضبوط ڪرڻ گهرجي. انهن بنڌڻن کي فردن سان گڏوگڏ قبيلن ۽ قومن جي وچ ۾ موجود هجڻ گهرجي، ڇو تہ سيني ملڪن جا شهري هڪبئي جا پائر آهن. اهي هڪڙي ئي پيءُ ماءُ جي اولاد آهن ۽ انهن جي اصليت هڪڙي آهي. انهن جي گڏيل واٽ آهي ۽ انهن جا مول ۽ متا پڻ هڪبئي کان مختلف ڪونہ آهن.

آزادي ۽ آسودگي، مقرر ڪيل قانون ۽ ڪاوشون سڀ انسانذات لاءِ آهن. بهرحال، اهي لڙائي جهيڙي ۽ خونريزي جي موجودگي ۾ بي لاءِ هوندا آهن. جيڪي لڙايون انساني نسل کي تباهہ ڪري سگهن ٿيون. اهي سڀ شيون انسان لاءِ آهن. انهن مڙني شين (سهوليتن ۽ آسائشن) جو ڪهڙو فائدو جڏهن انساني زندگي سلامت نہ هجي؟ هراهو بيان يا اعلان جيڪو ماڻهن کي انسانن جي خدمت ڪرڻ جي دعوت ڏئي پر انهن کي امن جي دعوت نہ ڏئي تہ اهو ڪوڙو ۽ ڏڪار جوڳو آهي.

انسان ۽ ان جي زندگي جي باري ۾ سيئي ڪاروهنوار بي فائدا آهن، جيستائين اهي انساني پائيچاري کي هٿي نٿا وٺرائين. اهي لفظ عمل ۽ نظريا ڪيترا ڪِل جهڙا ٿا لڳن جڏهن واهن کي رت جي نالين ۾ تبديل ڪيو وڃي ٿو، باغيچن کي تباهہ ۽ برباد ڪيو وڃي ٿو ۽ محلاتن کي کنڊرات بڻايو وڃي ٿو! اهي لفظ عمل ۽ نظريا ڪيترا تہ نااميدي وارا لڳن ٿا جڏهن انسان کي لڙائي جي منهن ۾ ڌڪيو وڃي ٿو ۽ ان جي

زندگيءَ جي سونهن، ان جي اميدن ۽ تمنائن، ۽ ان جو وجود کي پڻ بي وقعت بڻايو وڃي ٿو.

لڙائي موت ۽ تباهي جو سبب آهي، جڏهن تہ صلح ۽ امن بربادي کان بچي نڪرڻ جو واحد ذريعو آهي. هي اهو جذبو آهي جيڪو ڪيترن ئي بين مول متن ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو. صلح جي زماني دوران ئي فقط اهو ممڪن آهي تہ انسان پنهنجون سموريون صلاحيتون استعمال ۾ آڻي سگهن ۽ گڏيل ڪوشش سان پنهنجن عمومي خواهشن کي حاصل ڪن.

حضرت علي عليہ السلام جا اصول ۽ طريقا هر رُخ ۾ ساڳي نموني ۾ لاڳو ٿين ٿا جنهن نموني ۾ ڪنهن وڻ جون شاخون، جيڪي هڪ ئي پاڙ مان ڦٽي نڪرنديون آهن ۽ هرطرف پکڙجي وينديون آهن. انهن محسوس ڪيو هيو تہ صلح ۽ امن ئي انسان ۽ زندگي جي چوڌاري هڪڙي اوچي ديوار آهي، جيڪا ٻنهي کي هر مصيبت کان بچائي ٿي. ماڻهن کي خطاب ڪندي انهن فرمايو: "الله تعاليٰ توهان کي اجايو ڪونہ پيدا ڪيو آهي."

جنهن مقصد لاءِ الله تعاليٰ انسان کي پيدا ڪيو آهي ان بابت حضرت علي عليہ السلام جي جيڪا راءِ آهي ان موجب پاڻ فرمايائون: "الله تعاليٰ پنهنجي ڌرتي تي توهان کي عزت وارو ۽ پنهنجي تخليق منجهہ محفوظ ڪري پيدا ڪيو آهي. ان جي نعمتن توهان جي مٿان پنهنجين رحمتن جا پر پکيڙي ڇڏيا آهن ۽ توهان خاطر آسائشن جون نديون وهائي ڇڏيون آهن."

حضرت علي عليہ السلام جي راءِ موجب محبت ۽ دوستي انسانذات لاءِ نهايت عظيم نعمتون آهن. انهن فرمايو: "الله عزوجل انسانن جي وچ ۾ محبت جي ٻنڌڻن کي مضبوط ڪيو آهي. اهو پيار ۽ محبت ئي آهي جنهن جي پاڇي ۾ ماڻهو گهمن ڦرن ٿا ۽ جنهن جي جهولي ۾ پناهہ ڳولين ٿا. اهو پيار قيمتي نعمت آهي چو تہ ان لاءِ جيڪا بہ قيمت مقرر ڪجي ان کان گهڻو مهانگو آهي، ۽ هر عظيم شي کان عظيم تر آهي."

حضرت علي عليہ السلام فرمايو تہ هر ماڻهوءَ کي گهرجي تہ ٻين سان دوستي ۽ پيار جو ناتو قائم ڪري تہ جيئن امن قائم ٿي سگهي، ڇو

تہ امن جي زماني دوران هڪڙي شهر جو ماحول سانتيڪو رهي ٿو ۽ ماڻهو ڪنهن بہ قسم جو خوف محسوس ڪونہ ٿا ڪن. هر ڪنهن کي لڙائي کان پاسو ڪرڻ گهرجي، ڇو تہ لڙائي ڏاڍ ۽ ظلم آهي ۽ الله تعاليٰ جي مخلوق سان ظلم زيادتي ڪرڻ انتهائي خراب ۽ نامناسب ڳالهہ آهي. آيا لڙائي جو نتيجو سوڀ ۾ اچي ٿو يا شڪست جي صورت ۾، اها ٻنهي حالتن ۾ نقصانڪار آهي. لڙائي فاتح لاءِ بہ ۽ مفتوح لاءِ بہ تباهي ۽ بربادي آهي. لڙائي انساني احترام کي برباد ڪري ٿي. فاتح کي عقل ۽ ضمير جو مخالف ۽ پيار جو دشمن سمجهيو وڃي ٿو. جيڪو انساني زندگي کي فضول سمجهي ٿو ۽ جنهن کي شڪست ٿئي ٿي ان کي بي عزت ڪيو وڃي ٿو ۽ ان جي جان ۽ مال کي پڻ تباهہ ڪيو وڃي ٿو. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "جيڪو ماڻهو تباهي وارن طريقن سان فتح حاصل ڪري ٿو. دراصل اهو شڪست کاڌل آهي. لڙائي ۽ خونريزي ڪرڻ کان وڌيڪ ڪا بہ ڳالهہ خراب ڪونهي."

حضرت علي عليہ السلام ڦرلٽ ۽ ملڪيتن تي قبضو ڪرڻ کي، جيڪي جهالت واري دور ۾ قبيلن جي وچ ۾ لڙائي جا اولين عمل هيا، نهايت نقصانڪار عمل سمجهيو. حضرت علي عليہ السلام جي خيال مطابق ڦرلٽ ۽ ملڪيتن تي قبضو ڪرڻ، ٻتن جي پوڄا ڪرڻ ۽ نياڻين کي جيئري پورڻ، هڪڙي ئي قسم جا گناهہ هيا ۽ انهن جو اصلي بنياد بہ هڪڙو ۽ ساڳيو آهي. اهو اصل اهو آهي تہ انسان نہ خود پنهنجي اهميت ۽ نہ وري زندگي جي اهميت کان واقف آهي ۽ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالهہ جهالت واري ٿي سگهي ٿي. انهن فرمايو: "اهي جهالت جي پاتال تائين پهچي ويا هيا. اهي پنهنجين نياڻين کي جيئري دفن ڪندا هيا، ٻتن جي پوڄا ڪندا هيا ۽ هڪ ٻئي کي ڦريندا ۽ ملڪيتن تي قبضا ڪندا هيا."

انهن لڙائي جهڳڙي کان ايتري گهڻي نفرت ڪئي ٿي جو انتهائي ڏکين حالتن ۾ بہ ان کان منع ٿي ڪيائون ۽ انهيءَ جي اجازت ڪونہ ٿي ڏني تہ هڪڙو شخص ٻئي کي ويڙهہ لاءِ للڪاري. انهن فرمايو: "ويڙهہ لاءِ ڪڏهن بہ ٻئي شخص کي نہ للڪاريو."

جڏهن اسان حضرت علي عليہ السلام جي زندگي ۽ ڪردار جي باري ۾ مطالعو ڪيون ٿا تہ اها ڳالهہ پڌري پٽ واضح ٿي وڃي ٿي تہ ان

ماڻهن جي گهٽڻ ئي ڪرداري روين کي ننديو ٿي ۽ دنيا ۾ گهٽين ئي ڳالهين کي بڇان ڏيارينڌڙ سمجهيو ٿي. ماڻهن جي ڪرداري رويي متعلق جيڪا ڳالهه آهي تہ سڀ کان پهريائين ان شرارت ڪرڻ ۽ خونريزي واري رجحان کي ننديو. جيتري قدر قابل مذمت ڳالهين جو تعلق آهي تہ ان جي نظر ۾ لڙائي کان وڌيڪ قابل نفرت ڪا ڳالهہ ڪونہ هئي. ان جو هي جملو ذهن ۾ ويهارڻ جي لائق آهي: "هي دنيا لڙائي، ٻئي جي ملڪيت هٿيائڻ ۽ خونريزي جو ٽڪاڻو آهي."

لڙائي جهڳڙو حق لاءِ ايترو نقصانڪار آهي جيترو اهو ڪُپت لاءِ اجهي جو ذريعو آهي. حق سچ جي ڪري ئي آهي تہ انسان اعليٰ شان وارو آهي، معاشرو مضبوط ٿئي ٿو ۽ دنيا شاداب ٿي وڃي ٿي. ڪُپت خواري ۽ ذلالت جومجموعو آهي. تنهنڪري اهو ثابت آهي تہ لڙائي کان وڌيڪ خراب ڪابہ ڳالهہ ڪونهي. اها مڙني بيهودگين جو پينگهو آهي، ڇو تہ لڙائي موجود رهي ٿي تہ ڪُپت پلجي ٿي، ۽ حق جو آواز دٻجي وڃي ٿو. جڏهن تہ امن خود حق آهي ۽ جيڪو بہ حق جي انحرافي ڪري ٿو اهو گمراهہ ٿي وڃي ٿو.

لڙائي جي باري ۾ حضرت علي عليہ السلام جي سوچ ۽ نظرئي جو اهو بنياد هيو ۽ اها ڪا حيران ڪن ڳالهہ ڪونهي، ڇو تہ اهو نظريو ان جي آزادي واري نظرئي سان ۽ عام ماڻهوءَ تي ان کي جيڪو ڀروسو هيو ۽ زندگي لاءِ ۽ انهن لاءِ جيڪي زندهہ هيا ان کي جيڪو احترام هيو انهن مڙني ڳالهين سان هم آهنگ هيو. اهو ئي سبب هيو تہ وقت بہ وقت ڳڙٻڙ کي ختم ڪرڻ جي مطلب سان ۽ پنهنجن دوست ساٿين کي امن لاءِ سڏڻ لاءِ پاڻ فرمايائون: "توهان جي دشمنن لاءِ اهو ئي نقصان ڪافي آهي تہ اهي گمراهہ ٿي ويا آهن."

امام علي عليہ السلام ڏوهي ۽ قصوروار کي چوندا هيا تہ پنهنجي ڪوتاهي تي افسوس جو اظهار ڪري تہ جيئن لڙائي جهڳڙي جي نوبت نہ اچي. جيتري قدر مظلوم جو تعلق هيو تہ ان کي صلاح ڏيندا هيا تہ قصوروار جي معافي طلبي کي قبول ڪري، توڙي ان جو ڪيترو بہ وڏو قصور هجي. انهن فرمايو: "ان شخص جي معذرت کي قبول ڪيو جيڪو توهان کان معافي گهري."

انهن اهو پڻ فرمايو: ”عقل جي ذريعي توهان پنهنجين دنياوي خواهشن سان وڙهو. جيڪڏهن توهان ايئن ڪندا تہ ماڻهو توهان سان محبت ڪندا رهندا.“ تنهن ڪري انهن پنهنجن اصحابن لاءِ ان ڳالهہ کي بهترين خاصيت سمجهي تہ اهي امن جي خواهش ڪن. لڙائي کان نفرت ڪن ۽ پاڻ سان گڏوگڏ ٻين لاءِ بہ سلامتي جي ڳولا ڪن. ان جي اصحابن کي ڪهڙين خاصيتن وارو هجڻ گهرجي، پاڻ فرمايائون: ”منهنجا اصحاب ڪاوڙ جي حالت ۾ بہ ناانصافي ڪونہ ڪندا آهن. اهي پنهنجن پاڙيسرين لاءِ هڪڙي رحمت ۽ پنهنجن ساٿين لاءِ تحفظ جو ذريعو آهن.“

بهرحال، لڙائي کان نفرت ۽ رحم ڪرڻ لاءِ غيرمعمولي جهڪاءُ جو اهو مطلب ڪونہ هيو تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن مخالفن آڏو هٿيار ڦٽي ڪري ها. لڙائي لاءِ نفرت ۽ صلح ڏانهن جهڪاءُ جو اهو بہ مطلب ڪونهي تہ ڪو پنهنجن ذميوارين کان لنوائيندو رهي ۽ شرارتي ماڻهن کي آزادي ڏئي تہ انهن کي جيڪو وڻي ڪندا رهن. ڇو تہ لڙائي پنهنجو پاڻ ڪا نفرت جوڳي ڳالهہ ڪونهي، پر اها پاڻ سان گڏ جيڪي خوف ۽ تباهي کڻي اچي ٿي ان ڪري خراب ٿي وڃي ٿي. ۽ صلح پنهنجي پر ۾ ڪا سٺي شي ڪونهي پر اهو ان ڪري سٺو ٿي وڃي ٿو ڇو تہ اهو ماڻهن کي تحفظ فراهم ڪري ٿو معاشري کي ترقي وترائڻ جا موقعا فراهم ڪري ٿو ۽ زندهہ ماڻهن جي آڏو حياتي جا رستا کولي ٿو.

مختصر ڳالهہ تہ آيا اها لڙائي هجي يا صلح. انهن مان ڪوبہ بنيادي طور اصل ۾ سٺو يا خراب ڪونهي. انهن جي چڱائي يا مٺائي جو تعين ٻين ماڻهن جي حوالي سان ٿئي ٿو. جيڪڏهن لڙائي يا صلح کي فطري اهميت هجي ها تہ دنيا جي ڏتڙيل قومن طرفان ظالم بادشاهن، حڪمرانن ۽ نوآبادڪارن خلاف ڪيل انقلابي ڪوششون خرابي ۽ ڏوهہ ٿي وڃن ها. ۽ انهن آمرن جي تابعداري هڪڙي نعمت ٿي وڃي ها. پر حقيقت ۾ ايئن ڪونهي. حقيقي شي جيڪا ڳڻپ ۾ اچي ٿي اها عوام الناس جي فلاح و بهبود آهي. جيڪڏهن اهي سک ۾ زندگي گذارين ٿا ۽ انهن جي ملڪيت ۽ عزت سلامت آهي تہ صلح ۽ امن انهن لاءِ بهترين ڳالهہ آهي. البت. جيڪڏهن اهي ڏکن واري حياتي گذارين

ٿا ۽ انهن جي حقن جي ڀڃڪڙي ٿئي ٿي ته جيستائين حقي امن جو ماحول پيدا نٿو ٿئي ته انهن جي لاءِ لڙائي هڪڙي رحمت آهي. يعني اهو امن سُنو آهي جيڪو انساني قدرن تي ٻڌل هجي ۽ محرومين ۽ بي عزتين، ۽ آمرن جي خدمتگذاري ۽ ناانصافي کان آجو هجي. اهائي ڳالهه هئي جيڪا حضرت علي عليه السلام جي نظر ۾ هئي. جنهن ڳالهه کي انهن ناپسند ڪيو ٿي اها حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي خلاف ابولهب ۽ ابوسفيان جي لڙائي هئي ۽ نه ڪي ابولهب ۽ ابوسفيان جي خلاف حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي لڙائي. انهن ان الڙائي کان نفرت ڪئي ٿي جيڪا آمرن ديندار ماڻهن خلاف ڪئي ٿي، ۽ نه ڪي ان لڙائي کان جيڪا پارسا ۽ خداترس ماڻهن آمرن ۽ منافقن خلاف وڙهي ٿي.

حضرت علي عليه السلام نٿي گهريو ته ماڻهو چنگيز خان، هلاڪو هٽلر يا مسوليني ٿي وڃن. پر ان انهن لاءِ ايئن پڻ ڪونه ٿي گهريو ته انهن ماڻهن جهڙا ٿي وڃن جن کي چنگيز خان، هلاڪو هٽلر ۽ مسوليني غلام ۽ قيدي بڻايو هيو.

انهي لڙائي ۾ ڪابه خرابي ڪونهي جيڪا ظالم کان مظلوم جو حق واپس وٺڻ يا ماڻهن جي عزت جو تحفظ ڪرڻ لاءِ وڙهي وڃي. دراصل اها هڪڙي سماجي ضرورت آهي ۽ ڪا اهڙي شي جنهن جي انسانذات کي گهرج آهي. اهڙي لڙائي کان اڳوات اهو شرط آهي ته ان کي اختيار ڪرڻ کان اڳ صلح ۽ جهيڙو ٽارڻ لاءِ سموريون ضروري ڪوششون ڪرڻ گهرجن.

صفين واري لڙائي ۾ جهاد ڪرڻ لاءِ اجازت ڏيڻ ۾ حضرت علي عليه السلام طرفان دير ڪرڻ ڪري جڏهن سندن مجاهد بي صبرا ٿي ويا ته پاڻ انهن کي فرمايائون: "جيتري قدر توهان طرفان اها پڇا ڪرڻ جو تعلق آهي ته آيا اها دير انهي حقيقت ڪري آهي ته شايد مان موت کان ڊڄان ٿو ۽ ان کان ڀڄڻ گهران ٿو ته مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو ته مون کي انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ڪونهي ته آيا مان پاڻ موت ڏانهن اڳتي قدم وڌايان يا موت مون ڏانهن اچي. ساڳي طرح جيتري قدر توهان جي انهي پڇا جو تعلق آهي ته آيا مون کي شامين خلاف جهاد ڪرڻ جي جائز هجڻ ۾ شڪ آهي ته مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو ته مون هڪڙي

ڏينهن لاءِ به لڙائي ۾ انهي سبب ڪري دير ڪونه ڪئي آهي پر منهنجو اهو خيال آهي ته ممڪن آهي ته انهن ماڻهن مان ڪجهه نڪري اچي مون سان گڏجي وڃن ۽ منهنجي ذريعي انهن جي رهنمائي ٿئي ۽ ٿي سگهي ته اهي پنهنجين چُنجهين اکين سان منهنجي روشني پڻ ڏسن. جڏهن اهي جهالت جي حالت ۾ آهن ته مان انهن کي قتل ڪرڻ جي بجاءِ انهي ڳالهه کي وڌيڪ پسند ڪيان ٿو توڙي جو بي ڪنهن صورت ۾ اهي پنهنجن گناهن جا پاڻ ذميوار هوندا."

لڙائي لاءِ بيو شرط اهو آهي ته ان جو مقصد صرف سوڀ حاصل ڪرڻ نه هجي. ان کان علاوه فاتح کي وير پاڙڻ وارو نه ٿيڻ گهرجي. اهو دشمن کي اذيتون نه ڏئي ۽ قيدين يا انهن ماڻهن سان جن لڙائي ڪري تڪليف سٺي آهي، ناروا سلوڪ نه ڪري. جيڪي لڙائي ڇڏي ڀڄن انهن جو پيڇو نه ڪري ۽ ڪراڙن ماڻهن، عورتن ۽ ٻارن کي پڻ ايذاء نه رسائي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو لڙائي ۾ شامل ٿئي ٿو ۽ سمجهي ٿو ته اهو حق تي آهي، ۽ دعوا ڪري ٿو ته اهو انصاف خاطر ويڙهه ڪري رهيو آهي، ۽ ان جو مخالف اڳرائي ۽ ڏاڍ ڪندڙ آهي ۽ ان کان بدلو وٺڻ ضروري آهي ته ان کي گهرجي ته حق کي ان جي جاءِ تي رکڻ تائين پنهنجو پاڻ کي محدود رکي. جيڪڏهن معمولي لڙائي کان پوءِ اهو مقصد حاصل ٿي وڃي ته ان کي گهرجي ته اهو لڙائي کي جاري رکڻ کان هٿ روڪي ڇڏي.

حضرت علي عليه السلام طرفان وڙهيل سڀني لڙاين ۾ ان انهي بنيادي اصول تي عمل ڪيو هيو ته جيستائين انتهائي ضروي نه هجي ۽ لڙائي کان سواءِ بيو ڪوبه متبادل نه هجي تيستائين خونريزي وارو عمل اختيار نه ڪرڻ گهرجي. اهي سدائين دشمن کي صلاح ڏيڻ جي ڪوشش ڪندا هيا ۽ ان کي عقل کان ڪم وٺڻ جو مشورو ڏيندا هيا. پاڻ فرمائيندا هيا: "الله جو قسم مان يقيني طور مظلوم سان انصاف ڪندس ۽ ظالم کي نصيحت ڪندس."

جڏهن صلح ۽ ناهه لاءِ نصيحت ۽ ڪوششون ڪامياب ڪونه ٿينديون هيون ته پاڻ ڌمڪيون ڏيڻ کان ڪم وٺندا هيا، ڇو ته سندن حقي مقصد اهو هوندو هيو ته جيترو ممڪن ٿي سگهي، رت جو هڪڙو

ڦٽو بہ نہ وهي. نهروان واري لڙائي ۾ ماڻهن کي ڌمڪيون ڏينديءَ پاڻ فرمايائون: "مان توهان کي خبردار ڪريان ٿو تہ توهان قتل ٿي ويندا ۽ نهر جي ڪناري ۽ ان جي لاهونڊين وٽ ميدان تي اهڙي حالت ۾ ڪرندا جو توهان وٽ خدا جي آڏو بهاني ۽ معافي لاءِ ڪوبہ واضح ثبوت ۽ پختو دليل ڪونہ هوندو. حالت اها آهي تہ توهان بي گهر ٿي ويا آهيو ۽ خدائي حڪم کي توهان مٿان سخت پڪڙ آهي. مون توهان کي اڳيئي انهي ٽياڪڙ (ثالثي) کي قبول ڪرڻ کان منع ڪئي هئي، پر توهان مخالف فسادين وانگر منهنجا حڪم مڃڻ کان ٽال مٽول ڪئي، ايتري تائين جو توهان جيڪو گهريو ٿي مان ان کي مڃڻ لاءِ مجبور ٿي ويس. توهان اها جماعت آهيو جنهن جا دماغ سمجهہ ۽ عقل کان خالي آهن. توهان کي مصيبت اچي گهيريو آهي! نہ تہ مون توهان کي ڪنهن مصيبت ۾ ڦاسايو آهي ۽ نہ توهان لاءِ ڪو خراب سوچيو."

هاڻي مهرباني ڪري توهان حضرت علي عليہ السلام جي هي شاندار التجا پڙهو ۽ ان جي همدردي ۽ اعليٰ اخلاقي ڪردار جو تصور ڪيو جيڪو ان کي پنهنجي ناڪام دشمن لاءِ پنهنجي دل ۾ هيو. آخرڪار جڏهن صفين ۾ دشمن جي فوجين ويڙهہ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ صلح ۽ سرچاء لاءِ ڪيل سموريون ڪوششون ناڪام ٿيون تہ ان الله تعاليٰ کي هنن لفظن سان پاڏايو: "اي الله ڌرتي جا مالڪ. جنهن کي تو انسان لاءِ اجهو بڻايو آهي، ۽ جنهن کي تو جيت جڻين، جانورن ۽ بين بيشمار مخلوقن جو جيڪي ڏسڻ ۾ اچن ٿيون ۽ جيڪي ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿيون اچن، ماڳ بڻايو آهي. اي مضبوط جبلن جامالڪ جن کي تو ڌرتي لاءِ ميخن جو ڪم ڪرڻ ۽ پنهنجين مخلوقن لاءِ گذريسر جو ذريعو بڻايو آهي! جيڪڏهن تون اسان کي دشمن مٿان سوڀ عطا ڪرين تہ اسان کي ناانصافي ڪرڻ کان بچائجان ۽ اسان کي حق سچ جي راهہ تي سڌو رکجان. ۽ جيڪڏهن تون اسان جي دشمنن کي سوڀارو ڪرين تہ اسان کي شهادت نصيب ڪجان ۽ اسان کي زندگيءَ جي ڪشش کان بچائجان."

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جو صلح لاءِ چاهہ ۽ لڙائي جي شروع ٿيڻ کان ٿورو وقت اڳ بہ ان جون ڪوششون هڪڙي ناقابل

ترديد حقيقت آهي، جنهن کي ان جي دوستن سان گڏوگڏ دشمنن بہ تسليم ڪيو آهي. پنهنجي سموري حياتي دوران انهن امن لاءِ محبت ۽ لڙائي لاءِ نفرت جو مظاهرو ڪيو. انهن سدائين ممڪن حد تائين ڪوشش ڪئي تہ لڙائي کان پاسو ڪيو وڃي ۽ سرچاءَ تي وڃي.

جڏهن جنگ جمل جي موقعي تي حضرت عائشہ رضہ زبير ۽ طلحہ ان خلاف ويڙهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا تہ ان پنهنجن اصحابن کي قطار ۾ بيهاريو ۽ انهن کي فرمايو: "تير نہ اڇلائجو ۽ نيزو يا تلوار نہ هلائجو تہ جيئن اهو ثابت ٿي وڃي تہ توهان پنهنجي ذميواري پوري طرح نڀائي آهي."

بهرحال، حضرت علي عليہ السلام ان وقت تائين لڙائي شروع ڪونہ ڪئي جيستائين دشمنن ان جي ٽن مجاهن جي جسمن کي تيرن جو نشانو نہ بڻايو ۽ ان الله تعاليٰ کي ٻاڏائي عرض ڪيو تہ انهن جي اڳرائي جو شاهد رهي.

حضرت علي عليہ السلام ڪيترا دفعا پنهنجن دشمنن جي سامهون هٿين خالي بغير ڪنهن ڍال ۽ زرهہ جي هليا آيا، توڙي جو دشمن هٿيارن سان ليس هيا. انهن جي کُهرن لفظن واري هوڙ ۽ بيهودي لهجي جي جواب ۾ پاڻ نهايت نرمي سان ڳالهايائون ۽ دوستاڻي نموني ۾ انهن کي نصيحت ڪيائون. سندس سامهون بيٺل ان جا دشمن هيا جيڪي اونداهي رات جو ڏيک ڏئي رهيا هيا، ڇو تہ اهي ڍالن ۽ زرهن سان سٽيل هيا، پر انسانذات لاءِ احترام علي عليہ السلام جو هٿيار هيو پنهنجي حق تي هجڻ ۾ سندس ايمان ان جي ڍال هيو ۽ ان جي عمل جو طريقو صحيح هيو عقل ۽ ضمير جي هدايتن لاءِ سندس ميڻا ان جي تلوار هئي. دراصل هيٺي لاءِ ان جي همدردي، حق سچ لاءِ ان جي حمايت ۽ ان جي امن پسندي ان لاءِ هزارين ڍالن کان بہ وڌيڪ ڪارائيتون ڳالهيون هيون. اهو علي عليہ السلام ئي هيو جنهن چيو: "جيڪڏهن توهان ڪنهن جي آزار کان پاڻ کي محفوظ ڪرڻ گهرو تہ ان کي پنهنجو ياءُ بڻايو."

حضرت علي عليہ السلام اهي انسان هيا جنهن دشمني ۽ ڪاوڙ کان نفرت ٿي ڪئي، ڇو تہ اهي ٻئي ڳالهيون اُبتڙ کي جنم ڏين ٿيون

۽ انفرادي اخلاقن ۽ قومي اسلوبن کي تباھہ ڪن ٿيون. انھن فرمايو: "دشمني ۽ تڪرار کان پاسو ڪيو ڇو تہ اھي ٻئي ڳالھيون دل کي بيمار ڪنديون آھن ۽ انھن مان اٽڪڻ پيدا ٿيندي آھي."

حضرت علي عليہ السلام ڪيترائي پيرا خالي ھٿين ۽ بغير ڪنھن زرھہ ۽ ڍال جي دشمنن جي اڳيان وڃي پھتا. ان ايئن انھيءَ ڪري ڪيو تہ جيئن انھن کي محسوس ڪرائي تہ اھو لڙائي جھڳڙي کان نفرت ڪري ٿو ۽ مسئلن کي ٻاڌيپي ۽ دوستي واري نموني ۾ حل ڪرڻ چاھي ٿو. ان فرمايو: "پنھنجي دشمن سان ڀلائي ڪريو ڇو تہ اھا سوڀ وڌيڪ قابل قبول ۽ وڻندڙ آھي."

ان طرفان پنھنجن مخالفن سان اھڙي نموني ۾ رابطو ڪرڻ جو ھيو مقصد اھو ھيو تہ ان انھي ڳالھہ کي واضح ڪرڻ گھريو ٿي تہ لڙائي ھڪڙي خراب ڳالھہ آھي ۽ فاتح ان ذريعي جيڪو فائدو حاصل ڪري ٿو اھو ايئن آھي جيئن ڪو خرابي مان فائدو حاصل ڪري ۽ ان جي ڪا اھميت ڪونھي. ان فرمايو: "ڪنھن چڱائي جي خوبي جيڪا خرابي ذريعي حاصل ڪئي وڃي ٿي اھا بيڪار آھي، ۽ اھا آسودگي جيڪا تباھي ۽ غربت جو نتيجو آھي ان جو ڪو قدر ڪونھي."

حضرت علي عليہ السلام انھي خرابي (لڙائي) جي مڙني ممڪن ذريعن سان پاڻ پتي ۽ بغير خونريزي ۽ تڪرار جي ماڻھن جي حالت سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي. ايتري تائين جو جڏھن دشمن لڙائي شروع ڪرڻ جي ضد تي قائم ھيا ۽ ان (حضرت علي) ۽ ان جي اصحابن جو رت وھائڻ کان سواءِ انھن جو ٻيو ڪوبہ مقصد ڪونہ ھيو ان وقت بہ حضرت علي عليہ السلام انھن کي نصيحت ڪئي ٿي ۽ پنھنجي وس آھر لڙائي ٽارڻ جي گھڻي ڪوشش ڪئي ٿي. جڏھن اھي ڪوششون ڪامياب ڪونہ ٿيون ۽ سواءِ لڙائي ڪرڻ جي ٻيو ڪوبہ متبادل ڪونہ رھيو تہ بہ پاڻ لڙائي ۾ اڳرائي ڪونہ ڪيائون. لڙائي دشمنن طرفان شروع ڪئي وئي ھئي ۽ حضرت علي عليہ السلام صرف انھن جي حملن جو جواب ڏنو. جڏھن انھن ھٿ ۾ تلوار کنئي تہ قدم اڳتي وڌايائون ۽ ھاڻي اھي علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ھيا. جيڪڏھن موت انھن طرف ڪونہ وڌيو ھيو تہ اھو پاڻ موت ڏانھن

اڳتي وڌي ويو. ان مشهور پهلوانن کي ڪچلي ڇڏيو ۽ بهادرن کي ڀڄڻ تي مجبور ڪيو. حضرت علي عليہ السلام عدل ۽ انصاف جي خواهش ڪئي ٿي، جڏهن تہ ان جي دشمنن ناانصافي ۽ زيادتي ڪرڻ جي تمنا رکي ٿي. ان گهريو ٿي تہ انسانذات سکي ستابي هجي، جڏهن تہ مخالفن دنگو فساد برپا ڪرڻ گهريو ٿي. ان گهريو ٿي تہ ماڻهو آزادي ۽ سک سهوليت جو مزو ماڻين، جڏهن تہ مخالفن ماڻهن کي غلامن وانگر قيدي ڪري رکڻ گهريو ٿي. ان گهريو ٿي تہ الله جا ٻانها مضبوط ۽ عزت وارا هجن، جڏهن تہ ان جي دشمنن ماڻهن کي غلام بڻائڻ ۽ بي عزتو ڪري رکڻ گهريو ٿي.

. معاشري ۾ جن ڳالهين جو موجود هجڻ ضروي هيو ۽ جيڪي عقل ۽ قانون ذريعي پڻ ضروري سمجهيون وڃن ٿيون اهي خطري ۾ هيون. هاڻي انهن حالتن ۾ خاموش تماشائي بڻجي رهڻ جو مطلب ڪاهلي، بيپرواهي ۽ ڪفر هيو. جڏهن تہ انهن ڳالهين ۽ شين جو تحفظ ڪرڻ همت ۽ بهادري هئي.

معاويہ جي خلاف ويڙهہ لاءِ پاڻ فرمايائون: "مون انهي معاملي تي توري تڪي غور ڪيو آهي ۽ انهي نتيجي تي پهتو آهيان تہ منهنجي سامهون صرف بہ رستا کليل آهن، يا تہ مان معاويہ جي خلاف لڙائي ڪيان يا دين جو انڪاري ٿي وڃان."

صرف انهيءَ تي غور ڪيو تہ ان ڪهڙي توريل تڪيل ۽ ٺيڪ ٺاڪ نموني ۾ جنگ جمل جي تصوير ڪشي ڪئي آهي ۽ خود پنهنجي پوزيشن جي پڻ وضاحت ڪئي آهي: "زبير ۽ طلحہٰ پهريان شخص هيا جن منهنجي بيعت جو حلف ڪنيو. بعد ۾ انهن بنا ڪنهن حقي سبب جي بيعت واري حلف جي انحرافي ڪئي ۽ ام المؤمنين عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها کي بصري وٺي ويا. مون تي بہ اها ذميواري عائد ٿي وئي تہ مان بہ مهاجرن ۽ انصارن کي ساڻ ڪري انهن جو پيڇو ڪيان. مون پنهنجي طرفان گهڻي ڪوشش ڪئي تہ اهي وري بيعت جو حلف کڻن جنهن کان انهن انحرافي ڪئي هئي پر انهن ايئن ڪرڻ کان انڪار ڪيو. مون انهن کي گهڻي ئي نصيحت ڪئي ۽ انهن سان سٺو ورتاءُ ڪيو."

حضرت علي عليہ السلام جڏهن اجا رستي ۾ هيا ۽ انهن سان آمهون سامهون مقابلي ۾ ڪونہ آيا هيا تہ انهن انهي اميد تي تہ اهي عقل واري دعوت کي مُهت ڏيندا ۽ رتوڇاڻ کان پاسو ٿي ويندو پنهنجي پٽ امام حسن عليہ السلام ۽ سوٽ عبدالله رضہ بن عباس رضي الله تعاليٰ عنہ سان گڏ حضرات عمارين ياسر، قيس بن سعد بن عباده رضوان الله تعاليٰ عليهم کي موڪليو تہ انُهن (زبير ۽ طلحہ) سان ڳالهيون ڪن. بهرحال، اهي پنهنجي هوڏ تي قائم رهيا. اميرالمؤمنين عليہ السلام انهي باري ۾ هيئن فرمايو: "مان مهاجرن ۽ انصارن سان گڏجي اڳي وڌندو ويس ۽ بصري وٽ بيهي رهيس. مان انهن کي صلح ڪرڻ ۽ مفاهمت ڪرڻ جي دعوت ڏني، انهن جي ڪوتاهين کي درگذر ڪري انهن کي انهن جي بيعت واري حلف جي ياد ڏياري، جيڪو انهن اڳ ۾ ڪنيو هيو. البت، اهي ضد تان ڪونہ لٿا ۽ لڙائي لاءِ اصرار ڪندا رهيا. مون الله تعاليٰ کان مدد گهري ۽ انهن جي حملن کان بچاءِ لاءِ تياري ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ويس. نتيجو اهو نڪتو تہ جن کي مرڻو هيو اهي قتل ٿي ويا ۽ بيا پڇي ويا. هاڻي اهي مون کي ساڳي صلح لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا جنهن لاءِ لڙائي شروع ٿيڻ کان اڳ مان گُهر ڪري رهيو هيس. مان صلح جي تجويز کي قبول ڪيو ۽ انهن کي آزاد ڪري ڇڏيو. مون عبدالله بن عباس رضہ کي انهن جو گورنر مقرر ڪيو ۽ ظفر بن قيس کي انهن ڏانهن قاصد ڪري موڪليو. هاڻي توهان کي انهن ٻن شخصن ڏانهن رجوع ڪرڻو پوندو تہ توهان اسان ۽ انهن جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ معلوم ڪرڻ گهرو ٿا تہ اهي توهان کي ٻڌائين."

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي غير معمولي بهادري، ۽ ڪامل ۽ پختي ايمان ڪري سوڀارو ٿي ويو هيو. البت، ان کي پنهنجي سوڀ تي ايترو ئي گهڻو افسوس هيو جيترو ان جي دشمنن کي پنهنجي شڪست تي ارمان هيو. ان جي اکين منجهان لڙڪ وهي رهيا هيا ۽ پاڻ نهايت گهڻو غمگين هيا.

هرڪو پيءُ پنهنجي اولاد سان تمام گهڻو پيار ڪندو آهي. جيڪڏهن ڪو ٻار ڇڱي چال چلت نہ هلندو آهي تہ ان جي پيءُ کي جوڳا قدم کڻڻا پوندا آهن ۽ ان کي سزا ڏيندو آهي، توڙي جو اهو عمل

خود ان کي بہ ڏکارو ڪندو آهي. حضرت علي عليہ السلام سان بہ ساڳيو معاملو هيو. ان مسلمانن کي پنهنجي اولاد وانگر سمجهيو ٿي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ارشاد آهي: ”مان ۽ علي هن امت جا ابا آهيون.“

حضرت علي عليہ السلام انهن ٻارن سان گهڻو پيار ڪيو ٿي. اهو فرض جي بجاآوري لاءِ مجبور هيو تہ انهن جي ناانصافي ۽ غلطي جي تدارڪ ۾ انهن خلاف جوڳا قدم کڻي، پر انهن جي تڪليفن ۽ نقصان کي ڏسي گهڻو غمگين ٿي ويا هيا. حضرت علي عليہ السلام رتوچاڻ کان وڌيڪ ڪنهن بہ ٻي ڳالهہ سان نفرت ڪونہ ٿي ڪئي. پاڻ هميشہ فڪرمند رهندا هيا تہ متان سندس گورنر ۽ امير غير منصفاڻي رتوچاڻ ۾ نہ ڪاهي پون. تنهنڪري، حضرت علي عليہ السلام وقت بہ وقت انهن کي خبردار ڪندا هيا تہ رتوچاڻ ۾ ملوث نہ ٿين. پاڻ اخلاق سان گڏوگڏ سياسي ۽ انتظامي نقطہ نگاهہ کان بہ خِيال ڪندا هيا تہ غيرضروري طور تي رتوچاڻ نہ ڪئي وڃي. پاڻ ان کان ٻنهي طريقن ڪري منع ڪندا هيا، ڇو تہ پاڻ اهو سمجهندا هيا تہ رتوچاڻ جي نتيجي ۾ حڪومت ڍهي پوندي ۽ اها ڳالهہ حڪومتي فلسفي جي پڻ خلاف هئي. انهي معاملي ۾ پاڻ ڪنهن بہ آفيسر جي ڪوتاهي کي معاف ڪونہ ڪندا هيا. هڪڙي گورنر ڏانهن لکيل پنهنجي خط ۾ انهن فرمايو: ”بغير ڪنهن حقي سبب جي رتوچاڻ ڪرڻ ذريعي پنهنجي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪجان، ڇو تہ اها ڳالهہ تنهنجي حڪومت کي اڃا وڌيڪ ڪمزور ڪري ڇڏيندي، بلڪ اها تنهنجن هٿن مان نڪري ويندي ۽ ڪنهن ٻئي جي هٿ ۾ اچي ويندي، جيڪڏهن تون ڄاڻي واڻي رتوچاڻ جو ڏوهي هوندين تہ الله تعاليٰ تنهنجي انهي ڏوهہ کي قابل معافي ڪونہ سمجهندو ۽ مان بہ ان کي ايئن ڪونہ سمجهندس.“

ڇا دنيا ۾ اهڙو ڪو حڪمران ٿي گذريو آهي جنهن پنهنجن گورنرن ڏانهن اهڙيون تاڪيدي هدايتون جاري ڪيون هجن تہ اهڙي شخص کي فوجي ڪمانڊر مقرر ڪن جيڪو بردبار ۽ صابرين هجي، رتوچاڻ ۽ قتلام کان نفرت ڪندو هجي، باهمي ڳالهين ذريعي معاملن

کي حل ڪري سگهي، غير منصفاڻي رتوڇاڻ جو ڏوهي نہ هجي، رحمدل ۽ اعليٰ ظرف وارو هجي، ٻين کان ڪم ڪار ڪرائڻ لاءِ سختي ڪندڙ نہ هجي، ۽ ڏاڍائي ڪرڻ ۽ تشدد جو عادي نہ هجي؟ حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي مصر جو گورنر مقرر ڪرڻ وقت ان لاءِ لکيل فرمان ۾ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "پنهنجي فوج جو ڪمانڊر ان کي مقرر ڪر جنهن لاءِ تون سمجهندو هجين تہ اهو نرم مزاجي ۽ بردباري جي معاملي ۾ ٻين کان بهترين ۽ گهڻو مخلص آهي. اهو چيڙاڪ نہ هجي ۽ عُذر کي قبول ڪرڻ وارو هجي. اهو ڪمزور لاءِ تہ رحمدل پر ڏاڍي لاءِ سخت هجي. اهو بي رحمي سبب گرم مزاج بہ نہ هجي ۽ نہ وري ڪمزوري ڪري مجبور ٿي وڃي."

تنهنڪري، اهو عالم آشڪار آهي تہ حضرت علي عليہ السلام امن پسند شخصيت هيا. انهن هميشہ امن جي سفارش ڪئي. انهن لڙائي کان انتهائي نفرت ڪئي ۽ هميشہ ان کان منع ڪئي. انهن ڪنهن بہ لڙائي ڏانهن قدم ڪونہ وڌايو جيستائين لڙائي خود ان ڏانهن نہ وڌي آئي ۽ توڙي جو اهي جڏهن بہ لڙائي طرف وڌيا تہ اهو صرف تڏهن ٿيو جڏهن اهي دوستي، پيار، خيرخواهي ۽ مهرباني جي وسيلن کي استعمال ڪرڻ جي باوجود ان کي روڪڻ جي ڪوشش ۾ ٿڪجي پيا هيا. جيڪڏهن انهن کي لڙائي لاءِ مجبور ڪيو بہ ويو تہ انهن ڪوشش ڪئي تہ گهٽ کان گهٽ ماڻهن کي قتل ڪيو وڃي ۽ جڏهن بہ دشمن تي سوڀ حاصل ڪيائون تہ ان کي معاف ڪري ڇڏيائون. اهي سوڀ ۽ شڪست جي معاملي ۾ هڪجيترو غمگين ٿيندا هيا. جڏهن بہ سندن دشمن صلح ڪرڻ جي درخواست ڪئي تہ پاڻ کلي دل ۽ وڏي جذبي سان ان جي درخواست کي قبول ڪيائون. پاڻ فرمائيندا هيا: "صلح ۽ امن جي زماني ۾ مجاهد آرام ۾ هوندا آهن. ماڻهن جون پريشانيون گهٽجي وينديون آهن ۽ شهرن ۾ تحفظ وارو ماحول موجود هوندو آهي."

پاڻ گورنرن ۽ آفيسرن ڏانهن ڪيترائي حڪم ۽ هدايتون موڪليندا رهندا هيا جنهن ۾ پرزور نموني سان انهن کي سفارش ڪندا هيا تہ انهن کي گهرجي تہ سندس مثال جي پوئواري ڪن ۽ معمولي ڳالهين تي تلوارون اپيون نہ ڪن جيئن جهالت واري دور ۾ ماڻهو ڪندا رهندا هيا.

امام علي عليہ السلام فرمايو: "خسيس ڳالهين تي زبان وانگر پنهنجا هٿ ۽ تلوارون حرڪت ۾ نہ آڻيو. مان ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي رڳو شڪ شبهي ڪري سزا ڪونہ ڏيندو آهيان. مان ڪنهن سان بہ ان وقت تائين لڙائي ڪونہ ڪندس جيستائين ان کي صلح جي دعوت نہ ڏيان ۽ ايئن ان معاملي ۾ مان پنهنجي ذميواري ادا نہ ڪيان. جيڪڏهن اهو ندامت محسوس ڪري ٿو تہ مان ان جي شرمندگي کي قبول ڪندس، پر جيڪڏهن اهو ائين ڪرڻ کان انڪار ڪري ٿو ۽ لڙائي ڪرڻ جي ضد تي آهي تہ مان الله تعاليٰ کان مدد گهرندس ۽ ان خلاف لڙائي ڪندس."

اسان اڳتي هلي تفصيل سان بيان ڪنداسين تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن ڪنوردل دشمنن سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا هيا.



اها هر ماڻهوءَ جي ذميواري آهي تہ اهو پنهنجن ڪيل واعدن تي پابندي ڪري، انهن وسيلي فردن جي وچ ۾ معاشري ۾ امن بحال رکيو ويندو آهي ۽ لڙائي جا امڪان گهٽجي ويندا آهن. معاهدي کي مُهت ڏيڻي آهي آيا اهو ساڳي مذهب جي پيروڪارن جي وچ ۾ ٿيو هجي يا مختلف مذهبن جي پيروڪارن جي وچ ۾، ساڳي خاندان سان تعلق رکندڙ ماڻهن جي وچ ۾ ٿيو هجي يا مختلف خاندانن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جي وچ ۾، ۽ دوستن يا دشمنن جي وچ ۾ ٿيو هجي. اهو اصول هيو جنهن جي حضرت علي عليہ السلام هميشہ پوئواري ڪئي.

جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي تہ واعدي جي پابندي ڪرڻ امن جو ذريعو آهي ۽ امن وري تحفظ ۽ خوشحالي واري ماحول کي برقرار رکڻ جي ضمانت آهي ۽ قوم لاءِ هڪڙي عظيم خدمت آهي. اهو انهي ڳالهہ جوئي سبب آهي تہ معاهدا ۽ قانون قومي بڌي ۽ سالميت جو وسيلو آهن. واعدي جي پابندي ڪرڻ اعليٰ ظرف ماڻهن جي هڪڙي خاصيت آهي ۽ ذهني سڪون ۽ اعليٰ اخلاقي اقدار حاصل ڪرڻ جو ذريعو جنهن لاءِ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام پنهنجي سموري زندگي دوران جدوجهد ڪندا رهيا. هرحال ۾ پنهنجن واعدن جي پابندي ڪرڻ ماڻهوءَ جي محبت ۽ ياري کي يقيني بڻائي ٿي ۽ انسانذات لاءِ احترام

جو هڪڙو ظاهري اعلان پڻ آهي. انهي خلوص ڪري پئي ڏريون مطمئن رهن ٿيون، ۽ جڏهن پئي مطمئن آهن تہ انهن مان هرهڪ ذهني سڪون سان اهو فيصلو ڪري سگهي ٿو تہ ان کي پنهنجا معاملا ڪيئن هلائڻ گهرجن. ان جي برخلاف جيڪڏهن اهي مطمئن ڪونہ آهن تہ انهن لاءِ اهو ممڪن ڪونہ ٿيندو تہ اهي آزاداڻي نموني پنهنجو ڪم ڪار اڪلائي سگهن.

حضرت علي عليہ السلام جي خلافت دوران واعدي جي پابندي ڪرڻ هڪڙو قانوني قاعدو هيو جنهن جي پاسداري ڪرڻ ماڻهن لاءِ نهايت ضروري هئي. هر ڪنهن لاءِ اها اميد ڪئي ويندي هئي تہ يا تہ اهو واعدي جي پابندي ڪندو يا پنهنجي جان قربان ڪري ڇڏيندو.

حضرت علي عليہ السلام واعدي خلافي کان ايتري ئي گهڻي نفرت ڪندا هيا جيترو اهي ڪوڙائپ کي ڌڪاريندا هيا. پنهنجن خطبن مان هڪڙي ۾ انهن فرمايو: "واعدي جي وفائي ۽ سچ سدائين هٿ هٿ ۾ ملائي هلندا رهيا آهن ۽ جيستائين مون کي خبر آهي تہ انسان کي بچائڻ لاءِ انهن کان وڌيڪ ہي ڪابہ ڍال بهتر ڪونهي. جيڪو بہ پنهجي "موت" جي حقيقت سمجهي ٿو اهو ڪڏهن بہ دغابازي ڪونہ ڪندو. افسوس تہ اسان جو اهڙو زمانو آهي جنهن ۾ ڪيترائي ماڻهو ٺڳي ۽ دوکيبازي کي ڏاهپ ۽ چالاڪي جو ذريعو سمجهن ٿا. ۽ اہوجهہ ماڻهن انهن جي طور طريقن کي سياڻپ واري ڳالهہ سمجهيو آهي. الله شل انهن کي ناس ڪري! انهن کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ۽ جڏهن ڪو شخص، جنهن زندگيءَ جا لاها چاڙها ڏٺا آهن ۽ زماني جي ڦيرين گيرين کان واقف آهي، پنهنجي لاءِ ڪجهہ رٿي ٿو پر خدائي حڪمن کي پنهنجي رستي ۾ ڏسي ٿو تہ اهو ان رٿ يا منصوبي کي ترڪ ڪري ڇڏي ٿو توڙي جو اهو ان کي پايہ تڪيل تائين پهچائڻ جي قابل ڇونہ هجي. پئي پاسي تي جنهن ماڻهوءَ جو رستو مذهبي احساسن کان خالي آهي اهو ان موقعي مان فائدو وٺي ٿو."

حضرت مالڪ اشتر رضہ کي مصر جو گورنر مقرر ڪرڻ وقت ان لاءِ جيڪو فرمان لکيائون ان ۾ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "جي تون پنهنجن دشمنن سان ڪجهہ معاملا طئي ڪرين يا انهن سان ڪو

ٿاهه ڪرين ته ان جو احترام ڪرڻ سان تون پاڻ کي ان جي بار کان آجو ڪري ڇڏجان. تون پنهنجي طرفان ڪنيل ذميواري کي خلوص سان نڀائجان ۽ پنهنجي واعدي جي تحفظ لاءِ پاڻ کي ڍال بڻائي ڇڏجان. تنهنڪري، تون جيڪو ڪجهه ڪرڻ جو واعدو ڪرين ان جي انحرافي نه ڪجان. تون جيڪي معاهدا ڪرين انهن جي ڀڃڪڙي به نه ڪجان ۽ پنهنجي دشمن سان دوکو به نه ڪجان.“

ان کان علاوه، انهن پاڻ کي ان ڳالهه تائين محدود ڪونه رکيو ته انهي ڳالهه لاءِ اصرار ڪندا رهن ته دشمن سان دوکيبازي نه ڪئي وڃي پر دشمن سان اهڙا مبهم معاهدا ڪرڻ کان به سختي سان منع ڪندا هيا جن جي مختلف نمونن ۾ تشريح ٿي سگهندي هجي ۽ اها تشريح ٿاهه جي انحرافي ڪرڻ جو جواز مهيا ڪندي هجي. انهن اهو پڻ حڪم ڪيو ته جڏهن ڪو معاهدو ٿي وڃي ۽ ان تي صحيحون ٿي وڃن يا اعلان ڪري قبول ڪيو وڃي ته پوءِ ڪنهن زباني غلطي جو ان کان انحرافي ڪرڻ لاءِ فائدو نه ورتو وڃي.

حضرت علي عليه السلام جڏهن به ڪا راءِ قائم ڪندا هيا يا ڪو حڪم يا ضابطو جاري ڪندا هيا ته سڀ کان پهريائين ان جو چڱي نموني سان جائزو وٺندا هيا ۽ ان جي مڙني رخن جو وڏي ڌيان سان ڪاٿو لڳائيندا هيا. جيئن ته پاڻ واعدي جي پابندي ڪرڻ تي مڪمل يقين رکندا هيا وڏي کان وڏيون تڪليفون ۽ رڪاوٽون به ان کي انهي اصول کان هٽائي ڪونه سگهنديون هيون. انتهائي ڏکين حالتن جي باوجود اهڙن موقعن مان جنهن موقعي تي ان پنهنجي واعدي جو احترام ڪيو اهو صفين وارو واقعو هيو. صفين واري لڙائي جي موقعي تي اهو فيصلو ٿيو هيو ته معاملي کي ٺياڪڙ ڪندڙن جي حوالي ڪيو وڃي ته اهي فيصلو ڪن.

اميرالمؤمنين علي عليه السلام ۽ معاويه جي وچ ۾ هڪڙو معاهدو ٿيو هيو ته جيستائين ٻئي ٺياڪڙ ڪندڙ پنهنجو فيصلو ٻڌائين ان وقت تائين لڙائي جهڳڙو معطل رهندا. لڙائي روڪڻ کان پوءِ ۽ جڏهن معاهدو ٿي ويو ته حضرت علي عليه اسلام جي ساٿين کي احساس ٿيو ته انهن سان دوکو ڪيو ويو آهي. محمد بن حريش (جريش) نالي هڪڙو شخص

حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ آيو ۽ عرض ڪيائين: "اي اميرالمؤمنين! ڇا اسان معاهدي کي نظرانداز نٿا ڪري سگهون ۽ لڙائي وري شروع ڪيون؟ مون کي انديشو آهي تہ اهو معاهدو اسان لاءِ وڏي خواري ۽ بي عزتي جو سبب ٿي ويندو." اميرالمؤمنين عليہ السلام فرمايو: "ڇا اسان انهي معاهدي تي عمل ڪرڻ کان پوءِ ان جي انحرافي ڪيون؟ نہ. اها ڳالهہ اجازت ڏيڻ جي قابل ڪونهي." ۽ اهي علي عليہ السلام ئي هيا جن فرمايو: "توهان جن ذميوارين کڻڻ جو قسم کنيو آهي انهن تي سختي سان ڪاربند رهو. مان پنهنجين ڳالهين جو ذميوار آهيان ۽ انهن جي سچائي جي ضمانت ڏيان ٿو."

*****

مٿي بيان ڪيل حقيقتون واضح ڪن ٿيون تہ امن ۽ صلح کي قائم رکڻ لاءِ حضرت علي عليہ السلام جون ڪوششون پنهنجن ديرپا نتيجن ڪري ماڻهن جي خواهشن سان مڪمل طور هم آهنگ هيون. سڀئي انسان انصاف، عدل ۽ آزادي لاءِ تمنا ڪندا آهن ۽ امن ۽ صلح لاءِ حضرت علي عليہ السلام جي ڪوشش انهن جي خواهش جو اظهار هيو. دراصل اها خود حضرت علي عليہ السلام جي بہ دلي تمنا هئي جنهن جو انهن پنهنجن حڪمن ۽ هدايتن ۾ پڻ اظهار ڪيو.

انسان کي انسان سان محبت ڪرڻ گهرجي واري معاملي کي يقيني بنائڻ وارين پنهنجين ڪوششن ۾ حضرت علي عليہ السلام گذريل دورن جي نبين سڳورن ۽ انسانذات جي ڀين سهائتا ڪندڙن سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي بيٺل آهي. امن ۽ صلح لاءِ حضرت علي عليہ السلام جي ڪوششن جي حضرت محمد صلي الله تعاليٰ جي قربائتي آواز سان ڪيتري تہ عظيم هڪجهڙائپ آهي جن فرمايو هيو: "اي الله جا ٻانهو! هڪٻئي جا ڀائر ٿي وڃو."

ان جون ڪوششون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي فرمانن سان ڪيتريون هڪجهڙائي رکندڙ آهن جڏهن انهن کان معلوم ڪيو ويو هيو تہ ڪهڙو عمل زور ڀلو آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "زور ڀلو عمل اهو آهي تہ انسان دنيا جي فلاح و بهبود لاءِ جدوجهد ڪندو رهي."

# ڏاڍ خلاف ويڙهه

ڪمزور ۽ مسڪين منهنجي نظر ۾ طاقتور ۽ عزت وارو آهي جيستائين مان ان جو حق ان کي نہ ڏياريان. طاقتور ۽ عزت وارو منهنجي نظر ۾ ذليل ۽ ڪمزور آهي جيستائين مان ان کان ٻئي جو حق واپس نہ ڏياريان.

جيترو حُسن ۽ خوبصورتي انسان کي پسند آهن، ايتروئي بدصورتي ناپسند. جيترو انسان عدل جي خواهش ڪندو آهي، ايتروئي ظلم ۽ جفا کان بيزار. جيترو بقا جي گرمي ۽ جوش کي چاهيندو آهي ايترو فنا جي ٿڌاڻ کان ڊنل هوندو آهي.

جيڪو الله جي ٻانهن سان دشمني ڪندو تہ الله ان سان دشمني ڪندو. ڪمزور تي ظلم بدترين ظلم آهي.

امام علي عليہ السلام

حضرت علي عليہ السلام مڙني عام معاملن ۾ نهايت استقامت ۽ اطمينان واري زندگي گذاري. ان جا اعليٰ اخلاق، غير معمولي ذهانت، رياست جي انتظام سان تعلق رکندڙ ان جا قدم، لشڪر جي سپهہ سالاري ۽ ٻيون ذاتي خصوصيتون ۽ ڪردار سيئي هڪجهڙا ۽ باهمي تعلق وارا هيا. اهي منافعي خوري، ذخيره اندوزي ۽ ظلم ۽ زيادتي کان تمام گهڻي نفرت ڪندا هيا. اهي انهن دولتمند ۽ طاقتور ماڻهن جا جاني دشمن هيا جيڪي ٻين سان ظلم زيادتيون ڪندا هيا، جيڪي جاهل پاڻ کي ٻين کان برتر سمجهندا هيا ۽ جهالت تي ٻڌل پنهنجن هٺيلن خيالن ۾ ضد ڪيون بيٺا هوندا هيا. حضرت علي عليہ السلام ڪمزورن ۽ محتاجن جي مدد ڪرڻ لاءِ فڪرمند رهندا هيا، ڇو تہ اهي بہ انسان هيا ۽ انهن کي حقير ۽ عاجز سمجهڻ وڏي ناانصافي آهي. اهي پنهنجي دل جي گهرائي سان الله جي مخلوق جي آزادي جا خواهان هيا، ڇو تہ الله انهن کي آزاد پيدا ڪيو آهي ۽ اهو بلڪل مناسب ڪونهي تہ انهن کي ٻي مانو ڪيو وڃي ۽ خواري جي ور چاڙهيو وڃي. انهن جي بي عزتي ۽ خواري انسانذات جي بي عزتي ۽ خواري آهي، جيڪو بہ انسان کي خوار خراب ڪري ٿو تہ اهو دشمن سمجهڻ جي لائق آهي.

مٿي جيڪو ذڪر ڪيو ويو آهي ان مان هرڪو محسوس ڪندو ته حضرت علي عليہ السلام مجبورن ۽ ستايل ماڻهن جو ڪيترو وڏو حمايتي ۽ همدرد هيو انهن اخلاقي اوچاين ۽ چڱائي جي دشمنن خلاف ڪيئن ويڙهه ڪئي، ۽ انهن ماڻهن خلاف ڪيتري گهڻي ناراضگي جو اظهار ڪيو جيڪي عقل ۽ ضمير جي هدايتن خلاف عمل ڪندا هيا.

بهرحال، انهيءَ موضوع تي اسان جيڪو ڪجهه لکيو آهي اهو اڻپورو آهي.اهو ضروري ٿئي ٿو ته انهي موضوع لاءِ هڪڙو الڳ ۽ تفصيلي باب رکيو وڃي. جنهن ۾ اهو بيان ٿيل هجي ته حضرت علي عليہ السلام آمرن سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا هيا، ۽ ناانصافي، ظلم ۽ زيادتي خلاف انهن جو ڪهڙو نظريو هيو.

دنيا ۾ ڪيترين ئي قسمن جون ناانصافيون آهن. مثال طور، ڪنهن شخص جي ملڪيت غضب ڪرڻ هڪڙي قسم جي ناانصافي آهي ۽ ان جي عزت ۽ وقار کي ڇيهو رسائڻ هڪڙي ٻئي قسم جي ناانصافي آهي. ڪڏهن ناانصافي ظاهرظهور هوندي آهي، جڏهن ته ٻين موقعن تي لڪل هوندي آهي. اسان هڪ هڪ ڪري ناانصافي جي انهن مڙني قسمن تي بحث ڪنداسين.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جو اهڙو ڪوبہ خطبو يا فرمان ملڻ مشڪل آهي جنهن ۾ انهن ناانصافي جو ذڪر نہ ڪيو هجي ۽ ان جي سختي سان مذمت نہ ڪئي هجي. انهن جي سموري حياتي ناانصافي ۽ ظلم و زيادتي ۽ آمرن ۽ ظلم زيادتيون ڪندڙن خلاف ويڙهہ ڪندي گذري، انهن اها لڙائي پنهنجن هٿن، زبان ۽ حڪمن ۽ فرمانن جاري ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجي تلوار سان وڙهي.

ناانصافي ۽ ظلم زيادتي خلاف جنگ ان وقت کان جاري آهي جڏهن انسان هن ڌرتي تي آيو. البت، اها لڙائي مختلف طريقن سان وڙهي وئي آهي: ۽ مختلف حالتن ۾ جن ماڻهن آمرن ۽ ظلم زيادتي ڪندڙن خلاف مهم هلائي، اهي پنهنجي زماني ۾ سَوَن هزارن جي تعداد ۾ هيا. اهي عظيم سورهيہ (هيرو) انسانذات لاءِ فخر جو باعث هيا، جڏهن ته آمرن تاريخ جي ورقن کي پنهنجن ڏوهن گناهن سان داغدار بڻائي ڇڏيو. اهي سورهيہ ماڻهو وقت بہ وقت تسلسل سان ايندا رهيا ۽ انهن مان هرهڪ اها مقدس لڙائي ٻئي کان ورثي ۾ ورتي.

دنيا ۾ انساني لڏي منجهه اهڙا بہ عظيم شخص گذريا آهن جن جون سموريون حياتيون ناانصافي ۽ ڏاڍ خلاف لڙائي وڙهندي گذريون. حضرت ابراهيم عليہ السلام، موسيٰ عليہ السلام ۽ عيسيٰ عليہ السلام جون سيرتون ڏاڍ، نفعي خوري ۽ ناانصافي خلاف لڙائي سان ڀريون پيون آهن. حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان مشرڪن خلاف مهم پڻ حضرت عيسيٰ عليہ السلام طرفان ڇيڙيل لڙائي جو تسلسل ۽ پورائو ڪندڙ عمل هيو. انهن ناانصافي ۽ ڏاڍ جي پاڙ پٽڻ لاءِ هڪڙي عظيم انقلابي تحريڪ شروع ڪئي ۽ ان وقت تائين آرام ڪونہ ڪيائون جيستائين ستايل آزاد ڪونہ ٿيا ۽ انهن جي حياتين کي بهتري وارو موڙ حاصل ڪونہ ٿيو.

ظلم ڪجهہ ماڻهن جي ٻي فطرت ٿي وڃي ٿي. اهي ساڳي نموني ۾ مڪمل آساني سان ظلم ڪندا رهن ٿا جنهن نموني ۾ اهي ٻيا فطري ڪم ڪار ڪندا رهندا آهن. مثال طور، کائڻ، پيئڻ، گهمڻ ڦرڻ ۽ ساهہ کڻڻ. انهي درجي وارن ماڻهن ۾ نيرو، چنگيز خان، ۽ قرون وسطيٰ واري زماني دوران"احتسابي عدالتن" وارا يورپي عملدار اچي وڃن ٿا. ۽ ٻين ڪيترن قسمن وارا ماڻهو ۽ حڪمران جيئن حجاج بن يوسف، زيد بن ابيہ، عبيدالله بن زياد (ابن زياد) مسلم بن عقبہ وغيره وغيره. ساڳي وقت تاريخ اسان کي اهڙن بيشمار ماڻهن بابت ٻڌائي ٿي جن جي خون ۾ نااانصافي جي مخالفت شامل هئي ۽ اها خصلت انهن جي ٻي فطرت ٿي وئي هئي.

ماضي جي ظالمن طرفان پنهنجن ظلم وارن عملن تي شرمساري محسوس نہ ڪرڻ جو سبب اهو هيو تہ انهن جي دل ۾ پنهنجن ظلمن وارن قدمن تي جُهبو ڪونہ ايندو هيو. اهي ٻين کي ظلم يا ڏاڍ جو نشانو ڪنهن بہ مطلب يا مقصد سان ڪونہ بڻائيندا هيا. اهي ايئن انهي ڪري ڪندا هيا ڇو تہ اها انهن جي عادت بڻجي وئي هئي.

هڪڙي دفعي حجاج بن يوسف پنهنجن ڪجهہ دوستن سان گڏ ويٺو ماني کائي رهيو هيو. ان جي سامهون هڪڙو ٻي ڏوهي ٻڌڙو شخص بيٺو هيو جيڪو خوف مان ڏڪي رهيو هيو. حجاج ڪنڌ مٿي ڪنيو ۽ ان ڪراڙي مڙس ڏانهن نهاريائين. پوءِ پنهنجي هڪڙي نوڪر کي حڪم ڪيائين تہ ان جو ڪنڌ ڪپي ڇڏ. حڪم جي هڪدم

بجاآوري ڪئي وئي. ڪراڙي مڙس جو ڪنڌ ڪپجي ويو. حجاج ماني کائيندو رهيو جڻ تہ ڪجھ ٿيو ئي نہ هجي. ان پنهنجي غلام کي وڏي آواز ۾ چيو "ٿڌو پاڻي کڻي اچ."

نيرو روم جي شهر کي باھہ جي حوالي ڪري ڇڏيو. جڏهن روم جو شهر سڙي رهيو هيو تہ نيرو پنهنجن مزن ۾ مشغول هيو. انهن ماڻهن جي پختگي ۽ ثابت قدمي کي، جن ناانصافي ۽ ڏاڍ خلاف مستقل طور مهم هلائي، ساڳي نموني ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو. بلڪل ائين جيئن مٿي ذڪر ڪيل ماڻهن لاءِ بڌايو ويو تہ انهن ظلم جو ارتڪاب ڪيو ڇو تہ اهو انهن جي خون ۾ موروثي فطرت طور شامل هيو. ساڳي نموني ۾ انسانذات لاءِ ڀلائي گهرندڙن ناانصافي خلاف ويڙھہ ڪئي ۽ ستايل جي مدد ڪئي ڇو تہ اهي پنهنجي فطرت سبب ائين ڪرڻ لاءِ مجبور هيا.

سقراط زهر جي پيالي کي ائين پي ويو جڻ اها ڪا دوا هجي، ڇو تہ ان طرفان زهر کي پيئڻ ڪُوڙائپ خلاف پختگي ۽ ثابت قدمي جو مظاهرو هيو. وولٽيئر يورپ جي اميرن ۽ نوابن خلاف لڙائي ڪئي. اهو اها لڙائي ڇيڙڻ لاءِ پنهنجي فطرتي طبيعت ڪري مجبور هيو بلڪل ائين جيئن بڪايل ماڻهوءَ کي کاڌو کائڻو پوندو آهي ۽ اڃايل شخص پنهنجي اندر جي اڪير ڪري مجبور هوندو آهي تہ پنهنجي اڃ اجهائڻ لاءِ پاڻي حاصل ڪري. امام حسين عليہ السلام جي ساٿين پڻ ان جي ديني مقصد جي حمايت ۾ پنهنجون حياتيون قربان ڪيون، توڙي جو انهن پنهنجي خلاف بنواميہ جي وڏي لشڪر کي هٿيارن سان ليس ڏٺو ٿي.

اهي ماڻهو انساني لڏي منجھ عظيم ۽ اعليٰ ظرف وارا انسان هيا ۽ انسانذات جي سهائتا ڪندڙ هيا. جن جو سربراھ ۽ اڳواڻ حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضہ هيو. اهو دنيا ۾ حق سچ کي قائم ڪرڻ ۽ ڪُوڙائپ کي تباھہ ڪرڻ لاءِ آيو هيو. اهو انهي مقصد لاءِ اڳتي وڌيو ۽ خلافت کي پڻ انهي ئي مقصد کي ذهن ۾ رکي قبول ڪيائين. البت، دنيا پنهنجي سموري پکيڙ سان حضرت علي عليہ السلام جي اصولن ۽ قاعدن کي مشڪل قبول ڪري سگهي. ظالم ۽ ناانصافي پسند ڪندڙ ماڻهو ڳاڻاٽي ۾ گهڻا هيا ۽ گهڻا طاقتور هيا. حضرت علي عليہ السلام جنهن ذميواري کي نڀائڻ ٿي گهريو اها ڏکي ۽ خطرناڪ بہ هئي.

حضرت علي عليہ السلام ماڻهن کي ٻڌايو تہ انهن کي نہ ظالم ٿيڻ گهرجي ۽ نہ ڪو مظلوم هجڻ گهرجي. انهن جي تمنا هئي تہ نہ ڪوئي ٻين سان ظلم ڪري ۽ نہ ئي ڪو ظلم زيادتي کي درگذر ڪري. افسوس تہ حضرت علي عليہ السلام جي زماني جا ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي نظريي کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيا ۽ ان جي ارادن جي حمايت ۽ مدد ڪري ڪونہ سگهيا. ايتري حد تائين جو مظلوم ماڻهو بہ ان سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي ڪونہ بيٺا. ڇو تہ اهي ظالمن جي تمام گهڻو رعب ۾ آيل هيا ۽ انهن جي دشمني ۽ غضب کان ڊنل هيا.

اهي ايترا تہ اڀوجهہ هيا جو انهن حضرت علي عليہ السلام جي دشمنن کان رشوتون ورتيون ۽ ان لاءِ پنهنجي حمايت کان هٿ ڪڍي ويا. آخرڪار صرف چند خدا جو خوف رکندڙ ۽ بهادر ماڻهو ان سان رهجي ويا ۽ انهن ڪنهن بہ قيمت تي ان سان بي وفائي ڪونہ ڪئي.

بهرحال، ڇا اهو مناسب هيو تہ حضرت علي عليہ السلام کي اهڙي موڙ تي ڪمزوري ۽ هيٺائي ڏيکارڻ گهربي هئي جڏهن تہ برائي جي قوتن ان خلاف محاذ ٺاهي ڇڏيو هيو؟ ڪنهن بہ بهادر ماڻهوءَ لاءِ اهو ممڪن آهي تہ دل هاري ويهي ۽ ڪوششون ختم ڪري ڇڏي، ڇو تہ اهو پنهنجي ڇوڏاري وحشي ماڻهن سان ڏکيائين ۽ مصيبتن کي منهن ڏئي رهيو هوندو آهي، خاص طور تي جڏهن هر ماڻهو موت کان پري ڀڄندو آهي.

ڇا حضرت علي عليہ السلام دل هاري ويهي ها ۽ ڍلو پئجي وڃي ها جڏهن تہ دشمن وڌ کان وڌ سرڪش ٿيندا پئي ويا. جڏهن ڪجهہ ڪري سگهڻ جهڙا ماڻهو ذميواري جو احساس وڃائي ويٺا هيا. دنيا خاطر دين وڪڻي رهيا هيا. بيوقوفي سان دولت ۽ مرتبي جي پٺيان ڊوڙي رهيا هيا. شهرن ۾ ڏڦيڙ پکيڙي ڇڏيو هئائون. ظلم ۽ زيادتي ڪرڻ تي زور ڏئي رهيا هيا. غرور ۽ وڏائي سان ڀريل هيا. سچين ڳالهين جي بجاءِ بيڪار ۽ نوان طريقا پيدا ڪري رهيا هيا. غلط ۽ بڇڙن ڪمن جي ساراهہ ڪري رهيا هيا. پوءِ بہ چڱي بدلي جي اميد لڳايون ويٺا هيا. ۽ انصاف ۽ سٺي سلوڪ کي تباهہ ڪري ڇڏيو هئائون. ۽ سرڪشي ۽ ڏڦيڙ پيدا ڪري ڇڏيو هئائون. ۽ انهن جي ظلم زيادتي ۽ تشدد جي ڪا حد ئي ڪونہ هئي. ڇا اهو ڪمزور ۽ غافل تي پئي سگهيو جڏهن ان جي

ساٿين جي حالت اهڙي هئي جو جنهن به انهن کي مدد لاءِ سڏ ڪيو ته ڪڏهن به ڪامياب ڪونه ٿيو. جنهن به انهن سان ملاقات ڪئي ته ذهني سڪون ڪونه مليس. جيڪو به انهن سان گڏجي لڙائي جي ميدان ۾ لٿو ته نقصان ۾ ويو. اهي ڪنن هوندي ٻوڙا هيا، ۽ توڙي جو انهن کي ڳالهائڻ جي قوت حاصل هئي پر گونگا هيا. نه ته انهن اشراف ۽ پرجوش ماڻهن وانگر لڙائي جي ميدان ۾ ثابت قدمي ٿي ڏيکاري ۽ نه وري ڪوئي مصيبت جي وقت انهن جي همدردي ۽ حمايت ٿي پاڙي سگهيو ٿي.

انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اهڙين حالتن ۾ ۽ موقعن تي ڪوئي به ڪمزور ۽ بي همت ٿي ويندو ۽ لازمي سُستي وچان ويهي رهندو- پر اها ڳالهه تڏهن آهي ته اهو علي عليه السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه ڪونه هوندو. حضرت علي عليه السلام جي دل ۾ هر انسان لاءِ جيڪا ڳوڙهي محبت هئي ان کيس مجبور ڪيو ٿي ته جيڪو به ماڻهن کي تڪليف پهچائي ان سان ذري برابر به رعايت جو مظاهرو نه ڪري، توڙي جو انهي مهم ۾ ان (علي عليه السلام) کي پنهنجي جان جي قرباني ڏيڻي پئجي وڃي.

جيڪو به ماڻهو ظلم ۽ زيادتي ڪندڙ ماڻهن جي سامهون خاموش رهڻ کي محبت ۽ همدردي ۽ شرافت و مروت جي نشاني سمجهي ٿو يا ته ڪوڙو آهي يا انساني فطرت کان واقف ڪونهي، ڇو ته حقيقت ان جي ابتڙ آهي. انسانذات سان محبت ۽ همدردي جو مطلب اهو آهي ته ظلم ۽ زيادتي ڪندڙن سان سختي سان پيش اچجي ته جيئن اهي ماڻهن کي پابندين کان آجو ڪن. ڪجهه اڪثر حالتن ۾ پيار ۽ رحمدلي انسان کي مجبور ڪن ٿا ته اهو گهڻي سختي کان ڪم وٺي.

انسان سونهن سان ايتري ئي گهڻي محبت ڪري ٿو جيترو اهو بدصورتي کان نفرت ڪري ٿو. اهو ناانصافي ۽ ڏاڍ کان ايتري ئي گهڻي نفرت ڪري ٿو جيترو اهو انصاف جي خواهش ڪري ٿو. اهو جيترو گهڻو فنا جي ٿڌاڻ کان ڊنل آهي ايترو اهو بقا جي گرمي لاءِ مشتاق آهي. ڪوبه شخص ان وقت تائين فسادين ۽ ظلم زيادتي ڪندڙن جي ڪنڌ تي تلوار جو وار نٿو ڪري سگهي جيستائين اهو زندگيءَ کي هڪڙي نعمت نٿو سمجهي. مختصر طور تي ايئن ڪٿي چئجي ته جيڪو نفرت نٿو ڪري اهو محبت به نٿو ڪري سگهي.

انهي حقيقت جو بهترين ثبوت تہ حضرت علي عليہ السلام ظلم زيادتي ڪندڙن مٿان ايترو گهڻو سخت هيو جيترو اهو ہين سان مهربان هيو ۽ ناانصافي کي ہنجو ڏيڻ لاءِ تمام گهڻي سختي ڪرڻ لاءِ تيار هيو ان واقعي مان ملي ٿو جيڪو سوده بنت عماره همدانيہ سان تعلق رکي ٿو.

سوده بيان ڪري ٿي: " مان هڪڙي دفعي حضرت علي عليہ السلام جي خدمت ۾ حاضر ٿيس تہ ان طرفان زڪوات گڏ ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيل عملدار جي شڪايت ڪريان. جڏهن مان انهن جي سامهون آيس تہ انهن وڏي همدردي سان فرمايو: 'ڇا توهان جو مون ۾ ڪو ڪم آهي؟' مون انهن سان عملدار جي شڪايت ڪئي. مون جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو ان جي ہڌڻ سان اهي روئڻ شروع ٿي ويا ۽ الله تعاليٰ کي ہاڏايائون 'اي مالڪ! مون نہ انهن عملدارن کي ماڻهن سان زيادتي ڪرڻ جو حڪم ڏنو آهي ۽ نہ وري تنهنجو حق ترڪ ڪرڻ لاءِ چيو آهي.' پوءِ انهن پنهنجي کيسي مان ڪاغذ جو هڪڙو ٽڪرو ڪڍيو ۽ ان تي هيٺئن لکيائون:

'ماپ تور چڱي نموني سان ڪيو ۽ ماڻهن کي گهٽ نہ ڏيو نہ وري ڌرتي تي فساد ۽ فتنو پکيڙيو. توکي جڏهن هي خط ملي تہ پنهنجي ذميواري ۾ آيل ڳالهين کي صحيح حالت تي موٽاءِ تہ جيئن ہيو شخص اچي ۽ توکان اهي ذميواريون وٺي پاڻ سنڀالي.'"

انهي واقعي مان چڱي طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام ستايل عورت سان ڪيترو همدرد هيا. ڇو تہ پاڻ ان جي روئداد ہڌي روئڻ شروع ڪري ڏنائون. اهو پڻ ثبوت آهي تہ اها همدردي عملدارن جي معاملي ۾ ڪيئن سختي ۾ تبديل ٿي وئي هئي. اها ڳالهہ ستايلن لاءِ انتهائي همدردي وارن اصولن سان ٺهڪندڙ آهي ۽ ظلم زيادتي ڪندڙن لاءِ سخت غضب.

حضرت علي عليہ السلام ڪڏهن بہ ناانصافي ۽ سرڪشي خلاف مهم هلائڻ کان ڪونہ ڪيٻايو. انهن جڏهن بہ ڪنهن ماڻهوءَ کي ہئي هٿان تڪليف ۾ ڏٺو تہ انهن ان ماڻهوءَ کي ڏاڍ کان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ ڪنهن بہ ڪمزوري جو مظاهرو ڪونہ ڪيو. اهي ڪمزوري ۽ هيڪ ڪيئن ٿي ڏيکاري سگهيا جڏهن رحمدلي ۽ همدردي انهن کي غير معمولي مردانگي ۽ ثابت قدمي سان مالامال ڪري رکيو هيو ۽ انهن کي ڪوڙائپ خلاف وڙهڻ ۽ حق سچ کي قائم رکڻ لاءِ چاهہ سان ہري ڇڏيو

هيو. ان جو ڪامل ايمان هيو تہ هڪڙي امام جي موجودگي نهايت ضروري آهي جنهن جي وسيلي غريب ۽ ڪمزور جي حق کي طاقتور ماڻهو کان واپس ورتو وڃي ۽ مظلوم جو حق ظالم کان واپس ڏياريو وڃي تہ جيئن ديندار ماڻهو سڪون ۾ زندگي گذاري سگهن ۽ بدمعاش ماڻهن جي فتني کان پاڻ کي محفوظ محسوس ڪن.

"الله تعاليٰ ماڻهن کي ظلم زيادتي کان تحفظ فراهم ڪيو آهي." ۽ جڏهن الله تعاليٰ تحفظ فراهم ڪيو آهي تہ ظلم جو ڪوبہ واقعو پيش نہ اچي پر "الله تعاليٰ ظلم زيادتي وسيلي حڪمرانن جو امتحان وٺندو آهي." تنهن ڪري جيڪڏهن حڪمران ظالم آهن تہ انهن جو اقتدار پڄاڻي تي پهچندو ڇو تہ توڙي جو ظالم کي ڏکھو رسو ملندو هجي پر اهو الله تعاليٰ جي پڪڙ کان بچي نٿو سگهي. الله تعاليٰ پاڻ ان جي پڪڙ لاءِ ڄار وڇائي ٿو ۽ ان جي پڪڙ گهڻي سخت آهي. ظالم جنهن ڏينهن ڪنهن کي ستائي ٿو تہ قيامت جو ڏينهن ان لاءِ ان ڏينهن کان تمام گهڻو سخت هوندو. ستايل ماڻهو دنيا ۾ ايترو ڪونہ پوڙهيو هوندو جيترو ظالم قيامت جي ڏينهن پوڙهيندو."

هيٺيون سٽون حضرت علي عليہ السلام جي انهن حڪمن ۽ هدايتن جو حصو آهن جن کي هميشہ مڃتا ڏيڻي آهي. "مان توهان کي هدايت ڪيان ٿو تہ ڏاڍ ڪندڙسان سختي سان پيش اچو. بيوقوف ظالم کي هٺ کان وٺي روڪيو ۽ ان کي ناانصافي ڪرڻ کان باز رکو."

انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت علي عليہ السلام جي ذهن ۾ جيڪي همدردي ۽ پيار پريل هيا انهن مطابق انهن حق ۽ باطل جي وچ ۾ لڙائي دوران جڏهن بہ حق ۽ ناحق جو حوالو ڏنو تہ فرمايائون: "اي مالڪ! اسان جي صرف اها ڪوشش آهي تہ تنهنجن شهرن ۾ امن ۽ سڪون موجود هجي تہ جيئن تنهنجا ٻانها سلامتي ۾ هجن." ۽ پاڻ جڏهن بہ ڪا مهم هلائيندا هيا تہ فرمائيندا هيا: "مان الله تعاليٰ جو قسم کڻان ٿو تہ مان مظلوم جو حق ظالم کان وٺي رهندس. مان ظالم جي نڪ ۾ ناڪيلي وجهندس ۽ ان کي حق سچ جي چشمي ڏانهن ڇڪي ايندس، توڙي جو اهو ان ڳالھہ کي ڪيترو بہ ناپسند ڇو نہ ڪري" پاڻ فرمايائون: "اهو لازمي آهي تہ ظالم پاڻ کي ناانصافي ڪرڻ کان

روڪي، ماڻهن سان عدل ۽ انصاف وارو سلوڪ ڪري ۽ ڊرتي تي فتنو فساد نہ پکيڙي“

جيڪڏهن لڙائي سخت رنگ اختيار ڪري ويندي هئي ۽ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن حمايتين ۽ دشمن جي تعداد جي وچ ۾ فرق محسوس ڪندا هيا ۽ پنهنجي حالت جي دشمن جي حالت سان ڀيٽ ڪندا هيا تہ فرمائيندا هيا: ”مون ڪمزوري يا ڊرائپ ڪونہ ڏيکاري آهي. مان ان وقت تائين باطل جي خلاف جنگيون جاري رکندس جيستائين ان جي پاسي کان حق کي ڇڪي وٺان.“

حضرت علي عليہ السلام موت کي پنهنجين اکين سان اکيون ملائيندي ڏٺو نہ تہ ان جا هٿ لڙائي ڪرڻ کان ٿڪا ۽ نہ وري سندس دل ۾ خوف جي ڪا معمولي لهر داخل ٿي. اهي ان وقت بہ خوف محسوس ڪونہ ڪن ها جيڪڏهن عربستان جي سموري آبادي سندن خلاف گڏ ٿي وڃي ها ۽ ان کي وڪوڙي وڃي ها.

انهن سدائين پنهنجي عدل ۽ انصاف واري صفت تي ياڙيو ۽ کين پختو يقين هيو تہ پاڻ جيڪو ڪجھ ڪري رهيا هيا اهو عدل ۽ انصاف جي اصولن مطابق هيو. پاڻ فرمائيندا هيا: ”ڪمزور ماڻهو منهنجي لاءِ ان وقت تائين ڏاڍو آهي جيستائين مان ان جو حق واپس ڏياريان ۽ ڏاڍو مڙس منهنجين نظرن ۾ ان وقت تائين هيڻو آهي جيستائين مان ان کان ٻئي جو حق واپس ڪرايان.“ انهن اهو پڻ فرمايو: ”الله جو قسم مون کي انهي ڳالھ کان ڊپ ڪونهي تہ موت منهنجي مٿان اچي ڪڙڪي ٿو يا مان موت ڏانهن هليو وڃان ٿو.“

هڪڙي دفعي جڏهن پاڻ ناانصافيون ڪندڙ ماڻهن جي هڪڙي ٽولي سان لڙائي ڪيائون ۽ انهن کي شڪست ڏنائون پر انهن پوءِ بہ مزاحمت ڏيکاري تہ پاڻ فرمايائون: ”ظالمن جي اندر ۾ اجا ڪجھ قوت بچي وئي آهي. جيڪڏهن الله گهريو تہ اسان انهن جي پاڙ پٽي ڇڏينداسين. البت، جيڪڏهن انهن مان ڪجھ ٻين شهرن ڏانهن ڀڄي ويا تہ معاملو مختلف هوندو.“

حضرت علي عليہ السلام جي نظرئي مطابق عالم فاضل ماڻهو امت جا اڳواڻ آهن ۽ انهي سبب ڪري انهن مٿان ڪيترين ئي ذميواريون عائد ٿين ٿيون. انهن جي وڏي ذميواري اها آهي تہ اهي ظالمن جي

مخالفت ڪن ۽ ستايل ماڻهن جي مدد ڪن. انهن فرمايو: ”الله تعاليٰ عالمن لاءِ اها ڳالهہ لازمي ڪري ڇڏي آهي تہ اهي ظالم جي ناانصافي ۽ ستايل ماڻهوءَ جي ڏک ۽ مجبوري تي خاموش تماشائي نہ بڻيا رهن.“

انهيءَ مقصد لاءِ تہ معاشري مان ظلم زيادتي ڪندڙن جي پاڙ پٽي وڃي، ۽ اهو بہ تہ اهڙو ڪوبہ ماڻهو موجود نہ هجي جيڪو ظلم جي ارتڪاب ۾ مدد ڪري سگهي يا ان کي ڄاڻي واڻي نظرانداز ڪري، حضرت علي عليہ السلام ماڻهن جي ڏوهن کي مختلف درجن ۾ ورهايو آهي. ڪجهہ اهڙا ڏوهہ هوندا آهن جن کي معاف ڪري سگهبو آهي پر ناانصافي ۽ ڏاڍ کي ڪنهن بہ حالت ۾ معاف نٿو ڪري سگهجي. انهن فرمايو: ”جنهن ڏوهہ کي معاف نٿو ڪري سگهجي اهو هڪڙي شخص طرفان ٻئي کي ستائڻ وارو عمل آهي.“ انهن جو اهو نظريو هيو تہ ”ڪمزور کي ستائڻ ڏاڍ ڪرڻ جو انتهائي خراب نمونو آهي.“

تنهنڪري انهن هر طريقي سان ناانصافي جي پاڙ پٽڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ماڻهن سان سٺو سلوڪ اختيار ڪرڻ لاءِ اها سندن بنيادي حڪمت عملي رهي. انهن ظلم ۽ زيادتي ڪندڙن خلاف پنهنجي زبان سان گڏوگڏ پنهنجي تلوار سان ويڙهہ ڪئي ۽ انهي جدوجهد ۾ پاڻ ثابت قدم رهيا. پاڻ شهادت ماڻڻ تائين ناانصافي ۽ ظلم خلاف ويڙهہ ڪندا رهيا. جيڪڏهن زماني جون لاهيون چاڙهيون سندس پروگرام ۾ رڪاوٽ نہ وجهن ها ۽ حالتون ناموافق نہ ٿي وڃن ها تہ حضرت علي عليہ السلام ڪيترين ئي ڳالهين ۾ تبديلي آڻي ڇڏين ها.

# حضرت علي عليہ السلام جي حڪومت

خبردار! اهڙين شين ۾ ترجيحي حق جي خواهش نہ
ڪجو جن شين ۾ سڀئي ماڻهو هڪجيترا حقدار هجن.
امام علي عليہ السلام

اهو معلوم ٿيڻ ڪانپوءِ تہ انساني معاشري سان حضرت علي عليہ السلام جو سلوڪ مڪمل طور تي انصاف وارو هيو ۽ انهن عدل ۽ انصاف جي بنياد تي انسانن جا باهمي لاڳاپا قائم ڪرڻ لاءِ بلڪل صحيح حڪمت عملي اختيار ڪئي هئي، اهو ضروري ٿي وڃي ٿو تہ هتي ان فرمان جو خلاصو پيش ڪجي جيڪو حضرت علي عليہ السلام حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي مصر جو گورنر مقرر ڪرڻ وقت ان لاءِ جاري ڪيو هيو. حضرت علي عليہ السلام جو اهو فرمان سندن ٻين فرمانن جي مقابلي ۾ گهڻو تفصيلي ۽ پنهنجي عظمت ۽ وضاحت جي نقطہ نگاهہ کان تمام اهم آهي.

اميرالمومنين علي عليہ السلام جي ڪردار کي بيان ڪرڻ لاءِ اسان انهن جي ڪيترن ئي خطبن، هدايتن ۽ فرمانن جو ذڪر ڪيو آهي، ڇو تہ گهڻو ڪري انهن سڀني ۾ ان فردن سان گڏوگڏ معاشرتي جماعت جي حقن جو بہ حوالو ڏنو آهي. البت، حضرت مالڪ اشتر رضہ ڏانهن لکيل انهن جو فرمان تمام گهڻو جامع آهي ۽ عوامي انتظام جي موضوع تي ان جي مڙني خيالن ۽ راين جو احاطو ڪري ٿو. ان ۾ هيٺئن لکيل آهي:

بسم الله الرحمان الرحيم

اي مالڪ! توکي اهو معلوم هجڻ گهرجي تہ مان توکي اهڙي علائقي جو گورنر ڪري موڪلي رهيو آهيان جنهن ماضي ۾ ٻنهي انصاف ۽ ناانصافي وارين حڪومتن جو مزو چکيو آهي. ماڻهو تنهنجن قدمن جو هوراکورا وارين نظرن سان تجزيو ڪندا، بلڪل ايئن جيئن تون پاڻ کان اڳ وارن جي قدمن جو تجزيو ڪندو هئين، ۽ تو بابت ائين ڳالهائيندا جيئن تو انهن بابت ڳالهايو هيو. حقيقت اها آهي تہ عوام

(رعيت) صرف انهن ماڻهن جو نالو چڱن لفظن سان وٺندي آهي جيڪي پلائي ڪندا آهن. عوام ئي آهي جيڪا حڪمران جي قدمن جو ثبوت مهيا ڪري ٿي. تنهنڪري جنهن شاهوڪار خزاني جي خواهش ڪري سگهجي ٿي، اهو سٺن عملن جو خزانو هجڻ گهرجي. پنهنجين خواهشن کي ضابطي ۾ رک ۽ جنهن کان توکي خبردار ڪيو ويو آهي ان کان پاڻ کي پاسي تي رک. صرف ان ئي پرهيز وسيلي تون سٺي ۽ خراب جي وچ ۾ تميز ڪري سگهندين.

پنهنجي دل ۾ پنهنجن ماڻهن لاءِ پيار کي هٿي وٺراءِ ۽ ان کي انهن لاءِ رحم ۽ نعمت جو ذريعو بڻاءِ. انهن سان وحشين وانگر سلوڪ نہ ڪر ۽ انهن جي مال ملڪيت کي پنهنجي لاءِ نہ ڦباءِ. ياد رک تہ رياست جا شهري ٻن درجن وارا آهن. يا تہ اهي توهان جا ديني ڀائر آهن يا انسان هجڻ ناتي توهان جا ڀائر آهن. اهي غلطي جا پتلا آهن ۽ انهن کان بہ غلطيون ٿي سگهن ٿيون. بيشڪ ڪجھ ماڻهن کان غلطيون ٿي وينديون آهن پر انهن کي معاف ڪر، جيئن تون گهرين تہ الله پاڪ تنهنجين غلطين کي معاف ڪري ڇڏي. ذهن ۾ اها ڳالھ رک تہ توکي انهن مٿان ايئن مقرر ڪيو ويو آهي جيئن مان توهان جي مٿان مقرر ٿيل آهيان ۽ پوءِ سڀ کان مٿي الله پاڪ آهي، جنهن توکي گورنر جي عهدي سان نوازيو آهي تہ جيئن تون پنهنجي ماتحت رعيت جو خيال رکين ۽ انهن لاءِ ڪارائتو ثابت ٿين. ياد رک! تون انهن لاءِ جيڪو ڪجھ ڪندين توکان ان جو حساب ورتو ويندو.

پاڻ کي الله پاڪ جي مخالف صف ۾ نہ بيهارجان، ڇو تہ تون نہ تہ ايتري سگھ رکين ٿو جو پاڻ کي ان جي ناراضگي کان بچائي سگهين ۽ نہ وري تون پاڻ کي ان جي رحم ۽ معافي جي دائري کان ٻاهر رکي سگهين ٿو. معاف ڪرڻ واري ڪنهن بہ عمل تي افسوس نہ ڪجان، نہ وري ڪنهن کي ڏوھہ جي سزا ڏيڻ تي فخر ۽ خوشي محسوس ڪجان. پاڻ کي ڪاوڙ ۾ نہ پڙڪائجان، ڇو تہ ان مان ڪا بہ چڱائي ظاهر ڪونہ ٿيندي.

ايئن نہ چئجان: 'مان توهان جو رئيس يا مطلق حاڪم آهيان، ۽ تنهنڪري توهان کي منهن جي هر حڪم آڏو ڪنڌ جهڪائڻ

گهرجي، ڇو ته اها ڳالهه تنهنجي دل کي پليت ڪري ڇڏيندي دين ۾ تنهنجي ايمان کي ڪمزور ڪري ڇڏيندي ۽ رياست ۾ بدنظمي پيدا ڪري ڇڏيندي. تون اختيار ۾ ڦونڊيل هجين يا تون پنهنجي ذهن ۾ غرور ۽ هٺ جي معمولي احساس کي به ويهارين، پوءِ تون ڪائنات جي خدائي حڪومت جي قوت ۽ عظمت تي غور ڪر جنهن تي توکي بلڪل ڪوبه اختيار ڪونهي. اها ڳالهه تنهنجي ٽڙيل ذهنيت لاءِ ٺانيڪو ٿيڻ جو احساس بحال ڪندي ۽ توکي سڪون ۽ ماٺپ جو احساس ڏياريندي. خبردار رهه! ڪڏهن به پاڻ کي الله پاڪ جي عظمت ۽ جلال جي مخالفت ۾ نه بيهارجان ۽ ڪڏهن به ان جي اختيار ۾ پاڻ کي شريڪ نه سمجهجان، ڇو ته الله تعاليٰ پنهنجي هر باغي ۽ انسانيت جي هر آمر کي نيست ڪيو آهي.

پنهنجي ذهن کي پنهنجن عملن ذريعي الله پاڪ جي حقن ۽ انسانن جي حقن جو احترام ڪرڻ تي هيراءِ ۽ اهڙي ئي نموني، پنهنجن ساٿين ۽ رشتيدارن کي ايئن ڪرڻ جي ترغيب ڏي ٻي صورت ۾ تون پاڻ سان گڏوگڏ انساني لذي سان به ناانصافي ڪري رهيو هوندين. ايئن ٿئي، الله پاڪ ۽ انسان تنهنجا دشمن ٿي ويندا. جيڪو پاڻ کي الله پاڪ جو دشمن بڻائي ان لاءِ ڪٿي به بچاءَ جو گهر ڪونهي. ان کي الله پاڪ سان لڙائي ڪندڙ سمجهيو ويندو، جيستائين اهو توبهه تائب ٿئي ۽ معافي گهري، ڪابه ڳالهه انسان کي خدائي نعمتن کان محروم نٽي ڪري سگهي ۽ ڏاڍ کان وڌيڪ ٻي ڪابه ڳالهه ماڻهوءَ کي پنهنجي خلاف خدائي غضب کي آساني سان جوش ۾ نٽي آڻي سگهي. تنهنڪري اها ئي ڳالهه آهي ته الله پاڪ ستايل جي آهه کي ٻڌي ٿو ۽ ڏاڍ ڪندڙ کي عذاب هيٺ آڻي ٿو."

## عام انسان (رعيت):

پنهنجي حڪومت اندر انصاف کي قائم رک ۽ ان کي پنهنجي ذات تي به لاڳو ڪر. ماڻهن سان صلاح مشورو ڪر، ڇو ته عوام الناس جي بي اطميناني ٿورن مراعات يافته ماڻهن جي اطيمنان کي ختم ڪري ڇڏي ٿي ۽ ٿورن ماڻهن جي بي اطيمناني اڪثريت جي اطمينان ۾ پاڻمرادو گم ٿي وڃي ٿي. ياد رک! مراعات يافته اقليت ڏکي گهڙي ۾

تنهنجي چوڌاري گڏ بيٺل ڪونہ هوندي. اهي انصاف کي پٺتي تان لاهڻ جي ڪوشش ڪندا. اهي پنهنجي حقداري کان وڌيڪ لاءِ چوندا ۽ پاڻ سان ڪيل پلائين متعلق ڪنهن بہ قسم جو ٿورو ڪونہ مڃيندا. اهي آزمائشن جي وقت بيچيني محسوس ڪندا ۽ پنهنجين ڪوتاهين لاءِ ڪنهن بہ پڇتاءِ جو مظاهرو ڪونہ ڪندا. اهي عام ماڻهو ئي هوندا آهن جيڪي دشمن خلاف ويڙهہ ڪندا آهن. تنهنڪري عوام الناس سان ويجهي تعلق ۾ زندگي گذار ۽ انهن جي فلاح و بهبود لاءِ فڪرمند رهہ.

جيڪو ٻين جي ڪمزورين کي ظاهر ڪري ان کي ويجهو اچڻ نہ ڏي. بهرحال، عوام الناس ڪمزورين کان وانجهو ڪونهي هوندو. اها حڪمران جي ذميواري آهي تہ انهن جو پرجهلو ٿئي. جيڪو لڪل آهي ان کي پڌرو نہ ڪر پر انهن ڪمزورين ۽ ڪوتاهين کي دور ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. جيڪي پڌريون ٿي ويون آهن. الله تعاليٰ هر ان ڳالهہ کان واقف آهي جيڪا توکان ڳجهي آهي، ۽ صرف اهو ئي اڪيلو ان سان نبري سگهندو. پنهنجي وس آهر عوام جي ڪوتاهين کي ڍڪ تہ جيئن الله تعاليٰ تنهنجين ڪوتاهين کي ڍڪي، جن کي تون عوام جي نظرن کان لڪائڻ گهرندو هجين. ماڻهن لاءِ نفرت جي هر ڳنڍ کي کولي ڇڏ ۽ انهن جي وچ ۾ دشمني جي هر ڏور کي ڪپي ٽڪراٽڪرا ڪري ڇڏ. پاڻ کي هر ان عمل کان بچاءِ جيڪو تنهنجي لاءِ بلڪل صحيح نہ هجي. چغلين جي تصديق لاءِ تڪڙ کان ڪم نہ وٺ. ڇوتہ چغليون هڻندڙ هڪڙو دوکيباز شخص آهي جيڪو دوست جي لبادي ۾ ظاهر ٿيندو آهي.

## صلاحڪار:

بخيل ماڻهوءَ کان صلاح نہ وٺ. ڇوتہ اهو تنهنجي اعليٰ ظرفي کي بگاڙيندو ۽ توکي غربت کان ڊيڄاريندو. ڪنهن ڊڄڻي ماڻهوءَ کان پڻ صلاح نہ وٺ، ڇوتہ اهو تنهنجي ارادن کي ڪمزور ڪندو. ڪنهن لالچي ماڻهوءَ کان بہ صلاح نہ وٺ، ڇو تہ اهو تنهنجي اندر ۾ لالچ پيرڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ توکي آمر منجهہ تبديل ڪري ڇڏيندو. بخيلي، بزدلي ۽ لالچ انسان کي الله ۾ ان جي يقين ۽ ڀروسي کان محروم ڪري ڇڏين ٿيون.

خراب ترين صلاحڪار اهو آهي جنهن غير منصف حڪمرانن جي صلاحڪار طور ڪم ڪيو هجي ۽ انهن جي ڏوهن ۾ حصو ورتو هجي. تنهنڪري اهڙن ماڻهن کي پنهنجو صلاحڪار نہ ڪجان جيڪي آمرن جا ساٿي رهيا هجن ۽ انهن جي ڏوهن ۾ حصو ورتو هجي. تون انهن جي پاران بهترين ماڻهو حاصل ڪري سگهندين، اهڙا ماڻهو جيڪي ذهانت ۽ دورانديشي واري نظر سان نوازيل هوندا ۽ ڏوهن کان پاڪ هوندا، اهڙا انسان جن ظالم سان ڪڏهن بہ ان جي ظلم ۾ ساٿ ڪونہ ڏنو هوندو ۽ نہ وري ڪنهن ڏوهي جو ان جي گناهہ تي پاسو ڪنيو هوندو. اهڙا ماڻهو توتي ڪڏهن بہ بار ڪونہ ٿيندا، بلڪ بئي پاسي، اهي هروقت تنهنجي لاءِ مدد ۽ سگهہ جو وسيلو رهندا. اهي تنهنجي لاءِ دوست ۽ تنهنجن دشمنن لاءِ اوپرا هوندا. پنهي، خلوت (اڪيلائي) ۾ ۽ دربار يعني کليل ڪچهري ۾ دوستي لاءِ صرف اهڙن ماڻهن جي چونڊ ڪر. انهن ۾ بہ انهن کي ترجيح ڏي جن کي حق سچ لاءِ احترام جي عادت هجي. البت، انهن جو سچ ڪڏهن ڪڏهن توکي آزمائش ۾ وجهي سگهي ٿو ۽ جيڪي اهڙن رجحانن جي مظاهري لاءِ تنهنجي ڪابہ همت افزائي ڪونہ ڪندا جن لاءِ الله پاڪ نہ گهرندو آهي تہ اهي ان جي دوستن منجهہ پيدا ٿين.

سچارن ۽ ايماندارن کي پنهنجي ويجهو رک ۽ انهن تي اهو واضح ڪري ڇڏ تہ اهي ڪڏهن بہ تنهنجي واکاڻ نہ ڪن ۽ اهڙي ڪنهن بہ سٺي ڳالهہ جو توکي داد نہ ڏين جيڪا تو ڪئي ئي نہ هجي، ڇو تہ خوشامد ۽ اجائي واکاڻ انسان ۾ غرور پيدا ڪنديون آهن ۽ ان کي مغرور بڻائي ڇڏينديون آهن.

سٺي ۽ خراب سان هڪجهڙو سلوڪ نہ ڪجان. اها ڳالهہ سٺائي کي تباهہ ڪري ڇڏيندي ۽ خراب کي پنهنجين بڇڙين دلچسپين ۾ همت ڏياريندي هر ڪنهن لاءِ ان جي نقصان مطابق تلافي ڪجان. ياد رک تہ حڪمران ۽ رعيت جي وچ ۾ باهمي اعتبار ۽ خلوص فقط انصاف، ڀلائي ۽ خدمت جي ذريعي پيدا ٿيندا آهن. تنهنڪري ماڻهن منجهہ خلوص جي آبياري ڪر، ڇو تہ صرف انهن جو خلوص ئي توکي فسادن کان بچائي سگهندو. انهن سان تنهنجي ڀلائي ڪرڻ واري عمل

جي تو ۽ سندن اعتبار جي صورت ۾ ادائگي تي ويندي ۽ تنهنجي خراب سلوڪ جو نتيجو انهن جي بدخواهي جي صورت ۾ نڪرندو.

اسان جي بردبار ماڻهن طرفان قائم ڪيل سٺين روايتن کي نظرانداز نه ڪجان جن ماڻهن منجهه هم آهنگي ۽ ترقي کي هٿي وٺرائي هجي، ۽ اهڙو ڪوبه قدم نه کڻجان جيڪو انهن جي افاديت کي گهٽائي ڇڏي جن ماڻهن انهن سٺين روايتن کي قائم ڪيو هيو انهن کي پنهنجي مُهت ملي هئي. پر جيڪڏهن اهي ختم ٿي وڃن ٿيون ته ذميواري تنهنجي مٿان اچي ويندي، هميشه ڏاهن ۽ عالم ماڻهن جي تجربي منجهان ڪجهه سکڻ (پرائڻ) جي ڪوشش ڪندو رهه ۽ رياستي معاملن ۾ انهن سان هر وقت صلاح مشورو ڪندو رهه ته جيئن توکان اڳ گذريل ماڻهن هن ڌرتي تي جيڪو امن ۽ خلوص قائم ڪيو هيو، ان امن ۽ خلوص کي بحال رکي سگهين.

## ماڻهن جا مختلف طبقا:

ياد رک ته ماڻهو مختلف طبقن تي مشتمل آهن. هڪڙي جي ترقي هر ٻئي جي ترقي تي ڀاڙي ٿي، ۽ ڪوبه ٻئي کان سواءِ پاڻيرو نٿو ٿي سگهي. اسان وٽ الله جي سپاهين تي مشتمل هڪڙو لشڪر آهي. اسان وٽ شهري آفيسر ۽ انهن جا ڪاتا آهن. اسان جي عدليه. اسان جا محصول اوڳاڙيندڙ ۽ اسان جا عوامي تعلقات آفيسر. خود عام خلق به مسلمانن ۽ ذِمِين تي مشتمل آهي ۽ انهن منجهه واپاري ۽ هنرمند ماڻهو بي روزگار ۽ محتاج ماڻهو موجود آهن. الله تعاليٰ انهن لاءِ انهن جا ڪجهه حق، ذميواريون ۽ پابنديون مقرر ڪيون آهن. اهي سڀ قرآن شريف ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي حديثن ۾ محفوظ ۽ پڌريون ڪيل آهن.

الله تعاليٰ جي مهرباني سان لشڪر عوام لاءِ هڪڙي قلعي وانگر ۽ رياست لاءِ مان شان جو باعث آهي. اهو ايمان جي قوت کي هٿي ڏئي ٿو ۽ علائقي ۽ ملڪ جو امن بحال رکي ٿو. ان کان سواءِ رياست جي بقا مشڪل آهي. اهو پنهنجي جوڙجڪ ۾ رياست جي حمايت ۽ مدد کان سواءِ مضبوط نٿو ٿي سگهي. اسان جي مجاهدن دشمن جي سامهون همت جو ثبوت پيش ڪيو آهي، ڇو ته الله تعاليٰ انهن کي ان لاءِ وڙهڻ

جو حق ڏنو آهي، پر انهن کي پنهنجون مادي ضرورتون به پوريون ڪرڻيون هونديون آهن. تنهنڪري انهن کي انهن لاءِ رياست جي محصولن مان مهيا ڪيل آمدني تي ڀاڙڻو پوندو آهي. فوج ۽ شهري آبادي جيڪي محصول ادا ڪندا آهن. انهن کي ٻين جي سهڪار جي ضرورت هوندي آهي ـ عدليه. شهري عملدار ۽ انهن جو ڪاتو. قاضي جيڪو فوجداري ۽ ديواني قانون جي نگراني ڪندو آهي، شهري عملدار پنهنجي ڪاتي جي مدد سان محصول اوڳاڙيندا آهن ۽ شهري انتظام ڏانهن ڌيان ڏيندا آهن. ان کان علاوه دوڪاندار ۽ واپاري هوندا آهن جيڪي رياست جي آمدني ۾ اضافو ڪندا آهن. اهي ئي آهن جيڪي منڊيون (مارڪيٽون) هلائيندا آهن ۽ ٻين جي مقابلي ۾ سماجي ذميواريون بهتر نموني ۾ نڀائيندا آهن. ان کانپوءِ غريبن ۽ ضروتمندن جو طبقو آهي جن جي سارسنڀال ڪرڻ ٻين طبقن وارن ماڻهن جي ذميواري آهي. الله تعاليٰ سڀني کي خدمت ڪرڻ جو مناسب موقعو فراهم ڪيو آهي، پوءِ انهن سڀني طبقن جا انتظاميه جي مٿان حق آهن، جيڪي سموري آبادي لاءِ هڪڙي ئي نيڪ نيتي واري نظر سان انتظامي عملدار کي پورا ڪرڻا آهن ـ اهڙي ذميواري جنهن جي عملدرآمدي لاءِ جيستائين اهو ذاتي دلچسپي نه وٺندو ۽ الله کان مدد نه گهرندو ته چڱي نموني نڀائي ڪونه سگهندو. دراصل، اها ڳالهه ان تي لازمي آهي ته ان ذميواري کي پاڻ تي لاڳو ڪري ۽ ان ذميواري ۾ پيش ايندڙ ڏکيائين ۽ تڪليفن کي صبر سان برداشت ڪري.

## لشڪر:

لشڪر ۾ شامل انهن ماڻهن جي فلاح و بهبود لاءِ خاص طور تي ڌيان رک جيڪي تنهنجي راءِ مطابق پنهنجي الله ۽ ان جي رسول سان پرخلوص هجن ۽ پنهنجي سردار سان وفادار هجن ۽ جيڪي جوش ۽ جذبات مهل پاڻ کي ضبط ۾ رکي سگهندا هجن ۽ معقول تنبيهه کي تڏائيپ سان ٻڌن، ۽ جيڪي ڪمزور جي مدد ڪن ۽ ڏاڍي کي قبضي ۾ رکن، جن کي سخت اشتعال انگيزي به پرتشدد مزاج ۾ نه اڇلائي سگهندي هجي ۽ جيڪي ڪنهن به مرحلي تي پير پٺيان نه ڪندا هجن.

پاڻ کي شاندار ماضي رکندڙ ۽ مجيل عزت ۽ ايمانداري وارن خاندانن جي ويجهي تعلق ۾ رک، ۽ پاڻ ڏانهن ڪردار جي پختن، بهادر ۽ سياءِ ۾ بي غرض ۽ خيرخواه ماڻهن کي چڪ، ڇو تہ اهي ئي معاشري جا معزز شهري آهن.

انهن سان اهڙي نرمي سان پيش اچ جهڙي نرمي سان تون پنهنجي اولاد سان گذاريندو آهين ۽ جيڪڏهن تو انهن سان ڪا چڱائي ڪئي هجي تہ ان جو انهن جي آڏو ڪڏهن بہ ذڪر نہ ڪندو ڪر ۽ اهي جيڪڏهن ڪنهن محبت ۽ خلوص جو اظهار ڪن تہ ان کان بيپرواهي نہ ڪجان، اهڙو رويو وفاداري، فرمانبرداري ۽ خيرخواهي کي اتساهي ٿو. انهن جي معمولي ضرورتن ڏانهن بہ ڌيان ڏجان ۽ انهن کي عام طور تي ڏنل امداد تائين پاڻ کي محدود نہ رکجان، ڇو تہ ڪڏهن ڪڏهن انهن جي ننڍڙي ضرورت جو خيال رکڻ انهن لاءِ تمام گهڻي سڪون جو باعث ٿئي ٿو. پڪ سان اهي ماڻهو توکي تنهنجي ضرورت جي گهڙي ۾ ڪونہ وساريندا.

تنهنجي لاءِ اهو لازمي آهي تہ پنهنجو سپهہ سالار ان شخص کي مقرر ڪر جيڪو پنهنجن ماڻهن جي مدد ڪرڻ جي ڪم کي پاڻ تي ذميواري طور لاڳو ڪري ۽ جيڪو رحمدلي ۾ هر بئي آفيسر کان گوءِ کڻندڙ هجي، جنهن کي پنهنجي ماتحت ماڻهن جي ضرورتن جو خيال رکڻو آهي ۽ جڏهن اهي گهرن کان پري هجن تہ انهن جي گهر ڀاتين جي سارسنڀال لهي، ايتري تائين جو سمورو لشڪر ان کي پنهنجين خوشين ۽ پنهنجن ڏکن ۾ گڏيل محسوس ڪندو هجي. ارادي جي اها ٻڌي انهن کي دشمن خلاف اضافي سگهہ ڏيندي، انهن سان مسلسل رحمدلي وارو سلوڪ اختيار ڪر تہ جيئن اهي هر وقت پاڻ کي توسان گڏيل محسوس ڪن. حقيقت اها آهي تہ انتظامي عملدارن جي حقي خوشي ۽ انهن جو انتهائي، خوشي وارو سڪون رياست ۾ انصاف کي قائم رکڻ ۽ ماڻهن سان محبتي لاڳاپا بحال رکڻ ۾ سلهاڙيل آهي. انهن جي احساس جو خلوص توهان لاءِ ڏيکاريل محبت ۽ احترام ۾ ظاهر ٿيندو آهي، جنهن تي ئي حڪمرانن جي سلامتي جو دارومدار آهي.

جيستائين تون پنهنجن سپاهين ۽ آفيسرن لاءِ همدردي ۽ پيار جو مظاهرو نہ ڪندين تہ لشڪر کي ڏنل تنهنجي ڪابہ هدايت ۽ نصيحت ڪم جي ڪونہ هوندي، اها ڳالهہ انهيءَ لاءِ ضروري آهي تہ اهي حڪومت کي ڏکوئيندڙ بار نہ سمجهندا ۽ ان جي زوال ۾ هٿ ڪونہ ونڊائيندا.

انهن جي گهرجن جو پورائو ڪندو رهہ ۽ اهي جيڪي خدمتون انجام ڏين ان تي انهن جي وري وري واکاڻ ڪر. الله گهرندو تہ اهڙو رويو بهادر ماڻهوءَ کي بهادري وارن ڪارنامن لاءِ اتساهيندو ۽ بزدل کي بہ بهادري وارن ڪمن لاءِ هرکائيندو.

هين جي احساسن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر ۽ هڪڙي جي غلطي کي ٻئي جي مٿان نہ مڙهہ ۽ واجبي مروت جي اظهار تي ڪاوڙ نہ ڪر. انهي ڳالهہ تي نظر رک تہ ان جي حمايت نہ ڪر جنهن ڪجهہ بہ ڪونہ ڪيو آهي پر صرف پنهنجي خانداني حيثيت جو سهارو وٺي ٿو ۽ ان شخص کي بہ داد ڏيڻ کان نہ نٽاءِ جنهن سٺا ڪارناما انجام ڏنا آهن پر انسانن منجهہ گهٽ حيثيت وارو آهي.

## سچي رهنمائي:

جڏهن تون پنهنجن عملن جي معاملي ۾ غيريقيني محسوس ڪرين تہ رهنمائي لاءِ الله ۽ ان جي رسول ڏانهن رجوع ڪر. الله تعاليٰ انهن ماڻهن لاءِ جن کي اهو صحيح رهنمائي ڪرڻ گهري ٿو، هدايت جاري ڪئي آهي. "يَآيُّهَا الَّذِيْنَ اٰمَنُوْٓا اَطِيْعُوا اللهَ وَاَطِيْعُوا الرَّسُوْلَ وَاُولِي الْاَمْرِ مِنْكُمْ ۚ ....." (سورت نساء آيت 59) الله ڏانهن رجوع ڪرڻ حقيقت ۾ الله جي ڪتاب (قرآن شريف) مان رهنمائي حاصل ڪرڻ آهي؛ ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن رجوع ڪرڻ ان جي اجتماعي طور تي مڃيل حديثن جي پيروي ڪرڻ آهي.

## قاضي القضا (چيف جسٽس):

ماڻهن مان پنهنجو قاضي القضا ان شخص کي مقرر ڪر جيڪو انهن مان گهڻو نيڪ هجي - اهو جيڪو گهرو پريشانين ۾ گهيريل نہ

هجي، اهو جنهن کي ڊيڄاري ڌمڪائي نہ سگهجي، اهو جيڪو اڪثر ڪري غلطيون نہ ڪندو هجي، اهو جيڪو جڏهن حق جو رستو لهي وڃي تہ ان کان منهن نہ موڙي، اهو جيڪو خود غرض يا لالچي نہ هجي، اهو جيڪو سمورين حقيقتون ڄاڻڻ کان اڳ فيصلو نہ ڪري، اهو جيڪو هر موجود شڪ کي ڌيان سان توري تڪي ۽ هر ڳالهہ کي پوريءَ طرح ڌيان ۾ رکڻ کان پوءِ واضح فيصلي جو اعلان ڪري، اهو جيڪو وڪيلن جي دليل بازيءَ تي بي صبرو نہ ٿئي ۽ جيڪو هر نئين حقيقت جي انڪشاف جو صبر سان تجزيو ڪري ۽ جيڪو پنهنجي فيصلي ۾ بلڪل غير جانبدار هجي، اهو جنهن کي چاپلوسي ڀُلائي نہ سگهي، اهو جيڪو پنهنجي حيثيت تي غرور نہ ڪري. پر اهڙا ماڻهو اڻلڀ آهن.

هڪڙو دفعو جڏهن تون ان عهدي لاءِ صحيح ماڻهوءَ جي چونڊ ڪري وڃين، ان کي گهڻي پرڪشش پگهار ادا ڪر تہ جيئن اهو آرام ۽ سڪون سان زندگي گذاري ۽ پنهنجي مان شان کي قائم رکي سگهي، آزمائش ۽ لالچي ترغيب کان ان کي بچائي رک. ان کي پنهنجي دربار ۾ اهڙي اعليٰ حيثيت ڏي تہ ڪير بہ ان سان ريس ڪرڻ جو سوچي بہ نہ سگهي ۽ ايتري اعليٰ هجي جو نہ تہ گلا غيبت ۽ نہ وري ڳجهي سازش ان تي اثر ڪري سگهي.

## ماتحت عدليہ:

خبردار! ان جي چونڊ ۾ مقرري ۾ حد کان گهڻي هوشياري جو مظاهرو ڪرڻو آهي، ڇو تہ اها اعليٰ آفيس آهي جيڪا ٺڳ ۽ مفاد پرستن کي پنهنجن خود غرضي وارن مفادن کي حاصل ڪرڻ ۽ استحصال ڪرڻ لاءِ هرڪائي ٿي. پنهنجي قاضي القضا جي چونڊ کان پوءِ ٻين آفيسرن جي چونڊ تي ڌيان سان غور ڪر. منظور ٿيل آزمائشي مُدي کان پوءِ انهن کي سندن عهدي تي پڪو ڪر. ذميوار عهدن لاءِ ڪڏهن بہ ذاتي تعلق جي ڪري يا ڪنهن دٻاءَ هيٺ ماڻهن جي چونڊ نہ ڪر، ڇو تہ ايئن ناانصافي ۽ بدعنواني جو دروازو کلي ويندو.

اعليٰ عهدن لاءِ انهن مان تجربي ڪار ماڻهن، ايماندار ۽ يقين ۾ مضبوط ۽ سٺن خاندانن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جي چونڊ ڪر. اهڙا

ماڻهو آساني سان چاپلوسي جو شڪار ڪونہ ٿيندا ۽ پنهنجون ذميواريون ٻين جي پائيدار پلي تي نظر رکڻ سان نڀائيندا. اطمينان واري زندگي گذارڻ لاءِ انهن جي پگهارن ۾ اضافو ڪر. اطمينان واري زندگي گذارڻ اندر اجارڻ لاءِ هڪڙي مدد آهي. اهي خود پنهنجي گذران لاءِ پنهنجن ماتحتن جي آمدني تي بار ٿيڻ جي ضرورت محسوس ڪونہ ڪندا. انهن کي پوءِ تنهنجين هدايتن جي برخلاف ڪم ڪرڻ لاءِ ۽ رياستي فنڊن کي خوردبرد ڪرڻ جو بهانو ڪونہ ملندو. انهن کي معلوم ٿيڻ کان سواءِ انهن تي اک رک. تي سگهي ٿو تہ اهي پاڻ ۾ عوامي فلاح و بهبود لاءِ حقي ايمانداري ۽ حقي جذبي کي ترقي وٺرائين. پر جڏهن بہ انهن مان ڪنهن تي بي ايماني جي تهمت لڳي ۽ تنهنجي ڳجهن ملازمن جي بيان معرفت اهو الزام ثابت ٿي وڃي تہ پوءِ ان کي سزا ڏيڻ لاءِ ان بيان کي ڪافي سمجهہ. اها جسماني سزا هجڻ گهرجي ۽ پلي تہ ان تي خواري واري جاءِ تي کلي عام عملدرآمد ڪيو وڃي.

## ڍل جو انتظام:

جيڪي ماڻهو رياست کي ڍل ۽ ٻيا محصول ادا ڪن ٿا انهن جي خوشحالي کي يقيني بنائڻ لاءِ ڍل اوڳاڙڻ واري انتظام ۾ وڏي ڌيان جو مظاهرو ڪرڻو آهي، ڇو تہ انهن جي خوشحالي تي ٻين جي، خاص ڪري عام خلق جي خوشحالي جو انحصار آهي.

دراصل رياست جي بقا ڍل ۽ ٻين محصولن جي آمدني تي آهي. ڍل اوڳاڙڻ جي مقابلي ۾ توهان کي پوکي راهي لاءِ زمين جي صحيح سارسنڀال کي وڌيڪ اهميت ڏيڻ گهرجي، ڇو تہ زمين کي پيداوار جي قابل بڻائڻ کان سواءِ ڍل حاصل نٿي ڪري سگهجي. جيڪو آبادگار جي مدد ڪرڻ کان سواءِ ڍل جو مطالبو ڪري ٿو اهو رياست کي تباهہ ڪري ٿو. اهڙي ماڻهوءَ جي حڪومت گهڻي دير تائين قائم رهي ڪونہ سگهندي. جيڪڏهن آبادگار پوک ۾ بيماري، ڏڪار يا حد کان وڌيڪ برسات پوڻ يا زمين جي غير آبادي يا ٻوڏن ڪري فصلن کي پهتل تباهي ڪري نقصان پهچڻ سبب زمين جي ڍل گهٽائڻ لاءِ چون تہ ان مطابق ڍل کي گهٽايو تہ جيئن انهن جي حالت سڌري وڃي. انهي سبب ڍل جي نقصان تي ڳڻتي نہ ڪر ڇو تہ هڪڙي ڏينهن اها ڳالهہ زمين جي ترقي

واري حالت ۾ توکي گهٽين صورتن ۾ بدلو ڏيندي ۽ توکي پنهنجن شهرن جي، حالت سڌارڻ ۾ مدد ڏيندي ۽ پنهنجي رياست جي مان شان کي وڌائڻ جي قابل ڪندي. تون عالمگير واکاڻ جو ڏيان ڏيان تي ويندين. ماڻهو تنهجي انصاف واري جذبي مر اعتبار ڪندا. ان جي نتيجي ۾ اهي تو ۾ جيڪو ڀروسو ڪندا اهو تنهنجي سگهه کي هٿي ونرائيندو ڇو تہ اهي هر وقت تنهنجا بار کڻڻ ۾ حصو وٺڻ لاءِ تيار نظر ايندا.

تون زمين تي گهٽن ئي ماڻهن کي آباد ڪري سگهين ٿو پر جيڪڏهن زمين کي سڌاريو نہ ويو تہ انهن جي بي اطميناني انهن کي وڪوڙي ويندي، آبادگارن جي تباهي جو سبب حڪمران ئي هوندا آهن جيڪي هر حالت ۾ دولت ميڙن جي هوڏ تي قائم هوندا آهن. انهي خوف ڪري تہ متان انهن جو اقتدار گهڻي دير تائين قائم نہ هجي. اهي اهڙا ماڻهو هوندا آهن جيڪي تجربن ۽ مثالن مان سبق حاصل ڪونہ ڪندا آهن.

## دفتري ڪاتي جو عملو:

پنهنجي دفتري ڪاتي جي عملي ۽ لک پڙهہ ڪندڙن تي نظر رک ۽ انهن منجهان بهترين ماڻهن کي ڳجهي لک پڙهہ ڪرڻ لاءِ چونڊ، انهن مان اهڙا جيڪي اعليٰ ڪردار جا مالڪ هجن ۽ تنهنجي مڪمل ڀروسي ۽ اعتماد جا حقدار هجن ـ اهڙا ماڻهو جيڪي تنهنجي مخالفت ڪرڻ لاءِ پنهنجي مراعات يافتہ حيثيت جو فائدو نہ وٺن، ۽ جيڪي پنهنجين ذميوارين کان غافل نہ ٿين، ۽ جيڪي معاهدن جا مسودا تيار ڪرڻ وقت لوڀ لالچ جو شڪار نہ ٿي وڃن ۽ تنهنجي مفاد کي ڇيهو نہ رسائين يا توکي مناسب مدد فراهم ڪرڻ ۽ توکي مشڪلاتن کان بچائڻ ۾ ناڪام نہ وڃن، ۽ اهي جيڪي پنهنجيون ذميواريون ادا ڪرڻ مهل پنهنجين نازڪ ترين ذميوارين جو احساس ڪري سگهن، ڇو تہ جيڪو ماڻهو پنهنجين ذميوارين جو احساس نٿو ڪري اهو مشڪل سان ٻئي جي ذميوارين جو ڪاٿو لڳائي سگهي ٿو. اهڙن ڪمن لاءِ محض پنهنجي نيڪ نيتي يا لڳاءَ جي ڀهرين تاثر جي بنياد تي ماڻهن جي چونڊ نہ ڪر ڇو تہ حقيقت ۾ انهن مان اڪثر جون رياڪاريون، جيڪي اصل ۾ ايمانداري ۽ سٺي نسل کان خالي هوندا آهن، حڪمرانن جي ڏاهپ کي بہ دوکو ڏئي ويندين آهن. چونڊ ضروري

آزمائشي عرصي کان پوءِ ٿيڻ گهرجي - آزمائشي عرصو جيڪو ايمانداري جي پرک هوندو. ماڻهن منجهان سڌي مقرري ڪرڻ ۾ جيڪي اهڙي چونڊ لاءِ ايماندار هجڻ واري ساک رکندا هجن ته اها بنهي، الله تعاليٰ ۽ حڪمران لاءِ قبول جوڳي ڳالهه آهي. هر انتظامي کاتي جو سربراهه هجڻ گهرجي جنهن کي محنت طلب ڪم پريشان ڪري نه سگهي ۽ ڪم جو دٻاءُ چڙ نه ڏياري.

اهو به ياد رک ته لک پڙهه ڪندڙن (ڪاتبن) جي هرهڪ ڪوتاهي، جنهن کي تون نظرانداز ڪندين اها تنهنجي عملن جي دفتر ۾ تنهنجي خلاف لکجي ويندي.

## هنر ۽ صنعت:

توکي هدايت ڪجي ٿي ته ڪاروباري ۽ هنرمند ماڻهن سان سٺو سلوڪ ڪر ۽ ٻين کي به ايئن ڪرڻ لاءِ حڪم ڏي. انهن مان ڪجهه ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهندا آهن ۽ ڪي پنهنجي سامان ۽ اوزارن سان هڪڙي جاءِ کان ٻي ڏانهن هلندا رهندا آهن ۽ هٿ جي پورهيي سان پنهنجي گذر بسر لاءِ ڪمائي ڪندا آهن. اهي ئي رياست لاءِ نفعي جو حقي ذريعو ۽ ڪتب ۾ ايندڙ شين جا مهيا ڪندڙ آهن. جڏهن عام خلق سخت جدوجهد برداشت ڪرڻ لاءِ رضامند ڪونه هوندي آهي ته انهن ڌنڌن ۾ مشغول ماڻهو ئي ويجهين ۽ ڏورانهين جاين تان گهربل شين کي گڏ ڪري آڻڻ جي تڪليف برداشت ڪندا آهن. خشڪي رستي يا سمنڊ پار کان، ۽ جبلن ۽ ٻيلن کان ۽ يقيني طور فائدو حاصل ڪن ٿا.

اهو ئي امن پسند ماڻهن جو طبقو آهي جن کان ڪنهن به قسم جي گڙٻڙ جو انديشو ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. اهي امن ۽ ضابطي سان پيار ڪندا آهن. دراصل اهي گڙٻڙ پيدا ڪرڻ جا اهل ئي ڪونه آهن. آيا اهي توهان جي ڳوٺ ۾ ڪاروبار ڪري رهيا آهن يا شهر ۾، انهن جي حفاظت ڪر. پر اهو به ذهن ۾ رک ته انهن مان اڪثر سخت لالچي آهن ۽ ڏيتي ليتي ۾ خرابي جا عادي آهن. اهي اناج لڪائيندا آهن ۽ وڏي قيمت تي وڪڻڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ اها ڳالهه عام خلق لاءِ گهڻي تڪليف واري آهي. انهي خرابي سان نه وڙهڻ حڪمران جي نالي تي هڪڙو ڏبو آهي. انهن کي ذخيره اندوزي ڪرڻ کان روڪ، ڇوته

الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اهڙي ڳالهہ کان منع ڪئي آهي. انهي ڳالهہ جو خيال رک تہ ڏنڊو گهٽي آساني سان هلايو وڃي، تارازي سڌي رکي وڃي ۽ قيمت اهڙي مقرر ڪئي وڃي تہ جيئن نہ وڪرو ڪندڙ ۽ نہ خريدار نقصان ۾ وڃي. جيڪڏهن تنهنجين تنبيهن جي باوجود بہ ڪو تنهنجين هدايتن ۽ حڪمن جي خلاف ورزي ڪري ۽ ذخيره اندوزي جو ڏوهہ ڪري تہ پوءِ ان تي سخت سزا جو حڪم نافذ ڪر.

## مسڪين:

خبردار! جڏهن مسڪين ماڻهن جي معاملن کي طئي ڪرين تہ الله جو خوف ڪجان. انهن جي سهائتا ڪرڻ وارو ڪوئي ڪونهي، اهي نڌڻڪا، محتاج، بي يارومددگار ۽ ذهني طور گهڻو ڏتڙيل آهن. وقت جي لاهن چاڙهن جا ستايل. انهن منجهہ ڪجهہ اهڙا آهن جيڪي زندگي ۾ پنهنجي نصيب بابت سوال ڪونہ ڪندا آهن ۽ اهي پنهنجي سخت پريشاني جي باوجود خيرات گهرڻ ڪونہ ويندا آهن. الله تعاليٰ جي رضا خاطر انهن جي حقن جي حفاظت ڪر ڇو تہ انهن جي مفادن جي حفاظت ڪرڻ جي ذميواري تنهنجي مٿان عائد ٿئي ٿي. انهن جي سڌاري لاءِ بيت المال مان ڪجهہ حصو مقرر ڪر. اهي ڪٿي بہ هجن، آيا تنهنجي ويجهو يا توکان پري، تنهنجي نظر ۾ هنهي جا حق برابر هجڻ گهرجن. پنهنجين مصروفيتن ڪري انهن کي پنهنجي ذهن مان نہ وسارجان، ڇو تہ انهن جي حقن کان انحراف جو ڪوبہ بهانو الله وٽ قابل قبول ڪونہ هوندو. انهن جي حقن کي پنهنجن حقن کان گهٽ اهميت وارو نہ سمجهجان ۽ انهن کي ڪڏهن بہ پنهنجي اهم ڌيان جي دائري کان ٻاهر نہ رکجان ۽ انهن ماڻهن تي نظر رکجان جيڪي انهن جي سارسنڀال لاءِ مقرر ٿيل هجن ۽ جن جي حالت کان اهي توکي بي خبر رکندا هجن.

پنهنجن آفيسرن مان اهڙن ماڻهن جي چونڊ ڪر جيڪي ايماندار ۽ خدا جو خوف رکندڙ هجن ۽ جيڪي غريبن جي حالت بابت توکي باخبر رکي سگهن.

انهن مسڪين ماڻهن لاءِ اهڙو بندوبست ڪر جو قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي آڏو توکي ڪنهن بهاني ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيڻو نہ

پوي، چو تہ اهو ماڻهن جو اهو لڏو آهي جيڪو ٻين جي مقابلي ۾ مهرباني واري سلوڪ جو وڌيڪ حقدار آهي. انهن مان هرهڪ کي ان جو جائز حصو ڏئي الله تعاليٰ کان جزا جي دعا ڪر ۽ انهن منجهان اهڙن ٻڍڙن ماڻهن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ کي جن وٽ گذر بسر لاءِ پنهنجو ڪو ذاتي وسيلو ڪونهي ۽ خيرات گهرڻ کان بہ لهرائين ٿا. پاڻ تي مقدس ذميواري مقرر ڪري ڇڏ. انهي ذميواري کي نڀائڻ اهڙو آهي جو عام طور تي حڪمرانن لاءِ آزمائش ثابت ٿي وڃي ٿي پر اهڙن معاشرن ۾ گهڻو پسنديده عمل آهي جيڪي دوراندیشي واريءَ نظر سان نوازيل آهن. صرف اهڙا ئي معاشرا ۽ قومون آهن جيڪي غريبن لاءِ پنهنجي ذميواري لاءِ خدا سان ڪيل پنهنجي واعدي کي اطمينان سان صحيح نموني نڀائين ٿيون.

## ڪليل گڏجاڻيون:

وقت بہ وقت ڪليل گڏجاڻين ۾ ۽ خدا جي موجود هجڻ واري احساس ۾ ڏکويلن ۽ غريبن سان ملاقاتون ڪر. انهن سان بي تڪلف گفتگو ڪر ۽ پنهنجن هٿياربند محافظن يا سرڪاري آفيسرن يا پوليس جي عملي يا خفيہ اداري جي ڪارندن مان ڪنهن کي بہ پنهنجي پرسان موجود نہ رک تہ جيئن غريبن جا نمائندا بنا خوف ۽ بغير ڪنهن انديشي جي پنهنجا ڏک سور بيان ڪري سگهن. ڇو تہ مون الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ ڪابہ قوم يا معاشرو جنهن ۾ طاقتور ماڻهو ڪمزورن جي باري ۾ پنهنجيون ذميواريون ادا ڪونہ ٿا ڪن، اعليٰ مرتبو ماڻي ڪونہ سگهندا. اهي جيڪڏهن سخت زبان استعمال ڪن تہ ان کي بردباري سان برداشت ڪر ۽ جيڪڏهن اهي پنهنجي ڪٿا چٽي نموني بيان ڪري نہ سگهن تہ چڙ ۾ نہ اچ. ائين ڪرڻ سان الله تعاليٰ تنهنجي لاءِ پنهنجي رحمت ۽ انعام جو دروازو کولي ڇڏيندو. تون انهن کي جيڪو ڪجهہ بہ ڏئي سگهين، اهو ڪاوڙ ۽ رنج ڪرڻ کان سواءِ ڏي ۽ جيڪو انهن کي ڏيڻ جي وس ۾ نہ هجين تہ پنهنجي وس آهر نرمائي سان انهن تي واضح ڪر.

ڪيتريون ئي ڳالهيون هونديون آهن جيڪي ترت قدم کڻڻ جون گهرجائو هونديون آهن. انهن مان هڪڙي شڪايتن جي تدارڪ بابت لک پڙهه آهي، جنهن کي توهان جو لاپرواهه عملو نبيرڻ جي قابل ڪونه هوندو آهي. انهي ڳالهه جو خيال رک ته تنهنجي غور و ويچار لاءِ موڪيل دخواستون ۾ شڪايتون بنا دير جي تنهنجي آڏو پيش ڪيون وڃن. بهرحال، تنهنجا اڪثر آفيسر انهن ۾ روڙا اٽڪائڻ جي ڪوشش ڪري سگهن ٿا. ڏينهن جي ڪم کي ان ئي ڏينهن اڪلائڻ جي ڪوشش ڪر، ڇو ته ايندڙ ڏينهن پنهنجون پيون ذميواريون کڻي ايندو.

## الله تعاليٰ سان رابطو:

پنهنجو ڳچ وقت خدا سان رابطي ڪرڻ لاءِ مقرر ڪرڻ کان نه وسار. توڙي جو تنهنجي هر گهڙي فقط ان (الله) لاءِ ئي آهي، بشرطيڪ اهو وقت تنهنجي عوام جي خدمت ۾ خلوص سان گذاريو ويندو هجي. الله تعاليٰ ڏانهن تنهنجي جيڪا سڌي ذميواري آهي اها تنهنجي سموري وقت ۾ شامل هجڻ گهرجي. تنهنڪري هر ڏينهن ۾ رات جو ڪجهه وقت عبادت لاءِ وقف ڪر ته جيئن اهو الله تعاليٰ سان رابطي ۾ گذري، جيترو ممڪن ٿئي ته پنهنجي عبادت کي اوڻائي کان آجو ۽ ڪامل بڻاءِ، پرواهه ناهي جيڪڏهن ان ۾ ڪا جسماني تڪليف اچي وڃي.

جڏهن تون گڏيل جماعت ۾ عبادت جي پيش امامت ڪرين ته غير ضروري طور تي ڊگهي عبادت ۾ ماڻهن کي نه ٿڪاءِ ۽ نه وري خوامخواهه مختصر ڪري ان کي برباد ڪر.

يمن ڏانهن رواني ٿيڻ لاءِ مون کي جڏهن حڪم مليو ته مون الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم کي عرض ڪيو ته اتي مان گڏيل جماعت جي عبادت ۾ پيش امامت ڪهڙي انداز ۾ ڪيان ته پاڻ ڪريمن فرمايو: "تون نماز جي ادائگي ايئن ڪر جو توهان ۾ ڏبرو ماڻهو به ادا ڪري سگهي ۽ مومنن لاءِ لحاظ رکڻ وارو مثال قائم ڪر."

## اڪيلائي پسندي اڻوڻندڙ ڳالهه:

مون جيڪو ڪجهه مٿي بيان ڪيو آهي ان جي بجاآوري جي ٻاري ۾ هڪڙي ڳالهه کي ذهن ۾ ويهار. ڪيتري به وقت لاءِ پاڻ کي ڪڏهن به ماڻهن کان الڳ ٿلڳ نه رکجان، ڇو ته ائين ڪرڻ سان پاڻ

ڪي انهن جي معاملن کان بي خبر رکڻ برابر آهي. اها عادت حڪمران ۾ غلط رجحان پيدا ڪري ٿي ۽ ان کي ڇا اهم آهي ۽ ڇا غير اهم آهي جي وچ ۾، صحيح ۽ غلط جي وچ ۾، ۽ سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي قابل نٿي ڇڏي. حڪمران بہ آخرڪار انسان آهي ۽ اهو ڪنهن بہ ڳالهہ لاءِ صحيح راءِ قائم ڪري نٿو سگهي جيڪا ان جي نظرن کان پري هجي.

حق سچ سان ڪو امتيازي نشان گڏيل ڪونہ آهي جيڪو ماڻهوءَ کي سچ ۽ ڪوڙ جي مختلف نمونن جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي قابل بڻائيندو هجي. حقيقت اها آهي تہ تون بہ ڳالهين مان ڪنهن هڪڙي وارو ضرور هوندين. يا تون انصاف وارو هوندين يا غيرمنصف. جيڪڏهن تون انصاف وارو هوندين تہ پوءِ تون پاڻ کي ماڻهن کان الڳ ٿلڳ نہ رکندين، پر انهن سان ملندو رهندين ۽ انهن جي ضرورتن کي پورو ڪندين.

پر جيڪڏهن تون غيرمنصف آهين تہ ماڻهو خودبخود توکان پري ڀڄندا. پاڻ کي الڳ ٿلڳ رکڻ ۾ ڪهڙي خوبي آهي؟ مڙني معاملن ۾ اڪيلائپ پسندي اڻوڻندڙ ڳالهہ آهي، خاص طور تي تڏهن جڏهن ماڻهن جي ضرورتن جو پورائو ڪرڻ تنهنجي ذميواري هجي. تنهنجن آفيسرن طرفان اهنج پهچائڻ خلاف شڪايتون يا انصاف لاءِ درخواستون تنهنجي لاءِ چڙ ڏياريندڙ ثابت نہ ٿيڻ گهرجن.

## اقربا پروري:

پاڻ تي اهو واضح ڪري ڇڏ تہ اهي ماڻهو جيڪي تنهنجي ويجهو ايندا ۽ تنهنجي چوڌاري ڦيريون ڏيندا، اهي ٻين جي مال ملڪيت ڦٻائڻ لاءِ پنهنجي حيثيت جو ناجائز فائدو وٺڻ گهرندا ۽ ناانصافي وارا ڪم ڪندا. انهن ۾ موجود اهڙي رجحان کي دٻائي ڇڏ. پنهنجي سلوڪ جو اهو اصول ناهي ڇڏ تہ ڪڏهن بہ پنهنجن رشتيدارن مان ڪنهن کي بہ زمين جو هڪڙو معمولي ٽڪرو بہ ناهي ڏيڻو. اها ڳالهہ انهن کي ٻين جي مفادن کي ڇيهو رسائڻ کان روڪيندي ۽ توکي بہ اهي، الله تعاليٰ ۽ ماڻهن جي ناپسنديدگي ڏانهن ڌڪڻ کان بچائيندي

انهي ڳالهه کي ڌسڻ کان سواءِ ته ڪير تنهنجو مٽ مائٽ آهي يا ڌاريو برابريءَ جي بنياد تي انصاف ڪر. جيڪڏهن تنهنجن مٽن مائٽن يا دوستن ساٿين مان ڪير قانون جي انحرافي ڪري ته قانون طرفان مقرر ڪيل سزا ڏي. بهرحال، اها ذاتي طور تي ته تنهنجي لاءِ تڪليف واري ڳالهه هوندي، البت، رياست لاءِ اها سٺي ڳالهه ٿيندي. جيڪڏهن ڪنهن به وقت ماڻهن جي دل ۾ تنهنجي لاءِ اهو شڪ ويهي ته ڪنهن به معاملي ۾ تو انهن سان ناانصافي ڪئي آهي ته انهن کي وضاحت ڏي ۽ انهن جي شڪ کي دور ڪر. اهڙي طريقي سان تنهنجو ذهن انصاف جي احساس سان هم آهنگ ٿي ويندو ۽ ماڻهو توسان محبت ڪرڻ لڳندا. اها ڳالهه تنهنجي ان خواهش جو به پورائو ڪندي ته تو ۾ انهن کي اعتبار ۽ ڀروسو هجي.

## صلح ۽ معاهدا:

اهو به ذهن ۾ ويهاري ڇڏ ته تنهنجو دشمن پاڻمرادو صلح جي آڇ پيش ڪري ته ان کي ٺڪرائڻو ناهي. ان کي قبول ڪر، ڇو ته اها ڳالهه الله کي راضي ڪندي، صلح لشڪر لاءِ سڪون ۽ قرار جو وسيلو آهي. اهو تنهنجين پريشانين کي گهٽائيندو ۽ رياست ۾ امن امان کي هٿي وٺرائيندو. پر خبردار! جڏهن صلح ڪرين ته پنهنجن حقن جي حفاظت ڪجان، ڇو ته ڪجهه دشمن فقط حفاظت جي لحاظ کان توکي بيوقوف بنائڻ لاءِ صلح جا شرط تجويز ڪندا ته جيئن تون انهن کان ڌيان هٽائي ڇڏين ته اهي توتي ڀيهر حملو ڪري سگهن. تنهن ڪري توکي پنهنجي طرفان چڱي خاصي سُچيتائي جو مظاهرو ڪرڻو پوندو ۽ انهن جي قَسمن ۽ اعتراضن تي غيرضروري اعتبار نه ڪرڻو پوندو. پر صلح جي معاهدي هيٺ جيڪڏهن تو ڪن ذميوارين کي قبو ل ڪيو آهي ته انهن ذميوارين کي ديانتداري سان نڀائجان، اهو هڪڙو اعتبار آهي ۽ ان کي لازمي خلوص سان پورو ڪرڻو آهي. جڏهن تو ڪنهن ڳالهه جو واعدو ڪيو آهي ته توکي جيتري به قوت آهي ان مطابق ان کي وفا ڪر، ڇو ته ٻين معاملن تي ڀلي ڪيترو به اختلاف راءِ موجود هجي، واعدي پاڙڻ کان وڌيڪ ڪابه ڳالهه سٺي ڪونهي. اها ڳالهه غيرمسلم قومن منجهه به تسليم ٿيل آهي، ڇو ته معاهدن جي ڀڃڪڙي ڪري جيڪي نتيجا

نڪرندا آهن انهن کان اهي پلي پت واقف آهن. تنهن ڪري پنهنجون ذميواريون نڀائڻ کان نتائڻ لاءِ بهانا نہ ڳاهہ ۽ ڪڏهن بہ واعدي خلافي نہ ڪر. نہ وري پنهنجي دشمن سان دوکو ڪر. ڇو تہ واعدي جي خلافي الله تعاليٰ جي خلاف هڪڙو عمل آهي ۽ الله خلاف قطعي بچڙن عملن مان ان ڪانسواءِ ڪو بيو وڌيڪ خراب عمل ڪونهي.

دراصل خدائي واعدا انسانذات مٿان پکڙيل نعمتون آهن. الله تعاليٰ جو واعدو ڌرتي تي انتهائي طاقتور ماڻهن پاران بہ گهربل پناهہ آهي ڇو تہ ان ۾ دوکي جو ڪوبہ امڪان ڪونهي. تنهنڪري اهڙو ڪوبہ واعدو نہ ڪر جيڪو تون پاڙي نہ سگهين. نہ وري پنهنجي دشمن تي ڇتاءِ ڏيڻ کان سواءِ حملو ڪر. ڇو تہ انتهائي بدبخت جاهل ڪانسواءِ ڪير بہ الله جي مخالفت ڪرڻ جي جرئت ڪونہ ڪندو جنهن (الله) پنهنجي لامحدود رحم ۾ معاهدن ۽ ڳاهن کي پنهنجي مخلوق لاءِ بيحد مقدس اوزار ٺاهيو آهي. دراصل صلح هڪڙو اجهو فراهم ڪري ٿو جنهن جي زندهہ پاڇي ۾ سڀ پناهہ گهرندا آهن ۽ جنهن جي اوسي پاسي ۾ سڀ ڏاهو ڪرڻ لاءِ ڪن هڻندا آهن. تنهنڪري معاهدو دوکي، بيائي ۽ ٺڳي کان آجو هجڻ گهرجي.

ڪڏهن بہ تيڪاٽيڻين لاءِ ڪليل ڪوبہ ڳاهہ نہ ڪر. پر جڏهن هڪڙو دفعو اهو ٿي وڃي تہ ڪنهن بہ بهاني بازي کان ڪم نہ وٺ، خدائي حڪمن جي روشني ۾ ٿيل ڪنهن بہ معاهدي تان ڦرڻ جي ڪوشش نہ ڪر. ڏکائيندڙ تڪليفن جي وقت بہ نہ. جيئن تہ تڪليف آخرت واري حياتي جي لاءِ انعام آهي تنهنڪري اهو بهتر آهي تہ تڪليفن کي منهن ڏجي بجاءِ ان جي جو قيامت جي ڏينهن تي احتساب جي گهاءِ ڪندڙ احساس سان معاهدي جو انحراف ڪجي.

خبردار! بغير ڪنهن جائز سبب جي خونريزي کان پاسو ڪر. ڇو تہ خونريزي الله جي غضب کي دعوت ڏئي ٿي، ماڻهوءَ کي ان جي سخت ترين سزا جو موجب بڻائي ٿي، ان کي الله جي نعتمن کان محروم ڪري ڇڏي ٿي ۽ انسان جي زندگيءَ جي مُدي کي گهٽائي ٿي. اهو ئي گناهہ آهي جنهن لاءِ قيامت جي ڏينهن انسان کي ڀهريان جواب ڏيڻو پوندو. تنهنڪري خبردار رهہ! پنهنجي حڪومت جي سگهہ کي رتوڇاڻ سان

مضبوط ڪرڻ جي خواهش نہ ڪر، ڇو تہ اهو ئي خون آهي جيڪو آخرڪار اقتدار کي ڪمزور ڪري ٿو ۽ اختيار کي هاڃو رسائي ٿو ۽ ان جي بنيادن کي لوڏي ڇڏي ٿو. پوءِ اقتدار ٻين جي هٿن ۾ هليو وڃي ٿو.

قتل اهڙو ڏوهہ آهي جنهن جي سزا موت آهي. جيڪڏهن ڪنهن بہ سبب ڪري ڪنهن ننڍڙي ڏوهہ لاءِ حڪومت طرفان ڏنل جسماني سزا ڏوهاري جي موت جو ڪارڻ ٿي وڃي تہ فوتي جي وارثن طرفان خون بها جي مطالبي جي رستي ۾ حڪومت جو وقار رڪاوٽ نہ بڻجڻ گهرجي.

## آخري هدايتون:

پاڻ پڏائڻ ۽ خودثنائي کان پاسو ڪر، پاڻ ساراهڻ ۾ ملوث نہ ٿي ۽ نہ ئي ٻين کي پنهنجي واکاڻ ڪرڻ لاءِ همٿاءِ، ڇو تہ پارسار ماڻهن جي سٺن عملن کي ناس ڪرڻ لاءِ سڀني ترڪيبن مان شيطان گهڻو ڪري تعريف ۽ خوشامد تي ڀروسو ڪندو آهي.

ماڻهن تي تو جيڪي عنايتون ڪيون هجن انهن بابت نہ انهن جو وڏيڪ اندازو لڳاءِ ۽ نہ وري مبالغي آميز ڳالهين ۾ ملوث ٿي. واعدي خلافي الله کي ناراض ڪري ٿي ۽ ماڻهن کي پڻ. الله عزوجل قرآن ۾ چيو آهي: "الله گهڻو ناراض ٿئي ٿو جيڪڏهن توهان جيڪو چئو ان تي عمل نہ ڪريو." (الصف آيت 3)

ڪنهن بہ ڳالهہ يا ڪم ڪرڻ ۾ ان جي وقت کان اڳ تڪڙ نہ ڪر. نہ وري جڏهن صحيح مهل اچي وڃي تہ ان کي ملتوي ڪر. ڪنهن غلط ڳالهہ ڪرڻ لاءِ زوربار نہ ڪر. نہ وري ڪنهن غلط ڳالهہ جي تدارڪ ڪرڻ ۾ سُستي جو مظاهرو ڪر. هرڳالهہ ۽ ڪم ان جي مناسب وقت تي ڪر ۽ ڇڏ تہ هر شي پنهنجي حقي جاءِ والاري. جڏهن ماڻهو اجتماعي طور تي ڪنهن ڳالهہ تي متفق ۽ هڪڙي راءِ تي قائم ٿي وڃن تہ انهن تي پنهنجي راءِ مڙهڻ جي ڪوشش نہ ڪر ۽ نتيجي ۾ تنهنجي مٿان جيڪا ذميواري عائد ٿئي ان کي نڀائڻ ۾ ڪوتاهي نہ ڪر. ڇو تہ ماڻهن جون نظرون تنهنجي مٿان ڪتل هونديون ۽ تون انهن لاءِ جيڪو ڪجهہ ڪرين ان لاءِ جوابدهہ هوندين. ذميواري کان معمولي غفلت بہ پنهنجو بدلو ڪٽي ايندي. پنهنجي ڪاوڙ کي قابو ۾ رک ۽ پنهنجن هٿن ۽ زبان جي نگراني ڪر. پنهنجي ڪاوڙ واري جوش کي روڪڻ جو

بهترين طريقو اهو آهي تہ سزا کي ملتوي ڪر. جيستائين تون سانت ٿين ۽ پنهنجي آپي ۾ واپس اچي وڃين. تون ان ڏنگ کي ان وقت تائين حاصل ڪري ڪونہ سگهندين جيستائين اهو ياد نہ رکين تہ آخرڪار هڪڙي ڏينهن توکي پنهنجي پالڻهار ڏانهن موٽڻو آهي.

اهو لازمي آهي تہ تون انهن هدايت نامن جو ڏيان سان مطالعو ڪر جن انصاف پسند ۽ سٺن حڪمرانن کي اتساهيو جيڪي توکان اڳ ٿي گذريا آهن. پنهنجي نبي سڳوري جي مثال تي ان جي حديثن ۽ قرآن شريف جي احڪامن تي، ۽ معاملن کي اڪلائڻ ۾ منهنجي پنهنجي طريقي مان تو جيڪو اثر ورتو هجي، ان تي ڳوڙهو غور ڪر. مون هتي توکي جيڪي بہ هدايتون ڏنيون آهن ۽ تو انهن جي پوئواري ڪرڻ لاءِ حلفيہ اقرار ڪيو آهي، انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪر. هن حڪم ذريعي مان توکي تاڪيد ڪيان ٿو تہ تون پنهنجي دل جي جذبات آڏو هار نہ مڃ نہ وري تون پاڻ تي مقرر ٿيل ذميوارين کي نڀائڻ کان منهن موڙ.

مان الله پاڪ ۽ ان جي لامحدود نعمتن ۽ رحمتن جي منڊل ۾ پناهہ گهران ٿو ۽ توکي مون سان گڏ دعا گهرڻ جي دعوت ڏيان ٿو تہ اهو اسان ٻنهي کي پنهنجين خواهشن کي سندس رضا جي آڏو راضي خوشي ترڪ ڪرڻ جي سعادت نصيب ڪري، ۽ اسان کي پنهنجي ۽ پنهنجي مخلوق جي آڏو سرخرو ٿيڻ جي قابل بڻائي تہ جيئن انساني لڏو اسان جي ياد کي دل ۾ رکي ۽ اسان جو ڪم زندهہ رهي. مان الله کي سندس رحمت لاءِ ٻاڏيان ٿو ۽ دعا ٿو ڪريان تہ اهو تو ۽ مون تي پنهنجي عنايت ڪري ۽ پنهنجي راهہ ۾ شهادت نصيب ڪري. تحقيق اسان کي ان ڏانهن موٽڻو آهي. مان الله جي رسول ۽ ان جي پاڪ آل اولاد تي صلوات موڪليان ٿو.

# اقوام متحده جو انساني حقن وارو پڌرنامو

حضرت علي عليہ السلام طرفان انساني حقن بابت مرتب ڪيل قانون ۽ قاعدا انهيءَ موضوع تي اقوام متحده طرفان پڌرو ڪيل ضابطن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ بهتر ۽ ڪارائتا لڳن ٿا.

حضرت علي عليہ السلام طرفان اعلان ڪيل انساني حقن کي پڙهندڙ هاڻي چڱي طرح سمجهي ورتو آهي. بهرحال، اهو ضروري لڳي ٿو تہ هن باب ۾ وري انهن جو خلاصو پيش ڪجي، ۽ انهن جي تت کي ذهن ۾ رکي انهن جي مختلف رخن جو مطالعو ڪجي.

اسان حضرت علي عليہ السلام طرفان پنهنجن گورنرن ۽ ٻين آفيسرن ڏانهن موڪليل سندس فرمانن،خطن ۽ احڪامن جي روشني ۾ خاص ۽ عام حقن جي باري ۾ ان جي خيالن ۽ نظرين کي چڱي نموني ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ الڳ بابن ۾ انهن تي بحث ڪيو آهي ۽ پنهنجي وس آهر جيترو ممڪن ٿي سگهيو آهي تہ انهن کي چٽي نموني ۾ بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تنهنڪري ڪنهن بہ پڙهندڙ لاءِ گهڻو آسان ٿي ويندو تہ اهو واسطيدار باب ڏانهن رجوع ڪرڻ سان انساني حقن بابت حضرت علي عليہ السلام طرفان مقرر ڪيل قانونن ۽ قاعدن سان پوري طرح واقف ٿي وڃي.

حضرت علي عليہ السلام جا نظريا ۽ عقيدا هڪڙي چڱي انداز ۾ پيش ڪرڻ جي مطلب سان ۽ وڌيڪ بهتر ۽ واضح نموني ۾ سمجهڻ لاءِ تہ ان طرفان اهي هدايتون ڪهڙي ڪامل قوت سان جاري ڪيون ويون هيون، اسان هتي اقوا متحده جي پڌرنامي ۽ انساني حقن جي اعلان جا ڪجھ اهم متن پيش ڪرڻ چاهيون ٿا، جن جي سڀني قومن جي نمائندن منظوري ڏني آهي. جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام طرفان ترتيب ڏنل قاعدن ۽ اقوام متحده جي پڌرنامي جي وچ ۾ ڪو فرق موجود آهي تہ پڙهندڙ لاءِ اهو ممڪن ٿي ويندو تہ ان کي تسليم ڪري ۽ سبب پڻ ڳولي وٺي تہ ايئن ڇو آهي.

اسان مختصر طور چئي سگهون ٿا تہ انهن جي مطلب جي نقطہ نگاهہ کان حضرت علي عليہ السلام طرفان انساني حقن بابت ترتيب ڏنل قاعدن ۽ اقوام متحده جي پڌرنامي جي وچ ۾ ڪو فرق ڪونهي. جيڪڏهن ڪو معمولي فرق ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ ظاهري طور تي انهن تبديلين ڪري آهي جن وقت گذرڻ دوران اصطلاحن ۾ جاءِ ورتي آهي، باقي بنيادي ڳالهہ يا اصول ۾ ڪو فرق ڪونهي.

اقوام متحده جي پڌرنامي ۾ اهڙو ڪوبہ باب ڪونهي جيڪو حضرت علي عليہ السلام طرفان ترتيب ڏنل قاعدن سان ٺهڪندڙ نہ هجي. دراصل حضرت علي عليہ السلام طرفان ڏنل هدايتن ۾ اجابہ بهتر ۽ وڌيڪ ڪارائتيون ڳالهيون ملن ٿيون.

منهنجي راءِ مطابق قاعدن جي انهن ٻنهي ترتيبن جي وچ ۾ فرق هيٺين چئن سببن ڪري آهي:

پهرين ڳالهہ تہ اقوام متحده جي پڌرنامي جو مسودو گهڻو ڪري دنيا جي سيني ملڪن سان تعلق رکندڙ هزارن ڏاهن ماڻهن تيار ڪيو هيو جڏهن تہ علوي قاعدن کي صرف هڪڙي شخص يعني حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضہ ترتيب ڏنو هيو.

ٻي ڳالهہ تہ حضرت علي عليہ السلام هن دنيا ۾ چوڏهن سو سال اڳ تشريف آور ٿيا هيا.

ٽين ڳالهہ تہ جن ماڻهن اقوام متحده جي پڌرنامي جو مسودو تيار ڪيو يا دراصل ان جي لاءِ ضروري مواد کي گڏ ڪيائون، اهي تمام گهڻي اجائي لباڙ ۽ خودثنائي ۾ ملوث ٿيا ۽ ٻٽاڪ هيائون تہ سندن انهي ڪارنامي ڪري دنيا انهن جي ٿورائتي آهي. ان جي برخلاف حضرت علي عليہ السلام الله تعاليٰ جي آڏو عاجزي ڏيکاري ۽ ماڻهن جي آڏو حيادار هيو. ان وڏائي يا برتري جي خواهش ڪونہ ڪئي. ان هميشہ الله کي ٻاڏايو ۽ ماڻهن کان بہ اها اميد ڪيائين تہ ان جي ڪمين ۽ ڪوتاهين کي درگذر ڪيو ويندو.

چوٿين ڳالهہ جيڪا فرق جي لاءِ متي ذڪر ڪيل ٽنهي ڳالهين کان وڌيڪ اهم آهي، اها آهي تہ انهن قومن مان جن انساني حقن بابت اقوام متحده جي پڌرنامي کي ترتيب ڏيڻ ۾ حصو ورتو ۽ ان جي

منظوري ڏنائون. اڪثر انهن ئي قومن انهي پڌرنامي جي انحرافي ڪئي ۽ ان کي تباهه ڪرڻ ۽ بيڪار بڻائڻ لاءِ هٿياربند جهيڙا شروع ڪيا. پر حضرت علي عليہ السلام جتي بہ پنهنجا قدم رکيا، ۽ جڏهن بہ پاڻ ڪا ڳالهہ چيائون يا پنهنجي تلوار مياڻ مان ڪڍيائون تہ انهن اهو ڪم ظلم ۽ ڏاڍ کي تباهہ ڪرڻ لاءِ ڪيو ۽ حق ۽ انصاف جي رستي تي قدم وڌائڻ لاءِ ميدان هموار ڪيائون. ايتري تائين جو پاڻ انساني حقن جي دفاع ۾ شهادت ماڻيائون. توڙي جو پنهنجي زندگي دوران اڳيئي هزارين دفعا شهيد ٿيا هيا.

هاڻي اسان هتي اقوام متحده جي پڌرنامي جي تمام ڊگهي باب جا متن پيش ڪنداسين جنهن جو تعلق، انساني حقن سان آهي. اهو فرينچ ليکڪ بربابيخ (Barbabech) مرتب ڪيو آهي ۽ محمد منظور نالي شخص عربي ۾ ترجمو ڪيو آهي، جنهن کي متحده عرب امارات طرفان ڇپرايو ويو آهي.

1. عزت ۽ حقن جي معاملي ۾ سيئي انسان هڪبئي جي برابر آهن. انهن کي بري ۽ ڀلي جي وچ ۾ فرق ڪرڻ لاءِ عقل ۽ صلاحيت جي قوت سان خلقيو ويو آهي. تنهنڪري سيني کي هڪبئي سان ڀائرن وارو سلوڪ ڪرڻ گهرجي.

2. هر انسان هن پڌرنامي ۾ ڄاڻايل پنهنجا سمورا حق ۽ سهوليتون حاصل ڪندو. انهن جي وچ ۾ نسل، رنگ، زبان، عقيدي، مذهب، سياسي نظرئي، ملڪ، سماجي قاعدن، شاهوڪاري، غربت، خاندان ۽ حسب نسب جي بنياد تي ڪوبہ متڀيد ڪونہ ڪيو ويندو.

3. هن پڌرنامي ۾ شامل ٿيل حق سيني آزاد ملڪن جي شهرين سان گڏوگڏ انهن ملڪن جي شهرين کي بہ حاصل هوندا جن جون حڪومتون ٻين ملڪن جي حڪومتن جي ماتحت آهن. تنهنڪري انهن علائقن جا شهري آزاد ملڪن جي رهاڪن سان برابر آهن.

4. هر ماڻهو زندگيءَ جي گذربسر رکڻ ۽ امن ۽ سلامتي ۾ زندگي گذارڻ جو حقدار آهي.

5. انسان ذات لاءِ غلامي جائز ڪونهي. هر حال ۾ غلامي يا غلامن جو ڪاروبار ڪرڻ منع آهي.

6. انسانن کي رنجائڻ يا انهن سان ڏاڍ ڪرڻ جائز ڪونهي. انهن کي غيرضروري طور تي مجبور ڪرڻ ناجائز آهي. هر اها ڳالهه جيڪا ٻين جي ڪردار ۽ عزت لاءِ بدنامي جو باعث ٿئي ممنوع آهي.

7. هر ماڻهوءَ جو اهو حق آهي تہ اهو جنهن بہ ملڪ ۾ هجي ان جي قانوني حيثيت کي تسليم ڪيو وڃي.

8. قانون جي نظر ۾ سڀئي انسان برابر آهن. هر ماڻهو قانوني مدد وٺڻ جو حقدار آهي. انسانن جي وچ ۾ ڪوبہ فرق ڪونهي. هر ماڻهوءَ کي حق آهي تہ اهو ان تفاوت جي مخالفت ڪري جيڪو هن پڌرنامي ۾ شامل ڳالهين جي ڀڃڪڙي ڪري.

9. هر ماڻهوءَ کي حق آهي تہ اهو پنهنجي حق لاءِ باضابطہ ڪورٽ ۾ شڪايت درج ڪرائي جنهن کي حق ۽ لاڳو ڪيل قانونن جي انحرافي بابت فيصلا ڪرڻ لاءِ قائم ڪيو ويو هجي.

10. ڪنهن کي بہ حقي جواز کان سواءِ گرفتار، قيد ۽ پنهنجي شهر مان جلاوطن نہ ڪري سگهبو.

11. انهي ڳالهہ جي بہ اجازت ڪونہ هوندي تہ ڪوئي ٻئي جي ذاتي يا خانداني زندگي ۾ مداخلت ڪري يا بغير ڪنهن قانوني حق جي ٻئي جي لک پڙهہ جاچي. ڪنهن کي بہ ٻئي جي عزت ۽ مان تي حملو ڪرڻ جي اجازت ڪونهي، ۽ هر ماڻهوءَ کي اهو حق آهي تہ ڏاڍ ۽ مداخلت جي معاملي ۾ قانون لاڳو ڪندڙ اختيارين کي درخواست ڪري.

12. هر ماڻهوءَ کي اهو حق آهي تہ اهو پنهنجي ملڪ ۾ آزادي سان سفر ڪندو رهي ۽ جتي بہ اهو گهري تہ رهائش اختيار ڪري. ان کان علاوه هر ماڻهو انهي ڳالهہ جو بہ حقدار آهي تہ اهو ڪنهن بہ شهر مان لڏي وڃي ۽ جڏهن بہ چاهي تہ ان ڏانهن موٽي پڻ اچي.

13. جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ظلم ۽ ڏاڍ جو انديشو ٿئي تہ ان کي حق آهي تہ اهو ٻئي ملڪ ۾ پناهہ وٺي.

14. هر ماڻهوءَ کي ذاتي حيثيت ۾ ۽ حصيداري موجب ملڪيت رکڻ جا حق آهن ۽ ڪنهن کي بہ زور زبردستي سان ان جي ملڪيت جي مالڪي کان محروم نٿو ڪري سگهجي.

15. هر ماڻهو آزادي سان سوچڻ جو حقدار آهي ۽ حڪومت کي اهو حق ڪونهي تہ اها ماڻهن جي مذهبي عقيدن ۽ عملن ۾ مداخلت ڪري.

16. هر ماڻھوءَ کي ذاتي راءِ رکڻ ۽ ان کي ظاهر ڪرڻ جو حق آهي ۽ ڪير بہ ان کي ان جي راءِ جي ڪري اشاري طور بہ رنجائي نہ سگھندو.

17. هر ماڻھوءَ کي سڌوسنئون يا آزاد راءِ سان چونڊيل ڪنهن نمائندي وسيلي ملڪ جي عوامي معاملن جي ڪاتي جي سرگرمين ۾ دخل ڏيڻ جو حق آهي. هر ماڻھوءَ کي اهو حق آهي تہ برابري جي شرط تي عوامي سرگرمين ۾ حصو وٺي، ۽ ماڻھن جي چونڊ جو حق ئي حڪومت جي اختيار جي اصليت ۽ بنياد آهي.

18. هر ماڻھو معاشري جي فردن جي فطري ذميوارين مان فائدو حاصل ڪرڻ جو حقدار آهي جنهن لاءِ انهن جو هڪ ٻئي تي حق آهي. معاشي، سماجي ۽ تعليمي حق، جيڪي ماڻھوءَ جي حيثيت مطابق ان لاءِ ضروري آهن، هر انسان لاءِ ضمانت هيٺ آهن ۽ سموري قوم حڪومت جي سهڪار سان اهي حق ادا ڪرڻ لاءِ ذميوار آهي.

19. هر ماڻھوءَ کي جيڪو ڌنڌو پسند اچي ان جي چونڊ ڪرڻ ۽ ان لاءِ انصاف سان نهڪندڙ مناسب حالتن جو مطالبو ڪرڻ جو حق آهي. اهو بي روزگاري مان جان ڇڏائڻ لاءِ مدد جو پڻ حقدار آهي. سيئي ماڻھو بغير ڪنهن امتيازي ڇوٽ جي انهن طرفان ڪيل ڪم جي عيوض مناسب اجوري جو مطالبو ڪرڻ جا حقدار آهن. هرهڪ پورهيت کي اجوري جو مطالبو ڪرڻ جو حق آهي جيڪو ان ۽ ان جي ڪٽنب جي گذاري لاءِ ڪافي هجي ۽ جنهن سان اهو انساني وقار مطابق پنهنجي زندگي سنواري سگھي. جيڪڏهن ڪنهن موقعي تي عام اجورو ان جي گذاري لاءِ ناڪافي هجي تہ ان جي لاءِ ڪجھ ڳڏيل وسيلن ذريعي ازالو ڪيو وڃي.

20. هر ماڻھوءَ جو اهو حق آهي تہ اهو ۽ ان جي ڪٽنب وارا سلامتي ۽ فلاح جي ذريعي پنهنجي زندگي گذارين، خاص ڪري، کاڌي، لباس، رهائش، صحت ۽ سماجي معاملن جي باري ۾. ان کان علاوه، مرد توڙي عورت جي بي روزگاري جي وقت، ڪمزوري، ڪراڙپ واري عمر ۽ بيوهپڻي جي حالت ۾ ۽ انهن مڙني اهڙين حالتن ۾ جيڪي انهن لاءِ ڪمائي ڪرڻ کي ناممڪن بڻائي ڇڏين مدد ڪرڻ گھرجي.

21. هر ماڻھوءَ کي علم حاصل ڪرڻ جو حق آهي. تعليم مفت هجڻ گھرجي ۽ پرائمري تعليم لازمي هجي. تعليم جو مقصد انساني

شخصيت جي تربيت ڪرڻ ۽ حقن ۽ سياسي آزادي لاءِ احترام هجڻ گهرجي. اهو پڻ ضروري آهي تہ تعليم کي باهمي ناتن جي بحالي کي مضبوط ڪرڻ، قومن جي وچ ۾ دوستي ۽ معافي تلافي جو ذريعو هجڻ گهرجي، ۽ اقوام متحده لاءِ امن جي مقصد لاءِ مدد جو ذريعو هجڻ گهرجي.

22. فردن تي معاشري جون ڪجهہ ذميواريون عائد ٿين ٿيون جيڪي انهن کي لازمي پوريون ڪرڻ گهرجن، ڇو تہ فردن جي شخصيت معاشري جي سهڪار سان ٺهندي.

23. فردن کي پنهنجا حق گهرڻ ۽ آزادي حاصل ڪرڻ کان نٿو روڪي سگهجي، سواءِ انهن معاملن جي جن لاءِ قانون نافذ ڪيا ويا آهن تہ ٻين جي آزادي ۽ حقن جو تحفظ ۽ احترام ڪيو وڃي يا معاشري طرفان سٺن اخلاقن، حڪومت جي نظام ۽ عوامي ڀلائي لاءِ قاعدا تجويز ڪيا آهن. البت اهي حق ۽ آزادي ڪنهن بہ حالت ۾ اقوام متحده جي مول ۽ مقصدن سان دخل اندازي ڪونہ ڪندا.

24. هن پڌرنامي جي ٻولي يا جملن جي اهڙي ڪنهن بہ نموني ۾ تشريح نہ ڪئي ويندي تہ ڪابہ حڪومت، جماعت يا فرد هن پڌرنامي ۾ ڄاڻايل آزادي کي عملي طور ختم ڪرڻ يا مخالفت ڪرڻ جا حقدار ٿي وڃن.

توهان ڏسندا تہ اهي نهايت اهم نقطا آهن جيڪي انسانن جي حقن ۽ آزادي جي باري ۾ اقوام متحده جي پڌرنامي ۾ درج ٿيل آهن. هي اهي ئي حق آهن جن جي اڪثر ڪري ان پڌرنامي تي صحيح ڪندڙ حڪومتون انحرافي ڪري رهيون آهن.

مان سمجهان ٿو تہ پڙهندڙ امام علي عليہ السلام طرفان مرتب ڪيل قاعدن جي مدد سان انهن هدايتن جي مناسب هجڻ کي محسوس ڪيو هوندو ۽ انهن جي هڪجهڙائي کي پڻ يقيني طور تسليم ڪيو هوندو، سواءِ اصطلاحي ٻولي جي جيڪا وقت جي گذرڻ سان تبديل ٿي وئي آهي ۽ نظريا جيڪي ترقي ڪري ظاهر ٿيا آهن ۽ موجوده زماني ۾ جاءِ والارين ٿا. بهرحال، امام علي عليہ السلام طرفان ٺاهيل قاعدن ۾ جيڪا اُنسيت ۽ رحمدلي ڏسڻ ۾ اچي ٿي ان جي اقوام متحده جي پڌرنامي ۾ کوٽ آهي.

ايندڙ باب ۾ اسان حضرت علي عليہ السلام جي اعليٰ اخلاقن ۽ گڻن جو ذڪر ڪنداسين ۽ اهو تہ ان زندگي جي لاڳاپي ڪي نظر ۾ ڪيئن رکيو جيڪو زنده جاندارن جي وچ ۾ موجود آهي ۽ ان پنهنجي قولن ۽ عملن ذريعي ان جو ڪيئن احترام ڪيو.

هڪڙي ٻئي باب ۾ اسان بنواميہ بنوعباس ۽ ٻين حڪمرانن جي دورن ۾ عرب دنيا جي حالتن جو تفصيل ۾ وري ذڪر ڪنداسين، ۽ اها وضاحت ڪنداسين تہ اُنهن اِنهن قاعدن جي ڪيئن انحرافي ڪئي، تہ جيئن حضرت علي عليہ السلام ۽ انهن جي ڪردار جي تقابلي مطالعي سان حضرت علي عليہ السلام طرفان مرتب ڪيل قاعدن جي اهميت چڱي نموني سان معلوم ٿي وڃي.

امام علي عليہ السلام طرفان مرتب ڪيل قاعدن جو گذريل بابن ۾ تفصيل سان بيان ڪندي اسان اڳيئي انهن جي اهميت ۽ قدر ظاهر ڪري چڪا آهيون، ۽ ايندڙ ٻن بابن ۾ اسان حضرت علي عليہ السلام ۽ انساني حقن جي باري ۾ پنهنجي گفتگو جو پوتاميل پيش ڪنداسين تہ جيئن اسان پنهنجو ڌيان ٻين معاملن ڏانهن موڙي سگهون.

## حضرت علي عليہ السلام ۽ زندگي جي اهميت

توهان جي وچ ۾ منهنجو مثال ائين آهي جيئن اونده ۾ ڏيئو تہ جيئن جيڪو بہ ماڻهو اونده ۾ اچي تہ ان ڏيئي کان روشني حاصل ڪري

جيڪڏهن ڪنهن ماپي ۾ ڪا شي رکي وڃي تہ ان ماپي جي گنجائش گهٽ ٿي وڃي ٿي، سواءِ علم جي ماپي جي، ڇوتہ ان ۾ جيترو بہ علم پريو وڃي ان جي گنجائش وڌندي ويندي آهي.

الله تعاليٰ جاهل کي علم حاصل ڪرڻ جو ان وقت تائين ذميوار ڪونہ ڪيو جيستائين عالمن تي علم جي تعليم ڏيڻ جي ذميواري کي فرض قرار نہ ڏنو.

پنهنجي اولاد کي پنهنجين عادتن سکڻ لاءِ پابند نہ ڪيو ڇوتہ اهي ٻئي ماحول واري زماني ۾ پيدا ٿيا آهن.

ٻين لاءِ بہ اهو پسند ڪيو جيڪو پنهنجي لاءِ پسند ڪيو ٿا. ۽ جيڪو ڪجهہ پنهنجي لاءِ پسند ڪونہ ٿا ڪيو اهو ٻين جي لاءِ بہ پسند نہ ڪيو.

جيڪڏهن توهان پنهنجي پاءُ کي قبضي ۾ رکڻ گهرو ٿا تہ ان سان نيڪي ڪيو. ان تي انعام ۽ اڪرام جو دروازو کولي ڇڏيو.

نيڪ ۽ پرهيزگار ماڻهن کي گهرجي تہ گناهگارن سان معافي ۽ درگذر ڪرڻ وارو رويو اختيار ڪن.

امام علي عليہ السلام

اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام مظلومن جي محرومين ۽ محتاجي ڪري غمگين هوندا هئا. ان حقن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انهن جي مدد ڪئي ۽ جيڪو انهن جو حق هيو ان کي سمجهڻ جي قابل ڪيائين. اهو محتاجن ۽ محرومن سان انهن جا ڏک ونڊيندو هيو تہ جيئن انصاف جو قدر معلوم ٿي وڃي ۽ ان جو جهنڊو اپو رهي.

اسان ان طرفان ظلم جي پاڙ پٽڻ جي طريقي جو مطالعو ڪيو آهي، ۽ انهن اصولن جي باري ۾ بہ جن جي ان هڪڙي حڪمران جي حيثيت ۾ پوئواري ڪئي ۽ اهو معلوم ٿي ويو آهي تہ ان جي قاعدن ۽

قانونن کي مشرق ۽ مغرب جي عظيم ڏاهن طرفان مرتب ڪيل قاعدن منجهه تمام اوچو مقام حاصل آهي. اسان اڳ ۾ ان طرفان ٻولي، فلسفي ۽ علم لاءِ ورتل ڀهري جو ذڪر ڪيو آهي ۽ وضاحت سان بيان ڪيو آهي ته اهو ئي علم جي انهن شاخن جو اصل ۽ بنياد هيو. اسان ان غير معمولي قوت ڏانهن اشارو ڪيو آهي جيڪا ماڻهن لاءِ فطري لاڙن ۽ اخلاقيات کي سرگرم ڪرڻ لاءِ ان کي حاصل هئي ۽ ڪهڙي عجيب فصاحت ۽ بلاغت سان انهن جي معيارن ۽ اميدن جو وضاحت سان بيان ڪيائين. ان جون موروثي قوتون ۽ ذاتي خوبيون هڪ ٻئي سان گڏيل هيون ۽ انهن جي مدد سان هر موقعي تي هڪڙو نئون وڻ پوکيائين ۽ انسانذات جي چاڻ کي ڪامل بڻائڻ لاءِ ان کي گلن ۽ پنن سان سينگاريائين.

پنهنجي علم ادب ۽ ٻين ڪارنامن ذريعي انهن هڪڙو نئون بنياد وڌو جنهن تي عربي ٻولي، فقهه جو علم ۽ سماجي سائنس بيٺل آهن. ۽ حقيقت اها آهي ته ٻين طرفان سمجهايل علمي اصول ساڳي علم جون شاخون آهن جيڪي حضرت علي عليہ السلام اسان کي سيکاريا.

انسان جي سمجهه بابت ڪنهن گهٽي مواد وارو ڪتاب ايستائين مرتب نٿو ڪري سگهجي جيستائين ليکڪ انسانن جي فطرت جو خاڪو پيش ڪري، انهن جي سياءِ تي زماني جي لاهن چاڙهن جي اثرن کي ڳولي، پنهنجي عقل ۽ فطري لاڙن جو انهن جي فلاح و بهبود ڏانهن رخ موڙي ۽ پوءِ انهن جي انفرادي ۽ گڏيل سياءِ ۽ زماني جي مزاج موجب فيصلو ڪري. امام علي عليہ السلام پنهنجن قولن ۽ فرمانن ۾ انهي طريقي کي اختيار ڪيو جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي قولن ۽ فرمانن کان پوءِ بي مثال آهن.

پنهنجن ڪجهه فرمانن ۾ حضرت علي عليہ السلام غير عملي منطق بابت لکيو آهي. ٻين ۾ ان عملي منطق بابت لکيو آهي. جڏهن ته انهن مان ڪيترن ۾ ان ٻنهي بابت لکيو آهي. غيرعملي منطق جي حوالي ۾ فرمانن جو مطلب آهي ته حقيقت جو اندازو ڪيئن لڳائجي ۽ اهي فرمان جن جو تعلق عملي منطق سان آهي انهن جو مطلب آهي ته ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي.

جيتري قدر پهرين فرمانن جو تعلق آهي تہ اهو چئي سگهجي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام حقيقتن جي اصل نوعيت کي سمجهيو ٿي. تيز فهم عقل سان ان زماني جي چڱائي ۽ مٺائي کي سمجهي ورتو ٿي ۽ ضروري تجربن ڪرڻ کان پوءِ صحيح نتيجي تي پهچي ويو ٿي ۽ انهن نتيجن جي ماڻهن کي معلومات فراهم ڪيائين ٿي.

ان جا فرمان ايترو تہ درست ۽ منصفاڻا آهن جو اهو چئي سگهجي ٿو تہ انهن جو تَتُ جاميٽري جوڙجڪ جي وسيلي ٺاهيو ويو آهي. انهن کي اهڙي خوبصورت انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي جو پنهنجي معنيٰ واري نقطہ نگاهہ سان گڏوگڏ پنهنجي تشريح مطابق اهي عربي ادب جو بنياد ٺاهين ٿا. امام عليہ السلام جا سيئي رايا ۽ سوچون جيڪي نهج البلاغہ ۾ گڏ ٿيل آهن، اهي انهي معيار جا آهن.

جن فرمانن ۾ اميرالمومنين علي عليہ السلام غيرعملي منطق بابت لکيوآهي، ماڻهن کي سندن عقل ۽ خيال جي معاملي ۾ آزاد ڇڏيو آهي تہ جيئن حقيقت تي بدلي حالت کي سمجهن ۽ پنهنجي سمجهہ ۽ پروڙ مطابق عمل ڪن.

اهي فرمان حڪمن، منع نامن يا خواهش جي نموني ۾ ڪونہ آهن. ان جي بجاءِ اهي فلسفاڻا رايا آهن جن ۾ دوستن ۽ دشمنن، ايماندار ۽ بدڪار ڏاهي ۽ بيوقوف، سخي ۽ ڪنجوس، ظالم ۽ مظلوم جي فطرت ۽ عادتن کي پوري طرح کولي بيان ڪيو ويو آهي. انهن ڪيترن ئي سائنسي قاعدن کي منطقي سوچ سان پڻ بيان ڪيو آهي. جن مان ڪجهہ جو بعد ۾ ذڪر ڪيو ويندو.

جيتري قدر سندس انهن فرمانن جو تعلق آهي جيڪي عملي منطق سان واسطو رکن ٿا، يا ٻنهي عملي منطق ۽ غيرعملي منطق سان، انهن لاءِ هيئن چئي سگهجي ٿو:

اهي ماڻهو جيڪي اهو سمجهن ٿا تہ صرف حڪومت جا قانون، قاعدا، ضابطا ۽ سرشتو (نظام) عوامي معاملن کي انتظام هيٺ رکڻ لاءِ ڪافي آهن تہ اهي ڀليل آهن. ڇو تہ انساني حقن جي ضروري وضاحت کان پوءِ انهن قانونن ۽ قاعدن جي بجاآوري ۽ تحفظ لاءِ ڪنهن نہ ڪنهن کي ذميواري کڻڻي آهي بلڪل ايئن جيئن اهو ضروري آهي تہ

جيڪو ماڻهو اهي قانون ٺاهي ۽ منظور ڪري ٿو ان جو عقلمند، تجربيڪار ۽ ايماندار هجڻ ضروري آهي، اهو پڻ ضروري آهي تہ جيڪو ماڻهو انهن تي عمل ڪرائي ٿو ان ۾ اهڙيون صلاحيتون موجود هجڻ ضروري آهن تہ ڀرپور نتيجا حاصل ڪري سگهي. اهو انهيءَ ڪري آهي تہ عوامي معاملن جو انتظام انهن ماڻهن جي سٺين ۽ خراب صلاحيتن تي ڀاڙي ٿو جيڪي قانون جاري ڪندا ۽ انهن ماڻهن جي ڏيان ۽ ڏاهپ سان پڻ تعلق رکي ٿو جن ماڻهن لاءِ انهن قانونن کي مرتب ڪيو ويو آهي. انهن سمورين ڳالهين جي باوجود اهو ميڄڻو پوندو تہ ڪجھ نوان قانون ۽ قاعدا جيڪي ٺاهيا ويا آهن گهڻو ڪري هڪ ٻئي کان مختلف آهن. ملڪن جي وچ ۾ جيڪي اختلاف موجود آهن انهن جي ڪري بغير ڪنهن طاقت ۽ زبردستي جي انهن مڙني قانونن تي عمل ڪرائڻ ممڪن ڪونهي ۽ قانونن تي عملدرآمد ڪرائڻ وارين اختيارين کي ڪنهن حد تائين اجازت ڏني وئي آهي تہ انهن تي عمل ڪرائڻ کان پاسو ڪن. پر ايئن حڪومتن جا قانون ۽ قاعدا گهڻو ڪري انهن ماڻهن جي روين ۽ عادتن سان هم آهنگ هيا جن انهن کي نافذ ڪيو. اها ڳاھہ انهن سببن ڪري هئي جيڪي اسان جي موجوده گفتگو جي دائري کان ٻاهر آهن.

اچو تہ فرض ڪيون تہ انسانن لاءِ اهو ممڪن آهي تہ ڪاراڻتا قانون ٺاهين ۽ منظور ڪن ۽ ماڻهن کي مجبور ڪن تہ انهن مطابق عمل ڪن. البت، جيڪڏهن ضمير ۽ ايمان جي هدايتن موجب ذميواريون ادا نٿيون ڪيون وڃن تہ انهن قانونن جي ڪا اهميت ڪونہ هوندي اسان کي يقين آهي تہ ڪوبہ عمل جيڪو انسان طرفان عملي منطق، ذاتي راضپي، ۽ پختي ارادي ۽ بغير ڪنهن زبردستي جي اختيار نٿو ڪيو وڃي ان کي انساني عمل نٿو قرار ڏئي سگهجي. انسان جو عظيم ۽ نهايت قيمتي عمل اهو آهي جيڪو ضمير جي اتساهڻ تي ڪيو ويو هجي.

حڪومت طرفان ٺاهيل قاعدا ۽ قانون ايستائين انساني لاڳاپن کي سڌارڻ جي لاءِ ڪافي ڪونہ آهن جيستائين غيرعملي ۽ عملي ڏاهپ ماڻهوءَ کي انهن سان سهمت نٿي بڻائي. انهي معاملي ۾ ماڻهن جو عزم ۽ سٺا عمل هڪ ٻئي سان هم آهنگي ڪري فردن ۽ گروهن کي تهذيب

جي واٽ ذريعي پنهنجي منزل تي پهچڻ جي قابل بڻائيندا، جو تہ اهڙا ماڻهو سٺين ڳالهين کان سواءِ ٻي ڪابہ ڳالهہ ڪونہ چاهيندا آهن.

اسان فردن ۽ گروهن بابت جيڪو ڪجهہ چيو آهي اهو دانشورن ۽ فلاسافرن سان گڏ ماضي جي عالمن ۽ اسڪالرن جي لاءِ چڱي طرح ثابت آهي، ۽ اسان کي يقين آهي تہ ضمير ۽ ايمان انهن کي خدمت ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو.

جڏهن اسان انهن ماڻهن جي تاريخ کي ڏيان سان پڙهون ٿا جن انسانذات ۽ تهذيب جي خدمت ڪئي تہ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ تورڙي جو هر معاملي کي سمجهڻ لاءِ اڪيلي ڏاهپ ئي انهن جي رهنما هئي، تاهم انهن جي تاريخ زندگي ۾ اها منفرد ڳالهہ ڪونہ هئي. غيرعملي علم جي قوت ساڪن ۽ خشڪ آهي. پنهنجي سر اها قوت ڪجهہ بہ نٿي ڪري سگهي. ان جي لاءِ مختلف قسم جي ساٿين ۽ دوستن جو پنهنجي تعداد ۽ صلاحيتن سان گڏ هجڻ ضروري آهي. اها قوت توهان کي رستو ڏيکاري ٿي پر رفتار نٿي ڏسي، ۽ توهان کي واٽ تي هلڻ لاءِ مجبور نٿي ڪري، جيڪا ڳالهہ توهان کي عمل جي مرحلي ڏانهن ڇڪي ٿي اها حوصلو ۽ دلچسپي آهي.

اطالوي سائنسدان مارڪوني جنهن وائرليس ايجاد ڪئي، پنهنجي اتساهہ ۽ ذهني لاڙي جي ڪري ان ڳالهہ کي پسند ڪيو تہ دنيا جي ريجهہ رهاڻ جومزو نہ وٺي پر انسانذات ۽ تهذيب جي خدمت لاءِ اڪيلائي ۾ گذاري، جو تہ ٻي صورت ۾ جيڪڏهن عملي ڏاهپ ۽ دلچسپي ان کي انسان ذات جي خدمت ڪرڻ لاءِ نہ اتساهين ها تہ اهو پنهنجي لاءِ ڇو اڪيلائپ جي چونڊ ڪري ها؟ ڪجهہ ٻين عظيم ماڻهن لاءِ بہ ساڳي ڳالهہ چئي سگهجي ٿي. ايئن انساني لڏي جي بهترين ذهن رکندڙ خدمتگارن وڏي حوصلي ۽ دلي لڳاءِ سان سٺا عمل ڪيا.

جيئن تہ بيوقوف ۽ بدقسمت ماڻهو حقي عملي ڏاهپ ۽ سٺن ارادن کان وانجها هيا. انهن پنهنجي غيرعملي ڏاهپ جي باوجود انسانذات جي ڪابہ خدمت ڪونہ ڪئي. انهي لڏي جي ماڻهن ۾ ايڊولف هٽلر، حجاج بن يوسف، چنگيز خان، مقدونيا وارو سڪندر ۽ اسان جي پنهنجي زماني جا ٻيا وڏا سائنسدان اچي وڃن ٿا جن انسان جي حوالي

سان پنهنجن تجربن کي استعمال ڪيو. انهن سيني انساني لڏي جي خدمتگارن وانگر عقل جي قوت رکي ٿي پر ان جي باوجود انهن جي مؤثر ڪارڪردگي ڪجهه بہ ڪونہ هئي بلڪ رتوڇاڻ، انساني زندگي لاءِ احترام جي کوٽ، انساني تهذيب جي حاصلاتن (ڪاميابين) جي تباهي، ۽ لاتعداد معصوم (بي ڏوهي) مردن ۽ عورتن جو موت ۽ بربادي اهو انهي حقيقت ڪري هيو تہ انهن جي غيرعملي ڏاهپ ۽ سوچون عملي ڏاهپ ۽ سٺن جذبن سان ڳنڍيل ڪونہ هيون. جيڪڏهن اهي ٻئي ڳالهيون (عملي ڏاهپ ۽ سٺا جذبا) موجود ڪونہ آهن تہ غيرعملي ڏاهپ بيڪار آهي بلڪ حقيقت ۾ وڏي نقصانڪار شي آهي.

منهنجي چوڻ جو اهو مطلب ڪونهي تہ انسان کي حاصل ٿيل مختلف قوتون، مثال طور غيرعملي ڏاهپ، عملي ڏاهپ ۽ دلي لاڙو ڪي هڪ ٻئي کان الڳ شيون آهن. دراصل اهي قوتون هڪ ٻئي جي مدد ڪنديون آهن ۽ هڪ ٻئي تي اثرانداز ٿينديون آهن. منهنجي چوڻ جو مطلب اهو آهي تہ عملي ڏاهپ شين کي پروڙي ٿي جيئن اهي آهن، سببن ۽ اثرن کي هڪ ٻئي سان جوڙي ٿي ۽ ردبدل نہ ٿيڻ جهڙا قاعدا ۽ حدون فراهم ڪري ٿي، جيڪي قومن ۽ اخلاقيات ۾ جاءِ والاريندڙ تبديلين جي ڪري تبديل ڪونہ ٿا ٿين. پر عملي ڏاهپ ۽ جذبا ماڻهن ۾ فرق مطابق مختلف آهن.

غيرعملي ڏاهپ هر ماڻهوءَ ۾ موجود آهي ۽ معاملي جو صحيح احاطو ڪري ٿي. اهو ضروري آهي تہ ان ۾ چاهہ هجڻ گهرجي ۽ عملي ڏاهپ ان کي سچائي ۽ ڪاميابي جي واٽ تي قدم وڌائڻ جي قابل بڻائيندي. ان کان سواءِ واسطيدار ماڻهو پنهنجي ڏاهپ کي اهڙين ايجادن ڪرڻ ۾ صرف ڪندو جيڪي انسانذات جي تباهي سان گڏوگڏ ان جي پنهنجي بدنصيبي (بدقسمتي) جو ڪارڻ بڻجي وينديون. اها ڳالهہ قانون ساز جي معاملي ۾ بہ اهڙي صحيح آهي جيئن انهن لاءِ جن جي لاءِ اهي قانون ٺاهيا ويا آهن. انهن جو ضمير ۽ دلي چاهہ عدل ۽ انصاف تي ٻڌل قانونن کي مڃڻ لاءِ خواهان هجڻ گهرجن ۽ رڳو انهن جي چڱي هجڻ بابت عقلي مڃتا ڪافي ڪونهي. انساني ترقي جي تڪميل کي يقيني بڻائڻ لاءِ انهن جي دلين کي پليتين کان آجو

هجڻ گهرجي تہ جيئن اهي قوم جي فلاح و بهبود لاءِ جذبي سان ڪوششون ڪن. ان ڪان علاوه، اهو بہ ضروري آهي تہ انهن کي اخلاقي خوبين جو حامل هجڻ گهرجي، ڇو تہ انسان جون خوبيون قانونن ۽ ضابطن کي ڏوهين ۽ بدڪارن کان قلعي وانگر تحفظ ڏين ٿيون.

اهو ئي سبب هيو تہ امام علي عليہ السلام ماڻهن جي دلين ۾ سٺن لاڙن کي اپاريو ۽ سٺن اخلاقن کي ترقي وٺرائڻ لاءِ خطبا ڏنائون. پنهنجن خطبن، فرمانن ۽ بحث مباحثن ۾ انهن هميشہ ماڻهن جي ضمير کي مخاطب ڪيو ڇو تہ انهن کي خبر هئي تہ ماڻهن جي مسئلن ۽ انهن جي سٺن لاڙاپن جي انتظام لاءِ اهو ضروري آهي تہ انهن کي سٺن اخلاقن جو حاصل هجڻ گهرجي. پنهنجي اندر جي پاڪائي انساني ڪمال کي يقيني بڻائي ٿي ۽ انصاف کي پڻ مدد ڏئي ٿي، ۽ ان جي سرحدن جي حفاظت ڪري ٿي. ان ڪان علاوه اها ماڻهن جي انهن جذبن ۽ خواهشن ڏانهن بہ رهنمائي ڪري ٿي جيڪي ڪاميابي ۽ خوشي کي اوج تي رسائين ٿا.

حضرت علي عليہ السلام ماڻهن کي شائستو بڻائڻ ۽ مشورو ڏيڻ جي غيرمعمولي صلاحيت جا حامل هيا ۽ انهن جي لفظن هرهڪ کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. پاڻ انهن جي فطرت، انهن جي ڍنگ ۽ روين ڪان واقف هيا. پاڻ انهن جي سٺين ۽ خراب عادتن جي پيٽ ڪيائون ۽ پنهنجن بيانن ۾ انهن جي حقيقتن کي پڌرو ڪيائون. پاڻ انهن جي مختلف قِسمن کي کولي بيان ڪيائون. ان ماڻهن کي هاڪاري ڳالهيون ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهن کي خراب ڳالهيون ڪرڻ کان منع ڪيائين.

سٺي ۽ خراب جي وچ ۾ فرق ڪرڻ لاءِ ماڻهن جي ضير جي قابل هجڻ بابت حضرت علي عليہ السلام جو بلڪل مثبت رايو انسانذات جي ٻين عظيم سهائتا ڪندڙن (حضرت عيسيٰ عليہ السلام ۽ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ) جي راين سان ساڳي هڪجهڙائي رکندڙ هيو جن ذهنن ۽ رحم ۽ پيار ڪرڻ وارين دلين کي روشن ڪري ڇڏيو هيو ۽ انسانذات لاءِ جن جي پيار حدبندين کي ڪنهن بہ ڪاٽي ۾ ڪونہ ٿي آندو. انهن جي دلين ۾ جيڪا روشني ڪئي وئي هئي ان جي آڏو هر روشني ٿيڄ ٿي وئي. حضرت علي عليہ السلام پنهنجن

مشاهدن کي انهي ئي مثبت راءِ تي قائم ڪيو آهي ۽ پنهنجن مشورن ۽ خطبن ۾ انساني ضمير کي مخاطب ٿيڻ پڻ سٺي راءِ جي ڪري هيو جيڪا انهن انساني فطرت بابت رکي ٿي.

جيئن ته حضرت علي عليہ السلام ماڻهن بابت مثبت راءِ رکي ٿي مڙني تڪليفن جي باوجود جيڪي ان انهن جي هٿان سٺيون هيون، ان هميشھ انهن جي دلين ۾ سٺن اخلاقن کي ويهارڻ جي ڪوشش ڪئي. ان کي خبر هئي ته انسان جي فطرت ۾ چڱائي ۽ ڀلائي، ٻئي موجود آهن. بهرحال، بردبار شخص لاءِ لازمي آهي ته پنهنجي دل کي چڱائي ڏانهن موڙي ۽ ان کي فروغ ڏئي. حضرت علي عليہ السلام مثالن سان گڏوگڏ پنهنجي پلي ڪردار ذريعي ماڻهن جي سکيا ڪئي، ڇو ته تعليم جو اهو طريقو وڏيڪ اثرائتو آهي.

امام علي عليہ السلام ماڻهن کي وري وري تاڪيد ڪيو ته ماڻهن جي ضمير بابت سٺي راءِ رکن. پاڻ فرمايائون: "جيڪڏهن ڪوئي شخص توهان جي لاءِ سٺي راءِ رکي ٿو ته ان جي راءِ کي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو ته اها صحيح آهي." انهن اهو پڻ فرمايو: "جيڪڏهن ڪوئي شخص ڪا ڳالهہ يا ڪم ڪري ٿو ته ان بابت غلط راءِ قائم نہ ڪيو ايتري تائين جو ان مان سٺو نتيجو ڪڍڻ ممڪن ٿي پوي."

جيڪڏهن انهن دوکيباز ۽ ظالم ماڻهن جي عملن کي تنقيد جو نشانو بڻايو آهي ته اهو انهيءَ ڪري هيو ته ان تنبيهہ ۽ نصيحت جي ذريعي انهن جي اصلاح کي ممڪن سمجهيو ٿي، توڙي جو ان ۾ گهڻي ڪوشش ۽ وقت صرف ڪرڻو پيو ٿي.

جيڪي سٺا ڪم ڪن ٿا ديانتدار شخص انهن کي انعام ڏئي ٿو ۽ بڇڙايون ڪندڙن کي سزا ڏئي ٿو ڇو ته اهو اميد ڪندو آهي ته انهي طريقي سان انهن کي نيڪ ڪرڻ ممڪن ٿي ويندو. جيڪڏهن امام علي عليہ السلام اهڙي توقع نہ ڪن ها ته انهن ڪڏهن بہ شرير ماڻهن طرفان پيدا ڪيل ناقابل برداشت مشڪلاتن کي درگذر نہ ڪيوهجي ها.

حضرت علي عليہ السلام دنيا ۽ دنيا جي پوڄاري ماڻهن بابت فرمايو: "دنيا جا پوڄاري ماڻهو هڪ ٻئي تي ايئن باهوڙ ڪندا آهن جيئن ڪتا يا خونخوار جانور ڪندا آهن. انهن منجهان طاقتور

ڪمزورن کي ڳڙڪائي ويندا آهن ۽ وڏا ننڍن جي بي عزتي ڪندا آهن.“ انهن ائين انهي ڪري چيو جو انهن بدعنوان ماڻهن جي بي فرماني ۽ هٺ ڪس ڪري تمام گهڻو پوڙهيو هيو ۽ انهن طرفان پيدا ڪيل گڙٻڙ ڪري تمام گهڻو پريشان هيا. اهي ڳالهيون چوڻ سان انهن ظالمن، بي انصاف ۽ غاصبن خلاف ساڳي نموني ۾ جهاد ڪيو ٿي جنهن نموني ۾ هڪڙو طبيب مريض جي صحت ۽ ڀلائي لاءِ بيماري جي جيوڙن خلاف جهيڙيندو آهي. انهن موت کي زندگي تي ترجيح ڏني ٿي ۽ انساني برادري جي ڇوٽڪاري جي اميد ڪئي ٿي.

حضرت علي عليہ السلام زندگيءَ جو بہ احترام ڪيو ٿي ڇو تہ اها الله تعاليٰ جي هڪڙي وڏي نعمت آهي. ان ساهوارن کي قابل احترام سمجهيو ٿي تہ جيئن مخلوق جي خالق جو نمونو انهن جي وجود ۾ محفوظ ٿي وڃي. انسان جي فطري پاڪائي ۽ ضمير جي باري ۾ انهن جي مثبت راءِ هئي ۽ انسانذات جي خوشحالي لاءِ گهڻو پراميد هيا. انهن جي تمنا هئي تہ انسان ايترو آزاد هجي جيترو ان کي هجڻ گهرجي.

پنهنجي انهي مثبت سوچ ۽ اميد ڪان سواءِ اهي ماڻهن سان ايترو سٺو رويو اختيار نہ ڪري سگهن ها ۽ ايئن نہ چون ها: ”توهان جيڪڏهن ڪنهن شخص ڪان ڪا ڳالهہ ٻڌو تہ ان بابت غلط (خراب) انومان نہ ڪيو جيستائين اهو ممڪن هجي تہ ان مان ڪو سٺو نتيجو نڪري اچي.“ انهي معاملي ۾ اهي پيغمبر سڳورن وانگر پڻ ماڻهن سان مخاطب نہ ٿين ها، ۽ انهن جي دل جي گهرائي سان پنهنجن خطبن ۽ تنبيهن ذريعي چڱائي ڏانهن رهنمائي نہ ڪن ها. انهن پنهنجن خطبن ۽ نصيحتن ذريعي ماڻهن جي اخلاقن جو تحفظ ڪرڻ گهريو ۽ انهن ۾ انساني جذبي کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن اهي خود پنهنجي ذاهپ ۽ سمجهہ جي مدد سان سٺا ڪم ڪن.

امام علي عليہ السلام هر ڪم جي لاءِ انهن ئي ماڻهن منجهان ڪي جاسوس مقرر ڪيا تہ جيئن انهن تي نظر رکن ۽ اعلان ڪيائين تہ انهن جي جسم جا عضوا انهن لاءِ تاڙ ۾ وينا آهن. جيئن تہ ڪين انهن جي پنهنجي ذميوارائہ ڪاتي ۾ يقين هيو پاڻ فرمايائون: ”اي انسانو! ياد رکو تہ توهان جو پنهنجو پاڻ توهان لاءِ تاڙ ۾ وينو آهي ۽ توهان جا عضوا

توهان جا جاسوس آهن، جيڪي توهان جي هر عمل جو حساب ڪتاب رکن ٿا ۽ توهان جي ساهہ ڪڍڻ جو پڻ.“

انسان جي ضمير ۽ ان جي حياتي لاءِ احترام ۾ يقين هجڻ ڪري انهن پنهنجي زماني جي ماڻهن کي ٻڌايو تہ انساني زندگي کي غلامي ۾ نٿو رکي سگهجي، ۽ گهڻي عرصي تائين ٻالڪپڻي جي پينگهي ۾ نٿي رکي سگهجي. ان کي قيد ۾ رکڻ نہ گهرجي پر جيڪڏهن گندي ٿي پوي تہ ان جي نتيجي ۾ برباد ڪرڻ گهرجي.

هڪڙي ٻئي باب ۾ اسان حضرت علي عليہ السلام جا بينظير قول بيان ڪنداسين جيڪي ايتري تائين جاويدان رهڻا آهن جيستائين ديندار ماڻهو ڌرتي تي موجود رهندا. اهي قول سدائين قائم رهندا. اسان اهي قول نهج البلاغہ مان چونڊيا آهن ۽ اهي انسان جي اعليٰ گڻن، سٺي ڪردار ۽ پاڪائي جي حاصلات سان تعلق رکن ٿا.

## حضرت علي عليہ السلام ڪان پوءِ واريون حالتون

مون کان پوءِ توهان جي مٿان هڪڙو اهڙو زمانو ايندو جو حق کان وڌيڪ لڪل ۽ باطل کان وڌيڪ پڌري ڪا ڳالهہ ڪونہ هوندي

امام علي عليہ السلام

زمين الله جي ملڪيت آهي ۽ مان الله جو خليفو آهيان، مان جيڪو ڪجهہ الله جي نالي تي وٺان اهو منهنجي ملڪيت آهي ۽ جيڪا شي ڇڏي ڏيان اها بہ منهنجي اختيار ۾ آهي.

معاويہ بن ابوسفيان

اي انسانو! مان الله جي طرفان روءِ زمين جو بادشاهہ آهيان.

ابوجعفر منصور عباسي

اهي آفتون، سماجي ۽ اخلاقي برايون عرب دنيا ۾ ان وقت کان ظاهر ٿيڻ شروع ٿيون ۽ مشرق ۾ سگهاريون ٿيڻ لڳيون جنهن ڏينهن ابن ملجم جو پليت هٿ انصاف وعدل جي نموني ۽ اعليٰ گُڻن جي صورت ڏانهن يعني حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن وڌيو هيو.

اهو ضروري آهي تہ امام علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ عرب قوم جي حالتن جو مختصر طور ذڪر ڪجي ۽ انهي ڳالهہ جي وضاحت ڪجي تہ بنواميہ ۽ بنوعباس جي حڪومتي زمانن دوران حالتن ڪهڙو رخ اختيار ڪيو. انهن حڪمرانن جن حضرت علي عليہ السلام طرفان مقرر ڪيل اصولن کان منهن موڙ ڪئي، اهي ڪهڙي ڪردار وارا هيا. ۽ عام ماڻهو ڪيئن سستو ٿي ويو ۽ وِرثي طور هڪ هٿ کان ٻئي گروهہ ڏانهن ڪيئن منتقل ٿيندو رهيو.

امام علي عليہ السلام جي خلافت جو دور حضرت عثمان رضہ ۽ معاويہ ۽ ان جي جانشينن جي دور وچ ۾ هڪڙو وقفو هيو. انهي وقفي واري زماني ۾ حق ۽ انصاف گهٽي اعليٰ حالت تي پهچي ويا هيا. البت ان کان اڳ واري دور ۾ ماڻهن جا حق ڪنهن حد تائين غضب ٿيل هيا.

شاهوڪار گهراڻن سان تعلق رکندڙ ماڻهو حڪومت جي اختيار آڏو فرمانبردار ڪونہ هيا. نتيجو اهو نڪتو تہ ناانصافي ۽ ڏاڍ گهٽجو ڦهلجي ويا. قوم جا سردار، آفيسر ۽ گورنر عوام لاءِ مصيبت جو سبب ٿي ويا ۽ پنهنجي ملڪيت ميڙڻ لڳا. حضرت عثمان رضہ جا صلاحڪار ۽ حمايتي مڪمل طور تي ڪل مختيار هيا.

اهو بهتر ٿيندو تہ هتي بنواميہ ۽ بنوعباس جي حڪومتي زمانن دوران حڪمرانن ۽ رعيت جي حالتن کي کولي بيان ڪجي تہ جيئن حضرت علي عليہ السلام طرفان مقرر ڪيل قاعدن ۽ قانونن جي اهميت کي چڱي نموني سمجهي سگهجي ۽ پڙهندڙن کي احساس ٿئي تہ ان جي سوچ ۽ ڏاهپ ڪيتري اعليٰ هئي. ان جي تلوار خود غرضي کي گونج جي حالت ۾ ئي ڪپي ڇڏيو ۽ ان جي ايماندار هٿ ڪوڙائپ کي تباهہ ڪري ڇڏيو ٿي.

جيئن ئي حضرت علي عليہ السلام پنهنجي قاتل لعنتي ابن ملجم جي هٿان شهادت ماڻي تہ معاويہ بن ابوسفيان پنهنجي نام نهاد خلافت واري حڪومت جي مخالفن خلاف منصوبہ بندي ڪرڻ شروع ڪئي. ان هر شخص کي سخت سزا ڏني جنهن بہ ان کي خدا جو خليفو تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان اجا پنهنجي مهم ۾ مڪمل ڪاميابي ڪونہ ماڻي هئي تہ بدنام زمانہ يزيد جي خليفي طور جانشيني لاءِ ميدان هموار ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيائين. ان هر ممڪن ذريعي کي استعمال ڪرڻ لاءِ اختيار ڪيو جيڪو ان جي پٽ کي بادشاهہ بڻائڻ لاءِ فائديمند ثابت ٿي سگهيو ٿي. ان ڪجهہ ماڻهن کي اعزاز بخشيا ۽ ٻين کي اختيار ۽ حيثيت کان محروم ڪيو. معاويہ ماڻهن کان يزيد جي بيعت جو حلف وٺڻ لاءِ جن اڻ ڳڻين رٿن جو بندوبست ڪيو اسان انهن مان هڪڙي منصوبي جو حوالو ڏيون ٿا جيڪو پڌرو ڪندو تہ يزيد ۽ ان جي جانشينن جي خلافت واري حڪمراني ڪهڙي بنياد تي قائم ڪئي وئي هئي.

معاويہ هڪڙي گڏجاڻي جو بندوبست ڪيو تہ جيئن مختلف پرڳڻن جا ماڻهو ان جي حياتي ۾ ئي گڏيل طور تي ان جي پٽ يزيد جي بيعت جو حلف کڻن. جڏهن ماڻهو گڏ ٿيا تہ معاويہ ۽ يزيد پڻ موجود هيا.

ان مهل يزيد بن مقنع نالي هڪڙو چاپلوس اٿي بيٺو ۽ معاويہ ڏانهن اشارو ڪري چيائين: "هي اميرالمومنين آهي." پوءِ ان يزيد ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو: "جيڪڏهن معاويہ مري وڃي تہ اهو خليفو هوندو." پوءِ ان پنهنجي تلوار ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو: "جيڪڏهن ڪير بہ انهي ڳالهہ سان متفق نہ ٿيندو تہ ان جي سزا اها هوندي" معاويہ چيو: "تون ويهي رهہ چو تہ تون عوامي ميڙ جو ترجمان آهين."

حجاز جي ماڻهن يزيد جي بيعت جو حلف کڻڻ کان انڪار ڪيو. نہ اهي دولت ذريعي لالچائي سگهڻ جهڙا هيا ۽ نہ وري اهي فوجي طاقت کان ڊنل هيا. انهن ماڻهن سان معاويہ جو سلوڪ عجب ڏياريندڙ آهي. هڪڙو پيرو ان انهن کي ڌمڪائڻ لاءِ چيو: "مان خدا جو قسم کڻان ٿو تہ جيڪڏهن هتي ڪنهن بہ شخص منهنجي خلاف هڪڙو لفظ بہ ڳالهائڻ جي جرئت ڪئي تہ ان کان اڳ جو اهو ٻيو لفظ ڳالهائي ان جو ڪنڌ ڪپيو ويندو. تنهنڪري توهان ماڻهن کي پنهنجي جان جو خير گُهرڻ کپي ۽ موت کي دعوت ڏيڻ نہ گهرجي." ان حجاز جي ماڻهن مان هرهڪ تي ٻہ نگهبان مقرر ڪيا ۽ پوليس آفيسر کي چيائين: "انهن ماڻهن مان جيڪو بہ انڪار ڪرڻ يا دعوا ڪرڻ لاءِ پنهنجا چپ چوري تہ ان جو ڪنڌ ڪپيو وڃي."

اهو انهي طريقي سان ٿيو تہ يزيد بن معاويہ خلافت واري حڪمراني حاصل ڪئي.

عبدالله بن حنظلہ چوي ٿو: "اسان کي ڊپ هيو تہ جيڪڏهن اسان يزيد جي مخالفت نہ ڪئي تہ آسمان منجهان اسان تي پٿرن جو مينهن وسندو ۽ قدرتي عذاب ڪري اسان سڀئي ناس ٿي ويندا سين. اهوئي سبب هيو تہ اسان ان جي مخالفت ڪئي."

هي اهوئي يزيد هيو جنهن امام حسين عليہ السلام کي هڪڙي وڏي دردناڪ نموني ۾ شهيد ڪرايو. ڪعبت الله شريف جو گهيراء ڪري ان تي منجنيق ذريعي پٿر وسايائين. پنهنجن فوجين لاءِ مديني شريف جي ماڻهن جي ملڪيت ۽ خون کي جائز قرار ڏنائين. ۽ عيش عشرت ۽ شراب ڪباب واري زندگي گذاريائين. اهو ڪتن ۽ ٻولڙن جي ويڙهہ ڪرائيندو هيو ۽ مرڻ گهڙي تائين انهن کي پاڻ سان گڏ رکندو

رهيو. ان ڪانپوءِ اموي گھراڻي جا ماڻھو ان جا جانشين ٿيندا رهيا. اهي بيت المال جي ملڪيت کي پنهنجن مائٽن ۽ حمايتن ۾ ورهائيندا هيا. حضرت علي عليہ السلام انصاف واري جنهن جاءِ جو بنياد رکيو هيو ان کي انهن تباھ ڪري ڇڏيو ۽ هڪڙي ظالم ٽولي حڪومت جون واڳون سنڀاليون. ماڻهن جي هڪڙي جماعت امير ترين ٿي وئي ۽ ٻين کي انتهائي غربت واري حالت ۾ ڌڪيو ويو. جڏهن هزارين ماڻهو بکون ڪاٽي رهيا هيا، اموي حڪمران معبد نالي هڪڙي گويي کي ٻارهن هزار دينار ڏنا، ڇو تہ ان حڪمران کي پنهنجي موسيقي ذريعي خوش ڪيو هيو. امير ماڻهن وٽ لاتعداد ٻانهيا ۽ ٻانهيون رکيل هيا. اڪيلي سليمان بن عبدالملڪ، جڏهن خليفو ٿيو انهن مان ستر هزار کي آزاد ڪيو. نسل، خاندان ۽ جماعت جي بنياد تي تعصب ۽ جانبداري اموي حڪمرانن جي دور ۾ تمام گھڻو عام هيا. توڙي جو اسلام انهي تعصب کي تباھ ڪيو هيو ۽ امام علي عليہ السلام ان جي ڪڏهن بہ اجازت ڪونہ ڏني هئي.

ان ئي زماني دوران يمن وارن ۽ بنوقيس جي ماڻهن جي وچ ۾ مت ڀيد ڪيو ويو. عربن پاڻ لاءِ غيرعربن (اجمي) مٿان برتر هجڻ جي دعوا ڪئي ۽ ساڳي نموني قريشين ٻين کان برتر هجڻ جي دعوا ڪئي. انهن جي دربار عيش عشرت ڪرڻ وارن ماڻهن سان ڀريل هوندي هئي، جيڪي بغير ڪنهن عوامي خدمت انجام ڏيڻ جي بيت المال مان وڏو وضيفو حاصل ڪندا رهندا هيا. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ وليد بن عبدالملڪ خليفو ٿيو تہ ان ويھ هزار کان بہ وڌيڪ وضيفو وٺندڙ ماڻهن جا وضيفا بند ڪري ڇڏيا. عمر بن عبدالعزيز کانسواءِ سڀني اموي حڪمرانن جو اهوئي طور طريقو هيو. انهن ڏاڍ ۽ ڌهڪاء ذريعي ڪيترن علائقن جي مالڪي حاصل ڪئي ۽ معاويہ ۽ يزيد جي مهم کي عملي جامو پهرايائون. عبدالملڪ بن مروان پنهنجي مرضي مطابق حڪم جاري ڪندو هيو ۽ ماڻهن جي جان ۽ مال کي ڪابہ اهميت ڪونہ ڏيندو هيو. ان بحرين جي کوهن ۽ چشمن کي مٽي سان ڀري ڇڏڻ جو حڪم جاري ڪيو تہ جيئن ان علائقي جا رهواسي محتاج ۽ مجبور ٿي وڃن ۽ حڪومت آڏو آڻ مڃين. ان ظالم ۽ رت جي هيراڪ ماڻهو حجاج بن يوسف کي عراق جو گورنر مقرر ڪيو.

امين ريحاني بنواميہ جي باري ۾ هيئن چوي ٿو: "اموي حڪمرانن انصاف کان منهن موڙ ڪري ڇڏي هئي جنهن جي بجاآوري ڪرڻ هڪڙي حاڪم لاءِ لازمي هئي. اها ڪميڻن ۽ نااهل ماڻهن جي هڪڙي جماعت هئي، جيڪڏهن انهن مان هڪڙو بيوقوف هيو تہ ٻيا ڪميڻا هيا. جيڪڏهن هڪڙو حياداري کان خالي ۽ عاجز هيو تہ ٻيو شرابي ۽ زيادتيون ڪندڙ هيو. گهٽ ۾ گهٽ ڪوئي ماڻهو بہ انهن طرفان منبر تان حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي پٽن جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ واري عمل کي نظرانداز نہ ڪري سگهي."

اموين منجهان صرف هڪڙو عادل حڪمران گذريو ۽ اهو عمر بن عبدالعزيز هيو. ان پنهنجي حڪومت ناانصافي کي ختم ڪرڻ سان شروع ڪئي. ان بيت المال جي لٽيل ملڪيت کي واپس خزاني ۾ جمع ڪرائڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو ۽ پنهنجي خلافت لاءِ احساس پيدا ڪندڙ حڪمت عملي (پاليسي) اختيار ڪرڻ لاءِ ڪوشش ورتائين. بهرحال، ڪجھ ماڻهو ان جي انهي رويي کان خوش ڪونہ هيا ۽ ان کي قتل ڪري ڇڏيائون.

بنواميہ دوکيبازي سان خلافت حاصل ڪئي ۽ ان کي زور زبردستي سان بادشاهي ۾ تبديل ڪيائون ۽ اهڙي بادشاهت قائم ڪيائون جنهن ۾ عدل ۽ انصاف جو نالو نشان ئي ڪونہ هيو. آخرڪار انهن جي حڪومت جو محلات لڏڻ لڳو ۽ انهن جي پنهنجي مٿان اچي ڪريو.

انهن کان پوءِ بنوعباس وارا اقتدار ۾ آيا ۽ غير جانبدار ماڻهو انهن جي مقابلي ۾ بنواميہ جي تعريف ڪرڻ لڳا.

امين ريحاني چوي ٿو: "بنوعباس ملڪ تي رتوڇاڻ ذريعي قبضو حاصل ڪيو. شام، فلسطين ۽ عراق ۾ رتوڇاڻ ۽ قتلام جا ڀيانڪ نظارا ڏسڻ ۾ ايندا هيا ۽ ان کانپوءِ سردارن پڻ رتوڇاڻ ڪرڻ ۽ قتل ڪرڻ ۾ ابوالعباس سفاح جي مثال جي پوئواري ڪئي.

عميطر نالي هڪڙي شخص شام ۾ ماڻهن کي پاڻ وٽ دعوت ڏني، يمن وارن ان جي تابعداري ڪئي پر بنوقيس وارا ان جي خلاف اٿي پيا. عميطر رات جو انهن تي حملو ڪيو ۽ انهن جي ملڪيت ۽ گهرن کي باھ ڏئي ساڙي ڇڏيائين.

ابن بيهلبس نالي هڪڙي ٻئي شخص عميطر خلاف ويڙهه ڪئي، دمشق تي قبضو ڪيائين ۽ ان شهر جي رهواسين کي سزا ڏنائين. بنوعباس جي زماني ۾ بغاوتون ۽ فساد ڦهلجي ويا هيا ۽ گروهي جوش زور پڪڙي رهيو هيو. نه رڳو ظالم ۽ رت جا پياسا باغي پوڳي رهيا هيا پر غريب عوام جيڪي محصول ادا ڪندا هيا ۽ هر وقت جهاد ۾ حصو وٺڻ لاءِ تيار هوندا هيا، اهي پڻ گڙٻڙ ۾ ملوث ٿي ويا هيا."

ان ڪان پوءِ بنوعباس جي آخري ڏينهن جي وڏين ۽ ننڍين بجگير رياستن جي حوالي سان امين ريحاني چوي ٿو: "جيڪي ماڻهو ان اونداهي دور ۾ رهندا هيا گهڻو بدقسمت هيا. هر حڪمران رتوڇاڻ ۽ لڙائي جهڳڙي ۾ ٻئي کان گوءِ کڻندڙ هيو ۽ پنهنجن ظالماڻن عملن تي فخر ڪندو هيو. اهو پنهنجن فوجين کي اهو چوندو هيو "مان توهان کي اجازت ٿو ڏيان ته توهان کي جيڪو وڻي هن شهر ۾ بنا روڪ ٽوڪ جي ٽن ڏينهن تائين ڪندا رهو."

"انهن لفظن سان اهي شهر ۾ ڦرلٽ ۽ ان جي رهواسين جو رت وهائڻ جي اجازت ڏيندا هيا. متنبي جو هڪڙو شعر آهي: "جن عورتن انهن سان دوستي اختيار ڪئي اهي قيدي آهن، انهن جو اولاد قتل ٿيڻ لاءِ آهي ۽ انهن جي گڏ ڪيل ملڪيت لٽڻ ڦرڻ لاءِ آهي ۽ انهن جون پوکون ساڙڻ لاءِ آهن."

"انهي دور ۽ ان زماني جي ماڻهن جي خوف مٿان تف هجي. الله انهن بيوس ماڻهن تي رحمت ڪري ۽ انهن حڪمرانن ۽ فوجين تي الله جو غضب هجي! ڇا انسان جيڪو الله تعاليٰ جي بهترين مخلوق آهي هڪڙي وقت خونخوار جانورن منجهه خصلت بدلائي ٿو؟ ڇا اهي وحشي انهي جا حقدار آهن ته تاريخ جا پنجاهه صفحا انهن لاءِ مخصوص ڪيا وڃن؟ نه. انهن جي عملن کي مختصر طور صرف هڪڙي سٽ ۾ بيان ڪري سگهجي ٿو. اهي هڪٻئي جا جاني دشمن ٿي ويا، وڙهيا، قتل ڪيائون، ڦرلٽ ڪيائون ۽ باهيون ڏنائون، ۽ ظالماڻن عملن جا مرتڪب ٿيا يا ٻين لفظن ۾ انهن ٻين جي جان، مال ۽ عزت کي پاڻ لاءِ جائز سمجهيو."

اهي بنوعباس جي دور ۽ انهن جي خلافت جي آخري ڏينهن دوران ننڍين بجگير رياستن جي رتوڇاڻ ۽ ڦرلٽ بابت امين ريحاني جا رايا

آهن يعني تہ جڏهن خليفا صرف نالي ۾ نهال هيا ۽ حقيقي اقتدار انهن جي هٿن مان نڪري ويو هيو.

هاڻي اسان مختصر طور تي بنوعباس جي دور بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪنداسين. هن کان اڳ ۾ اهو ذڪر ڪيو ويو آهي تہ اميرالمومنين حضرت علي عليہ السلام جيڪو حڪومتي نظام متعارف ڪرائڻ گهريو ٿي ان جي مخالفت ڪندي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي عدل ۽ انصاف واري حڪمت عملي کي ترڪ ڪندي بنواميہ وارن حڪومت کي پنهنجي گهر (خاندان) جي ملڪيت بڻائي ڇڏيو هيو. انهن ڪنهن کي بہ انهي جي اجازت ڪونہ ٿي ڏني تہ انهن سان سندن اقتدار ۾ حصو ونڊائي. انهن فاشسٽ (فسطائي) پاليسيون اختيار ڪيون جڻ حڪومت ۽ ان جي آمدني صرف انهن جي ملڪيت هجي ۽ ٻئي ڪنهن کي بہ ان ۾ ذري جو بہ حق حاصل نہ هجي.

جڏهن بنواميہ کان پوءِ بنوعباس وارا معاملن جا واڳ ڌڻي ٿيا تہ انهن پڻ پنهنجي انتظاميہ جو ساڳين خيالن تي بنياد رکيو. انهن پڻ اها سوچ اختيار ڪئي تہ بادشاهہ ڌرتي تي الله جو نائب آهي ۽ حڪومت ڪرڻ ان جو موروثي حق آهي. ڪنهن بہ ٻئي کي انهي بندوبست ۾ تبديلي ڪرڻ جو حق ڪونہ هيو. اها ڳالهہ بہ انهي سوچ پٽاندڙ ٿي تہ منصور ٻيو عباسي خليفو جڏهن عوامي ميڙاڪي کي مخاطب ٿيندي چيو "اي انسانو! مان الله طرفان مقرر ڪيل ڌرتي جو بادشاهہ آهيان. مان توهان جي مٿان ان جي رحمت ۽ مدد سان حڪومت ڪريان ٿو. مان الله جي ملڪيت جو رکوالو آهيان. مان بيت المال کي ان جي مرضي سان خرچ ڪيان ٿو. مان ڪنهن کي بہ جيڪو ڪجهہ ڏيان ٿو اهو ان جي مرضي سان ڏنل ٿيندو. ڇو تہ ان مون کي پنهنجي خزاني جو تالو (ڪلف) مقرر ڪيو آهي. جيڪڏهن اهو توهان کي ڪجهہ ڏيڻ چاهيندو تہ اهو ان تالي کي کوليندو ۽ جيڪڏهن توهان کي ڪا شي ڏيڻ نہ گهرندو تہ اهو ان کي بند ڪري رکندو."

ٻين عباسي خليفن بہ ساڳي پاليسي جي پوئواري ڪئي. انهن مان هرڪو ڌرتي تي الله جو نائب هيو. اها ڳالهہ واضح نموني ۾ پڌرو ڪري ٿي تہ ظلم بنوعباس ۽ انهن جي ماتحت شهزادن ۽ حڪمرانن جي حڪومت جو بنيادي هٿيار هيو. انهن جي خيال مطابق حڪمراني الله

جو تحفو هيو. الله تعاليٰ جن کي گهريو انهن کي اهو تحفو عطا ڪيو ۽ جڏهن ان عوام جي فلاح و بهبود گهري ته انهن کي بنوعباس جهڙا مهربان، ڏاها ۽ سخي حڪمران مهيا ڪيائين!

انهي سوچ ۽ انهي نظرئي ۽ عقيدي جو اهو نتيجو نڪتو ته ماڻهو عباسي حڪمرانن جا تابعدار رهيا ۽ انهن تي جيڪو وهيو واپريو ان کي اهو سمجهندي صبر سان برداشت ڪندا رهيا ته اهو الله جي طرفان هوندو.

بنوعباس جي گاديءَ وارو هنڌ بغداد دولت ۾ ٻڏل هيو پر اها سموري دولت فقط خيلفي ۽ ان جي ماڻهن ۽ حمايتن لاءِ مخصوص هئي. البت، ٻيا ٻلي چوڻ ڪيترا ٻه قابل هيا ۽ قوم لاءِ ڪهڙيون ٻه خدمتون انجام ڏنيون هونديون هين، انهن جو دولت ۾ ڪوبه حصو ڪونه هيو ۽ غربت ۽ ذلت ۾ گهيريل هيا. ايستائين جو اهي خليفي جي چاپلوسي ڪندا هيا ۽ ان آڏو پاڻ کي خوار ڪندا هيا.

انهي صورتحال جي نتيجي ۾ ماڻهن جا ٻه طبقا وجود ۾ اچي ويا. انهن ٻنهي طبقن جي وچ ۾ تمام گهڻو فرق هيو. هڪڙي طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهو دولت سان کيڏندا هيا جڏهن ته ٻئي طبقي سان تعلق رکندڙ توڙي جو اهي ڪيترا ماهر ۽ قابل چوڻ هجن، محتاج ۽ مسڪين رهندا هيا. ۽ گهڻي قسمپرسي واري زندگي گذاريندا هيا. حڪومت جي آمدني ۽ ملڪيت کي خليفو، ان جا مائٽ ۽ درٻاري عيش عشرت واري زندگي گذارڻ تي خرچ ڪندا هيا. اهي لکين دينار پنهنجن حمايتين، چاپلوسن، ٻانهين ۽ ڪدڙن تي خرچ ڪندا هيا.

دولت جي لحاظ کان خليفو شهزادا، اميرامراء ۽ سرڪاري آفيسر مٿاهين طبقي سان تعلق رکندڙ هيا. ڏنڌي ڌاڙي ۽ هنر وارا ماڻهو بعد ۾ آيا ٿي. توڙي جو انهن جو مال ملڪيت ۽ پاڻ پڻ، اعليٰ طبقي جي ماڻهن ڪري مستقل خطري ۾ هوندا هيا، پر دولت هجڻ ڪري انهن کي اميرامراء کان پوءِ سٺي حيثيت حاصل ٿيل هئي. بهرحال، عام ماڻهوءَ جي حصي ۾ جيڪي شيون آيون ٿي، اهي بدحالي، محتاجي، مجبوري، بک ۽ موت هيون. بغداد ۾ شاهوڪارن جون عاليشان ماڙيون ۽ غريبن جون تباهه حال جهوپڙيون هڪ ٻئي پرسان موجود هيون. اهو چئي

سگهجي ٿو تہ اهي بهشت ۽ دوزخ جو نظارو پيش ڪنديون هيون. ان زماني جو هڪڙو شاعر بغداد جي باري ۾ هيئن چوي ٿو:

"هي بغداد صرف شاهوڪار ماڻهن جي رهڻ لاءِ موزون آهي،
۽ نہ ڪي غريبن ۽ محتاجن لاءِ.
جيڪڏهن قارون جهڙو ماڻهو بہ اتفاق سان بغداد اچي وڃي
تہ اهو پڻ افسوس ۽ پريشاني سان پرجي ويندو.
بغداد حقيقي بهشت آهي جنهن جو اسان سان واعدو ٿيل
آهي، پر اهو وقت کان اڳ ئي انهن جي هٿ چڙهي ويو آهي
جن وٽ کائڻ لاءِ ۽ پهرڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ موجود آهي.
بغداد ۾ حورون ۽ غلمان آهن ۽ اتي هرشي موجود آهي جنهن
جي توهان خواهش ڪري سگهو. باقي اتي جيڪا شي اڻلڀ
آهي، اها انسانيت آهي."

عيش عشرت پسند ڪرڻ وارو هڪڙو شاهوڪار ماڻهو چوي ٿو: "ڇا توهان ڪڏهن سموري دنيا ۾ ڪٿي بغداد جهڙو شهر ڏٺو آهي؟ هي بغداد ڌرتي تي بهشت آهي.

بغداد ۾ لطف و لذت جو چشمو خالص آهي ۽ مزي وارو وڻ سائو آهي. البت، ؟ ٻين جاين تي زندگي نہ سادي آهي نہ خوشي واري.

بغداد ۾ کير بہ وڏي حياتي ماڻي سگهي ٿو. ان جو ڪاڌو ۽ پاڻي وڻندڙ مزيدار ۽ سوادي آهن. انهي حقيقت ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ ڪجهہ علائقن جو ڪاڌو ۽ پاڻي ٻين علائقن جي ڪاڌي ۽ پاڻي کان بهتر آهي."

اها اعتراض واري ڳاهہ ڪونهي تہ عباسين جي دور ۾ بغداد ڌرتي تي بهشت هيو يا انهي معاملي ۾ ٻين عُهدن دوران. اها پڻ ڪا غلط ڳالهہ ڪونهي تہ ان شهر ۾ مزن ۽ تفريح جا سرچشما خالص هيا ۽ خوشين جا وڻ ساوا هيا. ان شهرجي رهواسين جون ڊگهيون حياتيون هجڻ ۾ پڻ ڪو وڌاءُ ڪونهي. انهن مان ڪابہ ڳالهہ غلط ڪونهي، انسان هميشہ بهشت واري زندگي گذارڻ جي خواهش ڪندو آهي، جتي سڪ سهوليت جون سڀ شيون موجود آهن ـ ميوات، گل ۽ هر سٺي شي. البت، اهي سڀ شيون تڏهن سٺيون ٿي سگهن ٿيون جڏهن اهي غريبن ۽ محتاجن جو استحصال ڪري حاصل نہ ڪيون ويون هجن يا يتيمن ۽ بيواهہ عورتن کان نہ ڦريون ويون هجن. اهي عيش عشرت جا سامان

ڪٿان آيا ٿي جڏهن تہ ان شهر ۾ هزارين محتاج ماڻهو موجود هيا جن پنهنجي سموري حياتي ۾ هڪڙو ويلو بہ پيٽ ڀري ماني ڪونہ کاڌي هئي؟

ماڻهن جي احساسن ۽ جذبن جو اظهار ڪرڻ لاءِ مشهور شاعر ابوالعتاهيہ پنهنجي زماني جي خليفي کي هيئن مخاطب ٿئي ٿو: "ڇا اتي ڪوئي اهڙو شخص موجود آهي جيڪو منهنجن خلوص وارن مشورن کي خليفي تائين پهچائي؟ مان ڏسان ٿو تہ ماڻهن لاءِ زندگي گذارڻ گهڻي مهانگي ٿي وئي آهي ۽ انهن جي آمدني تمام ٿوري آهي. انهن جون گهرجون لاتعداد آهن ۽ اهي صبح شام مصيبتن ۽ تڪليفن جي حملي هيٺ رهن ٿا.

يتيم ٻار ۽ بيواهہ عورتون پنهنجن هيڪلن گهرن جي دروازي وٽ خالي هٿ ويٺا آهن. مرد ۽ انهن سان گڏوگڏ عورتون پڻ تنهنجي آڏو هٿ ٽنگي رهيا آهن تہ جيئن تون انهن جي ڪا مدد ڪرين.

سيئي زندگي جي تڪليفن جي شڪايت ڪري رهيا آهن، ۽ گُهٽيل آوازن ۾ دانهون ڪري رهيا آهن. اهي تنهنجي همدردي لاءِ اميد ڪن ٿا تہ جيئن اهي ڏکيائين کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهن ۽ سُک جو منهن ڏسن. مائرون، پنهنجين جهولين ۾ ٻارن سان، رات جو بغير کاڌي گذارين ٿيون ۽ ڏينهن جو بکون ڪاٽين ٿيون. اتي ڪير آهي جيڪو انهن جي خالي پيٽن کي ڀريندو ۽ انهن جي اگهاڙن جسمن کي ڪپڙن سان ڍڪيندو؟ مان تنهنجي رعيت ٻاران سچي حقيقت کان توکي آگاهہ ڪريان ٿو."

هڪڙو شخص خليفي واثق بالله سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو. اهو خليفي جي رعب تاب ۽ ان جي محلات جي شان و شوڪت ۽ ٺٺ ٺانگر جو هنن لفظن ۾ نقشو چٽي ٿو (اهو ياد رکڻ گهرجي تہ اهو صرف هڪڙي محلات جي شان و شوڪت جي باري ۾ آهي):

"هڪڙي نوڪر مون کي ٻئي جي حوالي ڪيو ۽ ٻئي مون کي ٽئين جي حوالي ڪيو. ايئن ڪيترن ئي نوڪرن جي هٿن مان گذرندو مان هڪڙي عمارت ۾ پهتس، جنهن جو ايوان ۽ ديوارون زربفت جي ڪپڙي سان ڍڪيل هيا. هال جي وچ ۾ واثق پنهنجي تخت تي ويٺو هيو. شاهي تخت هيرن جواهرن سان سينگاريل هيو. فريده نالي ان جي

ٻانهي پنهنجي هٿ ۾ ساز کنيون ويٺي هئي. واثق سان گڏ ان ٻانهي کي پڻ قيمتي زربفت جا ڪپڙا پاتل هيا."

اها پر آسائش زندگي ۽ شاهوڪاراڻو رعب تاب هڪڙي وچڙندڙ بيماري هئي جنهن ۾ سيئي بشمول خليفو ان جا مٽ مائٽ ۽ درٻارين سان گڏوگڏ ڪجهه واپاري ماڻهو بہ ڦاٿل هيا. باقي جيترو ٻين اڏنگن ڪمن جو معاملو آهي جيڪي شاهي درٻار ۾ ٿيندا رهندا هيا، بهتر آهي تہ انهن جو ذڪر نہ ڪجي.

دولت لاءِ ٻانهن ۽ ٻانهين جي خريدوفروخت جنهن جي نہ تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم اجازت ڏني ۽ نہ وري امام علي عليہ السلام، ايتري وڏي پيماني تي پهتل هئي جو هر شهر ۾ انهي خاص ڏنڌي لاءِ هڪڙي الڳ بازار هوندي هئي.

بغداد ۾ جيڪو عباسين جي گادي وارو هنڌ هيو دارالرقيق نالي گهٽي مشهور جاءِ آهي جنهن کي انهي مقصد لاءِ استعمال ڪيو ويندو هيو. غلامن جو ڪاروبار ڪرڻ وارن ماڻهن وٽ هرنسل ۽ رنگ جا ٻانها ۽ ٻانهيون هوندا هيا. حبشي غلام ڏاکڻي علائقي کان عباسي شهرن ۾ آڻيندا هيا ۽ ٻن سون درهمن ۾ في غلام وڪيا ويندا هيا. پوري رنگ جا ٻانها ۽ ٻانهيون سمرقند مان آڻيندا هيا، جيڪا اهڙي قسم جي غلامن جي وڏي مارڪيٽ هئي. اتي ڪيترن ئي قسمن جون ٻانهيون هونديون هيون. انهن مان ڪجهه قنڌار ۽ سنڌ جون هونديون هيون. اهي سنهڙيون ۽ ڪارين اکين ۽ ڊگهن وارن واريون هونديون هيون. انهن مان ڪجهه اهي هيون جن جي مديني ۾ سکيا ڪئي وئي هئي، جيڪي نچڻيون ۽ ماهر ڳائڻيون هيون. جن جي مڪي ۾ تربيت ٿيل هئي اهي پنهنجي سونهن ۽ موهيندڙ مهانڊن ۾ بي مثال هيون. ڪجهه ٻانهيون مغربي ملڪن مان پڻ آيون هيون.

ابوعثمان نالي هڪڙو دلال جنهن کي ان زماني جي ٻانهن ۽ ٻانهين جي وصفن جي باري ۾ مڪمل ڄاڻ حاصل هئي، چوي ٿو: "هڪڙي ٻانهي لاءِ ضروري آهي تہ اها باربري (Barbary) ۾ ڄائي هجي ۽ نون سالن جي عمر ۾ پنهنجي ملڪ مان نڪري وئي هجي. ان ٽي سال مديني ۾ ۽ ٽي سال مڪي ۾ گذاريا هجن. سورهن سالن جي عمر ۾ ان

کي عراق پهچڻ گهرجي ۽ اتي جي ماحول جا طور طريقا سکڻ گهرجن. جڏهن اها پنجويهه سالن جي ڄمار جي ٿئي تہ ان کي وڪڻڻ گهرجي. اهڙي ٻانهي پنهنجو پاڻ ۾ موروثي ڪشش، مديني جو نازنخرو مڪي جي سونهن ۽ عراق جي فضيلت ۽ طور طريقا گڏ رکندي. البت ابوعثمان اهو ٻڌائڻ وسري ويو تہ اهڙي ٻانهي ڇوڪريءَ جي قيمت ڪيتري لڳندي هئي.

باربري سان تعلق رکندڙ ٻانهين کان علاوه اتي صومالي، ترڪي، قبرصي، رومي ۽ آرمينيائي ٻانهيون پڻ هونديون هيون جن جي وصفن جو بيان ڪرڻ هتي ضروري ڪونهي. هر ملڪ سان تعلق رکندڙ ٻانهين جون پنهنجون خاص قابليتون ۽ خصوصيتون هيون، جن جو ان زماني جي ماهرن تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي.

عباسين جي دور ۾ غريب ماڻهن جي ڪهڙي ڳالهہ ڪجي، جڏهن تہ شاهوڪار ماڻهو بہ اهو ڪونہ محسوس ڪندا هيا تہ ڪو انهن جي جان ۽ مال محفوظ آهن. ماڻهن جون حياتيون اميرامراء جي هٿن ۾ هونديون هيون ۽ انهن کي هروقت انديشو رهندو هيو تہ ڪنهن بہ مهل اهي پنهنجي جان يا مال وڃائي ويهندا. تنهنڪري، جيڪڏهن هڪڙي پاسي خليفي ۽ ان جي اميرامراء جي سخاوت جي ڪا حد ڪونہ هئي تہ ٻئي پاسي انهن طرفان ماڻهن جي استحصال ڪرڻ جي بہ ڪا حد ڪونہ هئي. جيڪڏهن هڪڙي وقت خليفي ڪنهن کي خوبصورت شعر ٻڌائڻ تي هزارين دينار ڏنا ٿي تہ ٻئي وقت ان ڪنهن لاءِ حڪم ڪيو ٿي تہ ان جو ڪنڌ ڪپيو وڃي ۽ ان جي ملڪيت ضبط ڪئي وڃي.

عتابي پنهنجي زماني ۾ موجود حالتن جو گهڻو حقيقي نقشو چٽيو آهي. ان کان هڪڙي دفعي معلوم ڪيو ويو تہ ادبي ماڻهو هجڻ جي باوجود ان شاهي دربار ۾ ڪو عهدو حاصل ڪرڻ لاءِ ڇو ڪوشش ڪونہ ڪئي. ان جواب ڏنو: "مان ڏسان ٿو تہ خليفو هڪڙي وقت ڪنهن ماڻهوءَ کي بغير ڪنهن جواز جي ۽ بغير ان جي حقدار هجڻ جي هزارين دينار ڏئي ٿو ۽ ٻئي وقت اهو حڪم ڏئي ٿو تہ هڪڙي معصوم انسان کي محلات جي ڇت تان هيٺ ميدان تي اڇلايو وڃي. جيڪڏهن مان شاهي دربار ۾ شامل ٿي وڃان تہ مون کي خبر ڪونهي تہ انهن ٻنهي قسمتن مان منهنجي ڪهڙي ٿيندي."

هڪڙي دفعي خليفي مهدي پنهنجي قاصد کي موڪلي مفضل ضبي کي پنهنجي دربار ۾ گهرايو. خليفي جو قاصد جڏهن ان وٽ پهتو ته ان کي خوف ٿيو ته شايد ڪنهن ماڻهوءَ خليفي آڏو ان جون خراب ڳالهيون بيان ڪيون آهن. تنهنڪري ان پنهنجن ڪپڙن هيٺان ڪفن پاتو ۽ شاهي دربار ۾ پنهنجي موت جي لاءِ مڪمل تيار ٿي پهتو. ان خليفي کي سلام ڪيو ۽ ان به سلام جو جواب ڏنو. پوءِ اهو ماٺ ڪري ويهي رهيو. ڪجهه وقت کان پوءِ ان محسوس ڪيو ته خليفي جو ان کي مارڻ جو ڪو ارادو ڪونهي، تنهن ڪري پرسڪون ٿي ويو. مهدي ان کي چيو: "فخر ڪرڻ ۽ عظمت لاءِ ڪهڙي عرب شاعر بهترين نظم ٺاهيو؟" ان ڪجهه ٻيا سوال به ان کان پڇيا ۽ مفضل مناسب جواب ڏنا. مهدي ان جي جوابن کان گهڻو خوش ٿيو ۽ ان کان ذاتي معاملن جي باري ۾ سوال ڪيائين. مفضل ان کي ٻڌايو ته اهو قرضي ٿي ويو آهي، جنهن تي خليفي حڪم ڪيو ته ان کي ٽيهه هزار درهم ڏنا وڃن.

مامون رشيد پنهنجي وزير فضل بن سهل کي قتل ڪرايو ۽ پوءِ احمد بن ابي خالد کي وزارت جي آڇ ڪيائين. پر ان عهدو قبول ڪرڻ کان عاجزي ڏيکاري. جڏهن ان کان پڇيو ويو ته ان آڇ قبول ڪرڻ کان ڇو انڪار ڪيو ته ورائيائين: "منهنجو تجربو آهي ته جيڪو به ان عهدي تي رهيو آهي آخرڪار ان پنهنجي حياتي وڃائي آهي."

شاهوڪاري ۽ دولت جي گهڻائي جو اهو نتيجو نڪتو ته عيش عشرت جي ڪا حد ئي ڪونه رهي ۽ اها وچڙندڙ بيماري وانگر پکڙجي وئي هئي. هر گهر ۾ لاتعداد ٻانهيون هيون جيڪي ڳائڻ، نچڻ ۽ نازنخرن ڪرڻ جون ماهر هيون. جڏهن شاهوڪار ماڻهن جي تفريح جي هڪڙي طريقي مان دل ڀرجي ويندي هئي ته اهو ڪو ٻيو طريقو ايجاد ڪندا هيا. ڪنهن ڪنهن وقت جڏهن اهي ڪنهن راڳ ٻڌڻ سان خوشي ۾ ڀرجي ويندا هئا ته ڪين خبر ڪونه پوندي هئي ته خوشي جو اظهار ڪيئن ڪجي ته اهي آپي مان نڪري ويندا هيا ۽ پاڻ کي ڌڪ هڻندا هيا ۽ سندن هٿ ۾ جيڪا به شي ايندي هئي ان سان پنهنجو مٿو ڦاڙي زخمي ڪري ڇڏيندا هيا. ابوالفرج اصفهاني پنهنجي ڪتاب "آغاني" ۾ ۽ ٻين ڪيترن تاريخدانن به اهڙن لاتعداد واقعن جو ذڪر ڪيو آهي. انهن جو پنهنجي آپي مان نڪري وڃڻ جو سبب اهو هيو ته

انهن کي پنهنجي خوشي ۽ جوش جي اظهار ڪرڻ جي طريقي جي خبر ڪونہ هئي، تنهنڪري اهي روزانو نوان طريقا ايجاد ڪندا هيا.

هِتي پاسي لاتعداد محتاج ماڻهو موجود هيا. جيڪي قسمپرسي ۽ غربت واري حالت ۾ رهندي پنهنجي حياتي کان بيزار ٿي ويا هيا. هڪڙي ٽولي وارا ماڻهو نهايت عيش ۽ مزي واري حياتي گذاري رهيا هيا، جڏهن تہ ٻئي ٽولي وارا ماڻهو پنهنجي وجود کان ئي بيزار هيا. انهن کي پنهنجي زندگيءَ سان گڏ پنهنجي معاشري ۽ ثقافت کان نفرت هئي. انهن کي معاشري جي بهتر ٿيڻ جي ڪا اميد نظر ڪونہ ٿي آئي. ابوالعتاهيہ انهن ماڻهن جي احساسن کي هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو:

"توهان هڪڙي ڪنڊ ۾ ويهي سڪل ماني جو جيڪو ڀُڇو کائو ٿا ۽ جنهن سوڙهي گهر ۾ توهان پنهنجا ڏينهن گذاريو ٿا، يا ڪنهن مسجد جي ڪنڊ جنهن ۾ توهان اڪيلائپ واري زندگي گذاري سگهو انهن گهڙين کان بهتر آهن جيڪي عاليشان محلاتن جي پاڇي ۾ گذاريون وڃن ٿيون. هي ان ماڻهوءَ طرفان هڪڙي صلاح آهي جيڪو حقي حالت کان گهڻو واقف آهي. اهو خوش نصيب آهي جيڪو منهنجي صلاح مڃي ٿو. مون کي پنهنجي جان جو قسم آهي تہ نصيحت جو اهو ننڍڙو جملو ان لاءِ ڪافي آهي. توهان پنهنجي ان خيرخواهہ جي نصيحت ڏانهن ڪن ڏيو جنهن کي ابوالعتاهيہ چوندا آهن."

خودڪشي جا ٻئي طريقا يعني پاڻ کي رنگ رلين ۽ مزن ۾ غرق ڪرڻ يا دنيا کي ترڪ ڪرڻ، انساني فطرت جي خلاف آهن. الله عزوجل انسان کي انهن ٻنهي مان زندگي جي ڪنهن بہ طريقي لاءِ ڪونہ خلقيو آهي. البت، عباسين جي زماني دوران اهي ٻئي برايون عام هيون.



مٿي جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي اهو عباسي حڪمراني جي شروعاتي ڏينهن دوران ماڻهن جي حالتن جي هڪڙي جهلڪ آهي. بعد ۾ انهن جون حياتيون ايتريون قسمپرسي واريون ٿي ويون جو انهن جي بدحالي جو تصور ڪرڻ ئي ممڪن ڪونهي. امير اجا وڌيڪ امير ترين ٿي ويو ۽ غريب اجا گهڻو غريب ٿي ويو. شاهوڪار ڳاڻاٽي ۾ ٿورا هيا ۽ غريب مسڪين لاتعداد هيا. بهرحال، انهن مان ڪنهن جي بہ جان ۽ مال محفوظ ڪونہ هيا. فقط ٿورڙا ماڻهو يعني سردار ۽ انهن جا مٽ

مائٽ ۽ حمايتي پاڻ کي مطمئن ۽ محفوظ سمجهندا هيا. شاهوڪار ماڻهن مان ڀئي ڪنهن کي بہ ذهني سڪون حاصل ڪونہ هيو. اهي هميشہ خوف ۾ هوندا هيا تہ خليفو ڪنهن بہ وقت انهن سان ناراض ٿي سگهي ٿو ۽ ان جو نتيجو اهو نڪرندو تہ انهن جي ملڪيت بہ ضبط ڪئي ويندي تہ اهي حياتي بہ وڃائي ويهندا. اهڙي نموني جو ظلم متوڪل جي زماني دوران شروع ٿيو۔ اهو ماڻهو جنهن بهشت جي پرسان گڏوگڏ دوزخ بہ تعمير ڪئي. شاهوڪار ماڻهو مڪمل طور تي بي حيا ٿي ويا هيا. اهي شراب پيئندا هيا ۽ پنهنجن احساسن کان ڪوڪلا ٿي ويا هيا. اهي پنهنجن محلاتن ۾ شراب ۽ ڪباب جي دعوتن جو بندوبست ڪندا هيا ۽ هل هنگامو مچائيندا هيا. اهي ڪڏهن ڪڏهن پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي فرش تي ليٽڙيون پائيندا هيا. انهن فضيلت جو هر لحاظ وڃائي ڇڏيو ۽ هر قسم جي برائين ۾ ملوث ٿي ويا. جڏهن اهي نشي ۾ مدهوش هوندا هيا تہ انهن مان ڪي ايئن سوچيندا هيا تہ انهن ڌرتي مٿان پيير هڻڻ سان ان کي لوڏي ڇڏيو آهي. ابوحيان توحيدي پنهنجي ڪتاب "المتاع والموالتہ" ۾ اهڙين گهڻين ئي ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي.

ان زماني ۾ ٻانهين جو ايترو تعداد هيو جنهن جو مثال اڳ موجود ڪونہ هيو. متوڪل جيڪو جيترو گهڻو ٿي سگهندو هيس، ڏاهَن ۽ سرگرم ماڻهن جي بي عزتي ڪندو هيو جنهن امام حسين عليہ السلام جي روضي پاڪ کي شهيد ڪرائي پاڻي ۾ ٻوڙڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ پنهنجي درٻار ۾ موجود بدمعاش ماڻهن کي اجازت ڏني هئي تہ اهي حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ چٽر ۽ گستاخي ڪن. ان جي محلات ۾ هزارين ٻانهيون هيون. ڪجهہ عباسي خليفن وٽ ڏهن هزارن کان بہ گهڻي تعداد ۾ ٻانهيون هيون. ٻانهن کان علاوه انهن جي محلاتن ۾ لاتعداد ڪدڙا بہ هوندا هيا. دولتمند ماڻهو يا ٻيا جيڪي امير طبقي سان واسطو رکندڙ هيا، اهي پنهنجين عورتن جي حفاظت لاءِ پنهنجن گهرن ۾ ڪدڙا رکندا هيا. امين عباسي جي ڏينهن دوران ڪدڙن جو تعداد تمام گهڻو وڌي ويو هيو. خليفي مقتدر وٽ تہ يارهن هزار ڪدڙا هيا. وچولي طبقي جي ماڻهن وٽ پڻ غلام هيا، جيڪي گهڻو بي حيا هيا. مالڪ انهن غلامن کان شرمناڪ خدمتون ڪرائيندا هيا.

انهن سڀني براين جو بنيادي سبب اهو هيو ته اميرامراء ۽ شاهوڪار ماڻهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم ۽ حضرت علي عليه السلام طرفان مقرر ڪيل قاعدن کي نظرانداز ڪري ڇڏيو هيو. انهن انسانن کي هڪ ٻئي جي برابر ڪونه ٿي سمجهيو. شاهوڪار ۽ اهي ماڻهو جيڪي اعليٰ حيثيت وارا هيا. اهي پاڻ کي عام ماڻهن کان برتر سمجهندا هيا ۽ غريبن جو استحصال ڪري عيش عشرت واري زندگي گذاريندا هيا.

اسان هڪڙو دفعو وري عباسين جي حڪومتي دور ۾ ماڻهن جي اخلاقن ۽ عادتن بابت ڳالهائڻ گهرنداسين ته جيئن اميرامراء ۽ شاهوڪار ماڻهن طرفان گذاري ويندڙ عيش عشرت ۽ شهوت پرستي واري زندگي ۽ غريب ماڻهو جنهن محتاجي ۽ مجبوري ۾ گهريل هيا. ان تي روشني وجهون. حقيقت اها آهي ته اهڙو معاشرو جنهن جا فرد اڪثر ڪري محتاج آهن اتي ٻن ڳالهين يعني شاهوڪاري ۽ محتاجي جو ظاهر ٿيڻ لازمي آهي. اسان انهي حقيقت تي ان ڳالهه جي روشني ۾ ڏيان ڏينداسين جيڪو امام علي عليه السلام فرمايو: "مون ڪنهن وٽ به دولت سواءِ ان حالت جي ڪونه ڏٺي آهي ته ان سان گڏوگڏ مون ڪنهن جا حق غضب ٿيندي ڏٺو آهي."

عاليشان محلات تعمير ڪرايا ويا هيا ۽ انهن تي بي تحاشا رقم خرچ ڪئي وئي هئي. متوڪل تمام گهڻا محلات تعمير ڪرايا ۽ انهن جي خوبصورتي ۽ رونق بيان ڪرڻ کان مٿي هئي. انهن مان هڪڙي محلات ۾ عورتن ۽ ٻانهين جي ترڻ لاءِ هڪڙو وڏو تلاء ٺهرايو ويو هيو. جڏهن مشهور شاعر بحتري ان محلات کي ڏٺو ته اهو ان جي شان شوڪت کان ايترو متاثر ٿي ويو جو ان سوچيو ته پڪ اهو جنن پوتن تعمير ڪيو هوندو. محلات جو خاڪو بيان ڪندي اهو چوي ٿو:

"ايئن لڳي ٿو ته ڄڻ انهي محلات کي حضرت سليمان عليه السلام جي فرمانبردار جنن تعمير ڪيو آهي ۽ هر جزي تي سخت محنت ڪئي آهي.

جيڪڏهن سبا جي راڻي بلقيس انهي محلات کي ڏسي ها ته حضرت سليمان عليه السلام جي محلات جو گمان ڪرڻ لڳي هيا ڇو ته ٻنهي محلاتن ۾ تمام گهڻي هڪجهڙائي هئي.

جڏهن توهان ان تلاءَ ڏانهن رات جو نهاريندا ۽ ان ۾ تارن جي عڪس جي چرپر ڪي ڏسندا تہ توهان سوچيندا تلاءَ آسمان آهي ۽ تارا ان ۾ جڙيل آهن. مڇي تلاءَ جي ڪناري تائين ڪونہ ٿي پهچي سگهي چو تہ انجي مُنڍ ۽ ڇيڙي جي وچ ۾ وڏو فاصلو آهي.“

ياقوت حموي مجمع البدان ۾ هيئن لکي ٿو: ”ٻئي ڪنهن بہ خليفي سامره ۾ اهڙيون عاليشان عمارتون ڪونہ نهرايون جيئن متوڪل نهرايون هيون. ٻين عمارتن کان علاوه گهڻائي محلات هيا. مثال طور قصرالعروس جنهن تي ٽي ڪروڙ درهم رقم خرچ ٿي، قصرالجعفري، قصرالغريب، قصرالشيدان، قصرالبرج ۽ قصرالبستان ابتاخيہ جنهن مان هرهڪ تي هڪ هڪ ڪروڙ درهم خرچ ٿيا ۽ قصرالمليح ۽ قصرالصبح جنهن مان هرهڪ تي پنجاهہ لک درهم رقم خرچ ٿي.“

محلاتن جي لسٽ ڏيڻ کان پوءِ ياقوت حموي ٻڌائي ٿو تہ انهن تي ٽي ارب درهم جي رقم خرچ ٿي هئي.

متوڪل جي قصرالجعفري جي واکاڻ ڪندي شاعر علي بن جهم چوي ٿو: ”ان محلات ۾ هنر جا اهڙا شهہ پارا موجود آهن جيڪي رومي ۽ ايراني شهنشاهن بہ پنهنجن ڊگهن حڪومتي دورن ۾ ڪونہ ڏٺا هوندا.

ان ۾ اهڙا تہ ايوان ۽ هال آهن جو اکيون گهڻي دير تائين انهن جي غير معمولي ۽ عجيب بيهڪ ڏسڻ لاءِ مجبور ٿي وڃن ٿيون.

ان ۾ اهڙا تہ ڊگها منارا آهن جوا يئن ٿو ڀائنجي سگهبو تہ اهي تارن سان ڳالهيون ڪري رهيا آهن.“

ابن معتز هڪڙو محلات نهرايو جنهن جي ڇت سون جي سرن سان ٺهيل هئي ۽ ان جي چوڌاري وڻ پوکرايا ويا. بحتري ان محلات جي هنن لفظن ۾ واکاڻ ڪري ٿو:

”ڇت سون جي ٺهيل هئي ۽ چمڪندڙ ۽ روشن هئي. ان جي روشني هرهنڌ ڦهليل هئي.

ان ۾ هير گهلندي رهندي هئي ۽ بنا ميون وارا ۽ ميون وارا وڻ هميشہ جهومندا رهندا هيا.

اهي نازڪ ڇوڪرين وانگر هيا جيڪي سير لاءِ ٻاهر آيون هجن. انهن مان ڪن کي زيور پاتل هجن ۽ ڪي انهن کان سواءِ هجن.“

خليفي معتضد طرفان تعمير ڪرايل محلاتن مان هڪڙي کي قصرالثريا سڏيندا هيا. اهو گهڻو ڪشادو هيو ۽ سهڻي نموني سان سجايل هيو ايتري تائين جو خليفي جنهن ان محلات کي پاڻ تعمير ڪرايو هيو ايئن ٿي سمجهيو تہ اهو جنن جي ڪم جو ڪمال آهي.

خطيب بغدادي نالي تاريخدان رومي سفير جي خليفي سان ملاقات جو بيان ڪندي ان محلات جو جامع خاڪو پيش ڪيو آهي اهو چوي ٿو:

”مقتدر وٽ يارهن هزار ڪدڙا ۽ سسلي، روم ۽ صوماليہ جا هزارين غلام هيا. اهو محلات جو هڪڙو رخ هيو. اتي پيون بہ ڪيتريون ئي لاتعداد شيون هيون جن محلات جي خوبصورتي ۾ سج ڏج ۾ حصو ٿي ونديو. مقتدر جو حڪم هيو تہ سفير کي سمورو محلات گهمايو وڃي ۽ ان کي مختلف شين وارا ڪمرا بہ ڏيکاريا وڃن. جتي وڏي خوبصورت نموني ۾ تمام گهڻيون قيمتي شيون گڏ ڪري رکيون ويون هيون. قيمتي هيرا جواهر پٽين ۾ رکيل هيا جيڪي نقش نگار ٿيل ڪاري ريشمي ڪپڙي سان ڍڪيل هيون. سفير کي هڪڙي هال ۾ وٺي آيا جتي خالص چاندي مان ٺاهيل هڪڙو وڻ بيٺل هيو جنهن جو وزن پنج لک درهمن جي برابر هيو. ان ۾ چاندي مان ٺهيل ڪيترائي پکي چنبڙايل هيا ۽ جڏهن هوا گهلندي هئي تہ انهن مان سيٽين جو آواز نڪرڻ شروع ٿي ويندو هيو. سفير اهو سڀ ڪجهہ ڏسي عجب ۾ وٺجي ويو هيو.

ان محلات جي پٽين تي اٺتيهہ هزار پردا لڙڪيل هيا. اهي سيئي پردا ريشم ۽ زربفت مان ٺهيل هيا. انهن تي مختلف نمونن ۾ مصوري ٿيل هئي ۽ انهن تي ساموندي ٻيڙن ۽ جانورن جون تصويرون ٺهيل هيون. وڏا پردا آرمينا ۽ وينس جي شهہ پارن جو بهترين نمونو هيا. انهن مان ڪجهہ صاف سادا هيا ۽ ڪجهہ تي نقش نگاري ٿيل هئي.

ان کانپوءِ سفير کي اصطبل ڏانهن وٺي ويا. ان عمارت جو داخلي حصو سنگمرمر جي ٿنڀن تي بيٺل هيو. اصطبل جي ساڄي پاسي واري اڌ ۾ پنج سَوَ گهوڙا موجود هيا جيڪي مڪمل طور لغامن ۽ پلاڻن ۾ سنجيل هيا. پر هنا رکيل ڪونہ هين ۽ کاٻي پاسي واري اڌ ۾ پڻ پنج سَوَ گهوڙا موجود هيا جيڪي مڪمل طور تي لغامن، پلاڻن ۽ ريشمي پوش

چڙهيل هَئَن مان سنجيل هيا. هرهڪ گهوڙي لاءِ هڪڙو نوڪر موجود هيو جنهن کي مهانگي وردي پاتل هئي.

پوءِ سفير کي ان عمارت ڏانهن وٺي ويا جنهن ۾ پاليل جهنگلي جانور رکيل هيا. اهي دورو ڪندڙن ڏانهن آيا ٿي ۽ انهن کي سنگهيائون ٿي ۽ انهن جي هٿن مان شيون پڻ وٺي کاڌائون ٿي.

پوءِ سفير کي هڪڙي ٻي عمارت ۾ وٺي آيا جنهن ۾ اُن برٽ پريل ريشمي چادرن سان ڍڪيل چار هاٿي ڏٺا. اتي هاٿين جي سارسنڀال لهڻ لاءِ تمام گهڻا نوڪر مقرر ٿيل هيا. سفير جڏهن هاٿي ڏٺا ته دهشت ۾ پڌي ويو.

ان کانپوءِ سفير کي هڪڙي عمارت ڏانهن وٺي ويا جتي جهنگلي جانور رکيل هيا. انهن مان پنجاهه عمارت جي هڪڙي حصي ۾ رکيل هيا ۽ پنجاهه ٻئي حصي ۾.

پوءِ ان کي هڪڙي جاءِ تي وٺي آيا جنهن کي ”جوسق“ سڏيندا هيا. اها جاءِ چوڌاري باغن سان وڪوڙيل هئي ۽ ان جي وچ ۾ هڪڙو تلاءُ هيو جيڪو جست منجهان تعمير ڪيو ويو هيو. ان تلاءُ جي چوڌاري هڪڙي نالي تعمير ڪئي وئي هئي، جيڪا پڻ جست مان ٺهيل هئي. اهو تلاءُ جيڪو ٽيهه هٿ ڊگهو ۽ ويهه هٿ ويڪرو هيو. چاندي واري تلاءُ کان وڌيڪ خوبصورت هيو. ان ۾ چار ٻيڙيون هيون جن ۾ ويهڻ لاءِ سونيون ڪرسيون رکيل هيون. اتي تلاءُ جي چوڌاري باغ ۾ چار هزار وڻ پوکيل هيا ۽ انهن مان هرهڪ وڻ پنج هٿ ڊگهو هيو. هر وڻ پاڙ کان چوٽي تائين نقش نگار ٿيل آبنوس سان ڍڪيل هيو جنهن ۾ قلعي ٿيل ڇلا جڙيل هيا. تلاءُ جي ساڄي ڪناري تي ريشمي لباس پاتل پندرهن گهوڙيسوار فوجين جا مسجما هيا، انهن جي هٿن ۾ نيزا ائين جهليل هيا جڻ اهي دشمن تي حملو ڪرڻ لاءِ ويندا هجن. وڌيڪ پندرهن مجسما کاٻي ڪناري تي بيهاريل هيا.

سفير جڏهن ٽيويهه عاليشان محلاتن جو دورو مڪمل ڪيو ته ان کي هڪڙي ايوان ۾ وٺي آيا جنهن کي ”تسعيني“ سڏيندا هيا. ان ايوان ۾ نوجوان غلام بيٺل هيا ۽ سڀ هٿيارن سان ليس هيا. پوءِ ان کي خليفي مقتدر وٽ قصر التاج ۾ وٺي آيا، جيڪو محلات دجله ندي جي ڪناري

پرسان ٺهيل هيو. ان کي هڪڙو تاج پاتل هيو جنهن کي طويلہ سڏيندا هيا ۽ ان کي مٿي کان پيرن تائين ريشم ۽ زريفت جا ڪپڙا پاتل هيا. ان جو شاهي تخت آبنوس مان ٺهيل هيو ۽ ان تي وڇايل غاليچو نقش نگار ٿيل ريشم ۽ زرفت مان ٺهيل هيو. ان جي ساڄي پاسي تي قيمتي هيرن جواهرن جون نَوَ جهالرون لڙڪيل هيون ۽ ايترين ئي کاٻي پاسي تي هيون. (ضحيٰ الاسلام جلد پهريون صفحو 100 کان 102).

عباسي خليفا انهي نموني ۾ وڏيون رقمون خرچ ڪندا هيا. جيڪو بہ خليفو شاهي تخت تي ويهندو هيو اهو پاڻ کان اڳ گذريل خليفي کان فضول خرچي ۾ گوءِ کٽندو هيو. جيستائين مهدي جو وارو آيو. اهو هڪڙو پرهيزگار ماڻهو هيو پر وڏي حياتي ماڻڻ ان جي قسمت ۾ لکيل ڪونہ هئي، ڇو تہ ان کي پنهنجن ماٽن قتل ڪيو.

وزير بہ فضول خرچي ۾ پوئتي ڪونہ رهندا هيا. متوڪل جي وزير فتح بن خاقان اهڙا عاليشان محلات ٺهرايا جو انهن جا منارا آسمان کي ڇهندا هيا. شاعر بحتري چوي ٿو: "منارا ايترا اوچا هيا ۽ ايئن لڳندا هيا ڄڻ سفيد ڪبوترن جو ولر فضا ۾ اڏرندو هجي."

ابن مقلہ نالي وزير پنهنجي محلات ۾ ايترا تہ گهڻا جهنگلي جانور ۽ پکي گڏ ڪيا هيا جو اڄ ڪنهن حڪومتي خزاني لاءِ بہ ممڪن ڪونهي تہ انهن جو خرچ برداشت ڪري.

ابن فرات نالي وزير زمين جي وڏين ايراضين جو مالڪ هيو ۽ ان وٽ بي تحاشا دولت هئي. اهو بلوري چمچن سان کاڌو کائيندو هيو. اهو هڪڙي اهڙي چمچي کي صرف هڪڙي گرانهہ لاءِ استعمال ڪندو هيو ۽ ان کي ٻيهر استعمال ڪونہ ڪندو هيو. ان جي ماني کائڻ واري ميز تي ٽيهن کان وڌيڪ چمچا رکيا ويندا هيا.

مهلبي نالي وزير گلن جو شوقين هيو. هڪڙي شخص جنهن ان کي ڏٺو هيو چوي ٿو: "ٽن ڏينهن ۾ هڪ هزار دينار کان بہ وڌيڪ رقم جا گلاب جا گل مهلبي لاءِ خريد ڪيا ويا هيا. اهي ان جي ڪچهري مٿان ۽ ان جي محلات جي شاندار وڏي تلاءُ ۾ ڇٽيا ويا. تلاءُ ۾ عجيب ڦوهارا ٺهرايا ويا هيا. گل تلاءُ ۾ اڇلايا ويا ۽ ڦوهارن انهن کي مهلبي جي ڪچهري مٿان ڇٽيو جتي اهي ماڻهن جي مٿان ڪرندا رهيا. جڏهن ڪچهري ختم ٿي تہ اهي گل ماڻهن ميڙي ورتا."

خليفي مقتدر جي ماءُ جي جوتن لاءِ ثياب النعال نالي ٿلهو ريشمي ڪپڙو خريد ڪيو ويندو هيو. اهو ڪپڙو جوتي جي تري ۽ مٿئين حصي لاءِ استعمال ٿيندو هيو ۽ انهن کي عنبر، مشڪ ۽ مڇي جي چربي سان ٿهيل لئي سان چنبڙايو ويندو هيو. راڻي ماءُ انهن جوتن کي ڏهن ڏينهن کان وڌيڪ ڪونہ پائيندي هئي. ان کان پوءِ اهي نوڪرن کي ملندا هيا، جيڪي ان مان عنبرمشڪ نپوڙي ڪيندا هيا ۽ انهن کي استعمال ڪندا هيا.

وزير ۽ اعليٰ عهديدار پڻ ڪوشش ڪندا رهندا هيا تہ اهي دولت ۽ دٻدٻي جي معاملي ۾ خليفي کان پوئتي رهجي نہ وڃن.

علي بن احمد راضي جيڪو جندنيشاپور، سوس ۽ ماذريا جو گورنر هيو، ان مرڻ وقت سون، چاندي، هيرا جواهر، قيمتي پٿر ۽ ٻيون شيون ورثي ۾ ڇڏيون، جيڪي ايتريون تہ مهانگيون هيون جو سيني غريبن ۾ ورهايون وڃن ها تہ اهي شاهوڪار ٿي وڃن ها. ان کان علاوه، ان پنيان ايترا تہ ڪدڙا، ڪارا ۽ پورا غلام ڇڏيا جو انهن کي جيڪڏهن هڪڙي لشڪر جي صورت ۾ ڪنهن ملڪ ڏانهن چڙهائي ڪرڻ لاءِ موڪليو وڃي ها تہ اهي اهو فتح ڪري وڃن ها.

اڪيلي علي بن احمد جي دولت جي باري ۾ جيڪو مٿي بيان ڪيو ويو آهي ان مان ٻين گورنرن وٽ موجود دولت جو ڪاٿو لڳائي سگهجي ٿو. شاهوڪار واپاري پڻ عيش عشرت واري زندگي گذاريندا هيا. غريب عوام جي زندگيءَ جو دارومدار خليفي، ان جي وزيرن ۽ عملدارن جي مرضي تي هيو. اهي سلامت ۽ محفوظ صرف ايتري تائين هوندا هيا جيستائين معاملن جون واڳون سنڀاليندڙ عملدار انهن کان ناراض نہ ٿيندا هيا.

شاهوڪار ماڻهن اها سموري دولت ڪٿان آندي؟ ان سوال جو سواءِ ان جي ڪهڙو جواب ڏئي سگهجي ٿو تہ انهن غريب عوام جو استحصال ڪري اهي دولتون ميڙيون، جن ويچارن کي ڪنگالپڻي ۽ محتاجي واري حالت ۾ ڌڪيو ويو هيو؟ سرڪاري محصول اوڳاڙڻ ۽ دولت گڏ ڪرڻ لاءِ انتهائي ظالماڻو نظام اختيار ڪيو ويو هيو. خليفو ان جا وزير ۽ دلال سموري ڍل جي رقم ۽ ٻيا محصول ڪنهن هڪڙي

ماڻهوءَ کي نيڪي تي ڏئي ڇڏيندا هيا. اهو شخص ڪجهه لک درهم يا دينار سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرائيندو هيو ۽ پوءِ ان کي جيترو وڻندو هيو پنهنجي مرضي مطابق ماڻهن کان ڏل ۽ محصول وصول ڪندو هيو. اهو نظام تُرڪ سلطانن طرفان اسلامي ملڪن ۾ لاڳو ڪيل سرشتي جهڙو هيو جن تي اهي تُرڪ سلطان حڪمراني ڪندا هيا.

عدالتي کاتو پڻ ڊانوان ڊول هيو. رياست جا اميرامراء مسلسل عدالتن جي ڪم ڪار ۾ مداخلت ڪندا رهندا هيا ۽ ڪنهن به قاضي کي جرئت ڪونه ٿيندي هئي ته حڪمرانن جي مرضي جي خلاف فتوا جاري ڪري سگهي.

رشوت عام جام هئي. ماڻهن جي بيوسي وڌندي پئي وئي ۽ انهن جون تڪليفون ۽ ڏک اڻ ڳڻيا ٿيندا پئي ويا. ايتري تائين جو جيڪڏهن ڪو ماڻهو مرندو هيو ته بجاءِ ماڻهن طرفان افسوس ڪرڻ جي مبارڪباد جو حقدار ٿي ويندو هيو.

ابن لنڪڪ بصري چوي ٿو: "اسان عجيب لاهن چاڙهن جو مشاهدو ڪري رهيا آهيون. اسان جيڪو ڪجهه ڏسي رهيا آهيون، اهو جيڪڏهن خواب ۾ ڏسون ته ڏک ۽ پريشاني جي حالت ۾ سجاڳ ٿي پئون."

اهو الله تعاليٰ کي ڀاڏائي ٿو ته ماڻهن کي شال حضرت ايوب عليه السلام وارو صبر عطا ڪري، اهو پاڻ انهي لاءِ حضرت يعقوب عليه السلام وانگر رڙي ٿو ۽ چوي ٿو: "ماڻهو ايترو ته ڏکايل ۽ پريشان آهن ته جڏهن انهن مان ڪو فوت ٿئي ٿو ته مبارڪباد جو حقدار ٿي وڃي ٿو."

اهو وڌيڪ چوي ٿو: "الله جو قسم! اسان ظالم ۽ بي رحم زملني جي آڪڙن ۾ جهليل آهيون ۽ قادر مطلق کي ڀاڏايون ٿا ته اسان کي حضرت ايوب عليه السلام وارو صبر عطا ڪري، دنيا پنهنجي سونهن کان ڪوڪلي ٿي وئي آهي. تنهنڪري حضرت يعقوب عليه السلام وانگر روئو ۽ رڙو."

حضرت علي عليه السلام پنهنجن پٽن حضرات حسن ۽ حسين عليهم سلام کي ماڻهن جي رهنمائي لاءِ جن ڏاهن، عالم ۽ معتبر ماڻهن لاءِ هدايت ڪئي هئي ته کين گهرجي ته انهن ماڻهن کي پاڻ سان گڏ رکن، اهي ماڻهو انهن جي قولن کي ڌيان سان ٻڌن ٿا ۽ انهن جي مقام ۽ مرتبي کي تسليم ڪن ٿا. ان گورنرن کي پڻ هدايت ڪئي هئي ته انهن

سان صلاح مشورو ڪن ۽ انهن جو احترام ڪن. ڇو تہ اهي مسلمانن منجهہ روشني آهن ۽ دنيا جي پڇاڙي تائين موجود رهندا. پر اهڙا ماڻهو عباسين جي دور ۾ ڏتڙيل حالت ۾ هيا. سواءِ انهن جي جن پنهنجا ضمير حڪمرانن وٽ وڪڻي ڇڏيا هيا.

ابوحيان جيڪو هڪڙو عظيم دانشور ۽ ڪيترن ئي اهم ڪتابن جو ليکڪ هيو. پنهنجي "الامتاع والمرانسہ" نالي ڪتاب ۾ لکي ٿو: "مان پنهنجو ايمان ۽ ويساهہ وڪڻڻ تي ۽ منافقت اختيار ڪرڻ ۽ اهڙا خراب ڪم ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ويو آهيان جو ڪوئي بہ شريف ماڻهو انهن کي لکڻ پسند ڪونہ ڪندو."

اهو پنهنجي حياتي جي آخري ڏينهن ۾ دنيا کان ايترو تہ مايوس ٿي ويو هيو ۽ ان وقت جي حڪومت کان نااميد ٿي ويو هيو جو ان پنهنجا سمورا ڪتاب ساڙي ڇڏيا.

ابوعلي قالي پڻ پنهنجا ڪتاب وڪڻڻ لاءِ مجبور ٿي ويو هيو جيڪي ان جو قيمتي سرمايو هيا. اهو چوي ٿو: "ويهن سالن تائين اهي ڪتاب منهنجي لاءِ آٿت جو وسيلو هيا ۽ جڏهن مون کي اهي وڪڻڻا پيا تہ مان انتهائي غمگين ٿي ويس. مون انهن کي ڪڏهن بہ وڪڻڻ لاءِ ڪونہ سوچيو هيو. توڙي جو مون کي قرضي هجڻ ڪري مسلسل جيل ۾ رهڻو پئجي وڃي ها. بهرحال، غربت ۽ محتاجي ڪري ۽ پنهنجن ٻچڙن جو بکيو پيٽ پرڻ لاءِ مان انهن ڪتابن کي وڪڻڻ لاءِ مجبور ٿي ويس.

خطيب تبريزي وٽ ازهري جي ڪتاب "تهذيب اللغتہ جو هڪڙو نسخو هيو جيڪو ڪيترن جلدن تي مشتمل هيو. ان انهن جي لکت منجهان ڪنهن قابل ماڻهو جي زباني اقتباس ٻڌڻ جي تمنا ڪئي ۽ انهن کي پروڙڻ گهريائين. ماڻهن ان کي صلاح ڏني تہ اهو ابوالعلاء معري سان رابطو ڪري، ان ڪتاب جي جلدن کي هڪڙي ڳوڻ (ٻوري) ۾ وڌو ۽ اها ڳوڻ پنهنجي پٺي تي رکي پيادل معرت النعمان ڏانهن روانو ٿيو. ڇوتہ ان وٽ ايتري رقم ڪونہ هئي تہ ڪا سواري ڀاڙي تي ڪري. مسافري دوران اهو ايترو تہ گهڻو پگهر ۾ شل ٿي ويو جو ڪتاب جا جلد خراب ٿي ويا. بدنصيبي خلاف شڪايت ڪندي اهو چوي ٿو: "پيا سفر

ڪرڻ ڪري ٽڪجي پوندا هيا پر مان ايو پيرهن ڀيهڻ ڪري ٽڪجي پيو آهيان. عراق ۾ مون کي اهڙن ماڻهن منجهه رهڻو پيو هيو جيڪي ڪميڻا آهن ۽ ڪميڻن ماڻهن جو اولاد آهن.“

زماني جي غلط فيصلي ۽ عقلمند ماڻهو سان ان جي بدسلوڪي خلاف شڪايت ڪندي ابن لنڪڪ بصري چوي ٿو: ”او زمانا! تو اشراف ماڻهن کي غربت ۽ خواري جو لباس پائڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي. مان توکي ”زمانو“ ڪونه ٿو سمجهان. تون معذوري آهين، ڪوئي ماڻهو توکان چڱائي جي اميد ڪيئن ٿو ڪري سگهي جڏهن تون قابليت ۽ مهارت کي شرم واري ڳالهه سمجهين ٿو. اسان جيئن ان کي ڏسون ٿا تنهنجي ان حالت جي ڪهڙي حقيقت آهي؟ ڇا اها ديوانگي آهي، بي شرمائي يا بي حيائي آهي؟“

عباسين جي سموري حڪومتي عرصي دوران ماڻهو ٻن طبقن ۾ ورهايل رهيا. انهن مان هڪڙو شاهوڪارن جو طبقو هيو ته ٻيو غريبن جو. پنهنجن واسطيدار ماحولن جي ڪري ٻنهي طبقن اڻ ڳڻين اخلاقي بچڙاين ڪري پوڙيو. انهن جي حڪمراني جي آخري ڏينهن دوران اخلاقي ڏيوالپڻو ساڳي حد تائين قائم رهيو جيئن شروعاتي ڏينهن ۾ هيو. بلڪ اهو اڃا به اوچي درجي تي هليو ويو هيو.

شاهوڪار عيش عشرت ۽ مزي واري حياتي گذاريندو هيو ۽ غريب ماڻهو حد کان وڌيڪ بچڙي حالت ۾. غريبن جي حالت اها هئي ته انهن ۾ دشمني، ساڙ ڪوڙ ۽ ٺڳي عام جام هيا. غربت جي ڪري ماڻهو نفس ڪُشي ۽ روحانيت کي تمام گهڻو اختيار ڪندا هيا. اها بهرحال، اها روحانيت ڪونه هئي جيڪا سٺن اخلاقن کان ۽ دنيا کي فاني سمجهڻ ڪري وارد ٿيندي آهي. اِها اُها روحانيت هئي جيڪا متحاجي، ناڪامي ۽ مايوسي جو نتيجو هوندي آهي.

غربت جي ڪري ماڻهن ۾ جادو، بازيگري ۽ ٿوَهَم پرستي لاءِ لاڙي جون خراب عادتون پيدا ٿي ويون. انهن جو سبب اهو هيو ته جڏهن ڪو شخص ايمانداري واري طريقي سان پنهنجو گذر بسر ڪمائي نه سگهندو آهي ته اهو خراب طريقا اپنائيندو آهي.

عباسين جي سلطنت جي زوال کان پوءِ جيڪي حڪومتون قائم ٿيون هيون انهن ۾ اجا گهڻا طبقاتي فرق هيا ۽ انهن جو اخلاقي ڏيوالپڻو اجا گهڻو وڏيڪ پوائنتو هيو.

ان وقت کان جڏهن ابن ملجم جو ظالم هٿ امام علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ڏانهن وڌيو هيو ۽ انساني حقن جو محافظ ۽ حمايتي شهيد ٿيو هيو اهي مصيبتون عرب قوم جي تقدير ٿي ويون ۽ مسلسل نون نمونن ۾ انهن مٿان نازل ٿينديون رهيون.

مختصر طور تہ مشرق جا ماڻهو انهن تڪليفن ۽ پيڙائن جا داعمي مريض ٿي ويا.

# اسلام ۾ سازش

جڏهن دنيا ڪنهن سان راضي ٿي ويندي آهي ته ٻين جون خوبيون به ان جي کاتي ۾ وجهي ڇڏيندي آهي ۽ جڏهن ڪنهن کان پنهنجو منهن ڦيريندي آهي ته خود ان جون ذاتي خوبيون به نظرانداز ڪري ڇڏيندي آهي.

هر حق جي مقابلي ۾ هڪڙو باطل اڀٿو آهي. هر حق جي رستي ۾ رنڊڪ آهي. هر زنده جي لاءِ موت آهي. هر دروازي جي ڪنجي آهي ۽ هر رات جي لاءِ ڏينهن آهي.

امام علي عليه السلام

توهان دنيا جي تاريخ تي نظر وجهوته توهان کي معلوم ٿيندو ته حڪومت ۽ اقتدار تائين پهچڻ لاءِ سدائين سازشون ٿينديون رهيون آهن. جنهن ڏينهن کان انساني معاشرو وجود ۾ آيو حڪومت جو بنياد پيو. ان ڏينهن کان انسان جي ان کان وڏي ٻي ڪا تمنا ڪونه رهي، سواءِ ان جي ته حڪومت جو مالڪ مان ٿيان. دولت ۽ اقتدار جي ان حصول لاءِ انسان انفرادي حيثيت ۾ به ته اجتماعي حيثيت ۾ به جدوجهد ڪئي.

معلوم ڪونهي ته انهي دولت ميڙڻ ۽ اقتدار جي ڇڪ ڇڪان ۾ ڪيتريون جماعتون خود پنهنجي خون ۾ غرق ٿيون: ۽ سياست ۽ سرداري جي لالچ ۾ انهن ٻين کي به موت جي منهن ۾ ڌِڪيو. ڪا به قوم انهي هولناڪ هلاڪت ۽ بربادي کان محفوظ ڪونه رهي.

گذريل قومن ۾ به گهڻي زياده قتل و غارت ٿي. ڇوته ٻهرين زماني ۾ حڪومت ۽ اقتدار جي لالچ ۽ حرص ايترو شديد هيا جو ڪنهن به طريقي سان انهن جي روڪٿام ممڪن ئي ڪونه هئي. جنهن شخص کي معمولي به آسرو هوندو هيوته مان حڪومت جي ڪرسي تائين پهچي سگهان ٿوته اهو ان کي حاصل ڪرڻ لاءِ هر شي، ايستائين جو پنهنجي جان به داءُ تي لڳائي ڇڏيندو هيو. انهيءَ ڪري جو جيڪو شخص حڪومت جو مالڪ هوندو هيو اهو هر شي جو مالڪ هوندو هيو. هر قسم جون نعمتون، هرطرح جو اختيار ۽ اقتدار ۽ هر قسم جي عيش و عشرت جا سامان ۽ زندگيءَ جا سڀئي مزا بادشاه ۽ حڪمران

کي ميسر هوندا هيا. اهي اچي ڪاري جا مالڪ هوندا هيا. انهن کي ڪنهن ڳالهه جو جواب ڪونه ڏيڻو پوندو هيو ۽ نه وري ان کان ڪير پڇا ڪرڻ وارو هوندو هيو. اهي پاڻ کي ايترو اوچو ۽ اعليٰ مان مرتبي وارو سمجهندا هيا جو اڪثر خدائي جي دعوا ڪري ويٺا.

حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ يا حڪومت جي حفاظت ۽ حڪومتي ڪرسي تي ڄميو ويٺو رهڻ لاءِ جيڪي سازشي ڪارروايون ٿيون ۽ سياسي ڏڙابنديون ٿيون انهن جي ذڪر سان تاريخ جا صفحا ڪارا ٿيل آهن ۽ ايترن گهٽن ماڻهن جو رت وهيو جو نديون وهي هليون.

اسان گذريل زماني جي بادشاهن جي حڪومتن جي تاريخ کي مختصر لفظن ۾ هيئن بيان ڪري سگهون ٿا ته اهو ڪنهن مخالف جي مٿي چڙهڻ جو داستان آهي يا ڪنهن ٻئي ڪمزور بادشاهه کي ڪيجهو ٻڌائڻ جو قصو يا انهن عوامي ماڻهن کي ڪچلڻ جا واقعا جن بادشاهه جي ظلم ۽ ڏاڍ کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ آزادي ۽ انصاف جي لاءِ جدوجهد ڪئي.

اهي تياريون ۽ ڪوششون ڪڏهن ته بڇڙائي ۽ ناحق، ۽ ڏاڍ ۽ ڦرلٽ کان به وڌيڪ خراب هونديون هيون. جيئن چور ۽ ڌاڙيل پرائي مال کي ڦٻائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اهڙي طرح اقتدار ۽ حڪومت جا لالچي ۽ حريص مُلڪ، دولت ۽ زمين جي نعمتن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا هيا. ڪڏهن اهي سڀ ڪوششون ڇڱائي ۽ ڀلائي هونديون هيون. ۽ اهو ائين ته نيڪي ۽ سڌاري جا خواهشمند ماڻهو بڇڙائي کي ختم ڪرڻ ۽ عدل و انصاف کي هٿي ڏيڻ لاءِ ۽ ڪسيل حق کي واپس وٺڻ لاءِ جدوجهد ڪندا هيا.

تاريخ جي صفحن ۾ اسان کي ٻنهي قسمن جي سازشن جا قصا ملن ٿا. اهي سازشون به جيڪي دولت ۽ حڪومت ڦٻائڻ يا حڪومت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ڪيون ويون ۽ اهي ڪوششون به جيڪي ڪسيل حقن کي واپس ڪرائڻ لاءِ ڪيون ويون. اهابه حقيقت آهي ته انهن ڪوششن جي مقابلي ۾ جيڪي آزادي چاهيندڙ ماڻهن طرفان ٿيون، دولت ۽ حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪي سازشون ڪيون ويون انهن ۾ زيادهه تر قتلام ۽ ڦرلٽ جا واقعا گهٽا ٿيا.

اسلامي تاريخ بہ اهڙين سازشن سان ائين ڀري پئي آهي، جيئن بين قومن ۽ برادرين ۽ جاهليت جي زماني وارن عربن جون تاريخون. ليڪن انهن سازشن جي نہ تہ اسلام جي دعوت ڏيڻ سان ڪا نسبت آهي ۽ نہ اسلام انهن کي جائز قرار ڏنو هيو. اسلام تہ صلح صفائي، نيڪي ۽ حُسن سلوڪ جو خواهشمند ۽ اجتماعي قانون ۽ آدابن جو پاس ۽ لحاظ گهري ٿو جڏهن تہ سازشون اهڙين ڳالهين کي تباهہ و برباد ڪري ڇڏينديون آهن.

اهڙي سازش جي شروعات ان وقت ٿي جڏهن قريش وارن پنهنجي وڏائي ۽ اقتدار جي حفاظت، ۽ بت پرستي وارن عقيدن کي محفوظ بڻائڻ جي لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي اصحابن سان لڙائي ڪرڻ جي لاءِ صلاح مشورو ڪيو.

قريش وارن جو مشورو ۽ انهن جون سازشون ظاهري طور تہ پنهنجن ابن ڏاڏن جي دين ۽ مذهب جي حفاظت جي لاءِ هيون، ليڪن انهن جي پنيان سياسي غرض ۽ مقصد لڪل هيا. اسلام جي وڌندڙ مقبوليت ۽ وڌندڙ اثر ۽ اختيار قريشن جي مذهبي سرداري ختم ڪري ڇڏي هئي ۽ انهي مذهبي سرداري جي ڪري انهن کي جيڪي فائدا ۽ نفعا حاصل ٿيندا هيا، اهي ان کان محروم ٿي چڪا هيا. ان زماني جي دستور مطابق سياست ۽ مذهب، ٻئي، هڪٻئي سان ڳنڍيل ۽ گڏيل هيا. جيڪو مذهبي سردار هوندو هيو ملڪ جي انتظام جي واڳ بہ ان جي هٿ ۾ هوندي هئي.

ان ڏينهن قريش وارن جي غيظ و غضب جي انتها نہ رهي جڏهن انهن کي معلوم ٿيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجن اصحابن کي مڪي مان مديني روانو ڪرڻ کان پوءِ هاڻي پاڻ بہ سفر جي تياري ڪري رهيا آهن. اها خبر ٻڌي قريشن جي اکين آڏو دنيا گهپ انڌارو ٿي وئي. انهن جي دلين تي ڏک ۽ افسوس جا پهاڙ ڪري پيا. اهي صلاح مشورو ڪرڻ لاءِ دارالندوه ۾ گڏ ٿيا. عربن جي ٻين قبيلن جي سردارن کي بہ شامل ڪيائون. سيئي سوچ ويچار ڪرڻ لڳا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ صلاح مشورو ڪيائون تہ ان کي ڪهڙي طريقي سان روڪجي. ماڻهن مختلف رايا پيش ڪيا،

آخرڪار اهو طئي ٿيوتہ هر قبيلي مان هڪڙو هڪڙو ماڻهو چونڊيو وڃي ۽ اهي سيئي گڏجي هڪ ئي وقت تلوارن سان نبي سڳوري کي ختم ڪري ڇڏين. اهڙي طريقي سان ان جو خون سيني قبيلن ۾ ورهائجي ويندو ۽ بنوهاشم وارا بدلي لاءِ اڪيلي سر سيني قبيلن جو مقابلو ڪري ڪونہ سگهندا.

اسلام جي تاريخ اسان کي ٻڌائي ٿي تہ قريش وارن جون اهي سياسي سازشون ان وقت تائين ختم ڪونہ ٿيون، جيستائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هولناڪ اذيتن، حوصلو ٽوڙيندڙ ٽنولين ۽ چٽرن، ۽ دشمن جي دشمني ۽ انتقام کي سهندي ۽ برداشت ڪندي ڪاميابي جي منزل تائين نہ پهچي ويا ۽ سندن چوڌاري پاڪ فطرت ۽ جان قربان ڪرڻ وارن ماڻهن جو وڏو تعداد گڏ نہ ٿي ويو. ۽ قريش وارا بلڪل مايوس ٿي هٿيار ڦٽي ڪرڻ تي مجبور نہ ٿي ويا.

مسلمانن ۾ بہ باهمي صلاح مشورا ٿيا پر انهن جي نوعيت ٻئي قسم جي هوندي هئي. اهي صلاح مشورا سٺن ۽ ساراهہ ٿيڻ وارن مقصدن جي حاصلات، شر ۽ فساد کي ختم ڪرڻ ۽ نفاق جي مقابلي ۾ ايمان کي سربلند ڪرڻ جي لاءِ ٿيندا هيا. جيئن مسلمانن جو اهو صلاح مشورو جيڪو اسود عنسي يمني جو صفايو ڪرڻ لاءِ ٿيو هيو.

ان جو قصو اهو آهي تہ جڏهن اسلام جي مقبوليت گهڻي وڌي وئي ۽ ماڻهو ٽولن جي صورت ۾ اسلام جي حلقي ۾ داخل ٿيڻ لڳا، دنيا اسلام جي صداقت ۽ حقانيت کي تسليم ڪرڻ لڳي تہ ڪجهہ ماڻهن لالچ ۾ اچي پاڻ بہ نبوت جي دعوا ڪئي. انهن اهو ڪونہ ٿي سمجهيو تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان رسالت جي دعوا خالي زباني دعوا ڪونہ هئي پر اهو خداوندي عطيو هيو جڏهن تہ انهن ٻين ماڻهن جي پنهنجي دعوا محض زباني هئي. انهن نبوت جي ڪوڙن دعويدارن مان سيني کان گهڻو اثر ۽ رعب تاب وارو اسود عنسي هيو. ان پنهنجا گهڻا پيروڪار ٺاهيا ۽ پيروڪارن جي جماعت کي ساڻ وٺي يمن وڃي پهتوتہ جيئن اتان عرب جزيري جي ٻين حصن تي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري.

اهڙي صورتحال ۾ اها حيراني جي ڳالھ ڪونھي تہ يمن جا گهٽائي مسلمان مرتد ٿي اسود عنسي سان ملي ويا هجن. انهن ماڻهن جو اسلام اڃا بلڪل نئون ۽ ڪمزور هيو. اسلام جي حقانيت ۽ صداقت اڃا انهن جي دلين ۾ پوري طرح گهر ڪونہ ڪيو هيو. انهيءَ ڪري جو حجاز ۾ جيڪو اسلام جي جنم ڀومي هيو ۽ يمن ۾ جتي اسود ديرو ڄمايو هيو گهٽائي رڻ پٽ ۽ گاھ و پاڻي کان محروم صحرا هيا. ان ڪري مڪر ۽ فريب جي ڪنهن بہ زماني ۾ ساٿين جي کوٽ ڪونہ رهي. اڪثر ڪري جاهل ۽ نادان ماڻهو گهٽائي ۾ انهن جي ڏوڪي ۾ اچي ويندا آهن.

الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي فڪر ٿيو تہ ڪٿي اسود عنسي يمن ۾ فتنو نہ برپا ڪري ڇڏي، ڇوتہ اڃا اسلام جي سچ جا ڪرڻا يمن جي سرزمين کي پوري طرح روشن ڪري ڪونہ سگهيا هيا ۽ انهي سبب ڪري عنسي اتي هڪڙي حڪومت ٺاهي ورتي هئي ۽ ارداو اهو هيس تہ پوري عرب جزيري کي پنهنجي لپيٽ ۾ وٺي.

اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم يمن ۾ پنهنجن عملدارن ڏانهن فرمان موڪليو تہ سيئي گڏجي اسود عنسي جي فتني کي ختم ڪرڻ جي تدبير ڪن ۽ جنهن بہ تدبير سان ان کي سيڪت ڏيڻ ممڪن هجي ان ۾ ڪوتاهي نہ ڪن.

عملدارن پاڻ ۾ صلاح مشورا ڪيا ۽ انهن کي اهائي تدبير مناسب لڳي تہ اسود تي اوچتو حملو ڪجي. عملدارن اسود عنسي جي زال سان ملي سازش ڪئي. زال انهي دشمني (ڪاوڙ) ڪري جيڪا ان کي پنهنجي مڙس سان هئي، مسلمانن کي ان جي سمهڻ واري ڪمري تائين پهچايو. مسلمانن ان کي قابو ڪري ان جو ڪم پورو ڪري ڇڏيو. ان جي نبوت بہ مٽي ۾ ملي وئي تہ سلطنت ۽ بادشاهت بہ.



رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کان پوءِ خلفاء راشدين جو زمانو آيو. سڀ کان پهريان حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ خليفو ٿيو ۽ ان وقت عرب جزيري جي جيڪا ڪيفيت هئي ان کان مسلمانن جو غافل رهڻ ممڪن ڪونہ هيو. اسلام گهٽن ئي ماڻهن جي

اميدن کي مٽي ۾ ملائي ڇڏيو هيو جنهن جي ڪري انهن جي دلين ۾ غم ۽ ڪاوڙ جي باهه ٻري رهي هئي. انهن جا سينا دشمني ۽ ساڙ سان ڀريل هيا. اهي تاڙ ۾ هيا ته ڪڏهن موقعو ملي ته اهي وڃايل وقار ۽ اقتدار ۽ کسيل نفعي کي حاصل ڪن ۽ پنهنجي سرداري ۽ عزت کي وري بحال ڪري وٺن. جڏهن اها صورتحال هئي ته ان کان علاوه ٻيو ڪو چارو ئي ڪونه هيو ته ديني سرداري ۽ دنياوي رياست ٻنهي کي هڪٻئي ۾ گڏائي ڇڏجي ته جيئن حالتن ۾ استحڪام پيدا ٿئي ۽ قريش جي لالچ ۽ حوس کي هميشه ٻنجو اچي وڃي. ڇوته اسلام جي پيغمبر صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دنيا مان لاڏاڻي سان ئي انهن قريشي اڪابرن ۽ معززين جي سينن ۾ هوا و حوس گهر ڪرڻ لڳي هئي. انهن ۾ باهمي صلاح مشورا ٿيڻ لڳا ته اسلام جي انهي گهٽ کي پنهنجين گهرجين مان ڪيئن لاهي ڦٽي ڪجي، جنهن کي انتهائي مجبور ٿي انهن پنهنجي ڳچي ۾ وڌو هيو ۽ پوءِ ساڳي گمراهي ڏانهن موٽي وڃجي. اهي انهن ئي ماڻهن جون سازشون هيون جنهن جي ڪري حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ کي پنهنجي ٻن سالن جي خلافت جو وڏو عرصو انهن ماڻهن سان وڙهڻ ۾ گذريو.

ان کان پوءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي دور ۾ به اسلام جي خلاف انهن تيارين ۽ سازشن جو سلسلو جاري رهيو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ نيون نيون مهمون سر ڪيون، جديد ڪاميابيون حاصل ڪيون. اهو اچا قيصر ۽ ڪسريٰ جي کنڊرات تي اسلام جو قلعو تعمير ڪرڻ ۾ مصروف هيو ته هڪڙي ڏوهي جي خطرناڪ تلوار ان جو ڪم پورو ڪري ڇڏيو. اهو چوڻ غلط ٿيندو ته ابولولو محض ذاتي ڪاوڙ جي ڪري ان کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. توڙي جو مسلمان تاريخدان ۽ مشرقي علمن جي ڄاڻو يورپين (مستشرقين) حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو سبب ابولولو جي ڪاوڙ ۽ دشمني کي قرار ڏنو آهي، جيڪا اهو ان سان صرف انهيءَ ڪري رکندو هيو ته حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ ان جي مالڪ طرفان، ان تي مقرر ڪيل خراج کي گهٽ ڪرڻ جي درخواست کي منظور ڪونه ڪيو هيو. ليڪن اها ڳالهه به گمان کان خالي ڪونهي ته ابولولو جو اهو قدم

قوم جي سردارن ۽ معززين جي ڳجهي سازش جو نتيجو هجي، ڇوتہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ انهن ماڻهن کي ذخيره اندوزي ڪرڻ ۽ بيت المال جو مال ملڪيت هڙپ ڪرڻ کان منع ۽ انهن جي اثر ۽ اقتدار جي وڏي حد تائين روڪٿام ڪري ڇڏي هئي.

ان راءِ جي ثبوت ۾ اها ڳالھ شاهد آهي تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجن عملدارن جو سختي سان محاسبو ڪندو هيو انهن جي دولت ۽ ملڪيت کي اڌواڌ ورهائيندو هيو. سعد بن ابي وقاص کي لالچ جي ڏوهہ ۾ نظربند ڪيو هيو. اهي سڀ ماڻهو پنهنجين دلين ۾ هزارين تمنائون پالي رهيا هيا. حڪومت ۾ اقتدار جا خواهشمند ۽ بيت المال جي ملڪيت کي پنهنجو خاص حق سمجهندا هيا. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ انهن جي سامهون نرمي اختيار ڪونہ ڪئي ۽ نہ وري انهن سان دنياداري ۽ ٻچاپڙائي وارو سلوڪ ڪيو. انهن ماڻهن جڏهن پنهنجين تمنائن، جو خون ٿيندي ڏٺو ۽ پنهنجي مقصد ۾ ناڪامي محسوس ڪئي تہ هڪڙي شخص کي برغلائي ان جو قصو پورو ڪرائي ڇڏيو.

ٽيون خليفو حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ ٿيو. اهوبہ سازشن جي ور چڙهي ويو. ليڪن انهن سببن ۾ جيڪي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل جو باعث ٿيا ۽ انهن سببن ۾ جن جي ڪري حضرت عثمان رضہ قتل ٿيو زمين ۽ آسمان جيترو فرق هيو. حضرت عثمان رضي الله تعاليٰ عنہ پنهنجن ويجهن مائٽن کي مٿي تي چاڙهي ڇڏيو هيو. انهن جي باري ۾ ان جي دل ۾ اهو خيال ويٺل هيوتہ اهي ويجهڙا مائٽ منهنجا وڏا همدرد ۽ شريف طبيعت وارا ماڻهو آهن. انهن جو اڳواڻ مروان بن حڪم هيو.

حضرت عثمان رضہ حڪومتي تخت تي ويهڻ سان حضرت عمر رضہ طرفان مقرر ڪيل انهن سيني گورنرن ۽ عهديدارن کي لاهي ڇڏيو جن کي حضرت عمر رضہ جي ڳوڙهي نظر چونديو هيو ۽ جن کي ان عدل واري سيرت جي تعليم ڏني هئي ۽ پنهنجن مٽن مائٽن جي بجاءِ انهن ماڻهن کي ترجيح ڏني هئي. حضرت عثمان رضہ وري اهوبہ ڪيوتہ سيئي اهم عهدا پنهنجي قبيلي ۽ خاندان جي ماڻهن جي حوالي ڪري

ڇڏيائين. انهن جي مرضي ۽ خواهش تي هلڻ لڳو. حڪومتي انتظام جي معاملن ۽ بيت المال جي ملڪيت لٽڻ ۾ انهن کي آزاد ڇڏي ڏنائين.

سيني اسلامي شهرن جا عملدار ۽ حاڪم جيڪي حضرت عثمان رضہ جا مٽ مائٽ هيا. انهن خود مختياري کان ڪم ورتو. پنهنجي حڪومت جي رعيت کي خوب لتاڙيائون ڦريائون. انهن جي زندگي زهر ڪري ڇڏيائون ۽ انهن جي پگهر جي ڪمائي ڦري لٽي پنهنجا گهر ڀريائون. انهي زماني ۾ خلافت بدنام ۽ خوار ٿي وئي ۽ ان کي ذاتي نفعي، الله طرفان حرام ڪيل کي حلال بڻائڻ، ۽ ديني و دنياوي قانون جي مخالفت ڪرڻ جو ذريعو سمجهيو وڃڻ لڳو.

جڏهن مختلف شهرن جا وفد اها اميد ڪندي تہ جنهن نموني سان حضرت عمر رضہ عدل ۽ انصاف کان ڪم وٺندو هيو اهو ٽيون خليفو بہ اهڙي نموني عدل ۽ انصاف کان ڪم وٺندو. انهن عملدارن ۽ حاڪمن جي ڏاڍ ۽ ظلم ۽ ڦرلٽ جون شڪايتون کڻي حضرت عثمان رضہ وٽ آيا تہ ان انهن کي تسلي دلاسا ڏئي واپس ڪري ڇڏيو. اهي انهي اميد سان تہ انهن سان خليفي جيڪي واعدا ڪيا آهن اهي ضرور پاڙيا ويندا. ڪل خوشي ۾ پنهنجن گهرن ڏانهن واپس ٿي ويا. اهي اڃا رستي ۾ هيا تہ انهن کي سواري تي تيزي سان ويندڙ هڪڙو شخص نظر آيو. جڏهن ان کي پڪڙي تلاشي ورتي وئي تہ مروان جو خط مليو جنهن ۾ عملدارن ۽ حاڪمن کي تاڪيد ڪيو ويو هيو تہ اهي جيڪي وفد سان آيا هيا جيئن ئي واپس پهچن تہ انهن جي اڳواڻن کي قتل ڪري ڇڏيو. اهي ماڻهو پوئين پيرين گادي واري شهر مديني موٽي آيا ۽ مطالبو ڪيائون تہ مجرم يعني مروان کي انهن جي حوالي ڪيو وڃي. حضرت عثمان رضہ انڪار ڪيو ۽ انهن طرفان مطالبي تي زور ٿيڻ لڳو. حضرت عثمان رضہ انهن جي هڪڙي بہ ڳالھ مڃڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيو. انهن ماڻهن جو جوش ۽ چڙ وڌي ويا ۽ اهي آپي مان ٻاهر نڪري ويا ۽ نوبت اها ٿي وئي تہ حضرت عثمان رضہ گهر ۾ بند ٿي رهڻ لاءِ مجبور ٿي ويو.

حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ گهڻي ڪوشش ڪئي تہ اهي جهڳڙا معقول طريقي سان ختم ٿي وڃن مگر اهي پنهنجي ڪوشش ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي سگهيا. انهيءَ ڪري جو

حضرت عثمان رضہ پنهنجي جاءِ تان تر جيترو بہ هٽڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو. حضرت عثمان رضہ جي ان ضد مچريل هجوم کي اچا وڌيڪ ڪاوڙائي ڇڏيو. انهن ٻاهران آيل وفدن جو پلڙو انهيءَ لحاظ کان ڳورو ٿي ويوتہ مديني ۾ آس پاس جا ماڻهو بہ انهن سان گڏجي ويا. انهن حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ڪيو. جڏهن خطرو حد کان وڌيڪ ٿي ويو ۽ اهو يقين ٿي ويوتہ گهر ۾ جيترا ماڻهو آهن اهي بچي ڪونہ سگهندا تہ حضرت عثمان رضہ جا سيئي مٽ مائٽ ان کي اڪيلو ڇڏي شام ڏانهن ڀڄي ويا. جتي انهن جو خانداني مائٽ، شام جو گورنر، معاويہ بن ابوسفيان انهن جي راهہ ۾ اکيون وڇايون ويٺو هيو. صرف آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو حضرت عثمان رضہ جي حفاظت لاءِ موجود هيا، جن جا اڳواڻ حضرت علي عليہ السلام جا ٻچڙا حضرات حسنين عليهم السلام هيا. اهي انهي خيال کان دروازي کان پري ڪونہ ٽياتہ متان مچريل هجوم حضرت عثمان رضہ کي ڪو نقصان نہ پهچائين.

چاليهہ ڏينهن تائين گهيراءُ جاري رهيو. حضرت عثمان رضہ جا مخالف گهيراءُ کي سخت ڪندا ويا، هوڏانهن دفاع ڪرڻ وارن جو عزم ۽ ارادو بہ پختو ٿيندو ويو مگر ٻڍڙي خليفي جو موت لکجي چڪو هيو. ڪجهہ ماڻهو پٺ ٽپي گهر ۾ گهري آيا ۽ ان جو ڪم پورو ڪري ڇڏيائون.

ان کان پوءِ عرب جي تاريخ ۾ جيڪا وڏي سازش ٿي، هي اها سازش هئي جيڪا علي عليہ السلام جي جان وٺڻ ۽ ان سان گڏ هر ان شخص جي جان وٺڻ لاءِ ڪئي وئي، جيڪو ان جي نقش قدم تي هليو. جيئن سندس پٽ ۽ ساٿي؛ ۽ ان کان علاوه ٻيا ماڻهو بہ جيئن خود بنواميہ جو معزز ترين شخص عمر بن عبدالعزيز جيڪو پنهنجي قوم ۽ عوام الناس ۾ عدالت ۽ حق جي مسلڪ تي هلندو رهيو. جنهن جي خواهش هئي تہ عوام الناس هڪ ٻئي سان ائين برابر هجن جيئن ڦڻي (ڪنگي) جا ڏندا برابر هوندا آهن. جنهن فتحن ۽ ڦرلٽ جو سلسلو بند ڪيو. جنهن جي ڪري بنواميہ وارن ان جي خلاف سازش ڪري ان جو بہ ڪم پورو ڪري ڇڏيو.

علي عليہ السلام جي خلاف اها زبردست ۽ گڏيل سازش پنهنجي پاڪر ۾ بيشمار سازشون سمايون پئي هئي. ان جا نتيجا اهي نڪتا تہ مسلمان ٻن ٽولن ۾ ورهائجي ويا. علي عليہ السلام جي شيعن (شيعانِ علي) کي سخت کان سخت عذاب ۽ عتاب ۾ مبتلا ڪيو ويو. تاريخ جي هڪڙي ڊگهي عرصي تائين بنوهاشم کي مصيبتن ۾ مبتلا ڪرڻ، جلاوطن ڪرڻ ۽ انهن کي تباهہ و برباد ڪرڻ جو سلسلو جاري رهيو.

# قريش جا ٻہ خاندان

جڏهن ابوالعاص جي اولاد جو تعداد 30 تائين پهچي ويندو تہ اهي الله جي مالِ کي رانديڪو ۽ الله جي ٻانهن کي پنهنجو غلام بڻائيندا.

رسول الله.

هي اهي ئي رشوتخور ماڻهو آهن جو جيڪڏهن انهن کي توهان جو حاڪم بڻايو ويجي تہ توهان ۾ غيض وغضب، فخروناز جاهہ و جبروت، تساط ۽ اقتدار جو مظاهرو ڪندا ۽ روءِ زمين تي فساد پکيڙيندا.

امام علي عليہ السلام

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم بلڪل صحيح فرمايو هيو: "منهنجا امتي قريشين جي نوجوانن هٿان تباهي جو منهن ڏسندا." اهي نوجوان جن جو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حوالو ڏنو هيو ۽ جيڪي گڙٻڙ پيدا ڪرڻ ۽ سازش ڪرڻ وارا هيا. اهڙي جاءِ تي پيدا ٿيا هئا جنهن يزيد بن معاويہ جهڙن بي حيا ماڻهن لاءِ پينگهي جو ڪم ڏنو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن ڏنو ٿي تہ اها ڏُر هڪڙي وقت پنهنجي سرداري ۽ اختيار کي تحفظ ڏيڻ لاءِ لڙائي ڇيڙي رهي هئي تہ ٻئي وقت سرداري ۽ اختيار حاصل ڪرڻ لاءِ تابعداري ڪري رهي هئي ۽ اسلام جي نمائش ڪري رهي هئي. جڏهن انهن مختلف ڏُرين تي نظر ڪئي ۽ انهن ماڻهن کي ڏنو تہ انهن وڏي فڪرمندي مان فرمايو: "منهنجا امتي قريشين جي نوجوانن هٿان تباهي ڏسندا!"

پڙهندڙن کي عرض ڪجي ٿو تہ قريشين جي ان تاريخ کي نظر آڏو رکن جنهن جو مان ذڪر ڪرڻ لڳو آهيان، تہ جيئن انهن مان هرهڪ کي سڃاڻڻ ممڪن ٿي پوي.

*****

بنوهاشم ۽ بنواميہ وارن جي وچ ۾ دشمني گهڻي پراڻي هئي. انهن جي وچ ۾ حڪمراني ۽ اختيار لاءِ ويڙهہ شروع ٿيڻ کان اڳ ۽ اسلام جي بہ غلبي حاصل ٿيڻ کان اڳ، اهي هڪ ٻئي جا مخالف هيا.

انهن جي هڪ ٻئي خلاف دشمني مختلف سببن ڪري هئي. دراصل مخالفت لاءِ سيئي اندروني ۽ خارجي مضبوط سبب گڏجي ويا هيا. قبيلائي جذبو احساس برتري، پراڻو بغض، خاندان جي فرد جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ خواهش، سياسي نظرين، ذاتي جوش جذبا، سوچ جي نموني ۽ زندگيءَ جي طور طريقي ۾ فرق انهن سببن ۾ شامل هيا.

بنوهاشم ۽ بنواميہ مڪي جا سردار هيا ۽ جهالت واري دور ۾ بہ انهن کي اعليٰ عهدا مليل هيا. البت، بنوهاشم جي سرداري روحاني هئي جڏهن تہ بنواميہ کي جيڪا حيثيت مليل هئي اها سياسي هئي ۽ اهي واپاري پڻ هيا ۽ گهڻو دولتمند بہ هيا.

سيئي مسلمان تاريخدان ۽ مشرقي تهذيب و ثقافت جا يورپي ڄاڻوگر(مستشرقين) انهي تي متفق آهن تہ اسلام جي ظهور کان اڳ بنوهاشم وارا بت پرست پروهتن وانگر مڪاري ۽ ڪوڙ نگي جا عادي ڪونہ هيا. اهي پنهنجي مذهبي ۽ روحاني اڳواڻي جي ڪري ابوجهہ ماڻهن سان ٺڳي يا ڏوڪو ڪونہ ڪندا هيا. نہ تہ اهي ماڻهن جو استحصال ڪندا هيا ۽ نہ پنهنجي مفاد کي نظر ۾ رکندا هيا. انهن کي ڪعبت الله جي مالڪ ۾ ايمان هيو ۽ الله عزوجل جنهن ڳالهہ جي اجازت ڏني هئي ۽ جنهن کان منع ڪئي هئي ان کي خلوص سان مڃيندا هيا. انهن جي اصول مطابق ستايل جي مدد ڪرڻ، مجبور ۽ محتاج سان همدردي ڪرڻ، ناانصافي جو تدارڪ ڪرڻ ۽ غريبن جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ فرض هيو. اهي پنهنجي عقيدي ۾ سچا هيا. اهي ڪنهن سان بہ ڏوڪو ڪونہ ڪندا هيا ۽ رياڪاري کي جائز ڪونہ سمجهندا هيا. مثال طور، اهو ممڪن هيو تہ حضرت عبدالمطلب رضہ ـــ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام جو ڏاڏو ـــ الله جي راهہ ۾ پنهنجو هڪڙو پٽ ڪُهي قربان ڪري ها ڇوتہ ان کي پنهنجي مالڪ ۾ پڪو ايمان هيو ۽ قسم ڪنيو هئائين تہ جيڪڏهن ان جا ڏهہ پٽ جوان ٿيندا تہ اهو الله جي خاطر انهن مان هڪڙي کي

ڪعبت الله جي چائنٺ تي کُھي قربان ڪندو. اهو پنهنجي قسم ڪي پاڙڻ لاءِ ان وقت تائين مطمئن ڪونہ ٿيو جيستائين ان ڪي سندس عقيدي جي روشني ۾ انهي ڳالھ جو قائل نہ ڪيو ويو تہ اهو عمل يعني پنهنجي پٽ ڪي کُهڻ، الله ڪي راضي ڪرڻ جو طريقو ڪونہ ٿيندو.

ان جو ايمان گهڻو مضبوط هيو ۽ غريبن ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪرڻ جو ايترو اونو هيس جو ان قريش جي ڪجھ خاندانن سان اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هڪڙو معاهدو ڪيو. البت، بنواميہ ان معاهدي ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪيو هيو. ان معاهدي جو هڪڙو خاص شرط اهو هيو تہ اهي ستايل ماڻهوءَ جو پاسو ڪٺندا ۽ ڏاڍي کان مظلوم ڪي ان جو حق وٺي ڏيندا، مالي مسئلن ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪندا ۽ طاقتور ماڻهن ڪي ڪمزور ڪي ستائڻ کان روڪيندا. جيڪو واقعو انهي معاهدي ڪرڻ لاءِ پيش خيمو ثابت ٿيو اهو هي آهي:

"ڪنهن ٻئي علائقي جي هڪڙي رهاڪو کان قريش جي هڪڙي شخص ڪجھ مال خريد ڪيو ۽ مقرر وقت تي قيمت ادا ڪرڻ جو واعدو ڪيائين. بهرحال، ان مقرر تاريخ تي ادائگي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ان ڪي يقين هيو تہ سندس خانداني دٻدٻي ۽ سندس خاندان جي ماڻهن طرفان حمايت ڪرڻ ڪري ڪير بہ ان ڪي ادائگي ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ڪونہ سگهندو. ان کان علاوه، جنهن ماڻهوءَ کان ان مال خريد ڪيو هيو اهو مڪي جو ڪونہ هيو ۽ هڪڙي غريب خاندان سان تعلق رکندڙ هيو ۽ ڪنهن جي بہ حمايت حاصل ڪري ڪونہ سگهيو هيو. بهرحال، بنوهاشم وارن ان جي مدد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انهن باهمي معاهدو ڪيو جنهن ذريعي انهن ان قريشي کان خريد ڪيل مال جي قيمت اوڳاڙڻ ۽ انصاف لاڳو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. البت، جيئن تہ اهو معاهدو بنواميہ وارن جي فطرت سان هم آهنگ ڪونہ هيو تنهنڪري انهن زوردار نموني سان ان جي مخالفت ڪئي.

بنوهاشم وارن ڪي نسل درنسل پنهنجن ابن ڏاڏن کان ورثي ۾ جيڪا مذهبي ۽ روحاني اڳواڻي مليل هئي اها انهن جي فطرت سان هم آهنگ هئي. انهن پنهنجن ابن ڏاڏن کان سٺو سياءُ ۽ شرافت ورثي ۾ ورتا هيا. انهن جي هر نسل ورثي ۾ مليل اعليٰ گڻن جو اظهار ڪيو ۽

بنوهاشم وارن ان مان شان ۽ فضيلت کي ان وقت تائين قائم رکيو جڏهن الله عزوجل حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي رسالت جي منصب تي مقرر ڪيو ۽ حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضہ کي پڻ هاشمي گهراڻي جي ڪماليت ۽ اخلاقيات جي نمائندي طور پيدا ڪيو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ بنوهاشم (يعني اولادِ ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ) جي تاريخ تي نظر وجهو توهان کي معلوم ٿيندو تہ توڙي اها تاريخ هڪ سَوَ سالن جو يا ٻن سَوَ سالن جو يا پنج سَوَ سالن جا احاطو ڪندي هجي، اهي هميشہ اعليٰ گڻن ۽ شرافت وارين صفتن جا نمونو رهيا آهن. انهن جي ابن ڏاڏن کي جيڪا مردانگي، بهادري، پارسائي ۽ سچائي حاصل هئي، اها انهن جي پُٽن ۽ پوٽن ۾ پڻ ڏسي سگهبي. تاريخ پنهنجا ورق ورائڻ جاري رکيا پر انهن منجهان جيڪوبہ آيو اهو پنهنجن ابن ڏاڏن جو نمونو هيو.

جيڪڏهن اهو خاندان فطري طور اعليٰ گڻن ۽ شرافت وارو نہ هجي ها تہ اهو پارسائي ۽ سچائي جو نمونو نہ ٿئي ها. ڇوتہ انهن زمانن ۾ اناپرستي، خودغرضي، چاپلوسي ۽ وڏ ماڻهپائي ايترو عام جام هيا جو سيئي اخلاق پستي ۾ هيا ۽ ماڻهن ۾ اهي برايون گهڻو عام هيون. ڪنهن جو پنهنجي جاءِ تي مضبوط ٿي بيهڻ يا مٿي اڀرڻ جي مقابلي ۾ پاتال ۾ هيٺ وڃڻ گهڻو سولو آهي. بهرحال، انهي حقيقت جي باوجود تہ ماحول ناسازگار هيو ۽ بدعنواني هرهنڌ جاري هئي بنوهاشم وارا انهن ڳالهين کان متاثر ڪونہ ٿيا ۽ انهن جا اعليٰ گڻ ۽ شرافت واريون صفتون جيئن جو تيئن قائم رهيون.



بهرحال، بنواميہ ان جي بلڪل ابتڙ هيا. جهالت واري دور ۾ اهي واپاري ۽ سياسي ماڻهو هيا. ۽ اها ڳالهہ ثابت آهي تہ جيڪو بہ واپار يا سياست ۾ رڌل هوندو آهي ان وٽ دولت ۽ اختيار هوندو آهي ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش جاري رکندو آهي ۽ انهن کي پنهنجي خاندان اندر رکڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ڪوبہ عقلمند ماڻهو انهي حقيقت کان انڪار ڪونہ ڪندو تہ جڏهن ڪو ماڻهو واپار ۾ رُڌل

هوندو آهي ۽ ان جا ويجها ماڻهو بہ واپاري هوندا آهن تہ اهو پنهنجي مفاد لاءِ ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ تيار رهندو آهي. گهڻ ۾ گهڻ اهو پنهنجن گراهڪن سان ڌوڪو ڪري سگهي ٿو، دولت لڪائيندو، ٽڪي ۾ ملوث ٿيندو ۽ پنهنجن فرضن جي ادائگي ۾ ڪوتاهي ڪندو.

جيئن تہ اهي ڳالهيون بنواميہ وارن جي فطرت سان ٺهڪندڙ هيون انهن پنهنجي لاءِ انهن ڳالهين جي چونڊ ڪئي. اهو بلڪل ايئن هيو جئين بنوهاشم وارن پنهنجي لاءِ سياءِ جي سچائي، ايمانداري ۽ پارسائي جي چونڊ ڪئي، ڇو تہ اهي ڳالهيون انهن جي فطرت ۽ مزاج سان هم آهنگ هيون. بنواميہ وارا انهن مڪروهہ عملن جا عادي هيا ڇو تہ اهي گهڻي عرصي کان انهن جي عادتن ۾ سمائجي ويا هيا ۽ اهي انهن جي ٻي فطرت ٿي ويا هيا. اهي ستايل جي مدد ڪونہ ڪندا هيا ڇو تہ اها ڳالهہ انهن کي ڪو نفعو ڪونہ ڏياريندي هئي ۽ دراصل اها ڳالهہ گهٽي قيمت گهرندي هئي. انهن ظالم ۽ ڏاڍ ڪندڙ کي نندڻ واري معاهدي ۾ بہ انهي ڪري شموليت اختيار ڪونہ ڪئي ڇو تہ انهي جو مطلب هيو تہ انهن طرفان پنهنجو پاڻ کي تڪليف ۾ وجهڻ.

هاشم (يعني بنوهاشم جو وڏو ڏاڏو) وانگر اميہ (بنواميہ جو وڏو ڏاڏو) شرافت واري ذهنيت وارو ۽ پارسا ماڻهو ڪونہ هيو تنهنڪري اهو شريف عورتن سان ڏاڍائي ڪرڻ کان باز رهي نہ سگهندو هيو. جڏهن حضرت عبدالمطلب رضہ يعني حضرت علي عليہ السلام جي ڏاڏي ۽ معاويہ جي ڏاڏي حرب بن اميہ جي وچ ۾ هڪڙو تڪرار ٿي پيو تہ انهن معاملي کي نبيرڻ لاءِ نفيل بن عدي سان ملاقات ڪئي. نفيل معاملي جو حضرت عبدالمطلب رضہ جي حق ۾ فيصلو ڪيو ۽ ان جي تعريف بہ ڪيائين. حرب کي مخاطب ٿيندي ان هڪڙو بيت پڙهيو جنهن ۾ ان هاشم ۽ حرب جي مڪمل تصوير ڪشي ڪئي. بيت هي هيو: "تنهنجو پيءُ زاني هيو ۽ هن جو پيءُ پاڪدامن هيو. هن (عبدالمطلب) ابرهہ جي لشڪر کي مڪي مان واپس وڃڻ تي مجبور ڪيو."

هن بيت ۾ نفيل ابرهہ واري واقعي جو حوالو ڏنو جيڪو هاٿي تي سوار ٿي ۽ وڏو لشڪر ساڻ ڪري ڪعبت الله شريف کي شهيد ڪرڻ لاءِ آيو هيو. ان اميہ حرب جي پيءُ ۽ بنواميہ جي وڏي ڏاڏي، جي بڇڙاين

جي مذمت ڪئي ٿي، جيڪو عورتن جي معاملي ۾ بدنام ٿيل هيو. هڪڙو دفعو اهو پنهنجي انهي بڇڙي عادت ڪري موت مان بچي نڪتو هيو. ان زهره قبيلي سان تعلق رکندڙ هڪڙي عورت سان زبردستي ڏاڍائي ڪئي. ان قبيلي جي ماڻهن ان تي تلوارن سان حملو ڪيو پر ان کي پهتل زخم گهڻو اثرائتو ڪونہ هيو. ان جي ڇڙواڳي جي باري ۾ ڪيترين ئي عجيب ڳالهيون بيان ڪيون ويون آهن.

جڏهن حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، هاشمي گهراڻي جو هڪڙو معزز پٽ، رسالت جي منصب تي مقرر ٿيو تہ ان جي گهڻن ئي ماڻهن مخالفت ڪئي. البت، انهن جي مخالفن ۾ اڳ ڪان اڳرو ابوسفيان هيو جيڪو ان وقت اموي خاندان جو سردار هيو. ان سڀني مشرڪن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف هُشي ڏئي اياريو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف سڀني سازشن ۽ لشڪري چڙهاين جو اهوئي اصلي محرڪ هيو. هي اهوئي ماڻهو هيو جنهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جي اصحابن ۽ حمايتين لاءِ مختلف قسم جا اهنج ۽ ايذاء ايجاد ڪيا.

جيڪڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف ابوسفيان جي مخالفت مذهبي عقيدي ڪري هجي ها ۽ جيڪڏهن ان جيڪو ڪجهہ ڪيو اهو ان پنهنجن پراڻن عقيدن ۽ اصولن کي بچائڻ لاءِ ڪيو هجي ها تہ ان جي لاءِ ڪنهن حد تائين جواز ٿئي ها. ڇو تہ جيڪڏهن ڪو ماڻهو خلوص سان ڪنهن شي کي مڃي ٿو، آيا اها صحيح هجي يا غلط تہ اهو پنهنجي عقيدي کي بچائڻ لاءِ حق بجانب هوندو آهي. بهرحال، ابوسفيان جي معاملي ۾ اهڙي ڳالهہ ڪونہ هئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت ۾ ان پاڻ کي ڪڏهن بہ حق بجانب ڪونہ سمجهيو نہ وري ان ڪڏهن پنهنجي زبان سان اهڙي ڳالهہ جي دعوا ڪئي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف ان جي مخالفت مذهبي جوش جذبي ڪري ڪونہ هئي، اصل ۾ ان اهو گهريو ٿي تہ بنواميہ جي بالادستي ۽ اختيار متاثر ٿيڻ نہ گهرجي ـ ساڳي بالادستي ۽ اختيار جيڪي واپار، نفعي خوري، ذاتي مفاد ۽ ڪمزورن کي پنهنجو ڳيجهو بنائڻ واري هڪ هٽي تي ٻڌل هيا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت ڪرڻ جو فيصلو ان تڏهن ڪيو جڏهن ان ڏٺو تہ ان جي خاندان جي طاقت ۽ اختيار جيڪي اڳ ۾ ئي ڪمزور ٿي ويا هيا ۽ لڏي لمي رهيا هيا. اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هٿان تباهہ ٿي رهيا آهن.

پنهنجي منافعي خوري واري فطرت ڪري، جنهن ڪي اموي خصلت چوڻ صحيح ٿيندو، اسلام قبولڻ جي باوجود ان اسلام ۾ سچي دل وارو ايمان ڪونہ ٿي رکيو. اهو سدائين اسلام کي دولت ۽ اختيار جي تارازي ۾ توريندو هيو ۽ سوچيندو هيو تہ اسلام ڪجهہ بہ ڪونهي سواءِ ان جي تہ اختيار بنواميہ کان بنوهاشم ڏانهن منتقل ٿي ويو آهي. اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ انهن جي اصحابن جي ڪردار ۽ انهن طرفان ڏنل قربانين کي ڪونہ مڃيندو هيو نہ وري ڪڏهن أنهن انساني اقدارن لاءِ سوچيو هئائين جن کي ترقي وٺرائڻ لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن دنيا ۾ تشريف کڻي آيا هيا.

جڏهن مڪي جي فتح وقت ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي جانثار اصحابن تي مشتمل وڏو لشڪر ڏٺو تہ ان حضرت عباس رضہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي، کي چيو: "اي ابوالفضل! تنهنجي ڀائٽي هڪڙي تمام وڏي بادشاهي هٿ ڪري ورتي آهي." ان اهي لفظ انهي ڪري ورجايا ڇوتہ اهو انهن روحاني تعليمات ۽ اعليٰ مقصدن جو تصور نٿي ڪري سگهيو جنهن لاءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي آمد ٿي هئي. هي اهي ئي اعليٰ مقصد ۽ روحاني تعليمات هيون جن کي بنوهاشم وارن چڱي نموني سان سمجهيو هيو ۽ انهن جي تبليغ ڪرڻ ۾ انهن پنهنجون جانيون بہ قربان ڪيون.

مڪي جي فتح کان پوءِ ابوسفيان جي خاندان اسلام قبول تہ ڪيو پر ڳِهڻ جي لاءِ اها انهن لاءِ گهڻي ڪوڙي گوري هئي. ابوسفيان ۽ ان جي زال هند جي نظر ۾ اسلام جو مطلب انهن جي پنهنجي بي عزتي هئي. اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ بہ ابوسفيان گهڻي عرصي تائين ان مذهب جي بالادستي کي پنهنجي ذاتي شڪست سمجهندو رهيو. ان اسلام جي سوڀ کي ان جي حقي دين هجڻ جو نتيجو ڪونہ سمجهيو. ان

سوچيو تہ اهو سڀ ان جي پنهنجي ماڻهن جي ڪمزوري ڪري ٿيو هيو. هڪڙي ڏينهن ان پريشان ماڻهو وانگر مسجد ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن نهاريو ۽ دل ۾ چيائين: ”مونکي خبر لڳي سگهي تہ محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) مون تي ڪيئن سوڀ حاصل ڪئي آهي.“

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هڪدم ابوسفيان جي نظر جو مطلب سمجهي ورتو. انهن پنهنجي هٿ مبارڪ کي ان جي ڪلهي تي رکي چيو: ”اي ابوسفيان! اهو الله پاڪ جي مهرباني سان ٿيو تہ مون تنهنجي مٿان سوڀ حاصل ڪري ورتي آهي.“

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مڪي جي فتح کان اڳ ۽ ان کان پوءِ بہ ابوسفيان کي آٿت ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. مڪي جي فتح کان اڳ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي نياڻي ام حبيبہ سان شادي ڪئي ۽ مڪي جي فتح ٿيڻ کان پوءِ ان جي گهر کي امن جي جاءِ قرار ڏنائون ۽ فرمايائون تہ جيڪو بہ ان جي گهر ۾ داخل ٿيندو ان کي تنگ نہ ڪيو ويندو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم دل وٺڻ (معلفت القلوب) وارن جي فهرست ۾ ان جي نالي کي اول رکيو (يعني اهي ماڻهو جن کي مسلمانن جي مقابلي ۾ مالِ غنيمت مان گهڻو ڪجهہ حصو ڏنو ويو تہ جيئن انهن کي تسلي ٿئي ۽ انهن جي دلين ۾ اسلام لاءِ جيڪا نفرت ويٺل هئي اها صاف ٿي وڃي) ۽ ان کي ڪيترين ئي رعايتون ڏنائون. انهي سڀ ڪجهہ باوجود مسلمانن ان تي اعتبار ڪونہ ڪيو. مسلمان ان سان لهہ وچڙ ڪرڻ ۾ محتاط رهندا هيا ۽ ان سان دوستي ڪرڻ کان لهرائيندا هيا. ابوسفيان انهي ڪري فڪرمند هيو ۽ گهريائين تہ مسلمان ان لاءِ ۽ ان جي خاندان لاءِ پنهنجين دلين ۾ نرم گوشو رکن. تنهنڪري ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي عرض ڪيو تہ اهي معاويہ کي پنهنجي لک پڙهہ ڪرڻ تي مقرر ڪن. جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رحلت کان پوءِ خلافت جي باري ۾ پهريان مهاجرن ۽ انصارن جي وچ ۾ ۽ بعد ۾ خود مهاجرن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا تہ ابوسفيان انهن اختلافن کي پڙڪائڻ لاءِ ۽ پنهنجي لاءِ قريشين جي

سرداري حاصل ڪرڻ لاءِ سٺو موقعو سمجهيو. ان سوچيو تہ اهو مقصد حاصل ڪرڻ کان پوءِ ان لاءِ سموري مسلمان امت جو سربراهہ ٿيڻ ڏکي ڳالهہ ڪونہ ٿيندو. تنهنڪري ان حضرت عباس رضہ ۽ حضرت علي عليہ السلام سان ملاقات ڪئي ۽ انهن کي هرڪايائين تہ اهي خليفي ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي مخالفت ڪن ۽ انهن کي پنهنجي حمايت جو يقين ڏياريائين. ان چيو: "اي علي (عليہ السلام) ۽ عباس (رضہ)! اهڙي خاندان جي شخص (يعني حضرت ابوبڪر رضہ جو خاندان) خلافت ڪيئن سنڀالي آهي جيڪو بلڪل مفلس ۽ ڳاٽاٽي ۾ ٿورو آهي؟ مان الله جو قسم کڻان ٿو تہ جيڪڏهن مان گهران تہ مديني جي گهٽين کي گهوڙيسوار ۽ پيادل فوجين سان ڀري سگهان ٿو."

ابوسفيان اهو محسوس ڪونہ ڪيو تہ اهو ان علي (عليہ السلام) سان ڳالهائي رهيو هيو جيڪو حق جي هڪڙي ڪلمي جي حمايت ۾ سموري دنيا ڏيڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويندو ۽ جيڪو انهي حقيقت کان بہ بي خبر ڪونہ هيو تہ ابوسفيان جي ڪاوڙ بنوهاشم ڪري ڪونہ هئي تہ انهن کي خلافت جي حق کان محروم ڪيو ويو آهي، ڇو تہ جيڪڏهن خلافت بنوهاشم کي ملي ها تہ اهو اجا گهڻي کان گهڻو ناراض ٿئي ها ۽ پنهنجي خاندان، پنهنجي قبيلي ۽ سموري دنيا کي انهن جي خلاف ڪري ڇڏي ها.

حضرت علي عليہ السلام ابوسفيان کي شرم ڏياريو ۽ ان کي فرمايائين: "اي ابوسفيان! مومن مسلمان هڪ ٻئي جا خيرخواهہ آهن باقي جيڪو منافقن جو معاملو آهي تہ توڙي جو انهن جا گهر گڏيل آهن ۽ هڪ ٻئي سان رت جي رشتي ۾ مليل آهن تڏهن بہ اهي ڏوڪيباز ۽ مڪار آهن. ابوسفيان جو تعلق مغرور طبقي سان هيو - اهو طبقو جيڪو پاڻ کي ٻين کان برتر ۽ عام ماڻهن کي پنهنجو غلام سمجهندو آهي. اهو اسلام کي انهي نقطہ نظر کان ڏسندو هيو. ان جي خيال مطابق رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان اسلام جي دعوت ڏيڻ صرف اختيار ۽ طاقت حاصل ڪرڻ جو ذريعو هيو. ان جي سوچ مطابق اسلام ۽ بتن جي قاعدن ۽ بنيادي ڳالهين جي وچ ۾ ڪو فرق ڪونہ هيو ۽ انهن مان ٻئي نفعي جو وسيلو هيا. ان اسلام جي قاعدن کي ان مذهب

جي بانيڪارن لاءِ ساڳي نموني ۾ آمدني جو ذريعو سمجهيو ٿي جنهن ۾ بت پنهنجن بت پرست پروهتن لاءِ آمدني جو ذريعو هيا. ان ئي ڪنهن ڳالهه لاءِ ڪونه ٿي سوچيو سواءِ انهيءَ جي ته ماڻهن کي پنهنجن وڏن ۽ سردارن جي تابعداري ڪرڻي آهي - آيا اهي ڪعبت الله جا پروهت هجن يا اسلام جا معزز حضرات.

ابوسفيان جي خيال مطابق اسلام ۽ بت پرستي جي وچ ۾ صرف اهو فرق هيو ته اسلام وڌيڪ نفعي وارو هيو ۽ ان ۾ هيٺين طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهن جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ۽ اميرطبقي ۽ اعليٰ خاندان وارن جي دٻدٻي، اقتدار ۽ تسلط جو گهٽو امڪان هيو. بهرحال، ئي صورت ۾ جيڪڏهن عام ماڻهو اسلام ۾ امير طبقي آڏو نوڙت ڪندڙ نه هوندا ته ان جي سوچ مطابق اهو نظام بيڪار هيو ۽ وڌيڪ ڪارائتي ۽ نفعي بخش نظام سان بدلائڻ جو حقدار هيو.

جڏهن حضرت ابوبڪر رضه ۽ حضرت عمر رضه کان پوءِ خلافت حضرت عثمان رضه کي ملي جيڪو بنواميه منجهان هيو. ابوسفيان سوچيو ته اقتدار ۽ اختيار جيڪو اڳ بنواميه وارن جي هٿ ۾ هوندو هيو اهو انهن کي موٽي مليو آهي. ان کي پنهنجي دل ۾ حضرت حمزه رضه لاءِ جيڪا ڪاوڙ ۽ دشمني هئي اها ان کي ان جي قبر ڏانهن وٺي وئي. ان پنهنجي پير سان حضرت حمزه رضه جي قبر کي ٺڏو هنيو ۽ چيو: "اي حمزا! اٿ ۽ ڏس ته جنهن حڪمراني لاءِ اسان هڪ ٻئي سان لڙايون ڪندا هئاسين اها هڪڙو ڀيرو وري اسان جي خاندان کي موٽي ملي آهي." اهو جملو پنهنجي اندر جيڪا تلخي ۽ دشمني (بغض) رکي ٿو اهي پنهنجو پاڻ ثبوت آهن. اهو ئي سبب هيو ته ان انهن جملن جو اظهار ڪيو.

*****

جيستائين خلافت حضرت ابوبڪر رضه ۽ حضرت عمر رضه وٽ هئي بنواميه وارن جي دلين ۾ جيڪو ڪجهه لڪل هيو ۽ جنهن منصوبي هيٺ انهن اسلام قبول ڪرڻ جو نمائشي اظهار ڪيو هيو يعني ته جيئن ئي انهن کي موقعو مليو ته اهي اسلامي سلطنت کي بادشاهت ۾ تبديل ڪندا، ڪڏهن به ظاهر ڪونه ڪيو. جڏهن حضرت عثمان رضه کي خلافت ملي ته انهن کي اهو موقعو به ملي ويو.

ڪوئي بہ ماڻهو اعتبار ڪري نٿو سگهي تہ بنواميہ وارا خلافت جي حقي تصور کان واقف هيا. انهن جي نظرئي مطابق خلافت ۽ بادشاهي ۾ ڪو فرق ڪونہ هيو ۽ اهي اسلامي خلافت جي سٺين ڳالهين کي ذهن نشين نٿي ڪري سگهيا. انهن جو اسلام ۾ يقين نهايت مٿاڇرو هيو ۽ ان کي بي دلي سان قبول ڪيو هئائون. جهالت جي دور واري انهن جي جماعتي جوش جذبي انهن کي هرڪايو تہ اهي ان زماني جي طور طريقن کي وري اختيار ڪن. اهي ان ڳالهہ کي وساري ڪونہ سگهيا هيا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن جي خاندان مان ڪونہ هيا پر اهي بنوهاشم جا فرد هيا ۽ جڏهن تہ اهي سدائين ان خاندان جا دشمن رهيا هيا. تنهنڪري اهي حڪمراني قبائڻ لاءِ ڪنهن موقعي جي تاڙ ۾ هيا. حضرت عثمان رضہ جي خلافت انهن لاءِ پنهنجون خواهشون پوريون ڪرڻ لاءِ دروازا کولي ڇڏيا. جيئن ئي اهو خليفو مقرر ٿيو تہ سيئي اموي ان جي چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ ان کي عوام الناس کان پري ڪري ڇڏيائون. تنهن ڪري ڪير بہ ان سان ملي ڪونہ ٿي سگهيو ۽ ان سان پنهنجا ڏک سور بيان ڪري ڪونہ ٿي سگهيو. اسلامي حڪومت هاڻي اموي حڪومت ٿي وئي. صرف بنواميہ وارا ئي ان مان فائدو حاصل ڪري سگهيا ٿي. اهي صرف بنواميہ وارا ۽ انهن جا دوست هيا جيڪي گورنر ٿيڻ جي توقع ڪري سگهيا ٿي ۽ ٻيا اهم عهدا ماڻي سگهيا ٿي. مروان بن حڪم انهن جو اڳواڻ هيو. اهو پهريون شخص هيو جنهن مسلمانن کي مسلمانن جي خلاف ڀڙڪايو ۽ ماڻهن کي خليفي جي خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ هُشي ڏني. اهو پهريون شخص هيو جنهن اعلان ڪيو تہ خلافت کان بادشاهي بهتر آهي. ۽ صرف بنواميہ وارا بادشاهہ ٿيڻ جا حقدار آهن. ان حضرت عثمان رضہ کي مجبور ڪيو تہ حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جي وقت کان جيڪي ماڻهو گورنر جي عهدن تي ويٺل آهن انهن کي هٽائي ۽ انهن جي جاءِ تي بنواميہ وارن مان گورنر مقرر ڪري. دولت ۽ حڪمراني صرف بنواميہ وارن جي مخصوص ملڪيت ٿي وئي. ٻيو ڪير بہ ان مان فائدو حاصل ڪرڻ يا ڪا مليڪت ۽ عهدو رکڻ جي اميد نٿي ڪري سگهيو.

اسان ايندڙ باب ۾ پڌائينداسين تہ بدنيت ۽ بدتميز مروان ڪهڙي قسم جو ماڻهو هيو جڏهن اهو اقتدار ۾ هيو تہ ان ڪهڙيون بدعنوانيون ڪيون، ۽ پنهنجين ذاتي خواهشن کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ان ڪيترن معصوم ۽ بي گناهہ ماڻهن جو ڪوس ڪيو. هي اهوئي مروان بن حڪم هيو جنهن مديني جي گورنر کي امام حسين عليہ السلام کي شهيد ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي ۽ جڏهن گورنر اهو مڪروهہ قدم کڻڻ کان انڪار ڪيو تہ مروان پنهنجي تمنا کي پورو نہ ٿيندو ڏسي گورنر جي مذمت ڪئي هئي.

مروان اقتدار، حڪمراني، ۽ آسائشن لاءِ بلڪل ايئن حرص ڪيو جيئن ان جي ابن ڏاڏن انهن ڳالهين لاءِ جهالت واري زماني ۾ ڪيو هيو ۽ اهو ان ڳالهہ لاءِ فڪرمند رهندو هيو تہ توڙي جيڪڏهن ان وٽ اختيار نہ هجي تہ بہ اهو ڪنهن بئي اموي جي هٿ ۾ هجي، پر اقتدار ۽ ان اختيار کي انهن جي خاندان کان ٻاهر وڃڻ نہ گهرجي. ان حڪمراني ۽ اختيار حاصل ڪرڻ لاءِ جيڪي طريقا اختيار ڪيا انهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ان ۾ هڪڙي بہ انساني خاصيت ڪونہ هئي، جيڪا ماڻهن جي دلين ۾ ان لاءِ ترجيتري بہ محبت پيدا ڪري.

# معاويہ ۽ ان جا جانشين

معاويہ بن ابوسفيان بنواميہ جي خاصيتن ۽ مخصوص سڃاڻپن جو مڪمل نمونو هيو. جڏهن اسان معاويہ جي نرالائپ جو ڏيان سان مطالعو ڪيون ٿا تہ اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ ان ۾ اسلامي انساني اقدارن جو ذرو بہ موجود ڪونہ هيو ۽ ان ۾ ان پاڪ ۽ صاف زماني جي مسلمانن وارو هڪڙو بہ گڻ موجود ڪونہ هيو. جيڪڏهن اسان اسلام کي جهالت واري دور جي عربن جي طور ۽ طريقن خلاف (مثال طور، پنهنجن مفادن کي نظر ۾ رکي ڪاروهنوار ڪرڻ ۽ عام انسانن کي جانور ۽ امير طبقي ۽ وڏي رتبي جي ماڻهن لاءِ آمدني جو ذريعو هجڻ موجب سلوڪ ڪرڻ) انقلاب سمجهون تہ اهو يقين سان چئي سگهبو تہ جيئن اسان بعد ۾ وضاحت سان بيان ڪنداسين، معاويہ جو اسلام سان ڪنهن بہ قسم جو واسطو ڪونہ هيو.

جيڪڏهن اسلام اهڙي دين جو نالو آهي جنهن جا حڪم هر فرد سان لاڳو ٿين ٿا تہ پوءِ اهو بلڪل پڌرو آهي تہ معاويہ جو انهي قسم جي اسلام سان پڻ ڪو تعلق ڪونہ هيو. ان ڳالهہ جو خود معاويہ بہ اقرار ڪيو هيو. اهو ريشمي ۽ زريفت جا ڪپڙا پائيندو هيو ۽ سون ۽ چاندي جي ٿانون ۾ کاڌو کائيندو هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي اصحابي ابودرداء ان تي اعتراض ڪيو ۽ چيو: "مون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ جيڪو سون ۽ چاندي جي ٿانون ۾ کاڌو کائيندو ان جي پيٽ ۾ دوزخ جي باهہ اوتي ويندي" بهرحال، معاويہ بي پرواهي مان وراڻيو: "مان ان کي اعتراض واري ڳالهہ ڪونہ ٿو سمجهان." جڏهن اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ شروعاتي مسلمان مذهبي معاملن ۾ گهڻو ڪامل هيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جنهن ڳالهہ جي اجازت ڏني ۽ جنهن کان منع ڪئي هئي ان جو احترام ڪندا هيا. ۽ پنهنجي دين خاطر پنهنجون جانيون بہ قربان ڪيائون. ۽ پوءِ معاويہ جيڪو ابودرداء کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي کليل نافرماني ۾ گستاخي

وارو جواب ڏنو ان تي غور ڪيون ٿا تہ اسان انهي ڳالهہ جا قائل ٿي وڃون ٿا تہ معاويہ ڪڏهن بہ انهن مسلمانن جي جماعت ۾ شامل ڪونہ ٿيو هيو جن خلوص دل سان اسلام جي اخلاقيات ۽ روحاني تعليمات کي مڃيو ٿي.

اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ معاويہ جو بہ ساڳيو ڪردار رهيو جيڪو ان جي پيءِ ابوسفيان جو جهالت واري دور ۾ هيو. يعني هڪڙي نواب وارو، ماڻهن کان زبردستي محنت مزدوري ڪرائي ۽ انهن کي غلام وانگر سمجهي. اهو بي دليءَ سان مسلمان ٿيو هيو ۽ صدق کان خالي دل واري مسلمان طور زندگي گذاريائين.

معاويہ جي ذهنيت ۽ اسلام ۾ ان جي ايمان جي معيار کان ان جي همعصرن کان وڌيڪ ٻيو ڪير واقف هوندو جن همعصرن ان کي پنهنجين اکين سان ڏٺو هيو. ڇا اسان هاڻي جن ڳالهين جو ذڪر ڪنداسين انهن لاءِ ان جي سيني همعصرن ان تي الزام ڪونہ هنيا؟ ڇا حضرت علي عليہ السلام ٻين جي بنسبت ان کي وڌيڪ چڱي طرح ڪونہ سڃاڻندا هيا ۽ ڇا انهن ان جي حقي تصوير ڪونہ چٽي هئي، جڏهن انهن پنهنجي خط ۾ ان کي لکيو: "تون ڪوڙيون دعوائون ڪرڻ، ماڻهن سان ڌوڪو ڪرڻ، پنهنجي حيثيت کان وڌيڪ اعليٰ حيثيت حاصل ڪرڻ جي دعوا ڪرڻ ۽ منع ڪيل شين کي هٿ ڪرڻ ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن جي پيروي ڪري رهيو آهين."

ڇا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم يا خلفاء راشدين جي ڏينهن ۾ مسلمانن منجهہ هڪڙو ماڻهو بہ هيو جيڪو ڪوڙا حيلا بهانا ڪندو هجي يا ڪوڙ هڻندو هجي، پوءِ بہ ماڻهو ان کي مسلمان سڏيندا هجن ۽ ڇا مسلمانن جي ان خالص زماني دوران ڪو ٻيو هڪڙو مسلمان بہ هيو جنهن بابت حضرت علي عليہ السلام چيو هجي "توهان جي خاندان جي سيني ماڻهن جن بہ اسلام قبول ڪيو، ان کي بي دلي سان قبول ڪيو."

جيستائين معاويہ جي ڪجهہ خاصيتن، مثال، سهپ، لچڪ، ۽ سخاوت جو تعلق آهي تہ ان لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ اهي سڀ پنهنجي مطلب کي توڙ تائين پهچائڻ لاءِ حيلا هيا. ان پنهنجي عقل ذريعي اهو محسوس ڪري ورتو هيو تہ پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ۽ بادشاهت قائم ڪرڻ لاءِ اهي ڳالهيون ان لاءِ ڪارائتيون ٿينديون.

مان سمجهان ٿو تہ معاويہ انهي ڳالهہ کان پلي پت واقف هيو تہ ماڻهن ان جي ابن ڏاڏن ۾ ان وقت جي اموين جي خاصيتن ۾ ڪردار کي پسند ڪونہ ٿي ڪيو ۽ ان جي ابن ڏاڏن کي ڪڏهن جيڪا طاقت ۽ اختيار هيو اهي ڪنهن بہ ڪم جا ڪونہ رهيا آهن. ان سهپ ۽ سخاوت جو مظاهرو ڪرڻ سان ماڻهن کي ڏوڪو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن ماڻهو حقيقت کان واقف نہ ٿي وڃن ۽ ان جي سهپ ۽ سخاوت کان متاثر ٿي وڃن، ڇو تہ جيڪڏهن پيدائشي اهليت، شرافت ۽ اعليٰ ظرفي کي حڪمراني لاءِ ڪسوٽي يا پيمانو سمجهيو وڃي هاڻ بنواميہ وارا ڪنهن بہ نموني ۾ بنوهاشم وارن جو مقابلو ڪونہ ڪري سگهن ها. ان سهپ ۽ بردباري جو مظاهرو انهيءَ ڪري ڪيو تہ جيئن ماڻهن جي حمايت حاصل ڪري وڃي ۽ ايئن اقتدار حاصل ڪري وڃي ۽ ماڻهن جون دليون کَٽي. پنهنجي خاندان جي براين کي لڪائڻ لاءِ انهن کي تحفا ۾ سوکڙيون ڏيڻ کان وڌيڪ ڪهڙو منصوبو وڌيڪ اثرائتو ٿي سگهندو؟

معاويہ جا حمايتي ان جي بردباري ۽ سخاوت ڪري ان جي گهڻي تعريف ڪندا هيا پر اصل ۾ ان جي حڪمت عملي بہ اها ساڳي هئي جيڪا ڪو ظالم يا ڏاڍ ڪندڙ ڪنهن مظلوم سان اختيار ڪندو آهي، اها ظلم، ڏاڍ، آمريت ۽ ڦرلٽ جي پاليسي هئي جيڪا ان اموي حڪمرانن لاءِ ورثي ۾ ڇڏي، جيڪي ان جا جانشين ٿيا.

معاويہ جا حمايتي ان جي ڪهڙي قسم جي بردباري ۽ سخاوت جي تعريف ڪن ٿا جڏهن تہ ان ماڻهن کي ڦرڻ لٽڻ واريون هدايتون ڏيندي بسربن ارطات کي هيئن چئي موڪليو: "ڦرلٽ ڪندو وڃ ۽ مديني کي تاراج ڪري ڇڏ، ماڻهن کي پڃائي ڇڏ. پنهنجي رستي ۾ هر ان ڳوٺ مان ڦرلٽ ڪر جنهن جا ڳوٺاڻا علي (عليہ السلام) جا حمايتي هجن."

اها ڪهڙي قسم جي بردباري ۽ فضيلت هئي جڏهن ان سفيان بن عوف غامدي کي هڪڙي ڦرلٽ واري مهم تي عراق ڏانهن موڪليو ۽ انکي هي هدايتون ڏنائين: "فرات جي ڪناري سان هلندو هيت وڃي پهچ. جيڪڏهن تون اتي علي (عليہ السلام) جي جٿن کي ڏسين تہ انهن تي حملو ڪجان، ٻي صورت ۾ هلندو وڃجان ۽ انبار ۾ پهچي ان جي

رهواسين جي ڦرلٽ ڪجان. جيڪڏهن اتي به تنهنجي خلاف ڪا مدافعت نه ٿئي ته پوءِ تون هلندو وڃجان جيستائين طيسفون (مدائن) وڃي پهچين. توکي اها خبر هجڻ گهرجي ته مدائن ۽ انبار تي حملو ڪرڻ ايترو ئي ڪارائتو آهي جيترو خود ڪوفي تي. اي سفيان! اهي حملا عراق جي ماڻهن کي دهشت ۾ وجهي ڇڏيندا ۽ انهن منجهه جيڪي اسان جا حمايتي آهن اهي خوش ٿي ويندا. ماڻهن کي اسان ڏانهن اچڻ جي دعوت ڏي ۽ جيڪي توسان راضي نه ٿين انهن ماڻهن کي تلوار جي حوالي ڪري ڇڏ. جنهن به ڳوٺ يا شهر مان گذرين ته اتان ڦرلٽ ڪندو وڃجان ۽ پنهنجن هٿن سان جيترو به ڪري سگهين هر ملڪيت کسيندو وڃجان ۽ ڦرلٽ ڪرڻ قتل ڪرڻ برابر آهي، بلڪ اجا به وڌيڪ دل ڏاريندڙ عمل." (شرح نهج البلاغه: ابن الحديد صفحو 144.)

ضحاڪ بن قيس فهري کي معاويه ڪجهه شهرن تي حملو ڪرڻ لاءِ موڪليو جيڪي امام علي عليه السلام جي قبضي ۾ هيا ۽ ان کي هي هدايتون ڏنائين: "روانو ٿي ۽ ڪوفي پهچ. پنهنجي رستي ۾ انهن سيني عربن تي حملا ڪجان جيڪي علي (عليه السلام) جا حمايتي آهن، ۽ جيڪڏهن ڪو هجي ته انهن کان هٿيارن جو ذخيرو ڦُرڪجان."

ضحاڪ معاويه جي حڪمن جي ساڳي طريقي ۾ بجاآوري ڪئي جنهن ۾ بسربن ارطات ۽ سفيان بن عوف غامدي ان جي حڪمن جي بجاآوري ڪئي هئي. ان قتلام ڪيو ۽ ماڻهن کي ڦريو لٽيو ۽ انهن سان انتهائي ظالماڻو ۽ وحشي سلوڪ ڪيائين.

معاويه پنهنجي بردباري ۽ فراخدليءَ جو هڪڙو عجيب مظاهرو ڪيو جڏهن ان لکين عجمين (غيرعرب) لاءِ پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو. انهن بابت ان چيو: "مون کي معلوم ٿيو آهي ته عجمي (غيرعرب) مسلمان اسان کان ڳاڻاٽي ۾ گهڻا ٿيندا پيا وڃن، ۽ جيڪڏهن اها حالت جاري رهي ته مون کي انديشو آهي ته اهو ڏينهن پري ڪونهي جڏهن اسان جي ابن ڏاڏن جو نالو نشان ميساري ڇڏيندا. مان سوچيان ٿو ته صرف انهن جي اڌ کي زنده رهڻ ڏجي ته جيئن بازارون ۽ روڊ رستا محفوظ حالت ۾ رهن." جيڪڏهن احنف بن قيس ان کي انهي منصوبي

تي عمل ڪرڻ کان باز رکڻ ۾ ڪامياب نہ ٿئي ها تہ معاويہ هزارين بي گناهہ ماڻهن کي قتل ڪرائي ڇڏي ها، جن جو صرف اهو قصور هيو تہ اهي عجمي (غيرعرب) هيا.

معاويہ نرم ۽ بردبار صرف تڏهن هيو جڏهن ان کي ڪنهن طاقتور ماڻهوءَ کي منهن ڏيڻو هوندو هيو، جنهن کان ان کي خوف هوندو هيو تہ اهو ان جي اختيار ۾ روڙا اٽڪائي سگهي ٿو ۽ ان جي حڪومت کي ڏاوان ڏول ڪري سگهي ٿو. اهڙو ماڻهو جيڪو ڪجهہ چوندو هيو ان کي درگذر ڪندو هيو ان کي ڌوڪو ڏيندو هيو ۽ جيڪا بہ تجويز ڏني ويجي ان سان متفق ٿيندو هيو.

اهو جڏهن بہ پنهنجن دوستن ۽ ساٿين سان ويٺو هوندو هيو ۽ ڪو وڏي حيثيت وارو ماڻهو ان کي گهٽ وڌ ڳالهائيندو هيو ۽ دڙڪا پٽيندو هيو تہ اهو هڪدم ميسٽائپ ۽ بردباري جو مظاهرو ڪندو هيو تہ متان اهو شخص ان سان وڙهي نہ پوي، اهو پنهنجن لڪ پڙهہ ڪرڻ وارن ماڻهن کي اهو چوندي دڙڪا وارا لفظ لکڻ لاءِ چوندو هيو: "اهو سياڻپ جو هڪڙو نمونو آهي."

البت، جيڪڏهن بي ڏر طاقتور ۽ اثر رسوخ واري نہ هوندي هئي تہ معاويہ ڪنهن بہ قسم جي نرمائي ڪونہ ڏيکاريندو هيو، ڪڏهن ڪڏهن تہ توڙي جو ان شخص ڪابہ سخت ڳالهہ ڪونہ چئي هوندي هئي تہ بہ اهو ان کي نهايت بيدردي سان قتل ڪرڻ گهرندو هيو.

معاويہ تڏهن ميسٽو نرم ۽ بردبار ٿيندو هيو جڏهن ان کي بي ڏر کان ڪو مفاد حاصل ٿيڻ جي اميد هوندي هئي. بيو شخص جيڪو بہ چوندو هيو اهو ان سان متفق ٿي ويندو هيو، توڙي جو اهو شخص ڏاڍ ۽ بي انصافي ڪندڙ هجي، شرط اهو هيو تہ اهو شخص ان جي حڪمراني کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ مدد ڪري، اهڙي شخص کي اهو مصر ۽ مصر جا ڳوٺاڻا ڏئي سگهيو ٿي، جيئن ان عمروبن عاص جي لاءِ ڪيو.

هڪڙي پاسي معاويہ جي همدردي ايتري گهٽي هئي جو ان مصر ۽ مصر جون وسنديون عمروبن عاص کي بخشي ڇڏيون ۽ ٻئي پاسي ايتري رڪاوٽ هئي جو ان مصر ۽ مصرين کان زنده رهڻ جو حق کسي ورتو ۽ اهي هڪڙي شخص کي تحفي ۾ ڏئي ڇڏيائين. جيڪڏهن ان

ڪي ئي رحمدلي ۽ بردباري چئجي ٿو تہ نيرو، چنگيز خان، راوڻ ۽ هلاڪو خان پڻ وڏي رحم ۽ بردباري وارا هيا.

جڏهن ڪو ماڻهو معاويہ جي حڪمت عملين جو ڏيان سان مطالعو ڪري ٿو تہ اهو اها ڳالهہ معلوم ٿيڻ تي سڪتي ۾ اچي وڃي ٿو تہ ماڻهن کي قبضي ۾ ڪرڻ لاءِ ان ڪهڙاڪهڙا طريقا اختيار ڪيا. حڪومتي ڪاروهنوار ۾ ان جنهن بہ چاپڙائي (رياڪاري) تي عمل ڪيو اها سو سيڪڙو ميڪاونيت هئي. قتل، ڦرلٽ ۽ دهشت ان جي مکيہ پاليسي جو حصو هيا ۽ پرڪشش واعدا ڪرڻ ۽ ڌمڪيون ڏيڻ پڻ ان پاليسي جا حصا هيا. نيڪ ۽ معصوم ماڻهن جو قتل، بدمعاشن ۽ لوفر ماڻهن جي عزت ڪرڻ، ڪوڙي الزام تراشي ۽ ظالم ۽ بدڪردار ماڻهن کان مدد گهرڻ پڻ ان پاليسي ۾ شامل هيا.

معاويہ ڪيترائي دفعا اقرار ڪيو تہ ان جي پاليسي عدل ۽ انصاف کان وانجهي هئي ۽ ان ڪڏهن بہ حق جي مدد ڪونہ ڪئي. هيٺ بيان ٿيڻ وارو واقعو ان جي حڪمت عملين تي روشني وجهي ٿو ۽ عدل ۽ انصاف بابت ان جي خيالن جي عڪاسي ڪري ٿو. مطرف بن مغيره بن شعبہ چوي ٿو:

"مان پنهنجي پيءُ مغيره سان گڏجي معاويہ جي ملاقات لاءِ ويس. منهنجو پيءُ روزانو ان جي ملاقات لاءِ ويندو هيو ۽ واپس اچڻ تي ان جي گهڻي ساراهہ ڪندو هيو. جڏهن هڪڙي رات اهو واپس آيو تہ اهو گهڻو مايوس هيو ۽ ان رات جي ماني بہ ڪونہ کاڌي. مون طرفان سندس پريشاني جو سبب پڇڻ تي ان ٻڌايو: 'منهنجا ٻچا! اڄ رات مان هڪڙي انتهائي خراب ماڻهوءَ سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ موٽي آيو آهيان.' مون جڏهن معلوم ڪيو تہ اهو ڪير ماڻهو هيو تہ ان چيو: 'مون معاويہ کي اڪيلائپ ۾ چيو: تو پنهنجون سڀ خواهشون پوريون ڪيون آهن. هاڻي اهو مناسب ٿيندو جيڪڏهن تون ماڻهن سان رحمدلي وارو سلوڪ ڪرين. تون هاڻي ڪراڙو ٿي ويو آهين. توکي بنوهاشم وارن سان سٺو سلوڪ ڪرڻ گهرجي جيڪي تنهنجي ئي حسب نسب منجهان آهن. هاڻي توکي انهن کان ڪنهن بہ انديشي ڪرڻ جو سبب ڪونهي!' معاويہ جواب ڏنو: 'ڪڏهن بہ نہ! ڪڏهن بہ نہ! تيم خاندان جو

هڪڙو شخص (ابوبڪر رضہ) خليفو ٿيو. جڏهن اهو فوت ٿيو تہ ڪجھ عرصي کان پوءِ ان جو ذڪر ئي ڪونہ رهيو. هاڻي ماڻهو ان کي صرف "ابوبڪر" سڏين ٿا. ان کان پوءِ عمر (رضہ) خليفو ٿيو ۽ پورا ڏھ سال حڪومت ڪيائين. ان جي فوت ٿيڻ سان ئي ان جو ذڪر ختم ٿي ويو ۽ ماڻهو هاڻي ان کي "عمر" سڏين ٿا. پوءِ اسان جو ڀاءُ عثمان (رضہ) خليفو ٿيو. اهو معزز خاندان سان تعلق رکندڙ هيو. ان انصاف سان حڪومت ڪئي، پر جڏهن اهو فوت ٿيو تہ ان جو بہ ذڪر ختم ٿي ويو. البت بنوهاشم جي هڪڙي پٽ (محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جو نالو رات ۽ ڏينهن دوران پنج دفعا ورجايو ۽ پڪاريو وڃي ٿو (يعني هرڪوئي چوي ٿو تہ مان ميجان ٿو تہ محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) الله جو رسول آهي. هاڻي ان جي نالي سان ڀيو ڇا ڪري سگهبو سواءِ ان جي تہ مون کي گهرجي تہ ان کي مڪمل طور ختم ڪري ڇڏيان'." (مروج الذهب جلد 2 صفحو 241).

معاويہ اهڙن ماڻهن جي ماحول ۾ پلجي وڏو ٿيو هيو جيڪي رسالت جا انڪاري هيا. ان جو اهڙي خاندان سان تعلق هيو جنهن کي دين کان نفرت هئي. پنهنجي ٻالڪپڻي کان ئي ان پنهنجي پيءُ کي مسلمانن خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ تياري ڪندي، انهن خلاف وڏن لشڪرن جي اڳواڻي ڪندي، ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن سان گڏ خود رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي (نعوذبالله) قتل ڪرڻ جي منصوبہ بندي ڪندي ڏٺو هيو تہ جيئن پنهنجي سرداري، اختيار ۽ مادي مفادن کي بچائي. ان اهو ڏٺو هيو تہ ان جي پيءِ هڪڙو سردار ٿي رهڻ ٿي گهريو. توڙي ان جي نتيجي ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم طرفان پيدا ڪيل انصاف وارو جوش جذبو ختم ٿي وڃي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ سندن اصحابن جي وفات واقع ٿئي ۽ سموري عربستان مٿان مصيبت اچي وڃي.

انهن سڀني معاملن ۾ معاويہ پنهنجي وڏي ڏاڏي اميہ بن عبدشمس جو جوش ورثي ۾ حاصل ڪيو هو.

بلڪل ايئن جيئن ابوسفيان جي فطرت جو معاويہ جي ڪردار تي گهڻو اثر هيو جيڪو خودغرضي ۽ اقتدار لاءِ لالچ واري معاملي ۾

پنهنجي پيءُ جي حقي تصوير هيو ساڳي نموني ۾ ان جي ماءُ هند، جيرو چٻاڙڻ واري، جي ان جي مزاج تي مضبوط ڇاپ هئي. انهن ٻنهي ان جي فطرت ۽ عادتن تي گهڻو اثر ڪيو.

عربستان جي سموري تاريخ ۾ هڪڙي ٻي عورت جو ملڻ ممڪن ڪونهي جيڪا ذات پرستي، ڪَهرائي، وحشيت ۽ شيطاني عمل ۾ هند سان برابري ڪري سگهي. اها ايتري تہ پٿر دل هئي جو حد کان وڌيڪ رت جو پياسو ماڻهو بہ ان سان برابري نٿو ڪري سگهي.

قريش جا مشرڪ مڪمل تياري سان بدر جي ماڳ تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان لڙائي ڪرڻ آيا هيا ۽ سخت جنگ ٿي هئي. ڪيترائي مشرڪ قتل ٿيا هيا. مڪي جي عورتن هڪڙي مهيني تائين پنهنجن مائٽن جي موت تي سو ڳ ملهايو هيو. پوءِ اهي معاويہ جي ماءُ هند وٽ آيون هيون ۽ ان کي چيائون "تون اسان وانگر روڄ راڙو ڇو نٿي ڪرين؟" ان پوري بغض ۽ نفرت سان ڀريل لهجي ۾ جيڪو ٻي عورت ۾ ڏسڻ ۾ نہ پئي آيو چيو: "مان ڇو روئان؟ ڇا مان انهي لاءِ روئان تہ جيئن محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) ۽ ان جي دوستن تائين خبر پهچي ۽ اهي خوش ٿين ۽ انصارن جون عورتون پڻ خوش ٿين؟ خدا جو قسم جيستائين مان محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) ۽ ان جي اصحابن کان بدلو نہ وٺان ان وقت تائين ڪونہ روئينديس ۽ جيستائين انهن سان وري جنگ نہ ٿيندي ان وقت تائين وارن ۾ تيل ڪونہ وجهنديس." ان کان پوءِ اها مسلسل مشرڪن کي مسلمانن خلاف ڀڙڪائيندي رهي ۽ آخرڪار احد واري لڙائي جو واقعو پيش آيو. مٿي بيان ڪيل جملا اهو پڌرو ڪن ٿا تہ اها ڪيتري بي رحم ۽ پٿر دل عورت هئي. ان روئڻ ۽ سوڳ ملهائڻ ذريعي پنهنجو غم غلط ڪرڻ ۾ يقين ڪونہ ٿي رکيو. عورتون فطري طور نرم دل هونديون آهن پر اها مختلف مزاج واري عورت هئي. اها معاملن کي مرد واري اک سان ڏسندي هئي. ان کي انهي ڳالهہ ۾ يقين هيو تہ سرداري ۽ حاڪميت جو مطلب پنهنجي برتري جي جهنڊي کي ايو ۽ مان مرتبي کي اوچو رکڻ لاءِ لڙائي جهڳڙي جي تڪليفن کي مڙس تي منهن ڏيڻ آهي.

جڏهن مڪي جا مشرڪ احد واري جنگ ۾ مڪمل تياري ڪرڻ کان پوءِ مديني ڏانهن روانا ٿيا تہ هند بہ عورتن جو هڪڙو جٿو تيار ڪيو

۽ مردن کي بهادري سان وڙهڻ لاءِ پڙڪائڻ لاءِ. تہ جيئن اهي وهندڙ رت ۽ جيڪي قتل ٿيا انهن جي لاشن کي ڏسندي پنهنجي بدلي وٺڻ واري خواهش کي مطمئن ڪري، انهن سان گڏجي لڙائي جي ميدان ۾ اچي پهتي.

هڪڙي شخص عورتن طرفان لڙائي واري محاذ تائين وڃڻ تي اعتراض ڪيو. البت هند جواب ۾ رڙ ڪندي چيو: "اسان هر صورت ۾ ويندئونسين ۽ پنهنجين اکين سان ويڙهہ ڏسنديونسين."

هند پنهنجي فيصلي تي جمي بيٺي ۽ ٻين عورتن سان گڏجي لڙائي جي ميدان ۾ وئي. پنهنجي بدلي وٺڻ واري خواهش کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ان سڀ ڪجهہ ڪيو جيڪو ڪري سگهي ٿي. جڏهن گهمسان واري لڙائي شروع ٿي وئي تہ اها ٻين عورتن سان گڏجي مشرڪن جي فوج جي هر قطار ڏانهن وئي. انهن دڦ وڄايا ۽ هيٺيان بيت (شعر) ڳايا:

"اي عبددار جي اولاد! جلدي ڪريو تہ توهان جي پٺيان اهي انسان (يعني عورتون) آهن جن جو توهان کي لازمي بچاءُ ڪرڻو آهي، پنهنجن تلوارن کي مياڻن مان ٻاهر ڪڍو."

"جيڪڏهن توهان لڙائي جي ميدان ڏانهن وڌندا تہ اسان توهان کي سيني سان لائينديونسين ۽ توهان جي مٿن هيٺان نرم وهاڻا رکنديونسين. پر جيڪڏهن توهان لڙائي جي ميدان مان پٺي ويندا تہ اسان توهان کي ڇڏي ڏينديونسين، ڇوتہ انهي صورت ۾ اسان توهان سان پيار ڪري ڪونہ سگهنديونسين."

هند وحشي نالي حبشي غلام سان انعام جا گهڻائي واعدا ڪيا هيا جيڪڏهن ان ڪجهہ مسلمانن کي شهيد ڪيو خاص طور تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حمزه (رضہ) کي، جنهن لاءِ ان دل ۾ انتهائي گهڻو ڪينو پالي رکيو هيو. ان لڙائي ۾ مشرڪن جو پلڙو ڀاري رهيو ۽ مسلمانن کي گهڻو نقصان پهتو هيو. هند گهڻي خوش هئي. احد جي لڙائي جي شهيدن مان هڪڙو حضرت حمزه رضہ هيو جنهن کي وحشي قتل ڪيو هيو. جڏهن اهو شهيد ٿيو تہ ابوسفيان رڙ ڪري چيو: "اڄ اسان بدر واري لڙائي جو بدلو وٺي ڇڏيو آهي. اسان ايندڙ سال وري مقابلي لاءِ ايندا سين." بهرحال هند مطمئن

ڪونہ هئي تہ حضرت حمزه رضہ جهڙو بهادر انسان شهيد ٿيو هيو. اها قريشين جي ٻين عورتن سان گڏجي شهيد ٿيل مسلمانن جي لاشن وٽ آئي. انهن شهيدن جا هٿ، پير، نڪ ۽ ڪن وڍيا ۽ انهن جا هار ناهيائون ۽ ان وحشي پڻي جو مظاهرو ڪيائون جنهن جي لاءِ انتهائي ظالم آمر بہ سوچي نٿي سگهيا. پوءِ ان قاصائي وانگر حضرت حمزه رضہ جي پيٽ کي چيريو ۽ ان جو جيرو ڪڍي ورتائين. هند ان کي چٻاڙڻ ۽ ڳهڻ جي ڪوشش ڪئي پر ايئن ڪري ڪونہ سگهي. ان جو اهو عمل ايترو تہ بڇان ڏياريندڙ هيو جو ان جي مڙس ابوسفيان بہ ان تي نفرت جو اظهار ڪيو. ان هڪڙي مسلمان کي ٻڌايو: "توهان جي مردن جي لاشن کي، جيڪي شهيد ٿيا هيا، چيريو ڦاڙيو ويو هيو. خدا جو قسم نہ تہ مان ان عمل تي خوش هيس ۽ نہ ناراض هيس. نہ تہ مون اهڙي ڳالهہ ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو ۽ نہ منع ڪئي." ان واقعي جي نسبت سان هند کي جيرو چٻاڙڻ واري عورت سڏڻ لڳا.

مڪي جي فتح وقت جڏهن ابوسفيان بي دلي سان اسلام قبول ڪيو تہ ان جي زال هند وڏي واڪي قريشين کي هنن لفظن سان مخاطب ٿي: "اي قريشيو! هن بڇڙي ۽ خراب شخص کي قتل ڪيو جنهن ۾ ڪو لڇڻ ئي ڪونهي. مون توهان ماٺهن کان وڌيڪ خراب ڪو دفاعي جٿو ڪڏهن ڪونہ ڏٺو آهي. ڇوتہ توهان پنهنجي شهر ۽ جانين جو دفاع ڪونہ ڪيو؟"

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، جيڪو رحمدلي وارو سلوڪ هند جي مڙس ۽ ٻارن سان ڪيو اها اخلاق کان متاثر ڪونہ ٿي. هي اهي ئي ساڳيا ابوسفيان ۽ هند هيا جن معاويہ کي نپائي وڏو ڪيو هيو. ان کان علاوه، ڄمڻ سان ئي ان ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن جا خصوصي لڇڻ موجود هيا (يعني اقتدار ۽ اختيار لاءِ محبت، پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ صحيح ۽ غلط سڀ طريقا استعمال ڪرڻ، جنهن کي جديد اصطلاح ۾ "حڪمت عملي" ("ڊپلوميسي") چيو ويندو آهي. رشوت، ڊونگ، ڏاڍ وغيره). مختصر ڇئجي تہ اهو پنهنجن ابن ڏاڏان جو ٺيڪ ٺيڪ نقل هيو. ان کي اهڙن ماڻهن پاليو هيو ۽ اهڙن ماڻهن جا خيال ذهن ۾ ويهاريل هيس جن لاءِ امير المومنين علي عليہ السلام فرمايو: "اهي لچا

۽ دغاباز ماڻهو آهن جيڪي ٻين جي خرچ تي عياشي جي زندگي گذارين ٿا. جيڪڏهن انهن کي ماڻهن تي حڪومت ڪرڻ جي اجازت ڏجي تہ اهي ماڻهن کي ستائيندا، پاڻ کي ٻين کان برتر سمجهندا، تسلط ڄمائيندا، فساد برپا ڪندا ۽ ڌرتي جي مٿاڇري تي گڙٻڙ پيدا ڪندا."

اموين پنهنجي خانداني مفادن کي هٿي وٺرائڻ لاءِ جهالت جي دور وانگر حضرت عمر رضہ جي سموري حياتي دوران پڻ پنهنجون بي ايماني واريون سرگرميون جاري رکيون پر انهن اهو سڀ ڪجهہ چاپلوسي جي پردي ۾ ڳجهي طرح ۽ وڏي چالاڪي سان ڪيو. البت، جڏهن حضرت عثمان رضہ جيڪو انهن جي خاندان مان هيو، خليفو ٿيو تہ انهن جو ڳٺ جوڙ پڌرو ٿي ويو. ان ڏينهن کان پوءِ ايندڙ وقت تائين انهن حد کان وڏي ڪوششون ڪيون تہ جيئن حڪومت کي پنهنجي خانداني حڪومت ٿيڻ لاءِ يقيني بڻائين. جيڪا انهن جي پٽن ۽ پوٽن کي ورثي ۾ ملندي رهي. انهن وٽ خلافت يا اسلام لاءِ ڪو احترام ڪونہ هيو. جيترو ممڪن ٿيو انهن تمام گهڻي دولت ڦٻائي، انهن هڪڙو وڏو لشڪر بہ ڀرتي ڪيو. انهن بيت المال کي جيڪو سڀني مسلمانن جي گڏيل ملڪيت هيو پنهنجي ذاتي ملڪيت سمجهيو. انهن بااثر ماڻهن کي عوامي دولت مان رشوتون ڏنيون ۽ انهن جي حمايت حاصل ڪيائون. اهي حڪمراني کي پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجي اولاد لاءِ مخصوص ڪرڻ لاءِ موقعي جو انتظار ڪري رهيا هيا. اهي پنهنجي خاندان لاءِ بادشاهت قائم ڪرڻ لاءِ ساڳي لحاظ کان انتظار ڪري رهيا هيا جنهن ۾ انهن جي ڏاڏي ابوسفيان "رسالت" جي تشريح ڪئي هئي، جڏهن ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چاچي حضرت عباس رضہ کي چيو: " تنهنجي ڀاڻتي هڪڙي وڏي بادشاهي قائم ڪري ورتي آهي." ان نبي ڪريم صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي رسالت کي بادشاهي سمجهيو جڏهن تہ انهن (رسول الله) ڪڏهن بہ اهڙو ڪو مذهبي ادارو قائم ڪرڻ جو سوچيو ئي ڪونہ هيو. حضرت عثمان رضہ جي شهادت بنواميہ کي هڪڙو ٻيو موقعو فراهم ڪيو. اسان ايندڙ صفحن ۾ ٻڌائينداسين تہ حضرت عثمان رضہ جي قتل ۾ خود معاويہ جو هٿ هيو. ان ڏينهن ۽ ان کانپوءِ معاويہ جي عياري، دوکيبازي ۽ سازش

سيني کي معلوم ٿي وئي، ۽ ان ڏينهن ۽ ان ڪانپوءِ ٻن ذهنيتن جي وچ ۾ تڪرار شروع ٿي ويو جيڪي هڪ ٻئي جي مخالف هيون. هڪڙي پاسي سياء جو گڻ، ثابت قدمي ۽ پارسائي هئي ۽ ٻئي پاسي اقتدار لاءِ لالچ، ذات پرستي، آمريت، بدعنواني ۽ ٻيون بڇڙايون هيون. حضرت علي عليہ السلام خصوصيتن جي ڀرپور رخ جي نمائندگي ڪئي ٿي ۽ معاويہ ۽ ان جي مٿن ماڻٿن ٻئي جي. حضرت علي عليہ السلام جامول متا هي هيا:

- مان ڪنهن سان بہ دوکيبازي ڪونہ ڪندس، نہ وري مان ڪو نيچ يا غير مناسب عمل ڪندس.
- ٻين لاءِ بہ ساڳي شي پسند ڪريو جيڪا توهان پنهنجي لاءِ پسند ڪيو.
- ٻين لاءِ اها شي پسند نہ ڪريو جيڪا توهان پنهنجي لاءِ پسند نہ ڪيو.
- ٻين کي نہ ستايو بلڪل ايئن جيئن توهان پنهنجي لاءِ ٻين طرفان ستائجڻ پسند نہ ڪيو.
- پنهنجي ياءُ طرفان خراب سلوڪ ڪرڻ جي ڀيٽ ۾ توهان ۾ اها اهليت هجڻ گهرجي تہ توهان ان سان چڱائي ڪيو.

ٻئي پاسي معاويہ چوندو هيو: "خدا جو لشڪر "ماکي" ۾ آهي. ان جو "ماکي" مان مطلب زهرآلود ماکي هئي، جنهن سان اهو پنهنجن دشمنن کي رستي تان هٽائيندو رهيو تہ جيئن حڪمراني حاصل ڪرڻ لاءِ رستو صاف ٿي وڃي. معاويہ انهن سيني نيڪ ۽ ديندار ماڻهن کي پنهنجو دشمن سمجهندو هيو جيڪي ان جي بي ايماني وارن مقصدن جي حاصلات ۾ رنڊڪ هوندا هيا.

جيئن ۽ جڏهن معاويہ کي انديشو ٿيو تہ ڪو ماڻهو ان جي خواهشن جي حاصلات ۾ رڪاوٽ پيدا ٿيندو تہ ان کي ختم ڪرائي ڇڏيائين، توڙي جو اهو ديندار ۽ پارسا ماڻهو هوندو هيو. ايتري تائين جو ان پنهنجي ويجهڙن دوستن کي بہ ڪونہ ڇڏيو جيڪي ان جا حمايتي رهيا هيا. ان امام حسن عليہ السلام کي ساڳي "ماکي" جي ذريعي شهيد ڪرايو. اهو بيت المال جي رقم ذريعي دوست خريد ڪندو ۽ بااثر

ماڻهن کي رشوتون ڏيندو هيو جيڪا رقم عوامي ڀلائي جي مقصد لاءِ خرچ ڪرڻ گهربي هئي.

جڏهن اهو يزيد جي بيعت جو حلف وٺڻ لاءِ ماڻهن کي مجبور ڪرڻ لاءِ مڪي ويو تہ ان هڪڙي طرف وڏو لشڪر رکيو تہ ٻئي طرف سون ۽ چاندي جي سڪن سان ڀريل ڳوٿريون ۽ مڪي وارن کي چيائين: "مان ڳهران ٿو تہ يزيد صرف نالي ۾ خليفو هجي. آفيسرن کي مقرر ڪرڻ يا عهدن تان هٽائڻ يا خرچ پکو هلائڻ توهان جي هٿ ۾ هوندو."

بهرحال، جڏهن ماڻهو يزيد کي پنهنجو خليفو قبول ڪرڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيا تہ معاويہ ڌمڪي ڏيڻ واري انداز ۾ انهن کي چيو: "مون توهان کي نتيجن بابت آگاهہ ڪيو آهي، جنهن لاءِ هاڻي منهنجي ڪا ذميواري ڪونهي. مان توهان سان مخاطب آهيان. جيڪڏهن ڪوئي شخص مون کي انڪار ڪرڻ لاءِ اٿندو تہ ان ڪان اڳ جو اهو ڪو لفظ چوي ان جو ڪنڌ ڪپيو ويندو. تنهنڪري توهان کي پنهنجي جان جو خيال ڪرڻ گهرجي."

حضرت علي عليہ السلام جنهن رقم کي عوامي ڀلائي جي ڪمن تي خرچ ڪندو هيو جڏهن معاويہ تي بيت المال جي ان رقم کي اجايو خرچ ڪرڻ جو الزام هنيو ويو تہ معاويہ هي اموي جملو اچاريو: "ڌرتي خدا جي ملڪيت آهي ۽ مان ان جو نمائندو آهيان. جيڪو ڪجهہ مان ڪٽان منهنجو آهي ۽ مان اهو بہ ڪٽڻ جو حقدار آهيان جيڪو مان ڪونہ ٿو ڪٽان."

جڏهن ان کي چيو ويو تہ اهو ماڻهن کي راءِ ۽ عقيدي جي آزادي ڏئي تہ ان وراڻيو: "جيستائين ڪو ماڻهو منهنجي ۽ منهنجي حڪمراني جي وچ ۾ رنڊڪ نٿو بڻجي تہ مون کي ان سان ڪوبہ سروڪار ڪونهي."

پروفيسر محمد غزالي (امام غزالي) پنهنجي "الاسلام والاستبداد السياسي" (اسلام ۽ سياسي آمريت) نالي ڪتاب ۾ معاويہ جي آمريت واري پاليسي تي تبصرو ڪندي چوي ٿو: "مطلب پرست ۽ هنيلو هجڻ گهڻو وڏو ڏوهہ آهي. جيڪڏهن ڪوئي شخص حڪمران ٿئي ٿو تہ ان

کي ان وقت تائين ان عهدي تي رهڻ گهرجي ۽ ماڻهن کي صرف ان وقت تائين ان جي حمايت ڪرڻ گهرجي جيستائين اهو ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪندو آهي ۽ انهن جي خواهش مطابق حڪومت ڪندو رهي......"

هڪڙي ٻي جاءِ تي اهو لکي ٿو: "بادشاهن جي سرڪشي ۽ آمريت الله، ان جي نبين سڳورن ۽ پڻ ماڻهن کي پسند ڪونهي. اها ناقابل ترديد حقيقت آهي تہ هر دور ۾ بادشاهن جي سوچ جو طريقو اهو ساڳيو رهيو آهي. اهي بادشاهہ پنهنجي انانيت کي ترڪ ڪونہ ڪندا آهن. توڙي انهن جا حمايتي ۽ گهڻ گهُرا حد کان وڌيڪ انهن سان محبت ڪندا هجن."

معاويہ پنهنجي حرفتي حڪمت عملي ذريعي حڪومت ڦٻائي. ان خلافت کي پنهنجي بادشاهت ۾ تبديل ڪيو ۽ ان کي پنهنجي اولاد لاءِ قانوني ورثي طور ڇڏيو. انهي معاملي ۾ معاويہ بنواميہ جي مطلب پرستي واري فطرت جو مڪمل نمونو هيو۔ ساڳيا بنواميہ جيڪي جهالت واري دور ۾ بچڙي طبيعت وارا هيا ۽ اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ بہ ايئن رهيا.

ابن ملجم جي هٿان حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ معاويہ هر ان ماڻهوءَ کي رستي تان هٽائڻ جي منصوبہ بندي شروع ڪئي جيڪو ان کي الله جو خليفو مڃڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو. ان کلم کلا چيو: "اسان ماڻهن کي انهن جي حال تي صرف تڏهن ڇڏينداسين جڏهن انهن کي غلام بڻائي وٺون." ان اهو پڻ چيو: "اسان جو ڪنهن شخص سان ان وقت تائين ڪو سروڪار ڪونهي جيستائين اهو اسان ۽ اسان جي حڪمراني جي وچ ۾ رنڊڪ نٿو بڻجي." ان ماڻهن کي واضح انداز ۾ ٻڌايو: "حڪمراني منهنجي ملڪيت آهي ۽ مون کان پوءِ اهابنواميہ کي ملندي. ماڻهو ان وقت تائين آزاد آهن جي اهي بنواميہ ۽ انهن جي حڪمراني جي وچ ۾ رڪاوٽ نٿا بڻجن." ان معمولي شڪ تي بہ ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ ۽ سزا ڏيڻ شروع ڪيو. توڙي جو اڳ گذريل خليفن جي دور ۾ ايئن ڪڏهن بہ ڪونہ ٿيو هيو. ان بي رحمي سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن، اصحابن جي دوست ساٿين ۽ ٻين مومن مسلمانن کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو جن عوامي راءِ جي نمائندگي ڪئي ۽ حق جي رستي جي پوئواري ڪئي ٿي.

جيئن ئي ان سلطنت مٿان قبضو پڪو ڪيو تہ ان پنهنجي نالائق پٽ يزيد لاءِ ورثي طور ماڻهن جي دولت ۽ ملڪيت کي سرڪاري دفتر ۾ داخل ڪرڻ شروع ڪيو. ان طاقت ذريعي يزيد جي بيعت لاءِ حلف وٺڻ لاءِ هزارين طريقا استعمال ڪيا. اسان هيٺ هڪڙي واقعي کي بيان ڪيون ٿا جيڪو انهي ڳالهہ کي پڌرو ڪندو تہ يزيد ۽ ٻين اموي خليفن جون حڪومتون ڪهڙي بنياد تي ٻڌل هيون.

معاويہ فيصلو ڪيو تہ مغيره بن شعبہ کي ڪوفي جي گورنري تان هٽائي ان جي جاءِ تي سعيد بن عاص کي مقرر ڪري. جڏهن مغيره کي معلوم ٿيو تہ اهو معاويہ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ويو ۽ ان کي رٿ ڏنائين تہ اهو پاڻ کان بعد يزيد کي خليفي طور نامزد ڪري. معاويہ اها رٿ ٻڌڻ سان خوش ٿي ويو ۽ مغيره کي چيائين: "مان توکي اجازت ڏيان ٿو تہ ڪوفي جي گورنر جي عهدي تي ڪم ڪندو رهہ. تون واپس وڃ ۽ جن ماڻهن کي تون ڀروسي جوڳو سمجهين انهن جي آڏو اها رٿ پيش ڪر."

مغيره ڪوفي موٽي آيو ۽ ڪجهہ اهڙن ماڻهن جي سامهون اها تجويز رکيائين، انهن راضپو ڏيکاريو. مغيره انهن مان ڏهہ ماڻهو چونڊيا ۽ انهن کي هڪڙي وفد جي صورت ۾ معاويہ ڏانهن موڪليائين. هن انهن کي ٽيهہ هزار درهم ڏنا ۽ پنهنجي پٽ موسيٰ کي انهن جو اڳواڻ مقرر ڪيائين. انهن ماڻهن معاويہ سان ملاقات ڪئي ۽ يزيد جي جانشيني واري تجويز جي گهڻي تعريف ڪيائون. معاويہ موسيٰ کان پڇيو: "تنهنجي پيءُ انهن ماڻهن جو دين خريد ڪرڻ لاءِ انهن کي ڪيترو ڏنو آهي؟" موسيٰ ان کي ٻڌايو تہ مغيره انهي مقصد لاءِ ٽيهہ هزار درهم ڏنا آهن. معاويہ چيو: "اها سستي سوديبازي آهي."

معاويہ پوءِ انهي تجويز کي سڀني گورنرن ڏانهن موڪلرايو ۽ انهن کي هدايت ڪيائين تہ هر شهر ۽ علائقي مان ان ڏانهن وفد موڪلين. ڪيترائي وفد آيا ۽ ان موضوع تي خيالن جي ڏي وٺ ڪيائون. پوءِ يزيد بن مقنع اٿي بيٺو ۽ معاويہ ڏانهن اشارو ڪري چيائين: "هي اميرالمومنين آهي." پوءِ يزيد ڏانهن اشارو ڪري ان چيو: "جڏهن هو (معاويہ) فوت ٿيندو تہ اهو (يزيد) اميرالمومنين هوندو." پوءِ ان پنهنجي تلوار ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو: "هيءَ ان لاءِ آهي جيڪو اسان سان

متفق نہ ٿئي.“ پوءِ معاويہ چيو: ”اڇ، ويهي رھہ. تون ميڙاڪي جو ترجمان آهين.“

حجاز جي ماڻهن کان يزيد جي بيعت جو حلف وٺڻ لاءِ معاويہ جيڪا زور زبردستي ۽ ڏاڍ استعمال ڪيو اهو حيرت انگيز ۽ عجب جهڙو آهي. انهن جو راضپو حاصل ڪرڻ لاءِ اهو وڏو لشڪر ساڻ ڪري ۽ درهمن ۽ دينارن جا ٿيلها ڀري انهن ڏانهن ويو. البت، جڏهن اهي فوج جي رعب ۾ ڪونہ آيا ۽ دولت جي لالچ ۾ بہ ڪونہ آيا تہ معاويہ چيو: ”مون پنهنجي ميار لاٿي. اڄا تائين اهو عمل رهيو آهي تہ مون جڏهن بہ ڪا تقرير ڪئي ۽ توهان منجهان ڪو اٿي بيٺو ۽ مون کي ڪوڙو چيائين تہ مون ان ڳالهہ کي نظرانداز ڪيو ۽ ان شخص کي معاف ڪري ڇڏيو. بهرحال، مان هاڻي تقرير ڪرڻ لاءِ اٿي رهيو آهيان ۽ مان خدا جو قسم کڻان ٿو تہ جيڪو مان چوان ۽ توهان مان ڪنهن بہ ان جي مخالفت ۾ هڪڙو جملو بہ زبان سان ادا ڪيو تہ ان کان اڳ جو اهو ٻيو جملو ڳالهائي تلوار ان جي ڪنڌ تي پهچي ويندي. تنهن ڪري توهان کي پنهنجي جان جو خيال ڪرڻ گهرجي.“ پوءِ ان پنهنجي پوليس آفيسر کي حڪم ڪيو تہ مجلس ۾ موجود ماڻهن مان هرهڪ جي پرسان ٻہ ماڻهو بيهاري ۽ حڪم ڏنائين تہ جيڪڏهن ڪو بہ ماڻهو اهو (معاويہ) جيڪو چوي ان جي مخالفت ۾ ڪجهہ بہ ڳالهائي تہ ان جو ڪنڌ ڪپيو وڃي.

معاويہ ۽ اموي خاندان جي ٻين ساٿين جهالت واري دور جي آمراڻن اختيارن کي عمل ۾ آندو. اهي مختيارڪل هيا جن وٽ هر شي موجود هئي، ۽ مسلمان ائين هيا ڄڻ انهن جا غلام، جن کي ڪنهن بہ قسم جي اعتراض ڪرڻ جو حق ڪونہ هيو. جن يزيد جي بيعت جو حلف کڻڻ کان انڪار ڪيو انهن جا سر ڌڙ کان ڌار ڪرائي ڇڏيائون. باقي جن حلف کنيو انهن جي هٿن تي ڊيوڙيون هڻائي ڇڏيائون، ڇو تہ اها ڪنهن ماڻهوءَ جي غلام هجڻ جي خاص نشاني هئي.

معاويہ جا جانشين اڃا بہ وڌيڪ ڏنگا ۽ بگڙيل هيا. ڏوهن ۽ گمراهي جي معاملن ۾ انهن مان ڪي تہ ان کان بہ اڳڀرا هيا. پر ان کي جيڪي ظاهري خصوصيتون هيون انهن مان معمولي جهلڪ بہ انهن ۾

ڪونہ هئي. تنهنڪري ماڻهن انهن جي زماني ۾ گهڻو پوڙهيو. اهي پنهنجي دولت ۽ ڪنڌ حڪمرانن جي صوابديد تي رکڻ لاءِ مجبور هيا. انهن جا دلال ۽ ملازم ظالم ۽ بدعنوان هيا. انهن کي جتي بہ مقرر ڪيو ويندو هيو ماڻهن کي ستائيندا هيا. جن عجمين (غيرعرب) اسلام قبول ڪيو هيو انهن جي بي عزتي ڪندا هيا. اهي ذمي ماڻهن سان پڻ خراب سلوڪ ڪندا هيا جن لاءِ اسلام سنو رويو اختيار ڪرڻ لاءِ تاڪيد ڪيو آهي. انهن عربن کي پڻ معاف ڪونہ ڪيو ۽ انهن کي قتل ڪرايائون جن پنهنجي رت ۽ ست سان انهن کي پالڻ کان انڪار ڪيو. انهن اهڙن ماڻهن کي انهن جو حڪمران مقرر ڪيو جن انهن تي ڳرا محصول مڙهيا ۽ انهن کان اهي محصول انتهائي ظالماڻي نموني سان ۽ وڏي بي شرمي واري انداز ۾ اوڳاڙيائون. اهو ئي سبب آهي تہ سعيد بن عاص جنهن کي حضرت عثمان رضہ عراق جو گورنر مقرر ڪيو هيو چوندو هيو: "عراق قريشين جو باغ آهي، اسان ان مان جيڪو گهرون ڪٽي سگهون ٿا ۽ جيڪو نہ چاهيون اهو ڇڏيون." جڏهن هڪڙي ذمي عمروبن عاص کان معلوم ڪيو تہ انهن کي ڪيترو جزيو ادا ڪرڻو آهي تہ ان وراڻيو: "توهان اسان جو خزانو آهيو." (يعني اسان جيڪو گهرون اهو توهان کان اوڳاڙي سگهنداسين.)

اموي خليفا پنهنجي لاءِ ۽ پنهنجن دوستن ساٿين کي جيترو گهڻو ٿي سگهي دولتمند ڪرڻ لاءِ بيت المال کي لٽڻ لاءِ فڪرمند رهندا هيا. اسلامي علائقن ۾ مقرر ڪيل عملدارن جو جيترو وس هلندو هيو مال ملڪيت ڦٻائيندا هيا ۽ حڪمرانن لاءِ پنهنجي خلوص جي ثبوت طور ماڻهن کان وڏيون رقمون اوڳاڙيندا هيا. مثال طور خالد بن عبدالله قسري جيڪو هشام بن عبدالملڪ جي گورنرن مان هڪ هيو هر سال بيت المال مان ڏهہ لک درهم ڪٽندو هيو. ان رقم کان علاوه اهو لکين درهم پڻ ڦٻائيندو هيو.

اسلام طرفان بڌايل ۽ حضرت علي عليہ السلام طرفان ٺاهيل انصاف جي عمارت کي اموين ڊاهي پٽ ڪيو. ماڻهن ۾ اميرن ۽ غريبن جا بہ طبقا پيدا ٿي ويا. ان جي نتيجي ۾ انهن مان ڪجهہ دولت سان کيڏندا هيا جڏهن تہ ٻيا گذر بسر لاءِ محتاج هيا. اموي خليفن مان

هڪڙي ٻارنهن هزار دينار معبد نالي گويي کي ڏنا ڇوتہ ان ڳائڻي جي فنڪاري کي پسند ڪيو ٿي، جڏهن تہ اتي هزارين ماڻهو اهڙا موجود هيا جيڪي آزادي واري زندگي گذارڻ لاءِ ترسي رهيا هيا.

سليمان بن عبدالملڪ جي خليفي ٿيڻ کان اڳ غلامن جو تعداد لکن کان مٿي ٿي ويو هيو. اهو انهي حقيقت مان ثابت آهي تہ ان ستر هزار ٻانها ۽ ٻانهيون آزاد ڪيا هيا.

بنواميہ جي زماني دوران گروهي جذبو انتهائي حدتائين شدت پڪڙي ويو جنهن جي اسلام، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت علي عليہ السلام طرفان ڪنهن بہ صورت ۾ اجازت ڪونہ هئي. يمن جي ڪنهن رهواسي کي اهڙا حق حاصل ڪونہ هيا جيڪي قيس قبيلي جي ياتي کي هيا، ۽ عجمي (غيرعرب) کي اهي حق ميسر ڪونہ هيا جيڪي هڪڙي عرب کي هيا.

اموي دور ۾ اهو ٿيو تہ عيش پسند درٻارين جو تعداد حدن کان وڌي ويو هيو. اهي ڪوبہ ڪم ڪونہ ڪندا هيا پر بيت المال مان ڳرا وضيفا حاصل ڪندا هيا، جيئن هاڻي پڻ ڪجهہ عرب ملڪن ۾ رواج آهي. تاريخ مان اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ وليد بن عبدالملڪ وضيفن جي ادائگي ختم ڪئي جيڪي اٽڪل ويهہ هزار ماڻهن کي ملندا هيا.

مختلف شهرن تي پنهنجي گرفت مضبوط ڪرڻ لاءِ اموي حڪمرانن سخت ظلمن ۽ بي رحماڻن عملن جو ارتڪاب پڻ ڪيو. عبدالملڪ بن مروان پورو پورو آمر حڪمران هيو جنهن وڏي بي شرمي واري انداز ۾ حڪومت ڪئي. ان بحرين جي ڪوهن ۽ چشمن کي مٽي سان لترائي ڇڏيو تہ جيئن ماڻهو مجبور ۽ محتاج ٿي وڃن ۽ نتيجي ۾ حڪمرانن آڏو ڪنڌ جهڪائين. (ڏسو ابن ريحاني جا ڪتاب "ملوڪ العرب" جلد 2 صفحو 206 ۽ "ڪتاب النڪبات" صفحو 64). ان عراق ۽ حجاز جي حڪومت هڪڙي رت جي پياسي ۽ ڪميڻي انسان کي ڏني جنهن کي حجاج بن يوسف جي نالي سڃاتو وڃي ٿو.

اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ اموي بادشاهن وٽ عام ماڻهوءَ جي ڪهڙي حيثيت هئي ۽ انهن خلافت ڪيئن غضب ڪئي ۽ ماڻهن کي ڪهڙي نظر سان ڏسندا هيا، هتي يزيد بن عبدالملڪ جو هڪڙو مثال حوالو ڏيڻ

لاءِ ڪافي ٿيندو. هڪڙي ڏينهن ان تمام گهڻو شراب پيتو ۽ نشي ۾ چُور ٿي ويو. ان جي پسنديده حبابہ نالي ٻانهي ڇوڪري ان جي پرسان وٺي هئي. هن ان کي چيو: "ڇڏ تہ مان اڏري وڃان." ان پڇيس: "تون مسلمانن کي ڪنهن جي حوالي ڪرين ٿو؟" ان جواب ڏنو "تنهنجي حوالي."

بنواميہ جي باري ۾ لکندي امين ريحاني چوي ٿو: "رعيت لاءِ انصاف جو انتظام حڪومت جو اصل بنياد آهي. بهرحال، جن تخت حاصل ڪيو انهن ٻي طرح سوچيو. جيئن توهان کي معلوم ٿيو تہ اموي حڪمرانن منجهہ نالائق ماڻهو شرابي ۽ آمر موجود هيا." (ڪتاب النڪبات صفحو 70).

اهو پڙ وسارڻ نہ گهرجي تہ حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد پاڪ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لاءِ اموي حڪمرانن هڪڙو شرمناڪ رواج متعارف ڪرايو. البت انهن منجهان عمر بن عبدالعزيز اشراف ماڻهو هيو جنهن مشرق جي حڪمرانن ساڻ گڏوگڏ انسانذات کي مان مرتبو ڏياريو. جيئن ئي تخت تي وينو تہ ان ماڻهن کي اهنجن کان ڇوٽڪارو ڏنو انهن جا حق بحال ڪيائين. انصاف ڪرڻ وارا عادل عملدار مقرر ڪيائين، ۽ گورنرن کي هدايت ڪيائين تہ ماڻهن سان انصاف ۽ درگذر وارو رويو اختيار ڪن. ان عربن ۽ عجمين ۽ مسلمانن ۽ غير مسلمن جي وچ ۾ حقي مساوات متعارف ڪرائي.

انساني وقار جي احترام جي نشاني طور ان وڏيڪ فتحون ڪرڻ کان منع ڪئي. سواءِ انهن محصولن جي جيڪي ماڻهو راضي خوشي ادا ڪندا هيا ان ٻيا سيئي محصول ختم ڪري ڇڏيا. گهڻي عرصي کان جاري حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ واري عمل کي بہ روڪرائي ڇڏيو. ان شاهوڪارن ۽ اميرامراء کان ملڪيت ۽ دولت واپس ورتي جيڪا انهن ناجائز طريقي سان هڙپ ڪئي هئي، ۽ انهن کي مشورو ڏنائين تہ اهي پنهنجي گذربسر لاءِ محنت مزدوري ڪن. ان عظيم شخص جي حڪومت گهڻي عرصي تائين جاري رهي نہ سگهي ۽ اهو اموين جي ئي سازشن جو شڪار ٿي ويو ۽ پنهنجي حياتي وڃايائين. انهن ان کي بلڪل ائين قتل ڪيو جيئن اڳ ۾ معاويہ بن يزيد کي قتل ڪيو هئائون ـ ان جو صرف اهو ڏوهہ هيو تہ انهن جي

بچڙاين تان پردو کنيو هئائين، انهن طرفان مائهن جي حق کان انحرافي ڪرڻ تي ناراضگي جو اظهار ڪيو هئائين، اهو اقرار ڪيائين تہ ان جا پي ۽ ڏاڏا غلطي تي هيا ۽ حڪمراني تي اڪيلائپ واري زندگي کي ترجيح ڏنائين.

اها وڏي حيران ڪن ڳالهہ آهي تہ جديد دور جا ڪجهہ ليکڪ آمر ۽ هٺيلن اموي حڪمرانن ۽ انهن جي دلالن جي عملن کي حق بجانب قرار ڏيڻ ۾ گهڻو سرگرم آهن. اهي اهڙيون ڳالهيون ڪن ٿا جن سان اهي پاڻ بہ مطمئن ڪونہ هوندا. اهي فقط پنهنجن ابن ڏاڏن جي حمايت ڪرڻ لاءِ ايئن ڪن ٿا. تنهنڪري انهن جي پاران کل جهڙو ۽ بي وقعت دفاع پيش ڪن ٿا. ڇا بنواميہ وارن جا هممصر جيڪي انهن جي حڪمراني جا اکين ڏٺا شاهد هيا، وڌيڪ سچا ڪونہ هيا؟ ڇا انهن جا بيان جديد دور جي ليکڪن جي ڳالهين کي غلط ثابت ڪونہ ٿا ڪن ۽ اموي حڪمراني دوران حالتن جي صحيح تصوير پيش ڪونہ ٿا ڪن؟ هيٺين ڪهاڻي پڙهڻ کان پوءِ اهي جديد دور جا ليکڪ ڇا چوندا؟

هڪڙي ڏينهن عبيده بن هلال يشڪري ۽ ابوحرابہ تميمي وچ ۾ ملاقات ٿي، ابو حرابہ کي عبيده چيو: "مان توکان ڪجهہ سوال پڇڻ گهران ٿو. ڇا تون مون کي صحيح جواب ڏيندين؟" ابو حرابہ هائوڪار ۾ جواب ڏنو. ان کان پوءِ انهن جي وچ ۾ هيٺين گفتگو ٿي:

عبيده: تون پنهنجن اموي خليفن جي باري ۾ ڇا ٿو چوين؟

ابوحرابہ: اهي بغير ڪنهن جواز جي رت وهائيندا هيا.

عبيده: اهي دولت کي ڪيئن خرچ ڪندا هيا؟

ابوحرابہ: انهن ناجائز طريقي سان اها ڪمائي ۽ ناجائز نموني ۾ ان کي خرچ ڪيائون.

عبيده: اهي يتيمن سان ڪهڙو سلوڪ ڪندا هيا؟

ابوحرابہ: انهن يتيمن جي ملڪيت هڙپ ڪئي، انهن کي سندن حقن کان محروم ڪيائون ۽ انهن جي مائرن جي عزت کي پائمال ڪيائون.

عبيده: اي ابوحرابا! توتي مصيبت ڪڙڪي، ڇا تون اهڙو شخص آهين جنهن جي پيروي ۽ فرمانبرداري ڪئي وڃي؟

ابوحرابہ: مون توکي اهو ٻڌايو جنهن جي لاءِ تو مون کان معلوم ڪيو. توکي هاڻي مون کي تنبيهہ نہ ڪرڻ گهرجي.

ابوحرابہ جا لفظ "توکي مونکي تنبيهہ نہ ڪرڻ گهرجي" ڳالهہ ڪندي اهو پڌرو ڪن ٿا تہ بنواميہ ۽ انهن جي ڪارندن جي حڪمراني جي دوران ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ اهو ممڪن ڪونہ هيو تہ اهو پنهنجي ڪا راءِ قائم ڪري ۽ ان جو اظهار ڪري.

جديد دور ۾ اموين (بنواميہ) جو دفاع ڪندڙ مديني جي ماڻهن جي خيالن جي کهڙي وضاحت ڪندا جيڪي انهن خارجي ابوحمزه جي آڏو بيان ڪيا؟ مديني مان اموين کي تڙڻ کان پوءِ ابوحمزه ان شهر جي رهواسين کان معلوم ڪيو تہ انهن شامي خليفن ۽ انهن جي ڪارندن هٿان کهڙيون تڪليفون سٺيون هيون. انهن واضح انداز ۾ چيو تہ اهي معمولي شڪ تي بہ انهن کي قتل ڪندا هيا. ۽ انهن ڳالهين کي بہ جائز سمجهندا هيا جن کي اسلام ناجائز قرار ڏنو هيو ۽ جيڪي عقل، ضمير ۽ انساني وقار جي نظر ۾ پڻ ناجائز آهن. ان موقعي تي ابوحمزه طرفان ڪيل تقرير ۾ هي لفظ بہ شامل هيا:

"ڇا توهان ڪونہ ٿا ڏسو تہ الوهي خلافت ۽ مسلمانن جي امامت سان ڇا ٿيو آهي؟ ايتري تائين جو بنومروان ان سان هودڙي وانگر کيڏندا رهيا آهن. انهن الله جي ملڪيت کي ڳڙڪائي ڇڏيو ۽ ان جي دين سان راند کيڏيا. انهن الله جي مخلوق کي غلام بڻايو. انهي مقصد لاءِ انهن جي هر ڪراڙي پنهنجي نوجوان کي جانشين مقرر ڪيو. انهن حڪمراني غضب ڪئي ۽ ان کي هٿ جي ٺاهيل بُتن وانگر چنبڙي پيا. انهن جي پڪڙ آمرن واري پڪڙ هئي. انهن پنهنجي ريجڪن ۽ جوجڪين مطابق فيصلا ڪيا ٿي. جيڪڏهن اهي ناراض ٿيندا هيا تہ ماڻهن کي قتل ڪرائي ڇڏيندا هيا. اهي محض شڪ تي ماڻهن کي قيد ڪندا هيا ۽ سفارش تي سزا ختم ڪندا هيا. انهن بي ايمان ماڻهن کي امانتي مقرر ڪيو ۽ انهن جي نافرماني ڪئي جيڪي ايماندار هيا. انهن اهڙن ماڻهن کان بہ محصول اوڳاڙيو توڙي جو انهن تي اهو واجب ڪونہ هيو ۽ اهو ناجائز ڪمن ۾ استعمال ڪيائون."

بنواميہ جو دفاع ڪندڙ اهي ماڻهو بحتري شاعر جي هن عبارت جي کهڙي وضاحت ڪندا، ان جنهن ۾ ان زماني جي ماڻهن جي سوچن کي بيان ڪيو آهي ۽ ان جي صحيح تصوير ڪشي ڪئي آهي: "اسان

بنواميہ جي ٽولي کي زنديق سمجھون ٿا جن خلافت ڌوکي ۽ ٺڳي ذريعي حاصل ڪئي.“

بنواميہ جا بچڙا ڪارناما، ڏاڍ واري حڪومت، ۽ بي ايماني وارا منصوبہ جيڪي پڪي طرح اڳين ماڻهن کي معلوم هيا انهن کي بہ معلوم ٿيا جيڪي بعد ۾ آيا، ۽ عجمي (غيرعرب) ليکڪن انهن جي ڏوهن ۽ بي رحماڻن عملن جو ساڳي نموني ۾ حوالو ڏنو آهي جن ۾ انهن کي عرب ليکڪن بيان ڪيو آهي. اها هڪڙي حقيقت آهي جنهن کي مصري ۽ ٻين ليکڪن بہ مڃيو آهي، جيڪي سرگرمي سان بنواميہ جي حمايت ڪن ٿا. اهي چون ٿا: ”اڪثر مشرقي ۽ مغربي تاريخدان بنواميہ تي زوردار نموني سان حملو ڪن ٿا ۽ غير يقيني جو اظهار ڪن ٿا صرف پوليوس ولهارزن (Polios Wilharzan) جو رويو ڪنهن حد تائين وچٿرو آهي.“

اهو بہ ڌيان ڏيڻ گهرجي تہ اڪيلي مشرقي علمن جي ماهر يورپي (مستشرق) جو رويو جيڪو ٻين سان متفق ڪونهي، پڻ ”وچٿرو“ ڪونهي پر اسان ان کي ”ڪنهن حد تائين وچٿرو“ چئي سگهون ٿا.

مصري ليکڪ جو اهو تبصرو انهي حقيقت جي ڪليل مڃتا آهي تہ ان اڪيلي مشرقي علمن جي ڄاڻوگر يورپي (مستشرق) کي جوڳو ثبوت هٿ ڪونہ لڳو هيو جنهن جي بنياد تي اهو بنواميہ جي وڌيڪ کليل نموني سان حمايت ڪري سگهي ها ۽ انهن ڏانهن ان جو رويو ”وچٿرو“ هجي ها نہ کي ”ڪنهن حد تائين وچٿرو.“ بهرحال، اسان مصري ليکڪ کي اهو ٻڌائڻ گهرنداسين تہ هڪڙو ٻيو بہ مشرقي علمن جو ڄاڻوگر يورپي (مستشرق) موجود آهي، جنهن بنواميہ جي مڪمل حمايت ڪئي آهي. اهو فرينچ تاريخدان لاميوس (La Mius) آهي جنهن ڪنهن خاص نيت سان ان خاندان جي مڪمل طرح حمايت ڪئي آهي. اسان ان تاريخدان جي لکت تي بعد ۾ تبصرو ڪنداسين. انهن ٻن تاريخدانن کان سواءِ انهن مان اڪثر ابوسفيان جي پٽ ۽ مروان جي اولاد جي اهڙي تصوير ڪشي ڪئي آهي جيڪا انهن جي حمايتن کي پسند ڪونہ ايندي. انهن تاريخدانن مان گهڻو مشهور ڪازانوفا (Kazanofa) آهي، جيڪو چوي ٿو:

"بنواميہ وارن جي خصلت ٻن شين تي مشتمل هئي: پهرين دولت لاءِ حرص جي حد تائين محبت، ۽ ٻي ڦرلٽ ڪرڻ ۽ سرداري لاءِ سوپ تہ جيئن دنيا جا مزا ماڻي سگهن."

بهرحال، اهي عرب تاريخدان آهن يا يورپ جا مستشرقين انهن مان ڪنهن بہ بنواميہ جي صحيح تصوير ڪشي ڪونہ ڪئي آهي جيئن اموي خليفي وليد بن يزيد هيٺ ترجمو ٿيل جملن ۾ ڪئي آهي:

"سعدي جي خاندان جي ماڻهن جوذڪر نہ ڪريو اسان ڳاٽاٽي ۽ دولت جي معاملي ۾ انهن کان برتر آهيون. اسان ماڻهن مٿان طاقت جو ملڪو رکون ٿا ۽ هر طريقي سان انهن جي بي عزتي ڪيون ٿا ۽ مختلف نمونن سان انهن کي ايذايون ٿا. اسان انهن جي بي عزتي ڪيون ٿا ۽ انهن کي تباهي ۽ بربادي جي ڪناري تي پهچايون ٿا ۽ پوءِ بہ اهي فقط بي عزتي ۽ بربادي سان مطمئن رهن ٿا."

توڙي جيڪڏهن اموين جا حمايتي انهن سيني ڳالهين کي رد ڪن جيڪي قديم ۽ جديد تاريخدانن ۽ مستشرقين اموي ذهنيت بابت ٻڌايون آهن، ڇا اهي وليد بن يزيد جيڪو ڇيو آهي ان کي رد ڪري سگهن ٿا؟

## امام حسين عليہ السلام ۽ يزيد پليت

امام حسين عليہ السلام کي جن سيني واقعن مان گذرڻو پيو هيو اهي ثابت ڪن ٿا تہ اعليٰ گڻن جي نقطہ نظر کان اهي عظمت جي انتهائي اوچي مقام تي هيا. ۽ جن مڙني واقعن مان يزيد گذريو اهي انهي حقيقت جو ثبوت آهن تہ اهو ذلت جي پاتال ۾ هيو. ڪربلا وارو سانحو ان جو ڪافي ثبوت آهي. اهو واقعو ان جي نِري بڇڙائي جا داستان ٻڌائي ٿو. يزيد شرابي هيو. اهو ريشمي ڪپڙا پائيندو هيو ۽ دڦ وڄائيندو هيو.

امام حسين بن علي عليهم السلام ۽ يزيد بن معاويہ هن دنيا ۾ ٻن خاندانن جي خاصيتن جو مڪمل نمونو ٻڻجي آيا يعني هاشمي ۽ اموي. امام حسين عليہ السلام پنهنجي وقت جو ڪامل هاشم هيو ۽ يزيد عبدالشمس هيو. جيڪڏهن انسان جون خاصيتون ان ماحول جي حقي تصوير آهن جنهن ۾ اهو پليو ۽ وڏو ٿيو آهي تہ پوءِ انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حسين عليہ السلام ۽ يزيد پنهنجن گهراڻن جا صحيح نمونو هيا. امام حسين عليہ السلام هاشمين جي نمائندگي ڪئي ٿي تہ يزيد اموي خاندان جي. فرق صرف اهو هيو تہ امام حسين عليہ السلام هاشمي گڻن ۽ فضيلتن جو بهترين نمونو هيو جڏهن تہ يزيد انهن سٺين خصلتن کان بہ وانجهو هيو جيڪي ٿوريون گهڻيون اموين ۾ هونديون هيون.

امام حسين عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي نياڻي فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها ۽ علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جو فرزند هيو. جڏهن اهي ڄاوا هيا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي پنهنجي هنج تي کنيو هيو ۽ انهن جي ڪنن ۾ آذان پڙهي هئائون تہ جيئن اهي خود پنهنجو روح پنهنجي ڏوهٽي جي روح ۾ ڦوڪين. ان کي پنهنجي وجود جو حصو ٻڌائين. ۽ ان جي ذهن ۾ اها ڳالهہ ويهارين تہ اهي هڪڙي خاص مقصد کي پورو ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيا آهن ۽ زندگيءَ جو اهو ئي مقصد انهن لاءِ مقرر ڪيو ويو هيو.

ان جي ڄمڻ جي ستين ڏينهن تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وڏي خوشيءَ مان فرمايو: "مون پنهنجي ان پٽ جو نالو حسين رکيو آهي. نينگر ڏينهون ڏينهن اهڙين حالتن ۾ وڏا ٿيندا رهيا جو انهن ۾ سندن ناني سائين جو روح سمائجي ويو هيو سندن بابي سائين جي دل جو دڙڪنون، ۽ ان جي ذهن تي پيغمبريءَ جي هڪڙي ڳوڙهي اثر جي ڇاپ هئي. سندس ابن ڏاڏن جون سموريون اعليٰ خوبيون ۽ فضيلتون ان جي شخصيت ۾ گڏ ٿي ويون هيون. جيئن ئي پاڻ وڏا ٿيندا ويا تہ سندس اهي خوبيون ۽ خصوصيتون پڻ وڌيڪ پڌريون ٿينديون ويون.

ابن ڏاڏن جي خصوصيتن جو انهن جي اولاد ۾ منتقل ٿيڻ فطرت جو قانون آهي، جنهن بابت ڪنهن بہ قسم جو شڪ موجود ڪونهي. بلڪل ايئن جيئن ٻار پنهنجن ابن ڏاڏن کان رنگ، مهانڊا، مادي خصوصيتون وغيره موروثي طور حاصل ڪندا آهن، اهي انهن جي خوبين واري سڄاڻپ بہ ورثي ۾ حاصل ڪندا آهن.

امام حسين عليہ السلام ستن سالن جي عمر تائين پنهنجي ناني سائين جي پرورش هيٺ رهيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ انهن جي اصحابن سڳورن امام حسين عليہ السلام لاءِ محبت جي معاملي ۾ ان جي پيروي ڪئي. امام حسين عليہ السلام سان اصحابن طرفان گهڻي پيار ڪرڻ جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ خاص سبب اهو هيو تہ اهو شڪل و صورت ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گهڻي مشابهت رکندو هيو. اها ڳالهہ انهن ماڻهن جي بيانن جي بنياد تي آهي جن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ امام حسين عليہ السلام کي بہ ڏٺو هيو.

ابن ڏاڏن جي عظيم نالن ۽ انهن جي ڪارنامن جو انهن جي اولاد جي ترقي ۽ انهن جي مستقبل کي روشن بڻائڻ سان گهڻو گهرو تعلق آهي. جڏهن ڪو ٻار پنهنجي ننڍڙي عمر کان ئي پنهنجن ابن ڏاڏن جي ڪارنامن جو ٻڌي ٿو تہ ان جي ذهن تي انهن جي هڪڙي تصوير چٽجي وڃي ٿي، ۽ نتيجي ۾ اهو پنهنجن ابن ڏاڏن جون خصوصيتون حاصل ڪري وڃي ٿو. هڪڙو ٻار فطري طور پنهنجن ابن ڏاڏن جون خصوصيتون ورثي ۾ حاصل ڪري ٿو پر انهن جو ان سان گڏ رهڻ ساڳي جاءِ تي ان تي وڏو اثر ڇڏي ٿو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان گڏ امام حسين عليہ السلام پنهنجي عظيم پيءُ کي پڻ ڏٺو. هن ان جي ثابت قدمي، وفاداري، عدل و انصاف، رحمدلي، ستايل لاءِ مدد ۽ همدردي ۽ ڏاڍي لاءِ ڪاوڙ ۽ ان سان گڏوگڏ دشمنن سان رحمدلي ۽ سٺي ورتاءُ وارو سلوڪ پڻ ڏٺو. اهو پنهنجي والد سڳوري سان جمل، صفين ۽ نهروان وارين لڙاين ۾ گڏ هيو ۽ ان جي حيران ڪندڙ بهادري کي اکين سان ڏٺائين. ۽ ان کان حق لاءِ وڙهڻ جا طريقا سکيائين، ۽ ان کان اهو پڻ سکيائين تہ ظالم کان محتاج ۽ مجبور کي بچائڻ لاءِ پنهنجي جان ڪيئن قربان ڪجي.

امام حسين عليہ السلام جي عظمت واري امڙ سائڻ هڪڙي نهايت نرم دل ۽ مهربان عورت هئي. پنهنجي انهي نرم دلي ڪري اها جڏهن پنهنجي ابي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جي اصحابن کي قريشين طرفان تڪليفون پهچندي ڏسندي هئي تہ گهڻو غمگين ٿي ويندي هئي. اها اُحد واري لڙائي جي ڏينهن تہ تمام گهڻي ڏکويل هئي جڏهن ڪيترائي مسلمان قريشي مشرڪن جي هٿان شهيد ٿيا ۽ انهن شهيدن جي لاشن کي ڪپي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو هيو. پنهنجي والد سڳوري کي پنهنجي چاچي حمزه رضي الله تعاليٰ عنہ لاءِ روئيندو ڏسڻ ان لاءِ نهايت اداسي وارو منظر هيو.

اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان پوءِ انس بن مالڪ رضہ هڪڙي ڏينهن حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي خدمت ۾ ويو ۽ ان کي عرض ڪيائين تہ پنهنجي صحت جو خيال رکڻ لاءِ پنهنجي غم تي ڪجهہ ضابطو رکي. ان جواب ۾ صرف هي فرمايو: "اي انس! توهان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي پاڪ جسم کي قبر جي حوالي ڪرڻ ڪيئن برداشت ڪيو؟"

پوءِ ان جا لڙڪ وهڻ شروع ٿي ويا ۽ حضرت انس رضہ بہ روئڻ لڳو. اهو ان دل سان واپس آيو جيڪا حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي غم سان ٽڪرا ٽڪرا ٿي وئي هئي.

امام حسين عليہ السلام غم ۾ ورتل پنهنجي ننيڙي ڀيڻ زينب سلام الله تعاليٰ عليها کي ڏسندا رهندا هيا ۽ ان لاءِ گهڻو افسوس محسوس ڪندا هيا. امام حسين عليہ السلام پنهنجي امڙ سائڻ ۽ ڀيڻ

ڏانهن نهاريو ٿي ۽ پوءِ انهن تڪليفن ۽ اذيتن جو تصور ڪيو ٿي، جيڪي زماني خود ان لاءِ، ان جي ڌيئرن ۽ انهن جي اولاد لاءِ گڏ ڪري رکيون هيون. ان محسوس ڪيو تہ تمام جلد ان کي ۽ ان جي ڌيئرن کي پنهنجي امڙ سڳوري جي وفات تي لڙڪ وهائڻا پوندا ۽ پوءِ پنهنجي بابي سائين جي شهادت جو ماتم ڪرڻو پوندو ۽ انهن جي اولاد کي گهڻين تڪليفن کي منهن ڏيڻو پوندو.

ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ امام حسين عليہ السلام پنهنجي امڙ سڳوري کي ٻڌو جيڪا هن جي ڌيئڻ زينب سلام الله تعاليٰ عليها کي هي هدايتون ڪري رهي هئي: "حسن ۽ حسين (عليهم السلام) کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏجان. انهن جو پورو پورو خيال رکجان. مون کان پوءِ انهن جي ماءُ جون ذميواريون ادا ڪجان."

انهن جي امڙ پنهنجي ابي جي لاڏاڻي جي ڪجهہ مهينن کان پوءِ آخري پساهہ کنيا. امام حسين عليہ السلام ان جي جنازي پرسان بيٺا هيا ۽ ان کي الوداع چئي رهيا هيا. وقت بہ وقت اهو پنهنجي ڌيئڻ ڏانهن بہ نهاري رهيو هيو. جيڪا غم ۾ ٻڏل هئي. پوءِ ان پنهنجي پيءُ ۽ پاءُ ڏانهن نهاريو جيڪي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عنها جي وفات تي روئي رڙي رهيا هيا.

امام حسين عليہ السلام ڏک ۽ غم جي اهڙي ماحول ۾ پنهنجو ٻالڪپڻو گذاريو. جڏهن اهي ڪجهہ وڏا ٿيا تہ ان ماڻهن کي پنهنجي پيءُ جو رستو روڪيندي ۽ ان جي مخالفت ۾ گڏ ٿيندي ڏٺو. ام المومنين حضرت عائشہ رضہ ۽ ان جي حمايتين جي رويي ان کي اڃا گهڻو وڌيڪ غمگين ڪري ڇڏيو. ان معاويہ، عمرو بن عاص، ۽ انهن جي چاڙتن کي پنهنجي پيءُ سان دغابازي ڪندي ڏٺو. ان ڳالهہ ان جي غم کي اڃا گهڻو وڌائي ڇڏيو ۽ ان محسوس ڪيو تہ جيستائين خرابي کي ان بهادري ۽ طاقت سان نہ دٻايو ويندو جنهن سان ان جي والد سڳوري بڇڙائي کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، زندگي بي معنيٰ ٿي ويندي.

انتهائي ڏک وارو ڏينهن اهو هيو جنهن تي هڪڙي ڏوهي ۽ گناهگار جو هٿ ان جي مانواري والد سڳوري جي نراڙ کي زخمي ڪيو. جڏهن اهي ڪوفي جي مسجد ۾ فجر جي نماز ادا ڪرڻ لاءِ وڃي رهيا هيا. امام علي عليہ السلام جي ان زخم ڪري زندگي جي ڏور ڪٽجي

وٺي ۽ ٻن ڏينهن کان پوءِ پنهنجا پساهه پورا ڪيائون. ايئن مظلوم ۽ ظالم جي رستي ۾ حد مقرر رکڻ واري رڪاوٽ کي هٽايو ويو.

ڪجهه عرصي کان پوءِ ان جي ڀاءُ حسن عليہ السلام زهر وسيلي شهادت ماڻي. ان جي ڏک ۽ عجب جي حد ڪونہ رهي جڏهن ان ڏٺو تہ سندس ڀاءُ جي جنازي واري تابوت تي اموين طرفان تير وسايا پئي ويا. ان کي اهو بہ معلوم ٿيو تہ معاويہ حڪم ڏنو آهي تہ مسجد شريف جي منبرن تان حسين عليہ السلام جي والد سڳوري ۽ ڀاءُ تي تبرا ڪيا وڃن. ان دراصل معاويہ کي بہ ايئن ڪندي ٻڌو. مختصر چئجي تہ ان جي غم لاءِ نوان سبب ظاهر ٿيندا رهيا. اهي ئي اصل سبب هيا جن ڪربلا جي سانحي ۾ نتيجو ڪڍيو اها جاءِ جتي يزيد جي ڪمينڻ سپاهين ۽ ان جي بدبخت آفيسرن جي باهمي سهڪار سان نهايت مڪروهہ ڏوهہ جو واقعو پيش آيو. انهن امام حسين عليہ السلام، ان جي ساٿين جي ننڍڙي جماعت ۽ ان جي ڪٽنب جي ڀاتين سان انتهائي ظالماڻو ورتاءُ ڪيو جنهن جي تصور ڪرڻ سان ئي انسان کي ڏڪڻي وٺي وڃي ٿي.

اهوئي پوتاميل آهي تہ امام حسين عليہ السلام ورثي ۽ تربيت جي نقطہ نگاهہ کان ڪهڙي ماحول ۾ وڏا ٿيا ۽ ان جي ڏک ۽ غم جا اهي ئي سبب هيا جن جو ان کي ڄمڻ واري وقت کان وٺي تجربو ڪرڻو هيو. جيئن تہ ان پنهنجي ناني سائين، والد سڳوري ۽ امڙ سائڻ جي تڪليفن جو مشاهدو ڪيو هيو ڏک ۽ غم ان جي طبيعت ۾ گهر ڪري ويا هيا.

اهو امام حسين عليہ السلام طرفان موروثي ۽ حاصل ڪيل خصوصيتن ڪري ئي هيو تہ پاڻ فرمائيندا هيا: "بردباري هڪڙي ڏاڪڻ آهي، فرض شناسي شجاعت آهي، تڪبر ناداني آهي، ۽ ڪمزوري ڏيکارڻ ۽ لُچي سان ٻڌي ڪرڻ اهڙي ڳالهہ آهي جيڪا انسان کي مشڪوڪ ۽ ڦرڻو ڪرڻو بڻائي ڇڏي ٿي."

"ان شي کي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو جنهن جا توهان حقدار هجو. ڏاڍ ڪندڙن سان گڏ رهڻ بي عزتي ۽ خواري آهي. حق سچ اعزار آهي ۽ ڪُوڙائپ محتاجي آهي."

# يزيد ڪير هيو؟

يزيد اهو انسان هيو جنهن اموي خاندان جون مڙئي بڇڙيون خصلتون ورثي ۾ حاصل ڪيون هيون. ان جي طبيعت، عقيدا، سوچ جو طريقو ۽ مختلف معاملن کي نظر ۾ رکڻ وارو نمونو مڪمل طور تي ساڳيا هيا، جيڪي عام طور تي بنواميہ وارن جا هيا. پنهنجن ابن ڏاڏن کان ورثي طور مليل بڇڙاين کان علاوه ان ۾ شيطاني خصلتون ۽ شرارتي لاڙا پڻ هيا. ان ۾ پنهنجي پيءُ واريون ظاهري خصلتون بہ ڪونہ هيون، جيڪي معاويہ جون قابليتون سمجهيون وڃن ٿيون، توڙي جو اهي پنهنجي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ فقط ذريعو هيون. دراصل اهو چئي سگهجي ٿو تہ جيئن تہ ان جي خاندان جون سموريون بڇڙايون ان ۾ اچي گڏ ٿيون هيون، تنهن ڪري ان ۾ ڪابہ سٺي خصلت موجود ڪونہ هئي. بنواميہ منجهہ يزيد جهڙو ٻيو ڪوبہ عياش ڪونہ ٿي گذريو آهي ۽ ان جي وحشي شوق جوئي نتيجو هيو جنهن ۾ ان پنهنجي حياتي وڃائي. اهو ٻڌايو ويو آهي تہ هڪڙي ڏينهن جڏهن اهو پنهنجي گهوڙي تي سوار هيو تہ اهو هڪڙي ٻولڙي کان ڊوڙ ۾ اڳ ڪيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هيو. البت، انهي مقابلي دوران اهو گهوڙي تان هيٺ ڪري پيو ۽ مري ويو. ان جي همعصرن هنن لفظن ۾ ان جي بلڪل پوري پوري ۽ تڪيل توريل تصوير پيش ڪئي آهي: ”اهو هڪڙو شرابي هيو. اهو ريشمي ڪپڙا پائيندو هيو ۽ ساز وڃائيندو هيو.“

جيڪڏهن امام حسين عليہ السلام پاڻ کي اعليٰ گڻن ۽ خوبي جو مثالي نمونو ثابت ڪيو تہ يزيد پاڻ کي پنهنجن ڏاڏنگي بڇڙاين جو بدترين نمونو ثابت ڪيو. جيڪڏهن امام حسين عليہ السلام ٻين ماڻهن سان همدرد هيا جيئن عام طور تي عظمت وارا ماڻهو هوندا آهن، يزيد ۾ ڪوئي انساني احساس ڪونہ هيو ۽ مڪمل طور تي بي حيا ماڻهو هيو.

يزيد اهڙي خاندان ۾ پلجي وڏو ٿيو هيو جنهن اسلام کي هڪڙي سياسي تحريڪ سمجهيو ٿي. بنو اميہ جي خيال مطابق نبي سڳوري جي

رسالت فقط اقتدار ۽ اختيار حاصل ڪرڻ لاءِ هڪڙو ڍونگ هيو ۽ اسلام جو مطلب بنواميہ جي هٿن کان بنو هاشم ڏانهن اقتدار جي منتقلي هئي. يزيد پنهنجي ملڪي رعيت کي هڪڙي فوج سمجهيو ٿي جن جي اها ذميواري هئي تہ اهي حڪمران سان وفادار رهن. ان جي نظر ۾ ملڪي رعيت جي موجودگي جو مطلب اهو هيو تہ اهي ڍل ۽ محصول ادا ڪن ۽ خزاني جي دولت ۾ اضافو ڪن. جنهن کي حڪمرانن جي مرضي موجب خرچ ٿيڻو آهي.

جيئن تہ يزيد اهڙي خاندان ۾ ڄائو ۽ پليو هيو تنهنڪري اهو ضروري هيو تہ ان کي پڻ اهڙا طريقا اختيار ڪرڻ گهرجن. جيڪي ان جي ابن ڏاڏن ۽ خاندان جي ٻين ياتين جهالت واري دور ۾ ۽ اسلام جي ظهور کان پوءِ اختيار ڪري رکيا هيا. ان کان علاوه اهو اهڙي پيءِ جي گهر ۾ پلجي وڏو ٿيو هيو جيڪو پنهنجي عيش وعشرت لاءِ بيت المال جون وڏيون رقمون خرچ ڪندو هيو. جڏهن دولت ۽ جهالت هڪ هنڌ گڏ هوندا آهن تہ عياشي، فضول خرچي ۽ حرامڪاري کانسواءِ ٻيو ڪجهہ ڪونہ ٿي سگهندو آهي.

انهي سبب ڪري ئي هيو تہ هر جاهل شخص وانگر جيڪو بہ دولت رکي ٿو يزيد شرابي ڪبابي هيو ۽ عيش عشرت واري زندگي جو متوالو هيو ۽ ڪتن سان رانديون ڪيڏندو هيو. جيئن ئي اهو شاهي تخت تي ويٺو تہ ان عياشي ڪرڻ ۽ شهوت پرستي واري زندگي گذارڻ لاءِ بي تحاشا دولت خرچ ڪرڻ شروع ڪئي. ان پنهنجن دوستن، غلامن، ٻانهين، ڳائڻن وغيره کي وڏيون رقمون ڏنيون. ان وٽ تمام گهڻا ڪتا پاليل هيا جيڪي ان جي پرسان سمهندا هيا ۽ انهن کي سون ۽ چاندي جا زيور ۽ ريشمي لباس پاتل هوندا هيا. جڏهن تہ غريب ماڻهو جن کان ڏنڊي جي زور تي محصول اوڳاڙيا ويندا هيا بکون ڪاٽيندا هيا ۽ تڪليفون سهندا هيا. ان فقط ساڍا ٽي سال حڪومت ڪئي پر ان ٿورڙي عرصي دوران ان پاڻ ۾ سيئي بدنامي، بيهودگي ۽ اياٽپ سمائي ڇڏيون. جيڪي اموي سياست جو نتيجو هيون.

مٿي بيان ڪيل عيش ۽ شهوت پرستي کان علاوه جيڪي يزيد پنهنجن ابن ڏاڏن کان فطري ورثي طور حاصل ڪيون هيون. ان ٻيا بہ

ڪيترائي نهايت ظالماڻا ڏوهہ ڪيا. ان پنهنجي حڪمراني جي پهرين سال دوران امام حسين عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين کي قتل ڪرايو ۽ ان جي خاندان جي ياتين کي قيدي بڻايو. ان ٻئي سال دوران مديني جي حرمت جو ذرو بہ خيال نہ ڪندي ان شهر کي تاراج ڪرايو. ان پنهنجن فوجين کي اجازت ڏني تہ ٽن ڏينهن تائين انهن کي جيڪي وڻي ان شهر جي رهاڪن سان ڪندا رهن. ان جي نتيجي ۾ يارهن هزار ماڻهو جن ۾ مهاجرن ۽ انصارن منجهان ست سوَ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي سڳورا بہ هيا، قتل ٿي ويا ۽ هزار کان بہ وڌيڪ ڪنوارين نياڻين جي لڄ لٽي وئي.

اهو امام حسين عليہ السلام جو فطري سياء وارو لاڙو هيو تہ اهو پنهنجي نانا سائين ۽ بابي سڳوري جي مثال جي پوئواري ڪندي ناانصافي ۽ ڏاڍ خلاف جهاد ڪري. اهو فرمائيندو هيو: "ظالم ۽ ڏاڍائي ڪندڙ سان گڏ رهڻ بي عزتي ۽ ذلت آهي." ان جي ابتڙ يزيد سدائين ظالم ۽ لُچن ماڻهن جي عزت ڪندو هيو ۽ انهن کي ظالماڻا ڏوهہ ڪرڻ لاءِ وڏيون رقمون انعام طور ڏيندو هيو. اهو ٻين کي پڻ هدايت ڪندو هيو تہ اهڙن ظالم ماڻهن جو ادب ۽ احترام ڪن. مثال طور، هڪڙي ڏينهن جڏهن اهو پنهنجن دوستن سان شراب ڪباب جي محفل ۾ مصروف هيو ۽ ڪربلا واري سانحي جو مک ڪردار عبيدالله بن زياد (ابن زياد) ان جي ساڄي پاسي تي ويٺو هيو تہ ان شراب پيارڻ واري ساقي کي هيئن چيو:

"مون کي اهڙو شراب ڏي جيڪو منهنجي دل جي باهہ کي ٿڌو ڪري. پوءِ اهو ساڳيو شراب ابنِ زياد کي بہ ڏي جيڪو منهنجي ڀروسي ۽ اعتبار وارو ماڻهو آهي ۽ منهنجي لاءِ جنگيون کٽڻ ۽ لڙائي مان مالِ غنيمت حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهي." (اهو واقعو امام حسين عليہ السلام جي شهادت کان صرف ڪجهہ ڏينهن پوءِ جو آهي.)

يزيد طرفان ابن زياد کي عزت ڏيڻ جو مثال عظيم آمر ۽ ڏوهي حجاج بن يوسف کي عبدالملڪ بن مروان طرفان عزت ڏيڻ سان مشابهت رکندڙ آهي. مختصر طور ايئن چئجي تہ معاويہ جي زماني ۾ "خدائي لشڪر" زهر ملايل ماکي تي مشتمل هيو جڏهن تہ يزيد جي

زماني ۾ "خدائي لشڪر" خالص زهر هيو. جنهن ۾ ماڪي مليل ڪونہ هئي. *يزيد جي دور ۾ جهالت جي دور وارو جماعتي (برادري) جذبو مڪمل طور تي بحال ٿي ويو هيو. تاريخ جا واقعا يزيد کان وڌيڪ نالائق ماڻهو پيش ڪري ڪونہ ٿا سگهن. يعني اهو ساڳيو يزيد جيڪو ڪربلا واري سانحي جو بنيادي ڪردار هيو. ساڳي نموني ۾ تاريخ جو ڪوبہ واقعو امام حسين عليہ السلام جهڙو بلند ڪردار وارو انسان پيش نٿو ڪري سگهي. ساڳيو حسين عليہ السلام جيڪو ڪربلا جو عظيم شهيد هيو. يزيد سان واسطو رکندڙ تاريخ جا ورق ڪوڪلا آهن جڏهن تہ امام حسين عليہ السلام سان تعلق رکندڙ ورق احترام ۽ فضيلت سان پرُيا پيا آهن. هڪڙي پاسي تي اميہ جي سرداري ۽ واپار هيو ۽ ان جا غلام ۽ جلاد هيا. ۽ ٻئي پاسي تي ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جي بهادري ۽ اعليٰ ظرفي وارو ڪردار هيو ۽ انهن جا آزاد ۽ پرجوش شخص جيڪي حق ۽ انصاف جي راهہ ۾ شهيد ٿيا.



منطق ۽ دليل ڪنهن حقيقت کي ثابت ڪرڻ لاءِ ايترو اثرائتا ڪونہ آهن جيئن واقعا هوندا آهن. جيڪي ان سان تعلق رکندا آهن. جيئن تہ واقعا پنهنجو پاڻ منجهہ فيصلہ ڪن دليل سمائي رکندا آهن، تنهن ڪري انهي حقيقت ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ امام حسين عليہ السلام کي جن واقعن مان گذرڻو پيو هيو اهي سيئي واقعا اخلاقي ڪردار جي نقطہ نظر کان اهو ثابت ڪن ٿا تہ اهو اعليٰ اخلاق جي اوچي ڏاڪي تي پهتل هيو جڏهن تہ يزيد جن واقعن مان گذريو هيو اهي سيئي انهي حقيقت جو ثبوت آهن تہ اهو ذلت جي پاتال ۾ پهتل هيو. ڪربلا وارو سانحو انهي حقيقت جو جوڳو ثبوت آهي. اهو واقعو وڏا داستان بيان ڪري ٿو ۽ هميشہ امام حسين عليہ السلام جي نهايت اعليٰ اخلاقي ڪردار ڏانهن ۽ يزيد پليت جي ڪميڻائپ ۽ بڇڙائي ڏانهن اشارو ڪندو رهندو.

ڪربلا جي سانحي کان اڳ هڪڙو ٻيو واقعو پيش آيو جنهن ۾ هڪڙي پاسي تي انساني همدردي ۽ خلوص جو نمونو امام حسين عليہ السلام هيو ۽ ٻئي پاسي تي يزيد هيو. جيڪو شهوت پرستي ۽ اوباشي

جو اگهاڙو روپ هيو. اهو واقعو امام حسين عليہ السلام ۽ يزيد پليت جي ڪردارن تي روشني وجهڻ کان علاوه بنو هاشم طرفان ڪيل هڪڙي معاهدي جي ياد ڏياري ٿو جنهن کي ”حلف الفضول“ سڏيندا هيا. انهن اهو معاهدو ڪجهہ عرب قبيلن جي باهمي سهڪار سان ڪيو هيو. ان معاهدي جي هڪڙي شق ۾ اهو چيل هيو تہ ان تي صحيح ڪندڙ ڏُريون مجبور ۽ ستايل ماڻهوءَ جي مدد ڪنديون ۽ ڏاڍ ڪندڙ کان انهن جا حق واپس ڏياريندون ۽ طاقتور ماڻهن کي ڪمزور ۽ مجبورن سان ناانصافي ڪرڻ کان روڪينديون. يزيد جي ابن ڏاڏن انهي معاهدي جي مخالفت ڪئي هئي ۽ امام حسين عليہ السلام جي بزرگن ان معاهدي جي ڪليل دل سان حمايت ڪئي هئي.

ظاهر آهي، انهي واقعي جو هڪڙو ڪردار امام حسين عليہ السلام آهي ۽ ٻيو يزيد آهي. يزيد بن معاويہ کي اُرينب (زينب) بنت اسحاق جي حُسن جي خبر پئي جيڪا عبدالله بن سلام جي زال هئي. اُرينب نهايت خوبصورت ۽ پنهنجي وقت جي سُگهڙ عورت هئي ۽ وڏي دولتمند هئي. يزيد ان کي ڏسڻ کانسواءِ ئي ان جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويو. اهو گهڻو ٻي صبرو ٿي ويو ۽ معاويہ جي رفيق نالي منظور نظر غلام سان حقيقت حال جو ذڪر ڪيائين. غلام انهي محبت بابت معاويہ کي خبر پهچائي ۽ ان کي ٻڌايائين تہ ان جو پٽ اُرينب (زينب) سان شادي ڪرڻ لاءِ بيقرار آهي. معاويہ يزيد کي پاڻ وٽ سڏايو ۽ ان کان معاملي بابت پڇا ڪيائين. يزيد اقرار ڪيو تہ معاويہ کي جيڪو ڪجهہ ٻڌايو ويو آهي اهو صحيح آهي. معاويہ چيو: ”ماٺ ۽ صبر ڪر، انهي متعلق ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪيو ويندو.“ يزيد چيو: ”مون کي هاڻي آٿت ڏيڻ جو ڪو فائدو ڪونهي ڇو تہ معاملو اڳ ئي ختم ٿي چڪو آهي. ان جي شادي ٿي چڪي آهي.“ معاويہ چيو: ”منهنجا پيارا پٽ! انهي راز کي پاڻ تائين رکجان، ڇو تہ جيڪڏهن اهو پڌرو ٿي ويو تہ اهو تنهنجي لاءِ چڱو ڪونہ ٿيندو. الله جيڪو چاهيندو آهي اهو ئي ڪندوآهي ۽ جيڪو ڪجهہ اڳ ئي ٿي چڪو آهي ان جو ڪو تدارڪ ڪونهي.“

معاويہ انهي مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ ۽ اُرينب سان يزيد جي شادي ڪرڻ جي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ سوچڻ شروع ڪيو. اُرينب جو

مڙس عبدالله بن سلام ان وقت عراق جو گورنر هيو. معاويہ ان کي هڪڙو خط موڪليو جنهن ۾ لکيائين: "مون کي توسان هڪڙو ضروري ڪم آهي. جيترو جلد ممڪن ٿي سگهي تہ اچ ۽ مون سان ملاقات ڪر. معاملو تنهنجي لاءِ فائديمند آهي."

معاويہ جو خط ملڻ تي عبدالله هڪدم شام ڏانهن وڃڻ لاءِ روانو ٿي ويو ۽ معاويہ سان ملاقات ڪيائين. معاويہ ان جو وڏي عزت ۽ احترام سان آدرڀاءُ ڪيو. ان وقت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ٻہ اصحابي ابودرداءُ ۽ ابو هريره رضوان الله تعاليٰ عليهم پڻ دمشق ۾ موجود هيا. معاويہ انهن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ انهن کي چيائين: "منهنجي فلاڻي ڌي هاڻي جوان ٿي وئي آهي ۽ مان ان جي ٻانهن ڪنهن کي شادي ۾ ڏيڻ لاءِ فڪرمند آهيان. منهنجو خيال آهي تہ عبدالله بن سلام هڪڙو سنو ماڻهو آهي ۽ مان گهران ٿو تہ اها ان سان شادي ڪري."

ٻنهي معاويہ جي عقلمندي ۽ دينداري جي تعريف ڪئي ۽ چيو تہ ان جيڪو ڪجهہ سوچيو آهي اهو بلڪل مناسب آهي. معاويہ انهن کي چيو: "توهان ٻئي عبدالله سان ملو ۽ ان سان ان ڳالهہ جو ذڪر ڪيو ۽ ان بابت ان جي راءِ معلوم ڪيو. توڙي جو مون پنهنجي ڌي کي اجازت ڏني آهي تہ اها پنهنجي پسند واري شخص سان شادي ڪري، پر مون کي پڪ آهي تہ اها عبدالله بن سلام کي پسند ڪندي ۽ ان سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪونہ ڪندي."

ابو درداءُ رضہ ۽ ابوهريره رضہ عبدالله سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ويا. انهي دوران معاويہ پنهنجي محلات ۾ ويو ۽ پنهنجي ڌي کي چيائين: "پياري ڌيءُ! مون کي جيڪو چوڻو آهي تون اهو رڳو ٻڌ. جڏهن ابو درداءُ ۽ ابو هريره تو وٽ اچن ۽ توکي ٻڌائين تہ مان توکي عبدالله بن سلام سان پرڻائڻ گهران ٿو، تون چئجان: 'بلڪل، عبدالله هڪڙو سنو ماڻهو آهي ۽ هڪڙو ويجهو مائٽ ۽ اسان جي حيثيت جي برابر آهي. البت، اهو اڳ ۾ ئي اُرينب بنت اسحاق سان شادي ڪري چڪو آهي ۽ مون کي ڊپ آهي تہ جيڪڏهن مان ان سان شادي ڪريان تہ ٻين سيني عورتن وانگر مان ان زال سان ساڙ ڪرڻ لڳنديس. جيڪڏهن انهي

صورتحال ۾ مان عبدالله بابت ڪا اڻوڻندڙ ڳالهه چوان ته مون کي خوف آهي ته ايئن ڪرڻ سان مان الله جي غضب کي دعوت ڏينديس. باقي، جيڪڏهن عبدالله اُرينب (زينب) کي طلاق ڏئي ته مان ان سان شادي ڪرڻ لاءِ راضي آهيان.“

جڏهن ابودرداء رضہ ۽ ابوهريره رضہ عبدالله بن سلام کي معاويہ جو پيغام پهچايو ته اهو خوشي ۾ پرجي ويو ۽ انهن کي چيائين ته معاويہ کي ٻڌايو ته مون کي رشتي جي تجويز قبول آهي. جڏهن انهن معاويہ کي صورتحال جو اطلاع ڏنو ته ان انهن کي چيو: ”مون جيئن توهان کي اڳ ۾ ئي ٻڌايو آهي ته مان انهي شادي کي پسند ڪندس. البت، مون پنهنجي ڌي کي اجازت ڏني آهي ته اها پنهنجي پسند جي ماڻهوءَ سان شادي ڪري. تنهن ڪري توهان کي ان وٽ وڃڻو پوندو ۽ ان کان پڇو ته آيا اها عبدالله بن سلام سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي.“

جڏهن انهن ڇوڪريءَ سان ملاقات ڪئي ته ان انهن کي ساڳيو جواب ڏنو جيڪو معاويہ ان کي سيکاريو هيو. پوءِ انهن عبدالله تائين ان ڇوڪريءَ جو جواب پهچايو. جڏهن عبدالله بن سلام کي معلوم ٿيو ته جيستائين اهو پنهنجي زال کي طلاق نہ ڏيندو ته معاويہ جي ڌي سان شادي ڪرڻ ممڪن ڪونهي ته اهو هوس ۾ بي قابو ٿي ويو ۽ اُرينب کي طلاق ڏئي ڇڏيائين. ان ابودرداء رضہ ۽ ابوهريره رضہ کي چيو: ”توهان انهي ڳالهه جا شاهد هجو ته مون اُرينب کي طلاق ڏئي ڇڏي آهي. توهان معاويہ کي انهي جو اطلاع ڪيو ۽ منهنجي رشتي جي تجويز پڻ ان تائين پهچايو.“

جڏهن اهي معاويہ وٽ پهتا ۽ ان کي ٻڌايائون ته ڇا ٿي چڪو آهي ته ان چيو: ”اوا عبدالله هي ڇا ڪيو؟ ان پنهنجي زال کي طلاق ڏني؟ ان کي ايتري تڪڙ نہ ڪرڻ گهربي هئي. جيڪڏهن اهو ڪجهہ ڏينهن انتظار ڪري ها ته مان ڳالهين کي انهي موڙ تائين پهچڻ نہ ڏيان ها ۽ پنهنجي ڌي سان عبدالله جي شادي جو بندوبست ڪري وٺان ها. بهرحال، هاڻي توهان وڃو ۽ منهنجي ڌي کان پڇو ته آيا اها انهي شاديءَ لاءِ راضي آهي.“

ابو درداء رضہ ۽ ابوهريره رضہ ٻيهر معاويہ جي ڌي سان ملاقات ڪئي ۽ ان کي ٻڌايائون ته عبدالله پنهنجي زال کي طلاق ڏئي ڇڏي،

انهن انهي ڳالھ جو پڻ ذڪر ڪيو تہ عبدالله سني ذهنيت وارو ۽ قابل ماڻهو آهي ۽ ان کان معلوم ڪيائون تہ آيا هاڻي اها ان سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

معاويہ جي ڌي وراڻيو: ”انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ عبدالله قريشين منجهہ اعليٰ حيثيت رکي ٿو. البت، جيئن تہ توهان کي خبر آهي تہ شادي ڪا خسيس ڳالھ ڪونهي جو ڪوئي انهي معاملي تي پوري طرح سوچ ويچار ڪرڻ کان سواءِ راضي ٿي وڃي. اهو سڄي زندگي جي ٻنڌڻ جو معاملو آهي. تنهن ڪري توهان معزز ماڻهن کي هاڻي في الحال واپس وڃڻ گهرجي ۽ مان ان معاملي تي سوچ ويچار ڪنديس ۽ بعد ۾ توهان کي جواب ڏينديس.“

انهن ٻنهي ان کي دعائون ڏنيون ۽ واپس ٿي ويا. اهي پوءِ عبدالله بن سلام وٽ ويا ۽ چوڪريءَ جيڪو ڪجهہ چيو هيو ان بابت ان کي آگاهہ ڪيائون. عبدالله چيو: ”ٺيڪ آهي، اسان کي انتظار ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اها ڳالھ اڄ طئي ڪونہ ٿي آهي تہ اها سڀاڻي طئي ٿي ويندي.“

شهر ۾ اها ڳالھ هُلي وئي تہ عبدالله بن سلام زال کي طلاق ڏئي ڇڏي آهي ۽ معاويہ جي ڌي لاءِ رشتي جي تجويز ڏني آهي. جيئن تہ سيئي معاويہ جي چالبازين ۽ يزيد جي بدڪرداري کان واقف هيا انهن عبدالله کي ڏوهي سمجهيو ۽ ان کي تنبيهہ ڪيائون تہ ان ٻهريائين معاويہ جي ڌي جي رضامندي معلوم ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي زال کي ڇو طلاق ڏني.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ عبدالله بن سلام ابو درداء رضہ ۽ ابو هريره رضہ کي ٻيهر معاويہ جي ڌي ڏانهن موڪليو. انهن ملاقات ڪري ان کي مشورو ڏنو تہ اها پنهنجو آخري جواب ڏئي، جنهن تي اها چوڻ لڳي: ”مون کي يقين آهي تہ الله منهنجي لاءِ بهتر فيصلو ڪيو آهي، ڇو تہ جيڪو ان تي ڀروسو ڪندو آهي اهو ان کي ٺٽڪڻ ڪونہ ڏيندو آهي. مون ان معاملي تي سوچ ويچار ڪئي آهي ۽ انهي نتيجي تي پهتي آهيان تہ عبدالله بن سلام سان منهنجي شادي ڪرڻ ڪاميابي واري ڳالھ ڪونہ ٿيندي. مون پنهنجن گهڻ گُهرن سان پڻ انهي معاملي تي

صلاح مشورو ڪيو آهي. انهن مان ڪجهه انهي شادي کي منظور ڪيو آهي پر بين ان جي مخالفت ڪئي آهي.“

جڏهن عبدالله کي معاويه جي ڏي طرفان ڏنل جواب جي خبر پئي ته ان کي پڪ ٿي وئي ته ان سان دوکو ڪيو ويو آهي. ان ڳالهه ان کي گهڻو غمگين ڪري ڇڏيو. هُليل ڳالهيون شهر ۾ گفتگو جو موضوع ٿي ويون. ماڻهن معاويه تي الزام هنيو ته ان عبدالله سان دوکو ڪيو ۽ ان کي پنهنجي زال کي طلاق ڏيڻ جي ترغيب ڏنائين ته جيئن اها بعد ۾ يزيد سان شادي ڪري سگهي.

معاويه پهرين مرحلي ۾ ته پنهنجي خواهش پوري ڪرڻ لاءِ ڪامياب ٿي ويو پر رب جي رضا ان جي منصوبي کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. ان جو منصوبو امام حسين عليه السلام جي وچ ۾ اچڻ ڪري ناڪام ٿي ويو جيڪو پنهنجي مانواري ابي جي زندگيءَ جي ڍنگ تي پلجي وڏو ٿيو هيو. مظلوم ۽ ستايل سان مدد ڪرڻ ان جي ہي فطرت ٿي وئي هئي.

جڏهن اُرينب (زينب) جي عدت جا ڏينهن پورا ٿيا ته معاويه ان ڏانهن ابودرداء رضه کي موڪليو ته اهو ان کي يزيد طرفان شادي ڪرڻ لاءِ رشتي جي تجويز پيش ڪري. ابو درداء رضه دمشق مان روانو ٿي ڪوفي اچي پهتو. ايئن ٿيو جو انهن ڏينهن ۾ امام حسين بن علي عليهم السلام پڻ ڪوفي ۾ موجود هيا. ابودرداء رضه اهو مناسب سمجهيو ته پهريائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي ٻچڙي جي خدمت ۾ حاضري ڀري. تنهن ڪري اهو امام حسين عليه السلام جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. امام حسين عليه السلام ان کان ڪوفي اچڻ جو سبب پڇيو. ابودرداء رضه ٻڌايو ته ان کي معاويه موڪليو آهي ته اُرينب بنت اسحاق کي شادي لاءِ يزيد جي رشتي جي تجويز پيش ڪري پوءِ جيڪو ڪجهه وهيو واپريو هيو ان واقعي بابت امام حسين عليه السلام کي سموري داستان کان واقف ڪيائين. امام حسين عليه السلام فرمايو: ”مون پڻ اهو سوچيو ٿي ته اُرينب ضرور ڪنهن شخص سان ہي شادي ڪندي ۽ منهنجي خواهش هئي ته ان جي عدت پوري ٿيڻ کان پوءِ ان ڏانهن پنهنجي رشتي جي تجويز موڪليندس. هاڻي جڏهن

تون هتي اچي ويو آهين تہ اهو بهتر ٿيندو جيڪڏهن تون منهنجي رشتي جي بہ تجويز ان وٽ پيش ڪرين. جنهن کي بہ اها پسند ڪندي ان جي چونڊ ڪندي. بهرحال، مان ان کي ايترو ڏاج ۽ مهر ڏيڻ جي لاءِ تيار آهيان، جنهن جو يزيد ان کي ڏيڻ لاءِ واعدو ڪيو آهي.“

ابودرداء رضہ واعدو ڪيو تہ اهو اُرينب کي امام حسين عليہ السلام جو پيغام پهچائيندو. پوءِ ان امام حسين عليہ السلام کان موڪلايو ۽ ان جي گهر آيو. ان اُرينب کي ٻڌايو: ”محترما قسمت ۾ اهو لکيل هيو تہ عبدالله بن سلام توکي طلاق ڏيندو. انهي معاملي ۾ تون گهاٽي واري ڪونہ هونديئن. امام حسين بن علي عليهم السلام ۽ يزيد بن معاويہ توسان شادي ڪرڻ گهرن ٿا. ٻنهي منهنجي ذريعي توتائين رشتن جي تجويز موڪلي آهي. تون جنهن کي پسند ڪرين قبول ڪري چونڊي سگهين ٿي.“

اُرينب ڪجهہ دير لاءِ ماٺ رهي ۽ پوءِ چيو: ”جيڪڏهن ڪوئي ٻيو شخص انهن ٻن رشتن جي تجويز کڻي اچي ها تہ مان صلاح مشورو ڪرڻ لاءِ لازمي توکي گهرايان ها ۽ تنهنجي صلاح موجب قدم کڻان ها. هاڻي جڏهن تون خود انهن رشتن جي تجويز کڻي آيو آهين تہ مان آخري فيصلو توتي ڇڏيان ٿي.“

ابودرداء رضہ جواب ڏنو: ”اها منهنجي ذميواري هئي مان توتائين رشتن جي تجويز پهچايان، پر انهي معاملي ۾ تون خود بهترين قاضي (جج) آهين.“ اُرينب چيو: ”نہ ايئن ڪونهي. مان تنهنجي ڀاڻتي آهيان ۽ انهي معاملي ۾ تنهنجي صلاح کان سواءِ ڪو قدم کڻي نٿي سگهان.“

جڏهن ابودرداء رضہ ڏٺو تہ اها ان جي راءِ معلوم ڪرڻ جي ضد تي قائم آهي تہ ان چيو: ”مان سمجهان ٿو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ٻچڙو بهتر پسند آهي.“ اُرينب چيو: ”مان توهان سان متفق آهيان. ان کي پسند پڻ ڪيان ٿي.“

امام حسين عليہ السلام پوءِ اُرينب سان شادي ڪئي ۽ ان کي مقرر ڪيل ڏاج ۽ مهر جي رقم ادا ڪيائين. جڏهن معاويہ کي معلوم ٿيو تہ ڇا ٿي چڪو آهي تہ اهو ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ ابودرداء رضہ کي گاريون ڏنائين. پوءِ پنهنجو پاڻ کي چيائين: ”ابودرداء جو ڪو ڏوهہ ڪونهي. اها

منهنجي پنهنجي غلطي آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو اهڙو ڏکيو ۽ ڳنڀير ڪم ڪنهن اناڙي جي حوالي ڪري ٿو ته اهو ضرور ناڪام ٿيندو."

دمشق رواني ٿيڻ کان اڳ عبدالله بن سلام هڪڙي وڏي رقم اُرينب جي حوالي ڪئي هئي. بعد ۾ جڏهن ان کي طلاق ڏني ۽ معاويه جي ڌي پڻ ان سان شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته ماڻهن کي معلوم ٿي ويو ته عبدالله سان معاويه دوکو ڪيو آهي ۽ ان کي پنهنجي زال کي طلاق ڏيڻ جي ترغيب ڏنائين. اها ڳالهه معاويه لاءِ بي عزتي جو معاملو هيو ۽ ان انهي لاءِ عبدالله کي ذميوار قرار ڏنو. تنهن ڪري ان عبدالله کي گورنر جي عهدي تان هٽائي ڇڏيو ۽ ان جو وظيفو بند ڪرائي ڇڏيائين. عبدالله پائي پيسي لاءِ محتاج ٿي ويو. تنهن ڪري اهو انهي اميد سان عراق موٽي آيو ته ان جيڪا رقم اُرينب کي ڏني هئي، اها ان کان واپس وٺي. البت، ان کي اهو به انديشو هيو ته ٿي سگهي ٿو اها ان جي اڻنگي رويي ۽ بغير ڪنهن حقي جواز جي ان کي طلاق ڏيڻ ڪري رقم واپس ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏي.

عراق واپس پهچڻ کان پوءِ اهو امام حسين عليه السلام سان مليو ۽ چيو: "جيئن ته توهان انهي حقيقت کان بخوبي واقف هوندا ته مون سان دوکو ڪيو ويو آهي ۽ اُرينب کي طلاق ڏياري وئي. دمشق مان روانو ٿيڻ وقت مون ڪجهه رقم امانت طور اُرينب وٽ ڇڏي هئي."

پوءِ ان اُرينب جي گهڻي ساراهه ڪئي ۽ چيو: "مان توهان جو ٿورائتو ٿيندس جيڪڏهن توهان ان سان ڳالهايو ۽ ان کي چئو ته مون کي اها رقم واپس ڪري. اهو ممڪن آهي ته اها رقم هٿ ۾ اچڻ سان مان سڃو ٿيڻ کان بچي وڃان."

امام حسين عليه السلام اُرينب وٽ آيا ۽ فرمايائون: "عبدالله بن سلام مون سان ملڻ لاءِ آيو هيو. ان تنهنجي پارسائي جي گهڻي تعريف ڪئي جنهن ڳالهه مون کي گهڻو خوش ڪيو. ان مون کي اهو به ٻڌايو ته دمشق روانو ٿيڻ وقت ان توکي ڪجهه رقم ڏني هئي. اهو گهڻو مناسب ٿيندو ته تون اها رقم ان کي واپس ڏئي ڇڏ. ڇو ته مان سمجهان ٿو ته ان جيڪو ڪجهه بيان ڪيو آهي اهو صحيح آهي."

اُرينب جواب ڏنو: "اهو سچ آهي تہ ان مون کي ڪجهہ ٻوڪريون ڏنيون هيون، پر مون کي خبر ڪونهي تہ انهن ۾ ڇا پيل آهي. اهي ائين ئي منهن بند پيل آهن، جيئن هيون. مان اهي توهان وٽ کڻي اچان ٿي ۽ توهان اهي ان کي واپس ڪري سگهو ٿا."

امام حسين عليہ السلام اهو ٻڌي اُرينب جي گهڻي تعريف ڪئي ۽ فرمايو: "ڇا اهو بهتر نہ ٿيندو تہ مان ان کي هتي سڏ ڪيان تہ جيئن تون پاڻ ان کي اهي ٻوڪريون واپس ڪرين؟"

امام حسين عليہ السلام پوءِ عبدالله بن سلام سان مليا ۽ ان کي فرمايائون: "مون توهان جو نياپو اُرينب تائين پهچائي ڇڏيو آهي. اها مڃي ٿي تہ توهان ڪجهہ ٻوڪريون ان کي ڏنيون هيون، اهي اڃا تائين سبيل منهن سان رکيون آهن، جيئن اهي هيون. اهو بهتر ٿيندو جيڪڏهن تون اُرينب وٽ اچين ۽ ان کان ٻوڪريون واپس وٺ."

عبدالله تمام گهڻو شرمندگي محسوس ڪئي ۽ چيو: "مان توهان کي عرض ڪرڻ چاهيندس تہ توهان مون کي پنهنجن هٿن سان رقم واپس آڻي ڏيو. ڇوتہ مان اُرينب جي سامهون اچڻ ۾ شرم محسوس ڪيان ٿو." امام حسين عليہ السلام فرمايو: "نہ، ايئن ڪونہ ٿيندو. تون اهڙي طريقي سان ان کان رقم واپس وٺ، جيئن تو ان کي ڏني هئي."

امام حسين عليہ السلام پوءِ عبدالله کي پنهنجي گهر ڏانهن وٺي آيا ۽ اُرينب کي چيائون: "عبدالله بن سلام آيو آهي ۽ انهن شين جو مطالبو ڪري ٿو جيڪي ان تنهنجي حوالي ڪيون هيون. اهي ان کي ساڳي حالت ۾ واپس ڪر جنهن ۾ تو اهي ان کان ورتيون هيون."

اُرينب ٻوڪريون کڻي آئي ۽ انهن کي پردي ٻاهران رکندي ان کي چيائين: "اهو سڀ آهي جيڪو توهان منهنجي حوالي ڪيو هيو." عبدالله اُرينب جو شڪريو ادا ڪيو ۽ ان جي ايمانداري ڪري ان جي تعريف ڪيائين. امام حسين عليہ السلام پوءِ انهن کي اڪيلو ڇڏي اتان هليا ويا. عبدالله هڪڙي ٻوڪري کولي، ان مان ڪجهہ دينار ڪڍيائين ۽ منٿ ڪندي اُرينب کي پيش ڪيائين تہ اها اهي ان طرفان قبول ڪري، ان تي انهن ٻنهي جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا ۽ رڙيون ڪري روئڻ لڳا. امام حسين عليہ السلام انهن جي دانهن جو آواز

ٻڌو. پوءِ اهو ڪمري ۾ اندر آيو ۽ وڏي پاڀوهہ مان فرمايائين: "بس منهنجي ڳالهہ ٻڌو. مان الله کي شاهد بڻائي چوان ٿو تہ مون هاڻي جو هاڻي اُرينب کي طلاق ڏني. مان الله کي عرض ڪيان ٿو تہ انهي ڳالهہ جي شاهدي ڏئي تہ مون اُرينب سان ان جي خوبصورتي ۽ دولت ڪري شادي ڪونہ ڪئي هئي. مون صرف اهو گهريو هيو تہ جيئن اها پنهنجي پهرين مڙس سان ٻيهر نڪاح ڪرڻ لاءِ جائز ٿي وڃي."

ايئن اُرينب هڪڙو دفعو ٻيهر عبدالله بن سلام جي زال ٿي وئي ۽ معاويہ جو منصوبو ناڪام ٿيو. اُرينب سان ٻيهر شادي ڪرڻ کان پوءِ عبدالله ان کي چيو: "امام حسين عليہ السلام توکي جيڪو ڏاج ڏنو آهي توکي گهرجي تہ اهو ان کي واپس ڪري ڇڏي."

اها رقم کڻي آئي ۽ عبدالله کي ڏنائين تہ اهو امام حسين عليہ السلام جي خدمت ۾ پيش ڪري. بهرحال، امام حسين عليہ السلام رقم قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ فرمايائين: "انهي سٺي عمل جي بدلي ۾ مون کي قيامت جي ڏينهن جيڪو انعام ملندو اهو دنياوي دولت کان گهڻو بهتر آهي."

هاشمي فرزند علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ بہ فرمايو هيو: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مون ٻين وانگر توهان جي دنيا مان ڪو خزانو ڪونہ ميڙيو آهي ۽ ڪابہ دولت ۽ ملڪيت گڏ ڪونہ ڪئي آهي. مون هن ڦاٽل جُبي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ لباس استعمال ڪونہ ڪيو آهي. جيڪڏهن مان گهران ها تہ ماکي ۽ ڪڻڪ جي ماني کائي سگهيس ٿي ۽ ريشمي لباس بہ پائي سگهان ها. بهرحال، اهو ناممڪن آهي تہ خواهشون مون تي غلبو حاصل ڪري وڃن ۽ حرص مون کي لالچائي تہ مان عمدو کاڌو کاوان. ڇوتہ اهو ممڪن آهي تہ حجاز ۽ يمامہ ۾ ڪو اهڙو شخص هجي جيڪو کاڌي جي هڪڙي گرانهہ کان بہ محروم هجي ۽ پنهنجي سموري زندگي پيٽ ڀري نہ کاڌو هجي. ڇا مون کي ڀاول هجڻ گهرجي ۽ سڪون جي ننڊ سمهڻ گهرجي جڏهن ته سگهي ٿو تہ منهنجي چوڌاري ڪيترائي ماڻهو هجن جيڪي بکون ڪاٽي رهيا هجن؟ ڇا مون کي صرف نالي جو اميرالمومنين هجڻ گهرجي ۽ ماڻهن سان ڏکن ۽ تڪليفن ۾ حصو ونڊائڻ نہ گهرجي؟"

انهن اهواز جي گورنر کي بہ لکيو: ”مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ جيڪڏهن مون کي معلوم ٿيو تہ تو مسلمانن جي ننڍي يا وڏي شيءِ غضب ڪئي آهي تہ مان توکي اهڙي سخت سزا ڏيندس جيڪا توکي محتاج، مجبور ۽ بي عزت ڪري ڇڏيندي “

ان جي ابتڙ معاويہ بن ابوسفيان چوندو هيو: ”ڌرتي الله جي ملڪيت آهي ۽ مان ان جو خليفو آهيان. مان جيڪو گهران الله جي ملڪيت مان کڻي سگهان ٿو ۽ ان جو پڻ حقدار آهيان جيڪو مان ڇڏي ڏيان. “

معاويہ، يزيد، مروان بن حڪم ۽ ٻيا اموي حڪمران پنهنجي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ۽ پنهنجي اقتدار کي دائمي بڻائڻ لاءِ عوامي دولت کي پنهنجن حمايتين ۽ دوستن تي خرچ ڪندا هيا. اهي ماڻهن جا ڪنڌ ڪپيندا هيا. انهن وٽ زهر ملايل ماکي جي فوج هئي ۽ بغير ماکي جي خالص زهر جويہ هٿيار هيو. پنهي ڌرين يعني حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد ۽ معاويہ، يزيد ۽ ٻين بنواميہ وارن جا پنهنجا پنهنجا حمايتي هيا.

# ٻنهي ڌرين جا حمايتي

خدا جو قسم جيڪڏهن اهي اسان سان پنهنجن هٿيارن سان جنگ ڪن ۽ اسان کي مديني تائين پوئتي ڌڪي وڃن، تڏهن به اسان کي اهو يقين هوندو ته اسان حق تي آهيون ۽ اهي گمراهي واري واٽ تي آهن.

عمار بن ياسر رضہ

اسان توهان سان گڏ مرنداسين.

اصحابِ حسين عليہ السلام.

تون اسان کي ڇا ۽ ڪيترو ڏيندين؟

يزيد جا ساٿاري

ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جي حمايتين جي مخصوص سڃاڻپ يا بهترين نشاني انهن جي اعليٰ ظرفي هئي. انهن جي زندگيءَ جو اهو مقصد هيو ته اهي هميشہ ستايلن جي مدد ڪندا، سچن عقيدن کي هٿي وٺرائيندا ۽ حق جي راهہ ۾ پنهنجون حياتيون قربان ڪندا. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اهي ڳاڻاٽي ۾ ٿورا هيا. بهرحال، اها ڳالهہ اوڻائي جي برابر ڪونهي، ڇو ته اعليٰ ظرفي ۽ اعليٰ ذهنيت وارا ماڻهو سدائين ٿورڙائي ۾ هوندا آهن؛ پر اهي پنهنجي پنيان جيڪي ڳوڙها تاثر ڇڏي ويندا آهن اهي ڪڏهن بہ ميسارجي ڪونہ سگهندا آهن ۽ انهن جي ڪوشش جو نتيجو هميشہ دور رس هوندو آهي. تعداد ۾ ٿورڙو هجڻ انهن جي مقصد جي عظمت ۽ انهن جي ارادي جي بلندي جو مثبت ثبوت آهي. ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي تہ اڪيلو ماڻهو اهڙو ڪارنامو انجام ڏيندو آهي جيڪو هزارين ماڻهو گڏجي بہ ڪونہ ڪري سگهندا آهن. ابو طالب رضہ جي اولاد جا حمايتي بہ پنهنجن عقيدن ۾ پختا هيا، ۽ انهن کي هٿي وٺرائڻ ۾ ثابت قدم، توڙي جو انهن جو ڳاڻاٽو ٿورڙو هيو.

امام علي عليہ السلام جي انهن ٽي ساٿين کي معاويہ دولت ۽ مرتبن جي آڇ ڪئي هئي تہ جيئن اهي علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جي مذمت ڪن، پر انهن ايئن ڪرڻ کان انڪار ڪيو. پوءِ معاويہ انهن

کي ايذاء ڏيڻ ذريعي ڌمڪايو. بهرحال، انهن امام علي عليہ السلام جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ جي بجاءِ سيني تڪليفن کي برداشت ڪرڻ کي ترجيح ڏني.

هڪڙي ڏينهن معاويہ پنهنجن دوستن ۽ اتحادين سان گڏ ويٺو هيو ۽ احنف بن قيس پڻ موجود هيو. ان مهل هڪڙو شامي آيو ۽ هڪڙي تقرير شروع ڪيائين. تقرير جي آخر ۾ ان امام علي عليہ السلام کي گهٽ وڌ ڳالهايو. ان تي احنف معاويہ کي چيو: "سائين! جيڪڏهن ان ماڻهوءَ کي معلوم ٿئي تہ تون نبين سڳورن جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ تي خوش ٿيندين تہ اهو انهن جي شان ۾ بہ گستاخي ڪرڻ کان ڪونہ ڪيبائيندو. خدا جو خوف ڪر ۽ اڳتي لاءِ علي (عليہ السلام) جي باري ۾ ڳُٽتي نہ ڪر. اهو پنهنجي مالڪ وٽ پهچي چڪو آهي. اهو هاڻي پنهنجي قبر ۾ اڪيلو آهي ۽ فقط ان جا اعمال ان سان گڏ آهن. مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ ان جي تلوار گهڻي پاڪ هئي ۽ ان جو لباس پڻ گهڻو پاڪ ۽ صاف هيو. ان جو سانحو عظيم آهي." ان کان پوءِ احنف ۽ معاويہ جي وچ ۾ هيٺين ڳالهہ ٻولهہ ٿي:

معاويہ: اي احنف! تو منهنجي اکين ۾ ڌوڙ وجهي ڇڏي آهي. ۽ اهو چيو آهي جيڪو توکي پسند آيو. خدا جو قسم توکي منبر تي ويهڻو پوندو ۽ علي (عليہ السلام) جي مذمت ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن تون راضي خوشي ان جي مذمت نہ ڪندين تہ توکي ايئن ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو.

احنف: تنهنجي لاءِ اهو بهتر ٿيندو تہ تون مون کي ايئن ڪرڻ کان معاف رک. بهرحال، پوءِ بہ جيڪڏهن تون مون کي مجبور ڪندين تہ مان اهڙو هڪڙو لفظ بہ زبان تي ڪونہ آڻيندس.

معاويہ: اٿي ۽ منبر تي وڃي ويهہ.

احنف: جڏهن مان منبر تي ويندس تہ انصاف کان ڪم وٺندس.

معاويہ: جيڪڏهن تون انصاف تي عمل ڪندين تہ تون ڇا چوندين؟

احنف: منبر تي ويهڻ کان پوءِ مان الله عزوجل جي حمد وثنا ڪندس ۽ پوءِ هيئن چوندس:

"اي پائرو! معاويہ مون کي حڪم ڪيو آهي تہ مان علي (عليہ السلام) جي شان ۾ گستاخي ڪريان. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ علي (عليہ السلام) ۽ معاويہ هڪ ٻئي سان لڙايون ڪيون. انهن مان هرهڪ دعوا ڪئي تہ ان ۽ ان جي جماعت سان زيادتي ٿي آهي. تنهن ڪري جڏهن مان الله آڏو دعا ڪريان تہ توهان سڀئي 'آمين' چئجو. پوءِ مان چوندس: اي الله! انهن ٻنهي مان جيڪو باغي آهي ان تي پنهنجو عذاب نازل ڪر ۽ پنهنجن ملائڪن، نبين سڳورن ۽ ٻين مخلوقن کي اجازت ڏي تہ ان جي مذمت ڪن. اي الله! باغي جماعت تي پنهنجا عذاب نازل ڪر. اي پائرو! چئو 'آمين'. اي معاويہ مان انهن لفظن کان ڪا ڳالهہ بہ گهٽ يا وڌ ڪونہ چوندس، توڙي جيڪڏهن جان بہ هلي وڃي.

معاويہ: ان صورت ۾ مان توکي منبر تي ويهي گهٽ وڌ ڳالهائڻ کان معاف ٿو ڪيان. (عقدالفريد جلد ٻيو صفحو 144 ۽ مستطرف جلد 1 صفحو 54).

ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو هيو تہ حضرت علي عليہ السلام خلاف پنهنجي نفرت جو اظهار ڪرڻ لاءِ معاويہ ان جي حمايتين تي ظلم ۽ ستم ڪندو هيو. اهي ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ گستاخي واري عمل کي درگذر ڪري ڪونہ سگهندا هيا ۽ معاويہ ۽ ان جي خاندان وارن کي گاريون ڏيندا هيا. اهي انهيءَ حقيقت جي باوجود بہ ايئن ڪندا هيا تہ حضرت علي عليہ السلام ان وقت پنهنجي قبر شريف ۾ هيا ۽ ان کان ڪنهن مفاد حاصل ٿيڻ جي اميد نٿي ڪري سگهيا. جڏهن تہ ظالم ۽ آمر معاويہ وقت جو حاڪم هيو.

تاريخ ۾ ڪيترائي واقعا محفوظ ٿيل آهن جيڪي اهو پڌرو ڪن ٿا تہ ماڻهو معاويہ جي انهي رويي کان تمام گهڻي نفرت ڪندا هيا. معاويہ صرف انهيءَ ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابي حجربن عدي رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ان جي دوستن کي قتل ڪرايو تہ انهن منبر تي ويهي حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جي شان ۾ گستاخي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. اسان انهي واقعي جا تفصيل بعد ۾ ڏينداسين.

حضرت علي عليہ السلام جا پيروڪار اعليٰ گڻن ۽ سٺين خصلتن تي وڏي جذبي سان ڌيان رکندا هيا جيڪي علي عليہ السلام

انهن جي دلين ۾ ويهاريا هيا. ايستائين جو اهي لاپائتا ٿي ويا. اهي سيئي، آيا مرد يا عورتون، ساڳي جذبي وارا هيا.

معاويہ پنهنجي اقتدار دوران هڪڙي دفعي حج ڪرڻ لاءِ مڪي آيو. ان دارمياه حجونيہ نالي هڪڙي عورت جي باري ۾ پڇا ڪئي جيڪا ڪنانہ قبيلي سان تعلق رکندي هئي. ان کي ٻڌايو ويو تہ اها جيئري آهي. دارمياه ڪاري چمڙي ۽ وڏي قدبت واري عورت هئي. معاويہ ان کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ان جي اچڻ تي انهن جي وچ ۾ هيٺين گفتگو ٿي:

معاويہ: اي حام جي نياڻي! تون هتي ڪيئن آئي آهين؟

دارمياه: جيڪڏهن تون مون کي تنول ڪرڻ واري انداز ۾ "حام جي نياڻي" سڏي رهيو آهين تہ مان توکي ٻڌائڻ گهران ٿي تہ مان حام جي اولاد مان ڪونہ آهيان. منهنجو تعلق ڪنانہ قبيلي سان آهي.

معاويہ: تون صحيح چوين ٿي، البت، توکي معلوم آهي تہ مون توکي ڇو سڏايو آهي؟

دارمياه: صرف الله ئي لڪل ڳالهين کي ڄاڻي ٿو.

معاويہ: مون توکي انهي لاءِ گهرايو آهي تہ تون مون کي اهو ٻڌاءِ تہ تو علي (عليہ السلام) سان ايتري گهڻي محبت ڇو ڪئي ٿي ۽ مون سان ڇو دشمني رکين ٿي.

دارمياه: مان توکي گذارش ڪنديس تہ تون مون کي انهي سوال جو جواب ڏيڻ کان معاف رک.

معاويہ: نہ. ايئن نٿو ٿي سگهي. توکي لازمي جواب ڏيڻو پوندو.

دارمياه: جيڪڏهن تون جواب وٺڻ لاءِ اصرار ڪرين ٿو تہ پوءِ جيڪو مان چوان ٿي اهو ٻڌ. مان حضرت علي عليہ السلام سان انهيءَ ڪري محبت ڪئي ٿي چو تہ اهي انصاف ۽ عدل ڪرڻ وارا حاڪم هيا ۽ هر ماڻهوءَ کي اهو ڏنائين جنهن جو اهو حقدار هيو. مان تنهنجي خلاف انهي ڪري آهيان تہ تون اهڙي شخص سان جهيڙو ڪيو جيڪو حڪمران هجڻ لاءِ خود توکان وڌيڪ حقدار هيو ۽ تو اهڙي ڳالهہ جي خواهش ڪئي جنهن لاءِ تون حقدار ڪونہ هئين. مون حضرت علي عليہ السلام جي انهيءَ ڪري تابعداري ڪئي ڇو تہ رسول الله صلي الله

تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم انهن کي اسان جو امير ۽ حاڪم (موليٰ) مقرر ڪيو هيو. ان غريب ۽ ضرورتمند سان پيار ڪيو ٿي ۽ سچن مومنن جي عزت ڪئي ٿي. مون توکي انهي ڪري ڌڪاريو ٿي تہ تو بنا ڪنهن حقي جواز جي مسلمانن جو رت وهايو. ناحق واريون فتوائون ڏين ٿو ۽ معاملن جو ڏاڍلي سان فيصلو ڪرين ٿو.

معاويہ: ڇا اهو انهيءَ ڪري آهي تہ تنهنجو پيٽ سُڄي ويو آهي، تنهنجو اُرهہ گهڻو ايريل آهي ۽ تنهنجي پولهہ گهڻي ٿلهي ٿي وئي آهي.

دارمياهہ: مان الله جو قسم کڻي چوان ٿي تہ اهي ڳالهيون روايتن تنهنجي ماءُ جي باري ۾ چيون وينديون آهن ۽ نہ ڪي منهنجي باري ۾.

معاويہ: ٿورو انتظار ڪر. مون ڪا سٺي ڳالهہ چئي آهي. جڏهن ڪنهن عورت جو پيٽ وڏو هوندو آهي تہ اها صحتمند ٻار کي جنم ڏيندي آهي. جڏهن ان جو اُرهہ وڏو هوندو آهي تہ اها پنهنجي ٻار کي چڱي نموني ۾ ٿڃ پياري سگهندي آهي، ۽ جڏهن ان جا چُتڙ ٿلها هوندا آهن تہ اها ويٺي خوبصورت لڳندي آهي. نيڪ، مون کي ٻڌاءِ تہ تو ڪڏهن علي (عليہ السلام) کي ڏٺو؟

دارمياهہ: هائو خدا جو قسم، مون ان کي ڏٺو.

معاويہ: تو ان کي ڪيئن پاتو؟

دارمياهہ: مون کي الله جو قسم آهي تہ مون ان کي اهڙي حالت ۾ ڏٺو تہ ان کي اقتدار ائين مغرور ڪونہ ڪيو هيو جيئن تون اقتدار جي نشي ۾ ٻڏل آهين ۽ خلافت جي عهدي ان کي تو وانگر مغرور ڪونہ ڪيو هيو.

معاويہ: ڇا تو ڪڏهن ان کي ڳالهائيندي ٻڌو؟

دارمياهہ: هائو خدا جو قسم مون ان کي ٻڌو. اهو پنهنجن لفظن سان دلين جي ڪارنهن کي صاف ڪندو هيو ۽ انهن کي اهڙي نموني ۾ روشن ڪندو هيو جنهن ۾ طلاڪاري (قلعي ڪرڻ) ڪنهن ٿانءِ کي چمڪائيندي آهي.

معاويہ: اهو سچ آهي. هاڻي مون کي ٻڌاءِ تہ مان تنهنجي لاءِ ڇا تو ڪري سگهان؟

دارمياهہ ان کي پنهنجي ضرورت ٻڌائي. ان تي معاويہ ان کان پڇيو: "جيڪڏهن مان تنهنجي ضرورت پوري ڪريان تہ ڇا تون مون

ڪي علي (عليہ السلام) جي برابر سمجهنديئن؟" دارمياھ ٺھ ڀھ جواب ڏنو: "تون ان سان ڪو مقابلو ڪري ئي نٿو سگهين." معاويہ ان جي ضرورت پوري ڪئي ۽ چيو: "الله جو قسم جيڪڏهن علي (عليہ السلام) زندھ هجي ها تہ اهو توکي ايتري گهٽي دولت نہ ڏئي ها." دارمياھ وراڻيو: "تون صحيح آهين. ان مسلمانن جي ملڪيت مان ڪڏهن بہ ڪنهن کي ان جي حقداري کان وڌيڪ هڪڙي پائي بہ ڪونہ ڏني." (بلاغات النساء صفحو 72 ۽ عقدالفريد جلد پهريون صفحو 216.)

هڪڙو دفعو عدي بن حاتم طائي معاويہ جي حڪومت دوران ان سان ملڻ لاءِ آيو. معاويہ ان کان طنز ڪرڻ واري انداز ۾ پڇيو:

"طرفات (عدي جا پٽ طريف، طارف ۽ طرفہ) سان ڇا ٿيو؟"

عدي وراڻيو: "اهي علي عليہ السلام جي حمايت ڪندي قتل ٿي ويا."

معاويہ چيو: "علي (عليہ السلام) توهان سان چڱائي ڪونہ ڪئي. تنهنجا پٽ قتل ٿي ويا پر ان جا پٽ جيئرا رهيا."

عدي وراڻيو: "مون پڻ سنو ڪونہ ڪيو آهي. علي عليہ السلام شهيد ٿي ويو پر مان اڃا جيئرو آهيان."

عدي جي علي عليہ السلام لاءِ اها محبت ۽ قرباني جو جذبو ڏسي معاويہ جي دل ڪپجي وئي. معاويہ ڌمڪي ڏيڻ واري انداز ۾ ان کي چيو: "عثمان (رضہ) جي خون جو هڪڙو ڦڙو اڃا رهي ٿو. ان کي صرف يمن جي معززين مان ڪنهن هڪڙي (يعني عدي) جي رت سان صاف ڪري سگهبو."

معاويہ جي ڌمڪي جي عدي ڪابہ پرواھ ڪونہ ڪئي ۽ چيائين: "الله جو قسم ڪٽي چوان ٿو تہ اسان جن دلين سان تنهنجا دشمن رهياسين اهي اڃا اسان جي ڇاتين ۾ موجود آهن ۽ جن تلوارن سان اسان تنهنجي خلاف لڙايون ڪيون اهي اڃا اسان جي ڪلهن تي رکيل آهن. جيڪڏهن تون صرف هڪڙي آڱر جيترو بہ اسان ڏانهن دغابازي سان قدم وڌائيندين تہ اسان توڏانهن هڪڙي گرانٺ جيترو فاصلو وڌي ايندا سين. اسان جي لاءِ اهو گهڻو آسان آهي تہ اسان جا ڪنڌ ڪپيا وڃن ۽ اسان جي سينن کي پيرن سان لتاڙيو وڃي جو اسان هڪڙو لفظ بہ حضرت علي عليہ السلام خلاف ٻڌون. جلاد کي تلوار ڏي تہ پلي منهنجو ڪنڌ ڪپي ڇڏي."

معاويہ پوءِ پنهنجي عادت پٽاندڙ چاپلوسي ڪان ڪم وٺڻ لڳو. موجود ماڻهن سان مخاطب ٿي چيائين: "اهي سياٽپ وارا لفظ آهن. انهن کي لکي ڇڏيو." (مروج الذهب جلد 2 صفحو 309).

معاويہ هڪڙي دفعي حج ادا ڪرڻ لاءِ مڪي ڏانهن سفر ڪيو. جڏهن اهو مديني پهتو تہ سعد بن ابي وقاص سان ملاقات ڪيائين ۽ ان کي چيائين تہ ان سان گڏ وڃي. سعد راضي ٿي ويو. حج جا رڪن ادا ڪرڻ کان پوءِ اهي ٻئي دارالندوہ ڏانهن آيا ۽ اتي گهڻي دير تائين ڪچهري ڪندا رهيا. جيئن تہ سعد حج ادا ڪرڻ لاءِ معاويہ جي رٿ تي آيو هيو ان سمجهيو تہ سعد ان جي حمايت ڪري ٿو. اهو معلوم ڪرڻ لاءِ تہ حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ سعد ان جي روين جي ڪيتري حمايت ڪري ٿو اهو حضرت علي عليہ السلام جي مذمت ڪرڻ ۽ گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو ۽ چاپلوسي ڪندي سعد کان پڇيائين: "ڇو تون علي (عليہ السلام) جي مذمت نٿو ڪرين ۽ ان کي گهٽ وڌ نٿو ڳالهائين؟" سعد ڪاوڙجي پيو ۽ چيائين: "تو مون کي پنهنجي گلم تي ويهاريو ۽ پوءِ تو حضرت علي عليہ السلام کي گاريون ڏيڻ شروع ڪيون. مون کي الله جو قسم آهي تہ مون ۾ جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام کي حاصل ٿيل ڪيترين ئي خوبين مان هڪڙي خوبي بہ هجي ها تہ اها مون کي ڌرتي تي موجود ٻي هر شي کان وڌيڪ عزيز هجي ها. مان الله جو قسم کڻان ٿو تہ مان جيستائين جيئرو آهيان ڪڏهن بہ تنهن جو منهن ڪونہ ڏسندس." پوءِ اهو وڏي ڪاوڙ جي حالت ۾ اتان اٿي هليو ويو. (مروج الذهب جلد 2 صفحو 317).

عمرو بن حمق پڻ ابوطالب رضي الله تعاليٰ جي خاندان جي وفادار حامين مان هڪ هيو. زياد بن ابيہ ان کي صرف انهي ڏوهہ جي ڪري قتل ڪيو تہ اهو حضرت علي عليہ السلام سان محبت ڪندو هيو. ان کي قتل ڪرڻ کان پوءِ ان جو ڪنڌ ڪپيو ۽ ان جو سر معاويہ ڏانهن ڏياري موڪليائين. اسلام جي تاريخ ۾ اهو پهريون سر هيو جيڪو ڪنهن کي سوکڙي طور موڪليو ويو هيو.

حضرت علي عليہ السلام جو هڪڙو ٻيو مخلص حمايتي ميثم تمار هيو. اهو حضرت علي عليہ السلام جو جانثار ساٿي هيو ۽ امام عليہ

السلام جي عظمت ۽ اعليٰ رتبي کان واقف هيو. اهو وڏي عرصي تائين حضرت علي عليہ السلام جي صحبت ۾ رهيو هيو. اهو ٻڌايو ويو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام اڪثر ڪري ان جي دوڪان تي گهڻو ايندا هيا ۽ جيڪڏهن اهو حضرت علي عليہ السلام کي دوڪان تي ڇڏي ڪنهن ڪم ڪار سان هليو ويندو هيو تہ حضرت علي عليہ السلام ان جو سودو بہ وڪڻندا رهندا هيا.

جڏهن اميرالمومنين علي عليہ السلام ۽ امام حسين عليہ السلام شهيد ٿي ويا ۽ ابن زياد کي هاٿي ڪوفي ۾ ڪنهن بہ ڳالهہ جو خوف ڪونہ هيو تہ ان ميثم کي ڌمڪي ڏيندي چيو تہ جيڪڏهن ان اجا بہ علي (عليہ السلام) سان محبت جو اظهار ڪيو ۽ عدل ۽ انصاف ڪري ان جي تعريف ڪندو رهيو تہ اهو ان کي قتل ڪري ڇڏيندو. ان ميثم رضہ کي اهو چئي ورغلائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيڪڏهن اهو اموي حڪومت جو حمايتي ٿي ويو تہ ان جو نالو بادشاهہ ڏانهن سفارش ڪري موڪليو ويندو تہ اهو ان کي وڏي رقم ۽ ٻيون سوکڙيون انعام ۾ ڏئي.

اها ڳالهہ تڏهن ٿي جڏهن ابن زياد هڪڙي ڏينهن ميثم رضہ کي هڪڙو وعظ ڪندي ٻڌو ۽ ان جي وضاحت ۽ ڏاهپ واري دليل بازي کان گهڻو متاثر ٿي ويو. عمرو بن حريث جيڪو ابن زياد جي دربار جو چاپلوسي هيو ان ابن زياد کان پڇيو تہ آيا اهو ان شخص کي سڃاڻي ٿو ۽ ان کان اڻ واقف هجڻ جي اظهار تي عمرو ان کي چيو: "اهو ڪوڙو ميثم آهي ۽ ڪوڙي علي بن ابوطالب جو حمايتي آهي." ابن زياد جو ڌيان ڇڪجي ويو ۽ ميثم کي چيائين: "جيڪو عمرو چوي ٿو اهو تون ٻڌين ٿو؟" ميثم جواب ڏنو: "اهو ڪوڙ ٿو ڳالهائي. منهنجو امام علي عليہ السلام سچار ماڻهو هيو ۽ حقي خليفو هيو ۽ مان پڻ سچو آهيان." ابن زياد ڪاوڙ ۾ اچي ويو ۽ چيائين: "علي (عليہ السلام) کان بيزاري ڪر ۽ ان کي گهٽ وڌ ڳالهاءِ ۽ عثمان (رضہ) جي لاءِ محبت جو اظهار ڪر ۽ ان جي تعريف ڪر، ٻي صورت ۾ مان تنهنجا هٿ پير ڪپيندس ۽ توکي سولي تي لٽڪائي ڇڏيندس." ميثم رضہ انهي ڌمڪي جو جواب ڪلم ڪلا حضرت علي عليہ السلام جي هڪڙي خوبي بيان ڪندي ڏنو ۽ ان جي عدل ۽ مهرباني کي ياد ڪري داتهون ڪرڻ

لڳو ۽ پوءِ ابن زياد ۽ بنواميہ کي انهن جي سرڪشي ۽ مخالفت لاءِ تنبيهہ ڪيائين ۽ الزام هنيائين.

ابن زياد ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ميثم رضہ کي چيائين: "خدا جو قسم مان تنهنجا هٿ پير وڍيندس ۽ تنهنجي زبان کي ڇڏي ڏيندس تہ جيئن مان ثابت ڪري سگهان تہ تون ڪوڙو آهين ۽ تنهنجو امام علي ڪوڙو هيو."

ميثم رضہ جا هٿ ۽ پير ڪپي ڇڏيائون ۽ ان کي تياس تي ٽنگي ڇڏيائون. پوءِ بہ ان رڙيون ڪري چيو: "اي ماڻهو! توهان مان جيڪو بہ حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حديث ٻڌڻ گهري اهو مون وٽ اچي."

ماڻهو ان جي چوڌاري گڏ ٿي ويا ۽ اهو حضرت علي عليہ السلام جا اعليٰ گڻ ۽ رتبا بيان ڪرڻ لڳو. انهي دوران عمرو بن حريث ان رستي تان گذريو ۽ معلوم ڪيائين تہ ماڻهو اتي ڇو گڏ ٿيا آهن. اهو معلوم ٿيڻ تي تہ اهي ميثم رضہ طرفان بيان ٿيندڙ علي عليہ السلام جي باري ۾ حديثون ٻڌي رهيا آهن تہ اهو معاملي بابت ابن زياد کي اطلاع ڏيڻ لاءِ ڀڄندو ويو ۽ چيائين: "مهرباني ڪري هڪدم ڪنهن ماڻهوءَ کي ميثم جي زبان ڪپڻ لاءِ موڪليو ڇو تہ مون کي خوف آهي تہ جيڪڏهن اهو علي (عليہ السلام) جون خوبيون بيان ڪندو رهيو تہ ڪوفي جا ماڻهو تنهنجي خلاف ٿي ويندا ۽ بغاوت ڪري وجهندا."

ابن زياد هڪڙي ماڻهوءَ کي ميثم رضہ جي زبان ڪپڻ لاءِ موڪليو. اهو ان جاءِ تي پهتو ۽ ميثم رضہ کي چيائين تہ پنهنجي زبان ٻاهر ڪڍ تہ جيئن گورنر جي حڪم جي بجاآوري لاءِ ان کي ڪپيو وڃي. ميثم رضہ چيو: "ڇا ان رنڊيءَ جي پٽ ايئن ڪونہ چيو هيو تہ اهو مون کي ۽ منهنجي امام کي ڪوڙو ثابت ڪندو؟ هاڻي تون منهنجي زبان ڪپي سگهين ٿو." جلاد ان جي زبان ڪپي ڇڏي ۽ ان مان ايترو گهڻو رت وهيو جو ميثم رضہ فوت ٿي ويو. ابن زياد پوءِ ان جي لاش کي سوليءَ تي لٽڪرائي ڇڏيو. حضرت علي عليہ السلام جو هڪڙو ٻيو جانثار ۽ الله جي راهہ ۾ شهيد ٿيڻ وارو رشيد هجري هيو جيڪو انهن جو وفادار ساٿي هيو. ان جي ڪهاڻي بہ ميثم رضہ جي الميي سان مشابهت

رکي ٿي. ابن زياد ان کي ٻڌايو تہ ان جي جان تڏهن بچندي جڏهن اهو علي (عليہ اسلام) کان علحدگي اختيار ڪندو. ان ايئن ڪرڻ کان صاف صاف انڪار ڪري ڇڏيو. ابن زياد ان کان معلوم ڪيو تہ اهو ڪهڙي طريقي سان مرڻ گهرندو. ان کان پوءِ ان رشيد جا هٿ پير وڍرائي ڇڏيا.

حضرت علي عليہ السلام جي دوستن جي عظمت ۽ خلوص جو انهي حقيقت مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ اهي ان سان دل جي گَهرائي سان محبت ڪندا هيا ۽ بغير ڪنهن دٻاء ۽ زورزبردستي جي ان جي تعظيم ڪندا هيا. اهي ايئن ڪرڻ جي بدلي ۾ ڪنهن انعام يا تعريف جي لالچ ڪونہ رکندا هيا. انهن جي فقط اها تمنا هوندي هئي تہ اهي حق جي حمايت ۾ جيئن ۽ مرن. انهن جي حضرت علي عليہ السلام لاءِ محبت اهڙي ساڳي هئي جهڙي اولين مهاجرن ۽ انصارن جي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم لاءِ هئي. عمار بن ياسر رضي الله تعاليٰ عنهما جيڪو حضرت علي عليہ السلام جو پرجوش حمايتي هيو جڏهن صفين جي لڙائي ۾ معاويہ جي وڏي لشڪر کي ڏٺو تہ ان صحيح نموني سان حضرت علي عليہ السلام جي شيعن جي جذبات جي هنن لفظن ۾ عڪاسي ڪئي: "مون کي الله جو قسم آهي تہ توڙي پنهنجن هٿيارن سان وڙهن ۽ اسان کي گهٽو پري تائين پوئتي ڌڪي ڇڏين تہ بہ اسان انهي ڳالھ جا قائل رهنداسين تہ اسان حق تي آهيون ۽ اهي ناحق جا پيروڪار آهن."

امام حسين عليہ السلام جا ساٿي بہ ان جي والد سڳوري حضرت علي عليہ السلام جي ساٿين جهڙا وفادار هيا. انهن جي نظر ۾ بہ ساڳيو اعليٰ مقصد هيو جيڪو حضرت علي عليہ السلام جي جانثارن جي نظر ۾ هيو.

عاشوره واري رات امام حسين عليہ السلام وٽ جڏهن لڙائي ڪرڻ ۽ شهادت ماڻڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ متبادل ڪونہ بچيو هيو ۽ ان جي واقع ٿيڻ ۾ جڏهن صرف ڪجھ ڪلاڪ باقي هيا تہ انهن پنهنجن دوستن جي هڪڙي ننڍڙي جماعت کي خطاب ڪيو ۽ انهن کي فرمايو: "انهن ماڻهن کي صرف منهنجو سِر گهرجي. تنهن ڪري توهان جي لاءِ

اهو ضروري ڪونهي تہ پنهنجون حياتيون وڃايو. توهان رات جي اونداهي ۾ وڃي سگهو ٿا تہ جيئن ڪير بہ توهان کي ڏسي نہ سگهي."

اهو بہ ممڪن آهي تہ امام عليہ السلام انهن کي رات جو هليو وڃڻ جي صلاح انهي ڪري ڏني هجي تہ جيئن اهي ڏينهن جي روشني ۾ ان کي اڪيلو ڇڏي وڃڻ ڪري شرمندگي محسوس نہ ڪن. يا دشمن انهن کي ڳولي ۽ قيد ڪري نہ سگهن. اها ڳالهہ امام حسين عليہ السلام جي بلند اخلاقي جو پرتوو هئي. بهرحال، انهن جي ساٿين هڪ آواز ٿي چيو: "اسان پنهنجون جانيون توهان جي قدمن ۾ قربان ڪنداسين."

مسلم بن عوسجہ اسدي عرض ڪيو: "ڇا اسان توهان سان غداري ڪيون؟ اسان توهان جي حق ۾ پنهنجو فرض ادا ڪرڻ سان سيائي الله جي آڏو حجت ڇو صاف نہ ڪيون؟ خدا جو قسم مان توهان کي ان وقت تائين ڇڏي ڪونہ ويندس جيستائين مان پنهنجي نيزي کي دشمنن جي سينن ۾ نہ ٿنبيان. جيستائين منهنجي هٿ ۾ تلوار هوندي ۽ مون ۾ سگهہ هوندي تہ مان انهن تي حملا ڪندو رهندس. جيڪڏهن مون وٽ ڪو هٿيار نہ هوندو تہ مان انهن کي پٿر هڻندس ۽ مان ان وقت تائين وڙهندو رهندس جيستائين مان پنهنجي جان توهان جي سامهون قربان ڪيان."

مسلم جيڪو چيو اهو ثابت ڪري ڏيکاريائين. ان بهادري سان پنهنجي جان امام حسين عليہ السلام جي آڏو قربان ڪئي.

جڏهن مسلم شديد زخمي ٿي پنهنجي گهوڙي تان هيٺ ڪري پيو تہ حبيب بن مظاهر رضہ ان جي پرسان آيو ۽ چيو: "جيڪڏهن مون کي اهو معلوم نہ هجي ها تہ مان جلد اچي توسان ملڻ وارو آهيان تہ مان توکي وصيت ڪرڻ لاءِ چوان ها." ان تي مسلم جواب ڏنو ۽ اهي ان جا آخري لفظ هيا: "مون کي صرف اها وصيت ڪرڻي آهي تہ توکي هن امام سڳوري خاطرِ پنهنجي جان قربان ڪرڻ گهرجي." جڏهن حُربن يزيد رياحي يزيد پليت ۽ ان جي حمايتين جون بدعنوانيون ۽ بڇڙا ڪارناما ڏٺا ۽ امام حسين عليہ السلام جي بلند اخلاق جو مشاهدو ڪيو ۽ ان جي ساٿين جي ثابت قدمي ۽ ايمان کي ڏٺو تہ ان جو ضمير جاڳي پيو ۽ دنياوي عهدن ۽ مفادن کي پٺي ڏنائين.

اهو حُربن يزيد رياحي بنواميہ جي لشڪر جي انهن سالارن مان هڪ هيو جن سان امام حسين عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ ۽ ان کي

۽ ان جي ساٿين کي قتل ڪرڻ جي بدلي ۾ وڏن انعامن جو واعدو ڪيو ويو هيو. ڪوفي جي گورنر عبيدالله بن زياد (ابن زياد) خاص طور تي اهو ڪم حُر کي سونپيو هيو. بهرحال، جڏهن اهو امام حسين عليہ السلام جي خيمن ڏانهن وڌڻ لڳو تہ ان اهڙي بيچيني ۾ مونجهارو ڏيکاريو جو ان جا ساٿي اموي حڪومت لاءِ ان جي وفاداري جي باري ۾ شڪ ۾ پئجي ويا. آخرڪار ان پنهنجي گهوڙي کي اِڙي هڻي ڊوڙايو. امام حسين عليہ السلام جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيو: "اي الله جي رسول جا ٻچڙا! مون جيڪو ڪجهہ ڪيو آهي ان تي گهڻو پشيمان آهيان ۽ الله کي سوال ڪيان ٿو تہ مون کي معاف فرمائي. مان توهان جي طرفان لڙائي ڪندس جيستائين مان پنهنجي جان توهان جي قدمن ۾ قربان ڪريان."

حُر امام حسين عليہ السلام جي آڏو پنهنجي شهادت ماڻي. امام حسين عليہ السلام جا سيئي ساٿي ۽ حمايتي انهي ساڳي ڪردار جا مالڪ هيا. انهن جو تعداد تمام ٿورڙو هيو پر انهن دشمنن جو مقابلو ڪيو جيڪي هزارن جي تعداد ۾ هيا. اهي اڄ ڪري سالٽا تي ويا هيا ۽ پنهنجي زندگي جي خطري ۾ هيا پر انهن کي صرف هڪڙي ڳالهہ جو شوق هيو تہ انهن تي شهادت جو موت اچي. انهن بهادر انسانن امام حسين عليہ السلام جي قدمن ۾ پنهنجي جان قربان ڪئي. انهن مان هرهڪ شهادت حاصل ڪرڻ لاءِ سڏ ڪئي. انهن اهڙي موت کي پنهنجي لاءِ هڪڙي عظيم سعادت سمجهيو.

حسين بن علي علهيم السلام کي شهيد ڪيو ويو ۽ يزيد ۽ ان جي اتحادين جي حڪومت مڪمل حقيقت تي وئي. هاڻي ڪوبہ آسرو ڪونہ بچيو تہ خلافت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان کي واپس ملندي. انهن جي حمايتين کي پڪ تي وئي تہ ماڻهن منجهہ هاڻي دنيا جون نعمتون انهن جي هٿن سان ڪونہ ورهايون وينديون. بهرحال، ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جو خاندان ۽ انهن جا مددگار ۽ حمايتي نہ تہ خاموش ٿي ويٺا ۽ نہ انهن جي جذبي ۾ ڪا ڍرائي آئي. دراصل اهو جذبو اڳ کان بہ وڌيڪ جاڳي پيو ۽ اهي وڌيڪ سرگرم ٿي ويا. مثال طور، جڏهن امام حسين عليہ السلام ۽ انهن جي ساٿين جي خبر ڪوفي ۾ پهتي تہ ابن زياد ماڻهن کي باجماعت نماز ادا ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيو. نماز

ادا ڪرڻ کانپوءِ ان تقرير ڪندي چيو: "الله تعاليٰ جي ثنا آهي جنهن حق کي ثابت ڪيو ۽ سچن ماڻهن کي سوڀ عطا ڪيائين. ان اميرالمومنين يزيد ۽ ان جي ماڻهن جي مدد ڪئي ۽ ڪوڙي پيءُ جي ڪوڙي پٽ ۽ ان جي ساٿين (حسين بن علي عليهم السلام ۽ ان جا ساٿي) کي قتل ڪيائين."

ان اجا پنهنجو جملو پورو ڪونہ ڪيو هيو تہ عبدالله بن عفيف ازدي نالي هڪڙو ٻيڙو شخص، جيڪو حضرت علي عليہ السلام جو ساٿي هيو ۽ ان سان گڏجي جنگ جمل ۽ صفين واري لڙائي ۾ بهادري سان جهاد ڪيو هئائين، اٿي بيٺو ۽ رڙ ڪري چيائين: "اي مرجانہ جا پٽ! تون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اولاد کي قتل ڪرين ٿو ۽ پوءِ منبر تي ويهڻ جي جرئت ڪرين ٿو جيڪا پارسا ۽ متقي ماڻهن جي ويهڻ جي جاءِ آهي. تون ڪوڙو آهين ۽ تنهنجو پيءُ ڪوڙو هيو ۽ اهو پڻ ڪوڙو آهي جنهن توکي ۽ تنهنجي پيءُ کي حڪومتي عهدو ڏنو." توڙي جو ان جي نتيجي ۾ هئي ڏينهن ان ٻيڙي شخص کي ڪوفي جي ميدان ۾ سولي تي لٽڪايو ويو هيو. اهو واقعو ثابت ڪري ٿو تہ بنواميہ جو ظلم ۽ ڏاڍ حضرت علي عليہ السلام جي حمايتن جي جذبي کي ختم ڪري ڪونہ سگهيو. بلڪ انهن جي همت ۽ ارادو اڃان بہ گهڻو وڌندا ويا.

مشهور شاعر فرزدق ڪلم ڪلا امام زين العابدين عليہ السلام جي شان ۾ ناهيل پنهنجو قصيدو بنو اميہ جي سامهون پڙهندو هيو. سو بہ ان وقت جڏهن بنو اميہ جي حڪومت اوج تي هئي ۽ ڪيرب انهن جي خلاف هڪڙو لفظ بہ ڪُڇي ڪونہ سگهندو هيو. البت فرزدق پنهنجي جان جي پرواهہ ڪونہ ڪندو هيو. اهو انعام وٺڻ يا خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ امام عليہ السلام جي واکاڻ ڪونہ ڪندو هيو. بلڪ اهو صرف ان جي فرمانبرداري لاءِ سندس شديد جذبي ۽ محبت جو اظهار هيو. جنهن ان کي قصيدو ناهڻ لاءِ مجبور ڪيو. اها ڳالهہ هيئين بيان ٿيل آهي:

اموي خليفو هشام بن عبدالملڪ جڏهن اڃا شهزادو هيو تہ حج ادا ڪرڻ لاءِ مڪي ويو. طواف ڪرڻ کان پوءِ ان ارادو ڪيو تہ حجر اسود

کي چمي ڏئي پر ان تائين پهچي ڪونہ سگهيو. ڪجهہ تہ انهي نفرت ڪري هيو جيڪا ماڻهن جي دلين ۾ بنواميہ جي خلاف هئي ۽ انهن هشام لاءِ رستو صاف ڪونہ ڪيو ۽ ڪجهہ انهي ڪري هيو تہ حاجين جو تعداد پڻ تمام گهڻو هيو ۽ اهو اتي پهچي ڪونہ سگهيو. تنهن ڪري هشام لاءِ انهيءَ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ هيو تہ واپس وڃي ۽ ڪرسي تي ويهي. انهيءَ دوران امام سجاد (علي زين العابدين) بن حسين عليهم السلام آيا ۽ حجراسود ڏانهن وڃڻ لڳا. ماڻهو هڪدم پوئتي هٽي ويا ۽ انهن لاءِ رستو صاف ڪيائون ۽ انهن بغير ڪنهن ڏکيائي جي حجراسود کي چمي ڏني. جيڪي ماڻهو شام منجهان هشام سان گڏ آيا هيا، انهن معلوم ڪيو تہ اهو معزز شخص ڪير هيو. اهو ڪير آهي جنهن لاءِ سيئي حاجي پوئتي هٽي ويا؟ هشام کي خبر هئي تہ اهو ڪير آهي پر انهي خوف کان تہ شامي امام زين العابدين عليہ السلام کان متاثر ٿي ويندا، ان چيو: "مون کي خبر ڪونهي تہ اهو شخص ڪير آهي." امام عليہ السلام لاءِ هشام جي انهي بي احترامي کي فرزدق برداشت ڪري ڪونہ سگهيو. تنهن ڪري اهو اٿي بيٺو ۽ چيائين: "مان ان کي سڃاڻان ٿو." پوءِ اهو هڪڙي مٿانهين جاءِ تي بيٺو ۽ وڏي جوش ۽ جذبي سان پورو قصيدو پڙهيائين جيڪو عربستان جي ادبي تاريخ ۾ هڪڙو دائمي يادگار رهندو. ان جي پهرين بند ۾ چيل آهي. "هي اها عظيم شخصيت آهي جنهن جي قدمن جي نقش کان مڪو گهڻو واقف آهي، ڪعبو حرم شريف ۽ ان جون پسگردايون پڻ."

هشام قصيدو ٻڌڻ سان گهڻو ناراض ٿي ويو ۽ فرزدق کي جيل ۾ وڌائين. فرزدق جڏهن جيل ۾ هيو تہ انهي پرواهہ ڪرڻ کان سواءِ تہ اهي ان تي مصيبتون آڻي ڇڏيندا، بنواميہ ۽ هشام جي خلاف مذمتي نظم لکيائين. ان مذمتي نظم ۾ ان هشام لاءِ لکيو: "هي اهو مٿو ڦيري ٿو جيڪو هڪڙي سردار جو مٿو ڪونهي. اهو ٽيڏين اکين وارو آهي ۽ ان جون اوڻايون پڌريون آهن."

اسان فقط ٿورا مثال بيان ڪيا آهن، جيڪي ابو طالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جي حمايتين جي ڪردار تي روشني وجهن ٿا. بهرحال، اهي مثال واضح انداز ۾ ظاهر ڪن ٿا تہ اهي ماڻهو ان عظمت

واري خاندان لاءِ پنهنجي محبت ۽ تعظيم ۾ ثابت قدم هيا ۽ حضرت علي عليہ السلام لاءِ پنهنجي جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار هيا.

البت، بنواميہ جي حمايتين جو جيترو معاملو آهي تہ انهن کي ٻن گروهن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. پهرين گروهہ ۾ اهي ماڻهو اچي وڃن ٿا جن جي ضميرن کي اموين رشوت جي عيوض خريد ڪيو هيو. ٻيو گروهہ انهن ماڻهن تي مشتمل هيو جيڪي پيدائشي ڏوهاري هيا. بدمزاج ماڻهو پنهنجي فطري عادت ڪري انهن ماڻهن سان دشمناڻو رويو رکندا آهن جيڪي سني ذهنيت ۽ اعليٰ ظرف وارا هوندا آهن. جيئن تہ انهن ۾ سٺين خصلتن جي کوٽ هوندي آهي اهي انهن ماڻهن خلاف بغض پالي رکندا آهن جيڪي اعليٰ گڻن وارا ۽ همدردي رکندڙ هوندا آهن، ۽ اهي انهن جي حمايت ڪندا آهن جيڪي انهن وانگر ڪميڻا ۽ بدتميز هوندا آهن.

جيڪي ماڻهو رشوت جي ذريعي بنواميہ جا ساٿاري بڻيا اهي ابوسفيان جا مددگار ۽ حمايتي هيا. رشوت جو تصور هر ماڻهوءَ جي حوالي سان مختلف آهي. هر ماڻهوءَ کي ان جي حيثيت ۽ اهميت مطابق رشوت ڏني ويندي آهي. ابو سفيان ڪجهہ ماڻهن کي دولت جي ذريعي رشوت ڏيندو هيو ۽ ٻين کي آزادي ڏيارڻ جي واعدي سان، مثال طور ان حبشي غلام وحشي، حضرت حمزه رضي الله تعاليٰ جو قاتل، سان واعدو ڪيو تہ اهو جيڪڏهن محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم)، علي (عليہ السلام) ۽ حمزه (رضي الله تعاليٰ عنہ) کي قتل ڪندو تہ ان کي آزاد ڪري ڇڏيندو.

ڪجهہ ماڻهن کي رشوت طور وڏن عهدن جي آڇ ڪئي وئي هئي. ڪيترائي اهڙا ماڻهو هيا جن بنواميہ جو پاسو ورتو ۽ انهي آسري تي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ ان جي اصحابن سان لڙايون ڪيائون تہ جهالت واري دور ۾ انهن وٽ جيڪي عهدا هيا ۽ حيثيت هئي اهي جيئن جو تيئن بحال رهندا.

معاويہ جي حمايتين مان هڪڙو عمروبن عاص هيو جيڪو ان جو ساڃو هٿ هيو. اسان بعد ۾ ان جي باري ۾ تفصيل بيان ڪنداسين.

حضرت علي عليہ السلام جي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ معاويہ جن شامي فوجين کي صفين ۾ موڪليو اهي پڻ ان گروهہ سان واسطو رکندڙ

هيا. انهن جو مقصد ان ماڻهوءَ لاءِ خدمتون انجام ڏيڻيون هيون جيڪو انهن کي وڏيون پگهارون ڏيندڙ هيو ۽ فتح حاصل ڪرڻ جي صورت ۾ عهدن ۽ دولت جا پرڪشش واعدا ڪندو هيو.

يزيد جي فوج جو تعلق بہ انهي گروهہ سان هيو. انهن ماڻهن کي يزيد ۽ ان جي درٻارين وڏيون رشوتون ڏنيون هيون. جن انهن سان اهو بہ واعدو ڪيو هيو تہ يزيد جو پاسو وٺڻ جي حالت ۾ انهن جي جان سلامت رهندي. انهن فوجين مان اڪثر حضرت علي عليہ السلام جي خاندان خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ انهيءَ ڪري آيا هيا ڇو تہ انهن کي اهو خوف هيو تہ جيڪڏهن اهي ايئن ڪرڻ کان انڪار ڪندا تہ انهن کي تنگ ڪيو ويندو ۽ اذيتون ڏنيون وينديون. ظاهر آهي تہ هر ماڻهوءَ ۾ قرباني جو جذبو ڪونہ هوندو آهي.

تاريخ شاهد آهي تہ امام حسين عليہ السلام جڏهن مڪي کان ڪوفي وڃي رهيا هيا تہ سندن ملاقات فرزدق شاعر سان ٿي هئي ۽ ان کان ڪوفي جي ماڻهن جي رويي بابت معلوم ڪيو هئائون. فرزدق جواب ڏنو: "انهن ماڻهن جون دليون توهان سان آهن پر سياڻي اهي پنهنجون تلوارون توهان جي خلاف ڪڍندا."



امام حسين عليہ السلام ساڳيو سوال مجمع بن عبيد عامري کان ڪيو. مجمع جواب ڏنو: "اثر رسوخ رکڻ ۽ وڏي رتبي وارن ماڻهن کي وڏيون رشوتون ڏنيون ويون آهن. اهي توهان جا جاني دشمن آهن. باقي جيڪو ٻين جو معاملو آهي تہ اهي دلي طور توهان جا حمايتي آهن پر انهن جون تلوارون سياڻي توهان جي خلاف ڪڇنديون."

جيتري قدر بنواميہ جي حمايتين جي ٻئي گروهہ جو معاملو آهي يعني اهي ماڻهو جيڪي پنهنجي موروثي ڪميڻائپ ڪري انهن جي پاسي هيا. انهن جو ڳاٽاٽو تمام گهڻو هيو جيڪڏهن اهي خطاڪار ۽ ڏوهي ماڻهو فقط پنهنجن سردارن کي خوش ڪرڻ لاءِ ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي اولاد سان دشمني ڪن ها تہ انهن کي ڪنهن حد تائين معاف ڪري سگهجي ها ۽ اهو چئي سگهجي ها تہ اهي دنيا جا پوڄاري هيا جن دنياوي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ ابوطالب رضي الله تعاليٰ

عنه جي اولاد سان لڙائي ڪئي. البت، انهي گهراڻي سان انهن جي دشمني دولت يا حيثيت جي لاءِ ڪونه هئي جيڪي انهن حاصل ڪرڻ گهريون ٿي. انهن جي دشمني بنيادي ۽ فطري هئي، بلڪل ايئن جيئن اونداهي روشني جي مخالف آهي، گمراهي هدايت جي مخالف آهي ۽ ڪوڙ سچ جو مخالف آهي، ۽ ڏاڍ ۽ آمريت وري عدل ۽ انصاف جا مخالف آهن. اهي وحشي جانورن کان به وڌيڪ سخت دل ۽ ظالم هيا. اهي پنهنجي موروثي بدمعاشي ڪري هر ديانتدار ماڻهوءَ جا سخت دشمن هيا. صرف اهڙا ئي ڪميڻا ماڻهو مئل ماڻهن جي لاشن کي چيري ڦاڙي، ٻارن کي ڪُهي ۽ بيوس عورتن کي تنگ ڪري سگهن ٿا.

انهن ظالمن ماڻهن مان هڪڙو بسر بن ارطات هيو جنهن کي تاريخدانن جلاد جو نالو ڏنو آهي. جڏهن ڪو ماڻهو ان جي ڪردار جو مطالعو ڪندو ته بنواميه جي حمايتين جي ٻئي گروهه جي ذهنيت جي چڱي طرح خبر پئجي ويندي، اهو ظلم ۽ ڏاڍ ڪرڻ جي معاملي ۾ معاويه جو ساڄو هٿ هيو. ان اهڙا ته هاجا ڪيا جو ڪير انهن جو تصور ڪرڻ سان ئي ششدر ٿي وڃي ٿو. ان اهڙن ٻڍڙن ماڻهن کي به قتل ڪرايو جيڪي ڪراڙپ ڪري ڏوڙا (ڪبڙا) ٿي ويا هيا. ان ٻارڙن کي انهن جي مائرن جي جهولي مان ست ڏئي کنيو ۽ انهن کي ڪُهي چڏيائين. ان اهو سڀ ڪجهه معاويه جي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪيو. جڏهن معاويه ان کي ڦرلٽ ۽ تاراج ڪرڻ لاءِ فوج سان يمن موڪليو ته ان اهڙي آمريت ۽ ظلم جو مظاهرو ڪيو جنهن جو تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. ان جي رواني ٿيڻ کان اڳ معاويه ان کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيو: ”حجاز وارو رستو اختيار ڪر ۽ مديني ۽ مڪي مان ٿيندو وڃي يمن پهچ. جيڪڏهن تون اهڙي ماڳ تان گذرين جتان جا رهاڪو علي (عليه السلام) جا حمايتي هجن ته انهن کي ايترو ڏمڪاء جو انهن کي پڪ ٿي وڃي ته انهن جي جان ڪونه بچندي، پوءِ انهن کي مون سان وفاداري ڪرڻ جو حلف کڻڻ لاءِ مجبور ڪر. جيڪي ايئن ڪرڻ کان انڪار ڪن انهن کي قتل ڪر. توکي علي (عليه السلام) جا حمايتي جتي به ملن انهن کي قتل ڪر.“

اهي هدايتون ملڻ کان پوءِ بسر روانو ٿي ويو ۽ اچي مديني ۾ پهتو. مديني جو گورنر ابوايوب انصاري هيو جيڪو ان شهر ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هجرت ڪري اچڻ وقت انهن جو پهريون ميزبان هيو. بسر جي مخالفت ڪرڻ کان لاچاري سبب اهو مدينو ڇڏي ويو. بسر شهر ۾ داخل ٿيو ۽ هڪڙي تقرير ڪيائين. ان ماڻهن کي گارگند ڪئي ۽ چيائين: "توهان جا منهن ڪارا ٿي.وڃن!" پوءِ اهو خاص طور تي انصارن کي مخاطب ٿيو ۽ چيائين: "اي يهوديو ۽ غلامن جي اولادا مان توهان کي اهڙيون اذيتون ڏيندس جو ماڻهن جو هوش نڪاڻي اچي ويندو." ان پوءِ گهڻن ئي گهرن کي باهيون ڏياري ڇڏيون. ان کان پوءِ اهو مڪي پهتو. قثم بن عباس، مڪي جو گورنر، ڀڄي ويو. اتي پڻ بسر ماڻهن کي گارگند ڪيو ۽ ڌمڪايائين.

ڪلبي بيان ڪري ٿو تہ مديني کان مڪي ڏانهن پنهنجي رستي ۾ بسر تمام گهڻن ماڻهن کي قتل ڪيو ۽ ڦرلٽ ڪئي. جڏهن مڪي جي ماڻهن کي انهي ڳالهہ جي خبر پئي تہ شهر مان نڪري ڀڄي ويا. عبيدالله بن عباس جي ٻن پٽن پڻ شهر ڇڏيو. بسر انهن کي پڪڙي ورتو ۽ انهن کي ماري ڇڏيائين. ڪنانہ قبيلي جون ڪجهہ عورتون پڻ ٻاهر آيون. انهن مان هڪڙي چيو: "مان مردن کي قتل ڪرڻ جو سبب تہ سمجهي سگهان ٿي پر مون کي خبر ڪونهي تہ معصوم ٻارڙن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي. ٻارن کي تہ جهالت واري دور ۾ ۽ اسلام جي ظهور کان پوءِ ڪڏهن بہ قتل ڪونہ ڪيو ويو آهي."

پوءِ بسر طائف مان ٿيندو نجران اچي پهتو جتي ان عبدالله بن عبدالمدان ۽ ان جي پٽ مالڪ کي قتل ڪيو. ان عبدالله جو تعلق عبيدالله بن عباس جي ساهراڻي خاندان سان هيو. پوءِ ان نجران جي ماڻهن کي هڪڙي هنڌ گڏ ٿيڻ لاءِ چيو ۽ انهن کي هيئن خطاب ڪيائين: "اي عيسائيو! اي باندرن جا ڀائرو! جيڪڏهن مون کي توهان جي ڪنهن اهڙي ڳالهہ جي خبر لڳي جيڪا مون کي نہ وڻندي هوندي تہ مان توهان کي اهڙي سيکت ڏيندس جو توهان جو نسل ئي تباهہ ٿي ويندو. توهان جون زمينون ڀڙڀانگ ٿي وينديون ۽ توهان جا گهر ويران ٿي ويندا."

ان کان پوءِ اهو صنعا اچي پهتو ۽ شهر ۾ تمام گهڻن ماڻهن کي قتل ڪيائين. معارب جو هڪڙو وفد ان سان ملاقات ڪرڻ لاءِ انتظار ۾ هيو پر ان وفد جي انهن سيني ماڻهن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. صنعا مان روانو ٿيڻ وقت ان ٻيهر هزارين رهاڪن کي قتل ڪرايو. ان کان پوءِ اهو ٻيهر صنعا موٽي آيو ۽ ايران (فارس) سان تعلق رکندڙ ڪجهه ٻڍڙن کي قتل ڪرايائين. (شرح نهج البلاغہ ابن الحديد جلد 1 صفحو 271).

تاريخدان ٻڌائين ٿا تہ بسر اٽڪل ٽيهہ هزار ماڻهو قتل ڪرايا. انهن ۾ اهي ماڻهو شامل ڪونہ آهن جن کي ان زندهہ ساڙايو. (ابن الحديد جلد 1 صفحو 130). انهي سنگدل ڏوهي طرفان ڪيل ظلمن بابت شاعرن ڪيترائي نظم ٺاهيا. يزيد بن مضرع (مفرغ) چوي ٿو: "بسر جنهن بہ جاءِ تي ويو اتي ڦرلٽ ڪيائين ۽ شهرکي باهہ ڏئي ساڙايائين، ان جي سموري حياتي انهن ڏوهن سان پري پئي آهي."

ان گروهہ سان تعلق رکندڙ هڪڙو ٻيو گناهگار زياد بن ابيہ هيو جنهن وڏي پيمانے نموني ۾ عراق جي ماڻهن جو قتلام ۽ ڦرلٽ ڪئي. پهرين مرحلي تي معاويہ ان کي پنهنجو ڀاءُ تسليم ڪيو ۽ ان جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي زياد بن ابو سفيان جو نالو ڏنو. پوءِ ان کي بصري جو گورنر مقرر ڪيائين. بصرري پهچڻ تي ان مشهور تقرير ڪئي جنهن کي "خطبہ البتراء" سڏيو ويندو آهي. پوءِ اهو اموي حڪومت کي مضبوط ڪرڻ ۾ لڳي ويو. ان ڪِن کي انعام ڏنا ۽ ٻين کي محض شڪ ۽ گمان جي بنياد تي سزائون ڏنائين.

بنواميہ جي حمايتين ۽ دلالن لاءِ پنهنجن مخالفن جا هٿ پير ڪپڻ، انهن کي سولي تي لٽڪائڻ يا قيد ڪرڻ، انهن جي ملڪيت لٽڻ، انهن کي جيئري ساڙڻ ۽ انهن جي حياتي دوران ۽ انهن جي مرڻ کان پوءِ بہ انهن جي بي عزتي ڪرڻ کان وڌيڪ ٻي ڪابہ ڳالهہ آسان ڪونہ هئي. زياد جي حڪومت دوران ماڻهن ناقابل بيان تڪليفون ۽ مصيبتون سٺيون. حجاج بن يوسف کان سواءِ بنواميہ جي نائبن ۽ دلالن منجهان ڪير بہ ظلم ۽ آمريت ۾ ان کان گوءِ کٽندڙ ڪونہ هيو. ڇو تہ حجاج ان کان بہ وڌيڪ ڪميٽو ۽ ظالم هيو.

پنهنجين پاليسين ۽ طريقيڪار تي ٽيڪاٽپڻي ڪندي زياد پنهنجي مٿي ڄاڻايل خطبہ البتراء ۾ هيئن چيو: "خدا جو قسم مان غلام

جي بدلي ۾ ان جي مالڪ کي، جيڪو پڇي ويندو ان جي بدلي ۾ جيڪو بہ موجود هوندو انکي، نافرمان جي بجاءِ فرمانبردار کي ۽ معذور جي بجاءِ صحتمند کي گرفتار ڪندس. ايستائين جو توهان مان هرهڪ ٻئي کي چوندو: 'اي سعد! ادا ڀڄ چو تہ سعيد قتل ٿي ويو. مان ان وقت تائين نہ ڪائيندس، نہ پيئندس جيستائين مان توهان کي سڌو نہ ڪيان ۽ بصري کي برباد نہ ڪيان ۽ اتان جي گهرن کي ساڙي پٽ تي ڊير نہ ڪيان. خبردار! توهان مان ڪير بہ رات جو گهر کان ٻاهر نہ نڪري، جيڪو بہ ايئن ڪندو ان جو ڪنڌ لاٿو ويندو. مون کي خدا جو قسم آهي تہ توهان مان اڪثر منهنجي هٿان قتل ٿيندا. توهان مان هرهڪ کي خيال ڪرڻ گهرجي تہ ان جو رت منهنجي هٿان نہ وهي."

بصري کان پوءِ اهو ڪوفي جو گورنر ٿيو. پهرين ئي ڏينهن تي ان مسجد جي دروازي وٽ ويهي 80 ماڻهن جا هٿ ڪپرايا. ان معاويہ کي خوش ڪرڻ لاءِ ايذا رساني ۽ دهشت گردي واري حڪمت عملي اختيار ڪئي. مدائني لکي ٿو: "اهو حضرت علي عليہ السلام جي شيعن کي ڳوليندو رهيو. جيئن تہ اهو حضرت علي عليہ السلام جي دور ۾ پاڻ بہ انهن مان هڪ هيو انهن کي ڳولي لهڻ ان جي لاءِ آسان هيو. ان جتان ڪٿان انهن کي ڳولي لڌو. انهن کي تنگ ڪيو ۽ ڊيڄاريو. انهن جا هٿ ۽ پير ڪپرايائين، انهن کي انڌو ڪيائين، انهن کي کجيءَ جي وڻن ۾ ٽنگرايائين ۽ انهن کي عراق مان تڙي ڪڍيائين. نتيجو اهو نڪتو تہ ڪوبہ ناليوارو ۽ معزز شيعو اتي ڪونہ رهيو. اسان جلدي زياد ۽ حضرت علي عليہ السلام جي حمايتين مان حجر بن عدي جي ڪهاڻي بيان ڪنداسين.

عبيدالله بن زياد (ابن زياد) بہ ڏوهارين جي انهي ئي گروهہ سان تعلق رکندو هيو جيڪو ڪربلا جي سانحي، ۽ عمرو بن حمق خزاعي، ميثم تمار، ٻڍڙي عبدالله بن عفيف ازدي ۽ ٻين هزارين بي گناهہ ماڻهن جي قتل جو بنيادي مجرم هيو. ڊانڊلي سان سوليءَ تي لٽڪائڻ، قتل ڪرڻ ۽ ٻين جا هٿ پير وڍرائڻ ان لاءِ معمولي ڳالهہ هئي. مسلم بن عقيل ان لاءِ چيو: "رڳو ڪاوڙ دشمني ۽ شڪ جي بنياد تي اهو انهن کي قتل ڪرائي ٿو جن جو قتل الله تعاليٰ حرام ڪيو آهي. اها ڳالهہ ان جي

موج مستي ۾ مزي ماڻڻ واري طبيعت کي متاثر ڪونہ ٿي ڪري، اهو ايئن محسوس ڪري ٿو ڄڻ ان ڪجهہ ڪيوئي ڪونهي.“

ظلم جو انتهائي ڀيانڪ روپ ۽ سخت ترين سنگدلي خودبخود ان ڏينهن پڌرا ٿي ويا جنهن ڏينهن ان امام حسين عليہ السلام کي شهيد ڪرايو. پاڪ امام عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ بہ ابن زياد جي بي حيائي، ڪميڻائپ ۽ بدمعاشي جي ڪا حد ئي ڪونہ رهي.

شمر بن ذي الجوشن پڻ پنهنجي آقا ابن زياد وانگر پنهنجي ڪمبختائپ ۽ لُچائي ۾ خطرناڪ هيو. اهو سيني اعليٰ ظرف ۽ معزز ماڻهن جي خلاف دشمني ۽ بغض ۾ گهڻو اڳڀرو هيو. امام حسين عليہ السلام جي معصوم ٻچڙن کي ان اڃ وگهي ماريو. توڙي جو فرات ندي انهن جي سامهون تاروتار وهي رهي هئي. ان پنهنجن فوجين کي حڪم ڪيو تہ امام حسين عليہ السلام جي لاش کي پنهنجن گهوڙن جي سُنبن سان لتاڙين، جنهن جي نتيجي ۾ امام حسين عليہ السلام جي پٺي ۽ ان جون ڪيتريون ئي پاسراتيون ڀڃي ڀوراڀورا ٿي پيون، انهن جو لباس جيڪو تيرن جي ڏکن ۽ تلوارن جي ضربن ڪري ڦاٽي ويو هيو اڳيئي لُٽيو ويو هيو. جيڪڏهن امام حسين عليہ السلام جا ننڍڙا ٻچڙا تنبوئن مان ٻاهر اچي وڃن ها تہ شامي فوجي انهن کي بہ ڪپي ٽڪرا ڪري ڇڏين ها.

اهڙو هڪڙو ٻيو ڏوهاري حصين بن نمير هيو. امام حسين عليہ السلام کي محرم جي ستين تاريخ کان پاڻي کان محروم رکيو ويو هيو. محرم جي ڏهين تاريخ تي دشمنن سان وڙهندي فرات جي ڪناري تي پهچي ويا ۽ پيئڻ لاءِ ڪجهہ پاڻي پنهنجي ٻُڪ ۾ کنيائون تہ جيئن اڃ اجهائين، ان مردود اوچتو هڪڙو تير هنيو جيڪو امام حسين عليہ السلام جي وات ۾ اچي لڳو ۽ ان جي نتيجي ۾ انهن جو ٻُڪ ۽ وات رت سان ڀرجي ويا. اهو ڏسي ڪري اهو بدمعاش ماڻهو بي شرمائي سان کلڻ لڳو ۽ واپس موٽي ويو.

هڪڙو اهڙو ٻيو ڏوهاري عمرو بن سعد هيو. ان پنهنجي خبيث آقا عبيدالله بن زياد (ابن زياد) جي فرمانبرداري ڪئي ۽ ان جي حڪمن جي بجاآوري لاءِ پوري پوري ڪوشش ڪيائين، توڙي اهو ڪربلا جي

سانحي ۾ شرڪت نہ ڪرڻ جي چونڊ ڪري سگھيو ٿي، ڇو تہ ابن زياد ان کي اموي لشڪر جي ڪمان سنڀالڻ لاءِ مجبور ڪونہ ڪيو هيو پر ان کي ڀڙڪايو هئائين تہ اهو اها مهم ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

امام حسين عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين جي شهادت کان پوءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي خاندان جي نياڻين کي عمرو بن سعد قيدي بڻايو ۽ شهيدن جي لاشن وٽان گذرڻ لاءِ مجبور ڪيائين، جن جي سرن کي ڪپي الڳ ڪيو ويو هيو.

امام حسين عليہ السلام جي جماعت ڏانهن تير اڇلڻ ۽ جنگ جي شروعات ڪرڻ وارو پهريون ماڻهو عمرو بن سعد هيو. ان پوءِ سپاهين کي چيو: "توهان انهي حقيقت جا شاهد رهجو تہ پهريون تير مون اڇلايو آهي."

انهن ڏوهارين ۾ هڪڙو شامي پڻ هيو جنهن امام حسين عليہ السلام جي نياڻي فاطمہ (ڪبريٰ) ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيو: "اها غلام ڇوڪري مهرباني ڪري مون کي ڏيو."

بنواميہ جو هڪڙو ٻيو حمايتي مسلم بن عقبہ هيو جنهن نهايت ڀيانڪ ۽ مڪروهہ هاڃا ڪيا. يزيد ان کي هڪڙي لشڪر جي ڪمان ڏئي حجاز ڏانهن موڪليو. ان اتي انتهائي وحشت جو مظاهرو ڪيو. مديني ۾ ان ايترن ماڻهن جو قتلام ڪيو جو شهر جي گهٽين ۾ رت وهڻ لڳو. ان پنهنجن سپاهين کي مديني ۾ ڪوبہ ناجائز عمل ڪرڻ لاءِ ست ڏينهن جي اجازت ڏئي ڇڏي، ان نتيجي ۾ مردن ۽ عورتن کي بنا ڪنهن مت ڀيد جي قتل ڪيو ويو ۽ انهن جي ملڪيت لٽي وئي. عورتن جي عزت کي پائمال ڪيو ويو. ٻارڙن کي انهن جي مائرن جي هنج مان کسي ڀتين تي اڇلايو ويو ۽ انهن جون هڏيون ڀڄي ڀيون ۽ اهي فوت ٿي ويا. گهرن کي ڏاهي پٽ ڪيو ويو. مهاجرن ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انصارن جي اولاد کي بہ ڪونہ بخشيو ويو. انهن ٽن ڏينهن ۾ ڏهہ هزار، ٻين مردن ۽ عورتن کان علاوه سترهن هزار مهاجر ۽ انصار قتل ڪيا ويا.

انهي واقعي کان پوءِ مسلم بن عقبہ جيڪو يزيد کي خط لکيو اسان ان جا ڪجهہ جملا هتي پيش ڪيون ٿا. ان خط ۾ اهو پنهنجي

ڪاميابي سبب پاڻ پڏائڻ ۾ مصروف ٿي ويو آهي ۽ حيرت انگيز طور گهٽي قدر پنهنجن سيني ڏوهن ۽ بدمعاشين کي الله جي مرضي ۽ فيصلو چيو آهي. اهو لکي ٿو: "مان اميرالمومنين کي گذارش ڪريان ٿو تہ الله ڪيس سلامت رکي مان دمشق مان روانو ٿيس. رواني ٿيڻ کان اڳ اسان جيڪي تياريون ڪيون هيون اهي توهان پاڻ ڏٺيون هيون. مروان بن حڪم بہ دمشق مان واپس ٿيو ۽ مون سان اچي گڏيو. اسان جي دشمنن سان مقابلو ڪرڻ لاءِ اهو ڪارائتو ثابت ٿيو. الله شل اميرالمؤمنين کي فضيلت عطا ڪري. مروان بهترين سلوڪ ڪيو ۽ اسان جي دشمنن سان ايتري سختي سان پيش آيو جو مان اميد ڪريان ٿو تہ مسلمانن جو امام ۽ خدا جو نائب ان کي انهن خدمتن عيوض انعام ضرور ڏيندو.

الله شال اميرالمومنين جي حمايتين کي تندرست ۽ سگهارو رکي! انهن مان ڪوبہ پريشان ڪونہ هيو ۽ دشمنن مان ڪير بہ ڏينهن جي وقت ۾ انهن جو مقابلو ڪري ڪونہ سگهندو هيو. مون ان وقت تائين مديني جي مسجد ۾ نمازون ادا ڪونہ ڪيون جيستائين هزارين ماڻهو قتل ڪونہ ٿيا ۽ انهن جي ملڪيت بنا روڪ ٽوڪ جي لٽي نہ وئي. اسان جي مقابلي ۾ جيڪو بہ ماڻهو آيو ان کي تهہ تيغ ڪري ڇڏيوسين. جنهن بہ ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي ان جو پيڇو ڪيو ويو. جيڪو زخمن جي ڪري مري رهيو هيو ان کي پورو ڪيو ويو. اميرالمومنين جيئن حڪم ڪيو هيو اسان ٽن ڏينهن تائين مديني کي تاراج ڪيو. مان الله جو شڪر ادا ڪريان ٿو جنهن منهنجن ڏکن جو مداوو ڪيو. جڏهن مون پراڻن مخالفن ۽ مڪارن کي قتل ڪيو. انهن جو هٺ حد کان گهڻو وڌي ويو هيو ۽ اهي پراڻا باغي هيا."

بنواميہ جي حمايتين منجهہ تمام گهڻو ڏوهاري حجاج بن يوسف ثقفي هيو. اموي خليفي عبدالملڪ بن مروان جي حڪم جي فرمانبرداري ڪندي حجاج بن يوسف عبدالله بن زبير جو مقابلو ڪرڻ لاءِ حجاز ڏانهن روانو ٿيو. ان مڪي جو محاصرو ڪيو جتي عبدالله پناهہ ورتي هئي. ان منجنيق وسيلي مڪي جي شهر تي پٿر ۽ باهہ جا اَلا وسايا. جنهن جي نتيجي ۾ ڪعبت الله شريف جو ڪجهہ حصو سڙي

ويو. جڏهن ان کي فتح ٿي تہ ان بنواميہ جي گهڻن مخالفن جا سر وڍرايا ۽ اهي عبدالملڪ ڏانهن دمشق موڪليائين. ان عبدالله جو سر وڍرايو ۽ ان کي ٽياس تي لٽڪائي ڇڏيائين. نہ صرف اهو پر ان جي لاش کي بہ گهڻن ڏينهن تائين ٽياس تي لٽڪرائي رکيو. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنہ جي نياڻي اسماء رضہ جيڪا عبدالله جي ماءُ هئي انهن ڏينهن ۾ گهڻي پيڙڙي ٿي وئي هئي ۽ سندس پٽ جي موت ان کي گهڻو غمگين ڪري ڇڏيو. ان جي نظر پڻ ڪمزور ٿي وئي هئي. اها ان جاءِ تي آئي جتي عبدالله جو لاش لٽڪيل هيو ۽ چيو: "ڇا اڃا وقت ڪونہ آيو آهي تہ ان سوار کي لاٿو وڃي؟" ان ڳالهہ حجاج کي گهڻو ناراض ڪيو ۽ ان ويچاري پيڙڙي عورت جي بي عزتي ڪئي ۽ ان کي ڇڙٻون ڏنائين.

انهي ڪاميابي جي انعام ۾ عبدالملڪ حجاج کي حجاز جو گورنر مقرر ڪيو. پوءِ ان لاتعداد ماڻهن کي قتل ڪيو ۽ ٻين مٿان تمام سخت سزائون مڙهيائين. حجاج هنن لفظن ۾ پنهنجي ساراهہ ڪندو رهيو: "مان گهڻو جهڳڙالو انتهائي انتقامي ۽ وڏو ساڙيلو آهيان." انهي ڳالهہ جو ڪاٿو لڳائڻ ممڪن ڪونهي تہ اهو ماڻهو انسانذات کان ڪيتري نفرت ڪندو هيو.

ڪجهہ وقت کان پوءِ عبدالملڪ ان کي عراق جو گورنر مقرر ڪيو تہ جيئن ان علائقي ۾ پيدا ٿيل وڳوڙن کي پنجو ڏئي ۽ نظم و ضبط کي وري بحال ڪري. حجاج صرف ٻارهن سپاهي ساڻ ڪري ڪوفي پهتو. البت، ان هڪڙي ماڻهوءَ کي اڳواٽ موڪليو تہ جيئن ماڻهو ان جي متوقع آمد کان خبروار ٿي وڃن. هرڪو مسجد ۾ ان جو انتظار ڪرڻ لڳو. اهو رمضان جو مهينو هيو. جڏهن ماڻهو ان جي گورنر طور مقرري تي پنهنجي ناراضگي ۽ نفرت جو اظهار ڪري رهيا هيا تہ اهو اتي اچي پهتو ان کي مٿي تي ڳاڙهو ريشمي پٽڪو ٻَڌ هٽي ٻڌل هيو جنهن سان ان جي منهن جو گهڻو حصو ڍڪيل هيو ۽ ان جي هٿ ۾ تلوار ۽ ڪمان جهليل هيون. اهو خاموشي سان پير پير تي رکندو هلندو آيو. گڏ ٿيل ماڻهو بہ خاموش هيا. آخرڪار اهو منبر تي اچي ويٺو ۽ حڪم ڪيائين تہ ماڻهن کي سڏيو وڃي. ڪوفي جا ماڻهو مسجد ۾ اچي ويا.

حجاج ڪجهه وقت تائين منبر تي ماٺ ڪيون ويٺو رهيو. ماڻهو انتظار ڪري بيزار ٿي ويا ۽ جهيڻن آوازن ۾ ان کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا. ڪجهه ماڻهن تہ ان مٿان اڇلائڻ لاءِ پٿريون کڻي ورتيون. بهرحال، اوچتو ان ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ ڊپ مان ماڻهن جي هٿن مان پٿريون ڪري پيون.

پنهنجي مٿي تان پٽڪو لاهيندي حجاج چيو: "مان هڪڙي بهادر ۽ خطرناڪ ماڻهوءَ جو پٽ آهيان جيڪو پنهنجو پاڻ اڪيون بند ڪري خطرن ۾ ٽپي پيو. مان جڏهن منهن تان پُٽ هٽائيندس تہ توهان کي خبر پئجي ويندي تہ مان ڪير آهيان. "خدا جو قسم مان ٽاٽيل اکيون، آڪڙيل ڳچيون ۽ اهي سر ڏسان ٿو جن جي ڪپڻ جو وقت اچي ويو آهي، ۽ اهو مان آهيان جيڪو انهن کي ڳياڳيا ڪندو. مان فقط سرن ۽ ڏاڙهين جي وچ ۾ رت ڏسي سگهندس. هيڏانهن ڏسو! اميرالمومنين (عبدالملڪ بن مروان) پنهنجي ترڪش کي ڪنڌڙايو ۽ ان جي ڪاٺ کي جاچيائين. پوءِ ان مون کي ڏٺو تہ مان مضبوط ڪاٺ آهيان ۽ مون کي توهان ڏانهن موڪليو اٿس. اي عراقيو! مون کي خدا جو قسم آهي تہ توهان بغاوت ۽ دغابازي جو ذريعو آهيو ۽ توهان نهايت بدڪردار ماڻهو آهيو. مان توهان جي اهڙي نموني ۾ کل لاهيندس جيئن ڪاٺي جي کل لاٿي ويندي آهي ۽ توهان کي اهڙي طرح ڪُٽيندس جيئن ويڳاڻن اٺن کي ڪُٽيو ويندو آهي. توهان ان ڳوٺ جي ماڻهن وانگر آهيو جنهن جا رهاڪو پرسڪون زندگي گذاري رهيا هيا ۽ کائڻ پيئڻ لاءِ گهڻو ڪجهه هين. جڏهن انهن الله جي نعمتن جي معاملي ۾ ناشڪري جو مظاهرو ڪيو تہ ان انهن کي بک ۽ ڏک ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. اي عراقيو! اي ڏنڊي جا غلامو ۽ ٻانهين جي اولاد! مان حجاج بن يوسف آهيان. مان خدا جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مان جڏهن ڪا ڳالهہ ڪرڻ لاءِ قسم کڻندو آهيان تہ مان اها ڪري رهندو آهيان. هاڻي اهي ٽولا منهنجي سامهون آهن. توهان کي سڌي رستي تي هلڻو پوندو ورنہ مان ان جو قسم کڻان ٿو جنهن جي قبضي ۾ منهنجي جان آهي تہ مان توهان سان اهڙي ڪندس جو هرڪو پنهنجي جان لاءِ روئيندو رهندو يعني مان توهان کي اهڙو ڪُٽيندس جو ان جي اثر کان پاڻ سنڀالڻ ۾ توهان کي گهڻو وقت لڳي ويندو. تنهنڪري انهيءَ کان اڳ جو مان

توهان سان اهڙو سلوڪ ڪيان ۽ توهان جون عورتون بيوه ٿي وڃن ۽ توهان جا ٻار يتيم ٿي وڃن توهان کي انصاف قبولڻو ۽ ناانصافي کي ترڪ ڪرڻو پوندو. مان خدا جو قسم کڻي چوان ٿو تہ جيڪڏهن ٽن ڏينهن جي اندر توهان مان سيئي وڃي مهلب جي لشڪر سان شامل نہ ٿيا تہ جيڪو هتي نظر آيو مان ان کي قتل ڪري ڇڏيندس ۽ انهن جي ملڪيت ضبط ڪندس ۽ انهن جا گهر ڊاهي پٽ ڪرائي ڇڏيندس."

اهي ڪوڪليون ڌمڪيون ڪونہ هيون. ان جنهن نموني جون ڌمڪيون ڏنيون هيون ڪوفي جي ماڻهن سان انهن کان بہ وڌيڪ خراب سلوڪ ڪيائين.

متي بيان ڪيل بنواميہ جي سيني وحشاڻن ڏوهن ۾ حجاج برابر جو شريڪ هيو. ان لاتعداد بي گناهہ ماڻهن جو قتلام ڪيو. اهو پاڻ چوندو هيو: "مون جنهن ڳالهہ مان گهڻو مزو ورتو اها رتوڇاڻ هئي، ۽ اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ جنهن جي ڪرڻ لاءِ ٻئي ڪنهن ماڻهوءَ کي جرئت ئي نتي ٿي سگهي، ۽ ان کان اڳ اهي ڳالهيون ڪنهن بہ ڪونہ ڪيون آهن. (مروج الذهب مسعودي جلد 3 صفحو 67.)

جيئن ئي ان جو نالو ورتو وڃي ٿو تہ هر ماڻهوءَ کي ان جا ظلم ۽ ڏاڍ ياد اچي وڃن ٿا. انهيءَ جو مطلب آهي تہ حجاج ۽ ناانصافي هڪ ٻئي جو ادل بدل آهن.

تاريخدان ٻڌائين ٿا: "عبيدالله بن زياد (ابن زياد ـ امام حسين عليہ السلام جو قاتل) کان پوءِ حجاج بن يوسف جو نالو اچي ٿو. ان محض شڪ ۽ بي بنياد ڳالهين ڪري علي عليہ السلام جي حمايتين کي هڪ هڪ ڪري قتل ڪيو. ان پنهنجي موجودگي ۾ حضرت علي عليہ السلام جي حمايتين جي بجاءِ دهرئي ۽ ڪافر کي وڌيڪ پسند ڪيو ٿي. دراصل ان جي نظر ۾ مشرڪ ۽ دهريا مزن ماڻڻ ۽ سوکڙين ۽ انعامن جا وڌيڪ حقدار هيا. پر حضرت علي عليہ السلام جا حمايتي قتل ڪرڻ جا مستحق هيا.

حجاج پنهنجي حڪومت ان ايذاءرساني واري نموني ۾ شروع ڪئي ۽ اهو جن پيانڪ ڪِيسن ۾ ملوث ٿيو انهن مان ڪڏهن بہ ڪونہ ڊاپيو.

ڪوفي ۾ اهو ماڻهن کي ٽن ڏينهن تائين فوج ۾ زوري ڀرتي ڪندو رهيو ۽ انهن مان هرهڪ کي لڙائي واري ميدان تي موڪليندو رهيو. اتي ڪير به ڪونه هيو جيڪو لڙائي جي ميدان ۾ نه ويو هجي. ايتري تائين جو ٻار به جيڪي اڃان ان عمر جا ڪونه ٿيا هيا، انهن کي به ڀرتي ڪري لڙائي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هيو. انهي دوران عمير بن ضابي حنظلي ان وٽ آيو ۽ چيائين: "الله امير تي رحم ڪري! مان هڪڙو ڪراڙو ماڻهو آهيان. منهنجو پٽ نوجوان ۽ بلڪل سگهارو آهي." حجاج چيو: "اهو پٽ پنهنجي پيءُ کان وڌيڪ بهتر ثابت ٿيندو." پوءِ ان معلوم ڪيو: "تون ڪير آهين؟" عمير جواب ڏنو: "مان عمير بن ضابي حنظلي آهيان." حجاج چيو: "ڇا تون ساڳيو ماڻهو ڪونه آهين جنهن عثمان بن عفان رضہ خلاف لڙائي ڪئي؟" عمير چيو: "هائو. مان اهو ماڻهو آهيان." حجاج چيو: "اي خدا جا دشمن! تو ائين ڇو ڪيو؟" عمير جواب ڏنو: "مون ائين ڪيو ڇو ته عثمان (رضہ) منهنجي پيءُ کي جيل ۾ وڌو هيو جيڪو ڪراڙو ۽ ڏٻرو هيو. ان کي ان وقت تائين ڪونه ڇڏيائين جيستائين هو قيد ۾ فوت ٿيو." حجاج چيو: "ڇا تو اهو نظم ڪونه لکيو: 'مان ان کي قتل ڪرڻ گهريو ٿي پر ڪري ڪونه سگهيس. ڪاش! مان ائين ڪيان ها ته جيئن عثمان (رضہ) جون زالون ان جي موت تي ماتم ڪن ها.'" پوءِ ان وڌيڪ چيو: "مان سمجهان ٿو ته جيڪڏهن توکي قتل ڪيو وڃي ته بصري ۽ ڪوفي جا ٻئي شهر فائدي ۾ رهندا. تنهنجو عُذر بلڪل واضح آهي ۽ تنهنجو ٻڍاپو پڌرو آهي. البت، مون کي انديشو آهي ته جيڪڏهن مان توسان رعايت ڪندس ته ٻين کي پڻ منهنجن حڪمن جي انحرافي ڪرڻ جي جرئت ٿي ويندي."

پوءِ حجاج جي حڪم موجب ان جو ڪنڌ ڪپيو ويو ۽ ان جي ملڪيت لُٽي وئي ۽ ان جي گهر کي ڊاهي پٽ ڪيو ويو.

حجاج پنهنجي نائب طور خدمتون انجام ڏيڻ لاءِ عبدالرحمان بن عبيد تميمي کي مقرر ڪيو جيڪو گهڻو سخت ماڻهو هيو. جڏهن حجاج ڪوفي ۾ موجود حالتن کان مطمئن ٿي ويو ته اهو بصري ڏانهن روانو ٿي ويو. بصري ۾ بنواميه گهراڻي خلاف گهڻي مخالفت هئي ۽ شهر

وڳوڙي حالتن ۾ هيو. اتي ان هڪڙي تقرير ڪئي ۽ بصري ۾ ماڻهن کي گهڻو گهٽ وڌ ڳالهايائين. ان انهن کي ساڳي نموني ۾ ڌمڪايو جنهن ۾ ان ڪوفي جي ماڻهن کي ڌمڪايو هيو. ان انهن کي ٻڌايو ته جيڪڏهن اهي ٽن ڏينهن جي اندر مهلب جي لشڪر ۾ شامل نه ٿيندا ته انهن کي سخت سزا ڏني ويندي جڏهن اهو منبر تان لٿو ته ايئن ٿيو ته شريڪ بن عمرو يشڪري نالي هڪڙو ٻڍڙو شخص، جيڪو هڪڙي اک کان معذور هيو ۽ ڇن جي تڪليف هيس، ان جي پرسان آيو ۽ چيائين: "الله شال امير تي ڪرم ڪري! مان ڇن جو مريض آهيان. خليفي جي پاءُ ۽ بصري جي سابق گورنر بشر بن مروان به مون کي فوجي خدمت ڪرڻ کان رعايت ڪئي هئي." حجاج چيو: "مان سمجهان ٿو ته تون سچ ڳالهائي رهيو آهين." بهرحال، اهو چوڻ کان هڪدم پوءِ ان حڪم ڏنو ته ان جو ڪنڌ ڪپيو وڃي. نتيجو اهو نڪتو ته بصري جو هر نوجوان ۽ ڪراڙو ماڻهو مهلب جي لشڪر ۾ شامل ٿيو.

هڪڙي ڏينهن اهو ٿي حجاج ماني کائي رهيو هيو ۽ ان جا ڪجهه دوست پڻ دسترخوان تي موجود هيا. ايتري ۾ پوليس وارا هڪڙي شخص کي پڪڙي آيا ۽ چيائون اهو نافرمان آهي. اهو ماڻهو خوف مان ڏڪي رهيو هيو. ان حجاج کي چيو: "خدا جي واسطي مون کي مارجان نه. مون کي خدا جو قسم آهي ته مون ڪڏهن به ڪنهن کان رقم اوڌاري ڪونه ورتي آهي، نه ڪڏهن ڪنهن لشڪر ۾ شامل ٿيو آهيان. مان ڪوري (اُننڊڙ) آهيان ۽ مون کي گرفتار ڪري هتي آندو ويو آهي جڏهن ته مان پنهنجي آڏاڻي واري ڪُڏي تي مصروف هيس." حجاج حڪم ڏنو ته ان شخص جو هڪدم سر وڍيو وڃي. جڏهن غريب شخص تلوار ڏٺي ته پنهنجو پاڻ ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو ۽ ان حالت ۾ ان جو ڪنڌ ڪپيو ويو.

حجاج ماني کائيندو رهيو ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه هيو. البت، ان جي دوستن ماني کائڻ بس ڪئي. اهي اهو ظلم ڏسڻ سان حيران ٿي ويا. حجاج ناراض ٿي ويو ۽ چيائين: "توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟ توهان جي منهن جو پنو ڇو لهي ويو آهي ۽ ماني جا گرانهه توهان جي هٿن مان ڇو ڪري پيا آهن؟ ڇا اهو انهي ڪري آهي ته رڳو هڪڙي ماڻهوءَ کي قتل

ڪيو ويو آهي؟ هڪڙو نافرمان ماڻهو ٻين لاءِ نافرماني ڪرڻ جو مثال قائم ڪري ٿو. حڪمران کي اهو اختيار آهي تہ ان کي قتل ڪري يا ڇڏي ڏئي."

حجاج جو خيال هيو تہ ڪوفي ۽ بصري جي ماڻهن جو فقط تڏهن هوش ٺڪاڻي آئي سگهجي ٿو جڏهن انهن تي اهڙي قسم جو ظلم ۽ ڏاڍ ڪيو وڃي.

اسان جيڪو هتي بيان ڪيو آهي اهو ان جي شديد بربريت جو هڪڙو مختصر احوال آهي، ورنہ ان جي ظالماڻن عملن ۽ ان مختلف طريقن سان جيڪي قتل ڪيا انهن کي لکت ۾ پيش ڪرڻ لاءِ هڪڙي ٿلهي ڪتاب جي ضرورت آهي.

ابن جارود حجاج جي ڏاڍ ۽ ظلم خلاف بغاوت ڪئي پر بغاوت ڪامياب ڪونہ وئي ۽ حجاج سوڀارو ٿي ويو. ان باغين مان اڪثر ماڻهن جا سر وڍرايا ۽ اهي مهلب ڏانهن اهو چورائي موڪليائين تہ انهن جي کليل ميدان ۾ نمائش ڪر تہ جيئن اهي ماڻهو جيڪي بغاوت لاءِ سوچيندا هجن اهڙي قدم کڻڻ جي نتيجي تي غور ڪن. پوءِ ان ڪوفي ۽ بصري جي هزارين ماڻهن کي بنواميہ جي دشمنن سان لڙائي ڪرڻ لاءِ زبردستي فوج ۾ ڀرتي ڪيو. ايئن ڪرڻ سان ان حضرت علي عليہ السلام جي پيروڪارن کان انتقام ورتو ۽ ساڳي وقت ان انهن سپاهين کي پنهنجي مفاد لاءِ استعمال بہ ڪيو ٿي. ان جي نتيجي ۾ انهن ٻنهي شهرن ۾ هڪڙو بہ نوجوان ڪونہ بچيو جنهن کي مرڻ لاءِ مجبور نہ ڪيو ويو هجي. اهي يا تہ حجاج جي هٿان قتل ٿيا يا ان جي دشمنن جي تلوارن سان.

عراق جي ماڻهن حجاج جي خلاف وري وري بغاوتون ڪيون پر بغاوتون ڪمزور هيون ۽ جلد ئي حجاج باغين تي قبضو ڪري ورتو ۽ اهي ان جي غضب جو نشانو ٿي ويا. انهن مان اڪثر کي قتل ڪيو ويو. انهن جي گهرن کي باهيون ڏنيون ويون، ۽ انهن جي ملڪيتن کي ضبط ڪيو ويو. روزانو سوين ماڻهن کي موت جي منهن حوالي ڪيو ويندو هيو. جن مردن ۽ عورتن کي عراق جي جيلن ۾ قيد رکيو ويو هيو انهن کي ڀيانڪ اذيتون ملنديون هيون ۽ پنهنجي قتل ٿيڻ جي واري جو

انتظار ڪندا رهندا هيا. جيڪڏهن حجاج يا ان جي سپاهين کي انهن کي مارڻ جو وقت ڪونہ ملندو هيو تہ اهي بک وگهي مري ويندا هيا. ماڻهو پنهنجا ڏينهن پريشان حالي ۾ گذاريندا هيا. جڏهن حجاج زاويہ ۽ دير جماجم جي لڙاين ۾ فتح حاصل ڪئي تہ انهن جي حالت اڃا وڌيڪ خراب ٿي وئي. زاويہ واري لڙائي جي نتيجي ۾ جنهن ۾ حجاج فتح حاصل ڪئي ۽ محمد بن اشعث کي شڪست ٿي، يارهن هزار عراقين کي گرفتار ڪيو ويو. پهرين مرحلي ۾ ان انهن سان واعدو ڪيو تہ انهن کي ڇڏيو ويندو پر جڏهن انهن هٿيار ڦٽي ڪيا تہ ان انهن سيني جا سر وڍرائي ڇڏيا. دير جماجم واري لڙائي جي نتيجي ۾ عراقي مڪمل طور تي غلبي ۾ اچي ويا. اتي ڪاڏ خوراڪ جي کوٽ هجڻ کان علاوه ويا پڻ پڪڙجي وئي. سيئي باغي گرفتار ٿي ويا ۽ حجاج هڪڙي ماڻهوءَ کي بہ زندهہ ڪونہ ڇڏيو.

هرطرف پکڙيل ان سموري تباهي، دهشت ۽ ڦرلٽ کان پوءِ بہ ڪوفي ۽ بصري وارن کي امن نصيب ڪونہ ٿيو. حجاج انهن کي تنگ ڪندو رهيو ۽ قتل ٿيڻ وارن ماڻهن جو انگ ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو. انهن کي قتل ڪرڻ کان اڳ اهو اڻنگي نموني سان انهن جي بي عزتي ۽ توهين ڪندو هيو ۽ انهن جي خيالن ۽ عقيدن تي چٿرون ڪندو هيو. جيئن ان طرفان ماڻهن جو قتلام ڪرڻ جي ڪا حد ڪونہ هئي، ان طرفان ماڻهن جي بي عزتي ۽ توهين ڪرڻ واري روش انتها تي پهتل هئي، ايتري تائين جو ماڻهو جڏهن بہ مسجد يا بازار ۾ ملندا هيا تہ اهي ان کان سواءِ ٻي ڪنهن ڳالهہ بابت گفتگو ڪونہ ڪندا هيا تہ گذريل ڏينهن فلاڻي کي قتل ڪيو ويو اڄ فلاڻي کي ٽياس تي ٽنگيندا. ۽ ڪنهن کي مارڻ کان اڳ ان سان ڪهڙي بدسلوڪي ڪئي وئي. حجاج جو تڪيو ڪلام "سپاهي! ان جو ڪنڌ ڪپي ڇڏ" عراق ۾ شهرين جو عام گفتگو هوندي هئي.

ان کي حضرت علي عليہ السلام جي شيعن سان ايترو تہ بغض هيو جو اهو انهن ماڻهن کي بہ قتل ڪندو هيو جن جا نالا حضرت ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان جي ياتين جي نالن وارا هيا. مثال طور، علي، حسن، حسين وغيره. اڪثر ماڻهو ايندا هيا ۽ پنهنجن

نالن تي معذرت جو اظهار ڪندا هيا. اهو ٻڌايو ويو آهي ته هڪڙو ماڻهو ان وٽ آيو ۽ چيائين: "اي امير! منهنجي والدين مون سان وڏي ناانصافي ڪئي. انهن مون تي علي نالو رکيو. توڙي جو مان غريب ۽ مجبور ماڻهو آهيان ۽ تنهنجي مدد ۽ همدردي جو طلبگار آهيان."

مختصر ڳالهه ڪجي ته حجاج جو ظلم مثالي چوٽي تي ويو هيو ۽ حضرت علي عليه السلام جا حمايتي ان جو خاص نشانو هيا. جڏهن ان جي حڪم هيٺ قتل ٿيل ماڻهن جي ڳڻپ ڪئي وئي ته معلوم ٿيو ته انهن جو تعداد هڪ لک ويهه هزار هيو. ان جي مرڻ وقت پنجاهه هزار مرد ۽ ٽيهه هزار عورتون جيل ۾ قيد ٿيل هيا.

بهرحال، اموي خليفي - عبدالملڪ بن مروان - پنهنجي پٽ ڏانهن سفارش لکي موڪلي: "حجاج جي عزت ڪر، ڇو ته اهوئي آهي جنهن مسجدن ۽ منبرن کي پيرن سان لتاڙيو آهي، شهرن کي تباهه ڪيو آهي ۽ تنهنجي خاطر دشمنن تي قبضو ڪيو آهي." ان انهي سفارش تي پوري طرح عمل ڪيو هيو. عبدالملڪ جي مرڻ کان پوءِ ان جي پٽ وليد حجاج کي ڪوفي، بصري ۽ مشرقي پرڳڻن جو گورنر رهڻ ڏنو.

*****

هن باب کي ختم ڪرڻ کان اڳ اهو ضرور لڳي ٿو ته هڪڙي انتهائي دردناڪ واقعي جو ذڪر ڪجي. اهو واقعو بنواميه ۽ ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنه جي اولاد ۽ انهن جي واسطيدار حمايتين جي عادتن ۽ خصلتن کي پڌرو ڪري ٿو. جيڪڏهن هڪڙي طرف اهو حضرت علي عليه السلام جي حمايتين جي اعليٰ ظرفي ۽ مان شان کي ظاهر ڪري ٿو ته ٻئي طرف اهو بنواميه جي ڪميٽائپ ۽ بدمعاشي جو عڪس پيش ڪري ٿو.

مختصر طور ڳالهه هي آهي: حجر بن عدي ڪِندي حضرت علي عليه السلام جو هڪڙو پرخلوص پوئلڳ هيو. جڏهن امام حسن عليه السلام مجبور ٿي ويا ته معاويه سان صلح ڪن ته حجر پڻ ٻين سان گڏ بيعت ڪئي هئي. پر ان ڳالهه ان کي حضرت علي عليه السلام لاءِ محبت ۽ معاويه لاءِ نفرت ترڪ ڪرڻ لاءِ ڪونه هرڪايو. بلڪ ان حضرت علي عليه السلام جي نقش قدم تي هلڻ گهريو. ان گهريو ته ان جو ڪردار به حضرت علي عليه السلام جي ڪردار جو نمونو هجي.

حجر هڪڙو گهڻو مخلص ۽ ديانتدار ماڻهو هيو. ان امن کي پسند ڪيو ٿي ۽ لڙائي جهڳڙي کان نفرت ڪئي ٿي. ان دلي طور سماجي انصاف جي حمايت ڪئي ٿي. ان عوامي خدمت واري معاملي جي مقابلي ۾ ٻي ڪنهن به ڳالهه کي اهم ڪونه ٿي سمجهيو. انهن سيني معاملن ۾ ان جا خيال ساڳيا هيا جيڪي حضرت علي عليہ السلام جا هيا. جيڪڏهن ڪنهن حڪمران عوام جي مدد ڪئي ته هن ان جي حمايت ڪئي، ورنه ٻي صورت ۾ اهو ان جو سخت دشمن هيو. تنهن ڪري اهو فطري هيو ته اهو منبرن تان حضرت علي عليہ السلام خلاف بنواميہ جي گستاخين کي پسند نه ڪري ۽ انهي عمل خلاف کلم کلا پنهنجي ناراضگي جو اظهار ڪري، توڙي ان کي وقت جي حڪمران هٿان تڪليفن کي منهن ڏيڻو پوي.

تاريخ ۾ اچي ٿو ته ڪوفي جي گورنر مغيره بن شعبہ منبر تان حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ گستاخي ڪئي. حجر بن عدي اٿي بيٺو ۽ رڙ ڪري چيائين: "اها ڪهڙي بيهودگي آهي. تو جيڪي اسان جا وضيفا روڪي رکيا آهن اهي اسان کي ادا ڪر. رقم تنهنجي لاءِ ڪونهي، اڳين گورنرن ته ڪڏهن به ان ۾ اکيون ڪونه وڌيون ۽ نه تڪيو. تون اميرالمومنين علي عليہ السلام جي شان ۾ گستاخي ڪرين ٿو ۽ لُچن جي تعريف ڪرين ٿو ۽ ڳڻ ڳائين ٿو." ٻين گهڻن ماڻهن به حجر جي حمايت ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ مغيره کي تقرير اڌ ۾ ڇڏي منبر تان لهڻو پيو. حجر جڏهن به شرعي قانونن جي ڀڃڪڙي ٿيندي ڏسندو هيو ته ماٺ ڪونه رهندو هيو ۽ بنواميہ تي ملامت ڪندو رهندو هيو.

انهن ڏينهن ۾ مغيره فوت ٿيو ۽ زياد بن سميہ ان جي جاءِ تي گورنر مقرر ٿيو. ڪنهن وقت زياد ۽ حجر پاڻ ۾ دوست هيا، پر هڪڙي واقعي جي ڪري انهن جي دوستي ختم ٿي وئي. ٿيو هيئن ته هڪڙي مسلمان عرب هڪڙي غير مسلم ذمي کي قتل ڪيو. معاملو زياد جي آڏو پيش ٿيو جنهن فيصلو ڪيو ته مسلمان کي ڏوهه جي سزا ڏيڻ ضروري ڪونهي پر اهو خون بها ادا ڪندو. ذمي جي وارثن خون بها وٺڻ کان انڪار ڪيو. انهن جو موقف هيو ته:

- اسلام ۾ سيئي ماڻهو خدا جي مخلوق آهن.
- ڪنهن کي وڏي يا نه وڏي هر انسان هڪ انسان جو پاڇو آهي.
- ڪوبه عرب غيرعرب (عجمي) کان برتر ڪونهي. صرف تقوا ۽ سٺا عمل ئي آهن جيڪي ڪنهن کي ٻئي کان افضل ڪن ٿا.

حجر ان عدل ۾ يقين رکيو ٿي جنهن کي امام علي عليه السلام پنهنجو مول متو بڻايو هيو ۽ جنهن خاطر انهن پنهنجي جان قربان ڪئي. تنهن ڪري ان زياد جي فيصلي کي پسند ڪونه ڪيو. اهو ماٺ به رهي ڪونه سگهيو. ان اصرار ڪيو ته ادلي بدلي وٺڻ جي معاملي ۾ مسلمان ۽ غيرمسلم برابر آهن. ٻين گهڻن مسلمانن به حجر جي حمايت ڪئي. زياد ۽ ان جي ماڻهن کي ڊپ ٿيو ته فساد برپا ٿي ويندو. تنهنڪري زياد ٻي دليءَ سان حڪم ڪيو ته ڏوهي کي سزا ڏني وڃي. ان کان پوءِ ان حجر ۽ ان جي ساٿين جي رويي بابت شڪايت ڪندي معاويه کي لکيو. معاويه زياد کي هدايت ڪئي ته حجر ۽ ان جي ساٿين جي سرگرمين کي نظر ۾ رکي ته جيئن ان کي انهن جي ڪنهن اهڙي ڪم يا ڳالهه جي خبر پئجي وڃي، جيڪو انهن خلاف هڪڙي ثبوت جو ڪم ڏئي. ان وقت کان پوءِ اڳتي لاءِ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ اختلاف وڌندا ويا. زياد ڪوفي جي ڪجهه رهاڪن کي حجر ڏانهن موڪليو ته جيئن اهي ان کي صلاح ڏين ته اهو پنهنجين سرگرمين کان مڙي وڃي. اهي حجر سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ موٽي آيا ۽ ٻڌايائون ته اهو پنهنجن خيالن ۾ تمام سخت هيو. زياد پوءِ حجر کي پاڻ وٽ گهرايو پر ان اچڻ کان انڪار ڪيو. آخرڪار زياد هڪڙي پوليس آفيسر کي موڪليو ته حجر کي گرفتار ڪري. بهرحال، حجر ۽ پوليس عملي جي وچ ۾ جهيڙو ٿي پيو ۽ اهو روپوش ٿي ويو.

زياد کي گهڻي ڪاوڙ آئي. ان محمد بن قيس بن اشعث کي سڏرايو جيڪو حجر جو حمايتي ۽ ڪِندِي قبيلي جو معزز شخص هيو. ان کي ڌمڪي ڏنائين ته ان جيڪڏهن حجر کي پيش نه ڪيو ته اهو ان کي جيل ۾ واڙيندو ۽ ان جا هٿ پير وڍيا ويندا ۽ ان کي ڦاهي چاڙهيو ويندو. حجر اهو ڪونه ٿي گهريو ته ڪوئي ٻيو شخص ان جي بدلي ۾ تڪليفون سهي. تنهن ڪري اهو زياد وٽ آيو پر ايئن ڪرڻ کان اڳ

حجر ان کان واعدو ورتو تہ اھو ان کي ايذاء ڪونہ ڏيندو پر بجاءِ ان جي اھو ان کي معاويہ ڏانھن موڪليندو جنھن سان اھو پاڻ معاملي کي طئي ڪندو.

بھرحال، جيئن ئي حجر پھتو تہ ان کي گرفتار ڪيو ويو ۽ جيل ۾ واڙي ڇڏيائون. ان کان پوءِ ان جي حمايتين جي ڳولا ڪئي وئي. ٿوري رتوڇاڻ ڪانپوءِ انھن مان ڪجھہ گرفتار ٿيا ۽ انھن کي پڻ جيل ۾ وڌائون.

زياد پوءِ ڪوفي جي ماڻھن کي گھرايو ۽ انھن کي چيائين تہ انھن ماڻھن خلاف شاھديون ڏين ۽ انھن کي ڌمڪايائين. بھرحال، انھن مان ڪجھہ شاھدي ڏني تہ حجر ۽ ان جي دوستن ٻئي ڪنھن سان بہ نہ پر حضرت علي عليہ السلام سان محبت ڪئي ٿي، ۽ انھن عثمان رضہ تي نڪتہ چيني ۽ معاويہ کي گارگند ڪيو ٿي. انھن جيڪو چيو زياد ان سان مطمئن ڪونہ ٿيو ڇوتہ ان ڪو فيصلائتو ثبوت گھريو ٿي. انھي دوران ابوبرده بن ابوموسيٰ اشعري حجر جي خلاف ھڪڙو شاھدي وارو دستاويز تيار ڪيو. "ھي ثبوت آھي جيڪو الله خاطر ابوبرده بن ابوموسيٰ اشعري ڏنو آھي. اھو ظاھر ڪري ٿو تہ حجر ۽ ان جا ساٿي فرمانبردار ڪونہ رھيا آھن ۽ جماعت ڇڏي چڪا آھن. انھن معاويہ جي خلافت ڏانھن پنھنجي پسنديدگي ختم ڪري ڇڏي آھي ۽ ھڪڙو پيرو وري لڙائي شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آھي."

ابوبرده جڏھن دستاويز لکي پورو ڪيو تہ زياد ڪوفي جي ماڻھن کي چيوتہ ان تي پنھنجي صحيح ڪن. اٽڪل ستر ماڻھن ان تي صحيحون ڪيون. زياد ٺڳيءَ سان انھن جي ھيٺيان اھڙن ماڻھن جا نالا لکيا جيڪي نہ تہ ان وقت اتي موجود ھيا ۽ نہ انھن پنھنجون صحيحون وڌيون ھيون. انھن مان ھڪڙو قاضي شريح ھيو. ان ھڪدم معاويہ ڏانھن پيغام موڪليو جنھن موجب شاھدي واري دستاويز کان پنھنجي لاتعلقي ظاھر ڪيائين ۽ واضح انداز ۾ چيائين: "مان تصديق ڪيان ٿو تہ حجر ھڪڙو ديندار ماڻھو آھي ۽ زماني جي معزز ترين شخصيتن مان ھڪ آھي."

حجر ۽ ان جي دوستن کي پوءِ معاويہ وٽ وٺي ويا. زياد جو خط ۽ شاھدي وارو دستاويز ان کي مليا. ان ٻئي لکتون ماڻھن جي سامھون پڙھيون. ان تي ڪجھہ ماڻھن ان کي مشورو ڏنو تہ الزام ھيٺ آيل ماڻھن

کي قيد ۾ وجهي ڇڏي پيِن رڳ ڏني تہ انهن کي شام جي مختلف شهرن ڏانهن موڪليو وڃي ۽ عراق ڏانهن واپس وڃڻ جي اجازت نہ هجي. معاويہ انهي معاملي جي باري ۾ زياد سان لک پڙهہ ڪئي. ان جواب ڏنو: "جيڪڏهن توهان عراق کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ گهرو ٿا تہ توهان انهن کي هتي واپس اچڻ نہ ڏجو.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ معاويہ هڪڙي ماڻهوءَ کي حجر ۽ ان جي ساٿين ڏانهن موڪليو ۽ انهن کي آڇ ڪيائين تہ جيڪڏهن اهي پاڻ کي علي (عليہ السلام) کان ڌار ڪن ۽ ان کي گهٽ وڌ ڳالهائين ۽ عثمان (رضہ) جي تعريف ڪن تہ انهن جي جان بچائي ويندي، پر جيڪي ائين ڪرڻ کان انڪار ڪندا اهي قتل ٿي ويندا.

حجر ۽ ان جي دوستن آڇ کي ٺڪرائي ڇڏيو ۽ انهن کي ماريو ويو. اها دردناڪ ڳالهہ (ڪهاڻي) تاريخ جي سيني ڪتابن ۾ پڻ محفوظ ٿيل آهي. اهو واقعو ڪردار جي عظمت ۽ انهن انسانن جي ثابت قدمي ڏيکاري ٿو، جو تہ انهن تلوارن کي پنهنجن سرن مٿان لٽڪندي ۽ پنهنجن قبرن کي پنهنجين اکين سان ڏٺو ٿي، پوءِ بہ هڪڙي گهڙي لاءِ بہ حضرت علي عليہ السلام لاءِ پنهنجي محبت کي ترڪ ڪري ڪونہ سگهيا. معاويہ ۽ ان جي ماڻهن انهن جي معاملي ۾ جيڪو ڪيو اهو هيو تہ انهن مان هرهڪ جي آڏو انهن قبر کوٽي هئي تہ جيئن انهن مان جيڪو حضرت علي عليہ السلام لاءِ نفرت جو اظهار ڪرڻ کان انڪار ڪري تہ ان جو ڪنڌ ڪپيو وڃي ۽ هيٺ قبر ۾ اڇلايو وڃي.

انهن ماڻهن بابت ڪجهہ تاريخدانن اهو بيان ڪيو آهي تہ حجر جي ساٿين مان ٻن ماڻهن جڏهن تلوارون ۽ قبرون ڏٺيون تہ ڊڄي ويا ۽ معاويہ جي سپاهين کي چيائون تہ انهن کي خليفي وٽ وٺي وڃن، چيائون تہ انهن کي علي (عليہ السلام) ۽ عثمان (رضہ) بابت معاويہ جي خيالن سان ڪو اختلاف ڪونهي. تنهن ڪري انهن کي معاويہ وٽ وٺي ويا. انهن مان هڪڙي ظاهري طور علي (عليہ السلام) خلاف نفرت جو اظهار ڪيو پر ٻئي حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين جي تعريف ڪئي، معاويہ ۽ ان جي حمايتين کي گهٽ وڌ ڳالهايو ۽ عثمان (رضہ) لاءِ نهايت سخت لفظ چيائين. جنهن کي معاويہ برداشت ڪري

ڪونہ سگھيو. ان حڪم ڏنو تہ ان شخص کي زياد ڏانھن وٺي وڃو ۽ هدايت ڪيائين تہ ان کي اھڙي نموني ۾ قتل ڪيو وڃي جو اڄ تائين اسلامي دنيا ۾ ڪنھن کي بہ اھڙي نموني قتل نہ ڪيو ويو ھجي. زياد ان کي جيئري پورائي ڇڏيو.

اھو ٻڌايو ويو آھي تہ جڏھن حجر کي قتل ڪرڻ لڳا تہ ان فقط ھي جملو ڳالھايو: "اسان ۽ انھن مسلمانن جي وچ ۾ الله آھي. عراقين اسان جي خلاف شاھديون ڏنيون ۽ شامين اسان کي قتل ڪيو."

انھي حقيقت ۾ ڪو شڪ ڪونھي تہ اموي گھراڻي طرفان قائم ڪيل آمراڻي ۽ ظالماڻي حڪومت جي مثال ۾ اھن طرفان ڪيل ھاڃن جو ڪو مثال ئي ڪونھي ۽ حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جون حياتيون ھٿي پاسي عمل ۽ عقل جي پارسائي ۽ جمھوريت جو بھترين نمونو آھن. اھي امويڻ وانگر ماڻھن جي جذبن جو استحصال ڪونہ ڪندا ھيا پر اھي زمين جي اپت کي عام ماڻھوءَ جو حق سمجھندا ھيا، نہ ڪي شاھوڪارن ۽ اثر رسوخ رکندڙ ماڻھن جو.

بنواميہ جي حمايتين ۽ پيروڪارن جي فطرت جو حضرت علي عليہ السلام جي اولاد ۽ پيروڪارن جي فطرت سان سخت تضاد ھيو. تنھن ڪري دنيا جا پوڄاري ماڻھو مادي فائدن لاءِ امويڻ ڏانھن لاڙو رکندا ھيا ۽ عام ماڻھو پڻ گھڻي تعداد ۾ انھن جا فرمانبردار ٿي ويا. اھو انھيءَ ڪري ٿيو جو ان وقت ماڻھو اخلاقي قدرن جو ڪاٿو ڪونہ ڪندا ھيا ۽ اھو سمجھي ڪونہ سگھندا ھيا تہ مستقبل ۾ انھن لاءِ ڇا فائديمند رھندو ۽ انھن لاءِ ڇا خطرناڪ ٿيندو. تنھنڪري اھي وقتي فائدي لاءِ سوچيندا ھيا ۽ انھن کي اھو احساس ڪونہ ٿيندو ھيو تہ اھي ڪھڙي قسم جي ماڻھن جي حمايت ڪري رھيا آھن. جڏھن انھن کي ان جو احساس ٿيو تہ پاڻي سر مٿان گذري چڪو ھيو ۽ تمام گھڻي دير ٿي وٺي ھئي.

ٻئي پاسي جن ماڻھن جي فطرت، اخلاق ۽ طور طريقن حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جي گڻن ۽ خصلتن سان ھڪجھڙائي رکي ٿي، انھن ڏانھن لاڙو رکيو ٿي ۽ حق جي راھہ تي ثابت قدم رھيا. اھي امويڻ ۽ انھن جي حمايتين ھٿان سخت اذيتن ۽ تڪليفن مان گذريا پر اھي ڪڏھن بہ ڪونہ ٿڙيا يا ھمت ڪونہ ھاريائون. پنھنجي امام

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي مثال جي پوئواري ڪندي انھن پنھنجي جان قربان ڪئي، باقي سماجي انصاف ڪان منھن موڙ ڪي برداشت ڪونہ ڪيائون.

بلڪل ايئن جيئن حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جا حمايتي اعليٰ گڻن وارا ٿيا ۽ عظمت، پارسائي ۽ حسن سلوڪ جو اعليٰ خصوصيتون حاصل ڪيائون، ساڳي نموني ۾ اموين جا پيروڪار انا پرستي، هٺ ڌرمي، ڏاڍ ڪرڻ ۽ استحصال ڪرڻ وانگر بداخلاقين جا شڪار ٿي ويا.

*****

اھو بهتر ٿيندو جيڪڏهن اسان هڪڙو دفعو وري ڪجھ عرب ليکڪن جي بيان ڪيل خيالن جو انھن تي تبصرو ڪرڻ کان سواءِ، حوالو ڏيون ڇو تہ اسان هن باب ۾ جيڪو ڪجھ چيو آهي ان ذريعي انھن جي اجائي ڳالھہ (گفتگو) جي مڪمل طور تي ترديد ٿي وڃي ٿي. انھن عرب ليکڪن مان محمد ڪرد علي جو نالو ڪٺنداسين ۽ ان بنواميہ جي فضيلت ۽ اهميت بابت جيڪو بيان ڪيو آهي ان کي ٻين طرفان انھن جي ساراهہ جا ڏک پرڻ جو هڪڙو نمونو سمجھيو ويندو.

معاويہ ۽ ان جي فوج جنھن کي ان مسلمانن جي قتل و غارت ڪرڻ، انھن جي مال ۽ ملڪيت کي لٽڻ، انھن جي گهرن کي ڊاهڻ، انھن جي معصوم ٻارڙن کي ڪُهڻ ۽ انھن جي عورتن کي ساڙي اڇلائڻ لاءِ موڪليو هيو تہ جيئن شام جي خزاني ۾ اضافو ٿئي ۽ اھو خزانو معاويہ ۽ ان جي ساٿين جي ڪم اچي. پوءِ اھو انھن فوجين جي ڪم اچي ۽ اهي فوجي ان جي، ان جي پٽ يزيد جي ۽ ان جي ويجھي مائٽ مروان ۽ ان جي ساٿين جي حفاظت ڪن ۽ علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ، حسين بن علي عليھم السلام، عمار بن ياسر رضي الله تعاليٰ عنھما، حجر بن عدي رضي الله تعاليٰ عنہ ۽ ٻين اشراف ماڻھن جي قتل ۾ ساٿ ڏين ۽ مدد ڪن. محمد ڪرد علي معاويہ ۽ ان جي رت جي پياسن فوجي آفيسرن جي تعريف ڪندي، جن گذريل صفحن ۾ بيان ڪيل بي شمار هاڃا ڪيا، پنھنجي "اسلام والحضرت العربيہ" نالي ڪتاب ۾ لکي ٿو: "معاويہ جيڪو نهايت ڪارائتو قدم کنيو اھو فوجين جي پگھار

وڏائڻ وارو ڪم هيو ۽ خوش قسمتي سان ان زياد بن ابيہ مغيره بن شعبہ ضحاڪ بن قيس، مسلم بن عقبہ بسر بن ارطات وغيره جهڙن قابل ماڻهن جي حمايت حاصل ڪئي."

انهن رت جي پياسن ماڻهن جي تعريف ڪندي ڪرد لکي ٿو تہ اهي گهڻو قابل ۽ عظيم شخصيتون هيا توڙي جو ان لاءِ اها وضاحت ڪرڻ ضروري هئي تہ اسلام جو اهڙن ظالمن ۽ آمرن سان ڪو واسطو ڪونہ هيو سيئي مُهذب انسان، آيا عرب هجن يا عجمي (غيرعرب) اهڙن ظالم ماڻهن سان نفرت ڪن ٿا.

اها گهڻي حيران ڪن ڳالهہ آهي تہ محمد ڪرد علي کي اهڙيون ڳالهيون لکندي ان جو ضمير جهنجهوڙي بہ ڪونہ ٿو هٽي، نہ وري اهو تاريخي حقيقتن کي ڪوڙو ڪرڻ سان ويهين صدي ۾ رهندڙ انسانن سان انصاف ٿو ڪري. اهو پاڻ اهاڳالهہ بہ وساري ويهي ٿو تہ اڳ ۾ خود ان پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي: "معاويہ جي دور ۾ هڪڙي ديندار ماڻهوءَ کي چيو ويو: 'تو ماڻهن کي ڪهڙي حالت ۾ ڏٺو آهي؟' ان جواب ڏنو 'مون انهن کي ٻن حالتن ۾ ڏٺو - مظلوم ماڻهو جيڪي انصاف کان محروم آهن ۽ ظالم ماڻهو جيڪي ناانصافي ڪندي ٿڪجن ڪونہ ٿا.'"

# حضرت عثمان رضہ جا قاتل

اسان حضرت علي عليہ السلام جي اولاد ۽ بنواميہ ۽ انهن جي واسطيدار حمايتن جي فطرت جو جيڪو مختصر پوتا ميل بيان ڪيو آهي اهو واضح طور تي پڌرو ڪري ٿو تہ اقتدار ۽ حڪومت، پاڻ پڏائڻ ۽ خود غرضي لاءِ چاهہ بنواميہ جي دلين ۾ اونهيون پاڙون کوڙي چڏيون هيون، ۽ انهن جا پيروڪار جن جون عادتون ۽ فطرت بہ پنهنجن مالڪن واري ساڳي هئي، پڻ انهن وانگر ايتروئي حريص هيا.

جيئن اسان اڳ ۾ بيان ڪيو آهي تہ بنواميہ ۽ انهن جي حمايتين اسلام ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مخالفت ڪئي ڇو تہ انهن قريش جي سردارن واري ذهنيت رکي ٿي، جيڪي ان ڳالهہ کي برداشت ڪري ڪونہ سگهيا تہ اسلام انهن کي غلط ڪمن کان روڪيندو ۽ انهن جي سماجي ضابطن کي تباهہ ڪندو جيڪي شڪ ڪونهي تہ واپارين ۽ شاهوڪار ماڻهن لاءِ فائديمند هيا، پر غريبن ۽ محتاجن لاءِ موت جو پروانو هيا.

جنهن ڏينهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجي رسالت جي مقصد جو اعلان ڪيو ان ڏينهن کان وٺي مڪي جي فتح تائين قريشين منجهان سردارن ۽ مرتبن وارن ماڻهن اسلام قبول ڪيو هيو پر انهن مان هرهڪ جي تمنا ۽ مقصد الڳ الڳ (مختلف) هيا.
واقعا پڌرو ڪن ٿا تہ انهن ماڻهن کي هيٺين ٽن درجن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

اول تہ اهي ماڻهو هيا جن اسلام کي سچو مذهب سمجهيو ٿي ۽ ان کي دل و جان سان قبول ڪيو هئائون. سردارن منجهان انهن جو ڳاڻاٽو تمام ٿورو هيو.

ٻيا اهي هيا جيڪي ڏسي رهيا هيا تہ انهن ٻن ڌرين ـ مسلمان ۽ قريش مشرڪ ـ مان ڪير ڪامياب ٿئي ٿو. انهن ڪامياب ڌر ۾ شموليت اختيار ڪرڻ گهري ٿي. انهي درجي سان عمرو بن عاص جو تعلق هيو. اسان بعد ۾ انهن حالتن جو ذڪر ڪنداسين جن ۾ ان اسلام قبول ڪيو.

ٽئين درجي ۾ اهي ماڻهو هيا جن بي دليءَ سان اسلام قبول ڪيو. انهن پنهنجو وقار ۽ فضيلت واري حيثيت وڃائي هئي ۽ مسلمانن جي صفن ۾ انهي نيت سان شامل ٿيا هيا تہ جيئن ئي موقعو مليو تہ بي خبري ۾ اسلام جو تختو اونڌو ڪنداسين. قريشين جي رئيسن ۽ سردارن جي انهي حلقي ۾ معاويہ جو پيءُ ابوسفيان بن حرب ۽ اهي قبيلائي سردار اچي وڃن ٿا جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لاڏاڻي کان هڪدم پوءِ مرتد ٿي ويا.

قريشين جا اهي رئيس ۽ سردار جيڪي پهرين درجي ۾ اچي وڃن ٿا اهي پنهنجي دين تي ثابت قدم رهيا ۽ انهن جو اسلام لاشعوري طور تي، انهن جو بلند مرتبي وارن خاندانن سان تعلق هجڻ ڪري، انهن جي جذبات سان گڏيل سڏيل هيو.

باقي جيترو بيئن ٻن درجن سان واسطو رکندڙ ماڻهن جو معاملو آهي تہ انهن جي سياست جو محور فقط معاشي رخ وارو هيو ۽ ان جي سماجي چڙهت هئي. انهن درجن سان تعلق رکندڙ قريشي سردارن پاڻ ۾ پنهنجن مفادن لاءِ اتحاد ڪيو. جيڪڏهن انهن جا مفاد گڏيل هيا تہ اهي هڪ ٻئي جي مدد ڪندا هيا، پر جيڪڏهن اهي اختلافي هيا تہ اهي الڳ الڳ ڪم ڪندا هيا.

بدعنواني ۽ فساد جي ذميواري، توڙي جو آخري ٻن درجن سان تعلق رکندڙ سردارن جو ان ۾ گهڻو هٿ هيو، ٽنهي درجن سان تعلق رکندڙ سردارن تي عائد ٿئي ٿي. انهن دولت ۽ ملڪيت ميڙڻ جي ڪنهن بہ موقعي کي هٿان وڃڻ نہ ڏنو ۽ انهن کي اها پرواهہ ڪونہ هئي تہ انهن ڏينهن ۾ اسلام کي ترقي وٺرائڻ لاءِ مسلمانن جي ڪلهن تي ڪيتريون گهڻيون ذميواريون آيل هيون. حضرت ابوبڪر صديق رضہ جي خلافت واري دور جي شروع کان ئي مفاد ۽ دولت لاءِ چاهہ جون نشانيون ظاهر ٿيڻ شروع ٿي ويون هيون. ان ڳالهہ جو ثبوت خالد بن وليد وارو واقعو آهي ۽ اهي سخت الفاظ جيڪي انهي معاملي جي باري ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جي وچ ۾ استعمال ٿيا. مختصر طور ڪهاڻي اها آهي تہ خالد بن وليد مالِ غنيمت حاصل ڪرڻ لاءِ بي انصافي ۽ ڏاڍ سان مالڪ بن نويره کي قتل ڪيو ۽ ان جي

زال جي عزت لُٽي، جيڪا گهڻي خوبصورت هئي. جڏهن حضرت ابوبڪر رضہ وٽ اها خبر پهتي تہ اهو حيران ٿي ويو ۽ افسوس پڻ محسوس ڪيائين ۽ هي مشهور جملو چيائين: "مالِ غنيمت عربن کي لالچي بڻائي ڇڏيو آهي ۽ خالد منهنجي حڪمن جي انحرافي ڪئي آهي."

جڏهن خالد حضرت ابوبڪر رضہ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيو تہ ان جي ترڪش ۾ ٽي تير هيا. جڏهن حضرت عمر رضہ ان کي ڏٺو تہ ان چيو: "اي الله جا دشمن! تنهنجا اهي سڀ ڪم منافقي وارا آهن. خدا جو قسم جيڪڏهن مان تو تي قابض ٿي ويس تہ مان توکي مرڻ تائين سنگسار ڪندس." پوءِ ان خالد جي ترڪش مان تير ڪڍيا ۽ انهن کي ڀڃي ڇڏيو. خالد کي ڪجهہ بہ ڪچڻ جي جرئت ڪونہ ٿي، ڇو تہ اهو انهي تاثر ۾ هيو تہ عمر رضہ حضرت ابوبڪر رضہ جي هدايتن موجب قدم کڻي رهيو هيو.

بعد ۾ خالد حضرت ابوبڪر رضہ سان ملاقات ڪئي ۽ ان جي آڏو بهانا بيان ڪرڻ لڳو. حضرت ابوبڪر رضہ ان تي اعتبار ڪيو ۽ ان جي بهانن کي قبول ڪيائين. جڏهن حضرت عمر رضہ کي انهي ڳالهہ جي خبر پئي تہ ان حضرت ابوبڪر رضہ کي خالد جي خلاف ڀڙڪايو ۽ رٽ ڏنائين تہ مالڪ بن نويره کي قتل ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ خالد کي لازمي سزا ڏني وڃي. حضرت ابوبڪر رضہ چيو: "اي عمر! بهتر آهي تہ تون خاموش رهہ. خالد پهريون ماڻهو ڪونهي جنهن شرعي قانون جي تشريح بابت غلطي ڪئي هجي."

حضرت عمر رضہ جي ڏينهن دوران قريشين جي نامور ماڻهن پڻ دنياوي مفادن لاءِ واجهايو ۽ اهڙا تمام گهڻا مثال موجود آهن جيڪي ان حقيقت کي ثابت ڪن ٿا. ان جو بهترين ثبوت اهي شعر آهن جيڪي هڪڙي شاعر لکيا ۽ حضرت عمر رضہ ڏانهن موڪليائين. انهن بيتن ۾ اهو چيو ويو هيو تہ ڪجهہ شهرن ۽ پرڳڻن ۾ ناليوارن ماڻهن ۽ عهديدارن عوامي ملڪيت ۾ خورد برد ڪئي ۽ انهي ڳالهہ جو بہ خيال رکيائون تہ جيئن اهو معاملو ان (حضرت عمر رضہ) جي ڄاڻ ۾ نہ اچي. اهو بہ بيان ٿيل هيو تہ انهي استحصال ڪري ماڻهو تمام گهڻو مشڪلات ۾ هيا.

شاعر چوي ٿو: "جڏهن اهي آماده ٿين ٿا تہ اسان پڻ آماده ٿي وڃون ٿا. جڏهن اهي جهاد ڪن ٿا تہ اسان پڻ جهاد ڪيون ٿا. پوءِ انهن دولت ڪٿان حاصل ڪئي آهي، جڏهن تہ اسان هٿين خالي آهيون؟

جڏهن ڪو هندوستاني واپاري مُشڪ آڻي ٿو تہ اهو انهن عهديدارن جي مٿن ۾ هاريل ڏسجي ٿو. جنهن ڪان وٺي سگهين الله جي ملڪيت واپس وٺ. جيڪڏهن تون انهن کي انهن جي اڌ دولت بہ رکڻ جي اجازت ڏيندين تہ بہ اهي ماڻهو مطمئن ٿي ويندا."

حضرت عمر رضہ انهن مان ڪجهہ ماڻهن کي حڪم ڪيو تہ اهي پنهنجون جايون يا رهائشون نہ ڇڏين ۽ ٻين کي انهن جي عهدن تان لاهي ڇڏيائين. ان انهن مان ڪن کي هدايت ڪئي تہ اهي پنهنجي ڪمائي جو حساب ڪتاب پيش ڪن ۽ انهن جي دولت ضبط ڪيائين.

حضرت عثمان رضہ عهديدارن کي مڪمل آزادي ڏئي ڇڏي ۽ عمر رضہ انهن جي لالچ کي جيڪي لغام ڏنا هيا اهي کولي ڇڏيائين. اهي عهديدار بنواميہ جي اڳواڻي ۾ فاتح ٿي ويا. جيڪي هڪڙي وقت ظاهر ٿيا ٿي تہ ٻئي وقت گم ٿي ويا ٿي. نتيجو اهو نڪتو تہ ماڻهو وڏين تڪليفن ۾ مبتلا ٿي ويا ۽ عهديدار اهڙين بڇڙين سرگرمين ۾ ملوث ٿي ويا جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زماني ۾ يا حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جي زمانن ۾ ڪڏهن ڏٺيون ئي ڪونہ ويون هيون.

مناسب لڳي ٿوتہ اسان هتي حضرت عمر رضہ جو اهو جملو ورجايون جيڪو ان حضرت عثمان رضہ جي باري ۾ چيو هيو. ان جملي مان اندازو ٿي سگهي ٿوتہ دورانديش ۽ پري واري نظر رکڻ وارن اصحابن کي بنواميہ ۽ انهن جي ساٿين هٿان ڪهڙن ڪهڙن هياءَ ڏاريندڙ ڪارنامن جي واقع ٿيڻ جو خدشو رهندو هيو. انهن کي اندازو هيوتہ جيڪڏهن حڪومت جون واڳون بنواميہ جي هٿ چڙهي ويون تہ اهي ڪهڙيون ڪهڙيون تباهيون مچائيندا. هڪڙو دفعو حضرت عمر رضہ حضرت عثمان رضہ کي چيو:

"مان پنهنجين اکين سان اهو ڏسي رهيو آهيان تہ قريشين توکي حاڪم بڻايو توبنواميہ ۽ بنو ابي معيط وارن کي ماڻهن جي ڪنڌن تي

سوار ڪري ڇڏيو ۽ غنيمت جي مال کي بنواميہ ۽ بن ابي معيط وارن لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو. جنهن جي نتيجي ۾ عرب جي بگهڙن جي هڪڙي ٽولي توتي چڙهائي ڪئي ۽ توکي تنهنجي ئي بستري تي خراب نموني ۾ قتل ڪري ڇڏيو. خدا جو قسم! جيڪڏهن ماڻهن توکي حاڪم بڻايو تہ تون ضرور بنواميہ وارن کي ماڻهن جي ڪنڌن تي سوار ڪري ڇڏيندين ۽ جيڪڏهن ائين ڪندين تہ عرب وارا توکي قتل ڪري ئي ڇڏيندا."

انهي سلسلي ۾ حضرت عثمان رضہ جي خليفي ٿيڻ کان اڳ حضرت عثمان رضہ ۽ بنواميہ بابت حضرت علي عليہ السلام جيڪو چيو ان جو هتي حوالو ڏيڻ بي جاءِ ڪونہ ٿيندو. انهن پنهنجي چاچي حضرت عباس رضہ کي چيو هيو: "مون کي پڪ آهي تہ قريشي عثمان (رضہ) کي خلافت تي ويهاريندا، ۽ عثمان نيون ايجادون متعارف ڪرائيندو. جيڪڏهن اهو زنده رهيو تہ مان توهان کي پنهنجا اهي لفظ ياد ڏياريندس ۽ جيڪڏهن اهو قتل ٿئي ٿو يا فوت ٿئي ٿو تہ بنواميہ حڪمراني کي پنهنجي چوڌاري ڦيرائيندا رهندا." حضرت عثمان رضہ جي معاملي ۾ امام علي عليہ السلام جي اڳڪٿي ڪيئن نہ سچي ثابت ٿي!

جڏهن حضرت عثمان رضہ خلافت سنڀالي تہ ان کي انهن مسئلن کي منهن ڏيڻو پيو هيو جيڪي گهڻو منجهيل هيا. بنواميہ انهن مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ حضرت عثمان رضہ جي مدد ڪرڻ جي بجاءِ انهن مسئلن کي اڃا بہ وڌيڪ پيچيده ڪري ڇڏيو. ان کان علاوه اهي حضرت عثمان رضہ جي نرمي جو جيترو فائدو وٺي سگهيا ٿي اوترو ورتائون. پنهنجين پاليسين جو بنياد خانداني تعصب تي رکيائون، ذاتي اثر رسوخ ۽ اختيار مان ڪم ورتائون ۽ عوامي ڀلائي کان ٽال مٽول ڪيائون. سرڪاري اختيار جا سڀ وسيلا استعمال ڪندي انهن سيني عهدن ۽ مرتبن کي پنهنجي لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيو ۽ حڪومت جي اسلامي سرشتي کي خالص سرمايہ دارانہ سرشتي ۽ خلافت کي بادشاهي منجهہ تبديل ڪيائون. رياست جا سمورا وسيلا انهن جي دوستن ۽ غلامن جي هٿ هيٺ ٿي ويا.

اسان هتي ڪجهہ مثال بيان ڪنداسين جيڪي اهو ظاهر ڪندا تہ حضرت عثمان رضہ جي ڏينهن دوران بنواميہ ڪهڙي حيثيت ماڻي ۽ رياست ڪيئن انهن جي هٿن ۾ رانديڪو ٿي وئي هئي.

حضرت عثمان رضہ خلفي ٿيڻ کانپوءِ ماڻهن کي بنواميہ جو ڳيجهو بڻائڻ شروع ڪيو. ان بنواميہ وارن کي اسلامي شهرن ۽ پرڳڻن جو حاڪم مقرر ڪيو ۽ انهن کي زمين جون وڏيون ايراضيون ڏنائين، ان مسلمانن جي ملڪيت کي شاهوڪارن جو رانديڪو بڻائي ڇڏيو. کلم کلا سرمائيدار طبقي جي حمايت ڪيائين. جن کي اسلام اڳ ۾ مات ڏئي ڇڏي هئي. نتيجو اهو نڪتو تہ عهديدار ۽ طاقتور ماڻهو وڏيڪ شاهوڪار ٿي ويا ۽ عام ماڻهو انهن جا غلام ٿي ويا.

اسان هتي ڪجهہ مثال بيان ڪنداسين جيڪي اهو ظاهر ڪندا تہ حضرت عثمان رضہ جي ڏينهن دوران بنواميہ ڪهڙي حيثيت ماڻي ۽ رياست ڪيئن انهن جي هٿن ۾ رانديڪو ٿي وئي هئي.

آفريڪي ملڪن جي فتح مان جيڪو مالِ غنيمت حاصل ٿيو حضرت عثمان رضہ ان مان پنجون حصو پنهنجي سوٽ مروان بن حڪم کي ڏئي ڇڏيو. ان نئين روايت تي ماڻهن تمام گهڻي ڪاوڙ جو اظهار ڪيو! عبدالرحمان بن حنبل ماڻهن جي خيالن جي ترجماني ڪندي چوي ٿو: "مون کي الله تعاليٰ جو قسم آهي تہ الله ڪنهن بہ شي کي بيڪار ڪونہ ڇڏيو آهي، پر اي عثمان تو اسان جي لاءِ فتنو پيدا ڪري ڇڏيو آهي. اها تنهنجي لاءِ آزمائش آهي يا ٿي سگهي ٿو اسان جي لاءِ هڪڙي آزمائش هجي. ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ ورهاست جو طريقو واضح ڪري ڇڏيو هيو. نہ انهن پاڻ ڪجهہ ڦٻايو ۽ نہ پنهنجي خواهش مطابق ڪجهہ خرچ ڪيو"

فدڪ، جيڪا دراصل حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جي ملڪيت هئي، اها حضرت عثمان رضہ مروان کي ڏئي ڇڏي، حضرت عثمان ان کي بيت المال مان پڻ هڪ لک درهم ڏنا. عبدالله بن خالد بن اسد نالي هڪڙي اموي ان کي مدد ڪرڻ لاءِ عرض ڪيو تہ هن ان کي هڪ لک درهم ڏنا. توڙي جو وسيلن جي اهڙي اجائي استعمال جو جواز ڪونہ هيو. اهو خاص طور تي حڪم بن عاص تي گهڻو مهربان هيو

جيڪو اسلام جو ڪٽو دشمن هيو ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان کي مديني مان نيڪالي ڏئي ڇڏي هئي. حضرت عثمان رضہ ان کي بہ هڪ لک درهم ڏنا.

مديني ۾ مهزول (فيروز) نالي هڪڙي بازار هئي جيڪا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مسلمانن لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. حضرت عثمان رضہ اها حرث بن حڪم کي تحفي ۾ ڏئي ڇڏي

مديني جي پسگردائي ۾ چراگاهہ هيا جن کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سيني مسلمانن جي جانورن جي چَرڻ لاءِ گڏيل زمين (وقف) قرار ڏنو هيو. حضرت عثمان رضہ اهي چراگاهہ مسلمانن کان کسي ورتا ۽ خاص طور تي بنواميہ لاءِ مخصوص ڪري ڇڏيا. ان کان پوءِ اڳتي لاءِ صرف بنواميہ جا اٺ اتي چَري سگهيا ٿي. آفريڪي علائقن مان، مصر کان طنجہ تائين، حاصل ٿيندڙ محصولن جي سموري رقم ان عبدالله بن ابي سرح کي ڏئي ڇڏي جنهن ڏينهن ان مروان بن حڪم کي هڪ لک درهم ڏنا، بہ لک درهم ابوسفيان بن حرب کي پڻ ڏنا. ان تي زيد بن ارقم جيڪو خزانچي هيو پنهنجن اکين ۾ لڙڪ ڀري حضرت عثمان رضہ وٽ آيو ۽ بيت المال جون ڪنجيون ان کي اڇلائي ڏنائين. حضرت عثمان رضہ چيو: "تون ڇو روئين رهيو آهين؟ مون پنهنجي مائٽي ڪري انهن ماڻهن جو لحاظ ڪيو آهي." زيد بن ارقم چيو: "توڙي جيڪڏهن تون مروان کي هڪ سو درهم ڏين ها تہ اهي بہ تمام گهڻو هجن ها، پر توتہ ان کي هڪ لک درهم ڏنا آهن!" حضرت عثمان رضہ چيو: "ڪنجيون اتي ئي ڇڏي وڃ. منهنجي لاءِ گهڻائي خزانچي ڳولڻ ممڪن ٿي ويندو."

عراق منجهان تمام گهڻي دولت آئي هئي. حضرت عثمان رضہ سموري رقم بنواميہ وارن منجهہ ورهائي ڇڏي جڏهن ان پنهنجي نياڻي عائشہ جي حرث بن حڪم سان شادي ڪرائي تہ ان اڳ ۾ جيڪو ڪجهہ ڏنو هيو ان کان علاوه حرث کي هڪ لک درهم ڏنائين. ان حارث کي اُٺن جو هڪڙو وڏو وڳر پڻ ڏنو جيڪي مختلف اسلامي علائقن مان آيا هيا. حضرت عثمان رضہ ان کي بنو قضاعہ قبيلي کان زڪوات وصول ڪرڻ لاءِ پڻ مقرر ڪيو ۽ گڏ ڪيل زڪوات جي سموري رقم ان

کي ڏئي ڇڏيائين. اها ٽيهہ لک درهم جي رقم هئي. (شرح نهج البلاغہ جلد 1 صفحو 98).

هڪڙي دفعي ڪجهہ اڪابر اصحابن، جن جي اڳواڻي حضرت علي عليہ السلام ڪري رهيا هيا، حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪئي ۽ ان سان حارث بابت ڳالهايائون. حضرت عثمان رضہ چيو: "اهو منهنجو ويجهو مائٽ آهي." اصحابي سڳورن چيو: "ڇا حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جا ويجها مائٽ ڪونہ هيا. ڇو انهن پنهنجن مائٽن تي عنايتون نہ ڪيون؟" حضرت عثمان رضہ جواب ڏنو: "ابوبڪر (رضہ) ۽ عمر (رضہ) پنهنجن مائٽن کي محروم رکي الله کان بدلو گهريو. جڏهن تہ مان انهن تي عنايتون ڪرڻ سان الله کان بدلو گهران ٿو." اصحابن سڳورن چيو: "اسان انهن بزرگن جي رويي کي تنهنجي ڪردار مٿان ترجيح ڏيون ٿا."

حضرت عثمان رضہ اهڙيون گهڻيون ڳالهيون ڪيون جن مرتبا رکندڙ ماڻهن کي ناجائز ذريعن سان دولت ميڙڻ لاءِ همٿايو. ان اثر رسوخ وارن ماڻهن کي آزاد ڇڏي ڏنو تہ ڪين جيڪو وڻي ڪندا وتن. بلڪ ان انهن لاءِ معاملا وڌيڪ آسان ڪري ڇڏيا تہ جيئن اهي بنواميہ جي ڏوهن ۾ شامل ٿي سگهن ۽ انهن تي طنز ڪرڻ جو انهن کي موقعو ئي نہ ملي.

طلحہ بن عبيدالله ڪوفي ۾ هڪڙو شاندار محلات ٺهرايو جيڪو ٿن صدين کان پوءِ بہ عربن منجهہ "دارالطلحيتن" جي نالي سان مشهور رهيو. ان جي آمدني بابت مسعودي مروج الذهب ۾ ٻڌايو آهي تہ فقط عراق مان ان کي روزانو هڪ هزار سونيون گينيون ملنديون هيون. بلڪ ان کان بہ وڌيڪ. ايتري ئي رقم ڪناس مان ايندي هئي. مديني ۾ ان هڪڙو عاليشان محلات ٺهرايو جيڪو حضرت عثمان رضہ جي محل سان مقابلو ڪندڙ هيو.

عبدالرحمان بن عوف ڪيتريون ئي وڏيون ۽ عاليشان محلاتون ۽ ماڙيون ٺهرايون. ان جا ڪيترائي اصطنبل هيا ۽ انهن مان هرهڪ ۾ هڪ سو گهوڙا پاليل هيا. اهو هڪ هزار اٺن ۽ ڏهہ هزار رڍن ٻڪرين جو پڻ مالڪ هيو. انهي سموري دولت کان علاوه ان وٽ ٽيهہ لک سونيون گينيون هيون.

زيد بن ثابت پنهنجي ورثي ۾ ايترو گهڻو سون ڇڏيو جو ان کي وارثن ۾ ورهائڻ لاءِ ڪهاڙي سان ٽڪرن ۾ ڪپڻو پيو هيو. ان کان علاوه ان ٻين ملڪيتن جو وڏو انگ ورثي ۾ ڇڏيو.

يعليٰ بن اميہ مرڻ وقت پنج لک سونيون گينيون ورثي ۾ ڇڏيون.

زبير بن عوام جي باري ۾ مسعودي لکي ٿو تہ حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ ان وٽ هڪ هزار غلام ۽ هڪ هزار ٻانهيون هيون. ان بصري (ڪوفي) ۽ اسڪندريہ جهڙن شهرن ۾ مختلف جاين تي عاليشان محلات ٺهرايا ۽ پنجاهہ هزار سونين گينين ۽ هڪ هزار گهوڙن جو مالڪ هيو.

اهو سڀ لکڻ کان پوءِ مسعودي چوي ٿو: "انهي ڳالهہ کي بيان ڪرڻ لاءِ تہ حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ شاهوڪار ماڻهن جي دولت ڪيئن وڌي، داستانن لکڻ جي ضرورت آهي. حضرت عمر رضہ جي دور ۾ اهڙي حالت ڪونہ هئي."

حضرت عثمان رضہ ۽ ٻيا اموي جنهن ماڻهوءَ تي راضي ٿيندا هيا تہ ان جي دولت جي ڪا حد ئي ڪونہ رهندي هئي. عام ماڻهو بکون ڪاٽيندا هيا، جڏهن تہ حضرت عثمان رضہ جا دوست ۽ مائٽ دولت سان ڪيڏندا هيا. انهن ايتري تہ دولت گڏ ڪئي جو ماڻهن اڳ ۾ نہ ايتري دولت ڏٺي هئي ۽ نہ ڪڏهن ٻڌو هيو. اهو پاڻ بہ گهڻو شاهوڪار هيو. قتل ذريعي شهيد ٿيڻ وقت ان جي خزانچي وٽ هڪ لک پنجاهہ هزار سونيون گينيون ۽ هزارين درهم هيا. قريہ ۽ حنين جي وادين ۾ ان جي هڪ لک درهمن جي ملڪيت هئي. ان وٽ بيشمار اٺ ۽ گهوڙا پڻ هيا. (ڏسو صادق عرجون جو مصر ۾ ڇپيل ڪتاب "عثمان".)

حضرت عمر رضہ جي دور ۾ ايراني بادشاهن جا مالي غنيمت طور آيل هيرا ۽ جواهر بيت المال ۾ رکيل هيا. البت، اهي حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ ان جي نياڻين جي ڳچين ۾ چمڪندي نظر ايندا هيا. ماڻهو پنهنجين اکين سان پنهنجن حقن کي پائمال ٿيندي ڏسندا هيا. حڪومت ۾ شامل ماڻهو غريب رعيت تي ٺٺوليون ڪندا هيا، جيڪي جواب ۾ ڪجهہ بہ چوڻ جي جرئت ڪونہ ڪري سگهندا هيا.

مروج الذهب ۾ مسعودي حضرت عثمان رضہ بابت لکي ٿو: "حضرت عثمان رضہ گهڻو هٿ ڦاڙ هيو. ان جا گورنر ۽ ٻيا ماڻهو پڻ ان

جي مثال جي پوئواري ڪندا هيا. حضرت عثمان رضہ مديني ۾ هڪڙو محلات نهرايو جنهن جا دروازا ساڳوان جي ڪاٺ جا هيا. ان مديني ۾ وڏيون ملڪيتون، باغ ۽ کوهہ پڻ خريد ڪيا.“

حضرت عثمان رضہ بنواميہ وارن کي ڪليل ڇوٽ ڏئي ڇڏي تہ اهي آفيسرن جي ڀرتي ڪن ۽ انهن کي عهدن تان هٽائين. انهن پنهنجي حڪومت کي مستقل بڻائڻ لاءِ دولت گڏ ڪئي ۽ اثر رسوخ ۽ اختيار جا حلقا ٺاهي ڇڏيا. انهن سڀني براين جي جڙ مروان بن حڪم هيو جنهن کي حضرت عثمان رضہ پنهنجو وزير مقرر ڪيو هيو. هر معاملي ۾ حضرت عثمان رضہ ان جي صلاح تي هلندو هيو.

ساڳي طرح حضرت عثمان رضہ ماڻهن کي مالي طور تي ٻن طبقن ۾ ورهائي ڇڏيو. هڪڙو طبقو آفيسرن ۽ حضرت عثمان رضہ جي مائٽن تي مشتمل هيو جيڪي دولت سان ڪيڏندا هيا ۽ هر قسم جون زيادتيون ڪندا هيا. ۽ ٻيو طبقو عام ماڻهن جو هيو جيڪي محروم ۽ محتاج هيا.

اڳ ۾ اهو طريقيڪار هيو تہ محصول جنهن بہ شهر يا علائقي مان وصول ڪيو ويندو هيو تہ پهرين مرحلي ۾ انهن ئي جاين سان تعلق رکندڙ ضروتمندن جي مدد ڪرڻ لاءِ خرچ ٿيندو هيو ۽ واڌو رقم کي گادي واري شهر موڪليندا هيا تہ جيئن خليفو اتي ضروتمند ماڻهن تي خرچ ڪري. حضرت عثمان رضہ حڪم ڪيو تہ سموري رقم گادي واري شهر ڏانهن موڪلي وڃي. مطلب پرست ماڻهن پاليسي ۾ انهي تبديلي جو گهڻو فائدو ورتو.

ڊاڪٽر طٰحٰہ حسين لکي ٿو: ”انهي طريقيڪار جي ڪري جيڪا پهرين گڙٻڙ پيدا ٿي، اُها اِها هئي تہ عراق ۽ ٻين پرڳڻن ۾ وڏي پيماني تي سرمائيداريت پکڙجي وئي. انهي طريقيڪار انهن ماڻهن کي فائدو پهچايو جيڪي وڏا سرمائيدار هيا ۽ گهٽ حيثيت واري طبقي جي ماڻهن جي ملڪيت خريد ڪري سگهيا ٿي. اٿين طلحہ ۽ مروان بن حڪم گهڻيون ملڪيتون خريد ڪيون. ان کان پوءِ اڳتي لاءِ خريد ۽ فروخت، گروي رکڻ ۽ ٺيڪي تي ڏيڻ وغيره جو طريقيڪار شروع ٿي ويو نہ رڳو حجاز ۽ عراق ۾ پر ٻين عرب ملڪن ۽ مفتوح علائقن ۾ پڻ ۽ وڏيون جائدادون وجود ۾ اچي ويون. انهن حالتن ۾ هر قسم جا ماڻهو ڏوڪڙ

ٿاهڻ ۾ مصروف ٿي ويا. جنهن جي نتيجي ۾ شاهوڪار حڪمرانن جو طبقو وجود ۾ اچي ويو. اهو طبقو ابي ڏاڏي کان ورثي ۾ مليل جائدادون رکڻ وارن ماڻهن کان وڌيڪ نااليوارو ٿي ويو.

جيڪا بي گڙٻڙ پيدا ٿي، اُها اِها هئي تہ جن ماڻهن خاص طور تي حجاز ۾ ۽ عام طور تي ٻين عرب شهرن ۾ ملڪيتون خريد ڪيون. انهن پنهنجين زمينن مان وڌ ۾ وڌ فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون. انهن بيشمار غلام خريد ڪيا. جلد ئي حجاز چڻ بهشت ٿي ويو. ايئن مديني ۽ طائف جهڙن شهرن ۾ جاگيردارن جو طبقو وجود ۾ اچي ويو. اهي پاڻ ڪم ڪونہ ڪندا هيا، ۽ پنهنجو وقتُ موج مستي ۾ گذاريندا هيا. ۽ سمورو ڪم انهن جا غلام ڪندا هيا. انهن مالڪن جا سمورا معاملا انهن جا نوڪر سنڀاليندا هيا. اهي مالڪ دراصل غلام هيا ۽ غلام حقي مالڪ هيا. ٻئي پاسي بدوي هيا جيڪي زندگي جي هر سهوليت ۽ تفريح کان محروم هيا. انهن وٽ حجاز ۾ زمين جو ٽڪرو بہ ڪونہ هيو جو ان کي وڪڻي عراق ۾ زمين خريد ڪن ها ۽ انهن وٽ عراق ۾ پڻ زمين ڪونہ هئي جنهن کي وڪڻي حجاز ۾ زمين خريد ڪري سگهن ها.

حضرت عثمان رضہ طرفان پرائمرادو يا پنهنجن صلاحڪارن جي مشوري تي کنيل انهن قدمن گهڻو خراب سياسي ۽ سماجي نتيجا سامهون آندا.

سياسي نتيجو اهو هيو تہ فقط ٿورڙا ماڻهو ججهي دولت جا مالڪ ٿي ويا. هر سرمائيدار پنهنجي دولت جي ذريعي ماڻهن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو پنهنجن حامين جي ٽولي کي منظم ڪيو ۽ حڪمران ٿيڻ لاءِ سوچڻ شروع ڪيائين. اهڙن ماڻهن عوام جي تفرقي مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي.

سماجي نقطہ نظر کان ماڻهو مختلف طبقن ۾ ورهائجي ويا. پهرين طبقي سان انهن ماڻهن جو تعلق هيو جيڪي دولتمند هيا ۽ اثر رسوخ ۽ اختيار جا مزا ٻئي ماڻيا، ۽ ٻئي طبقي سان غريبن ۽ مجبورن جو تعلق هيو. پهرين طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهن وٽ جائدادون هيون، غلام ۽ نوڪر هيا، جيڪي انهن جي لاءِ انهن جي زمين ۾ ڪم ڪندا هيا ۽

پيون خدمتون انجام ڏيندا هيا. انهن ٻنهي طبقن جي وچ ۾ وچولو طبقو هيو. انهي طبقي سان تعلق رکندڙ ماڻهو ڏورانهن شهرن ۾ رهندا هيا. اهي دشمنن تي حملا ڪندا هيا ۽ سرحدن جو بچاء ڪندا هيا. ماڻهن جي ملڪيت ۽ جان انهي طبقي جي ڪري سلامت هيا.

شاهوڪار ماڻهن انهي وچولي طبقي جي ماڻهن کي پنهنجو هٿيار بڻايو. شاهوڪارن انهن منجهه اختلاف پيدا ڪيا ۽ انهن کي مختلف ٽولن ۾ ورهايائون. مسلمانن جي تاريخ پڙهو ڪري ٿي تہ اختلاف پهريان مالدار ماڻهن منجهه ظاهر ٿيا. پهرين مرحلي ۾ سرمائيدارن هڪ ٻئي جي مخالفت ڪئي، ۽ بعد ۾ وچولي طبقي جي ماڻهن ۽ شاهوڪار ماڻهن جي وچ ۾ اختلاف ظاهر ٿيا. باقي ٽئين درجي واري طبقي جي ماڻهن جو اهو حال هيو تہ اهي شاهوڪارن جي خدمت ڪندا هيا ۽ انهن جي زمين تي ڪم ڪندا هيا. ظاهر آهي معاشري ۾ انهن جو ڪو اثر رسوخ ڪونہ هلندو هيو ۽ ٻين جي اختلافن ۾ حصو ڪونہ وٺندا هيا. انهن جا اختلاف گهڻو پوء ظاهر ٿيا. (الفتنة الڪبري جلد 1 صفحو 105 کان 109).

ان وقت تائين عرب طبقاتي تفاوتن کان واقف ڪونہ هيا ۽ ڪنهن کي بہ امتيازي حيثيت جا مزا ماڻيندي يا مناسب جواز کان سواء خاص تحفا وٺندي ڪونہ ڏٺو ويو هيو. ان وقت تائين ائين بہ ڪونہ ٿيو هيو تہ عوام الناس جي فلاح و بهبود تي خاص ماڻهن جي بهبود کي ترجيح ڏني وئي هجي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سيرت، انهن جو عدل و انصاف ۽ سخاوت انهن جي ذهنن ۾ گهر ڪري ويٺل هيا. اهي اهڙي حڪومت سان هريل هيا جيڪا عوام جي حڪومت هئي، نہ ڪي ٿورن ماڻهن جي، عدل ۽ انصاف واري حڪومت نہ ڪي آمراڻي ـ اهڙي حڪومت جيڪا ماڻهن جي ڏکن سورن ۾ حصو وٺندي هئي ۽ نہ ڪي اهڙي جيڪا بدنظمي ۽ مونجهارا پيدا ڪندي هجي.

حضرت عثمان رضہ جڏهن حضرت عمر رضہ جي جانشين طور خليفو مقرر ٿيو ۽ مٿي بيان ڪيل پاليسيون اختيار ڪيائين تہ ماڻهو گهڻو پريشان ٿي ويا. انهن وري وري انهن پاليسين خلاف شڪايتون ڪيون ۽ اموي گورنرن ۽ آفيسرن خلاف پڻ ڪاوڙ جو اظهار ڪيائون، جيڪي انهن پاليسين جي پوئواري ڪري رهيا هيا. ڪڏهن ڪڏهن

ائين ٿيندو هيو تہ حضرت عثمان رضہ اموي حڪمرانن جي بدعنوانين جي ڪري شرمندگي محسوس ڪندو هيو. شڪايت ڪندڙن کي صبر سان ٻڌندو هيو ۽ بدعنوان آفيسرن کي عهدن تان هٽائڻ جو واعدو ڪندو هيو. البت، ان کان پوءِ جلد ئي اهي آفيسر حضرت عثمان رضہ تي چڙهت ڪري ويندا هيا ۽ پنهنجن عهدن تي برقرار رهندا هيا. اجا وڌيڪ بدعنوانين ۾ ملوث ٿي ويندا هيا ۽ پنهنجن مخالفن کان بي رحمي سان بدلو وٺندا هيا.

عرب اڪثر ڪري وفد جي صورت ۾ حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪندا هيا ۽ اموي آفيسرن خلاف شڪايت ڪندا هيا. حضرت عثمان رضہ واعدو ڪندو هيو تہ انهن جي شڪايتن جو تدارڪ ڪيو ويندو. البت، اهي جڏهن پنهنجن شهرن ۾ پهچندا هيا تہ واسطيدار گورنر ۽ آفيسر انهن جي اڳواڻن کي قتل ڪرائي ڇڏيندو هيو. جيڪي انهي سزا کان لڪي ٻچي ويندا هيا اهي ٻيهر مديني ايندا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڪابر اصحابن سان شڪايت ڪندا هيا. اصحابي سڀُورا حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪري شڪايت ڪندڙن جي مقصد جي حمايت ڪندا هيا. حضرت عثمان رضہ ظالم حڪمران کي عهدي تان هٽائڻ، ان جي جاءِ تي ڪنهن نئين ماڻهوءَ کي مقرر ڪرڻ جو حڪم ڏيندو هيو. بهرحال، ان کان اڳ جو نئون مقرر ٿيل شخص پنهنجي ڊيوٽي جي جاءِ تي روانو ٿئي هڪڙي قاصد کي خط ڏئي لاٿل حڪمران ڏانهن موڪليو ويندو هيو. جنهن ۾ اهي هدايتون لکيل هونديون هيون تہ نئين مقرر ٿيل گورنر ۽ ان سان گڏ انهن ماڻهن کي جن وفد جي صورت ۾ خليفي سان ملاقات ڪئي هئي، جيئن ئي پهچن تہ موت جي حوالي ڪيو وڃي. انهي مطابق پراڻو حڪمران پنهنجي عهدي تي قائم رهندو هيو ۽ خليفي جي حڪمن تي احتياط سان عملدرآمد ڪندو هيو ۽ پنهنجي ايذاء رساني واري چلت ۾ وڌيڪ پرتشدد ٿي ويندو هيو.

هي اهي پاليسيون هيون جيڪي حضرت عثمان رضہ بااثر ماڻهن جي مشوري تي انهن جي بهبود کي يقيني بڻائڻ لاءِ ۽ انهن جي مفادن جي تحفظ لاءِ اختيار ڪيون. ان جي دور ۾ عام ماڻهن سان وڏا ظلم ۽ ڏاڍ

ٿيندا هيا. ڪڏهن تہ اهي خاموش رهندا هيا ۽ ٻئي وقت اهي مخالفت ڪندا هيا ۽ حڪومت تي ڪلم ڪلا تنقيد ڪندا هيا. ان زماني جي سرمائيدارن جي ڪجهہ شاعرن بلڪل حقي تصوير پيش ڪئي آهي.

معاشري ۾ ڪجهہ اعليٰ ظرف ماڻهو بہ موجود هيا، جن روشن ذهن ۽ ڳالهائيندڙ زبانون رکيون ٿي، ۽ مسلمانن منجهہ وڏي عزت ماڻيندڙ هيا. پين وانگر اهي ماڻهو بہ پڌرين حالتن ڪري انتهائي خوفزده هيا. بهرحال، اهي بنواميہ جي امير شاهي جي سخت مخالفت ڪندا هيا. ان هوندي بہ حضرت عثمان رضہ ۽ ان جي اتحادين طرفان اختيار ڪيل پاليسين خلاف انهن جي مخالفت اصولن واري بنياد تي هئي ۽ انهن جا مقصد بغير ڪنهن بہ خراب ارادي جي بلڪل معقول ۽ ذاتي تعصب کان خالي هيا.

اسان بعد ۾ ڏسنداسين تہ انهن نيڪ نيت، سچار ۽ ديندار ماڻهن سان ڪهڙو حشر ڪيو ويو.

# اعتراضن جي پرمار

جڏهن ماڻهن ۾ اختلاف پيدا ٿي وڃي تہ عمار (رضہ) حق سان گڏ هوندو.

رسول الله.

اي اميرالمؤمنين (عثمان) هن غلام (عمار) ماڻهن کي توهان جي خلاف ڀڙڪايو آهي. جيڪڏهن توهان ان کي قتل ڪرائي ڇڏيندا تہ ٻين جي لاءِ عبرت جو سبق ٿيندو.

مروان.

ابوذر (رضہ) کان وڌيڪ سچ ڪنهن ڳالهائيندڙ ۽ پارسا انسان جو نہ زمين بوجهہ کنيو نہ آسمان ان تي ڇانو وڌو.

رسول الله.

مون کي ان ڪوڙي (ابوذر) جي باري ۾ مشورو ڏيو تہ مان ان کي ماري ڇڏيان، مارڪٽ ڪيان، قيد ۾ وجهي ڇڏيان يا قتل ڪرائي ڇڏيان.

عثمان بن عفان.

جيئن اسان مٿي وضاحت ڪئي آهي تہ بنواميہ ۽ انهن جا حمايتي ۽ ان وقت جا دولتمند ۽ اثر رسوخ وارا ماڻهو حضرت عثمان رضہ جي انتظامي، سياسي ۽ مالي پاليسين ۾ ڪوتاهين لاءِ ذميوار هيا، جن جو وڏين خرابين، فسادن ۽ فتني جي صورت ۾ نتيجو نڪتو. حضرت عثمان رضہ مامرن جي انهي حالت لاءِ پاڻ بہ ڪو گهٽ ذميوار ڪونہ هيو ڇو تہ ان بنواميہ تي ڀروسو ڪيو ٿي ۽ انهن جي پاس خاطري ڪئي ٿي. انهن جيڪي پسند ڪيو ٿي ان لاءِ حڪم ٿي ڏنائين ۽ انهن کي جيڪو نٿي وڻيو ان لاءِ منع ڪيائين ٿي. دراصل اهي حقي حڪمران هيا ۽ حضرت عثمان رضہ انهن جو تابعدار ملازم هيو. حضرت امام علي عليہ السلام اهو چوندي خليفي جي بلڪل سچي تصوير چٽي آهي: "اهو ان ماڻهوءَ وانگر آهي جنهن کي پيئڻ جي پاڻي سان گوگهو اچي وڃي ٿو." (جڏهن تہ گوگهي کان افاقو حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻي پيئڻو پوندو آهي، پر جيڪڏهن ڪنهن شخص کي پاڻي پيئڻ سان گوگهو اچي وڃي تہ ان لاءِ تلافي جي ڪابہ تدبير ڪونهي هوندي) وري اڳتي چون

ٿا: "جنهن ماڻهوءَ جا منظور نظر ۽ رازدان بدعنوان هجن ته اهو ان شخص وانگر آهي جنهن کي پاڻي پيئڻ سان گوگهو اچي وڃي ٿو."

بلڪل ايئن جيئن حضرت عثمان رضہ بنواميہ کي ڇوٽ ڇڏي ڏنو هيو ته اهي اثر رسوخ ۽ اختيار حاصل ڪن ۽ عهديدارن کي اجازت ڏنائين ته عوام الناس جو استحصال ڪرڻ ذريعي دولت ميڙين ۽ گڏ ڪن. ان پنهنجن صلاحڪارن کي پڻ اجازت ڏني ته جيڪڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اڪابر اصحابي ڪو اعتراض ڪن ۽ انهن کي عوام سان عدل ۽ انصاف ڪرڻ لاءِ چون ته اهي انهن اصحابن کي روڪين. اڪثر ايئن ٿيو ته ديندار ۽ انصاف پسند مومنن تي صرف پابندي هڻڻ کي ڪافي ڪونہ سمجهيو ويو پر حضرت عثمان رضہ پنهنجي مرضي سان يا مروان جي صلاح تي انهن کي سخت سزائون ڏنيون. ان انهن کي پنهنجو دشمن سمجهيو جڻ اهي مروان ۽ ان جي ياءُ حرث سان جي نيڪي ۽ ڀلائي ڪرڻ کان حضرت عثمان رضہ کي محروم ڪرڻ گهرندا هجن. حضرت عثمان رضہ هر معاملي ۾ آيا وڏو هجي يا ننڍڙو بنواميہ جي صلاح تي عمل ڪندو هيو جيڪي ان جا مکيہ صلاحڪار هيا ۽ آخرڪار انهن جي ڪري ئي پنهنجي حياتي وڃايائين. انهن سيئي اختيار پنهنجن هٿن ۾ وٺي ڇڏيا، چاهي حضرت عثمان رضہ ان لاءِ راضي هيو يا ناراض، ۽ ان کي بيوس بڻائي ڇڏيائون. حقيقت ۾ انهن ان جو موت گهريو ٿي ۽ ڳجهہ ڳوهہ ۾ ان خلاف بغاوت ڪيائون ته جيئڻ ڀيو ڪو اموي خليفو ٿي وڃي. انهن جي سيني حمايتين ان معاملي ۾ انهن جي مدد ڪئي ۽ جڏهن حضرت عثمان رضہ پنهنجن دشمنن جي گهيري ۾ اچي ويو ته اموي ان کي ڏکئي وقت ۾ ڇڏي ڀڄي ويا، بلڪل ايئن جيئن ان جا ڀيا حمايتي کسڪي ويا هيا.

حضرت عثمان رضہ پنهنجن انهن سيني گهڻ گهرن کي پاڻ کان پري رکيو جن جي مدد سان حالتن ۾ سڌارو اچي سگهيو پيئي ۽ بنو اميہ وارن کي ان پنهنجو رازدان ۽ صلاحڪار بڻايو. اهي جن ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ جو دشمن سمجهندا هيا، توڙي جو حقيقت ۾ اهي ان جا دشمن ڪونہ هيا، ان کي انهن لاءِ مشورو ڏنائون ته انهن کي پاڻ کان ٻہ هٿ پري رکي.

مروان جيڪو شرانگيز ۽ بدمزاج ماڻهو هيو ان جو خاص صلاحڪار هيو پر ان حضرت علي عليہ السلام ڪي اعتبار جي قابل ڪونہ ٿي سمجهيو. البت، جيڪڏهن علي عليہ السلام جي خيالن کي وزن ڏنو وڃي ها تہ اهو حضرت عثمان رضہ کي مخلصاڻي ۽ دورانديشي واري صلاح ڏئي ها ۽ ان کي اقرباپروري ۽ پنهنجن دوستن سان خصوصي رعايتون ڪرڻ کان روڪي ها. اهو پنهنجي حڪومت کي هڪڙي مضبوط ۽ فائديمند راهہ تي قائم ڪري ها، ۽ عوام الناس جي فلاح و بهبود کي ترجيح ڏني وڃي ها، جيڪي ڏاڍ ۽ ظلم کان بچي وڃن ها.

مروان حضرت عثمان رضہ تي ايتري چڙهت ڪري ويو هيو جو ڪابہ پرواهہ ڪونہ ڪيائين، حضرت عثمان رضہ وٽ ويو ۽ ان کي ٻڌايائين تہ علي (عليہ السلام) ۽ ٻيا اڪابر اصحابي ان خلاف سازش ڪري رهيا آهن. اهو چوندو هيو: "اهي ماڻهو عوام کي تنهنجي خلاف ڀڙڪائي رهيا آهن. نظم و ضبط بحال رکڻ ۽ خلافت کي بچائڻ لاءِ فقط هڪڙو ئي طريقو آهي، توکي علي (عليہ السلام) ۽ رسول الله (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جي اڪابر اصحابن کي قتل ڪرڻو پوندو تہ جيئن حڪومت جا معاملا بنواميہ جي صلاح موجب ٺيڪ رکجن. بنواميہ وارا ئي تنهنجا مائٽ ۽ حقي گهڻ گُهرا آهن. جيڪي چاهيندا تہ تنهنجي حڪومت جاري رهي.

جڏهن سيني شهرن ۾ حضرت عثمان رضہ خلاف عام بغاوت پيدا ٿي وئي تہ ان هڪڙي مجلس گهرائي تہ امن امان بحال ڪرڻ لاءِ طور طريقن تي غور ويچار ڪجي. ان مجلس لاءِ صرف بنواميہ ۽ انهن جي حمايتن کي شرڪت ڪرڻ جي دعوت ڏني وئي هئي.

اهي ئي بنواميہ وارا هيا جن خلاف رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اڪابر اصحابن ۽ عوام کي شڪايتون هيون ۽ انهن جي ڪري ئي ماڻهن بغاوت ڪئي هئي. بهرحال، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن کي دعوت ڏيڻ ۽ صورتحال کي سڌارڻ لاءِ انهن سان صلاح مشورو ڪرڻ جي بجاءِ، حضرت عثمان رضہ انهن ماڻهن کي گهرايو جيڪي مڙني فسادن جو بنيادي سبب هيا ۽ جن جي ڪري ئي عوام حضرت عثمان رضہ جو دشمن ٿي ويو هيو.

ان مجلس ۾ جيڪي شريڪ ٿيا انهن پنهنجن پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو ۽ صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ طريقن جي رٿ ڏنائون. اهو ظاهر ٿيندو تہ انهن مان ڪجهہ ماڻهن فسادن جي جاري رهڻ جي تمنا ڪئي ٿي، جو تہ انهن جا مفاد انهي ذريعي بهتر نموني سان پورا ٿي پئي سگهيا. ٻين بہ ساڳين سببن ڪري گڙٻڙ جو هوريان هوريان وڌيڪ پڙڪڻ کي پسند ڪيو ٿي. تاهم ٻين صورتحال جي سڌاري کي چاهيو ٿي، بشرطيڪ انهن جو پنهنجو اثر رسوخ ۽ اختيار متاثر نہ ٿين.

اهي سيئي جن مجلس ۾ شرڪت ڪئي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن دشمناڻو رويو رکندڙ هيا. انهن کي انديشو هيو تہ ان جو عدل ۽ انصاف، سچائي ۽ دينداري انهن جي پنهنجي راند کي ڦٿائي ڇڏيندي ۽ انهن جي ظالماڻين سرگرمين کي ٻنجو ڏيندي، ان جي عدل ۽ مساوات واري حڪمت عملي انهن جي سرمائيداراڻہ حڪومت کي ڍاهي پٽ ڪندي. مجلس جا گهڻو سرگرم ماڻهو معاويہ، مروان ۽ عمرو بن عاص هيا. تنهن ڪري اهو چڱي نموني سان تصور ڪري سگهجي ٿو تہ انهن جي صلاح مشوري جو نتيجو ڪهڙو نڪرڻو هيو.

جيڪڏهن حضرت عثمان رضہ انهن ڏکين حالتن ۾ حضرت علي عليہ السلام سان صلاح مشورو ڪونہ ڪيو تہ ان کي پرواهہ ڪونہ هئي. اهو ان ڳالهہ لاءِ فڪرمند هيو تہ مسلمانن جي حالت سڌرڻ کپي ۽ عدل ۽ انصاف قائم ٿي وڃي، توڙي جو حضرت عثمان رضہ ۽ ان جا حمايتي سندس دشمن ٿي وڃن. اهو آخري گهڙي تائين حضرت عثمان رضہ کي مشورو ڏيندو رهيو تہ ماڻهن جي شڪايتن جو تدارڪ ڪري ۽ انهن سان ٿيل ظلمن جو ازالو ڪري تہ جيئن ان جي خلافت خطري ۾ نہ اچي. هڪڙو ڀيرو جڏهن ماڻهو ٻر ٿي ويا ۽ حضرت عثمان رضہ تي حملو ڪرڻ گهريائون تہ حضرت علي عليہ السلام انهن کي ٿڏو ڪري ڇڏيو ۽ حضرت عثمان رضہ کي پڻ هنن لفظن ۾ صلاح ڏنائين:

"ماڻهو منهنجي لاءِ ٻاهر انتظار ڪري رهيا آهن ۽ انهن مون کي توهان ڏانهن موڪليو آهي تہ توهان ۽ انهن جي وچ ۾ اختلاف جو تصفيو ڪرايان. مان الله جو قسم کڻان ٿو تہ مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ توهان کي ڇا ٻڌايان، جڏهن مان اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونہ ٿو ڄاڻان

جنهن کان توهان خبروار نہ هجو ۽ نہ توهان کي ڪا اهڙي خبر ٻڌائڻي آهي جيڪا توهان تائين اڳ ۾ ڪونہ پهتي هجي. مون کي اهڙي ڪا بہ ڳالهہ معلوم ڪونهي جيڪا توهان کي ٻڌائڻ کپي، نہ وري مون ڳجهي نموني ۾ ڪا ڳالهہ ٻڌي آهي، جيڪا توهان کي ٻڌائڻ گهرجي. مون جيڪو ڏٺو آهي اهو توهان پاڻ پنهنجن اکين سان ڏٺو آهي. توهان بہ اهو ٻڌو آهي جيڪو مون ٻڌو آهي. توهان بہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي صحبت ۾ رهيا آهيو جيئن اسان رهيا آهيون. ابوقحانہ ۽ خطاب جي پٽن تي صحيح ڪم ڪرڻ جي ذميواري ايتري عائد ڪونہ ٿي ٿي جيتري توهان جي مٿان عائد ٿئي ٿي. دراصل انهن جي مقابلي ۾ توهان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا وڌيڪ ويجها مائٽ آهيو. توهان هڪ لحاظ کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا نياٽا آهيو جڏهن تہ اهي ڪونہ هيا. توهان کي الله جو خوف هجڻ گهرجي. خدا جو قسم مان توهان کي اها صلاح انهي ڪري ڪونہ ٿو ڏيان تہ توهان ڪجهہ بہ ڏسي ڪونہ ٿا سگهو ۽ مان توهان کي اهو سڀ انهي ڪري ڪونہ ٿو ٻڌايان تہ توهان کي ان جي خبر ڪونهي. توهان جي اڻڄاڻائي جو ڪو سوال ئي ڪونهي، ڇو تہ شريعت جو رستو بلڪل پڌرو ۽ صاف آهي. توهان کي احساس هجڻ گهرجي تہ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن مان عادل حڪمران کي وڌيڪ پسند ڪري ٿو. جيڪو پاڻ بہ هدايت يافتہ هوندو آهي ۽ ٻين جي پڻ رهنمائي ڪري ٿو جائز عملن کي هٿي وٺرائي ٿو ۽ بدعت جي پاڙ پٽي ٿو. الله تعاليٰ جي آڏو ماڻهن ۾ گهٽو خراب اهو آهي جيڪو ظالم حڪمران آهي، جيڪو پاڻ بہ گمراهہ هوندو آهي ۽ ٻيا بہ ان جي ڪري گمراهہ ٿي ويندا آهن. مون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جن کي اهو فرمائيندي ٻڌو آهي تہ قيامت جي ڏينهن ظالم کي اهڙي نموني ۾ پيش ڪيو ويندو جو اتي ڪير بہ ڪونہ هوندو جيڪو ان جي مدد ڪري يا ان لاءِ سفارش ڪري ۽ ان کي سڌو سنئون جهنم ۾ اڇلايو ويندو." (نهج البلاغہ).

حضرت عثمان رضہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام جا منطقي دليل ٻڌا تہ گهبرائجي ويو. ان فقط اهو چيو تہ مون ڪجهہ بہ غلط ڪونہ ڪيو آهي. مان صرف پنهنجن مٽن مائٽن سان مهربان ۽ هڏڏوکي رهيو آهيان.

سچ کي ڪوڙ سان ملايو ويو ۽ چڱائي کي برائي سان. بنواميہ جون بدعنوانيون وڌنديون ويون. حضرت عثمان رضہ انهن کي ڏکهو رستو ڏنو ۽ پاڻ انهن جي آڏو بيوس ٿي ويو. حضرت علي عليہ السلام هنن لفظن ۾ حضرت عثمان رضہ جي خلافت جي صحيح ۽ جامع تصوير پيش ڪئي آهي: "ان پنهنجن مائٽن جي نهايت نامناسب نموني ۾ پٺڀرائي ڪئي." ان جي اموي مائٽن جي باري ۾ حضرت علي عليہ السلام فرمائي ٿو: "ان سان بنواميہ، ان جي ابن ڏاڏن جي اولاد، پاڻهن بيلي هيا ۽ انهن الله جي ملڪيت کي اهڙي نموني سان چباڙڻ شروع ڪيو جيئن اُٺ گونچن واري گاهہ کي چرندو آهي."

ايئن بنواميہ ۽ انهن جي حمايتن حضرت عثمان رضہ کي اهڙي رستي تي آڻي بيهاريو جيڪو تباهي ۽ بربادي جو رستو هيو. ان جي اقرباپروري جوئي نتيجو هيو تہ ان پنهنجي جان وڃائي. ان جي زال نائلہ رضہ کي پڻ خبر هئي تہ بنواميہ وارا ان کي ڪهڙيون صلاحون ڏئي رهيا هيا. ان کي اها بہ خبر هئي تہ حضرت علي عليہ السلام مخلص ۽ سچار ماڻهو هيو ۽ حضرت عثمان رضہ جو حقي گهڻ گهرو آهي. تنهن ڪري اها مسلسل ان تي زور ڪندي رهي تہ اهو علي (عليہ السلام) سان صلاح مشورو ڪري. البت، بدخواهہ ۽ شرانگيز صلاحڪار جيڪي مسلسل حضرت عثمان رضہ جي چوڌاري لامارا ڏئي رهيا هيا، انهن حضرت نائلہ رضہ جي رٿ جي مخالفت ڪئي ۽ چيو تہ اها هڪڙي گهٽ عقل عورت آهي ۽ اهو ان جي رٿ ڏانهن ڌيان نہ ڏئي.

هڪڙو ڀيرو حضرت عثمان رضہ کي مروان چيو: "خدا جو قسم اهو بهتر آهي تہ بجاءِ ان جي تہ تون ڊپ مان پڇتائين پنهنجن ڏوهن تي قائم رهہ ۽ الله جي آڏو معافي گهر."

ان جو مطلب تہ مروان مڃيو ٿي تہ حضرت عثمان رضہ جي پاليسي غلط هئي ۽ ان جا طريقا ڏوهين وارا هيا، پر مروان جي راءِ مطابق ڪنهن جي لاءِ بجاءِ شرم محسوس ڪرڻ ۽ ان لاءِ پڇتائڻ جي پنهنجن ڏوهن ۽ بچڙائي تي ڄميو رهڻ بهتر هيو.

جيڪو ڪجهہ مروان چيو ان کان سواءِ حضرت عثمان رضہ جي ڌيان تي ڪابہ صلاح ڪونہ آئي. جيڪو ڪجهہ مروان چيو ان تي

حضرت عثمان رضہ هڪدم راضي ٿي ويو پر بين جيڪو ڇيو اهو ڪونہ ٻڌائين.

مروان ماڻهن سان خليفي پاران ڳالهايو ۽ ان جيڪو بہ ڇيو اهو بيو ڪجھ نہ پر تنبيهہ، ڌمڪين ۽ هٺ ڌرمي تي مشتمل هيو ۽ حضرت عثمان رضہ خلاف ملُ هنگامو پيدا ڪرڻ لاءِ ڪافي هيو. هڪڙو دفعو ان حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراء ڪندڙ باغين کي مخاطب ٿيندي چيو: ”توهان ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي؟ توهان هتي ڇو گڏ ٿيا آهيو؟ ڇا توهان اسان کان حڪومت کسڻ گهرو ٿا؟“ مروان جو اهو جملو سيني اموين جي سوچ جي ڍنگ ڏانهن اشارو ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، انهن جي سوچ مطابق اهي سڀ مظلوم ماڻهو جيڪي پنهنجين شڪايتن جو ازالو ڪرائڻ لاءِ آيا هيا، فقط ڦرلٽ ۽ تباهي لاءِ آيا هيا.

غضب ڪيل حقن ۽ عدل واري حڪومت جي بحالي جو مطالبو ۽ ظلم کي ۾نجو ڏيڻ ۽ انهن خلاف قدم کڻڻ جن ماڻهن جي حقن جي انحرافي ڪئي هئي، ۽ اهڙيون بيون ڳالهيون جن متعلق اهي ماڻهو شڪايتون درج ڪرائڻ آيا هيا. اهڙيون ڳالهيون هيون جيڪي مروان جي سوچ مطابق ڪنهن بہ ڌيان ڏيڻ جون گهرجائو ڪونہ هيون، ان جي سوچ مطابق خلافت، بادشاهي ۽ حڪمراني صرف طاقت ۽ اختيار جو مظاهرو ڪرڻ جو ذريعو آهن ۽ انهن جو عوام جي حقن جو بچاء ڪرڻ يا دين ۽ شريعت جو تحفظ ڪرڻ سان ڪو واسطو ڪونهي. ان جي سوچ مطابق اها بنواميہ جي بادشاهي هئي جنهن تي قبضو ڪرڻ لاءِ اهي گهڻي عرصي کان انتظار ڪري رهيا هيا، ۽ ايئن پنهنجي طاقت ۽ اختيار کي وري قائم ڪيائون، جيڪي اسلام اچڻ ڪري تباھ ٿي ويا هيا. ايئن هجڻ ڪري اهو سمجهي نہ سگهيو تہ عوام بنواميہ کي پنهنجي موروثي حڪومت کان محروم ڪرڻ ڇو ٿا گهرن.

*****

اهي سيئي ماڻهو جن بنواميہ جي انتظامي ۽ مالي پاليسي کي پسند نٿي ڪيو ۽ خلوص سان انهن تي تنقيد ڪئي، مروان ۽ حضرت عثمان رضہ جي بين ساٿين ۽ صلاحڪارن جي رٿ تي حضرت عثمان رضہ جي غضب جو نشانو ٿي ويا. انهن ماڻهن مان، جن انهن پالسين ۽

طريقن جي مخالفت ڪئي ٿي، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هڪڙو معتبر اصحابي عبدالله بن مسعود رضہ هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهو اصحابي جن اذيتن مان گذريو ۽ ان تي ماڻهو جيترو گهڻو غمگين ٿيا ان کي کولي پڌائڻ جي مطلب لاءِ اهو ضروري لڳي ٿو تہ ان جي حياتي جي وارتا جو مختصر بيان پيش ڪجي.

عبدالله بن مسعود رضہ انهن ماڻهن مان هڪ هيو جن سڀني کان اول اسلام قبول ڪيو هيو. اهو بہ پڌايو ويو آهي تہ اسلام قبول ڪرڻ وارن ماڻهن ۾ ان جو نالو ڇهين نمبر تي هيو. ان کي ٻہ دفعا هجرت ڪرڻ جو اعزاز حاصل ٿيو پهريون دفعو حبش ڏانهن ۽ پيهر مديني ڏانهن. اهو سدائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي صحبت ۾ وينو هوندو هيو. اهو انهن اصحابن مان هڪ هيو جن سان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن جي سچائي، ايمانداري ۽ دينداري ڪري محبت ڪندا هيا ۽ پيار ڪندا هيا.

شروع زماني جا مسلمان عبدالله بن مسعود رضہ کي وڏن عالمن مان هڪ سمجهندا هيا. ان جي ڳوڙهي علم جي ڪري ئي هيو تہ حضرت عمر رضہ ان کي ڪوفي موڪليو تہ ان شهر جي رهاڪن کي تعليم ڏئي ۽ رهنمائي ڪري، توڙي جو حضرت عمر رضہ کي مديني ۾ ان جي صلاح مشورن جي ضرورت هئي. ان کي جڏهن ڪوفي موڪلي رهيو هيو تہ حضرت عمر رضہ ڪوفي وارن کي هڪڙو خط لکيو. ان لکيو: "مان عبدالله بن مسعود رضہ کي توهان کي تعليم ڏيڻ لاءِ موڪلي رهيو آهيان. ان کي ڪوفي موڪلڻ سان مون پنهنجي مٿان توهان کي ترجيح ڏني آهي. توهان ان کان علم حاصل ڪجو."

گهڻن ئي ڪوفين ابن مسعود رضہ کان فائدو حاصل ڪيو. ان جي شاگردن جو انگ ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو ۽ اهي نامور عالم ٿي ويا. مشهور تابعي سعيد بن جيبر چوندو هيو: "عبدالله بن مسعود رضہ جا شاگرد ان شهر، يعني ڪوفي، جا ڏيئا هيا.

سڀني مسلمانن عبدالله بن مسعود رضہ کي دانشمند عالم تسليم ڪيو ٿي. ايتري تائين جو حضرت عمر رضہ جي دور ۾ اهو ئي هيو جنهن کان ڪوفي پنهنجا مذهبي مسئلا پڇندا هيا ۽ اهي صرف ان جون

فتوائون قبول ڪندا هيا. تفسير جي معاملي ۾ پڻ اهو اعليٰ درجي جي قابل ماڻهن مان هڪ هيو ۽ اهو گهڻي قدر عبدالله بن عباس رضہ جي رتبي جهڙو ماڻهو هيو. ان جا ڪيترائي شاگرد هيا جن علم جي انهي شاخ ۾ پاڻ کي ناليوارو ثابت ڪيو. مثال طور قتاده ۽ مسروق بن اجدع.

مختصر ڳالهہ تہ عبدالله بن مسعود رضہ پنهنجي زماني جو نهايت معزز شخص هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻين اصحابن جي مقابلي ۾ سيني اسلامي شهرن ۾ ان جو گهڻو احترام ڪيو ويندو هيو. انهي نالليواري اصحابي سان حضرت عثمان رضہ ڪهڙو سلوڪ ڪيو؟ ابن مسعود رضہ انهن معزز اصحابن مان هڪ هيو جيڪي کلم کلا بنواميہ جي پاليسين ۽ طريقيڪار کي نامنظور ڪندا هيا ۽ بنا خوف جي تنقيد ڪندا هيا. هر جمعي تي اهو ڪوفي ۾ چوندو هيو: "نهايت مڪمل سچو ڪلام الله جو ڪتاب آهي ۽ بهترين رهنمائي اها آهي جيڪا الله جي رسول حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم مهيا ڪئي. بدترين ڳالهيون بدعتون آهن. هر بدعت گمراهي آهي ۽ هر گمراهي انسان کي دوزخ ڏانهن وٺي وڃي ٿي."

ابن مسعود رضہ جو مٿيون بيان حضرت عثمان رضہ تي ۽ ان جي قدمن تي جيڪي ان عوام الناس جي فلاح و بهبود کي نظرانداز ڪندي اموين ۽ شاهوڪارن ۽ اثر رسوخ وارن ماڻهن جي فائدي لاءِ کنيا، کليل تنقيد آهي.

ان حضرت عثمان رضہ تي تنقيد ڪندي گهڻيون ئي ڳالهيون چيون، مثال طور ان چيو: "الله تعاليٰ جي نظر ۾ عثمان جو ايترو بہ قدر ڪونهي جيترو مک جي پَرَ جو."

ڪوفي جي گورنر وليد بن عقبہ کي حضرت عثمان رضہ بابت ابن مسعود رضہ جي ٽيڪاٽپڻي تي تمام گهڻي مَنيان لڳي. اهو وليد حضرت عثمان رضہ جو ماءُ طرفان ڀاءُ هيو ۽ وڏو شرابي ۽ زاني ماڻهو هيو. حضرت عثمان رضہ شهرين جي ناراضگيءَ جي باوجود ان کي ڪوفي جو گورنر مقرر ڪيو هيو.

وليد حضرت عثمان رضہ کي لکت ۾ اطلاع ڪيو تہ ابن مسعود رضہ ان (عثمان رضہ) تي تنقيد ڪري ٿو ۽ گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو. حضرت

عثمان رضه ان کي چيو تہ عبدالله کي ان ڏانھن روانو ڪري، اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ جڏهن عبدالله رضہ مديني روانو ٿيڻ لاءِ ڪوفي کي ڇڏيو تہ تمام گھڻا ماڻهو ان کي الوداع ڪرڻ لاءِ آيا. هرهڪ ان کي منٿ ڪئي تہ ڪوفي کي نہ ڇڏي ۽ ان کي يقين ڏيارياڻون تہ اهي ان کي ڪوبہ نقصان پهچڻ ڪونہ ڏيندا. البت، ان جواب ڏنو: ”حالتون اهڙيون ٿي ويون آهن جو جلد ئي ڪانہ ڪا ڳالهہ لازمي ٿيندي“

عبدالله بن مسعود رضہ جمعي جي رات مديني پهتو. جڏهن حضرت عثمان رضہ کي ان جي پهچڻ جي خبر پئي تہ ان ماڻهن کي مسجد ۾ گڏ ڪرايو ۽ انهن کي چيو: ”اِجهو هڪڙي بدمزاج جانور کي ڏسو جيڪو توهان جي طرف اچي رهيو آهي، جيڪو پنهنجي خوراڪ کي لتاڙي ٿو ان تي الٽي ڪري ٿو ۽ پيشاب ڪري ٿو.“ ابن مسعود رضہ چيو: ”مان اهڙو ڪونہ آهيان. بلڪ مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي آهيان. مان بدر واري لڙائي ۾ انهن سان گڏ هيس ۽ بيعت الرضوان ۾ پڻ شامل هيس.“

حضرت عائشہ رضہ پنهنجي گهر مان وڏي آواز سان چيو: ”عثمان! تون اهي لفظ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي اصحابي لاءِ چئي رهيو آهين!“ ٻين بہ اهڙن خيالن کي پسند ڪونہ ڪيو ۽ پنهنجي ناراضگي جو اظهار ڪيائون. حضرت عثمان رضہ جي حڪم تحت ان جا آفيسر ۽ غلام هڪڙي تمام نازيبا نموني ۾ حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کي مسجد مان ٻاهر ڪيڍي ويا. اهي ان کي مسجد جي دروازي تائين گهلي ويا ۽ اتي ان کي زمين تي ڪيرائي ڇڏيائون. پوءِ ان کي اهڙي بي رحمي سان ڪُٽيائون جو ان جا هڏا ڀڄي پيا ۽ اتان ان کي مئل لاش وانگر گهر کڻي ويا.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي مانواري اصحابي سان جيڪا جُٺ ٿي ۽ ان کي جيڪو ماريو ويو ان تي حضرت عثمان رضہ مطمئن ڪونہ ٿيو. ان کي بيت المال مان جيڪو وضيفو ملندو هيو اهو بند ڪرايائين ۽ ان کي ان جي گذر بسر جي سمورن وسيلن کان محروم ڪيائين. ان ماڻهن کي بہ حڪم ڏنو تہ اهي ان جي حالت معلوم ڪرڻ لاءِ ان سان ملاقات نہ ڪن. آخرڪار عبدالله بن مسعود رضہ فوت

ٿيو ۽ حضرت عمار بن ياسر رضہ ان جي جنازي نماز پڙهائي ۽ ان کي ڳجهہ ڳوهہ ۾ دفن ڪيائون. جڏهن حضرت عثمان رضہ کي اهو معلوم ٿيو تہ اهو تمام گهڻو ڀڙ ٿي ويو.

هيو معزز شخص جيڪو حضرت عثمان رضہ جي غضب جو نشانو بڻيو اهو حضرت عمار بن ياسر رضہ هيو. اهو انهن عظيم مسلمان شخصن مان هڪ هيو جيڪي پنهنجي اعليٰ گڻن، اخلاق جي بلندي ۽ دينداري ڪري مشهور آهن. ان جي قدر ۽ اهميت بابت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم گهڻو باخبر هيا ۽ انهن کي خبر هئي تہ اهو ڪيترين فضيلتن جو مالڪ آهي. اهو ئي سبب هيو تہ پاڻ سڳورن ان کي شاندار خراج تحسين ڏنو جنهن جو اهو گهڻو حقدار هيو. مثال طور، پاڻ سڳورن ان بابت چيو: "جڏهن ماڻهن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيندا تہ ابن سميہ (ياسر رضہ) حق جي پاسي ڏانهن هوندو."

اسلام جي شروعاتي ڏينهن دوران مسلمانن جي وچ ۾ ڪيترائي اختلاف پيدا ٿيا ۽ حضرت عمار رضہ سدائين حضرت علي عليہ السلام جو پاسو ورتو. ان جي اهڙين خوبين ۽ خصوصيتن ڪري مسلمان ان سان گهڻو پيار ڪندا هيا ۽ بنواميہ ۽ انهن جا حمايتي ان جا جاني دشمن هيا.

حضرت عثمان رضہ جي جنهن پهرين قدم کي حضرت عمار رضہ ناپسند ڪيو اُهو اِهو هيو تہ ان دولت کي شاهوڪار ماڻهن جي هٿن ۾ رانديڪو بڻائي ڇڏيو هيو. جيئن حضرت عمار رضہ پاڻ وضاحت ڪئي تہ اهو اڪثر حضرت عثمان رضہ سان ملندو رهندو هيو ۽ ان کي مشورو ڏيندو هيو تہ عدل و انصاف قائم ڪر. اقرباپروري کان پاسو ڪر ۽ بنواميہ کي ماڻهن مٿان حاڪم ڪري ٿاڦڻ کان پرهيز ڪر. ان جي ڪري حضرت عثمان رضہ ان سان ڪاوڙجي پيو جيئن اهو بين نيڪ ماڻهن سان پڻ ناراض هيو. اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ بيت المال ۾ هڪڙي صندوق رکيل هئي جنهن ۾ زيور ۽ هيرا موتي پيل هيا ۽ حضرت عثمان رضہ بيت المال مان اهي زيور ڪڍي پنهنجي هڪڙي زال کي پائڻ لاءِ ڏنا. ماڻهن ان تي اعتراض ڪيو ۽ ان تي سخت تنقيد ڪئي، جنهن ان کي ڏمرائي ڇڏيو. هڪڙي عام گڏجاڻي ۾ ڳالهائيندي

ان چيو: ”مان مالِ غنيمت منجهان جيڪو گهران ڪٽي سگهان ٿو ۽ مون کي ان جي پرواهہ ڪونهي تہ ڪو ان ڳالهہ کي پسند نٿو ڪري“ ان تي حضرت علي عليہ السلام فرمايو: ”انهي صورت ۾ توکي ايئن ڪرڻ کان روڪيو ويندو ۽ تنهنجي ۽ بيت المال جي وچ ۾ هڪڙي ديوار بيهاري ڪئي ويندي“ حضرت عمار رضہ چيو: ”مان الله کي شاهد ڪيان ٿو تہ انهي خوردبرد کي ناپسند ڪرڻ وارو مان پهريون شخص آهيان.“ ان تي حضرت عثمان رضہ چيو: ”اي عمار! توکي منهنجي خلاف ڳالهائڻ جي جرئت ڪيئن ٿي؟ ان کي گرفتار ڪيو.“

اوچتو مروان اٿي بيٺو ۽ حضرت عثمان رضہ کي چيائين: ”اي اميرالمومنين! ان غلام (عمار) ماڻهن کي توهان جي خلاف ڀڙڪايو آهي. جيڪڏهن توهان ان کي قتل ڪريو تہ ٻيا ان مان سبق سکي ويندا.“

حضرت عثمان رضہ هڪدم مروان جي صلاح تي عمل ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. ان پنهنجي لٺ (عصا) کڻي ۽ بي دردي سان حضرت عمار رضہ کي ڪُٽڻ شروع ڪيائين. ان جي غلامن ۽ بنو اميہ جي ٻين ماڻهن بہ ان جي مدد ڪئي. حضرت عثمان رضہ ان کي نازيبا نموني ۾ ٺُڏا پڻ هنيا. دُن جي هيٺان ان جي پيٽ تي زور سان ايترا تہ ٺڏا هنيائين جو ان کي ڇن (هرنيا) جي تڪليف ٿي وئي. ان کان پوءِ ان کي رستي تي اڇلايائون. جڏهن تہ مينهن وسي رهيو هيو ۽ ڪنوڻ جي گجگوڙ ٿي رهي هئي ۽ اهو اڌ مئو ٿي ويو.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو جيڪو ٽيون مانوارو اصحابي حضرت عثمان رضہ ۽ اموي خاندان جي ٻين ماڻهن جي پيانڪ اذيت جو نشانو بڻيو اهو وڏو اصلاح پسند ماڻهو حضرت ابوذر غفاري رضہ هيو. هي اهوئي ساڳيو ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ هيو جيڪو انصاف لاءِ پنهنجي سخاوت ۽ محبت ڪري مشهور هيو. اهو حضرت علي عليہ السلام جو حمايتي ۽ نهايت وفادار پيروڪار هيو.

حضرت عثمان رضہ جي پاليسين ۽ بنواميہ جي ڪرتوتن جي مخالفت ڪندڙن جي حقي حالت کي واضح ڪرڻ جي مطلب سان اسان هيٺ حضرت ابوذر غفاري رضہ جي زندگيءَ جي احوال جو مختصر بيان پيش ڪريون ٿا. جيڪو پنهنجي زماني جي عظيم انسانن مان هڪ هيو.

جهالت واري زماني دوران حضرت ابوذر رضہ هڪڙو مسڪين ماڻهو هيو پر ان جي باوجود اهو پنهنجي قبيلي جو سردار هيو. جڏهن ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي باري ۾ ٻڌو تہ اهو مڪي ۾ اهڙي حالت ۾ آيو جو ان کي ڪُتل ۽ ليڙون ٿيل جبو پاتل هيو. مڪي پهچڻ کان پوءِ اهو گهٽين ۾ گهمڻ ڦرڻ لڳو. آخرڪار جڏهن اهو ٿڪجي پيو تہ جبي کي پنهنجي مٿي هيٺان رکي ڪعبت الله شريف پرسان ميدان تي سمهي پيو. انهي دوران اتفاق سان حضرت علي عليہ السلام ان وٽان اچي گذريا ۽ ان تي گهڻو ترس آين. ڇو تہ ايئن لڳي رهيو هيو تہ اهو غربت جو ماريل هڪڙو اجنبي آهي، جنهن جو هن شهر ۾ ڪو واقف ڪونهي. انهن پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان واقفيت ڪئي ۽ حضرت علي عليہ السلام ابوذر رضہ کي پنهنجي گهر وٺي آيا. بعد ۾ اهو ان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڏانهن وٺي ويو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان ملاقات ڪرڻ کان پوءِ هڪدم ابوذر رضہ اسلام قبول ڪري ورتو. دين قبول ڪرڻ وارو اهو پنجون ماڻهو هيو.

حضرت ابوذر رضہ ايترو پرخلوص ۽ بهادر هيو جو اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ اهو ڪعبت الله شريف جي پرسان اچي بيٺو جتي قريشين جو هڪڙو ٽولو ويٺو هيو جيڪي اسلام جا ڪٽر دشمن هيا. اتي ان بتن جي مذمت ڪئي ۽ جيڪي موجود هيا انهن کي اسلام جي دعوت ڏنائين. ان وقت تائين ڪير بہ ايتري جرئت ڏيکارڻ جي قابل ڪونہ ٿيو هيو. قريشين ان تي حملو ڪيو ۽ ان کي ايترو مارياؤن جو اڌ مئو ٿي ويو.

ابوذر رضہ پنهنجي دوراِنديشي، سمجهداري، ڏاهپ، اصلاح لاءِ چاهہ ۽ غريبن لاءِ محبت ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو گهڻو پيارو ۽ مقبول اصحابي هيو. ماڻهو بہ ان تي گهڻو پروسو ۽ اعتبار ڪندا هيا ۽ ان جي گهڻي عزت ڪندا هيا. سيئي اصحابي ان جي گهڻي تعظيم ڪندا هيا. حضرت علي عليہ السلام ان بابت فرمايو: "ابوذر اهڙو وڏو عالم آهي جو ڪير بہ ان سان برابري ڪري نٿو سگهي."

جڏهن حضرت عثمان رضہ خلافت تي ويٺو تہ حضرت ابوذر رضہ جي اچرج جي حد ئي نہ رهي. اهو سمجهي ڪونہ سگهيو تہ حضرت علي عليہ السلام جهڙي عالم ۽ ديندار شخص جي موجودگي ۾ عثمان (رضہ) کي ڇو خليفو چونڊيو ويو هيو. بهرحال، ان چونڊ خلاف ان پنهنجا چپ ڪونہ چوريا. ڇو تہ حضرت علي عليہ السلام نٿي گهريو تہ ان جي ڪري ڪا گڙٻڙ پيدا ٿي وڃي. البت، ان کان پوءِ جلد ئي حضرت ابوذر رضہ ڏٺو تہ جتي عام ماڻهو گهڻي مفلسي واري زندگي گذاري رهيا هيا اتي بنواميہ دولت ميڙي رهيا هيا ۽ عيش عشرت واري زندگي گذاري رهيا هيا. ان محسوس ڪيو تہ حضرت عثمان رضہ عام ماڻهن کي سندن حقن کان محروم ڪندي پنهنجن مٽن مائٽن مٿان دولت هاري رهيو هيو ان ڳالهہ ان کي گهڻو فڪرمند ڪري ڇڏيو. ان انهي پاليسي تي کلم کلا تنقيد ڪئي جنهن ماڻهن کي ٻن ٽولن ۾ ورهائي ڇڏيو هيو. شاهوڪار ۽ غريب. حضرت ابوذر رضہ اڪثر ڪري ماڻهن سان هنن لفظن ۾ مخاطب ٿيندو هيو: " اهڙيون ڳالهيون رواج ۾ اچي رهيون آهن جيڪي اسان نہ اڳ ۾ ڏٺيون هيون نہ ٻڌيون ويون. مان الله پاڪ جو قسم کڻي چوان ٿو تہ اهڙن عملن جي نہ تہ قرآن شريف ۾ اجازت آهي ۽ نہ وري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت انهن جي حمايت ڪري ٿي. الله جو قسم سچ کي دٻايو وڃي ٿو ۽ ڪوڙ جي همت افزائي ٿي رهي آهي. جيڪي صحيح ۽ حقي ڳالهيون آهن انهن کي رد ڪيو وڃي ٿو ۽ بدمعاش ماڻهن کي ترجيح ڏني وڃي ٿي. الله پاڪ فرمايو آهي. "انهن کي ٻڌاءِ جيڪي سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا ۽ الله جي راهہ ۾ خرچ نٿا ڪن ......" (التوبہ آيت 33)

ان وڌيڪ چيو: "تو ريشمي پردا ۽ گاديلا استعمال ڪيا آهن ۽ ريشمي بسترن ۾ سمهڻ جو عادي ٿي ويو آهين، جڏهن تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم تڏي تي سمهندا هيا. تون مختلف قسمن جا کاڌا کائين ٿو جڏهن تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ورلي ڪو پيٽ ڀري کاڌو."

حضرت ابوذر رضہ حڪومتي جماعت کان غريب ماڻهن کي انصاف مهيا ڪرڻ جو مطالبو ڪيو جن کي سندن حقن کان محروم

رکيو ويو هيو. ان ماڻهن کي همٿايو تہ اهي پنهنجا حق طاقت ذريعي کسي وٺن ۽ غربت جو خاتمو آڻين، جيڪا بي عزتي جو ذريعو آهي ۽ اخلاقي اقدارن جي دشمن آهي. اهو اڪثر ڪري هينيان جملا ڳالهائيندو رهندو هيو:

• مون کي حيرت آهي تہ هڪڙو شخص جنهن کي پنهنجي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي اهو تلوار ڇو نٿو ڪڍي ۽ انهن ماڻهن تي حملو ڇو نٿو ڪري.

• جڏهن غربت هڪڙي شهر ڏانهن وڃي ٿي تہ برائي ان کي چوي ٿي تہ ان تي قبضو ڪر.

اهو بنو اميہ جي اناپرستي ۽ منافعي خوري کان ايترو گهڻو نفرت ۾ هيو جو ان حجاز جو علائقو ڇڏي ڏنو ۽ شام ڏانهن پري هليو ويو تہ جيئن اهو پنهنجين اکين سان حضرت عثمان رضہ ۽ مروان جي فضول خرچي ڏسي نہ سگهي.

بهرحال، اتي پهچڻ سان ان کي معلوم ٿيو تہ معاويہ جون سرگرميون موڙهو حضرت عثمان رضہ ۽ مروان جي سرگرمين کان وڌيڪ قابل اعتراض هيون. (حقيقت اها آهي تہ حضرت ابوذر رضہ راضي خوشي پاڻ شام ڪونہ ويو هيو. ان کي حضرت عثمان رضہ اوڏانهن جلاوطن ڪيو هيو.) اتي ان ڇيو تہ معاويہ جي فضول خرچي تہ حضرت عثمان رضہ ۽ مروان جي فضول خرچي کان گهڻو اڳتي گوءِ کڻي وئي هئي. ان ڏٺو تہ معاويہ بيت المال سان گڏ ماڻهن جي حياتين ۽ ملڪيت جو مالڪ ٿي ويو هيو. ان ڏٺو تہ معاويہ بيت المال جي ملڪيت کي لٽائي رهيو هيو مسلمانن جي ڪمائي کسي رهيو هيو ۽ جنهن کي وڻي قتل ڪرائي رهيو هيو. ان سڀ ڳالهہ ان کي مچرائي ڇڏيو. معاويہ جڏهن سائو (سبز) محلات تعمير ڪرايو تہ حضرت ابوذر رضہ ان کي نياپي ۾ چورائي موڪليو: "جيڪڏهن تو الله جي ملڪيت خرچ ڪري اهو محلات تعمير ڪرايو آهي تہ تون خوردبرد جو مرتڪب ٿيو آهين ۽ جيڪڏهن تو اها رقم پنهنجي کيسي مان خرچ ڪئي تہ تو تمام وڏي فضول خرچي ڪئي آهي."

بنواميہ وارا اهڙي سچار آزادي پسند ۽ کري ماڻهوءَ کي برداشت ڪري ڪونہ سگهيا. نہ وري اهي ان کي ماڻهن سان رلمل ٿيڻ جي

اجازت ڏئي سگهيا. مروان هر وقت حضرت عثمان رضہ کي ڀڙڪائيندو رهندو هيو تہ ان کان ڇوتڪارو حاصل ڪيو وڃي. حضرت عثمان رضہ معاويہ کي چيو تہ حضرت ابوذر رضہ خلاف ٺوس قدم کڻي. معاويہ حضرت ابوذر رضہ کي پنهنجي دربار مان ڪڍي ڇڏيو ۽ حڪم جاري ڪيائين تہ ڪير بہ ان سان تعلق نہ رکي. اهو حضرت عثمان رضہ جي ترغيب جو نتيجو هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ان ناليواري اصحابي کي معاويہ چيو: "اي خدا جا دشمن! تون ماڻهن کي منهنجي خلاف ڀڙڪائين ٿو ۽ جيڪو وڻي ڪرين ٿو. جيڪڏهن مون حڪمران خليفي جي اجازت کان سواءِ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪنهن اصحابي کي قتل ڪيو هجي ها تہ اهو تون هجين ها." حضرت ابوذر رضہ جواب ڏنو: "مان الله جو يا ان جي رسول جو دشمن ڪونہ آهيان. بلڪ اهو تون ۽ تنهنجو پيءُ آهيو جيڪي الله جا دشمن رهيا آهن. توهان ٻنهي مٿاڇري دل سان اسلام قبول ڪيو ۽ اجا تائين بي ديني توهان جي دلين ۾ لڪي ويٺي آهي."

حضرت ابوذر رضہ معاويہ جي ڌمڪين کي ليکيو ئي ڪونہ ۽ شامي معاشري جي اهڙي عظيم جذبي ۽ چاهہ سان اصلاح ڪرڻ جاري رکيائين جو معاويہ پنهنجي آپي مان نڪري ويو. شام جا شاهوڪار ماڻهو ان کان ايئن ڊنل هئا جيئن مديني جا شاهوڪار ماڻهو هيا. انهن کي خوف ٿيو تہ عام ماڻهو انهن تي حملو ڪري ڏيندا. تنهن ڪري انهن اهو ضروري سمجهيو تہ جيترو ممڪن ٿي سگهي. ابوذر (رضہ) کي شام مان نيڪالي ڏجي، ۽ تقريرن ڪرڻ کان بہ کيس روڪجي تہ جيئن اهو انهن جي بدعنوانين کي واڪو ڪري نہ سگهي. انهن ڏينهن ۾ جندب بن فهري نالي هڪڙو شخص معاويہ وٽ آيو ۽ هڪڙي مخلص صلاحڪار وانگر ۽ نماڻي آواز ۾ چيائين: ابوذر (رضہ) توهان جي لاءِ شام ۾ مشڪلاتون پيدا ڪندو. جيڪڏهن توهان کي شام جي ضرورت آهي تہ توهان کي هڪدم ان لاءِ خيال رکڻو پوندو."

معاويہ حضرت ابوذر رضہ کي قتل ڪرائڻ جو سوچيو پر ڊڄي ويو تہ شايد ماڻهو بغاوت ڪندا. جيئن حسن بصري چيو: " رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حضرت ابوذر رضہ جهڙي اصحابي کي

قتل ڪرڻ کان معاويہ نہ مڙي ها پر ان کي حضرت عثمان رضہ جي ناراضگي جو خوف ٿيو. باقي ان کي انهيءَ ڪري قتل ڪونہ ڪيائين تہ ان کي ڪو عوام جي ناراضگي جو خوف هيو. تنهن ڪري ان حضرت عثمان رضہ ڏانهن لکيو ۽ ان کان مشورو گهريائين. حضرت عثمان رضہ جواب ڏنو: "ابوذر (رضہ) کي ڪنهن مست جانور تي چاڙهي اهڙي ماڻهوءَ سان گڏ مون ڏانهن موڪل جيڪو ان کي رستي ۾ جيترو ممڪن ٿي سگهي تنگ ڪري."

حضرت عثمان رضہ جيئن معاويہ کي هدايت ڪئي ايئن ڪيائين. ان حضرت ابوذر رضہ کي اگهاڙي پٺي واري اٺ تي چڙهڻ لاءِ مجبور ڪيو. جنهن وقت اهو مديني پهتو تہ ان جي رانن جو گوشت چلجي ويو هيو ۽ ڏکهي مسافري ڪري ان جي چيلهہ ۾ بہ گهڻو سور پئجي ويو هيو. دمشق کان مديني تائين ان سان هڪڙو ظالم ۽ وحشي سپاهي گڏ هيو. جنهن نہ تہ گرم موسم جي پرواهہ ٿي ڪئي، نہ ان جي ٿڪاوٽ جو خيال ٿي ڪيو. جڏهن حضرت ابوذر رضہ حضرت عثمان رضہ جي سامهون پهتو تہ تمام گهڻو ٿڪل هيو ۽ تمام گهڻو ڪمزور ۽ ڪيڙو ٿي ويو هيو.

حضرت ابوذر رضہ کي ڏسڻ سان حضرت عثمان رضہ هڪدم ان جي سرگرمين خلاف احتجاج ڪيو. حضرت ابوذر رضہ جواب ڏنو: "مون تنهنجي چڱائي گهري پر تو مون سان دوکہ ڪيو. ساڳي طرح مون تنهنجي دوست (معاويہ) لاءِ چڱائي گهري پر ان پڻ مون سان دوکہ ڪيو."

حضرت عثمان رضہ چيو: "تون ڪوڙو آهين. تون گڙٻڙ پيدا ڪرڻ گهرين ٿو. تو شام جي سموري علائقي کي اسان جي خلاف ڪري ڇڏيو آهي."

حضرت ابوذر رضہ وڏي اعتماد ۽ سڪون سان چيو: "توکي حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جي نقش قدم تي هلڻ گهرجي. جيڪڏهن تون ايئن ڪرين تہ ڪير بہ تنهنجي خلاف ڪجهہ بہ ڪونہ چوندو."

حضرت عثمان رضہ چيو: "تنهنجي ماءُ مري! تنهنجو انهي معاملي سان ڪهڙو واسطو آهي؟"

حضرت ابوذر رضہ جواب ڏنو: "جيستائين منهنجو تعلق آهي تہ مون وٽ ٻيو ڪو متبادل ڪونہ هيو سواءِ ان جي تہ ماڻهن کي هدايت ڪيان تہ نيڪي ڪيو ۽ انهن کي برائي کان روڪيان."

حضرت ابوذر رضہ ۽ حضرت عثمان رضہ جي وچ ۾ اختلاف چوٽ چڙهي ويا. حضرت ابوذر رضہ حضرت عثمان رضہ تي الزام هنيو تہ پنهنجين سَڌُن جو غلام ٿي ويو آهي، الله تعاليٰ جو نافرمان ۽ ان جي مخلوق لاءِ ظالم ٿي ويو آهي. حضرت عثمان رضہ تمام گهڻو ڪاوڙجي پيو ۽ دانهن ڪري چيائين: "ياڙرو! مون کي ٻڌايو تہ ان عمر رسيده ڪراڙي کي ڇا ڪجي؟ ڇا مان ان کي ڪٽڪو ڪيان يا ان کي قتل ڪرايان يا اسلامي سرحدن ۾ رهڻ کان ان تي پابندي هڻان؟ ان مسلمانن منجهہ ڦوٽ وجهي ڇڏي آهي."

ان وقت حضرت علي عليہ السلام بہ اتي موجود هيا. حضرت ابوذر رضہ جهڙي ناليواري اصحابي ۽ عظيم اصلاح پسند ماڻهوءَ سان حضرت عثمان رضہ جو سلوڪ ڏسي اهو تمام گهڻو ڏڪوئجي ويو. ان حضرت عثمان رضہ ڏانهن ڏنو ۽ فرمايو: "مون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي فرمائيندي ٻڌو تہ زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ حضرت ابوذر رضہ کان وڌيڪ ڪوبہ سچار ڪونهي."

حضرت عثمان رضہ ابوذر رضہ کي تنگ ڪندو رهيو. ان ماڻهن کي حڪم ڪيو تہ ان سا ن ڪنهن بہ قسم جو تعلق نہ رکن. پوءِ ان حضرت، ابوذر رضہ سان مصالحت ڪرڻ جو سوچيو. تنهن ڪري ان بہ سونيون گينيون ان ڏانهن موڪليون تہ اهو پنهنجي ضرورتن جو پورائو ڪري. جيڪو ماڻهو اها رقم کڻي آيو ان کان حضرت ابوذر رضہ پڇيو: "ڇا عثمان (رضہ) هر مسلمان کي ايتري رقم ڏني آهي؟" قاصد انڪار ۾ جواب ڏنو. حضرت ابوذر رضہ اها رقم حضرت عثمان رضہ کي واپس ڪئي ۽ چيو: "مان مسلمان معاشري جو هڪڙو فرد آهيان تنهن ڪري مان صرف ايترو ئي وٺندس جيڪو ٻين کي ملندو." جڏهن ان سونيون گينيون واپس ڪيون تہ ان وقت ان جي گهر ۾ سواءِ پاروٽي ڪاڏي جي کائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ هيو!

پهريان تہ حضرت عثمان رضہ ابوذر رضہ کي جلادن جي حوالي ڪيو. بهرحال، ٻين جي سفارشن ڪري ان حضرت ابوذر رضہ کي ربذه ڏانهن جلاوطن ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اهو هڪڙو ويران علائقو هيو جنهن ۾ انسان ۽ جانور جو جيئرو رهڻ تہ ڇا پر ساوڪ جو بچڻ بہ مشڪل هيو.

جڏهن حضرت ابوذر رضہ جي روانگي جو وقت ويجهو آيو تہ حضرت عثمان رضہ ماڻهن کي حڪم ڪيو تہ اهي ابوذر (رضہ) کي الوداع نہ ڪن تہ جيئن اهو مايوسي، بي عزتي ۽ توهين محسوس ڪري. تنهن ڪري سواءِ پنجن ماڻهن جي ڪنهن بہ ان کي الوداع ڪرڻ جي جرئت ڪونہ ڪئي. اهي پنج ماڻهو هي هيا: حضرت علي عليہ السلام ان جو ڀاءُ عقيل، ان جا پٽ حسن ۽ حسين عليهم السلام ۽ عمار بن ياسر رضي الله تعاليٰ عنہ

حضرت ابوذر رضہ جي روانگي جي نگراني ڪرڻ جي ذميواري مروان جي حوالي هئي، جيڪو سيني خرابين جي جڙ هيو. اهوئي هيو جنهن حضرت عثمان رضہ جي حڪم تي عمل درآمد ڪيو تہ ڪير بہ ابوذر (رضہ) ۽ ان جي گهر ڀاتين سان ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪري ۽ انهن کي الوداع بہ ڪري. اهو ايترو گستاخ هيو جو ان حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين کي بہ حضرت ابوذر رضہ کي الوداع ڪرڻ کان منع ڪئي. حضرت علي عليہ السلام ان کي ڇنڊ پٽي، ان کي پنهنجي عصا (لٺ) هنائين ۽ رڙ ڪري چيائين: "هتان ٽري وڃ! الله شال توکي جهنم داخل ڪري" پوءِ انهن حضرت ابوذر رضہ کي هنن لفظن سان الوداع ڪيو: "اي ابوذر! توهان هنن ماڻهن سان خدا ڪارڻ ناراض هيا. سو توهان پنهنجي اجر جي بہ ان کان ئي اميد ڪيو. انهن توهان کان انهي ڪري خوف کاڌو ڇو تہ توهان جي سرگرمين ڪري اهي دنيا وڃائي ويهندا يعني دنياوي مفاد. توهان کي انهن کان انهيءَ ڪري خوف هيو تہ توهان پنهنجي ايمان کي بچائڻ تي گهريو. سو توهان اها شي انهن لاءِ ڇڏيو جنهن جي لاءِ انهن توهان کان خوف تي ڪيو ۽ پنهنجي ايمان سان گڏ انهن کان پري رهو. ڏسو تہ انهن کي ان ايمان جي ڪيتري ضرورت آهي جنهن جي ڪري توهان انهن کي قبضا ڪرڻ جي اجازت

ڪونہ ٿي ڏني، ۽ ڏسوتہ توهان دنيا کان ڪيترا لاتعلق آهيو جنهن جي لاءِ انهن توهان کي ستايو آهي! توهان کي سڀاڻي (يعني قيامت جي ڏينهن) خبر پوندي تہ ڪنهن ڪاميابي ماڻي آهي ۽ ڪنهن ساڙ جو مظاهرو ڪيو آهي. توڙي جيڪڏهن ڪنهن کي زمين سان گڏ آسمان مان بہ ڪيڏي چڙجي پر جيڪڏهن اهو الله جو خوف رکي ٿو تہ قادر مطلق يقيني طور ان لاءِ ڪو رستو کوليندو. توهان هميشہ سچ جي محبت ۾ گذاريندا ۽ ڪوڙ کان بچندا رهندا. جيڪڏهن توهان بہ انهن جي دنيا کي قبول ڪريو ها تہ اهي توهان کي پسند ڪن ها ۽ جيڪڏهن توهان هن دنيا کي پنهنجو ڪيو هجي ها تہ اهي توهان کي اجهو مهيا ڪن ها." (نهج البلاغہ جلد 1 صفحو 447).

حضرت علي عليہ السلام پوءِ عقيل ۽ عمار رضہ کي چيو تہ پنهنجي ڀاء کي الوداع ڪيو ۽ پٽن حسن ۽ حسين عليهم السلام کي چيو تہ پنهنجي چاچي کي الوداع ڪيو. جڏهن حضرت عثمان رضہ کي انهي واقعي جي خبر پئي تہ حضرت علي عليہ السلام سان تمام گهڻو ناراض ٿيو.



ڪوئي پڇي سگهي ٿو تہ اهو ڪيئن ٿيو تہ حضرت علي عليہ السلام ابوذر رضہ کي اذيت ۽ ظلم جو شڪار ٿيندي تہ ڏٺو پر وقت جي خليفي جي آمريت کان ان کي بچائڻ لاءِ ڪوبہ قدم ڪونہ کنيائين ۽ حضرت ابوذر رضہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ناليوارو اصحابي هيو ۽ حضرت علي عليہ السلام جو وڏو حمايتي هيو ۽ خليفي جي مخالفت پنهنجي ذاتي مفاد لاءِ نہ پر ماڻهن جي فلاح و بهبود کي يقيني بڻائڻ لاءِ ڪري رهيو هيو. پوءِ حضرت علي عليہ السلام ڇو ماٺ رهيو؟ جيڪڏهن اهو گهري ها تہ حضرت عثمان رضہ کي حضرت ابوذر رضہ کي جلاوطن ڪرڻ کان روڪي سگهيو ٿي ۽ بنواميہ جي مخالفت ۾ ماڻهن کي اٿي بيهڻ لاءِ پنهنجا مڙئي حيلا وسيلا ڪتب آڻي سگهيو ٿي. انهي حقيقت ۾ بہ شڪ ڪونهي تہ مسلمان دلي طور تي حضرت علي عليہ السلام جي حمايت ڪن ها. پوءِ حضرت علي عليہ السلام جي انهي خاموشي جو ڪهڙو سبب هيو؟

بلڪل ايئن جيئن اهو سوال هر ماڻهوءَ جي ذهن ۾ ابري ٿو اهو منهنجي ذهن ۾ پڻ ابريو. مون سوچيو ته حقيقتن مطابق ان موقعي تي حضرت علي عليه السلام جو خاموش رهڻ وارو رخ ته واضح ۽ ثابت آهي ۽ ٻيو رخ يعني مزاحمت ڪرڻ وارو رخ گهڻو منجهيل آهي ۽ هر ڪنهن جي سمجهه ۾ اچڻ جهڙو ڪونهي.

منجهيل رخ اهو آهي ته حضرت علي عليه السلام جو زمانو موجوده زماني جهڙو ڪونه هيو. اهو 1300 سالن کان به وڌيڪ اڳ رهندو هيو. ان زماني ۾ جيڪا صورتحال هئي ۽ حالتون هيون انهن جو موجوده ويهين صدي ۾ مناسب طور تي ڪاٿو نٿو لڳائي سگهجي. نه وري اسان انهن جي مڙني رخن کي سمجهي سگهون ٿا. ڪيترن محققن طرفان گهڻي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي باوجود اصل سببن کي جانچڻ ممڪن ڪونه ٿيو آهي. حضرت علي عليه السلام پنهنجي زماني جي گهڻين نزاڪتن کي ڄاتو ۽ سمجهيو ٿي جيڪي ٻين کي ڏسڻ ۾ ڪو نه ٿي آيون، ۽ ان جي عمل جو طريقو وقت جي گهرجن مطابق هيو جنهن جي فقط ان کي خبر هئي.

بهرحال، ان جي خاموشيءَ جو پهلو جيڪو ثابت ٿيل آهي، اهو آهي ته حضرت علي عليه السلام جي طبيعت ۾ قرباني جو جذبو موجود هيو ۽ اهو ماڻهن جي فلاح و بهبود خاطر هر قسم جي تڪليف برداشت ڪرڻ لاءِ تيار هيو. اهو اسلام جي سلامتي لاءِ ايترو ته تڙوڪڙو (مستعد) هيو جو ان ڪانسواءِ ٻي ڪنهن به ڳالهه جي پرواهه ڪونه ٿي ڪيائين. جيترو اسان حضرت علي عليه السلام جي ڪردار جو ڳوڙهائي سان مطالعو ڪريون ٿا ۽ ان جي زندگيءَ جي سڀني پهلوئن جو تجزيو ڪريون ٿا ته گهڻا ماڻهو انهي حقيقت کان واقف ٿي وڃن ٿا. پاڻ اهو برداشت ڪونه ڪري سگهيو ته اسلام جي تبليغ يا ترقي تر جيتري به ڍري ٿي وڃي. اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ۽ پوءِ واري بنواميه جي ذهنيت کان پلي پت واقف هيو پر ان کي خوف هيو ته جيڪڏهن مسلمان انهن جي خلاف صف بندي ڪري نڪري پيا ته مسلمانن منجهه اختلاف پيدا ٿي ويندا ۽ اهي اختلاف هن مذهب (اسلام) لاءِ هاڃيڪار ٿي ويندا.

حضرت علي عليه السلام کي خبر هئي ته بنواميه وارن سڀني سچن مومنن کي قتل ڪرڻ ٿي گهريو جن اسلام جي لاءِ حقي حمايت ڪرڻ گهري ٿي، ته جيئن اهي شريعت طرفان مقرر ڪيل پابندين کان

پاڻ کي آزاد ڪن ۽ اتي ڪير بہ نہ بچي جيڪو انهن جي سرگرمين تي اعتراض ڪري.

ڇا اها ڪا حقيقت ڪونهي تہ مروان بن حڪم حضرت عثمان رضہ کي حضرت ابوذر رضہ ۽ عمار رضہ وانگر حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين کي قتل ڪرڻ لاءِ پڙڪايو؟ انهي رٿ ڏيڻ سان ان جو مقصد اهو هيو تہ انهن ماڻهن کي منظر تان هٽائڻ سان بنواميہ جيڪو وٽي ڪرڻ لاءِ آزاد ٿي وڃن ها. ڇو تہ جيستائين رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اهي ديندار ۽ بي ڊپا اصحابي موجود هيا بنواميہ لُچائي سان آمر حڪمران طور ڪم نٿي ڪري سگهيا.

جيڪڏهن مروان جي خواهش پوري ٿي وڃي ها تہ ان ڳالھ جو اندازو نٿو ڪري سگهجي تہ بنواميہ ڪيتري گهڻي مصيبت پيدا ڪري ڇڏين ها. تنهن ڪري، اها حضرت علي عليہ السلام جي دورانديشي ۽ ڊگهي نظر جي انتها هئي تہ ان حضرت ابوذر رضہ سان ٿيندڙ ناانصافي جي حوالي سان فقط ايتري مزاحمت ڪئي جيتري اهو پاڻ سان ٿيندڙ زيادتين خلاف ڪندو هيو. ان اهو انهيءَ ڪري ڪيو تہ جيئن مسلمان هڪ ٻئي جا دشمن نہ ٿي وڃن. اهڙي ڳالھ اڳ ۾ ئي سقيفہ واري واقعي مهل ٿي هئي.

حضرت عمر رضہ حضرت علي عليہ السلام جي گهر آيو ۽ ان کي تلوار جي زور تي ٻاهر ڪڍي آيو تہ حضرت ابوبڪر رضہ جي بيعت ڪري، ان وقت مسلمان حضرت علي عليہ السلام جي ڇوڏاري گڏ ٿي ويا هيا. انهن مان ڪجھ تہ حيرت ۾ ورتل هيا، جڏهن تہ ٻيا ان کان علاوه ڪاوڙ جي جوش ۾ بہ هيا. سڀئي ان جي اشاري لاءِ منتظر هيا تہ جيئن ان جي دفاع لاءِ جهيڙو ڪن. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ حضرت علي عليہ السلام جيڪو اسلام جو ٿنڀو عدل و انصاف جي پناھ گاھ، ۽ سڀني ماڻهن جو امام هيوَ ان باوجود ان پنهنجي لاءِ ڇا ڪيو؟

جڏهن ماڻهن ڏٺو تہ حضرت عمر رضہ حضرت علي عليہ السلام کي تلوار جي نوڪ تي خليفي جي آڏو وٺي وڃي رهيو هيو اهي تمام گهڻو حيران ٿي ويا. البت انهن جڏهن ان جي چهري ڏانهن ڏٺو تہ ان تي انهن کي ڪاوڙ جي ڪا نشاني نظر ڪونہ آئي. نہ ان ماڻهن کي هُشي ڏني ۽ نہ رڙ ڪئي، نہ وري انهن کي تلوارون ڪڍڻ جي اجازت ڏنائين.

ماڻهو سڀ کان گهڻو تڏهن حيران ٿي ويا جڏهن انهن ڪجهه گهڙين کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام کي سڪون سان انهن (ابوبڪر و عمر) جي سامهون بيٺل ڏٺو ۽ انهن جي سامهون پنهنجي حق لاءِ ٺوس بنيادن تي دعوا ڪري رهيو هيو پر امت جي مفاد ۾ پنهنجي حق جو غضب ٿيڻ برداشت ڪيائين. حضرت علي عليہ السلام احتجاج ۽ دليلن ذريعي پنهنجي حق کي ثابت ڪرڻ ۾ حق بجانب هيو ۽ صبر، خاموشي، برداشت ۽ درگذر ڪرڻ جو مظاهرو ڪرڻ ۾ بہ درست هيو. اهو پنهنجو پاڻ کي چڱي طرح سڃاڻندو هيو.

حضرت علي عليہ السلام جا حمايتي ان طرفان اختيار ڪيل رويي تي حيران هيا. پر هڪڙي ڳالهہ هئي جنهن کان صرف حضرت علي عليہ السلام واقف هيو باقي بيا باخبر ڪونہ هيا. اهائي ڳالهہ جيڪا حضرت علي عليہ السلام جي تمنا هئي ۽ ان جي ذهني سڪون جو سبب هئي. اها ڳالهہ ان حقيقت سان تعلق رکي ٿي تہ ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان اسلام جو بنياد رکڻ لاءِ گڏجي ڪم ڪيو هيو. اهو انهيءَ ڳالهہ کي ڪيئن برداشت ڪري سگهيو ٿي تہ اهو مذهب تباهي جو منهن ڏِسي؟ اهو ئي سبب هيو جنهن جي لاءِ ان پنهنجن حقن جي قرباني ڏني ۽ حضرت ابوذر رضہ جي معاملي ۾ بہ انهي نموني ۾ قدم کنيو جنهن نموني ۾ ان پنهنجي معاملي ۾ عمل ڪيو هيو.

## جلاوطن ٿيڻ کانپوءِ حضرت ابوذر رضہ سان ڇا ٿيو؟

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ٻيڙو ۽ عظيم اصحابي بک وگهي فوت ٿيو. ان ۽ ان جي گهر ڀاتين انتهائي ڏکين حالتن ۾ گذاريو ۽ انهن ناقابل تصور مصيبتون برداشت ڪيون هيون. انهن جا ٻار پڻ خوراڪ جي کوٽ ڪري فوت ٿيا.

اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ پنهنجن ٻارن جي وفات کان پوءِ حضرت ابوذر رضہ ۽ ان جي زال بک ڪري گهڻو ڪمزور ٿي ويا. هڪڙي ڏينهن حضرت ابوذر رضہ پنهنجي زال کي چيو: "اچ تہ ان ٽڪرِي تي مٿي هلون. ٿي سگهي ٿو اسان کي اتي ڪجهہ جهنگلي ٻوٽيون ملي وڃن." اهي ٽڪري تي مٿي ويا، سخت تتيون هوائون گهلي رهيون هيون ۽ انهن کي کائڻ لائق کابہ شي ملي ڪونہ سگهي.

حضرت ابوذر رضہ ماندو ٿيڻ لڳو. توڙي جو تمام تتيون هوائون گهلي رهيون هيون، تڏهن بہ حضرت ابوذر رضہ پگهر ۾ شل ٿي رهيو هيو ۽ وري پنهنجو پگهر اگهي رهيو هيو. جڏهن ان جي زال ان ڏانهن نهاريو تہ ان کي محسوس ٿيو تہ اهو فوت ٿي رهيوآهي. اها روئڻ لڳي. حضرت ابوذر رضہ ان کان پڇيو تہ ڇو روئي رهي آهين. ان جواب ڏنو: "مان ڇونہ روئان؟ تون انهي ويران علائقي ۾ آخري پساهہ کڻي رهيو آهين. ۽ مون وٽ ڪپڙي جي هڪڙي ٽڪڙي بہ ڪونهي جيڪا تنهنجي ۽ منهنجي ڪفن لاءِ استعمال ٿئي." ان جي لفظن حضرت ابوذر رضہ کي تمام گهڻو اداس ڪري ڇڏيو. ان زال کي چيو: "وڃ ۽ رستي جي ڪناري تي وڃي ويهہ. ٿي سگهي ٿو تہ تون ڪنهن مومن سان ملين جيڪو اتان لنگهندو هجي." ان جواب ڏنو: "هن رستي سان هينئر ڪير گذرندو؟ حاجين جو قافلو اڳ ۾ ئي گذري ويو آهي ۽ رستو ويران آهي."

حضرت ابوذر رضہ اهي لفظ ورجايا جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي باري ۾ فرمايا هيا. ان پنهنجي زال کي چيو: "وڃ ۽ ڏيان سان ڏس. جيڪڏهن تون ڪنهن کي ايندو ڏسين تہ تون پنهنجين پريشانين کان آزاد ٿي ويندينءَ. جيڪڏهن تون ڪو

ماڻھو نہ ڏسين تہ تون منهنجي لاش کي ويڙهجان ۽ رستي جي ڪناري تي رکجان. اتفاق سان جنهن پهرين سوار سان ملين تہ ان کي چئجان: "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي ابوذر (رضہ) ڏيت تي ويو آهي. هاڻي ان کي غسل ڏيڻ ۽ ڪفن پارائڻ ۾ مدد ڪر."

حضرت ابوذر رضہ جي گهر واري هر هر ٽڪري تي چڙهي وئي ٿي. پر ڪو انسان ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿي آيس. بهرحال، ڪجهہ وقت کان پوءِ ان ٿوري فاصلي تي ڪجهہ سوارن کي ڏٺو ۽ پنهنجو رئو لوڏي انهن جو توجهہ ڇڪايو. اهي ان ڏانهن آيا ۽ چيو: "اي الله جي ٻانهي! ڇا معاملو آهي؟" ان جواب ڏنو: "هتي هڪڙو مسلمان آهي جيڪو فوت ٿيڻ وارو آهي، مهرباني ڪري ان کي غسل ڏيڻ ۽ ڪفن ۽ دفن لاءِ بندوبست ڪريو. ان جو اجر توهان کي الله ڏيندو." انهن پڇيو: "اهو ڪير آهي؟" ان جواب ڏنو: "ان جو نالو ابوذر غفاري (رضہ) آهي."

ماڻهن کي اعتبار ڪونہ آيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اهڙو ناليوارو اصحابي رڻ پٽ ۾ مرندو. تنهنڪري انهن ان کان پڇيو: "اهو ابوذر ڪير آهي؟ ڇا اهو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي آهي." ان چيو: "هائو" انهن چيو: "اسان جا والدين ان تان قربان ٿين! الله اسان کي وڏي عزت عطا ڪئي آهي." پوءِ اهي ان جاءِ ڏانهن ڊوڙيا جتي حضرت ابوذر رضہ ستل هيو. حضرت ابوذر رضہ موت جو سٿون محسوس ڪري رهيو هيو. ان انهن کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ لاءِ پنهنجون اکيون ڪجهہ گهڙين لاءِ انهن تي جمائي رکيون ۽ پوءِ چيو: "الله جو قسم مون ڪڏهن بہ ڪوڙ ڪونہ ڳالهايو آهي. الله جو قسم جيڪڏهن مون وٽ پنهنجي ۽ منهنجي زال جي ڪفن لاءِ واجبي ڪپڙو هجي ها تہ مون کي يقيني طور ان مان ڪفن ڏنو وڃي ها. مان الله جو نالو ڏئي توهان کي چوان ٿو تہ جيڪڏهن توهان مان ڪوئي حڪمران رهيو آهي يا سرڪاري ملازم يا قاصد يا ڪنهن وقت سردار تہ اهو مون کي ڪفن نہ پارائي."

اهي موجود ماڻھو اهي لفظ ٻڌي وائڙا ٿي ويا. ڇو تہ انهن مان هرڪنهن انهن عهدن مان ڪوئي نہ ڪوئي عهدو رکيو هيو. اوچتو هڪڙو انصاري نوجوان اڳتي وڌيو ۽ چيو: "اي چاچا! مان توهان کي هن

چادر جو ڪفن ڏيندس، جيڪو مون ان رقم مان خريد ڪيو هيو جيڪا مون سخت محنت سان ڪمائي هئي. مان توهان کي هن ڪپڙي جو ڪفن ڏيندس، جنهن جو ڌاڳو منهنجي امڙ اُٽيو هيو تہ جيئن مان ان کي احرام طور استعمال ڪري سگهان.

حضرت ابوذر رضہ نوجوان کي چيو: "مون کي ڪپڙي جي انهي ٽڪري جو ڪفن ڏي ڇو تہ اهو پاڪ آهي." هاڻي اهو خوش ۽ مطمئن هيو. پوءِ ان انهن تي پيهر هڪڙي نظر وڌي ۽ سڪون سان فوت ٿيو. پوءِ ڪارن ۽ گهاٽن ڪڪرن آسمان کي ڍڪي ڇڏيو. سخت ۽ خطرناڪ هوائون گهلڻ لڳيون ۽ رڻ پٽ جي واري اڏامڻ لڳي ۽ ماحول کي اونداهون ڪري ڇڏيائين. اهو ڇئي سگهجي ٿو تہ ريذه جو رڻ پٽ سمنڊ جي گجگوڙ منجهہ ڍڪجي ويو.

انصاري نوجوان حضرت ابوذر رضہ جي قبر جي پرسان بيٺو ۽ هنن لفظن ۾ دعا ڪيائين (تاريخدانن ٻڌايو آهي تہ اهو حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ هيو): "اي اللهٰ! هي ابوذر رضہ تنهنجي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن مان هڪ آهي. ان عبادتگذارن سان گڏجي تنهنجي عبادت ڪئي. ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪنهن بہ سنت ۾ تبديلي ڪونہ ڪئي ۽ نہ وري ان شريعت سان هٿ چراند ڪئي. ان خراب ۽ غيرمناسب ڳالهيون ٿينديون ڏٺيون ۽ ان تي پنهنجي دل ۽ زبان سان نفرت جو اظهار ڪيائين. ان جي نتيجي ۾ ماڻهن ان کي ستايو ۽ توهين ڪئي ۽ ان کي گهر مان ڪڍي ڇڏيائون. انهن هن کي سندس حقن کان محروم ڪيو ۽ ان جي عزت نفس کي مجروح ڪيو ۽ آخرڪار اهو مجبوري جي حالت ۾ وفات ڪري ويو. اي اللهٰ! ان شخص کي منڊو ڪر جنهن هن کي زندگي جي سهوليتن کان محروم ڪيو ۽ مديني جي مقدس شهر مان، جنهن ۾ اهو هجرت ڪري آيو هيو ڪڍي جلاوطن ڪيائين."

اتي جيڪي ٻيا ان سان گڏ موجود هيا انهن "آمين" چيو. ابوذر رضہ تي الله جون رحمتون هجن جنهن حق جي لاءِ آواز اٿاريو ۽ پنهنجي آخري پساهہ تائين حق کي قائم ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. ان کي انسانن جي حقن ۽ عظمت ۾ پورو يقين هيو. اهو اعليٰ ظرفي ۽ رحم وارو

انسان هيو. ان موت کان ڪڏهن به ڊپ ڪونه ڪيو نه وري ان ڪڏهن زندگي سان پيار ڪيو.

حضرت ابوذر رضہ ۽ ان جي زال ۽ ٻارن جي دردناڪ واقعن ماڻهن جو رت ٽهڪائي ڇڏيو ۽ انهن مان هرهڪ متاثر خاندان سان همدردي ڏيکاري. جتي حضرت عثمان جي ٻين قدمن ماڻهن کي ان جي خلاف ڪري ڇڏيو هيو اتي ان هڪڙي عمل حضرت عثمان ۽ بنواميہ خلاف ناراضگي کي اجا وڌائي ڇڏيو. ان ڳالهہ کي گندي پاليسي سمجهيو ويو تي تہ ڪوئي اقربا پروري ۽ خانداني تعصب جي مخالفت ڪري تہ ان سان اهڙو ظالماڻو سلوڪ ڪيو وڃي جيڪو عبدالله بن مسعود رضہ، عمار بن ياسر رضہ ۽ حضرت ابوذر رضہ سان ڪيو ويو هيو. انهن جي توهين ڪئي وئي، انهن کي ماريو ڪٽيو ويو ۽ انهن جا حق ۽ وضيفا روڪيا ويا. ان جي ابتڙ بنواميہ سيني فائدن، دولت ۽ عهدن جا مزا ماڻي رهيا هيا. حضرت عثمان رضہ انهن جي گهڻي عزت افزائي ڪئي ۽ انهن کي بي انداز دولت ڏني، جڏهن تہ ان لاءِ لازمي هيو تہ اهو انهن جي ظالماڻين سرگرمين ڪري انهن کي اهم عهدن تان هٽائي ڇڏي ها.

حضرت عثمان رضہ جي ٻئي قدم جنهن ماڻهن جي ڪاوڙ کي ڀڙڪائي ڇڏيو اهو انهن ماڻهن سان بدسلوڪي هئي، جيڪي ان وٽ وليد بن عقبہ خلاف شڪايت ڪرڻ لاءِ ويا هيا. ان واقعي جا تفصلي هيٺ ڏجن ٿا:

حضرت عثمان رضہ سعد بن ابي وقاص کي ڪوفي جي گورنر جي عهدي تان هٽائي ان جي جاءِ تي وليد بن عقبہ کي مقرر ڪيو. جيڪو حضرت عثمان رضہ جو ماءُ طرفان ڀاءُ هيو. انهي مقرري تي ڪوفي جا ماڻهو گهڻو ناراض هيا. اهو ٻڌايو ويو آهي تہ جڏهن وليد ڪوفي ۾ پهتو ۽ عمربن زراره نخعي جي گهر وٽان گذريو تہ عمر اٿي بيٺو ۽ چيو: "اي بني اسد! عثمان (رضہ) اسان سان وڏي زيادتي ڪئي آهي. ڇا سعد بن ابي وقاص کي اسان وٽان هٽائڻ ان لاءِ مناسب هيو جيڪو حليم ۽ سلجهيل ماڻهو آهي، ۽ ان جي جاءِ تي پنهنجي ڀاءُ وليد کي مقرر ڪرڻ جيڪو هڪڙو ڇوڪر، پاڳل ۽ پراڻو اوباش آهي." وليد جي مقرري کان پوءِ ڪوفي جي ماڻهن اڪثر اهو چيوتي تہ حضرت عثمان رضہ الله جي

رسول حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ ءسلم جي امت کي بي مانو ڪيو هيو ۽ پنهنجي پاءَ کي معتبر بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

حضرت عثمان رضہ وٽ وليد جي خلاف گهڻيون ئي شڪايتون ڪيون ويون پر ان گورنر جي عهدي تان ان کي ڪونہ هٽايو. توڙي جو شڪايت ڪندڙن جي اڪثريت رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جي هئي. حضرت عثمان رضہ جو وليد جي معاملي ۾ اهڙو ئي ڪردار هيو جيڪو ان جو ٻين ماڻهن جي حوالي سان هيو. جيئن ان پنهنجن ويجهن ماڻهن جي خلاف ڪنهن بہ شڪايت جو تدارڪ ڪونہ ٿي ڪيو ۽ ڪنهن بہ تجويز کي ڪونہ ٿي مڃيو. ان وليد جي خلاف بہ ڪنهن شڪايت کي ليکي ۾ ڪونہ ٿي آندو.

علامہ ابن عبدالرب پنهنجي ڪتاب "عقدالفريد" ۾ سعيد بن مُسَيب رضہ جي روايت بيان ڪري ٿو جنهن ۾ چيل آهي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي حضرت عثمان رضہ جي خلافت کان گهڻو ناراض هيا. ڇو تہ ان طرفان مقرر ڪيل عهديدار اڪثر ڪري بنواميہ هيا ۽ انهن اهڙيون ڳالهيون ڪيون ٿي جن کان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن نفرت ڪئي ٿي. حضرت عثمان رضہ وٽ انهن آفيسرن خلاف شڪايتون ڪيون ويون پر ان انهن آفيسرن کي عهدن تان ڪونہ هٽايو.

حطيہ نالي شاعر وليد جي باري ۾ چيو:

"حطيہ قيامت جي ڏينهن شاهدي ڏيندو تہ وليد ابوجهہ آهي."

"جڏهن نماز پوري ٿي تہ ان ماڻهن کان وڏي آواز ۾ پڇيو: 'جيڪڏهن توهان چئو تہ مان ان کي اجا وڌايان.'"

"ان هڪڙي سٺي عمل ۾ اضافو ڪرڻ گهريو ٿي. جيڪڏهن ماڻهو راضي ٿين ها تہ اهو فجر جي نماز کي ڊگهو ڪري ها جيڪا ڏهن رڪعتن تائين پهچي وڃي ها."

"پر اي ابو وهب، ماڻهن راضي ٿيڻ کان انڪار ڪيو. جيڪڏهن اهي تنهنجي صلاح مڃي وڃن ها تہ تون "شفع" کي "وتر" سان ڳنڍائي ڇڏين ها."

”تون اڳتي وڌڻ جي ڪٺي پر ماڻهن تنهنجي واڳ کي روڪي ورتو. جيڪڏهن اهي ان کي ڇڏي ڏين ها تہ تون قدم مٿان قدم وڌائيندو وڃين ها.“

ڪوفي مان شهرين جو هڪڙو وفد آيو ۽ وليد خلاف حضرت عثمان رضہ وٽ شڪايت ڪيائون. حضرت عثمان رضہ البت، انهن جي شڪايتن ڏانهن ڌيان ڏيڻ ۽ ڀڙڻ جي بجاءِ انهن کي ڇڙٻون ۽ ڌمڪيون ڏنيون ۽ جن ان جي بدعنوانين خلاف شاهدي ڏني انهن کي ڪٽڪو ڪيئيو. جڏهن تہ انهن جو صرف اهو قصور هيو تہ انهن وليد جي بڇڙن عملن کي حضرت عثمان جي علم ۾ آندو هيو.

بنواميہ طرفان پنهنجن مخالفن سان يا انهن سان جن کي انهن پنهنجن دشمنن جي صف ۾ ٿي بيهاريو ڪيل بڇڙو سلوڪ ماڻهن انهن طرفان محمد بن ابي بڪر ۽ مصرين سان ڪيل سلوڪ ۾ ڏٺو جيڪي مصر وڃي رهيا هئا. ڇو تہ انهن جي گُهر هئي تہ عوام الناس کي بہ خلافت ۾ حق هجڻ گهرجي ۽ اها بنواميہ جي ملڪيت نہ هجڻ گهرجي. جيئن تہ ان واقعي جو حضرت عثمان رضہ جي قتل سان گهرو تعلق آهي تنهن ڪري اسان ان تي ٻئي باب ۾ تفصيل سان بحث ڪنداسين.

# حضرت عثمان رضہ جي قتل جون حقيقتون

سيني علائقن ۾ توهان جي خلاف بي يقيني جي
كيفيت پيدا ٿي وئي آهي.

علي عليہ السلام

الله جو قسم! مان اهو زنجير تنهنجي ڳچي ۾ وجهندس،
ورنہ تون پنهنجن خبيث چيلن چپاٽن کي پاڻ کان پري رک.
يعني، مروان، عبدالله بن عامر ۽ ابن ابي سرح کي.

جبلہ بن عمرو

جيڪڏهن توهان جهاد جي تمنا ۽ خواهش ڪريو ٿا تہ
اسان وٽ اچو. چوتہ محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم
جي دين کي توهان جي خليفي بگاڙي ڇڏيو آهي، اچي ان کي
خلافت تان هٽايو.

مديني جا رهواسي

يارهن سال ۽ ڪجهہ مهينا گذري ويا. حضرت عثمان رضہ جي پاليسين خلاف ماڻهن جو غصو ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو. سيني اسلامي علائقن جا شهري حضرت عثمان رضہ جي سخت خلاف ٿي ويا. ايتري تائين جو هرهنڌ ڇڪتاڻ هئي. جنهن ڳالهہ مسلمانن کي گهڻو ديڄاري ڇڏيو اها هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ حضرت ابوبڪر رضہ ۽ حضرت عمر رضہ جي زماني ۾ جيڪي طور طريقا هيا ۽ جن کي مسلمانن گهڻو پسند ڪيو ٿي، حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ اهي طور طريقا اُبتا ٿي ويا ۽ گذريل زماني جي ڪابہ ڳالهہ عمل ۾ ڪونہ رهي. اهي اهو ڏسندا رهيا هيا تہ خليفو انهن جي حقن جي حفاظت ڪندو هيو ۽ انهن جي ڀلائي کي هٿي وٺرائيندو هيو. جتي ۽ جڏهن بہ ڪو گورنر يا آفيسر ڪنهن کي تنگ ڪندو هيو يا بدسلوڪي ڪندو هيو تہ خليفو ان کي عهدي تان هٽائي ڇڏيندو هيو ۽ انهن جي تڪليفن جوتدارڪ ڪندو هيو البت. حضرت عثمان رضہ جيئن ئي خليفو ٿيو تہ ان عدل و انصاف تي مبني قاعدن ۽ قانونن کي نظرانداز ڪرڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي حڪومت جو بنياد اقرباپروري واري پاليسي تي رکيائين. جيڪا ماڻهن اڳ ۾ ڪڏهن ڏٺي ئي ڪونہ هئي، ۽ جنهن کي اهي برداشت ڪري نٿي سگهيا.

جنهن ڳالهہ ماڻهن کي گهڻو ناراض ڪيو، اُها اِها هئي تہ حضرت عثمان رضہ جي مائٽن انهن جا حق غصب ڪيا ۽ ڏينهون ڏينهن وڏيڪ شاهوڪار ٿيندا ويا ۽ عام ماڻهو زندگيءَ جي ضرورتن کان بہ محروم ٿي ويا. انهن خليفي طرفان انهن جي وفد سان ڪيل سلوڪ تي پڻ ڪاوڙ ڪئي، جن ان سان گورنرن ۽ ٻين آفيسرن خلاف شڪايت ڪرڻ لاءِ ملاقات ڪئي هئي.

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ناليوارن اصحابن، حضرت ابوذر رضہ عمار رضہ ۽ ابن مسعود رضہ سان ٿيل بي عزتي ۽ توهين واري سلوڪ ڪري بہ ماڻهو تمام گهڻو ناراض هيا. انهن قابل اعتبار ۽ مشهور گورنرن ۽ ٻين آفيسرن کي عهدن تان هٽائي انهن جي جاين تي غير منصف ۽ ظالم ماڻهن کي مقرر ڪرڻ واري پاليسي کي بہ پسند ڪونہ ٿي ڪيو.

ديندار مسلمانن کي اها ڳالهہ بہ ڪونہ ٿي وڻي تہ ذمي ماڻهن کي ستايو وڃي، ڇو تہ آخرڪار اهي بہ انسان هيا. انهن اهو ڪونہ ٿي گهريو تہ معاشرو خودغرضي ۽ امتيازي سلوڪ واري رَوش سان زهريلو ٿي وڃي ۽ ايماندار ۽ اهل ماڻهن جي جاءِ تي نااهل ماڻهن کي ترجيح ڏني وڃي.

حضرت عثمان رضہ جي خلافت جي آخري ڏينهن دوران ماڻهو ايترا بي صبرا ٿي ويا جو انهن ان خلاف بغاوت ڪئي. اها بلڪل فطري ڳالهہ هئي، ڇوتہ بغاوت جو ٻج خود ان جي پاليسين ۾ موجود هيو. اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ هڪڙي ڏينهن اتفاق سان حضرت عثمان رضہ جبلا بن عمرو ساعدي جي گهر وٽان گذريو. جبلہ پنهنجي قبيلي جي ماڻهن سان ويٺو هيو ۽ ان جي هٿ ۾ هڪڙو زنجير هيو. حضرت عثمان رضہ انهن کي سلام ڪيو ۽ اتي ويٺلن مان سواءِ جبلا جي ٻين سڀني سلام جو جواب ڏنو. ان پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کي چيو: "توهان اهڙي ماڻهوءَ جي سلام جو جواب ڇو ڏنو جنهن فلاڻيون فلاڻيون غلطيون ڪيون آهن." پوءِ اهو حضرت عثمان رضہ کي هي چئي مخاطب ٿيو: "مون کي الله جو قسم آهي تہ جيستائين تون مروان، ابن عامر ۽ ابن ابي سرح جهڙن بدمعاش ۽ منظور نظر ماڻهن کي عهدن تان نہ هٽائيندين مان اهو زنجير تنهنجي ڳچي ۾ وجهندس."

علامہ ابن ابي الحديد چوي ٿو تہ ماڻهن کي ايتري جرئت ٿي وئي هئي جو هڪڙي ڏينهن جڏهن حضرت عثمان رضہ پنهنجي لٺ (عصا) هٿ ۾ جهليون ماڻهن کي خطاب ڪري رهيو هيو جيئن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، حضرات ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ خطبو ڏيندي هٿ ۾ عصا کڻندا هيا. جهجاه غفاري نالي هڪڙي شخص ان جي هٿ مان اها لٺ کسي ورتي ۽ پنهنجي گوڏي تي هڻي ڀڃي ڇڏي

شروع ۾ ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ سان بدسلوڪي ڪرڻ جي همت ڪونہ ٿيندي هئي. البت، جڏهن مروان ۽ ٻين جون بدعنوانيون وڌنديون ويون ۽ حضرت عثمان رضہ انهن جي بڇڙن عملن کي ٻنجو ڏيڻ جي بجاءِ انهن ڏانهن رعايت وارو رويو اختيار ڪيو تہ فساد ۽ بغاوت پڻ پکڙجڻ لڳا. ان وقت تائين ماڻهو فقط انفرادي طور ان جي مخالفت ۽ تنقيد ڪندا هيا ۽ فقط هڪ يا ٻہ ماڻهو ان سان بدسلوڪي ڪندا هيا. بهرحال، جيئن وقت گذرندو ويو سموري مسلمان امت ان جي دشمن ٿي وئي. مديني جي ماڻهن ٻين شهرن جي مسلمانن کي هيئن لکيو: "جيڪڏهن توهان جهاد ڪرڻ گهرو ٿا تہ هيڏانهن اچو ڇو تہ توهان جي خليفي هٿان حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دين کي بگاڙيو پيو وڃي. اچو ۽ ان کي خلافت تان هٽايو."

سيني شهرن جا رهواسي حضرت عثمان رضہ جي خلاف ٿي ويا. 35 هجري تائين واقعن اهڙو رخ اختيار ڪيو جو مختلف شهرن جي رهواسين هڪ ٻئي ڏانهن خط لکيا، جنهن ۾ تجويز پيش ڪيائون تہ بنواميہ ۽ حضرت عثمان رضہ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻو پوندو ۽ ان جي سيني گورنرن ۽ آفيسرن کي انهن جي عهدن تان هٽائڻو پوندو. انهن سرگرمين جون خبرون حضرت عثمان رضہ تائين بہ پهتيون. ان مختلف شهرن جي رهاڪن ڏانهن خط لکيا ۽ انهن سان مفاهمت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پوءِ ان جهونن گورنرن ۽ آفيسرن کي گهرايو ۽ انهن سان صلاح مشورو ڪيو. انهن مان ڪجهہ حضرت عثمان رضہ کي رٿ ڏني تہ ان کي عدل و انصاف سان حڪومت ڪرڻ گهرجي ۽ حضرات ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ واريون پاليسيون اختيار ڪرڻ کپن. ٻين پنهنجن لفظن کي ڇٻي ڇٽي ڳالهايو ۽ ڪوبہ

واضح مشورو ڪونہ ڏنائون. انهن ٻين ماڻهن واري ٽولي ۾ معاويہ بن ابوسفيان بہ شامل هيو. اتي اچا ٻيا بہ هيا جيڪي مخلصاڻو مشورو ڏيڻ جي قابل ڪونہ هيا، ڇو تہ سدائين انهن جي صلاح مطلب پرستي تي ٻڌل هوندي هئي. هڪڙو اهڙو شخص سعيد بن عاص هيو جنهن چيو تہ موجوده صورتحال صرف عارضي آهي ۽ ان جو فقط اڪيلو حل اهو آهي تہ تلوار کي مياڻ مان ٻاهر ڪيو وڃي.

گڏجاڻي حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪنهن بہ متفقہ فيصلي ڪرڻ کان سواءِ پڄاڻي تي پهتي. انهي جو سبب اهو هيو تہ سيني گورنرن ۽ آفيسرن حضرت عثمان رضہ جي پاليسين کي پسند ڪيو ٿي، جنهن وسيلي اهي ماڻهن جا حق غصب ڪري سگهيا ٿي ۽ گهٽي کان گهٽي دولت گڏ ڪري سگهيا ٿي. تنهن ڪري انهن ڪابہ پرخلوص صلاح ڪونہ ڏني. بلڪ انهن منجهہ ڪي اهڙا ماڻهو موجود هيا جن سوچيو ٿي تہ انهن جا مفاد اچا بہ وڌيڪ چڱي نموني سان پورا ٿي سگهندا جيڪڏهن اهي حضرت عثمان رضہ مان ٿي جان ڇڏائين. تنهن ڪري اهي ڪجهہ ڳوهہ ۾ ۽ انهن مان ڪي تہ کلم کلا بہ اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيا هيا. واسطيدار ماڻهن جي روين جا سبب بعد ۾ بيان ڪيا ويندا. گڏجاڻي جي اهم ڳالهہ اها بہ هئي تہ مروان انهن سيني شرڪت ڪندڙن مٿان ڪڙي نظر رکي رهيو هيو. تنهن ڪري توڙي جو انهن مان ڪجهہ سٺيون تجويزون ڏين بہ ها تہ اهي ڪنهن ڪم جون ڪونہ ٿين ها، ڇو تہ انهي موضوع تي حتمي راءِ جي قوت مروان وٽ هئي. حضرت عثمان رضہ هميشہ ان جي مشوري تي هلندو هيو.

تنهن ڪري بغاوت وڌي وئي. هر علائقي ۾ پرڳڻي جا مسلمان حضرت عثمان رضہ جي انتظامي پاليسي ۽ خلافت جا مخالف ٿي ويا هيا، جيڪي عملي طور تي مروان ۽ ان جي ساٿين جي هٿ ۾ هيا.

انهن ڏينهن ۾ مصر کان ڪجهہ ماڻهن مصر جي گورنر ابن ابي سرح جي خلاف شڪايت ڪرڻ لاءِ اچي حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪئي. حضرت عثمان رضہ انهن کي ڌيان ڏئي ٻڌو. ابن ابي سرح جي بدعنوانين جي ڪري ان جي مذمت ڪئي ۽ ماڻهن سان واعدو ڪيو تہ انهن جي شڪايت جو تدارڪ ڪيو ويندو. پوءِ ابن ابي

سرح کي خط لکيو تہ اهو پاڻ کي سڏاري ۽ ان کي تنبيهہ ڪيائين تہ جيڪڏهن ان سندس حڪمن کي مُهت نہ ڏني تہ ان کي سزا ڏني ويندي. مروان انهي اڳيرائي کي پسند ڪونہ ڪيو. جڏهن شڪايت ڪندڙ خليفي جي محلات مان ٻاهر آيا تہ اهو بہ ٻاهر نڪري آيو ۽ انهن کي چنبڙ پئيائين. پوءِ ان زور ڏئي چيو تہ خليفو انهن ماڻهن سان ڪيل واعدا ڪونہ پاڙيندو ۽ انهن جي شڪايتن تي ڪوبہ ڌيان ڪونہ ڏيندو.

مصر جا شهري اهو خط کڻي واپس ويا ۽ اهو ابن ابي سرح کي ڏنائون. خط پڙهڻ سان اهو گهڻو ناراض ٿي ويو ۽ خليفي جا حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيائين. اهو ايترو تہ غضب ۾ اچي ويو جو وفد جي ماڻهن مان هڪڙي کي قتل ڪري ڇڏيائين. عبدالله ابن ابي سرح جو اهو غرور انهي حقيقت ڪري هيو تہ اهو حضرت عثمان رضہ جو ٿڃ ڀياڪ ڀاءُ هيو. تنهن ڪري انهي رشتي جي سبب ڪري ئي خليفي ان کي مصر جو گورنر مقرر ڪيو هيو.

ابن ابي سرح طرفان ٿيل انهي سلوڪ تي مصر جا ماڻهو ڪاوڙ ۾ اچي ويا. انهن فيصلو ڪيو تہ هڪ هزار ماڻهن تي مشتمل هڪڙو ٻيو وفد مديني موڪليو وڃي. اهي مسجد نبوي ۾ ترسيا ۽ اعلان ڪيائون تہ اهي انهن ماڻهن کي ڪجهہ بہ ڪونہ چوندا جيڪي گهرن اندر رهندا ۽ انهن خلاف هٿيار کڻي مقابلو ڪونہ ڪندا.

ان کانپوءِ انهن مان ڪجهہ معزز ماڻهن رسول الله صلي الله تعالىٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن سان ملاقات ڪئي. انهن اصحابن کي ابن ابي سرح طرفان ڪيل هاڃن بابت ٻڌايو ۽ ان ٻي ڏوهي شخص جي قتل کان بہ آگاهہ ڪيو جنهن جو صرف اهو قصور هيو تہ اهو ان وفد جو هڪڙو رڪن هيو جيڪو اڳ ۾ حضرت عثمان رضہ سان مليو هيو. ڪجهہ اصحابن حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪئي ۽ مصر ۾ موجود حالتن بابت ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. ان کانپوءِ ٻين ماڻهن بہ حضرت علي عليہ السلام جي اڳواڻي ۾ انهي سلسلي ۾ حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪئي. انهن ان سان اصولن مطابق ۽ دليلن سان ڳالهايو ۽ چيو:

"انهن ماڻهن جي صرف اها گُهر آهي تہ ابن ابي سرح کي گورنري تان هٽايو وڃي ۽ ان جي جاءِ تي ڪنهن ٻئي ماڻهوءَ کي مقرر ڪيو. ان

ڪان اڳ ۾ بہ انهن هڪڙي ٻي ڏوهي شخص جي قتل جي شڪايت ڪئي هئي. توهان کي گهرجي تہ ابن ابي سرح کي عهدي تان هٽايو ۽ انهن جي شڪايت جو پڻ تدارڪ ڪيو. جيڪڏهن ابن ابي سرح ڏوهي ثابت ٿئي تہ توهان ان کي سزا ڏجو ۽ ايئن هنن ماڻهن کي انصاف فراهم ڪيو."

حضرت عثمان رضہ ماڻهن آڏو قسم کنيو ۽ انهن کي پڪ ڏياري تہ اهو رعيت جي فلاح و بهبود لاءِ وڌ کان وڌ ڪوشش ڪندو. انهن کي اهو پڻ چيائين تہ ڪنهن شخص جو نالو تجويز ڪن جنهن کي ابن ابي سرح جي جاءِ تي مصر جو گورنر مقرر ڪيو وڃي. مصر جي ماڻهن ضروري سوچ ويچار کان پوءِ حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ جو نالو پيش ڪيو. حضرت عثمان رضہ ان کي گورنر مقرر ڪيو ۽ مهاجرن ۽ انصارن تي مشتمل هڪڙي جماعت بہ انهن سان گڏ موڪليائين تہ ابن ابي سرح جي بدعنوانين جي تحقيقات ڪن.

مديني مان روانو ٿيڻ جي ٽن ڏينهن کان پوءِ محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ ان جي ساٿين رستي ۾ هڪڙي حبشي غلام کي ڏٺو جيڪو مصر ڏانهن اٺ کي تڪڙو ڊوڙائيندو پئي ويو. اهي ماڻهو حيران ٿي ويا. تنهن ڪري انهن ان کي روڪيو ۽ ان کان پڇيائون تہ اهو ايترو تيز ڇو پيو ڀڄندو وڃي پيو ۽ ان جي مسافري جو ڪهڙو سبب هيو. ڪجهہ سوالن کان پوءِ ان چيو: "مان اميرالمومنين عثمان رضہ جو غلام آهيان ۽ مون کي مصر جي گورنر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو آهي." ماڻهن ان کي چيو: "مصر جو گورنر هتي اسان سان گڏ آهي." غلام جواب ڏنو: "منهنجو اشارو ان ڏانهن ڪونهي." جڏهن محمد بن ابوبڪر رضہ کي معاملي جو اطلاع ڏنو ويو تہ ان غلام کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ان کان پڇيائين تہ اهو ڪير آهي. ان چيو: "مان اميرالمونين جو هڪڙو غلام آهيان." پوءِ خودبخود ڪِڪو وکو ٿيندي ان چيو: "نہ نہ مان مروان جو غلام آهيان." پوءِ اهو ابتيون سبتيون ڳالهيون ٻڌائڻ لڳو. پوءِ محمد بن ابوبڪر رضہ ان کان پڇيو: "تون ڪيڏانهن پيو وڃين؟" ان جواب ڏنو: "مان مصر ۾ گورنر سان ملاقات ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان." حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ پڇيو: "ڇاجي لاءِ؟" غلام جواب ڏنو: "مون کي ان تائين هڪڙو نياپو پهچائڻو آهي."

حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ طرفان غلام کان اهو پڇڻ تي تہ آيا اهو ڪو خط ڪٿي وڃي رهيو آهي، ان انڪار ۾ جواب ڏنو. ان تي حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ حڪم ڪيو تہ ان جي تلاشي ورتي وڃي. گهڻي تلاشي کان پوءِ ان وٽان هڪڙو خط مليو جيڪو حضرت عثمان رضہ طرفان عبدالله بن ابي سرح ڏانهن لکيل هيو. حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ اهو خط انهن مهاجرن ۽ انصارن جي سامهون کوليو جيڪي ان سان گڏ آيل هيا. ان ۾ لکيل هيو: "جڏهن محمد بن ابوبڪر ۽ ٻيا فلاڻا فلاڻا ماڻهو مصر پهچن تہ تون انهن ڪي ڪنهن نہ ڪنهن بهاني سان قتل ڪري ڇڏجان. محمد بن ابوبڪر توڏانهن جيڪو خط کڻي اچي رهيو آهي ان کي رد سمجهہ ۽ پنهنجي حڪمن تائين انهي عهدي تي ڪم ڪندو رهہ. جيڪو تو وٽ شڪايت ڪرڻ لاءِ اچي تہ ان کي جيل ۾ وجهي ڇڏ ۽ پوءِ منهنجين هدايتن جو انتظار ڪر."

جڏهن خط پڙهيو ويو تہ سيئي موجود ماڻهو واتڙا ٿي ويا ۽ مڪمل ماٺ ڇانئجي وئي. ڪير بہ اهو تصور نٿي ڪري سگهيو تہ خليفو مهاجرن ۽ انصارن سان گڏ پنهنجي رعيت جون حياتيون کسڻ لاءِ اهڙو ظالماڻو منصوبو ٺاهيندو.

محمد بن ابوبڪر رضہ ٻيهر ان خط کي بند ڪيو ۽ لفافي مٿان مهاجرن ۽ انصارن کان صحيحون ڪرايائين. جماعت پوءِ مديني ڏانهن موٽڻ ۽ اهو خط رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن کي ڏيکارڻ جو فيصلو ڪيو. جڏهن مديني ۾ خط پڙهي ٻڌايو ويو تہ امام علي عليہ السلام سان گڏ ٻيا اصحابي بہ گهڻو رنج ٿي ويا. مسلمانن ۽ اسلام خلاف انهي سازش جنهن جو ڪو مثال ئي ڪونہ هيو انهن کي ڪاوڙائي ڇڏيو. ماڻهن جي ڪاوڙ جيڪي اڳ ۾ ئي حضرات ابوذر، عمار بن ياسر رضوان الله تعاليٰ عنهم وغيره سان ٿيل سلوڪ ڪري گهڻو ناراض هيا، حد کان ٽپي وئي. حضرت علي عليہ السلام جي اڳواڻي ۾ سعد بن ابي وقاص رضہ ۽ عمار بن ياسر رضہ تي مشتمل وفد حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪرڻ لاءِ ويو. انهن پاڻ سان خط، غلام ۽ اٺ جنهن تي اهو سوار هيو ساڻ ڪيو. حضرت علي عليہ السلام ئي حضرت عثمان رضہ جي وچ ۾ هيٺين ڳالهہ ٻولهہ ٿي.

علي عليہ السلام: ڇا هي غلام توهان جو آهي؟
عثمان رضہ: هائو.
علي عليہ السلام: ڇا اهو اٺ بہ توهان جو آهي؟
عثمان رضہ: هائو!
علي عليہ السلام: ڇا خط تي لڳل مهر بہ توهان جي آهي؟
عثمان رضہ: هائو.
علي عليہ السلام: پوءِ، ڇا انهيءَ جو اهو مطلب آهي تہ هي خط توهان موڪليو هيو؟
عثمان رضہ: نہ، مون کي الله جو قسم آهي تہ نہ مون اهو خط خود لکيو نہ ڪنهن کي اهو لکڻ لاءِ حڪم ڪيو. نہ وري ان غلام کي مصر روانو ڪيو.

اصحابن سڳورن اهو تاثر ورتو تہ حضرت عثمانؓ رضہ سچ ڳالهائي رهيو آهي. وڌيڪ ڇنڊڇاڻ ڪانپوءِ انهن محسوس ڪيو تہ خط مروان جي هٿ اکرن ۾ لکيل هيو. تنهن ڪري انهن حضرت عثمان رضہ کي چيو تہ مروان کي انهن جي سامهون گهراءِ تہ جيئن اهي معاملي جي جاچ ڪري سگهن، ۽ ان کان معلوم ڪر تہ ان اهو خط ڇو لکيو. حضرت عثمان رضہ مروان کي گهرائڻ کان نتائڻ لڳو. توڙي جو مروان ان وقت گادي واري شهر (مديني) ۾ موجود هيو ان کي پنهنجو ڏوهہ مڃڻ ۽ ايئن حضرت عثمان رضہ کي بي ڏوهہ ثابت ڪرڻ لاءِ انهن ماڻهن جي آڏو اچڻ جي اخلاقي جرئت ڪونہ ٿي، تنهن ڪري اصحابي سڳورا پريشاني جي حالت ۾ پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي ويا. انهن کي اعتبار هيو تہ حضرت عثمان رضہ ڪوڙو قسم ڪونہ کڻندو. پر انهن مان ڪجهہ ماڻهن چيو تہ اهي ان کي بي قصور صرف تڏهن سمجهندا جڏهن اهو مروان کي انهن جي حوالي ڪندو تہ جيئن اهي ان کان سوال پڇن ۽ معاملي جي جاچ ڪن، ۽ خط بابت اصل حقيقتن کي ظاهر ڪن. انهن چيو تہ جيڪڏهن خط حضرت عثمان رضہ لکيو آهي تہ ان کي عهدي تان هٽائيندا، پر جيڪڏهن اهو ان جي هُشي تي مروان لکيو آهي تہ اهي معاملي تي غور ويچار ڪندا ۽ فيصلو ڪندا تہ مروان سان ڪهڙو ورتاءَ ڪيو وڃي. بهرحال، حضرت عثمان رضہ رضہ مروان کي

انهن جي حوالي ڪرڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيو. باغين هاڻي اصرار ڪرڻ شروع ڪيو تہ مروان کي انهن جي حوالي ٽيٽو پوندو تہ جيئن اهي ان کان سوال ڪن ۽ ان جي سرگرمين جي جاچ ڪن. بهرحال، حضرت عثمان رضہ انهي مطالبي کي مڃڻ کان صاف صاف انڪار ڪيو.

ان کان پوءِ ڪيترين ئي اڳيرايون ٿيون، جيڪي تاريخ جي ڪتابن ۾ درج ٿيل آهن. حضرت امام علي عليہ السلام پنهنجي وس آهر تمام گهڻي ڪوشش ڪئي تہ باغين ۽ حضرت عثمان رضہ جي وچ ۾ مفاهمت ٿي وڃي تہ جيئن رتوڇاڻ کان بچي وڃجي. ان حضرت عثمان رضہ سان ٻيهر ملاقات ڪئي ۽ ان کي صلاح ڏني تہ اهو عوام الناس جي سامهون اچي ۽ هڪڙي تقرير ڪري جيڪا سيئي ٻڌن، ۽ ان تقرير ۾ اهو ماڻهن سان ڪيل واعدن جو اقرار پورو ڪري تہ جيئن ماڻهو مطمئن ٿي وڃن. ان حضرت عثمان رضہ کي اهو پڻ چيو: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ سيئي اسلامي علائقا توهان جي خلاف ٿي ويا آهن. مون کي انديشو آهي تہ مصر جي ماڻهن وانگر ڪوفيءَ بصري جا ماڻهو بہ مديني اچي ويندا ۽ تون مون کي منٿ ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ويندين تہ انهن کي ٽڏو ڪريان."

حضرت عثمان رضہ پنهنجي گهر مان ٻاهر آيو ۽ گڏ ٿيل ماڻهن جي آڏو هڪڙي تقرير ڪيائين. ان پنهنجن ماضي جي ڪوتاهين تي معذرت جو اظهار ڪيو ۽ واعدو ڪيو تہ اڳتي لاءِ اهڙيون ڳالهيون ڪونہ ٿينديون. ان اهو پڻ واعدو ڪيو تہ انهن جا مطالبا پورا ڪيا ويندا ۽ مروان ۽ ان جي ساٿين کي هٽايو ويندو.

حضرت عثمان رضہ جي تقرير جو سٺو نتيجو نڪتو. جڏهن اهو ڳالهائي رهيو هيو تہ ان جي اکين مان لڙڪ وهي رهيا هيا. ٻيا بہ روئڻ شروع ٿي ويا ۽ لڙڪن سان انهن جون ڏاڙهيون آليون ٿي ويون. جڏهن اهو مسجد جي منبر تان لهي گهر ويو تہ اتي مروان، سعيد بن عاص ۽ ڪجهہ ٻين اموي خاندان جي ڀاتين کي پنهنجي لاءِ انتظار ۾ ويٺل ڏٺائين. اهي حضرت عثمان رضہ جي تقرير وقت اتي موجود ڪونہ هيا پر ان ڳالهہ کان واقف ٿي ويا هيا تہ ان ڇا چيو هيو. جڏهن حضرت عثمان رضہ پنهنجي جاءِ تي ويٺو تہ مروان ان کي چيو: "اي منهنجا

سردار ڇا مان ڪجهه عرض ڪريان يا ماٺ رهان؟" حضرت عثمان رضه چيو: "توکي جيڪو چوڻو آهي اهو چئه." مروان پوءِ ملامت ڪرڻ واري انداز ۾ چيو: "توهان صرف انهن ماڻهن جي همٿ وڌائي ۽ بيو ڪجهه به ڪونه ڪيو آهي." حضرت عثمان رضه ڪجهه افسوس سان چيو: "مون جيڪي چيو آهي سو چيو آهي. مان پنهنجن لفظن کي واپس وٺي نٿو سگهان." مروان چيو: "ماڻهو جبل وانگر توهان جي گهر جي دروازي آڏو گڏ ٿي ويا آهن ۽ اهو انهي ڪري آهي ته توهان انهن جي همٿ وڌائي آهي. جيڪڏهن انهن مان هڪڙو زيادتي جي شڪايت ڪري ٿو ته بيو گورنر کي عهدي تان هٽائڻ جو مطالبو ڪري ٿو. توهان پنهنجي خلافت سان وڏو ظلم ڪيو آهي. توهان جي لاءِ اهو بهتر ٿئي ها جيڪڏهن توهان صبر ڪريو ها ۽ خاموش رهو ها."

حضرت عثمان رضه چيو: "مون کي پنهنجن لفظن تان پوئتي هٽڻ ۾ شرم محسوس ٿئي ٿو. البت، تون وڃي ۽ انهن سان ڳالهائي سگهين ٿو."

مروان اجازت ملڻ تي گهر جي دروازي وٽ آيو ۽ جيڪي اتي گڏ ٿيل ماڻهو هيا انهن کي چيائين: "اهو سڄو هجوم ڇا جي لاءِ آهي؟ ائين لڳي ٿو ته توهان گهر مان ڦرلٽ ڪرڻ آيا آهيو. توهان جو منهن ڪارو ٿئي! ڇا توهان اسان کان حڪومت کسڻ آيا آهيو؟ خدا جو قسم جيڪڏهن توهان اسان کي ڪو نقصان پهچائڻ جو سوچيو ته اسان توهان سان اهڙي ڪنداسين جو توهان زندگي ڀر وساري نه سگهندا. پنهنجن گهرن ڏانهن وڃو. اسان ڪنهن جي به طرفان پنهنجي اقتدار ۾ مداخلت کي برداشت ڪري ڪونه سگهنداسين."

ماڻهو حڪمرانن کي ڌمڪيون ڏيندي ۽ گهٽ وڌ ڳالهائيندي مايوس ٿي هليا ويا. ڪجهه ماڻهن نئين صورتحال جو حضرت علي عليه السلام کي اطلاع ڏنو. جيئن ته حضرت عثمان رضه انهن جي صلاح کي نظرانداز ڪيو هيو ۽ مروان جي مشوري تي عمل ڪيو هيو حضرت علي عليه السلام بيهر حضرت عثمان رضه ڏانهن وڃڻ ۽ ان کي ڪا به صلاح ڏيڻ کان خوش اسلوبي سان پاسو ڪري سگهيو ٿي، پر بيڏڙي خليفي سان همدردي، مسلمانن منجهه مفاهمت ڪرائڻ جي دلي تمنا، ۽ معمولي اميد ته ٿي سگهي ٿو حضرت عثمان رضه دورانديشي واري واٽ

تي هلي پئي، ان کي مجبور ڪيو تہ اهو حضرت عثمان رضہ کي ٻيهر نصيحت ڪري. جڏهن حضرت عثمان رضہ پنهنجي زال جي رٿ تي رات جو حضرت علي عليہ السلام سان صلاح مشورو ڪرڻ لاءِ آيو تہ حضرت علي عليہ السلام ان کي چيو: ”رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي منبر تان تقرير ڪرڻ کان پوءِ توهان گهر ويا ۽ پوءِ مروان ٻاهر آيو جنهن ماڻهن کي گارگند ڪئي. ان کان پوءِ ڪرڻ لاءِ ڇا بچيو آهي ۽ مان توهان جي لاءِ ڇا ٿو ڪري سگهان ؟“

حضرت عثمان رضہ پنهنجي ڪوتاهي تي پاڻ کي گهڻي ملامت ڪئي. حضرت علي عليہ السلام پوءِ ان کي چيو: ”مون کي الله جو قسم آهي تہ مون سيني کان تمام گهڻي وڏيڪ ڪوشش ڪئي آهي تہ ماڻهن کي توهان کان پري رکان. بهرحال، مان جڏهن بہ توهان کي ڪا صلاح ڏيان ٿو جنهن لاءِ مون کي اميد هوندي آهي تہ توهان کي خوش ڪندي تہ مروان مداخلت ڪري ٿو. بدقسمتي اها آهي تہ توهان کي اهو جيڪو ڪجهہ چوي ٿو توهان اهو مڃي وڃو ٿا ۽ منهنجي صلاح کي نظرانداز ڪري ڇڏيو ٿا.“ حضرت علي عليہ السلام اهو چوڻ ۾ بلڪل حق بجانب هيو ڇو تہ ان ٻيهر بہ مروان معاملي کي بگاڙي ڇڏيو هيو.

باغي پنهنجن مطالبن تي هڪڙو ڀيرو ٻيهر زور ڏئي رهيا هيا. انهن گهريو ٿي تہ انهن سان ڪيل سمورا واعدا پورا ڪيا وڃن. انهن اهو پڻ مطالبو ڪيو تہ مروان کي، جيڪو سموري فتني جي پاڙ هيو، انهن جي حوالي ڪيو وڃي تہ جيئن اهي ان کان بدلو وٺن. البت، حضرت عثمان رضہ جو رويو سخت تي ويو ۽ ان مروان کي انهن جي حوالي ڪرڻ کان رُکو جواب ڏئي ڇڏيو. باغي بہ پنهنجي ضد تي ڄمي ويا. فساد ۽ بغاوت شديد ٿي ويا ۽ باغين حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ڪيو.

دراصل باغين حضرت عثمان رضہ کي ڪو نقصان پهچائڻ نٿي گهريو. انهن جي صرف اها خواهش هئي تہ اهو پنهنجين ڪوتاهين تي پشيمان ٿئي ۽ خلافت تان دستبردار ٿئي. اها ڳالهہ انهي حقيقت سان ثابت ٿيل آهي تہ نيار بن عياض نالي هڪڙو شخص، جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن مان هڪ هيو اڳتي وڌي باغين جي پهرين قطار ۾ اچي بيٺو ۽ وڏي آواز ۾ حضرت عثمان رضہ کي

چيائين: "توکي خلافت تان دستبردار ٿيڻ گهرجي ۽ مان توکي يقين ڏياريان ٿو تہ توکي ڪوبہ نقصان ڪونہ پهچندو." جڏهن اهو ايئن چئي رهيو هيو تہ ڪثير بن صُلت ڪِندي، جيڪو حضرت عثمان رضہ جو حمايتي هيو ۽ ان وقت ان جي گهر ۾ موجود هيو، هڪڙو تير هنيو ۽ نيار بن عياض کي قتل ڪري ڇڏيائين. باغين دانهن ڪئي: "نياربن عياض جي قاتل کي اسان جي حوالي ڪر." حضرت عثمان رضہ جواب ڏنو: "مان ان شخص کي توهان جي حوالي ڪيئن ٿو ڪري سگهان جيڪو منهنجو بچاءُ ڪري رهيو آهي."

باغين دروازي تي حملو ڪيو جيڪو هڪدم بندٿي ويو هيو. انهن پوءِ ان کي باهہ ڏئي ڇڏي ۽ خليفي جي محلات تي ڪمانن مان تيروسڻ شروع ٿي ويا. آخرڪار محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ ان جا ٻہ ساٿي محمد بن حزم انصاري جي گهر طرفان ٽپي حضرت عثمان رضہ جي گهر جي اندر داخل ٿي ويا. جڏهن اهي ان جي ويجهو پهتا تہ ڏٺائون تہ ان جي زال حضرت نائلہ رضہ بہ ان سان گڏ موجود هئي. محمد بن ابوبڪر رضہ جي ٻن ساٿين هڪڙي تيز هٿيار سان ان تي حملو ڪيو ۽ ان کي ماري ڇڏيائون پوءِ اهي ان طرف کان لڪي ڀڄي ويا جنهن طرف کان گهر ۾ داخل ٿيا هئا. حضرت نائلہ رضہ رڙ ڪري چيو: "ماڻهن اميرالمومنين کي قتل ڪري ڇڏيو!"



عثمان رضہ انهيءَ نموني ۾ فوت ٿيو ان جي قتل لاءِ جيڪي ماڻهو ذميوار هيا اهي ٽن قسمن جا هئا، هڪڙي ٽولي جو تعلق انهن ماڻهن سان هيو جيڪي حق خاطر ڪاوڙيل هئا، انهن حضرت عثمان رضہ کي چيو تہ اهو پنهنجين ڪوتاهين تي پيشيماني جو اظهار ڪري ۽ جڏهن ان ائين ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ انهن ان جي گهر جو گهيراءُ ڪيو ۽ ان کي قتل ڪيو. انهن ۾ حجاز مصر ۽ عراق جا ماڻهو شامل هئا ۽ ٻين سيني اسلامي شهرن جا پڻ. ٻئي ٽولي سان انهن ماڻهن جو تعلق هو جيڪي مال غنيمت لاءِ پاڳل هئا، انهن ماڻهن سان هڪڙو اڳواڻ هيو جنهن جي حڪمن کي اهي مڃي رهيا هئا ۽ انهن ماڻهن حضرت عثمان رضہ کي ڏکئي وقت ۾ بي سهارو ڪري ڇڏي ڏنو. اسان پهرين ٽولي سان

تعلق رکندڙ ماڻهن بابت اڳ ۾ لکي چڪا آهيون. باقي جيڪو ٻئي ٽولي جي ماڻهن جو تعلق آهي تہ اسان انهن بابت "عظيم سازش" جي عنوان واري باب ۾ ڳالهائينداسين. چو تہ حضرت علي عليہ السلام سان جيڪو سلوڪ اختيار ڪيو ويو ۽ ان سان جيڪي دوکا ۽ ٺڳيون ٿيون. انهن ماڻهن جو ان ۾ تمام گهڻو هٿ آهي.

# ڪوڙيون ڳالهيون ۽ افواهه

دنيا ۾ ڪجهه اهڙا به ليکڪ موجود آهن، جيڪي ياته تاريخي حقيقتن ڏانهن يا زندگي جي حالتن ۾ ماحول ڏانهن ڌيان ڪو نه ٿا ڏين. ستايل ماڻهن حضرت عثمان رضه خلاف جيڪا بغاوت ڪئي، ان لاءِ اهي عجيب سبب بيان ڪن ٿا ۽ ان تي زور ڏين ٿا ته ان زماني جا واقعا هڪڙي مخصوص ماڻهوءَ جي مرضي ۽ خواهش جو نتيجو هئا، جنهن سمورن اسلامي علائقن جو گشت ڪيو هو ۽ ماڻهن کي حضرت عثمان رضه ۽ ان جي حڪومت خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪايو هو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته انهن ماڻهن طرفان پيش ڪيل وضاحتن تي توهان ڪان ڪِل نڪري ويندي، ڇو ته انهن جو فقط اهو مقصد آهي ته حضرت عثمان رضه جي قتل لاءِ جيڪي ماڻهو اصل ذميوار هئا انهن کي تنبيهه نه ڪئي وڃي، ورنه ماڻهو انهن ليکڪن جي ايمان ۾ شڪ ڪرڻ لڳندا. اهي ليکڪ انهن ماڻهن وانگر آهن جيڪي مٿان ڪان هيٺ ڪرندڙ پاڻي کي ابتو وهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، اهي پنهنجن پڙهندڙن کي ڄٽ ۽ اناڙي سمجهندا آهن.

انهن مان هڪڙو ليکڪ سعيد افغاني آهي، جيڪو "عائشه والسياسه" نالي ڪتاب جو مصنف آهي، ان پنهنجن پڙهندڙن کي اهو باور ڪرائڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي آهي ته اسلامي علائقن منجهه جيڪي واقعا ظاهر ٿيا ۽ صورتحال کي حضرت عثمان رضه جي قتل ۽ بعد وارين حالتن ڏانهن وٺي ويا، اهي صرف هڪڙي شخص جون سرگرميون هيون جنهن جو نالو عبدالله بن سبا هو. دعوا ۽ اهو الزام ماڻهوءَ کي اهو گمان ڪرڻ لاءِ هرڪائي ٿو ته حضرت عثمان رضه ۽ ان جي وزير مروان جي حڪومت هڪڙي مثالي حڪومت هئي ۽ بنواميه ۽ انهن جا گورنر ۽ آفيسر عربستان ۾ سماجي انصاف ۽ انساني ڀائيچاري جو جهنڊو بلند ڪندڙ هئا. پر بدقسمتي سان عبدالله بن سبا نالي هڪڙي اڪيلي شخص انهن جي قابليتن ۽ سٺن ڪارنامن کي ٻڙي تي

پهچائي ڇڏيو. ان سيني شهرن ۽ پرڳڻن ۾ گشت ڪيو ۽ ماڻهن کي اهڙن گورنرن ۽ آفيسرن خلاف بغاوت ڪرڻ جي هُشي ڏنائين جيڪي نهايت ديانتدار ۽ ان سان گڏ عظيم سماجي سڌارڪ پڻ هئا. جيڪڏهن اهو شخص (عبدالله بن سبا) نہ هجي ها تہ ماڻهو مروان جي سخاوتن واري سرپرستي ۾، وليد جي عدل ۽ معاويہ جي ضبط ۽ تحمل هيٺ خوش ۽ پرامن زندگي گذاريندا رهن ها.

اهڙي دعوا حقيقتن کي بگاڙڻ، ماڻهن سان ناانصافي برابر ۽ مخصوص نقطہ نظر کي هٿي وٺرائڻ جي گندي ڪوشش آهي. اهڙي رَوش ماڻهن کي انهن بنيادي حقيقتن کان گمراهہ ڪرڻ جي برابر آهي جن تي تاريخ جو بنياد رکيل آهي، ڇو تہ انهي بيڪار ڪوشش جو اهو مقصد آهي تہ هڪڙي دور جي واقعن جي ذميواري، نہ ڪي سيني دورن جي، هڪڙي شخص جي ڪلهن تي وجهجي، جيڪو هڪڙي علائقي کان ٻئي علائقي ۾ ڦرندو رهيو ۽ انهن سيني علائقن جا ماڻهو ان جي پرچار ڪري، نہ ڪي ڪنهن ٻئي سبب ڪري حڪومت خلاف بغاوت ڪري اٿي پيا.

باقي جيڪو حڪومت جي پاليسين، سماجي سرشتي ۽ معاشيات جي تباهہ ڪن حالت ۽ حڪومت جي ساٿارين جي سرڪشي، عوامي فنڊن جو غبن ۽ بنواميہ طرفان آمرڻا طريقا اختيار ڪرڻ ۽ حضرات ابوذر رضہ عمار ياسر رضہ جهڙين معزز شخصيتن سان بدسلوڪين جو معاملو آهي تہ مصنف انهن ڳالهين کي ڪابہ اهميت ڪو نہ ٿو ڏئي ۽ اهو ڪونہ ٿو سوچي تہ اهي ڳالهيون ماڻهن جي عام بغاوت جو سبب هيون. ان جي راءِ مطابق حضرت عثمان رضہ خلاف سمورو ٻائيتال عبدالله بن سبا جي سرگرمين ڪري هو جنهن مسلمانن کي اسلام جي مذهبي اڳواڻن جو حڪم مڃڻ کان منع ڪئي ۽ گڙٻڙ ۽ اختلاف پيدا ڪري ڇڏيائين. اها ڪيڏي نہ خطرناڪ ذهنيت آهي تہ اهي اهم واقعا جيڪي لڳاتار ۽ هڪ ٻئي سان تعلق ۾ واقع ٿي رهيا هئا ۽ ان زماني جي معاشري، معاشيات ۽ سماجي سرشتي تي گهرو اثر رکياٺون ٿي، انهن کان صرف اهو چئي ڪن لاتار ڪئي وڃي تہ انهن مڙني ڳالهين جو بنيادي سبب هڪڙي شخص جون سازشون هيون. جيڪو سعيد

افغاني مطابق هڪڙي شهر کان ٻئي شهر ۾ گهمندو رهيو ۽ پاڪ معاشري ۾ اختلافن ۽ فساد جو ٻج پوکيائين. پاڪ معاشري مان ان جي مراد اهو معاشرو آهي، جنهن جو مروان بن حڪم سربراهه هو.

اها ڳالهه ڏيان طلب آهي تہ سعيد افغاني پنهنجي مٿي ذڪر ڪيل ڪتاب ۾ عبدالله بن سبا يا ابن السوده کي ايتري گهڻي اهميت ڏني تو ۽ اڻ ڄاڻائي ۾ معاويہ کي مان ڏئي تو ۽ حضرت ابوذر رضہ جي حيثيت گهٽائي ٿو. توڙي جو حضرت ابوذر رضہ سان معاويہ جو ڪو مقابلو ئي ڪونهي. افغاني لکي ٿو:

"عبدالله بن سبا اسلامي علائقن ۾ گشت ڪيو ۽ هر جاءِ تي ويو. ان پنهنجون فسادي سرگرميون حجاز ۾ شروع ڪيون ۽ پوءِ شام ڏانهن ويو. ان زماني ۾ شام تي تجربي ڪار ۽ دورانديشي واري نظر رکندڙ ماڻهو حڪومت ڪري رهيو هو جنهن جو نالو معاويہ بن ابوسفيان هو جنهن ان جي خطري کي هڪدم محسوس ڪري ورتو ۽ ان کي اتان نيڪالي ڏنائين. البت، ان جي فساد ان لاءِ ڪجهہ مشڪلات پيدا ڪئي. ابن سبا حالتن جو ڪاٿو لڳايو ۽ فساد جو ٻج پوکيائين. ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي ناليواري اصحابي کي هُشي ڏني تہ اهو معاويہ خلاف بغاوت ڪري.

حضرت ابوذر رضہ اهو شخص هو جنهن جي ڳالهہ تي شام جا ماڻهو اعتبار ڪندا هئا. معاويہ جيڪو بردبار ماڻهو هجڻ سان گڏ سياستدان بہ هو تمام گهڻو پريشان هو تنهن ڪري ان حضرت عثمان رضہ کي درخواست ڪئي تہ ان شخص کي شام مان ڪڍو. اهو ناليوارو اصحابي ابوذر رضہ هو جنهن جي الميي کان هرڪو باخبر آهي." (ڏسو ڪتاب "عائشہ والسياسہ")

اهو مصنف جيڪو باور ڪرائڻ گهري ٿو ان کي مختصر طور هيئن بيان ڪري سگهجي ٿو: حضرت عثمان رضہ جي خلافت جي دوران مختلف، پرڳڻن ۾ ماڻهو خوش ۽ خوشحالي واري زندگي گذاري رهيا هئا، خاص طور تي شام جو پرڳڻو معاويہ نالي تجربي ڪار ۽ دورانديشي واري نظر رکندڙ ماڻهوءَ جي حڪومت هيٺ هو باقي عظيم سماج سڌارڪ حضرت ابوذر رضہ جو معاملو اهو هيو تہ اهو هڪڙو

غير اهم ماڻهو هيو ۽ ائين ٿي رهي ها جيڪڏهن عبدالله بن سبا ان سان رابطو نہ ڪري ها ۽ ان کي نہ پڙڪائي ها. جڏهن اهو ان کي پڙڪائڻ ۾ ڪامياب ويو تہ ان کي فساد پيدا ڪرڻ لاءِ راضي ڪري ورتائين. چو تہ مصنف جي راءِ مطابق اهو (عبدالله بن سبا) سموري گڙٻڙ جو ذريعو هيو ۽ اسلامي علائقن ۾ ان جي گشت ڪرڻ جو مقصد فساد پکيڙڻ هيو. نتيجو اهو نڪتو تہ ابوذر (رضہ) اهو ڪيو جيڪو عبدالله بن سبا گهريو ٿي، يعني تہ ان فساد برپا ڪيو ماڻهن کي گمراهہ ڪيائين ۽ اڳواڻن خلاف انهن کي باغي بڻايائين.

ان مصنف جي راءِ مطابق حضرت ابوذر رضہ جون سرگرميون عربن، اسلام ۽ تاريخ لاءِ خطرناڪ هيون، چوتہ ان غريبن کي شاهوڪارن خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ هُشي ڏني. انهيءَ سبب معاويہ بيزار ٿي ويو ۽ حضرت ابوذر رضہ کي شام مان نيڪالي ڏيڻ ذريعي نون مسلمانن سان گڏ تاريخ لاءِ همدردي جو مظاهرو ڪيائين.

جئين ثابت آهي، سعيد افغاني جي منطق اسان کي انهن حڪمرانن جي منطق ياد ڏياري ٿي، جيڪي مڙني حق پرست ماڻهن کي باغي ۽ فساد پکيڙيندڙ قرار ڏيندا آهن. اها ڪا نرالي ڳالهہ ڪونهي تہ جتي پراڻا تاريخدان گڙٻڙ جي سببن کان باخبر هجن، اتي جديد دور جا تاريخدان ان کي معلوم ڪرڻ جي قابل نہ هجن. توڙي جو جديد دور جي تاريخدانن جا معلوماتي ذريعا گهڻو وسيع آهن. "عائشہ والسياسہ" جو مصنف حضرت عثمان رضہ خلاف انقلابي تحريڪ کي عبدالله بن سبا سان منسوب ڪري ٿو جڏهن تہ طبري ۽ پهرين ۽ بعد وارن زمانن جي تاريخدانن واقعن کي صحيح نموني سان بيان ڪيو ۽ انهن جا سبب اهي ٻڌايا جيڪي انسان کي قائل ڪندڙ آهن.

طبري تحريڪ جا سبب ڳڻائيندي چوي ٿو: "اهي ماڻهو جن کي اسلام قبول ڪرڻ ۾ اڳرائي (سبقت) حاصل ڪونهي، نہ وري انهن جو اسلام لاءِ ڪو ڪارنامو انجام ڏنل هو اهي انهن ماڻهن سان ڪڏهن بہ برابر ٿي نٿا سگهن جن پهرين ئي مرحلي ۾ اسلام قبول ڪيو ۽ عظيم مان شان ۽ اهميت حاصل ڪيائون. انهن اولين مسلمانن وڏا وڏا تحفا ڏيڻ وارين نوازشن ۾ خرابي ڏٺي ۽ ان کي ناانصافي سمجهيو چو تہ انهن

جو خود پنهنجو حصو بہ ٿورو هوندو هو. جڏهن اسلام ۾ نوان داخل ٿيندڙ ماڻهو يا بدوي عرب يا آزاد ڪيل ٻانها انهن سان مليا تہ اهي انهن جي ڳالهين کان گهڻو متاثر ٿي ويا، نتيجو اهو نڪتو تہ حضرت عثمان رضہ جي مخالفن جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندو ويو، ايتري تائين جو جن حضرت عثمان رضہ جي مخالفت ڪئي ٿي اهي انهن ماڻهن جي مقابلي ۾ جيڪي خليفي کان گهڻو خوش هئا، ڳاڻاٽي ۾ گهڻو ٿي ويا. نتيجو اهو نڪتو تہ فساد برپا ٿي ويا.“

اها تعجب جي ڳالهہ آهي تہ ٻين همعصر ليکڪن پڻ ساڳي غلطي ورجائي. انهن ۾ ”فجرالاسلام“ ڪتاب جو لکيڪ احمد امين پڻ شامل آهي. اهو سمجهي ٿو تہ حضرت ابوذر رغفاري رضہ ابوجهہ ماڻهو هو جيڪو عبدالله بن سبا طرفان مزدڪي اشتراڪي نظرين جي ترغيب ۾ اچي ويو تہ جيئن اهو مختلف شهرن جي ماحول کي بگاڙڻ لاءِ ڪارائتو ثابت ٿئي.

اچا وڌيڪ عجب واري اها حقيقت آهي تہ اهو ثابت ڪرڻ جي مطلب سان تہ حضرت ابوذر رضہ مزدڪي نظرين کان گهڻو متاثر ٿيو هو ان حضرت ابوذر رضہ جي انهيءَ راءِ جو حوالو ڏنو جنهن جو طبري بہ حوالو ڏنو آهي. حضرت ابوذر رضہ لاءِ ٻڌايو ويو آهي تہ ان دمشق جي ماڻهن کي خطاب ڪندي چيو: "اي دولتمند ماڻهو! غريبن سان همدردي ڪيو اهي جيڪي سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا انهن کي درد ناڪ عذاب جي وعيد ٻڌايو“ (فجرالاسلام صفحو 110)

احمد امين کان واضح انداز ۾ سوال ڪري سگهجي ٿو تہ ڇا امير ماڻهن طرفان غريبن سان همدردي وارو سلوڪ رڳو مزدڪي نظريو آهي ۽ خالص اسلامي حڪم ڪونهي ۽ ڇا حضرت ابوذر رضہ جي اها راءِ تہ "اي دولتمند ماڻهو! غريبن سان همدردي وارو ورتاءُ ڪيو“ قرآن شريف جي هن آيت سان ويجهو لاڳاپو نٿي رکي ”جيڪي سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا ۽ الله جي راهہ ۾ خرچ ڪونہ ڪن ٿا......“

”فجرالاسلام“ ڪتاب ۾ هڪڙي ٻي جاءِ تي احمد امين عبدالله بن سبا کي فساد جو بنياد قرار ڏيندي چوي ٿو: "ان شخص ابوذر رضہ کي اشتراڪيت جي پرچار لاءِ آماده ڪيو ۽ اهو باغين جو سرواڻ هيو

جيڪي مختلف جاين تان حضرت عثمان رضہ تي حملو ڪرڻ لاءِ آيا هئا. اهو ئي اصل ماڻهو هيو جنهن مسلمانن جي ايمان کي بگاڙڻ جي ڪوشش ڪئي. ان حجاز بصري، ڪوفي، شام ۽ مصر ۾ وڏي پيماني تي گشت ڪيو تنهن ڪري اهو ممڪن آهي تہ ان عراق يا يمن جي مزدڪين جو مزدڪي نظريو قبول ڪري ورتو هجي ۽ ابوذر رضہ پڻ انهن نظرين کي پسند ڪيو هجي ۽ اهي اختيار ڪيا هجن.“

اها وڏي بدقسمتي آهي تہ ”فجر الاسلام“ جو ليکڪ انهيءَ ڳالهہ تي غور ئي ڪونہ ٿو ڪري تہ حضرت ابوذر رضہ جي اسلامي عقيدن ۾ ڪهڙي نئين ڳالهہ ظاهر ٿي. ڇا اسلام خود اهو اعلان ڪو نہ ٿو ڪري تہ غريب کي شاهوڪار مٿان ڪجهہ حق حاصل آهن ۽ سڀئي مسلمان برابر آهن. ڇا قرآن شريف خود اهو ڪونہ ٿو چوي تہ اهي ماڻهو جيڪي سون ۽ چاندي گڏ ڪن ٿا انهن جون پيشانيون، ڇاتيون ۽ پُٺيون دوزخ ۾ ان ساڳئي سون ۽ چاندي سان ڏنيون ويندي؟ پوءِ اهي ڪهڙا مزدڪي نظريا آهن جن ۾ حضرت ابوذر رضہ اعتبار ڪرڻ لڳو؟ حقيقت اها آهي تہ حضرت ابوذر رضہ انهن ماڻهن سان جهيڙو ڪري رهيو هو جن سان خود اسلام لڙائي ڪئي ٿي ۽ انهن کي جهنم جي باهہ جي وعيد ٻڌايائين ٿي.

اهو بہ سوال پيدا ٿئي ٿو تہ ڇا حضرت ابوذر رضہ جيڪو رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ناليوارو اصحابي، حضرت علي عليہ اسلم جي شيعن منجهہ سيني کان ممتاز ۽ اسلام قبول ڪرڻ وارو پنجون شخص هو ان کي پاڻ کي خبر ڪونہ هئي تہ سڀئي مسلمان قومي دولت ۾ هڪ جيترو حقدار آهن ۽ ائين نہ تہ ڪو رڳو ٿورڙا ماڻهو ان تي قبضو ڪري پاڻ وٽ گڏ ڪن. ڇا ان کي اهو محسوس ڪونہ ٿي ٿيو تہ حضرت عثمان رضہ جي خلافت جي دور ۾ چند ماڻهن قومي ملڪيت تي قبضو ڪري ورتو هو ۽ عوام جبر ۽ ڏاڍ جو شڪار هئا ۽ جيئن تہ اهي ڳالهيون اسلام جي تعليمات جي خلاف هيون تنهن ڪري سيني مسلمانن تي فرض هيو تہ اهي انهن خلاف جهاد ڪن؟

پوءِ سوال اهو آهي تہ ڇا حضرت ابوذر رضہ ايترو اڻوجهہ هيو جو ان کي عبدالله بن سبا تي ڀاڙڻو پيو هجي تہ ان کي ٻڌائي تہ عثمان رضہ

اقرباپروري ڪري ۽ قيصر ۽ ڪسريٰ وارو طريقو اختيا ڪري رهيو آهي؟ ڇا حضرت ابوذر رضہ ۽ عوام کي تڏهن معلوم ٿيو جڏهن عبدالله بن سبا انهن کي ٻڌايو تہ حڪمران گمراهہ ٿي ويا آهن ۽ عوام کي انهن جي حقن کان محروم ڪيو ويو آهي ۽ ان جي نتيجي ۾ حضرت ابوذر رضہ ۽ ماڻهن ڪاوڙ جو اظهار ڪيو؟

انهن ليڪڪن عبدالله ٻن سبا ۽ مزدڪي نظرئي کي تہ سمجهيو آهي پر افسوس تہ حضرت ابوذر رضہ ۽ اسلام کي ڪو نہ سمجهيو آهي! انهن عبدالله بن سبا جي باغي تحريڪ ۽ ان طرفان ماڻهن کي خليفي خلاف بغاوت لاءِ اياري کي "نهليت" (خراب) سمجهيو آهي، پر انهن ليڪڪن حضرت عثمان رضہ جي انهن عملن کي اهنجائتو ڪونہ سمجهيو آهي جن مسلمانن کي ڪاوڙائي ڇڏيو. اهي عمل جيڪي هر زماني ۾ سيني قومن کي ڪاوڙائي ڇڏيندا آهن، يعني اقربا پروري، پاس خاطري ۽ متيپد واري پاليسي اختار ڪرڻ وارا عمل.

*****

حضرت عثمان رضہ جي قتل لاءِ جن سببن وک وڌرائي، انهن جي باري ۾ محقق اختلاف رکن ٿا. جنهن گهڻي مشهور واقعي بابت انهن جي وچ ۾ راءِ جو اختلاف آهي، اهو مصر جي گورنر ابن ابي سرح ڏانهن مديني مان لکيل خط آهي، جنهن کي حڪم ڏنو ويو هو تہ نئين مقرر ٿيل گورنر، محمد بن ابوبڪر رضہ کي مصر ۾ پهچڻ وقت قتل ڪيو وڃي. انهي واقعي جو اڳ ۾ تفصيل سان حوالو ڏنو ويو آهي.

جيستائين انهن ماڻهن جو تعلق آهي جيڪي ان ماجرا کي سچو واقعو ڪو نہ ٿا سمجهن، اهو ضروري ٿي پوي ٿو تہ انهن مان هڪڙي ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين نالي شخص جي خيالن جو ذڪر ڪجي، ڇو تہ اهو اسلامي تاريخ ۽ عرب دنيا جي هڪڙي قابل محقق جي حيثيت رکي ٿو. اهو پنهنجي ڪتاب "فتنہ الڪبريٰ" جي پهرين جلد (بعنوان عثمان) ۾ هئين چوي ٿو:

"هتي خط جي ڪهاڻي بيان ڪجي ٿي، روايتون ٻڌائين ٿيون تہ جڏهن مصر جا ماڻهو حضرت عثمان رضہ جي واعدن تي مطمئن ٿي واپس وڃي رهيا هئا تہ رستي ۾ هڪڙو غلام انهن جي هٿ چڙهي ويو،

جيڪو ابن ابي سرح ڏانهن خط ڪٽي وڃي رهيو هيو. مون کي لڳي ٿو ته اها ڪهاڻي هٿ ٺوڪي آهي. ان ڳالهه جو وڏو ثبوت اهو آهي ته جڏهن مديني ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جا اصحابي مصرين سان انهيءَ معاملي تي مطمئن ٿيا ۽ انهن کان پڇيائون 'جڏهن توهان (مصري) ۽ ڪوفي ۽ بصري جا ماڻهو پنهنجن پنهنجن رستن سان وڃي رهيا هئا ته ڪوفي ۽ بصري جي ماڻهن کي ڪيئن خبر پئي ته توهان هڪڙو خط پڪڙيو هو؟' مصري ان جو ڪو خاطر خواهه جواب ڏئي ڪونه سگهيا ۽ انهن چيو! 'توهان ڇا به سمجهندا هجو باقي اسان کي اهو شخص (عثمان) نه گهرجي. اسان پڪ سان ان کي عهدي تان هٽائيندا سين ۽ ان جي جاءِ تي نئون خليفو چونڊيندا سين.'

"ان ڳالهه تي اعتبار نٿو ڪري سگهجي ته حضرت عثمان رضه ڪو مسلمانن سان ڌوڪو ڪري سگهيو ٿي. مصر جي گورنر کي عهدي تان هٽائي ۽ ان جي جاءِ تي ٻيو گورنر مقرر ڪري ۽ پوءِ پهرين گورنر کي هڪڙو ڳجهو خط لکي ته انهن جي پهچڻ تي انهن کي قتل ڪري ڇڏي!

"ان ڳالهه تي پڻ اعتبار نٿو ڪري سگهجي ته مروان حضرت عثمان رضه جي نالي تي ڪو خط لکڻ جي جرئت ڪري سگهيو ٿي ۽ ان تي ان جي مُهر هڻي اهو خط پنهنجي نوڪر وسيلي ان کي پنهنجي اٺ تي چاڙهي روانو ڪري.

"بهرحال، معاملو بلڪل آسان آهي. ٿي سگهي ٿو حضرت عثمان رضه ڪوفي، بصري ۽ مصر جي باغين جا مطالبا مڃڻ جو واعدو ڪيو هجي ۽ انهن اعتبار ڪيو هجي ۽ بعد ۾ انهن کي معلوم ٿيو ته ان پنهنجا واعدا پورا ڪونه ڪيا، تنهن ڪري اهي غضب ۾ ڀرجي ويا ۽ معاملي کي ختم ڪرڻ لاءِ وڏي ڪاوڙ ۾ انهيءَ ارادي سان موٽي آيا ته جيستائين اهي حضرت عثمان رضه کي عهدي تان نه هٽائيندا يا ان کي قتل ڪندا ۽ خلافت لاءِ ڪو ٻيو بندوبست نه ڪندا ايستائين پنهنجن گهرن ڏانهن واپس ڪونه ٿيندا. جڏهن اهي مديني پهتا ته انهن کي محسوس ٿيو ته رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جا اصحابي انهن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار آهن. بهرحال، انهن ماڻهن اصحابن سان لڙائي ڪرڻ کان پاسو ڪيو ۽ دغابازي جي نيت سان مديني کان موٽي پيا. جڏهن انهن

کي پڪ ٿي تہ اصحابي سڳورا پنهنجا هٿيار پاسي تي رکي پنهنجن گهرن ۾ آرامي آهن تہ اهي باغي موٽي آيا ۽ بغير ڪنهن رتوڇاڻ جي مديني تي قبضو ڪري ورتائون.“ (فتنتہ الڪبريٰ جلد پهريون عثمان)

اهڙو زمانو اچي ويو آهي جو اهي تاريخي واقعا جن بابت لکيڪ اختلاف رکن ٿا، مشڪوڪ ٿي ويا آهن، خاص طور تي اهي واقعا جيڪي فرقي وارانہ مفادن کي هٿي ڏين ٿا يا ڪنهن خاص عقيدي جي حمايت ڪن ٿا. اهو شڪ ان وقت تائين دور ڪري نٿو سگهجي جيستائين تاريخ خود ڪو نتيجي خيز ثبوت مهيا ڪري يا ان جو تجزيو ۽ تشريح اهڙي نموني ۾ ڪجي جيڪي خود هڪڙي مناسب ثبوت جو ڪم ڪن. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ سواليہ نشان بڻيل خط جي حيثيت اهڙي آهي تہ ان جي صداقت ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين کي شڪ ۾ وجهي ڇڏي ۽ ان طرفان ان خط کي مشڪوڪ قرار ڏيڻ واري ڳالهہ پڻ قبول ڪري سگهجي ٿي، پر شرط اهو آهي تہ اهي حقيقتون جيڪي ان شڪ وارن سببن کي مناسب سمجهڻ لاءِ رستي ۾ رڪاوٽ بڻيل آهن اهي موجود نہ هجن.

ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين چوي ٿو تہ جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن ڪوفي ۽ بصري وارن کان پڇا ڪئي تہ جڏهن اهي پنهنجن پنهنجن رستن سان پنهنجن ماڳن ڏانهن وڃي رهيا هئا تہ انهن کي ڪيئن خبر پئي تہ مصرين اهڙو ڪو خط پڪڙيو آهي، تہ اهي ڪو جواب ڏئي ڪونہ سگهيا. بهرحال، اها ڪا اهڙي ڳالهہ ڪونهي تہ ڪوئي خط جي ماجرا کي مڪمل طور تي انڪار ڪري ڇڏي.

بيانن سان گڏوگڏ واقعن جي سلسلن مطابق اها هڪڙي مڃيل حقيقت آهي تہ حضرت عثمان رضہ محمد بن ابوبڪر رضہ کي مصر جو گورنر مقرر ڪيو هو ۽ ان سان گڏ مهاجرن ۽ انصارن جي هڪڙي جماعت کي بہ موڪليو هو. محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ ان جي ساٿين کي ان خط تي پورو پروسو هو جيڪو انهن کي حضرت عثمان رضہ ڏنو هيو. تنهن ڪري اهي مدينو ڇڏي مصر ڏانهن روانا ٿي ويا هئا. البت پنهنجي منزل تي پهچڻ کان اڳ اهي مديني موٽي آيا هئا. هاڻي سوال اهو پيدا ٿئي ٿو تہ اهي ماڻهو تمام گهڻي ڪاوڙ ۾ ڇو موٽي آيا هئا ۽ انهن بغير

ڪنهن رتوڇاڻ جي شهر ۾ داخل ٿيڻ لاءِ موقعي جو ڇو انتظار ڪيو؟ نہ تاريخ ۾ نہ وري هي ماڻهو جيڪي اهڙي سازشي خط جي وجود کان انڪار ڪن ٿا حضرت محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ ان جي ساٿين جو مديني ڏانهن موٽي اچڻ جو ڪو بہ سبب ٻڌائين ٿا. صرف هڪڙي ئي سبب جو ذڪر ملي ٿو ۽ اهو سواليہ نشان بڻيل خط ئي آهي.

ان کان علاوه، جن مهاجرن ۽ انصارن کي محمد بن ابوبڪر رضہ سان گڏ مصر روانو ڪيو ويو هيو تہ اهي ابن ابي سرح جي سرگرمين جي جاچ ڪن ۽ محمد بن ابوبڪر رضہ جي گورنري لاءِ ماحول کي سازگار بڻائين. اهي سيئي حضرت عثمان رضہ جا فرمانبردار هئا ۽ جيڪڏهن سيئي نہ، تہ بہ انهن مان ڪجھہ کي حضرت عثمان رضہ جي حمايتي ۽ اتحادي جي حيثيت حاصل هئي. ڪوئي اهو ڪيئن ٿو سوچي سگهي تہ اهي ماڻهو جيڪي حضرت عثمان رضہ جا خير خواهہ هئا، ان جي صحيح ٿيل خط سان هٿ چراند ڪري سگهيا ٿي؟ وري جيڪڏهن ائين چيو وڃي ٿو تہ مهاجرن ۽ انصارن خط سان هٿ چراند ڪونہ ڪئي هئي پر ان تي ڪنهن ٻئي صحيح ڪئي هئي، پوءِ سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ انهن ماڻهن ان کي ڪيئن قبول ڪيو تہ اهو حضرت عثمان رضہ جو لکيل آهي. وري جڏهن اهو چيو وڃي ٿو تہ اهڙو ڪو بہ خط ڪونہ پڪڙيو هيو تہ پوءِ اهو بہ ميڻو پوندو تہ محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ ان جا ساٿي ڪنهن بہ خط جي ڪري مديني ڪونہ موٽي آيا هئا ۽ خط جي ڪهاڻي حضرت عثمان رضہ جي قتل کانپوءِ ان جي دشمنن هٿ سان گهڙي هئي. انهيءَ صورت ۾ سوال تو پيدا ٿئي تہ ڊاڪٽر طٰہٰ حسين ۽ ٻيا تاريخدان ۽ داستان گو اهڙي خط جي وجود کي ڇو ٿا مڃين ۽ ڇون ٿا تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي ان خط جي معاملي تي باغين سان مطمئن ٿيا ۽ انهن کان معلوم ڪياٿون تہ ڪوفي ۽ بصري جي ماڻهن کي اها ڪيئن خبر پئي تہ مصرين هڪڙو خط پڪڙيو آهي، جڏهن تہ انهن مان ٽئي جماعتون پنهنجي پنهنجي رستي سان وڃي رهيون هيون؟

انهن حقيقتن هوندي خط جي وجود کان انڪار نٿو ڪري سگهجي. تنهن ڪري سوال اهو ئي بچي ٿو تہ اهو خط ڪنهن لکيو ۽

محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ ان جي مهاجر ۽ انصاري ساٿين کي ۽ ابن ابي سرح جي مخالفن کي قتل ڪرڻ جي منصوبہ بندي ڪنهن ڪئي؟

جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي تہ ڊاڪٽر طٰهٰ حسين ان ڳالهہ ۾ اعتبار نٿو ڪري تہ حضرت عثمان رضہ ڪو اهڙو خط لکي سگهيو ٿي ۽ مسلمانن سان ڪو دوکو ڪري سگهيو ٿي. ڊاڪٽر طٰهٰ حسين جو اهو خيال درست آهي تہ حضرت عثمان رضہ اهڙو فريبي عمل نٿي ڪري سگهيو. البت، اها بہ حقيقت آهي تہ حضرت عثمان رضہ تمام نرم طبيعت وارو شخص هو اهائي نرمائي ڪڏهن ڪڏهن ان کي بنواميہ جي خواهشن آڏو آڻ ميڃڻ تي مجبور ڪندي هئي ۽ بنواميہ جي دغابازي ۽ چالاڪي کان هر ڪوئي ڀلي ڀت واقف آهي. اسان کي حضرت عثمان رضہ جي سوانح عمري مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ ڪنهن وقت اهو ڪجهہ حڪم جاري ڪندو هو ۽ بعد ۾ اهي واپس وٺندو هو انهن جي جاري ڪرڻ تي شرمساري جو اظهار ڪندو هو ۽ روئڻ شروع ٿي ويندو هو.

حضرت عثمان رضہ طرفان حضرت ابوذر رضہ سان اختيار ڪيل سلوڪ انهيءَ طريقي جو ڪليل مثال آهي، جنهن ۾ بنواميہ وارا ان تي قابض هئا ۽ ان کان انصاف ۽ سجاڳ ضمير جي خلاف ڪم ڪرائيندا هيا ۽ پوءِ اهو ان تي افسوس جو اظهار ڪندو هو. ان حضرت ابوذر رضہ جي گهڻي بي عزتي ڪئي ۽ اذيت ڏني ۽ پوءِ ان سان مفاهمت ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ڪئي. بهرحال، ان کان پوءِ وري جلد ئي اهو ابوذر رضہ سان ناراض ٿي ويو ۽ ان تي پابندي مڙهيائين جنهن جي نتيجي ۾ اهو ۽ ان جا گهر ڀاتي بکون ڪاٽي فوت ٿي ويا.

اهڙو هڪڙو ٻيو واقعو بي عزتي ڪرڻ وارو معاملو آهي جيڪو حضرت عثمان رضہ طرفان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ناليواري اصحابي حضرت عبدالله بن مسعود رضہ سان پيش آيو. خليفي جا حڪم ميڃيندي هڪڙي شخص حضرت عبدالله بن مسعود رضہ کي ڪنيي هيٺ فرش تي اڇلايو جنهن جي نتيجي ۾ ان جون پاسراٽيون ڀڄي پيون. خليفي ان جو وظيفو بہ بند ڪرائي ڇڏيو. بهرحال، ان کان پوءِ جلد ئي ان شرمساري محسوس ڪئي ۽ حضرت عبدالله کان معافي گهريائين.

حضرت عثمان رضہ جي سوانح عمري مان اهو پڻ معلوم ٿئي ٿو تہ ان حضرت علي عليہ السلام کي مدينو ڇڏي وڃڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ ان ڏانهن قاصد موڪليائين تہ واپس موٽي اچي. ائين ڪيترائي دفعا ٿيو ايتري تائين جو حضرت علي عليہ الاسلام کي چوڻو پيو هو. "عثمان مون کي اُٺ ٻٽائڻ گهري ٿو جيڪو پاڻي ڪڍندو آهي، تہ جيئن مان ايندو ۽ ويندو رهان. ان مون کي مدينو ڇڏڻ لاءِ چيو ۽ پوءِ مون کي واپس گهرايو. هاڻي اهو وري گهري ٿو تہ مان هتان هليو وڃان."

حضرت عثمان رضہ عبدالله بن ابي سرح کي کليل ڇوٽ ڏني تہ ان کي جيڪو وڻي مصر جي ماڻهن سان اهو وهنوار ڪري. ابن ابي سرح مصرين سان سخت ڏاڍ وارو رويو اختيار ڪيو. مصر جا ماڻهو مديني آيا ۽ حضرت عثمان رضہ سان شڪايت ڪيائون. حضرت عثمان رضہ انهن کي آٿت ڏني، انهن جي ساراهہ ڪيائين، افسوس جو اظهار ڪيائين ۽ گذريل معاملن لاءِ معذرت ڪيائين. ايتري تائين جو اهو روئڻ شروع ٿي ويو ۽ انهن سان واعدو ڪيائين تہ ابن ابي سرح کي عهدي تان هٽائي انهن جي پسند جي ماڻهوءَ کي ان جي جاءِ تي مقرر ڪندو. پوءِ اهو پنهنجي محلات ۾ اچي ٿو ۽ اتي مروان سان ملي ٿو مروان ان کي پنهنجي قول تان ڦرڻ لاءِ راضي ڪري ٿو ۽ اهو مصر وارن سان ڪيل واعدو ڪونہ ٿو پاڙي

حضرت عثمان رضہ لاءِ حضرت ابوذر رضہ ۽ حضرت عبدالله بن مسعود رضہ جو معاملو محمد بن ابوبڪر رضہ يا مصرين جي معاملي جي مقابلي ۾ وڌيڪ آسان ڪونہ هو. انهن ٻنهي طرفان حضرت عثمان رضہ جي ماڻهن کي ڪيل فهمائشون ان لاءِ وڌيڪ تڪليف ڏيندڙ هيون. مصرين طرفان هڪڙو دفعو مديني جي گادي تي ڪيل حملي ۽ هڪڙو دفعو مصر جي گورنر مٿان ڪيل حملي جي مقابلي ۾ جڏهن اهو پنهنجن ماڻهن جي خواهشن جو احترام ڪندي حضرت ابوذر رضہ ۽ حضرت عبدالله بن مسعود رضہ سان بدسلوڪي ڪري سگهيو ٿي تہ پوءِ محمد بن ابوبڪر رضہ ۽ مصرين جي تہ ان جي نظر ۾ ڪا حيثيت ئي ڪونہ هئي. ان کان اعلاوه، اها مڃيل حقيقت آهي تہ محمد بن ابوبڪر رضہ حضرت عثمان رضہ جي پاليسين جو مخالف هيو جڏهن تہ ابن ابي

سرح ان جي پروسي وارن ماڻهن مان هڪ هيو ۽ ان جي پاليسين ۽ حڪومتي طريقي کي گهڻو پسند ڪندو هو. انهن حقيقتن جي روشني ۾ اهو ممڪن آهي ته حضرت عثمان رضہ ابن ابي سرح جي جاءِ تي محمد بن ابوبڪر رضہ جي مقرري سان گڏوگڏ مصرين سان پنهنجي طرفان ڪيل واعدن تي پڇتايو هجي ۽ مروان ۽ ٻين بنواميہ جي زورڀار ڪرڻ تي پنهنجي قول تان ڦرڻ جو فيصلو ڪيو هجي.

خط جي ماجرا جو حوالو ڏيڻ مان اسان جو اهو مطلب ڪونهي ته اسان انهن جي حمايت ڪريون جيڪي دعوا ڪن ٿا ته خط خود حضرت عثمان رضہ لکيو هيو. اسان جيڪو چوڻ چاهيون ٿا، اُهو اِهو آهي ته حضرت عثمان رضہ جي اهڙي ته نرم مزاجي واري طبيعت هئي جو مروان ۽ حَڪَم جو اولاد جيڪي حضرت عثمان رضہ جي انتظاميا ۾ سڀ ڪجهہ هيا، ان تي قابض ٿي ويا هئا ۽ پنهنجن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي آساني سان دوکو ڏئي ويندا هئا. تنهن ڪري جيڪڏهن اهو مڃي نٿو سگهجي ته حضرت عثمان رضہ کو مسلمانن کي ڌوڪو ڏئي سگهي ٿو ته اهو گهڻي چڱي انداز ۾ مڃي سگهجي ٿو ته مروان پنهنجي خواهش مطابق ڪم ڪرائڻ لاءِ حضرت عثمان رضہ تي زورڀار ڪري سگهيو ٿي.

هاڻي اسان هڪڙو دفعو وري ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين ڏانهن اچون ٿا. اهو سمجهي ٿو ته ٻن سببن ڪري جيڪي اسان اڳ ۾ مٿي بيان ڪيا آهن، خط جي ڪهاڻي هٿ ٺوڪيل ۽ بي بنياد آهي، پوءِ اهو پنهنجي دعوا جي حمايت ۾ هڪڙو ٻيو سبب پيش ڪري ٿو جيڪو اسان جي راءِ ۾ گهڻو ڪمزور آهي. اهو چوي ٿو: "اها ڪا معقول ۽ قابل قبول ڳالهہ ڪونهي ته مروان هڪڙو خط لکڻ جي جرئت ڪري سگهيو هجي، جيڪو ائين لڳي جڻ حضرت عثمان رضہ لکيو هجي، ان تي ان جي مهر هنئي هجي ۽ اهو حضرت عثمان رضہ جي غلام هٿان موڪلي."

اسان جواب ۾ اهو چئون ٿا ته اها ڪا حيرت جي ڳالهہ ڪونهي ته مروان اهڙو قدم کنيو هجي. اسان کي جيڪا ڳالهہ حيران ڪري ٿي، اها آهي ته ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين جهڙو ماڻهو مروان جي قدم کي عقل کان خارج سمجهي ٿو. انهيءَ حقيقت جي باوجود بہ اهو پنهنجي خيال تي

جميل آهي تہ اهو ساڳيو ئي مروان آهي جنهن پاڻ کي آقا سمجهيو ٿي ۽ عوام کي پنهنجو نوڪر ۽ غلام سجمهيو ٿي، جن کي اهو پنهنجي مرضي مطابق زنده رهڻ جي اجازت ڏئي يا ماري سگهيو ٿي.

هاڻي اسان ڊاڪٽر طٰحٰ حسين جي راءِ تي تبصرو ڪرڻ پسند ڪنداسين تہ اهي دعوائون عقل تي پوريون نٿيون لهن. اهڙا بيان بہ موجود آهن جيڪي پڌرو ڪن ٿا تہ خط مروان لکيو هيو ۽ سمورو منصوبو ان جي پاليسين ۽ انتظامي طريقن جو نچوڙ هو. جو تہ اهو ئي اسلامي علائقن جو عملي طور حڪمران هو. انهيءَ سلسلي ۾ ڪجھ ڳالهين کي نظر ۾ رکڻ ضروري آهي.

پهريون تہ سيئي بيان گڏيل طور ظاهر ڪن ٿا تہ حضرت علي عليہ السلام جي سربراهي ۾ هڪڙو وفد حضرت عثمان رضہ سان ملاقاتي ٿيو. ان ۾ حضرت عماربن ياسر، طلحٰ، زبير ۽ سعد بن ابي وقاص شامل هيا. سواليہ نشان بڻيل خط حضرت علي عليہ السلام جي هٿ ۾ هيو اهي پاڻ سان غلام ۽ اٺ بہ وٺي ويا. انهن حضرت عثمان رضہ سان خط بابت ڳالھ ٻولھ ڪئي ۽ پوءِ اصحابن کي معلوم ٿيو تہ خط مروان لکيو هيو. پوءِ انهن حضرت عثمان رضہ کي چيو تہ مروان کي انهن جي سامهون گهرائي تہ جيئن اهي ان کان پڇا ڪن. حضرت عثمان رضہ ان تي راضي ڪو نہ ٿيو ۽ اصحابي سڀوُرا گهڻو ناراض ٿي اتان اٿي هليا ويا. اسان گذريل صفحن ۾ انهيءَ بيان جو واضح انداز ۾ حوالو ڏنو آهي.

ٻيو تہ حضرت عثمان رضہ جي خلافت جي باري ۾ مروان جي راءِ کي پڻ لازمي نظر ۾ رکيو وڃي. انهيءَ معاملي ۾ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ آيا ان جي نظرن ۾ حضرات ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ وانگر حضرت عثمان رضہ مسلمانن جو خليفو هو يا هڪڙو اموي هيو جنهن جي وسيلي بنواميہ پنهنجي اقتدار ۽ اختيار کي وري بحال ڪري رهيا هئا، جنهن کي اسلام تباھ ڪري ڇڏيو هو.

مروان اموي موقعي پرستي جو پورو پورو مثالي نمونو هو. ان جي نظرئي مطابق خلافت جو انهي حقيقت سان ڪو واسطو ڪونہ هيو تہ حضرت عثمان رضہ قريشي، مهاجر، رسول الله صلي الله تعاليٰ عيلہ وآلہ وسلم جو اصحابي ۽ انهن جي رسالت تي ايمان رکڻ وارو شخص هيو

بلڪ ان فقط اهو سمجهيو ٿي تہ حضرت عثمان رضہ کي اموي خاندان جو هڪڙو فرد هجڻ گهرجي.

مروان جي نظرئي مطابق خلافت ڪا اهڙي شي ڪونہ هئي جنهن جو مطلب عوامي فلاح و بهبود جي اصولن تي ٻڌل هڪڙي انصاف واري حڪومت هجي ۽ جنهن مان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي سنت ۽ پهرين ٻن خليفن جي چال چلت جي پيروي ۾ عمل ڪرڻ جي اميد ڪئي وڃي. اها هڪڙي بادشاهت هئي جيڪا حضرت ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ جي هٿن مان نڪري وئي، ڇو تہ انهن پنهنجي اولاد کي پنهنجو جانشين مقرر ڪو نہ ڪيو. بهرحال، حضرت عثمان رضہ تي هڪڙي اموي فرد هجڻ ڪري اها ڳالهہ فرض ٿي وڃي ٿي تہ اهو اهڙي غلطي کي نہ ورجائي تہ جيئن ماڻهو اهو محسوس ڪن تہ خلافت صرف بنواميہ جي ملڪيت هئي، تنهن ڪري حضرت عثمان رضہ لاءِ اهو ضروري آهي تہ اهو عوام سان ساڳيو رويو رکي جيڪو هڪڙو محتاط سردار پنهنجن راڄ وارن سان اختيار ڪري رکندو آهي. جيڪڏهن حضرت عثمان رضہ اهڙي نموني ۾ حڪمراني هلائڻ جي قابل ڪو نہ هيو تہ مروان ان جي رهنمائي ڪرڻ لاءِ موجود آهي. مروان باغين سان مخاطب ٿيندي جيڪي جملا استعمال ڪيا هئا ۽ اهي اسان اڳ ۾ بيان ڪري چڪا آهيون، ان جي ذهنيت جي حقي تصوير پيش ڪن ٿا. ان چيو هيو: "توهان هتي ڇو گڏ ٿيا آهيو؟ ڇا توهان اسان کان اسان جي بادشاهي کسڻ گهرو ٿا؟"

انهن ڏينهن دوران خلافت مروان جي بادشاهي هئي. رعيت کي اهو حق ڪو نہ هو تہ اهي پنهنجو آواز اٿارين ۽ بادشاهہ کان پنهنجي آزادي ۽ روزگار جي گهر ڪن. مروان اموي خاندان جو بادشاهہ هو ۽ ماڻهو ان جا غلام هئا.

اهڙي شخص کان جنهن خليفي ۽ خلافت کي مٿي بيان ڪيل نموني ۾ ڏٺو ٿي ۽ ان ئي سوچ مطابق حڪم جاري ڪيائين ٿي، ڪيئن اميد ڪري سگهجي ٿي تہ اهو برداشت ڪري تہ ماڻهو پلي ان جي مائٽ حضرت عثمان رضہ جي حڪومت آڏو مطالبا پيش ڪن (جيڪا اصل ۾ مروان جي حڪومت هئي) ۽ بادشاهہ انهن جي خواهش آڏو آڻ مڃي ۽ ان گورنر کي عهدي تان هٽائي جيڪو اموي سلطنت جو هڪڙو اهم رڪن هيو ۽ ان جي جاءِ تي محمد بن ابوبڪر رضہ کي گورنر مقرر

ڪري جيڪو حضرت عثمان رضہ جي حڪومت جو مخالف ۽ امام علي عليہ السلام جو جانثار حمايتي هو؟

اسان ان حقيقت کي بہ نظرانداز ڪري نٿا سگهون تہ اهي باغي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا اصحابي هيا جيڪي حضرت عثمان رضہ سان ڪاوڙيل هئا ۽ انهن ئي گورنر طور محمد بن ابوبڪر رضہ جو نالو تجويز ڪيو هيو ۽ ان معاملي ۾ مروان سان صلاح مشوورو ڪو نہ ڪيو ويو هيو. ظاهر آهي مروان انهيءَ ڳالهہ کي برداشت نٿي ڪري سگهيو تہ ان جي اختيار کي اهڙي نموني ۾ نظر انداز ڪيو وڃي.

جڏهن خلافت جي باري ۾ مروان جا خيال معلوم ٿي وڃن ٿا تہ اهو ثابت ٿي وڃي ٿو تہ اهو ان بالادستي کي نظر انداز نٿي ڪري سگهيو جيڪا هڪڙو پيرو وري اموي خاندان ڏانهن موٽي آئي هئي. جڏهن اها ڳالهہ تسليم ٿي وڃي ٿي تہ حضرت عثمان رضہ کي مسلمانن جو خليفو سمجهڻ جي بجاءِ مروان ان کي اموي خاندان جي هڪڙي فرد ۽ اموي حڪومت جي هڪڙي نمائندي طور ڏٺو ٿي، اهو سمجهڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪونہ ٿيندي تہ اهو حضرت عثمان رضہ جي سامهون هٺ ڌرمي وارو رويو اختيار ڪري سگهيو ٿي. بهرحال، اهو جيڪڏهن مغرور هيو تہ اهو ائين اسان جي نقطہ نگاهہ کان هيو باقي جيڪو خود مروان جو تعلق آهي تہ اهو فقط پنهنجن حقن جي حفاظت لاءِ ڪم ڪري رهيو هو.

ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين جو اهو چوڻ تہ مروان حضرت عثمان رضہ جي نالي ۾ خط لکڻ جي جرئت ۽ ان تي ان جي مهر هڻڻ جي همت نٿي ڪري سگهيو. عقل ۾ مڃڻ واري ڳالهہ ڪونهي. تاريخ اسان کي اهڙا ڪيترائي واقعا ٻڌائي ٿي جنهن ۾ ان هٺ ڌرمي ۽ بهادري ڏيکاري. مثال طور ان حضرت عثمان رضہ کي صلاح ڏني تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي انهن اصحابن کي قتل ڪرائي ڇڏي جيڪي ان جي حڪومت تي تنقيد ڪن ٿا. (يعني حضرت علي عليہ السلام، حضرت عماربن ياسر رضہ ۽ ابوذر رضہ).

ان حضرت عثمان رضہ کي اها بہ صلاح ڏني تہ اهو عبدالله بن مسعود رضہ کي اهو موقعو نہ ڏئي تہ اهو شام وارن کي ان جي خلاف ڀڙڪائي، ڇوتہ ان ڪوفي جي ماڻهن کي اڳ ئي ان جي خلاف ڪري ڇڏيو هو. حضرت عثمان رضہ خوشي سان ان جي صلاح قبول ڪئي.

ان حضرت علي عليہ السلام، ان جي پٽن ۽ ڀاءُ عقيل ۽ عمار رضہ کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي ته اهي حضرت ابوذر رضہ کي الوداع نہ چون ۽ ائين ڪرڻ کان ان وقت تائين ڪو نہ مڙيو جڏهن حضرت علي عليہ السلام ان جي سواري واري جانور کي ڏڪ هنيو ۽ خود ان کي بہ گهٽ وارو هو.

اهو وڏن نازڪ موقعن تي بہ هٺ ڌرمي ڏيکاريندو هيو. ان مختلف جاين تان آيل وفدن جي ماڻهن سان بدسلوڪي ڪئي ۽ انهن کي گادي واري شهر (مديني) مان تڙائي ڪڍيو. حضرت عثمان رضہ ٻڌو ٿي ۽ ڏٺو ٿي تہ اهو ڇا ڪري رهيو هو پر ان کي ڪجهہ بہ ڪونہ ٿي چيائين. ان ماڻهن جي سامهون حضرت عثمان رضہ کي مشوور ڏنو تہ اهو عمار بن ياسر رضہ کي بہ قتل ڪرائي ڇڏي

ٻين ڪيترن معاملن ۾ بہ مروان تمام گهڻو مغرور هو. ان حضرت عثمان رضہ جي زال حضرت نائلہ رضہ سان مڙس جي سامهون گستاخي سان ڳالهايو پر حضرت عثمان رضہ ماٺ رهيو. اهو معاملو هيئن ٿيو:

حضرت نائلہ رضہ هڪڙي سمجهدار عورت هئي. اها مروان جي پاليسين کي گهڻو ناپسند ڪندي هئي ۽ پنهنجي مڙس کي هر وقت صلاح ڏيندي رهندي هئي تہ اهو حضرت علي عليہ السلام جي مشوري تي عمل ڪري. جڏهن حضرت عثمان رضہ مصر، بصري ۽ ڪوفي جي نمائندن جي آڏو خطاب ڪيو تہ انهن سان واعدو ڪيائين تہ انهن جا مطالبا مڃيا ويندا ۽ پوءِ پنهنجي گهر موٽي آيو. مروان اتي اڳ ۾ موجود هو جنهن ان کي چيو: "اي امير المومنين ڇا مان ڪجهہ عرض ڪيان يا ماٺ رهان" ان تي حضرت عثمان رضہ جي زال چيو: " بهتر آهي تہ تون ماٺ رهہ. مون کي الله جو قسم آهي تہ توهان عثمان (رضہ) کي قتل ڪندا ۽ ان جي ٻارن کي يتيم ڪري ڇڏيندا. اهو مناسب ڪونهي تہ عثمان (رضہ) پنهنجي قول تان ڦري وڃي ۽ پنهنجن ڪيل واعدن جي انحرافي ڪري" مروان ان کي چيو: "تنهنجو انهن معاملن سان ڪهڙو واسطو. خدا جو قسم تنهنجو پيءُ جيڪو هاڻي فوت ٿي چڪو آهي، ان کي صحيح طريقي سان وضو ڪرڻ جي بہ خبر ڪونہ هئي."

ظاهر آهي جڏهن مروان خليفي جي سامهون ان جي زال سان اهڙي گستاخي واري نموني ڳالهائي سگهيو ٿي تہ ڪنهن کي بہ ان ڳالهہ تي

حيران نہ ٿيڻ گهرجي تہ ان خليفي جي چاڙ ڪان سواءِ ان جي نالي ۾ خط لکيو هوندو.

حضرت عثمان رضہ جي خلافت دوران ماڻهن کي اها بہ خبر هئي تہ مروان ان سان ڪيئن بدسلوڪي ڪندو هو ۽ خليفي سان گفتگو ڪرڻ ۾ ڪيتري مغروري ڏيکاريندو هو. ماڻهن ان جي مغروري کي ڪونہ لڪايو پر ان کي چند پتيائون ۽ حضرت عثمان رضہ کي پڻ ان کان خبردار ڪيائون. ان جي باوجود، پوءِ بہ حضرت عثمان رضہ مروان جي مشوري کي ڪو نہ ٽاريندو هيو. ماڻهن جي خيالن جي نمائندگي ڪندي حضرت علي عليہ السلام حضرت عثمان رضہ کي چيو هو: "تون مروان کان خوش ۽ اهو توکان مطمئن صرف تڏهن ٿيندا جڏهن اهو توهان کي توهان جي ايمان ۽ عقل کان محروم ڪندو ۽ ان کي جيڏانهن وٺندو ان طرف توهان کي هڪليندو جيئن ڪنهن پاليل ۽ ڪمزور اُٺ کي هڪلبو آهي."

مروان جي هٺ ڌرمي ٻين کي پڻ همٿايو تہ اهي حضرت عثمان رضہ سان بدتميزي وارو رويو اختيار ڪن. اسان گذريل صحفن ۾ اڳ ۾ ئي جبلا بن عمرو ساعدي جي ڪهاڻي بيان ڪئي آهي، اها مروان جي ئي هٺ ڌرمي هئي جنهن جبلا کي همٿايو تہ حضرت عثمان رضہ کي هئين چوي: "مان خدا جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مان تنهنجي ڳچي ۾ هي زنجير ان وقت تائين وجهي رکندس جيستائين تون پنهنجي چوڌاري وينل پنهنجن لُچن ماڻهن کي تڙي نہ ڇڏيندين."

ڊاڪٽر طٰحٰہ حسين کان پڇي سگهجي ٿو تہ آيا جبلا جي اها هٺ ڌرمي عقل جي وڏيڪ خلاف آهي يا مروان جي جنهن اهڙي نموني ۾ خط لکيو ڇڻ اهو حضرت عثمان رضہ لکيو هجي. جڏهن اهو حضرت عثمان رضہ جو منظور نظر نياڻو هو ۽ ان تي گهڻو اثر رسوخ حاصل هيس!

# عظيم سازش

انهن (بنواميہ) هر حق جي لاءِ باطل، هر سڌي ڳالهہ جي لاءِ تيڏائي، هر زندهہ لاءِ قاتل، هر دروازي لاءِ ڪنجي، ۽ هر رات جي لاءِ ڏيئو فراهم ڪيو آهي.

اهي مون کان اهڙي حق جي گهر ڪن ٿا جنهن کي خود انهن ادا ڪونہ ڪيو آهي ۽ مون کان اهڙي خون جو انتقام وٺڻ گهرن ٿا، جيڪو خود انهن پاڻ وهايو آهي.

علي عليہ السلام.

طلحہ تي ٿهر پوءِ مون ان کي ايترو مال ۽ سون ڏنو ۽ اهو هاڻي منهنجو رت وهائڻ گهري ٿو.

عثمان رضہ

ليڪن اي معاويہ! تو گهريو تہ مان قتل ٿي وڃان ۽ تون اها دعوا ڪرين تہ عثمان جي خون جو قصاص وٺڻ جو حقدار مان آهيان.

عثمان رضہ

اهو ڪافر ٿي ويو آهي انهي نعثل (عثمان) کي قتل ڪري ڇڏيو.

عائشہ رضہ

خدا جو قسم مان ڏنار کي بہ ملاقات وقت عثمان جي خلاف ڀڙڪائيندو هيس.

عمرو بن عاص.

اسان گذريل صفحن ۾ پوري طرح بيان ڪري چڪا آهيون تہ مديني سان گڏوگڏ ٻين اسلامي علائقن جي ماڻهن جي دلين ۾ حضرت عثمان رضہ جي پاليسين خلاف نفرت وڌي وئي، پهريان ماڻهن دلين ۾ غير اطميناني محسوس ڪئي، پر پوءِ شڪايتون ڪرڻ لڳا ۽ ان کانپوءِ شڪايتن نافرماني جو روپ اختيار ڪيو جنهن جي پڄاڻي حضرت عثمان رضہ جي گهر جو محاصرو ۽ ان جي قتل جي صورت ۾ ٿي. اسان اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري چڪا آهيون تہ جن ماڻهن حضرت عثمان رضہ جي پاليسين تي تنقيد ڪئي ٿي ۽ ان کي سٺي ۽ ڪارائتي صلاح ڏني ٿي، اهي ڪي عام ۽ معمولي ماڻهو ڪونہ هئا. پر رسول الله صلي الله

تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ناليوارا اصحابي هئا. البت، حضرت عثمان رضہ پنهنجين غلط پاليسين کي ترڪ ڪرڻ ۽ اقرباپروري ختم ڪرڻ جي بجاءِ ان ۽ ان جي ماڻهن اصحابن کي ڌمڪيون ڏنيون، دهشت ۾ آندو ۽ انهن کي سخت سزائون ۽ اذيتون ڏنائون. جيڪڏهن انهن اصحابن حضرت عثمان رضہ جي طريقن ۽ پاليسين تي تنقيد ڪئي ٿي تہ اها انهن پنهنجي ڪنهن ذاتي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪونہ ٿي ڪئي، پر دين ۽ عدل و انصاف لاءِ پنهنجي محبت ڪري ائين ڪيو ٿي. اهي مڃيل اڪابر اصحابي هيا. اهي پنهنجين ذميوارين کان ڀلي ڀت واقف هئا. جيڪي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ذميوارين جي پيروي ۾ هيون.

جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام حضرت عثمان رضہ طرفان پنهنجن ماڻهن کي بنا ڪنهن حقي جواز جي وڏيون جاگيرون ڏيڻ واري پاليسي تي تنقيد ڪئي ٿي تہ اها انهيءَ ڪري ڪونہ هئي تہ ان ڪا جاگير پنهنجي لاءِ حاصل ڪرڻ جي خواهش ڪئي ٿي. ان جيڪڏهن ان جي ڪنهن معاشي پاليسي تي تنقيد ڪئي ٿي تہ اها انهيءَ ڪري ڪونہ هئي تہ ان پاڻ دولت گڏ ڪرڻ لاءِ لاڙو ڏيکاريو ٿي. جيڪڏهن ان کي حضرت عثمان رضہ جي اقرباپروري ۽ ان جي اموي ذهنيت ۾ ڪا خرابي نظر آئي ٿي تہ اها انهيءَ ڪري ڪونہ هئي تہ ان پاڻ پنهنجي خاندان لاءِ ڪا بالادستي يا مفاد گهريو ٿي. اهو تصور ڪرڻ بہ اجايو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام اهڙين ترڪيبن سان هرڪجهي سگهيو ٿي. حضرت علي عليہ السلام اسلام جا ٿنيا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا سوٽ ۽ نياڻا ۽ ان جي پيارن ڏوهٽن جا پيءُ هيا. هي اهو ئي علي عليہ السلام هيو جنهن هي جملو چيو هو: ”هر ماڻهوءَ جي قدر ۽ قيمت جو ڪاٿو ان جي عملن مان لڳايو ويندو آهي. جنهن جا عمل سٺا آهن اهو وڏيڪ قدر ۽ مان حاصل ڪندو.“ ان جي ان جملي خانداني وڏائي ۽ قبيلائي اعزاز کي ٻاهي ڇڏيو. جيڪي ڪوئي ماڻهو فطري ورثي ۾ حاصل ڪندو آهي.

حضرت عمار بن ياسر رضہ ۽ ابوذر رضہ طرفان حضرت عثمان رضہ جي پاليسين جي مخالفت ۽ نفرت ساڳئي سبب تي ٻڌل هئي،

جنهن سبب ڪري حضرت علي عليہ السلام مخالفت ڪندا هئا. تنهن ڪري انهن جي مخالفت جو اهو مطلب ڪو نہ هيو تہ ان جي پڇاڙي حضرت عثمان رضہ جي موت جي صورت ۾ ٿيڻ گهرجي. انهن جي اها خواهش هئي تہ حضرت عثمان رضہ اموي ذهنيت ۽ اقرباپروري کي ترڪ ڪري ۽ عدل و انصاف قائم ٿي وڃي. انهن مان ڪنهن جي بہ اها تمنا ڪونہ هئي تہ اهو قتل ٿئي.

حضرت عثمان رضہ جي زماني ۾ اسلامي رياست تمام وڏي علائقي ۾ پکڙجي وئي هئي ۽ اها فطري ڳالهہ هئي تہ ايتري وڏي رياست ۾ هڪڙي ٻئي قسم جي مخالفت بہ پيدا ٿي ويندي. اها مخالفت انهن ماڻهن طرفان هئي جن طاقت، اختيار ۽ گهڻي فائدي لاءِ تڪيو ٿي ۽ پنهنجي اثر رسوخ جي حلقي کي وڌائڻ گهريو ٿي. انهن حضرت عثمان رضہ جي انهيءَ تمنا پٽاندڙ مخالفت ڪئي تہ جيڪڏهن ان کي عهدي تان هٽايو ويو ۽ ان جي جاءِ تي انهن لاءِ ڪو وڌيڪ اميدا افزا شخص خليفو مقرر ٿيو تہ انهن جو مان شان ۽ اثر رسوخ وڌي ويندا. اهڙي قسم جي مخالفت هر زماني ۾ ۽ هر علائقي ۾ پيدا ٿي ويندي آهي. هر حڪمران جا اتحادي وقت بہ وقت پنهنجن مفادن مطابق پنهنجو رويو تبديل ڪندا رهندا آهن.

حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ اهڙي قسم جا مخالف سيئي هڪجهڙا ڪونہ هيا. ان جا منظورنظر جيڪي سوڪڙين پاڪڙين جي نوازش وسيلي دولت ميڙي رهيا هئا، ان جا مخالف هئا ۽ ائين اهي بہ مخالف هئا جيڪي اهڙين عنايتن کان محروم هئا. ان جي آفيسرن، ماتحتن ۽ حمايتين جو بہ ساڳيو حال هيو. ان جن ماڻهن کي اجازت ڏئي ڇڏي هئي تہ نہ رڳو عوام کي قابو ۾ رکن پر خود ان تي بہ قابض ٿي وڃن، اهي ئي ماڻهو ان جا اصل قاتل هئا.

اسان اڳ ۾ ئي گذريل صفحن ۾ کولي بيان ڪيو آهي تہ حضرت عثمان رضہ ڪيئن پنهنجي موت لاءِ پاڻ رستا صاف ڪيا ۽ ڪيئن مروان ۽ ان جي منظور نظر ماڻهن اسلامي دنيا کي پنهنجين ظالماڻين سرگرمين ڪري ان جي خلاف ڪري ڇڏيو.

جن ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ سان گهرا تعلقات هئا اهي حقيقت حال کان بخوبي واقف هئا. انهن مان هڪڙو محمد بن مسلمہ هيو جڏهن اهو آخري پساهہ کڻي رهيو هيو تہ ڪنهن ان کي ٻڌايو: "عثمان (رضہ) کي قتل ڪيو ويو آهي." ان تي ان چيو: "عثمان رضہ پاڻ پنهنجي موت جو ذميوار آهي." حضرت عثمان رضہ جي زال حضرت نائلہ رضہ مروان ۽ پنهنجي مڙس جي ٻين منظور نظر ماڻهن کي چيو هيو: "مون کي الله جو قسم آهي تہ توهان عثمان (رضہ) کي قتل ڪندا ۽ ان جي ٻارن کي يتيم بڻائيندا." حضرت عثمان رضہ کي بہ مخاطب ٿيندي ان چيو هو: "جيڪڏهن تون مروان جي مشوري تي عمل ڪندين تہ اهو توکي ماري ڇڏيندو."

باقي اموي گورنرن، آفيسرن ۽ ان جي حمايتن جو جيڪو معاملو آهي، جن کي حضرت عثمان رضہ اجازت ڏئي ڇڏي هئي تہ ماڻهن کي پنهنجو ڳيجهو بڻائين ۽ انهن مان ڪن ان جي عنايتن مان مزا بہ ماڻيا هئا ۽ ٻيا جيڪي ان کان مطمئن ڪو نہ هئا. اسان جلد ئي هڪ هڪ ڪري انهن بابت بحث ڪنداسين، ڇو تہ انهن ماڻهن جي وڏي تعداد حضرت علي عليہ السلام خلاف عظيم سازش جي منصوبہ بندي ڪئي، اهڙي سازش جنهن جو مشرق ۾ اڳ مثال موجود ڪونہ هو.

انهن ئي ماڻهن سازش جي منصوبہ بندي ڪئي هئي، جن ٻين ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ جي خلاف ڀڙڪايو هيو ۽ ائين ان جي خون سان پنهنجا هٿ ڳاڙها ڪيا هئا. سازش اها هئي تہ انهن حضرت علي عليہ السلام تي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو الزام لڳايو هو. انهن حضرت عثمان رضہ جو رت ۾ رنگيل پهراڻ کڻي گهمايو ۽ چيو تہ اهي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ گهرن ٿا.

*****

معاويہ جيڪو ظاهر ۾ حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ سرگرم هيو حقيقت ۾ اهو پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد لاءِ حڪمراني کي مضبوط ڪرڻ جو متوالو هيو. پهرين مرحلي ۾ ان جي ڪوشش جو رخ شام ۾ پنهنجي حڪمراني کي مضبوط ڪرڻ ڏانهن هيو. پوءِ ان پنهنجي بادشاهي کي ٻيا علائقا قبائڻ سان وڌائڻ گهريو ۽ آخرڪار

سيني اسلامي علائقن جو آمر حڪمران ٿيڻ لاءِ قدم وڌايو. ان حضرت عثمان رضہ جي حياتي دوران يا ان جي وفات کان پوءِ ان جي ڪابہ پرواهہ ڪونہ ڪئي. ان بس اهو گهريو ٿي تہ حضرت عثمان رضہ ڏينهون ڏينهن ان کي وڌيڪ اختيار ڏئي طاقتور بڻائي تہ جيئن آخرڪار اهو پنهنجي اصل مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي. تنهن ڪري ان گهريو تہ حضرت عثمان رضہ ان کي وڌ کان وڌ ڇوٽ ڏئي ۽ ان لاءِ ڍال ٿي وڃي تہ جيئن اهو پنهنجا مقصد ماڻي وڃي.

توڙي جڏهن حضرت عثمان رضہ قتل ٿيو تہ بہ معاويہ ان جي وفات جي پرواهہ ڪونہ ڪئي. ان فقط موقعي جو فائدو وٺڻ لاءِ خليفي جي وارث هجڻ جي دعوا ڪرڻ جي خواهش ڪئي ۽ نئين خليفي مان جان ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن اهو خود اسلامي علائقن جو اڪيلو حڪمران ٿي ويو تہ ان حضرت عثمان رضہ جي قاتلن کي ڇا ڪيو؟ جيڪڏهن اهو واقعي حضرت عثمان رضہ جي قتل تي غمگين هجي ها تہ پوءِ اهو حضرت عثمان رضہ جي هرهڪ قاتل کي ڳولي ها ۽ قتل ڪري ها. البت، جڏهن اهو پاڻ خلافت جي گاديءَ تي ويٺو تہ حضرت عثمان رضہ جي قتل ۽ ان جو بدلو وٺڻ واري ڳالهہ کي مڪمل طور وساري ڇڏيو. جڏهن تہ اهو ئي بهانو هيو جنهن جي بنياد تي ان نئين خليفي خلاف بغاوت ڪئي هئي ۽ ائين هزارين مسلمانن جي رتوڇاڻ جو سبب ٿيو هو.

ان کان علاوه، جڏهن باغين حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ڪيو هيو تہ اهو شام مان ان جي دفاع لاءِ وڏو لشڪر موڪلي سگهيو پئي. اهو شام جو مستقل گورنر هيو ۽ حضرت عثمان رضہ ان کي وڌ کان وڌ خودمختياري ڏني هئي، ان کي جيڪو وڻي ڪري سگهيو ٿي ۽ ان کان حساب ڪتاب وٺڻ وارو ڪوئي بہ ڪونہ هيو. تنهن ڪري اهو حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ٿيڻ کان اڳ ۽ پوءِ مديني ڏانهن شامي وڏو لشڪر موڪلي سگهيو ٿي. دراصل اهو حضرت عثمان رضہ کي اهو بہ مشورو ڏئي سگهيو ٿي تہ عوامي راءِ ڏانهن بلڪل ڌيان نہ ڏئي. بهرحال، ان انهن مان ڪابہ ڳالهہ ڪونہ ڪئي، ڇو تہ اهو حضرت

عثمان رضہ کان پوءِ خلافت ڦٻائڻ لاءِ آتو هيو ۽ ٻي ڪا ڳالهہ سوچي ئي ڪونہ ٿي سگهيو.

پهرين ڏينهن کان ئي جنهن تي حضرت عثمان رضہ پنهنجن پروسي وارن ماڻهن جي مجلس گهرائي هئي، جنهن ۾ معاويہ بہ شريڪ ٿيو هيو ۽ جيڪا ڪنهن بہ فيصلي تي پهچڻ کان سواءِ ختم ٿي هئي، معاويہ آخرڪار خلافت ڦٻائڻ جو فيصلو ڪيو هيو. ڇوتہ ان کي پڪ ٿي وئي هئي تہ حضرت عثمان رضہ قتل ٿي ويندو. جيئن تہ شام جو پرڳڻو ان جي هٿ ۾ هيو ۽ ان علائقي جا ماڻهو ان جا وفادار هئا. ان محسوس ڪيو تہ جيڪڏهن حضرت عثمان رضہ قتل ٿي ويو تہ ان کي حضرت عثمان رضہ جي قتل جي بدلي جي صورت ۾ بهترين هٿيار ملي ويندو. پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ ان کي اها بہ خبر هئي تہ حضرت عثمان رضہ جي گورنرن منجهان ڪوبہ ايترو طاقتور ڪونہ هيو ۽ قبيلن جي سردارن ۽ وڏن کي ڌمڪائڻ ذريعي لشڪر کي حرڪت ۾ آڻڻ لاءِ اهل ڪونہ هيو. جيترو اهو پاڻ معاويہ هيو. تنهن ڪري ان ئي ڏينهن ان فيصلو ڪيو تہ ڪيس هڪڙي ڏينهن خليفو ٿيڻو آهي ۽ اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ سرگرم ٿي ويو. ان پاڻ بہ هڪڙو دفعو چيو: ”ڪوبہ ايترو طاقتور ۽ حڪومت ڪرڻ لاءِ ايترو قابل ڪونہ آهي، جيترو مان آهيان. حضرت عمر رضہ مون کي گورنر مقرر ڪيو ۽ منهنجي چال چلت کان پڻ مطمئن هيو.“

معاويہ کي حضرت عثمان رضہ جي قتل ٿيڻ جي پڪ هئي ۽ ان کي خلافت تي قبضو ڪرڻ لاءِ شام ۾ پڻ چڱي چوکي قوت حاصل هئي. علامہ يعقوبي لکي ٿو تہ باغين جڏهن حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ سخت ڪيو تہ ان معاويہ کي خط لکيو ۽ ان کي پنهنجي مدد لاءِ اچڻ لاءِ چيو. معاويہ وڏو لشڪر ساڻ ڪري دمشق مان روانو ٿيو پر جڏهن اهو شامي سرحد تي پهتو تہ ان لشڪر کي اتي رهڻ ڏنو ۽ اهو چيائين تہ اهو پهرين مرحلي ۾ حالتن جو ڪاٿو لڳائڻ لاءِ اميرالمؤمنين سان ملاقات ڪندو. پوءِ اهو مديني آيو ۽ حضرت عثمان رضہ سان ملاقات ڪيائين. حضرت عثمان رضہ ان کان پڇيو تہ ان جو لشڪر ڪٿي آهي. ان جواب ۾ چيو: ”مون لشڪر کي پوئتي ترسايو آهي. ڇوتہ

مون پهرين مرحلي ۾ توهان سان صلاح مشوور ڪرڻ گهريو ٿي. هاڻي مان واپس ويندس ۽ توهان سان پيهر لشڪر سان گڏ ملاقات ڪندس."
ان تي حضرت عثمان رضه چيو: "اي معاويہ! اهو سچ ڪونهي، حقيقت اها آهي تہ تون منهنجو قتل ٿيڻ گهرين ٿو تہ جيئن تون انهيءَ حيثيت ۾ اچي وڃين جو تون دعوا ڪرين تہ تون منهنجي خون جو بدلو وٺڻ جو حقدار آهين. هڪدم روانو ٿي ۽ ماڻهن کي منهنجي مدد ڪرڻ لاءِ وٺي اچ."
جڏهن حضرت عثمان رضہ جي قتل کي ڪافي وقت گذري ويو تہ معاويہ مديني آيو ۽ حضرت عثمان رضہ جي گهر ويو. حضرت عثمان رضہ جي نياڻي عائشہ کي پنهنجو پيءُ ياد اچي ويو ۽ اها دانهون ڪرڻ لڳي. معاويہ ان سان تعزيت ڪندي آٿت ڏني ۽ پاڻ بہ رڙيون ڪرڻ لڳو. ان چيو: "پياري ڀائٽي! ماڻهو منهنجا فرمانبردار ٿي چڪا آهن ۽ مون انهن کي امان ڏني آهي. مون برداشت جو مظاهرو ڪيو آهي جنهن جي هيٺان ڪاوڙ لڪل هئي ۽ انهن فرمانبرداري ڏيکاري جنهن جي هيٺان دشمني ۽ ڪينو سمايل هئا. هر شخص کي تلوار هٿ ۾ آهي ۽ ان کي اها بہ خبر آهي تہ ان جا ڪهڙا حمايتي آهن. جيڪڏهن اسان انهن سان چالاڪي ڪنداسين تہ اهي پڻ اسان سان ڌوڪہ ڪندا ۽ اهو نٿو چئي سگهجي تہ فتح ڪنهن جي ٿيندي، توکي مطمئن هجڻ گهرجي تہ هن وقت توکي اميرالمومنين عثمان رضہ جي نياڻي سڏيو وڃي ٿو ۽ اميرالمومنين معاويہ جي ڀائٽي. جيڪڏهن مان تنهنجي پاران بدلو وٺڻ لاءِ نڪران ۽ ان جي نتيجي ۾ حڪومت کان محروم ٿي وڃان تہ تون هڪڙي عام عورت ٿي وينديئن."
تنهن ڪري جڏهن معاويہ خود اميرالمومنين ٿيو ۽ حضرت عثمان رضہ جي نياڻي اميرالمومنين جي ڀائٽي ٿي تہ ان حضرت عثمان رضہ جي باري ۾ ڳالهائڻ جو سوچڻ ئي ڇڏي ڏنو توڙي جو جيستائين خلافت حضرت علي عليہ السلام وٽ رهي تہ حضرت عثمان رضہ جي قتل وارو مسئلو معاويہ لاءِ گهڻو گنڀير موضوع هوندو هيو. هاڻي حڪومت معاويہ وٽ هئي ۽ ان کي پنهنجي پيءُ ابوسفيان جي خواهش کي پورو ڪرڻ جو موقعو ملي ويو هو ان جيڪا خواهش ان وقت ظاهر ڪئي هئي جڏهن حضرت عثمان رضہ خلافت سيالي هئي. ابوسفيان چيو هيو: "اي اميہ

جي اولاد!  هن حڪومت سان ائين ڪيڏو جيئن ٻار هودڙي سان راند ڪندا آهن. مان قسم کڻي چوان ٿو تہ مان هميشہ توهان لاءِ انهي حڪومت جو تمنائي رهيو آهيان. هاڻي اها توهان جي اولاد ڏانهن ورثي ۾ منتقل ٿيندي رهندي."

ظاهر آهي معاويہ کان پوءِ خلافت يزيد ڏانهن ويڻي هئي ۽ پوءِ بنواميہ جي ٻي اولاد ڏانهن.

حضرت علي عليہ السلام طرفان معاويہ ڏانهن لکيل خطن ۾ واضح انداز ۾ انهي ڳالهہ جو ذڪر ٿيل آهي تہ جڏهن حضرت عثمان رضہ معاويہ کان مدد گهري تہ ان حضرت عثمان رضہ جي درخواست کي ڪو مان ڪونہ ڏنو. نہ اهو پاڻ آيو ۽ نہ حضرت عثمان رضہ جي دفاع لاءِ ڪو لشڪر موڪليو. معاويہ ڏانهن لکيل هڪڙي خط ۾ انهن لکيو:

"سو منهنجي ۽ عثمان جي باري ۾ معاملي جو تو جيڪو ذڪر ڪيو آهي، انهيءَ حوالي ۾ تون جواب وٺڻ جو حقدار آهين، ڇو تہ تون ان جو مائٽ آهين. ٺيڪ، پوءِ تون سچ ٻڌاءِ تہ اسان ٻنهي مان ان جو بدخواهہ ڪير هيو ۽ ان جي موت لاءِ ڪنهن رستا کوليا؟ اهو جنهن مدد جي آڇ ڪئي پر عثمان رضہ مدد وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو يا اهو جنهن کان ان مدد گهري پر اهو ان جي مدد ڪرڻ ۾ ناڪام ويو ۽ ان جي مرڻ لاءِ رستا کوليندو رهيو جيستائين ان کي ان لاءِ تقدير ۾ لکيل طريقي سان موت اچي جهليو."

حضرت علي عليہ السلام هڪڙي ٻئي خط ۾ لکيو: " تو عثمان رضہ جي ان وقت مدد ڪئي جڏهن ان لاءِ مدد تنهنجن پنهنجن مفادن لاءِ ڪم ڪيو ۽ ان جي مدد ڪرڻ کان ان وقت تائين ٽال مٽول ڪئي جڏهن عثمان رضہ کي فائدو پهچي سگهيو پئي." حضرت علي عليہ السلام جي انهيءَ خط مان اها ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ معاويہ حضرت عثمان رضہ جي مدد لاءِ ان جي وفات کان پوءِ اٿيو ڇو تہ اهو حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ جي نعري هيٺ سان پنهنجي مفاد ۾ ماڻهو گڏ ڪري سگهيو پئي. پر جڏهن حضرت عثمان رضہ زندهہ هيو ۽ معاويہ جي مدد ان جي لاءِ فائديمند ٿي سگهي پئي، ان اها روڪي رکي.

حضرت عثمان رضہ گهيراءُ هيٺ رهيو ۽ معاويہ پنهنجي لشڪر کي مديني پهچي ان جي مدد ڪرڻ جي اجازت ڪو نہ ڏني.

*****

حضرت عثمان رضہ جي قتل جي سلسلي (تعلق) ۾ بنواميہ وارن ۽ انهن جي معاويہ ۽ مروان جهڙن سرڪرده ماڻهن جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ مٿي چيو ويو آهي، اهو مٿي ذڪر ڪيل بين ماڻهن لاءِ بہ چئي سگهجي ٿو. دراصل اهي ساڳيون ڳالهيون حضرت علي عليہ السلام جي دشمنن لاءِ بہ چئي سگهجن ٿيون ۽ انهن لاءِ جن ان خلاف سازشون ڪيون. حضرت عثمان رضہ جي قتل لاءِ اهي ماڻهو ذميوار هئا نہ ڪي حضرت علي عليہ السلام اهو ممڪن آهي تہ اتي اهڙا شخص بہ موجود هجن جن حضرت عثمان رضہ جي رت ۾ پنهنجا هٿ نہ ٽڪيا هجن. پر اها مڃيل حقيقت آهي تہ جڏهن اهو فوت ٿيو تہ اهي خوش ٿيا هئا. عمرو بن عاص جنهن جو حضرت علي عليہ السلام خلاف سازشن جي منصوبہ بندي ڪرڻ ۽ ان تي الزام تلاشي ڪرڻ ۾ وڏو هٿ هيو اهو جنهن بہ ماڻهوءَ سان مليو ان کي حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ هُشي ڏنائين ۽ ان کي قتل ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي همٿايو هئائين. ڇو تہ حضرت عثمان رضہ ان کي مصر جي گورنري تان لاٿو هيو. اهو پاڻ بہ چوندو هيو: "سردارن ۽ وڏن عهدن وارن جي ڳالهہ ڇڏيو مون تہ ڌنارن کي بہ عثمان (رضہ) خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪايو."

جڏهن مديني ۾ فساد شروع ٿي ويا تہ اهو فلسطين هليو ويو. جتي ان هڪڙو محلات ٺهرايو هيو. هڪڙي ڏينهن جڏهن اهو پنهنجن پٽن محمد ۽ عبدالله سان گڏ محلات ۾ ويٺو هيو تہ مديني جي طرف کان هڪڙو سوار ايندي ڏسڻ ۾ آيو ماڻهن ان کان حضرت عثمان رضہ بابت پڇائون ڪيون ۽ ان انهن کي ٻڌايو تہ اهو قتل ٿي ويو. ان تي عمرو بن عاص چيو: "مان عبدالله آهيان، جڏهن مان ڪنهن زخم کي ڪرڙيندو آهيان تہ مان اها پڪ ڪندو آهيان تہ ان مان رت نڪري ايندو." ان جي چوڻ جو مطلب اهو هيو تہ ان ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت لاءِ ڀڙڪايو جنهن جي نتيجي ۾ عثمان رضہ پنهنجي حياتي وڃائي.

اهڙو هڪڙو ٻيو ماڻهو طلحہٰ بن عبيدالله هيو جنهن پهريائين حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪئي ۽ بعد ۾ حضرت عثمان رضہ جي قتل جي بدلي جي بهاني ۾ ان خلاف جنگ ڪئي. ان بہ حضرت عثمان رضہ خلاف ماڻهن کي هُشي ڏيڻ ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيو هيو.

اهو بيان ڪيو ويو آهي تہ حضرت عثمان رضہ ڪيترائي دفعا حضرت علي عليہ السلام کان طلحہٰ خلاف مدد گهري ۽ حضرت علي عليہ السلام هميشہ ان جي درخواست کي مان ڏنو. هڪڙي اهڙي موقعي تي حضرت علي عليہ السلام طلحہٰ وٽ ويا ۽ ڏٺو تہ باغين جو هڪڙو وڏو ٽولو ان جي چوڌاري ويٺو هو. ان محسوس ڪيو تہ حضرت عثمان رضہ جو گهيراءُ ڪرائڻ ۾ طلحہٰ جو وڏو هٿ هيو ۽ اهو ان کي مارائڻ جو سوچي رهيو هيو.

حضرت علي عليہ السلام ان کي چند پنبي ۽ چيو: "اي طلحہٰ! عثمان سان تو اهو ڪهڙو رويو اختيار ڪيو آهي؟" ان اها ڪوشش ڪئي تہ طلحہٰ کي ان جي سرگرمين کان روڪي رکي پر ان حضرت علي عليہ السلام جي مشوري کي ڪو نہ مڃيو. حضرت علي عليہ السلام پوءِ بيت المال ڏانهن ويا ۽ خواهش ڏيکاريائون تہ ان کي کوليو وڃي. البت ڪنجيون ڪونہ ملي سگهيون. پوءِ ان جي هدايت تي بيت المال جو دروازو ڀڳو ويو ۽ ان سموري رقم اتي موجود انهن ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏي جن کي طلحہٰ حضرت عثمان رضہ جي قتل لاءِ گڏ ڪيو هيو. جڏهن حضرت عثمان رضہ کي اهو معلوم ٿيو تہ اهو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ محسوس ڪيائين تہ جيئن حضرت علي عليہ السلام آهي ائين ٻيو ڪير بہ مسلمانن جا مسئلا حل ڪرڻ جو اهل، همدرد ۽ مخلص ڪونهي.

پوءِ طلحہ حضرت عثمان رضہ وٽ آيو ۽ ان کان معافي گهريائين ۽ چيائين! "مان الله جي آڏو توبهہ تائب ٿيان ٿو مون هڪڙو عمل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هيو پر الله مداخلت ڪئي." حضرت عثمان رضہ چيو: " تون هڪڙي شرمسار ۽ توبهہ تائب شخص وانگر ڪونہ آيو آهين. پر اهڙي شخص وانگر آيو آهين جيڪو بي يارو مددگار ٿي ويو آهي. الله توکي سزا ڏيندو! (تاريخ الڪامل جلد 3 صفحو 7، تاريخ طبري جلد 6 صفحو 154، تاريخ ابن خلدون جلد 2 صفحو 297)

طبري بيان ڪري ٿو ته جيئن ئي باغين حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ڪيو ته طلحہ خليفو ٿيڻ لاءِ تياري شروع ڪري ڇڏي ان کي پڪ هئي ته حضرت عثمان رضہ کانپوءِ ماڻهو ان کي نئون خليفو چونڊيندا. ان پهريون قدم اهو کنيو ته ان بيت المال تي قبضو ڪيو ان جون ڪنجيون هٿ ڪيائين ۽ ان جي نگهباني لاءِ پنهنجا چوڪيدار مقرر ڪيائين.

جڏهن ان جي گهر جو گهيراءُ سخت ٿي ويو ته حضرت عثمان رضہ چيو: "اي الله! طلحہ جي خلاف منهنجي مدد ڪر. ان ماڻهن کي منهنجي خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪايو آهي. مان تو الله کي ٻاڏائيندي اميد ڪيان ٿو ته اهو خلافت ماڻڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيندو ۽ پنهنجي حياتي پڻ وڃائيندو." حضرت عثمان رضہ طرفان ادا ڪيل اهو جملو ظاهر ڪري ٿو ته طلحہ ان کي ختم ڪرڻ گهريو ٿي ۽ پاڻ خليفو ٿيڻ گهريو ٿي. حضرت عثمان رضہ طلحہؓ کي اختيار ڏنو هيو ته ان کي جيئن وڻي بيت المال جي ملڪيت کي استعمال ڪري (ڪتب آڻي) پر اهو اهڙو شخص هيو جيڪو خلافت کان گهٽ ڪنهن بہ ڳالهہ تي مطمئن ٿيڻ وارو ڪو نہ هيو. حضرت عثمان رضہ پنهنجي گهر جي گهيراءَ جي آخري ڏينهن دوران هي جملو وري وري ادا ڪندو هيو: "طلحہ کي مار پوي! مون ان کي تمام گهڻو سون ڏنو ۽ هاڻي اهو منهنجي رت جو پياسو آهي."

جن ماڻهن حضرت عثمان رضہ جي گهر جي گهيراءَ سان واسطو رکندڙ واقعن جو ذڪر ڪيو آهي، انهن چيو آهي تہ جنهن ڏينهن تي حضرت عثمان رضہ قتل ٿيو طلحہؓ پنهنجي چهري کي ڪپڙي سان ويڙهي رکيو هيو ۽ لڪي لڪي حضرت عثمان رضہ جي گهر ڏانهن تير اڇلائي رهيو هيو. اهو پڻ بيان ڪيو ويو آهي تہ جڏهن گهيراءَ ڪندڙن کي حضرت عثمان رضہ جي گهر ۾ اندر داخل ٿيڻ جو رستو نٿي مليو تہ طلحہؓ هڪڙي پرواري گهر مان جيڪو هڪڙي انصاري جو گهر هيو. انهن لاءِ داخل ٿيڻ جو بندوبست ڪيو ۽ پوءِ انهن حضرت عثمان رضہ کي قتل ڪيو.

حاڪم بن جابر جي زباني طبري بيان ڪيو آهي تہ جڏهن حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ڪيو ويو تہ حضرت علي عليہ

السلام طلحہ کي چيو: "مان توکي الله ڪارڻ منٿ ڪيان ٿو تہ عثمان رضہ کي ماڻهن کان بچاءِ" طلحہ جواب ڏنو: "خدا جو قسم اهو ان وقت تائين ممڪن ڪونهي جيستائين بنواميہ سمورو حساب ڪتاب چڪتو نہ ڪن." (تاريخ طبري جلد 5 صفحو 139)

حضرت عثمان رضہ جي قتل کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام چوندا هيا: "ابن صعبہ (طلحہ) تي الله جي لعنت وسي! عثمان (رضہ) ان تي ڪيترا احسان ڪيا ۽ ان بدلي ۾ ان سان اهو رويو اختيار ڪيو."

حضرت علي عليہ السلام جو طلحہ بابت اهڙو تبصرو آهي جيڪو ظاهر ڪري ٿو تہ اهو ئي اهو شخص هيو جنهن حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي گهڻو اڪسايو ۽ عثمان رضہ کي قتل ٿيل ڏسڻ لاءِ هئي ڪنهن کان بہ اهو وڌيڪ هورا کورا ۾ هيو. حضرت علي عيلہ السلام فرمائي ٿو: "الله جو قسم! طلحہ تڙتڪڙ ۾ حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ انهيءَ ڪري مطالبو ڪيو تہ متان ان کان بدلو ورتو وڃي، ڇو تہ اهو پاڻ بہ ان معاملي ۾ ملوث هيو. ان کان وڌيڪ ڪير بہ حضرت عثمان رضہ جي رت جو پياسو ڪونہ هيو. ظاهري طور بدلي جو مطالبو ڪرڻ سان ان ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن حقيقت لڪل رهي ۽ ماڻهو شڪ ۾ مبتلا ٿي وڃن."

باقي زبير بن عوام جي باري ۾ اهو ٻڌايو ويو آهي تہ ان باغين کي حضرت عثمان رضہ کان پري ڪرڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونہ ڪيو بلڪ اهو چيو ويو آهي تہ ان جون همدرديون باغين سان هيون. ان طرفان حضرت عثمان رضہ جي معاملي ۾ اختيار ڪيل حڪمت عملي مان پڌرو ٿئي ٿو تہ ان پڻ اها تمنا ڪئي پئي تہ جيترو ممڪن ٿي سگهي اهو ختم ٿي وڃي، ڇوتہ نئين خليفي ٿيڻ لاءِ اهو بہ گهڻو پر اميد هيو. ان حضرت علي عليہ السلام کي ڪلمہ ڪلا ٻڌايو هيو تہ ان پنهنجي لاءِ خلافت جي خواهش ڪئي ٿي. جڏهن جنگ جمل شروع ٿيڻ کان ڪجهہ وقت اڳ حضرت علي عليہ السلام ان کان پڇيو تہ اهو هتي ڇو آيو آهي تہ ان جواب ڏنو: "منهنجي هتي اچڻ جو سبب تون آهين. مان توکي خليفو ٿيڻ لاءِ اهل ڪونہ ٿو سمجهان ۽ نہ وري مان پاڻ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي انهيءَ عهدي لاءِ وڌيڪ حقدار سمجهان ٿو."

تاريخ جي هر شاگرد کي خبر آهي تہ ڪيئن حضرت عائشہ رضہ حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت کي پرجوش انداز ۾ ڀڙڪايو. اها اڪثر ان تي سخت تنقيد ڪندي هئي ۽ ماڻهن کي ان کي قتل ڪرڻ جي هُشي ڏيندي هئي. اها ان ڏينهن کان ئي ان سان ڪاوڙيل هئي جنهن ڏينهن ان سندس وظيفو گهٽايو هيو ۽ ان کي نقصان پهچائڻ لاءِ سدائين موقعي جي تلاش ۾ رهندي هئي. هڪڙي ڏينهن ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي منبر تان ان کي خطبو ڏيندي ٻڌو ان هڪدم رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو هڪڙو پهراڻ ٻاهر ڪڍيو ۽ ماڻهن کي اهو ڏيکاريندي وڏي آواز ۾ چيو: "اي مسلمانو! رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو پهراڻ اڃا پراڻو ڪو نہ ٿيو آهي ۽ عثمان ان جي سنت کي بگاڙي ڇڏيو آهي."

ابن ابي الحديد پنهنجن همعصر عالمن جي سَنَد تي چوي ٿو تہ حضرت عائشہ رضہ جنهن بہ شخص سان ملي ان کي حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪايو. اهو وڌيڪ چوي ٿو: "حضرت عائشہ رضہ رسول الله صلي تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي لباس جو هڪڙو ڪپڙو ٻاهر ڪڍيو ۽ ان کي پنهنجي گهر جي پٽ تي لٽڪايائين. جيڪو بہ ان سان ملڻ لاءِ آيو ٿي تہ هن ان کي چيو ٿي: "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو لباس اڃا پراڻو ڪونہ ٿيو آهي پر عثمان ان جي سنت کي آلودو ۽ تباهہ ڪري ڇڏيو آهي."

بلاذري چوي ٿو: "هڪڙي ڏينهن عبدالله بن عباس رضہ حضرت عائشہ رضہ سان ملاقات ڪئي. ان سال حضرت عثمان رضہ ان کي حج جي ادائگي لاءِ امير مقرر ڪيو هيو. حضرت عائشہ رضہ ان کي کلي نموني چيو: "اي ابن عباس! الله تعاليٰ توهان کي علم، عقل ۽ ڳالهائڻ جي قوت (ذات) بخشي آهي، ماڻهن کي تيار ڪر تہ اهي ان نافرمان (عثمان) جو ساٿ ڇڏي ڏين."

بلاذري حضرت عائشہ رضہ جي هڪڙي جملي جو حوالو ڏنو آهي، جيڪو ظاهر ڪري ٿو تہ ڪيرب ڪنهن ٻئي انسان سان ڪيتري نفرت ڪندو هجي پر حضرت عائشہ رضہ ان کان وڌيڪ حضرت عثمان رضہ سان نفرت ڪئي ٿي. ان مروان کي چيو: "اي مروان! مان چاهيان ٿي تہ

ڪاش عثمان منهنجي ڪنهن ٻوري ۾ هجي ها تہ جيئن مان پاڻ اها ٻوري ڪٽي سگهان ها ۽ ان کي سمنڊ ۾ ٻوڙي ڇڏيان." اها چوندي رهندي هئي: "ان نعثل کي قتل ڪيو اهو نعثل ڪافر ٿي ويو آهي."

حضرت عثمان رضہ جي موت لاءِ حضرت عائشہ رضہ ايتري تمنا ڪئي ٿي جو اها ڪلمر ڪلا ماڻهن کي چوڻ لڳي تہ ان کي قتل ڪيو. اهو سڀ انهيءَ ڪري هيو تہ ان کي پڪ هئي تہ حضرت عثمان رضہ جي مرڻ کان پوءِ علي عليہ السلام نہ پر طلحہ خليفو ٿي ويندو. اها ڳالھ انهيءَ حقيقت سان ثابت ٿيل آهي تہ مڪي ۾ جڏهن ان کي حضرت عثمان رضہ جي قتل جي خبر پهچائي وئي تہ ان هڪدم چيو: "نعثل تي غضب پوي! تمام سنو! اي آڱرين وارا شخص! ابوشبل تمام سنو! اي منهنجا سوٽ تون ڪيڏو تہ عظيم شخص آهين! ائين لڳي ٿو جڻ مان ان جون آڱريون ۽ ماڻهن کي ان جي بيعت جو حلف کڻندي پنهنجين اکين سان ڏسي سگهان ٿي."

آڱرين وارو شخص جو مطلب طلحہ آهي. اُحد واري لڙائي ۾ ان جون آڱريون ڪپجي ويون هيون ۽ ان ڏينهن کان پوءِ اڳتي لاءِ ان کي آڱرين وارا شخص سڏيو ويندو هو.

جڏهن طلحہ جي پٽ محمد کان حضرت عثمان رضہ جي قتل جا تفيصل پڇيا ويا تہ ان پنهنجي پيءُ ۽ حضرت عائشہ رضہ تي الزام هنيو تہ ان ۾ اهي ملوث هيا. "البدر والتاريخ" ڪتاب جو ليکڪ چوي ٿو: "حضرت عثمان رضہ جا سڀ کان وڏا دشمن طلحہ، زبير ۽ عائشہ هيا."

ٻيا بہ ڪيترائي معتبر شخص هيا جن حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت کي هُشي ڏني ۽ ائين ان جي قتل ۾ حصو ورتو. مثال طور، جڏهن عبدالرحمان بن عوف جنهن جي دولت حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ تمام گهڻو وڌي وئي هئي، بيمار ٿيو ۽ ماڻهو ان جي مزاج پرسي لاءِ ويا تہ ان انهن کي چيو: "ان کان اڳ جو اهو طاقتور ٿي وڃي ان کي عهدي تان لاهي ڇڏيو." جن حضرت عثمان رضہ خلاف عوام کي بغاوت لاءِ اياريو اسلام جي انهن دشمنن منجهہ ڪيترائي ماڻهو شامل هئا جن بعد ۾ حضرت علي عليہ السلام سان لڙائي ڪئي. ان کان حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ جو مطالبو ڪيائون.

"حليف مخزوم" جو ليکڪ پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو: " قريشين مان اهي ماڻهو جيڪي حضرت عثمان رضہ جا جاني دشمن هئا، ان جي وفات کان پوءِ ان جا حمايتي ٿي ويا ۽ قريشي لالچين جي پيٽ ۾ انهيءَ سانحي ۾ حضرت عائشہ رضہ جو ڪردار وڏيڪ خطرناڪ حد تائين تضاد جو واضح مثال آهي. ان ڪلم ڪلا ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ کي قتل ڪرڻ لاءِ پڙڪايو ڇو تہ ان کي اميد هئي تہ حڪومت پوءِ تيم خاندان ڏانهن موٽي ويندي يعني حضرت عائشہ جو ڏاڏاڻو خاندان ۽ ان جو سوٽ طلحہ خليفو ٿي ويندو.

حضرت عثمان رضہ طلحہ زبير ۽ سعيد بن عاص جي معرفت قتل ٿيو. اهو معاويہ ۽ ان جي ٽولي معرفت انهن جي دولت ۽ سازشن وسيلي قتل ٿيو. اهي ان کي بي سهارو ڪري ڇڏي ويا. مروان ۽ ان جي اولاد ۽ بنومعيط جي دوستن حضرت عثمان رضہ طرفان مسئلن کي ڪابہ اهميت نہ ڏيڻ ڪري پنهنجي انا پرستي ڪري ان کي قتل ڪيو.

بهرحال، جڏهن حضرت عثمان رضہ قتل ٿي ويو ۽ مسلمانن حضرت علي علي السلام کي اتفاق راءِ سان نئون خليفو چونڊيو تہ انهن سيني ماڻهن اوچتو پنهنجو رويو تبديل ڪري ڇڏيو. اهو ساڳيو عثمان رضہ جنهن کي سندس حياتي ۾ آمر ۽ ڪافر سڏيو ويندو هيو فوت ٿيڻ کان پوءِ انهن طرفان مظلوم شخص ۽ شهيد سڏجڻ لڳو."

هتي ان ڳالهہ جو ذڪر ڪرڻ بيجاءِ ڪونہ ٿيندو تہ سعيد بن عاص ۽ مغيره بن شعبہ جڏهن حضرت عائشہ رضہ ۽ ان جي لشڪر سان خيبر وٽ گڏيا جڏهن اها حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر سان لڙائي ڪرڻ لاءِ مڪي کان بصري وڃي رهي هئي، انهن جيڪي جملا چيا هيا، ان مان پڌرو ٿي وڃي ٿو تہ طلحہ ۽ زبير مڪمل طور تي حضرت عثمان رضہ جي قتل جا ذميوار هئا. ان موقعي تي سعيد حضرت عائشہ رضہ سان ملاقات ڪئي ۽ انهن جي وچ ۾ هيٺين گفتگو ٿي:

سعيد: اي ام المؤمنين! توهان ڪيڏانهن وڃي رهيا آهيو؟

عائشہ: مان بصري ڏانهن وڃي رهي آهيان.

سعيد: ڇا جي لاءِ؟

عائشہ: عثمان رضہ جي قاتلن کان بدلو وٺڻ لاءِ

سعيد: حضرت عثمان رضہ جا قاتل تہ اڳئي توهان سان گڏ آهن. توهان انهن کي قتل ڇو نٿا ڪريو؟

پوءِ سعيد مروان سان مخاطب ٿيو ۽ انهن هيٺين گفتگو ڪئي:

سعيد: تون ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟

مروان: مان بصري وڃي رهيو آهيان.

سعيد: تون اتي ڇا ڪندين؟

مروان: مان حضرت عثمان رضہ جي قاتلن کان بدلو وٺندس.

سعيد: حضرت عثمان رضہ جا قاتل اڳيئي توسان گڏ آهن. ان کي طلحہ ۽ زبير قتل ڪيو. انهن پنهنجي لاءِ خلافت ۾ اک وڌي البت، جڏهن اهي ناڪام ٿيا، يعني جڏهن ماڻهن علي عليہ السلام جي بيعت ڪئي تہ انهن چيو: 'اسان رت کي رت سان صاف ڪنداسين ۽ توبہ تائب ٿيڻ سان اسان پنهنجي گناهہ جي تلافي ڪنداسين.'"

پوءِ مغيره ماڻهن سان هيئن مخاطب ٿيو: "جيڪڏهن توهان ام المومنين سان گڏجي آيا آهيو تہ توهان لاءِ اهو بهتر ٿيندو جيڪڏهن توهان ان سان گڏ موٽي وڃو. باقي جيڪڏهن توهان جي ڪاوڙ حضرت عثمان رضہ جي قتل ڪري آهي تہ توهان کي معلوم ٿيڻ گهرجي تہ توهان جي انهن ئي سردارن حضرت عثمان رضہ کي قتل ڪيو آهي. جيڪڏهن توهان ڪنهن بہ سبب ڪري علي عليہ السلام سان ناراض آهيو تہ مون کي اهو سبب ٻڌايو مان الله ڪارڻ توهان کي منٿ ڪيان ٿو تہ هڪڙي سال ۾ بہ بہ فتنا پيدا نہ ڪيو." (الامامت والسياست جلد 1 صفحو 58)

*****

انهن ماڻهن جو اهوئي طريقو ۽ ڪردار هيو جن حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت کي هشي ڏني ۽ ان جي موت لاءِ سبب بڻيا. جڏهن حضرت عثمان رضہ قتل ٿيو تہ انهن ان جو پهرياڻ هٿ ڪيو ۽ حضرت علي عليہ السلام کان ان جو بدلو وٺڻ لاءِ دعوا ڪري اٿيا. باقي جيڪو حضرت علي عليہ السلام جو تعلق آهي تہ اسان اڳ ۾ بيان ڪيل واقعن جي سلسلي دوران ان جي نقط نگاهہ کي واضح ڪري چڪا آهيون.

اسان جيئن مٿي بيان ڪيو آهي تہ حضرت عثمان رضہ حضرت علي عليہ السلام بابت نااميدي جو شڪار هيو. مروان وقت بہ وقت

حضرت عثمان رضہ کي مشوور ڏيندو رهندو هيو تہ جيئن ئي ڪو موقعو هٿ اچي وڃي تہ اهو علي عليہ االسلام ۽ ٻين اصحابن کي قتل ڪرائي ڇڏي. ان جو مقصد اهو هيو تہ اهي عظمت وارا شخص جن بنواميہ جي خبيث سرگرمين تي نظر پئي رکي ۽ نقطہ چيني ڪئي ٿي، منظر تان هٽي وڃن تہ جيئن اهي جيڪو وڻي ڪري سگهن ۽ ڪيرب انهن جون غلطيون پڪڙڻ وارو نہ رهي. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام وڏي عظمت وارو ۽ پاڪ ذهنيت وارو شخص هيو جيڪو ڪنهن جي لاءِ بہ پنهنجي ذهن ۾ ذاتي رنجش پالي نٿي سگهيو.

حضرت علي عليہ السلام انهن خسيس سوچن کان گهڻو مٿي هيو جو اهو حضرت عثمان رضہ خلاف انهي ڪري ڪاوڙ پالي ها تہ اهو ان سان صلاح مشوور ڇو نٿو ڪري يا جيڪڏهن حضرت عثمان رضہ ان جو لحاظ رکي ها تہ خوش ٿي وڃي ها. حضرت عثمان رضہ کان دوري يا ان جي قربت ان لاءِ غير اهم ڳالهيون هيون. جن ڳالهين لاءِ امام علي عليہ السلام فڪر مند هيا، اهي اسلام ۽ عوام جي فلاح و بهبود هيون. انهن هميشہ اختلاف کان پاسو ڪيو سواءِ ان صورت جي جيڪڏهن آمريت کان جان ڇڏائڻ ۽ عدل و انصاف کي قائم ڪرڻ لاءِ ان کي اختيار ڪرڻ ضروري هجي.

تنهن ڪري جڏهن بہ حضرت علي عليہ السلام لاءِ حضرت عثمان رضہ کي ڪا ڪارائتي صلاح ڏيڻ ممڪن هوندو هيو تہ اهي ڪڏهن بہ مخلصاڻي صلاح ڏيڻ کان ڪونہ ڪيٻائيندا هيا. توڙي جو اها صلاح حضرت عثمان رضہ جي منظور نظر ماڻهن لاءِ اڻوڻندڙ ڇونہ هجي. حضرت عثمان رضہ جي مدد ڪرڻ، ان جي دشمنن کي ان کان پوئتي ڌڪڻ ۽ ان کي موت جي منهن مان ڪيڻ ۾ بہ ان ڪا سُستي ڪونہ ڏيکاري. ماڻهو ڪيترائي دفعا حضرت علي عليہ السلام کي منٿ ڪرڻ آيا تہ اهو پاڻمرادو خلافت جي گادي سنڀالي پر ان گهڻي سختي سان انهن جي درخواست کي رد ڪيو ۽ انهن کي پنهنجي محفل مان تڙي ڪڍيائين. ان ڪيترائي دفعا ماڻهن کي فساد ڪرڻ کان روڪيو ۽ حضرت عثمان رضہ کي ان جي منظور نظر ماڻهن ۽ اتحادين کان بچايائين، جيڪي پاڻ مڙني فتنن جو بنيادي سبب هيا.

اسان گذريل صفحن ۾ اڳيئي کولي بيان ڪيو آهي تہ جڏهن باغين حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ڪيو تہ حضرت علي عليہ السلام ان جي ڪيئن مدد ڪئي، توڙي جو حضرت علي عليہ السلام جي ان قدم حضرت عثمان رضہ جي صلاحڪارن ۽ اتحادين کي ضرور ناراض ڪيو هوندو.

حضرت علي عليہ السلام جي اها دلي خواهش هئي تہ حضرت عثمان رضہ ۽ باغين جي وچ ۾ اختلاف جي خليج وڌي نہ وڃي ۽ اهڙو ڪو اڻوڻندڙ واقعو پيش نہ اچي جيڪو مسلمانن کي نقصان پهچائي. ان پرخلوص نيت سان مڃيو ٿي تہ حالتن کي سڌارڻ لاءِ رتوڇاڻ ئي فقط واحد حل ڪونهي، اهي رتوڇاڻ ڪرڻ کان سواءِ بہ پنهنجو مقصد ماڻي سگهيا ٿي.

اهو تصور ڪرڻ ممڪن ڪونهي تہ حضرت علي عليہ السلام ڪيڏي عظمت ۽ پاڪ سوچ وارا هيا. جڏهن حضرت عثمان رضہ جي گهر جو گهيراءُ ٿيو هيو تہ ان ڪيترائي دفعا حضرت علي عليہ السلام کي چيو تہ مدينو ڇڏي وڃي ۽ ان جي هليو وڃڻ کان پوءِ ان شرمندگي محسوس ڪئي ۽ قاصد کي موڪليائين تہ ان کي واپس وٺي اچي. حضرت علي عليہ السلام هر دفعي ان جي حڪم کي مڃيو ۽ ڪڏهن بہ ان کان اهو ڪونہ پڇيو تہ ان اهو ڇوٿي گهريو تہ هي مدينو ڇڏي وڃي ۽ وري ان کي واپس ڇوٿي گهرايائين. اها حضرت علي عليہ السلام جي روحاني شرافت هئي تہ اهو هميشہ ٻين لاءِ همدرد هوندو هو.

حضرت عثمان رضہ حضرت علي عليہ السلام کي مديني مان هليو وڃڻ لاءِ انهيءَ ڪري چوندو هيو تہ جيئن اهو ان جي چاهيندڙن جي سامهون موجود نہ هجي ۽ اهي ان جو نالو ئي نہ ٻڌن. اهو ان کي انهيءَ لاءِ واپس گهرائيندو هيو تہ جيئن اهو باغين کي ڪا هدايت ڪري ۽ ان کي انهن کان بچائي. اها ڳالهہ ڪيترائي دفعا ٿي. هڪڙي دفعي جڏهن عبدالله بن عباس رضہ کي موڪليو ويو تہ اهو مدينو ڇڏڻ لاءِ حضرت علي عليہ السلام تائين خليفي جو پيغام پهچائي تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "اي ابن عباس! عثمان مون کي هڪڙو اُٺ ٻهائڻ گهري ٿو جيڪو هيڏانهن هوڏانهن پاڻي کڻي ڦرندو رهي. ان پهريان مون کي چيو

تہ مدينو ڇڏي وڃان ۽ پوءِ ان مون کي چيو تہ موٽي اچ. هاڻي ان پيغام موڪليو آهي تہ مان هتان هليو وڃان. الله جو قسم مون ان جو ايترو دفاع ڪيو آهي جو مون کي ڊپ ٿو ٿئي تہ ڪٿي مان گناهگار نہ ٿي پوان.“

محمد بن حنفيہ ٻڌائي ٿو تہ حضرت علي عليہ السلام فرمايو: ”جيڪڏهن مون کي عثمان هتان هليو وڃڻ لاءِ حڪم ڪري تہ مان ان جو حڪم مڃيندس.“ ان اهو صرف اسلام کي بچائڻ خاطر ۽ فتني جي سببن کي دفع ڪرڻ لاءِ چيو.

امام علي عليہ السلام طرفان معاويہ ڏانهن لکيل هڪڙي خط ۾ آيل هيٺيون جملو حضرت عثمان رضہ جي قتل جي حوالي سان ان جي معصوميت جو مڪمل ثبوت آهي. ”تون مون کان هڪڙي اهڙي ڳالهہ جو بدلو وٺڻ گهرين ٿو جنهن ۾ نہ تہ منهن جا هٿ ۽ نہ زبان ملوث آهي. مون ان کي صلاحون ڏنيون ۽ ان کي حق جو رستو ڏيکاريو. جيڪڏهن منهنجو اهو ڏوهہ آهي تہ پوءِ اهو اڪثر ٿيندو رهندو آهي تہ ڪنهن تي ناانصافي سان اهڙن ڏوهن جو الزام لڳندو آهي، جيڪي ان ڪيائي ڪونہ هوندا آهن.“



حضرت علي عليہ السلام حضرت عثمان رضہ جي حياتي ۾ بہ ان جي مدد ڪئي ۽ ان جي وفات کانپوءِ بہ ان لاءِ گهڻو همدرد هيو. البت، جڏهن حضرت عثمان رضہ قتل ٿيو تہ ڪجهہ ماڻهن ناانصافي ڪندي حضرت علي عليہ السلام تي الزام هنيو تہ ان جي قتل ۾ ان بہ حصو ورتو آهي. محمد بن سيرين بلڪل سچو تبصرو ڪيو آهي. جڏهن اهو چوي ٿو: ”مون کي معلوم ڪونهي تہ ماڻهن طرفان حضرت علي عليہ السلام جي بيعت جو حلف کڻڻ تائين ڪنهن شخص ان تي حضرت عثمان رضہ جي قتل ۾ ملوث هجڻ جو الزام هنيو هجي. جڏهن ماڻهو بيعت ڪري چڪا تہ مفاد پرستن ان خلاف اهو الزام لڳايو.“

# حضرت علي عليہ اسلام خلاف بغاوت

اي علي (عليہ السلام)! اسان کي توهان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي ۽ نہ توهان کان سواءِ ڪنهن ٻئي تي راضي ٿينداسين.

مسلمان جماعت.

جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي خلافت تي مهاجرن ۽ انصارن اتفاق ڪري ورتو تہ حضرت عائشہ رضي الله تعاليٰ عنها اها خبر ٻڌي چيو: "ڪاش! اهو آسمان زمين مٿان اچي ڪري پوي ها.

عائشہ رضہ.

عثمان رضہ توهان جي وچ ۾ هيو. توهان ان جي مدد ۽ حمايت کان ٽال مٽول ڪئي، هاڻي توهان تي اهو نئون انڪشاف ڪڏهن ٿيو ۽ توهان کي اها راءِ قائم ڪرڻ جو ڪڏهن خيال آيو.

منذر بن جارود رضہ.

جيستائين علي عليہ السلام جي بيعت ڪونہ ٿي هئي، مون کي خبر ڪونهي تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ علي عليہ السلام تي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو الزام لڳايو هجي. البتہ جڏهن علي عليہ السلام جي بيعت ٿي وئي تہ مخالفن الزام لڳائي ان تي عثمان رضہ جي قتل جي تهمت هنئي.

محمد بن سيرين.

حضرت عثمان رضہ جي قتل کان پوءِ مديني ۾ ڪيترن ڏينهن تائين ماٺ ڇانئي رهي. مديني جي رهواسين، مهاجرن ۽ انصارن، سان گڏوگڏ اهي ماڻهو جيڪي ٻين جاين کان آيل هيا نئين خليفي لاءِ واجهائي رهيا هيا. خاص طور تي مصر وارن اصرار ڪيو تہ حضرت علي عليہ السلام کي خليفو ٿيڻ گهرجي، پر انهن اهو عهدو قبول ڪرڻ کان معذرت ڏيکاري. انهيءَ اصرار ۽ انڪار جي ڪشمڪش (جدوجهد) دوران ان ماڻهن کي خطاب ڪيو ۽ ٻين ڳالهين کان علاوه هيئن چيو: "مون کي معاف ڪيو ۽ انهي خلافت لاءِ ڪنهن ٻئي شخص کي ڳوليو. جيڪڏهن توهان مون کي ائين رهڻ ڏيندا تہ منهنجي

حيثيت بہ ساڳي هوندي جيڪا توهان جي، انهيءَ صورت ۾ اهو ممڪن آهي تہ توهان جنهن کي حڪمران چونديندا ان سان مان توهان جي مقابلي ۾ وڌيڪ وفادار ۽ شائستو هوندس. توهان جي مادي مفادن جي نقطہ نظر لاءِ اهو بهتر آهي تہ مان هڪڙي حڪمران جي بجاءِ هڪڙو صلاحڪار هجان."

حضرت علي عليہ السلام خلافت قبول ڪرڻ کان انڪار ڪندا رهيا تان تہ مديني جي سموري آبادي انهن جي دروازي تي اچي گڏ ٿي ۽ اصرار ڪيائون تہ اهي اهو عهدو قبول ڪن. هجوم ايترو گهڻو هو جو کين خوف ٿيو تہ ڪٿي اهي هڪ ٻئي کي لتاڙي نہ ڇڏين. سڀئي هڪ آواز ٿي چئي رهيا هئيا: "اسان توهان جي مقابلي ۾ ٻئي ڪنهن کي بہ انهي عهدي لاءِ اهل ڪونہ سمجهيو آهي ۽ اسان ٻئي ڪنهن کي بہ خليفو ڪونہ چونديندا سين، مهرباني ڪري اسان طرفان پنهنجي بيعت جو حلف قبول ڪيو. ان کان پوءِ اسان ۾ ڪو بہ اختلاف يا ڌڙابندي ڪو نہ ٿيندا."

حضرت علي عليہ السلام جي هٿ کي حضرت مالڪ اشتر نخعي رضہ پنهنجن هٿن ۾ ورتو ۽ بيعت جو حلف کنيائين ۽ ٻين سڀني بہ ان جي مثال جي پوئواري ڪئي. انهن مان هر هڪ چئي رهيو هيو: "حضرت علي عليہ السلام کان سواءِ ٻيو ڪير بہ خلافت لاءِ موزون ڪونهي."

هر هڪ شخص حضرت علي عليہ السلام جو نالو پڪاري رهيو هيو ۽ سڀئي گهڻو خوش ٿي رهيا هيا. اهي انهيءَ ڪري خوش هيا ڇو تہ انهن کي خبر هئي تہ انهن اهڙي شخص جي بيعت ڪئي آهي جيڪو انهن جي ضرورتن کان باخبر آهي ۽ انهن جي حقن کي تسليم ڪري ٿو ۽ مخلص، ڏاهو ۽ عالم آهي. انهن لاءِ هڪڙي پيءُ وانگرهيو. اهي خوش هيا تہ حضرت علي عليہ السلام انهن جي منٿ کي مان ڏيندي خلافت قبول ڪئي هئي. جيئن تہ انهن اموين جي اونداهي دور ۾ گهڻي عرصي تائين وڏيون مشڪلاتون برداشت ڪيون هيون، انهن حضرت علي عليہ السلام ۾ وڏيون اميديون لڳايون هيون.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام پاڻ ماڻهن طرفان پنهنجي بيعت جو حلف کڻڻ وارو نقشو هنن لفظن ۾ بيان ڪري ٿو: "ماڻهو منهنجي. بيعت جو حلف کڻڻ لاءِ ايترا خوش ۽ آتا هئا جو ٻار بہ خوشي ۾ نچي ٽپي رهيا هيا. ٻيڍڙا ماڻهو بيعت جو حلف کڻڻ لاءِ ڏکندڙ ٽنگن سان اڳتي وڌندا پئي آيا. جيڪي بيمار هيا انهن بہ پهچڻ لاءِ ڪو نہ ڪو بندوبست ڪري ورتو هيو ۽ نوجوان نياڻيون بہ گهرن مان ٻاهر نڪري آيون هيون."

حضرت علي عليہ السلام جڏهن ٻهرين جمعي تي منبر تي اچي ويٺا تہ اهي ماڻهو جيڪي اڳ ۾ بيعت جو حلف ڪو نہ کڻي سگهيا هيا. انهن ان ڏينهن بيعت ڪئي. ان ڏينهن تي طلحہ ٻهريون شخص هيو جنهن بيعت ڪئي ۽ ان کان پوءِ زبير بيعت ڪئي. اهي ساڳيائي طلحہ ۽ زبير آهن جن بعد ۾ چيو: "جڏهن اسان علي (عليہ السلام) جي بيعت ڪئي هئي تہ حالتون اهڙيون هيون جو هڪڙي تلوار اسان جي سرن مٿان لٽڪي رهي هئي."

هر ڪوئي اهو پڇڻ جو حق رکي ٿو تہ طلحہ ۽ زبير جو ائين چوڻ جو ڪهڙو مطلب هيو.

انهيءَ باري ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ اهو فقط طلحہ ۽ زبير جو نظريو ڪونہ هيو پر قريشين جي اڪثريت جو حضرت علي عليہ السلام جي خلافت لاءِ ساڳيو خيال هيو. انهن حضرت علي عليہ السلام جي خلافت کي ساڙ ۽ حسد ڪري پسند ڪونہ ٿي ڪيو يا انهيءَ ڪري تہ اهو انهن کي ان طاقت ۽ اختيار جي اجازت ڪونہ ڏيندو جنهن جا اهي عادي ٿي ويا هئا ۽ انهن جي ناجائز مفادن کي برداشت ڪونہ ڪندو. انهن کي خبر هئي تہ اهو نااهل ماڻهن سان غيرضروري مهربان هجڻ يا غير مستحق ماڻهن کي رقمون ڏيڻ کي جائز ڪونہ ٿو سمجهي. اهو بيت المال جي ملڪيت کي برباد ڪونہ ڪندو جيڪا غريبن ۽ حاجتمندن جو حق آهي. هاڻي انهيءَ حقيقت کي بہ سمجهوتہ انهن مان سيئي حيثيت ۽ رتبا رکندڙ ماڻهو خلافت حاصل ڪرڻ جا خواهشمند هئا. حضرت علي عليہ السلام غيرمبهم انداز ۾ ان بغض جو حوالو ڏنو آهي، جيڪو طلحہ، زبير ۽ ٻين قريشين پنهنجين دلين ۾ ان خلاف پالي

رکيو هو. ان فرمايو: ”قريشين سان مون کي ڪهڙو تعلق هجي؟ ماضي ۾ مون کي انهن جي ڪفر ڪري انهن خلاف وڙهڻو پيو هيو ۽ هاڻي مون کي انهن خلاف انهن جي بغاوتي سوچ ڪري وڙهڻو پوندو. انهن لاءِ مان اڄ بہ اهو ساڳيو آهيان جيڪو مان ڪالهہ هيس.“

قريشين جي اڪثريت حضرت علي عليہ السلام کي پسند ڪونہ ٿي ڪيو ۽ انهن مان گهڻن ان خلاف بغاوت ڪئي ۽ سازشون ڪيون. قريشين ۾ ان جا سڀ کان گهڻو مخالف طلحہ ۽ زبير هيا. بهرحال، اهي ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪرڻ کان انهيءَ سبب ڪري ٽال مٽول ڪري ڪونہ سگهيا ڇوتہ سيئي عرب ۽ فتح ڪيل عجم (غيرعرب) علائقن جا ماڻهو خاص طور تي مصري، ٻئي ڪنهن بہ شخص کي خليفو قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيا. اهو صرف علي عليہ السلام ئي هيو جنهن ۾ اهي خصوصيتون هيون جيڪي حضرت عثمان رضہ جي مخالفن پنهنجي حڪمران ۾ ڏسڻ گهريون ٿي.

خلافت جي معاملي ۾ حضرت علي عليہ السلام جا بہ وڏا مخالف طلحہٰ ۽ زبير هيا. بهرحال، حضرت عثمان رضہ جي مخالفن پنهنجي حڪمران ۾ جيڪي اسلوب ڏسڻ گهريا ٿي، انهن ٻنهي ۾ انهن گڻن مان هڪڙو بہ ڪونہ هيو. اهي ٻئي بلڪل عثمان رضہ وانگر هيا ۽ جن ڳالهين ڪري ماڻهن حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت ڪئي هئي، اهي ڳالهيون انهن ۾ بہ موجود هيون. اهي طاقت ۽ اختيار لاءِ مري رهيا هيا. گذريل صفحن ۾ اسان اڳيئي طلحہ جي باري ۾ حضرت عثمان رضہ جي خيالن جو حوالو ڏنو آهي: ”طلحہٰ تي غضب پوي، مون ان کي ايترو گهڻو سون ڏنو ۽ اڃا تائين اهو منهنجي جان وٺڻ گهري ٿو.“

خلافت جي اميدواري لاءِ ماڻهو انهن کان مڪمل طور تي واقف هيا ۽ انهن کي ان عهدي لاءِ انهن جي غيرموزونيت ۾ ڪو شڪ ڪونہ هيو. اهو ئي سبب هو تہ سيني حضرت علي عليہ السلام لاءِ راضپو ڏيکاريو ۽ طلحہ ۽ زبير کي بہ مجبور ڪيائون تہ اهي پڻ ان جي بيعت ڪن. اسان ان مسئلي تي اڳيئي تفيصلي بحث ڪري چڪا آهيون. آيا طلحہ ۽ زبير حضرت علي عليہ السلام جي بيعت راضي خوشي ڪئي يا بي دلي سان پر اسان مصري ڏاهي ڊاڪٽر طٰحہٰ حسين جي فيصلي جو حوالو پڻ

ڏئي چڪا آهيون تہ انهن پنهنجي انهي اميد تي رضاڪاراڻہ طور بيعت ڪئي هئي تہ حضرت علي عليہ السلام خلافت جي معاملن ۾ انهن کي پنهنجو پائيوار بڻائيندو پر ان جڏهن انهن جي خواهشن کي پورو ڪرڻ کان انڪار ڪيو تہ اهي بيعت جي انحرافي ڪندي حضرت عائشہ رضہ سان شامل ٿي ويا. اهو چوڻ لڳا تہ انهن کان بيعت زور زبردستي سان ڪرائي وئي هئي.

حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪرڻ ۽ پوءِ ان کان انحرافي ڪرڻ ۽ ان خلاف بغاوت ڪرڻ جي باري ۾ خود علي عليہ السلام فرمائي ٿو: "اهي ٻئي گناهگارن جي نڪ واري پڪائي سان بيعت ۾ شامل ٿيا ۽ منڪرن جي ڇهرن سان ان مان ٻاهر نڪتا." ان جو مطلب اهو آهي تہ ٻين ماڻهن حضرت علي عليہ السلام جي بيعت ڪئي تہ معاملا سڌري وڃن، پر انهن ٻنهي شخصن ذهن ۾ اها سوچ رکي بيعت ڪونہ ڪئي هئي ۽ جڏهن انهن بيعت جي انحرافي ڪئي تہ اهو عمل صرف حضرت علي عليہ السلام جي ان نظرئي سان دغابازي ۽ بي وفائي هئي جيڪو حق ۽ انصاف تي ٻڌل هو.

حضرت علي عليہ السلام خلافت جون واڳون سنڀالڻ جي پهرين ڏينهن کان ئي سڌارن آڻڻ ۾ مصروف ٿي ويا. ان ظالم ۽ غيرمنصف گورنرن ۽ آفيسرن کي انهن جي عهدن تان هٽايو ۽ مختلف ماڻهن طرفان ناجائز طور تي بيت المال مان دولت ڪٽڻ جي باري ۾ جاچ واري ڪارروائي شروع ڪئي. ان جيڪي سڌارا متعارف ڪرائڻ گهريا ٿي انهن لاءِ قدمن کڻڻ ۾ ان انهن ماڻهن جي دشمني جي پرواهہ ڪونہ ڪئي جيڪي ان جا مخالف هئا.

پنهنجي خلافت جي زماني دوران امام علي عليہ السلام کي گهڻين ڏکين حالتن کي منهن ڏيڻو پيو هيو. اثر رسوخ رکندڙ سيئي ماڻهو ان جي خلاف گڏ ٿي ويا هيا. مطلب پرست ماڻهن جي بہ ساڳي حالت هئي، جن جو ڳاٽاٽو بہ تمام گهڻو هيو. حضرت علي عليہ السلام ٻنهي محاذن تي جهاد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان انصاف قائم ڪرڻ ۽ ظلم جي پاڙ پٽڻ جو فيصلو ڪيو. ان صحيح معاشيات، سماجي ۽ اخلاقي قدرن تي ٻڌل حڪومت قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ان انهن ٻنهي محاذن تي بهادري

۽ ثابت قدمي سان جهاد ڪيو جيڪو بي مثال ۽ غيرمعمولي هيو. ان پختو عزم ڪيو ته آهو سموري اونداهي کي ختم ڪندو ۽ ان جو عَلَم سچ جي ڪرڻن وانگر ڌرتي جي گولي جي هر ڪنڊ کي روشن ڪندو.

جيئن ئي ماڻهن حضرت علي عليہ السلام کي معاشري کي سڌارڻ لاءِ پنهنجو اڳواڻ چونڊيو ته مديني ۽ ٻين شهرن ۾ موجود بنواميہ ۽ انهن جي دوستن پنهنجي دولت ۽ هٿيار گڏ ڪيا ۽ ڪجهي نموني ۾ سازشون ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا. پوءِ جيئن ئي انهن کي موقعو مليو ته اهي مڪي هليا ويا ته اتي حضرت علي عليہ السلام جي حڪومت خلاف تخريبي سرگرمين ۾ ڀهرو وٺي سگهن ۽ ان خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي ڀڙڪائي سگهن، پر جيڪڏهن اهي، اتي ڪامياب نہ ٿي سگهن ته اهي شام ڏانهن پڻ وڃي سگهن ۽ معاويہ سان گڏجي وڃن. جيڪڏهن انهن ماڻهن عوام جي فلاح و بهبود گُهري هجي ها ۽ خلافت ۾ اکيون نہ وڏيون هجن ها ته انهن لاءِ اهو ضروري ڪو نہ هو ته اها سموري منصوبابندي ڪن.

بهرحال، انهن ماڻهن اهڙين سرگرمين ۾ انهي اميد سان ڀهرو ورتو ته اهي ٻيهر خلافت هٿ ڪري ويندا ۽ جيڪڏهن اهي حضرت علي عيلہ السلام کي پنهنجي رستي تان هٽائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ته اهو عهدو ڪڏهن بہ انهن جي هٿن مان ڪونہ نڪرندو. ان کان علاوه، حضرت عثمان رضہ جي ڏينهن دوران انهن تمام گهڻي دولت ميڙي هئي ۽ ان ڳالهہ پڻ انهن کي انصاف پسند خليفي جي پڪڙ کان ڀڄڻ لاءِ هرڪايو. چوته مخصوص مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ کي مضبوط ڪرڻ خاطر اهي اها دولت ڪتب ۾ آڻي سگهيا ٿي.

حضرت علي عليہ السلام بنواميہ جي منصوبي کان بي خبر ڪونہ هيا. ان کي خبر هئي ته اهي ڪهڙي مقصد سان پنهنجي دولت ۽ هٿيار ڪٺي پيا آهن. تنهن ڪري ان انهن تي پابندي هنئي ته مدينو ڇڏي نہ سگهن ته جيئن اهي نئين حڪومت لاءِ خطرو نہ بڻجن. انهن ڏکين حالتن دوران رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ڪجهہ اصحابي جن ۾ طلحہ ۽ زبير بہ شامل هيا، اميرالمومنين علي عليہ السلام سان اچي ملاقات ڪئي ۽ چيو: ”اسان بيعت جو حلف انهي شرط تي ڪنيو هيو ته تعزيراتي قانون لاڳو ڪيا ويندا. تنهن ڪري توهان کي

گهرجي تہ انهن ماڻهن کي سزا ڏيو جن حضرت عثمان رضہ خلاف بغاوت ڪئي."

حضرت علي عليہ السلام انهن کي جواب ڏنو: "پيارا ڀائرو! جيئن تہ توهان کي خبر آهي تہ مان انهيءَ معاملي کان لاپرواهہ ڪونہ آهيان، البت، سوال اهو آهي تہ ڇا اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ مون وٽ مناسب سگهہ آهي. هن وقت باغي گهڻو طاقتور آهن. هن وقت اهي ٿي اسان تي غالب آهن ۽ نہ ڪي اسان جيڪي انهن تي حڪومت ڪيون ٿا. ان کان علاوه، توهان جا غلام ۽ بدوي عرب بہ انهن سان ملي هڪ ٿي ويا آهن ۽ توهان جيڪو گهرو ٿا. ڇا ان ۾ ڪاميابي جو ڪو امڪان موجود آهي؟" انهن مان سيني انڪار ۾ جواب ڏنو. پوءِ علي عليہ السلام وڌيڪ فرمايو: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مان ائين ڪونہ ٿو سوچيان جيئن توهان سوچي رهيا آهيو. جڏهن ان معاملي تي بحث ٿئي ٿو تہ ماڻهو ان بابت مختلف راءِ رکن ٿا. انهن مان ڪن جو خيال ساڳيو توهان وارو آهي، جڏهن تہ ٻين جو خيال توهان جي خيال جي مخالفت ۾ آهي، بلڪ اهڙا ماڻهو بہ هوندا جيڪي غير جانبدار هوندا. تنهن ڪري توهان کي انتظار ڪرڻو پوندو جيستائين حالتون ٺيڪ ٿي وڃن. ماڻهن کي ذهني سڪون ملي وڃي ۽ حق حاصل ڪرڻ آسان ٿي وڃي. جيستائين منهنجو تعلق آهي تہ توهان کي مطمئن رهڻ گهرجي ۽ منهنجن حڪمن جو انتظار ڪيو. فقط پوءِ ئي توهان کي مون وٽ اچڻ گهرجي."

اهي ماڻهو حضرت علي عليہ السلام سان ماڻهن ڏانهن ان جي رويي بابت ۽ ان جي حڪومت جي باري ۾ پنهنجن ذهنن ۾ شڪ کڻي ملڻ آيا هيا. بهرحال، ان انهن کي اهڙو جواب ڏنو جنهن انهن جي شڪ کي يقين ۾ بدلائي ڇڏيو. خليفي جو عهدو رکڻ جي سلسلي ۾ ان لاءِ انهن هڪڙو شرط رکيو هيو تہ اهو انهن ماڻهن کي سزا ڏئي جن مٿان نہ حضرت علي عليہ السلام کي ۽ نہ وري خود انهن کي ڪو غلبو حاصل هيو. انهن جا پنهنجا غلام ۽ بدوي عرب عثمان رضہ جي قاتلن ۾ ۽ مخالفن ۾ شامل هيا. ان انهن کي اهڙو قائل ڪندڙ جواب ڏنو هيو جو انهن کي محسوس ڪرڻ گهربو هيو تہ انهن جي مقابلي ۾ ان کي حالتن جي گهڻي بهتر ڄاڻ آهي. معاملن کي سڌارڻ لاءِ اهو گهڻي ڪوشش

ڪري رهيو هيو ۽ انهن جي مقابلي ۾ ان حالتن جي نزاڪت کي وڌيڪ بهتر سمجهيو ٿي. بهرحال، بدقسمتي سان اهي ماڻهو حقيقت کان وسوڙيل هيا جنهن کي اميرالمومنين علي عليہ السلام چڱي نموني ۾ پروڙي ورتو هيو. جڏهن صبر ۾ رهڻ ضروري هيو تہ اهي گهري رهيا هيا تہ اهو اپهرائي وارو قدم کڻي.

اهي ماڻهو انهيءَ غلط فهمي ۾ هيا تہ سيني مسلمانن حضرت عثمان رضہ جي قتل بابت انهن وارو خيال رکيو ٿي ۽ سمجهيائون ٿي تہ ان جي خون جو لازمي بدلو ورتو وڃي. بهرحال، جيئن تہ حضرت علي عليہ السلام کي انهن جي مقابلي ۾ حالتن جي بهتر ڄاڻ هئي، ان اهو چئي انهن جي غلط فهمي دور ڪئي تہ جيڪڏهن ان مرحلي تي حضرت عثمان رضہ جي قاتلن کي سزا ڏيڻ جو سوال اٿاريو ويندو تہ انهي معاملي تي ماڻهن جي راءِ ورهائجي ويندي.

حضرت علي عليہ السلام وٽ اهي ماڻهو پنهنجن جذبن، خواهشن ۽ ذاتي مقصدن سان آيا هيا. البت، حضرت علي عليہ السلام دليلن ۽ منطق سان انهن کي منهن ڏنو. ان کي اميرالمؤمنين چئي مخاطب ٿيڻ جي بجاءِ انهن چيو: "اي علي!" انهن لفظن جي رکائي ۽ جرئت بلڪل پڌري آهي، جڏهن تہ حضرت علي عليہ السلام طرفان انهن لاءِ لفظ "ڀائرو" استعمال ڪرڻ محبت ۽ فضيلت جو احساس ڏياري ٿو.

اهي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ جي دعوا جي سلسلي ۾ آيا هيا، توڙي جو انهن مان گهڻا خود پاڻ ان جي قتل لاءِ ذميوار هيا. بهرحال، انهن جي مطالبي جي جواب ۾ حضرت علي عليہ السلام اهڙي مثالي درگذر جو مظاهرو ڪيو جيڪو ان جي طبيعت ۾ موروثي گڻ طور سمايل هيو.

حضرت علي عليہ السلام قريشن کي سخت نظر هيٺ رکيو تہ متان اهي گڙٻڙ پيدا ڪن. ظاهر آهي، ان جو اهو قدم بلڪل نيڪ هيو ۽ دوربانديشي واري نظر ۽ احتياط تي ٻڌل هيو.

*****

حضرت علي عليہ السلام هڪ هڪ ڪري حضرت عثمان رضہ جي گورنرن کي عهدن تان هٽائڻ شروع ڪيو. انهن مان ڪنهن کي

عهدي تي برقرار رکڻ ۽ ہٽي کي هٽائڻ جو کو سوال کونہ هيو ڇو تہ اهي سڀئي بدعنواني، ظلم ۽ شرعي قانون جي گستاخي واري معاملي ۾ هڪجهڙا هيا. اهو سڀ ظلم ۽ بدعنواني جي ڪري ٿيو هيو تہ اسلامي علائقن جي مختلف حصن ۾ احتجاج ۽ سورش برپا ٿي ويا هيا. جنهن جي نتيجي ۾ حضرت عثمان رضہ کي پنهنجي حياتي وڃائڻي پئي هئي. حضرت علي عليہ السلام وقت جي ٿورڙي عرصي لاءِ بہ انهن ماڻهن کي پنهنجن عهدن تي برقرار رهڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيو. ڇو تہ حق سچ ۽ ڪُپت گڏ نٿي هلي سگهيا ۽ جيستائين انهن براين جا بنيادي سبب ختم ڪيا وڃن ظلم، ناانصافي ۽ بدعنواني جي پاڙ پٽي نہ سگهبي. عبدالله بن عباس رضہ ۽ ڪيترن ٻين حضرت علي عليہ السلام کي صلاح ڏني تہ جيستائين ان جي حڪومت مضبوطي سان قائم ٿئي ان وقت تائين انهن گورنرن کي انهن جي عهدن تي برقرار رهڻ جي اجازت ڏئي پر اهو سياسي چالبازين تي ڀاڙڻ يا پنهنجي حڪومت کي مطلب پرستن کي خوش ڪرڻ سان مضبوط ڪرڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيو. ان جي بجاءِ ان پنهنجين ذميوارين، عقل ۽ تلوار تي ڀاڙيو ۽ سيني خرابين جي پاڙ پٽڻ لاءِ پنهنجي ارادي ۾ ثابت قدم رهيو.

شام جو علائقو ان لاءِ وڏي پريشاني هيو. اسان گذريل صفحن ۾ اڳيئي ذڪر ڪري چڪا آهيون تہ حضرت علي عليہ السلام کي معاويہ بابت ڪهڙي راءِ هئي. ان معاويہ کي گورنري جي عهدي تان هٽائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ معاويہ هٺ تي هيو تہ اهو حضرت علي عليہ السلام جي بيعت جو حلف ڪونہ کڻندو. اهو معلوم ڪرڻ لاءِ تہ ان معاويہ بابت ڪهڙو فيصلو ڪيو آهي، هڪڙي ڏينهن زياد بن حنظلہ حضرت علي عليہ السلام سان ملاقات ڪئي تہ جيئن اهو ماڻهن کي ان باري ۾ آگاهہ ڪري، امام علي عليہ السلام زياد کي چيو: ”اي زياد! تيار ٿي.“ زياد پڇيو: ”اي اميرالمؤمنين! مان ڪهڙي ڳالهہ جي لاءِ تيار ٿيان؟“ حضرت عليہ عليہ السلام فرمايو: ”شام تي حملو ڪرڻ لاءِ لشڪر کي حرڪت ۾ آڻڻ لاءِ.“ زياد چيو: ”اي اميرالمؤمنين! اهو بهتر ٿيندو تہ نرمي ۽ درگذر وارو رويو اختيار ڪجي.“ ان تي حضرت علي عليہ السلام هڪڙي آيت جي تلاوت ڪئي جنهن جو مطلب آهي: ”توهان ناانصافي کان فقط

تڏهن آزاد ٿيندا جڏهن تڪڙي سمجهه سان ذهن، تکي تلوار ۽ عزت جو احساس رکندڙ نڪ گڏ هوندا."

حضرت علي عليه السلام شام تي چڙهائي ڪرڻ ۽ معاويه کي سيکت ڏيڻ لاءِ تياري ڪرڻ شروع ڪئي. اهو جوش جذبو ڏسي ماڻهو به سرگرم ٿي ويا ۽ ان جي حمايت (مدد) ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. بهرحال، اتي ڪجهه اهڙا ماڻهو به هيا جيڪي ان جي مخالفت ڪرڻ جي هوڏ تي بيٺل هئا ۽ طلحه ۽ زبير انهيءَ ٽولي سان تعلق رکيو ٿي. اهي ان سان ملاقات ڪرڻ لاءِ آيا ۽ چيائون: "اسان کي اجازت ڏي ته مڪي وڃون ۽ عمرو ادا ڪيون. اسان جي عمري جي ادائگي کان پوءِ به جيڪڏهن توهان هتي هوندا ته اسان واپس هتي ايندا سين ۽ توهان سان شامل ٿينداسين. جيڪڏهن توهان اسان کي ساڻ ڪٽندا ته توهان جو حڪم مڃينداسين."

حضرت علي عليه السلام ڪجهه وقت انهن جي منهن ۾ نهاريو ۽ پوءِ فرمايو: "توهان جو اصل مقصد عمري جي ادائگي ڪونهي، پر منهنجي خلاف ڏوڪو ڪرڻ آهي. بهرحال، توهان کي جيڏانهن به وڻي پلي وڃو." طلحه ۽ زبير پوءِ مڪي هليا ويا.

*****

حضرت علي عليه السلام خلاف سازش ڪرڻ لاءِ بنواميه، طلحہٰ ۽ زبير گڏ ٿيا. انهن هر قسم جي چالاڪي ۽ ٺڳي کان ڪم ورتو ۽ ماڻهن کي حضرت علي عليه السلام جو مخالف بڻائڻ لاءِ بي تحاشا رقم خرچ ڪيائون. جن گورنرن کي حضرت عثمان رضه مقرر ڪيو هيو ۽ حضرت علي عليه السلام انهن کي عهدن تان هٽايو هو انهن به انهن ماڻهن جي هر طريقي سان مدد ڪئي. انهن اڳ ۾ ئي پنهنجي دولت ۽ هٿيار مڪي ۾ منتقل ڪري ڇڏيا هيا، جيڪو هاڻي انهن جو هيڊ ڪوارٽر هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي زال ۽ حضرت ابوبڪر رضه جي نياڻي حضرت عائشه رضه کي جڏهن حضرت علي عليه السلام جي خليفي چونڊجڻ جي خبر ملي ته ان ڏينهن کان ئي اها حضرت علي عليه السلام خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ تياريون ڪرڻ ۾ مصروف ٿي وئي هئي. ان اها خبر ڪيئن ٻڌي ۽ ان جو

کھڙو رد عمل هيو. هن بيان کيل واقعي مان ان جو چڱي طرح اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

علامہ طبري بيان ڪري ٿو تہ مڪي کان واپس ايندي حضرت عائشہ رضہ "سرف" نالي هڪڙي ماڳ تي پهتي. اتي ان جي عبد بن ام ڪلاب نالي هڪڙي شخص سان ملاقات ٿي، جيڪو سندس امڙ طرفان مائٽ هو. ان مديني ۾ موجود حالتن بابت ان کان پڇا ڪئي. انهن جي وچ ۾ هيٺين گفتگو ٿي:

عبد بن ام ڪلاب: "ماڻهن حضرت عثمان رضہ کي قتل ڪيو ۽ پوءِ اٺن ڏينهن تائين انتظار ڪندا رهيا."

عائشہ رضہ: "پوءِ انهن ڇا ڪيو؟"

عبد بن ام ڪلاب: "مديني جي سموري آبادي اتفاق راءِ سان هڪڙو حل ڪڍيو. اهي سيئي حضرت علي عليہ السلام لاءِ خليفي ٿيڻ تي راضي ٿي ويا."

عائشہ رضہ: "جيڪڏهن تون جيڪو چوين ٿو اهو سچ آهي تہ مان تمنا ڪريان ٿي تہ آسمان ڌرتي مٿان ڪري پوي، مون کي واپس وٺي هل، مون کي واپس وٺي هل."

حضرت عائشہ رضہ حج جي ادائگي کان پوءِ مڪي کان مديني وڃي رهي هئي. بهرحال، جڏهن ان حضرت علي عليہ السلام جي خليفي ٿيڻ جي خبر ٻڌي تہ اها اهو چوندي هڪدم مڪي ڏانهن موٽي: "عثمان کي بي انصافي سان قتل ڪيو ويو آهي. مان ان جي قتل جو بدلو وٺنديس."

عبد بن ام ڪلاب: "اهو سڀ ڇا آهي؟ مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ ان تي الزام تراشي ۾ تون سڀني ۾ اڳ کان اڳري هئين. تون چوندي هئين تہ نعثل کي قتل ڪيو اهو ڪافر ٿي ويو آهي."

عائشہ رضہ: "جڏهن اهو توبهہ تائب ٿيو تہ پوءِ ماڻهن ان کي قتل ڪري ڇڏيو. مان اهي لفظ چوندي هيس پر مان هاڻي جيڪو چئي رهي آهيان اهو ان کان بهتر آهي، جيڪو مون اڳ ۾ چيو هو."

عبد بن ام ڪلاب: "اي ام المؤمنين! اهو گهڻو اجايو بهانو آهي."

هتي طبري عبد بن ام ڪلاب جي ڪجهہ جملن جو حوالو ڏنو آهي، جنهن حضرت عثمان رضہ جي قتل جي پوري ذميواري حضرت عائشہ رضہ تي وڌي آهي، اهو لکي ٿو: "اها تون ئي هئيئن جنهن شروعات ڪئي. هر طرف توهان ئي تبديليون آنديون. هر گڙٻڙ توهان جي پاسي کان شروع ٿي. توهان اسان کي عثمان رضہ کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. توهان چيو تہ اهو ڪافر ٿي ويو آهي. اسان توهان جي فرمانبرداري ڪئي ۽ ان کي قتل ڪيو. اسان انهيءَ خيال جا آهيون تہ عثمان رضہ جو قاتل اهو آهي جنهن ان کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. نہ آسمان اسان جي مٿان ڪريو ۽ نہ وري سج ۽ چنڊ کي گرهڻ لڳي." (تاريخ طبري جلد 5 صفحو 140)

حضرت عائشہ رضہ مڪي موٽي آئي ۽ پنهنجن سوچن ۾ گم هئي. جڏهن اها مڪي پهتي تہ طلحہؓ ان سان ملاقات ڪئي. ان کيس ٻڌايو تہ علي (عليہ السلام) ڪيئن خليفو ٿيو ۽ ماڻهن ان (طلحہ) سان ڪهڙو رويو اختيار ڪيو. ان چيو: " ماڻهن علي (عليہ السلام) جي بيعت جو حلف کنيو ۽ پوءِ مون وٽ آيا ۽ مون کي ايترو مجبور ڪيائون جو مون کي پڻ ان جي بيعت ڪرڻي پئجي وئي هئي."

حضرت عائشہ رضہ چيو: "علي (عليہ السلام) اسان تي ڪيئن حڪم هلائيندو؟ جيستائين مديني ۾ ان جي حڪومت قائم هوندي مان ان شهر ڏانهن موٽي ڪونہ وينديس."

ان مهل کان وٺي ان حضرت علي عليہ السلام جي خلاف فسادي تحريڪ شروع ڪري ڇڏي ان ماڻهن کي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ ۽ حضرت علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ لاءِ ڀڙڪائڻ شروع ڪيو.

انهيءَ موڙ تي حضرت عائشہ رضہ طرفان اختيار ڪيل روين جي چنڊ ڇاڻ ڪرڻ تي ڪير بہ چڱي نموني ۾ محسوس ڪري سگهي ٿو تہ اها حضرت علي عليہ السلام خلاف پنهنجي دل ۾ هڪڙو بغض پالي رهي هئي. ان جي اهڙي رويي کي سمجهڻ لاءِ حضرت علي عليہ السلام خلاف ان جي دشمني جي سببن کي ڄاڻڻ ضروري آهي.

حضرت علي عليہ السلام خلاف حضرت عائشہ رضہ جي دشمني ۽ نفرت تمام پراڻي هئي. گهڻن ئي تاريخدانن جي راءِ مطابق اها ان ڏينهن کان ئي شروع ٿي وئي هئي جنهن ڏينهن تي اها رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي گهر ۾ ان جي زال جي حيثيت ۾ داخل ٿي. حضرت علي عليہ السلام خلاف ان جي دشمني جو وڏو سبب اهو هيو تہ اهو حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها جو مڙس هيو. حضرت فاطمہ سلام الله تعاليٰ عليها حضرت خديجہ الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها جي نياڻي هئي ۽ خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها اها عورت هئي جنهن جي خلوص، سخاوت ۽ اعليٰ گڻن ۽ طور طريقن ڪري رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان جي حياتي دوران ۽ ان جي وفات کان پوءِ بہ گهڻو عزت ۽ احترام ڪندا هيا. پنهنجين سمورين ڪوشش جي باوجود حضرت عائشہ رضہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي دل مان حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي ياد وساراڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي سگهي هئي. ان سلسلي ۾ "الازهر" رسالي، جيڪو الازهر يونيورسٽي جو ترجمان آهي، مان هيٺيون اقتباس ڏيان طلبي جو حقدار آهي:

"ٻين خصوصيتن کان علاوه جيڪي حضرت عائشہ رضہ کي حاصل هيون، اها وڏي همت واري هئي ۽ عظمت جو اعليٰ درجو حاصل ڪرڻ جي متوالي هئي. ان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻين زالن جي مقابلي ۾ رسول ڪريم جي دل ۾ جيڪا اعليٰ حيثيت مليل هئي ان کان اها مطمئن ڪونہ هئي. پر انهن جي دل ۾ اها جاءِ والارڻ جي خواهشمند هئي جيڪا حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کي حاصل هئي، يعني پهرين مومن عورت جنهن سان رسول ڪريم گهڻي محبت ڪندا هئا. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم حضرت خديجہ رضہ الله تعاليٰ عنها جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ ۽ ان جي تعريف ڪرڻ کان ڪڏهن بہ ڪونہ ٿڪبا هئا. اهو سڀ ان جي محبت ڪري هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم انهن عورتن جو بہ گهڻو لحاظ رکندا هئا جيڪي سندن ان پياري زال جون ساهيڙيون رهيون هيون. پنهنجين مڙني خوبصورتين ۽ سگهڙائپ کي استعمال ڪرڻ جي

باوجود حضرت عائشہ رضہ جون سڀ ڪوششون رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي اهو اعتبار ڏيارڻ ۾ ناڪام ويون تہ الله تعاليٰ انهن کي حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي مقابلي ۾ وڌيڪ سٺي زال عطا ڪئي آهي. ان حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها جي برتري کي تسليم ڪري ورتو هوندو ۽ اهو محسوس ڪري وئي هوندي تہ ان زال جي معاملي ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ وآلہ وسلم سان تڪرار ڪرڻ فضول آهي، جيڪا سيني معزز ۽ ناليوارين عورتن منجهہ وڏي عظمت واري آهي، جيڪا گهٽي ديندار هئي ۽ اسلام قبول ڪرڻ واري پهرين شخصيت هئي. حضرت عائشہ رضہ جي اها ريس حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کي ڪو نقصان پهچائي ڪونہ سگهي، ان جي بجاءِ ان ڳالهہ سموري دنيا ۾ حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کي هڪڙي عظمت واري عورت هجڻ جي سڃاڻپ ڏياري ۽ ان کي دائمي شهرت ڏياري" (الازهر رسالو مئي 1956)

حضرت عائشہ رضہ پاڻ بہ چيو: "مون خديجہ رضہ جي مقابلي ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻي ڪنهن بہ زال سان وڌيڪ ساڙ ڪونہ ڪيو، توڙي جو مون ان کي ڪڏهن ڏٺو بہ ڪونہ هو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هر وقت ان جي ڳالهہ ڪندا رهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن اهي ٻڪري ذبح ڪري ان جي گوشت جا ٽڪرا خديجہ رضہ جي ساهيڙين کي سوکڙي طور موڪليندا هئا. مان اڪثر انهن کي چوندي هيس تہ جنهن نموني ۾ اهي خديجہ رضہ جي باري ۾ ڳالهائيندا رهن ٿا، ائين لڳي ٿو تہ دنيا ۾ خديجہ رضہ کان سواءِ ٻيو ڪو هيوئي ڪونہ. بهرحال، پاڻ سڳورا فرمائيندا هئا تہ ان ۾ اهڙيون خصوصيتون هيون ۽ ان مان انهن جي اولاد بہ پيدا ٿي."

ائين حضرت عائشہ رضہ مڃي ٿي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم پنهنجين سيني زالن تي حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها کي ترجيح ڏيندا هئا ۽ اها ڳالهہ حضرت عائشہ رضہ کي ان سان حسد ڪرائيندي هئي. ظاهر آهي، فطري طور جيئن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حضرت خديجہ رضي الله تعاليٰ عنها لاءِ شديد محبت ان خلاف حضرت عائشہ رضہ جي حسد جو سبب هئي، اها

حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سان پڻ ساڙ ڪندي هئي ۽ ان جي مڙس حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي پٽن حضرت حسن ۽ حسين عليهم السلام سان نفرت ڪندي هئي.

حضرت علي عليہ السلام خلاف حضرت عائشہ رضہ طرفان بغض پالڻ جو هڪڙو ٻيو سبب اها صلاح هئي جيڪا حضرت علي عليہ السلام رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ان واقعي جي حوالي ۾ ڏني هئي، جنهن کي "افڪ" سڏيو ويجي ٿو. ان موقعي تي ان چيو هيو:" اي الله جا رسول! توهان لاءِ عورتن جي ڪا کوٽ ڪونهي. توهان عائشہ رضہ کان علاوه ٻين گهڻين عورتن سان شادي ڪري سگهو ٿا."

ان کان علاوه، اها بہ حقيقت آهي تہ حضرت عائشہ رضہ کي پڪ هئي تہ عثمان رضہ قتل ٿي ويندو تہ ان کان پوءِ خلافت ان جي خاندان بنو تيم ڏانهن واپس ايندي ۽ طلحہ خليفو ٿي ويندو. اسان اڳ ۾ ٻڌايو آهي تہ ان حضرت عثمان رضہ جي قتل جو ٻڌي ڪيترو خوشي محسوس ڪئي هئي، انهيءَ اميد تي تہ ان جي جاءِ تي ضرور طلحہ کي خليفو چونڊيو ويو هوندو.

مڪي واپس پهچڻ تي حضرت عائشہ رضہ هڪدم حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي حڪومت جي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ لشڪر پرتي ڪرڻ شروع ڪيو. حضرت علي عليہ السلام سان ان جي کلم کلا دشمني، بنواميہ سان گڏ طلحہ ۽ زبير ۽ انهن جي حمايتين جا هٿ مضبوط ڪيا. حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ واري نقطي تي اهي سڀئي گڏ ٿي ويا. صورتحال جي انهيءَ موڙ تي اموي خاندان جا ياتي حجاز ۾ لڪي ويا هيا. حضرت علي عليہ السلام جي خليفي ٿيڻ کان پوءِ اهي وري ظاهر ٿي ويا. حضرت علي عليہ السلام جي خلاف قريشين جي بغاوت مان انهن وڌ کان وڌ فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن حضرت عائشہ رضہ، طلحہ ۽ زبير جي هٿ سان هٿ ملايو ۽ انهن حضرت عثمان رضہ جي خلافت واري دور ۾ جيڪا دولت گڏ ڪئي هئي اها انهن جي اختيار ۾ ڏنائون تہ جيئن اهي لڙائي جي تياري ۾ ان کي ڪتب آڻين تہ جيئن حضرت علي عليہ اسلام جي

حڪومت گونج ۾ ئي نپوڙجي وڃي. اهي جتي لڪل هيا انهن جاين کي ڇڏي حضرت عائشہ رضہ جي مدد ڪرڻ لاءِ مڪي اچي پهتا.

انهن اهو موقف قائم ڪيو هو تہ حضرت عثمان رضہ کي بي واجبي قتل ڪيو ويو آهي ۽ جيئن تہ حضرت عائشہ رضہ طلحہٰ ۽ زبير ان جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ اٿيا آهن تنهن ڪري انهن جي حمايت ڪرڻ ضروري آهي. معاويہ حالتن کي پنهنجي لاءِ گهڻو فائديمند سمجهيو البت, ان جا مفاد طلحہٰ ۽ زبير جي مفادن کان مختلف هئا. ڇو تہ انهن مان هرهڪ خليفو ٿيڻ جو خواهشمند هيو. معاويہ جي تمنا هئي تہ طلحہٰ ۽ زبير علي (عليہ اسلام) سان لڙائي ڪن ڇو تہ انهيءَ ويڙهہ جي نتيجي ۾ هڪڙي ڌر کي شڪست ٿيندي ۽ جيڪا سوپ ماڻيندي اها پڻ ڪمزور ٿي ويندي ۽ ان لاءِ اهو آسان ٿي ويندو تہ اهو فاتح ٽولي کي آڻ ميجرائي.

اهو ان جي پنهنجي شخصيت ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زال هجڻ ڪري هيو تہ حضرت عائشہ رضہ مڪي ۾ ايڏي وڏي لشڪر کي منظم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي هئي. بهرحال, جڏهن لشڪر گڏ ٿي ويو تہ طلحہٰ ۽ زبير جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي ويا تہ انهن کي ڪهڙي پاسي روانو ٿيڻ گهرجي ۽ اڳيون قدم ڪهڙو هجڻ گهرجي.

جيڪڏهن انهن ماڻهن جي سرگرمين ۽ مامرن جي, جيڪي انهيءَ جماعت جي اڳواڻ طور ڪم ڪري رهيا هئا, ڇنڊ ڇاڻ ڪئي وڃي ۽ ايڏي وڏي لشڪر کي گڏ ڪرڻ لاءِ انهن جي نيت جو جائزو ورتو وڃي تہ اصلي صورت واضح ٿي ويندي. پوءِ اها خبر پئجي ويندي تہ جيئن انهن دعوا ڪئي ٿي, نہ اهي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ ۽ نہ وري موجود حالتن کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا هيا, جيڪي انهن جي راءِ مطابق حضرت علي عليہ السلام ٺيڪ ڪرڻ جي قابل ڪونہ ٿيو هيو. نہ وري ڪنهن بہ ٻي ڳالهہ جي لاءِ گڏ ٿيا هئا, جن بابت اهي حضرت علي عليہ السلام خلاف بغاوت لاءِ ماڻهن کي ڀڙڪائڻ لاءِ پنهنجين تقريرن ۾ ٻڌائي رهيا هيا. دراصل انهن جون نيتون ۽ ارادا هڪ ٻئي کان مختلف هيا. جيڪڏهن انهن مان هڪڙو حضرت علي عليہ السلام جو مخالف هيو. چاڪاڻ تہ ان جي ڪري اهو خلافت ماڻڻ ۾ ڪامياب

ڪونہ ٿيو هو تہ ٻئي وري حضرت علي عليہ السلام خلاف ڪنهن پراڻي بغض ڪري ان ٽولي ۾ شموليت اختيارؑ ڪئي ۽ اجا بہ ڪنهن ٻئي وري پنهنجي خاندان جي وڃايل وقار ۽ دٻدٻي کي وري اڀارڻ تي گهريو، جيڪو حضرت علي عليہ السلام جي خليفي هجڻ جي موجودگي ۾ ممڪن ڪو نہ هو.

حضرت عائشہ رضہ جو خيال هيو تہ لشڪر کي مديني ڏانهن چڙهائي ڪرڻ گهرجي تہ جيئن ان کان اڳ جو علي (عليہ السلام) پنهنجو دفاع ڪرڻ جي قابل ٿي وڃي، گادي واري شهر تي قبضو ڪيو وڃي ۽ ان جي خلافت جو خاتمو آڻجي. ٻين تجويز ڏني تہ انهن کي شام ڏانهن وڃڻ گهرجي جيڪا محفوظ جاءِ هئي. بهرحال، بنواميہ انهيءَ تجويز جي مخالفت ڪئي. انهن جو خيال هيو تہ اهڙو علائقو جنهن ۾ اهي اڳيئي مضبوطي سان ڄميل هيا ان جي سلامتي کي خطري ۾ وجهڻ نہ گهرجي. انهن کي چڱي طرح خبر هئي تہ معاويہ ان علائقي تي گهڻي عرصي کان حڪومت ڪري رهيو هيو ۽ اتان جا ماڻهو ان سان وفادار هيا. تنهن ڪري انهن اهو نتي گهريو تہ شام جو علائقو لڙائي جو ميدان ٿي وڃي. ان کان علاوه، جيڪڏهن انهن کي علي (عليہ السلامؑ) شسڪت ڏئي وجهي تہ بنواميہ شام کي آخري اجهو سمجهيو ٿي. تنهن ڪري انهن معاويہ جي لاءِ مسئلا پيدا ڪرڻ کي پنهنجي مفاد ۾ ڪونہ سمجهيو، جيڪو اتي هڪڙي بادشاهي قائم ڪرڻ ۽ ان کي لڙائي جو ميدان بڻائڻ لاءِ مصروف هو.

طلحہؓ ۽ زبير مديني يا شام ڏانهن وڃڻ وارين تجويزن کي رد ڪيو ۽ تجويز پيش ڪئي تہ انهن کي بصري ڏانهن وڃڻ گهرجي، ڇو تہ ڪوفي ۽ بصري ۾ انهن جا تمام گهڻا حمايتي موجود هيا. اها رٿ پيش ڪرڻ سان اهي بصري روانا ٿي ويا. طلحہؓ ۽ زبير جي ذهن ۾ هڪڙو ڳوڙهو منصوبو هيو. انهن کي خبر هئي تہ جيڪڏهن اهي ڪوفي ۽ بصري جي ماڻهن جي مدد سان علي (عليہ السلامؑ) جي خلاف ڪامياب ٿي ويا تہ انهن مان هڪڙو خليفو چونڊيو ويندو، ڇوتہ فطري طور خلافت ان کي ملندي جنهن جا حمايتي ڳاڻاٽي ۾ گهڻا هوندا.

اموين پڻ انهيءَ رٿ جي حمايت ڪئي، تنهن ڪري اهي سيئي حضرت عائشہ رضہ وٽ ويا ۽ ان کي چيائون: "اي ام المومنين! بهتر آهي تہ توهان مديني ڏانهن وڃڻ جو خيال ترڪ ڪيو ڇو تہ اسان سان جيڪي ماڻهو گڏ آهن اهي باغين خلاف ڪاميابي سان وڙهي ڪونہ سگهندا. تنهن ڪري توهان کي اسان سان گڏ بصري وڃڻ گهرجي. اهو ممڪن آهي تہ اتان جا ماڻهو اسان سان اتفاق نہ ڪن ۽ اهو بهانو پيش ڪن تہ علي (عليہ السلام) جي بيعت اڳيئي انجام ڏني وئي آهي، انهيءَ صورت ۾ توهان ساڳي طريقي سان انهن کي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ تيار ڪجو جنهن طريقي سان توهان مڪي جي ماڻهن کي انهي مقصد لاءِ تيار ڪيو آهي."

بنواميہ وارن لڙائي جا هٿيار خريد ڪرڻ لاءِ وڏيون رقمون خرچ ڪيون. پڙهي ڏيڻ واري مڪي جي گهٽين ۾ هي اعلان ڪيو: "ام المومنين عائشہ طلحہٰ ۽ زبير بصري وڃي رهيا آهن. جيڪو بہ اسلام جو همدرد آهي، ان جي عظمت جو قائل آهي، دشمنن سان وڙهڻ ۽ حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ گهري ٿو انهن سان شامل ٿي وڃي. جيڪڏهن ڪنهن شخص وٽ سواري جو جانور ۽ پيو ضروري هٿيار ڪونهي تہ اهو انهن کان اهو سڀ وٺي سگهي ٿو."

*****

جڏهن حضرت عائشہ رضہ لشڪر گڏ ڪري ورتو ۽ بصري رواني ٿيڻ لاءِ تيار هئي تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هڪڙي ٻي زال، ام المومنين ام سلميٰ ان سان ملاقات ڪئي ۽ ان سان سخت احتجاج ڪيو. ان چيو: " اڄ ڏينهن تائين تون ماڻهن کي عثمان رضہ خلاف بغاوت ڪرڻ جي هُشي ڏيندي رهي هئين ۽ ان جي گلا ڪندي هئين. تون ان کي نعثل کان سواءِ ڪنهن ٻئي نالي سان ڪونہ سڏيندي هئين."

پوءِ ان حضرت عائشہ رضہ کي زور ڪيو تہ اها گهر ۾ رهي ۽ حضرت علي عليہ السلام خلاف لشڪر جي اڳواڻي نہ ڪري. بهرحال، جڏهن ان کي احساس ٿيو تہ حضرت عائشہ رضہ حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ جي هوڏ تي قائم هئي تہ ان پنهنجي پٽ عمر

بن ابي سلميٰ کي هڪڙو خط ڏئي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن روانو ڪيو جنهن ۾ هيئن لکيل هو: "اي امير المومنين! جيڪڏهن اها الله جي حڪم جي نافرماني نہ هجي ها ۽ مون کي اها پڪ نہ هجي ها تہ توهان پاڻ سان منهنجي گڏجڻ کي پسند ڪونہ ڪندا تہ انهيءَ لڙائي ۾ مان توهان سان گڏ هجان ها. مان پنهنجي پٽ عمر کي توهان ڏانهن موڪلي رهي آهيان. مون کي الله جو قسم آهي تہ اهو مون کي پنهنجي جان کان بہ وڌيڪ پيارو آهي. اهو توهان سان گڏ رهندو ۽ توهان جي طرفان هر لڙائي ۾ حصو وٺندو."

حضرت عائشہ رضہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻين زالن کي بہ دعوت ڏني تہ اهي ان سان گڏ بصري وڃن. انهن مان سيني، سواءِ حضرت عمر رضہ جي نياڻي حضرت حفصہ رضہ جي، ان جي درخواست مڃڻ کان انڪار ڪيو. حضرت حفصہ رضہ ان سان گڏ ٻي حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وئي. بهرحال، ان جي ڀاءُ عبدالله بن عمر رضہ ان کي اهو چئي ائين ڪرڻ کان روڪيو: "توهان کي لازمي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ٻين زالن وانگر رهڻ گهرجي."

تنهن ڪري حضرت حفصہ رضہ حضرت عائشہ رضہ کي نياپو موڪليو تہ ان کي معاف ڪري ڇو تہ ان جو ڀاءُ انهيءَ تجويز سان متفق ڪونهي.

سمورو لشڪر حضرت عائشہ رضہ جي اڳواڻي ۾ بصري ڏانهن روانو ٿي ويو. جڏهن اهي خيبر وٽ پهتا تہ حضرت عائشہ رضہ، طلحہٰ، زبير ۽ مروان سعيد بن عاص ۽ مغيره بن شعبہ سان ملاقات ڪئي. اسان انهن جي گفتگو کي گذريل صفحن ۾ اڳيئي پيش ڪري چڪا آهيون.

پوءِ بنواميہ جي منصوبي مطابق سعيد بن عاص، انهن ماڻهن ۾ نفرتون پيدا ڪرڻ جي ۽ هڪ ٻئي سان ويڙهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيئن ائين ڪرڻ سان اهي پنهنجي سگهہ وڃائي ويهن ۽ حڪومت بنواميہ کي واپس ملي وڃي. تنهن ڪري ان مخفي طور تي طلحہٰ ۽ زبير سان هي گفتگو ڪئي:

سعيد: "مون کي قسم تي ٻڌايو تہ جيڪڏهن توهان ڪامياب ٿي ويا تہ ڪنهن کي خليفو بڻائيندا؟"

طلحہ ۽ زبير: "اسان ٻنهي مان ماڻهو جنهن کي بہ چونڊيندا."

سعيد: "نہ توهان کي اهو عهدو حضرت عثمان رضہ جي پٽن مان ڪنهن هڪ کي ڏيڻو پوندو ڇو تہ ان جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ ئي توهان اها مهم هلائي آهي."

طلحہ ۽ زبير: "حيف اٿوَ! ڇا ايترن ناليوارن ماڻهن جي موجودگي ۾ اسان هڪڙي نوجوان کي انهيءَ حيثيت ۾ مٿي ويهاريندا سين؟"

سعيد: "بلڪل. نہ تہ پوءِ مان لازمي اها ڪوشش ڪندس تہ خلافت عبد مناف جي اولاد جي هٿن مان نہ نڪرڻ گهرجي."

مروان پڻ سعيد بن عاص وانگر وقت بہ وقت انهن ماڻهن ۾ نفرتون پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان اهو ڪم اهڙي ڍنگ سان ڪيو جيڪو ٺڳي ۽ دوکي جو بهترين نمونو هو.

امام علي عليہ السلام کي پڻ اهو معلوم ٿيو تہ حضرت عثمان رضہ جي قاتلن کان بدلو وٺڻ جي بهاني سان هڪڙو وڏو لشڪر مڪي کان بصري روانو ٿي ويو آهي. اهو مسلمانن جي وچ ۾ اختلافن ۽ جهيڙن کان گهڻو پريشان هيو. ان ڳالهہ ان کي اها پڻ تڪليف پهچائي تہ انهن اختلافن ۽ جهيڙن ڪري سندس طرفان متعارف ڪرايل سڌاري واري پروگرام کي جاري رکڻ يا انجام تي پهچائڻ ممڪن ڪونہ ٿي سگهندو ڇو تہ انهن باغين جي مثال جي پوئواري ڪندي ٻيا بہ بغاوت لاءِ همت ڪندا ۽ حضرت عثمان رضہ طرفان مقرر ڪيل گورنر پڻ معاويہ جي نقش قدم تي هلندا ۽ مرڪزي حڪومت جي اختيار کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪندا. جيئن ئي ان اهي خبرون ٻڌيون تہ ان مديني جي ماڻهن کي گڏ ڪيو ۽ انهن کي هنن لفظن ۾ خطاب ڪيو:

"الله تعاليٰ هن امت جي غلطين کي معاف ڪرڻ ۽ جيڪي فرمانبردار ۽ ايمان وارا آهن. انهن جي ڪاميابي ۽ ڇوٽڪاري لاءِ واعدو ڪيو آهي. فقط اهي ماڻهو جيڪي حق سچ کي برداشت ڪري نٿا سگهن اهي ئي ڪُپت جو سهارو وٺن ٿا. توهان کي معلوم هجڻ گهرجي تہ طلحہ زبير ۽ ام المومنين عائشہ رضہ منهنجي حڪومت ۽ خلافت

خلاف گڏ ٿي ويا آهن ۽ ماڻهن کي لڙائي جي دعوت ڏني آهي. جيستائين مان انهن جي طرفان پنهنجي ۽ توهان لاءِ ڪو خطرو محسوس نٿو ڪيان مان صبر ڪندس ۽ جيستائين اهي پنهنجا هٿ قابو ۾ رکندا مان پڻ پنهنجا هٿ روڪي رکندس. مون کي هن وقت تائين انهن جي باري ۾ جيڪي خبرون مليون آهن مان پاڻ کي انهن تائين محدود رکان ٿو."

امام علي عليہ السلام اهو ضروري سمجهيو تہ فساد کي شروع ۾ ئي نيوڙي ڇڏجي ۽ مڪي وارن کي انهيءَ کان اڳ جو اهي مديني پهچي وڃن رستي ۾ ئي روڪجي. ڇو تہ فسادن ۽ رتوڇاڻ کان پاسو ڪرڻ جو اهو بهترين طريقو هو. تنهن ڪري ان سهل بن حنيف کي مديني لاءِ پنهنجو نمائندو مقرر ڪيو ۽ جيڪو لشڪر اڳ ۾ انهن شام تي حملو ڪرڻ لاءِ گڏ ڪيو هيو ان لشڪر کي ساڻ ڪري مڪي ڏانهن روانو ٿي ويا.

رستي ۾ ڪوفي ۽ بصري جا ڪافي رهواسي انهن سان شامل ٿي ويا. حضرت علي عليہ السلام جڏهن پنهنجي لشڪر سان ربذه پهتا تہ کين معلوم ٿيو تہ زبير ۽ طلحہ مڪو ڇڏي ويا هيا ۽ بصري ڏانهن وڃڻ لاءِ ربذه وٽان اڳ ۾ ئي رستي تان اڳتي نڪري ويا آهن. اهي ڪجهہ ڏينهن لاءِ ربذه ۾ ترسي پيا ۽ ضروري تياري ڪيائون. انهيءَ دوران انهن ممڪن حد تائين ڪوششون ڪيون تہ طلحہ، زبير ۽ عائشہ رضہ جي سرگرمين ڪري جيڪي حالتون تباهہ ٿيون هيون اهي ڪجهہ سڌرن. تنهن ڪري انهن حضرت عائشہ رضہ کي هڪڙو خط موڪليو جنهن ۾ لکيو: "پنهنجي گهر مان ٻاهر نڪرڻ سان توهان الله ۽ ان جي رسول جي حڪم جي نافرماني ڪئي آهي. توهان هڪڙي اهڙي ڳالهہ جي خواهش رکو ٿيون جنهن سان توهان کي ڪنهن بہ قسم جو تعلق ڪونهي. توهان اها بہ دعوا ڪريو ٿيون تہ توهان ماڻهن ۾ سڌارو آڻڻ گهرو ٿيون. ڇا توهان مهرباني ڪري اهو ٻڌائيندا تہ فوجين جي جٿي سان عورتن جو ڪهڙو واسطو آهي؟ توهان اها بہ دعوا ڪريو ٿيون تہ توهان حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ گهرو ٿا. عثمان رضہ تہ اموي هيو جڏهن تہ توهان تيم بني مره قبيلي جي خاتون آهيو. مان الله

جو قسم کڻي چوان ٿو تہ انهن ماڻهن جو گناهہ جن توهان کي اهو قدم کڻڻ لاءِ هرکايو آهي ۽ توهان کان الله ۽ ان جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حڪم جي نافرماني ڪرائي آهي، انهن ماڻهن جي گناهہ کان گهڻو وڏو ۽ خطرناڪ آهي جن عثمان رضہ کي قتل ڪيو. توهان پنهنجو پاڻ مشتعل ڪونہ ٿيون آهيو پر توهان کي مڇرايو ويو آهي. توهان پنهنجو پاڻ جوش ۾ ڪونہ آيون آهيو پر ٻيا ماڻهو توهان کي جوش ڏيارڻ ۾ هٿيار ثابت ٿيا آهن. عائشا! الله جو خوف ڪر ۽ پنهنجي گهر ڏانهن موٽي اچ ۽ پردي ۾ رهہ. توهان جي لاءِ نيڪ تمنائون رکان ٿو. والسلام."

حضرت علي عليہ السلام حضرت عائشہ رضہ سان ان جي بغات ۽ لشڪر جي اڳواٽي ڪرڻ واري معاملي ۾ معاف ڪرڻ وارو سلوڪ اختيار ڪرڻ گهريو اهوئي سبب آهي تہ ان فرمايو: "توهان پاڻ مشتعل ڪونہ ٿيون آهيو پر توهان کي مڇرايو ويو آهي ۽ توهان پاڻ جوش ۾ ڪونہ آيون آهيو پر توهان کي جوش ڏيارڻ ۾ ٻيا ماڻهو هٿيار ثابت ٿيا آهن." انهيءَ جملي ۾ عورتن جي جذبات لاءِ احترام ۽ حضرت عائشہ رضہ لاءِ جيڪو ادب ۽ عزت سمايل آهي، اهو پڌرو آهي. اهو چوڻ سان تہ ٻين جي ترغيب تي ان نافرماني ڪئي آهي، حضرت علي عليہ السلام ان کي هڪڙي واٽ مهيا ڪئي تہ اها پاڻ کي بغاوت ۽ فساد کان الڳ رکي. حضرت علي عليہ السلام انهن ماڻهن کي ڏوهي قرار ڏنو جن ان کي نافرماني لاءِ هرکايو هيو ۽ ان کان گهر ڇڏرايو هو. حضرت علي عليہ السلام انهن جي عمل کي حضرت عثمان رضہ جي قاتلن جي ڏوهہ جي مقابلي ۾ گهڻو وڏو ۽ خطرناڪ گناهہ قرار ڏنو. آخر ۾ هن ان کي خدا جو خوف ڏياريو ۽ مشورو ڏنو تہ اها گهر موٽي وڃي، ڇو تہ صرف ان صورت ۾ ئي ملڪ ۾ امن امان بحال ٿي سگهيو ٿي ۽ ماڻهو بہ اهڙي اڳيرائي کي پسند ڪن ها.

بهرحال، حضرت عائشہ رضہ حضرت علي عليہ السلام جي مشوري تي ڪوبہ توجهہ ڪونہ ڏنو پنهنجي طرفان اڳ ۾ ڪيل فيصلي تي ڄمي رهي. اميرالمومنين حضرت علي عليہ السلام جي خط جي جواب ۾ ان فقط هڪڙو جملو لکيو جيڪو توڙي جو مختصر آهي، مگر مڪمل

طور تي اشارو ڪري ٿو ته ان پنهنجي دل ۾ حضرت علي عليه السلام خلاف ڪيتري ذاتي دشمني ۽ بغض پالي رکيو هو. ان لکيو: "اي ابوطالب جا پٽ! مفاهمت جي لاءِ هاڻي ڪابه گنجائش ڪونهي رهي، اسان ڪڏهن به تنهنجي تابعداري ڪونه ڪنداسين، توکي جيڪو وڻي پلي ڪر. السلام عليڪم."

طلحه ۽ زبير پڻ ان کي اهڙا جواب موڪليا.

*****

حضرت عائشه رضه جو لشڪر جڏهن بصري پهتو ته سپهه سالارن صلاح مشورو ڪيو ته آيا شهر ۾ اندر داخل ٿجي يا نه. انهن کي پوري خبر هئي ته بصري ۾ حضرت علي عليه السلام جي حمايتين جو تعداد ڪو ٿورڙو ڪونهي، تنهن ڪري انهن اهو ضروري سمجهيو ته باهمي صلاح مشورو ڪيو وڃي ۽ بصري جي ماڻهن سان لک پڙهه وسيلي معلوم ڪجي ته اهي ڪيتري حد تائين علي عليه السلام سان وفادار آهن. آخرڪار اهو فيصلو ڪيو ويو ته شهر ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ سردارن ۽ ناليوارن ماڻهن کي علي (عليه السلام) خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ پڙڪايو وڃي ۽ انهن جون همدرديون حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون وڃن. تنهن ڪري طلحه ۽ زبير قاضي ڪعب بن سور کي خط لکيو: " توهان بصري جا معزز شخص آهيو ۽ يمنين جا سردار ۽ توهان کي خليفي عمر رضه قاضي مقرر ڪيو هيو. توهان حضرت عثمان رضه کان ان طرفان پاڻ سان ٿيل ناانصافي ڪري ناراض هيا. هاڻي توهان کي انهن سان ناراض ٿيڻ گهرجي جن حضرت عثمان رضه کي قتل ڪيو."

ڪعب بن سور جواب ۾ لکيو: "جيڪڏهن عثمان کي ان جي ناانصافين ڪري قتل ڪيو ويو آهي ته پوءِ توهان ان جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ ڇو پريشان آهيو. اهو انهي ڳالهه جو ڪيئن حقدار ٿي ويو ته ان جي قتل جو بدلو ورتو وڃي؟ جيڪڏهن ان کي بنا ڪنهن جواز جي قتل ڪيو ويو آهي ته ٻيا گهڻائي موجود آهن جيڪي توهان جي مقابلي ۾ قاتلن کان بدلو وٺڻ جا وڌيڪ حقدار آهن. جيڪڏهن عثمان جي قتل جو معاملو انهن ماڻهن لاءِ ڏکيو هيو جيڪي عثمان جي قتل وقت اتي

موجود هيا تہ اهو معاملو انهن ماڻهن لاءِ اجا وڌيڪ ڏکيو آهي، جيڪي اتي موجود ئي ڪو نہ هيا."

انهن ٻنهي، طلحہٰ ۽ زبير، منذر بن جارود کي پڻ خط لکيو جنهن ۾ هيئن لکيل هو: "توهان جو والد جهالت واري زماني ۾ توهان جي قبيلي جو سردار هيو ۽ اسلام ۾ پڻ سردار هيو. توهان جي حيثيت پنهنجي پيءُ جي مقابلي ۾ ائين آهي جيئن گهوڙن جي ڊوڙ ۾ پهريون نمبر اچڻ واري گهوڙي جي مقابلي ۾ ٻيو نمبر اچڻ واري گهوڙي کي حاصل هوندي آهي. عثمان رضہ انهن ماڻهن هٿان قتل ٿيو آهي جيڪي توهان کان ڪمتر آهن ۽ جيڪي ماڻهو عثمان رضہ جي قتل تي ناراض ٿيا آهن، اهي توهان کان وڌيڪ سٺا آهن. السلام عليڪم."

منذر بن جارود جواب ۾ چيو: "جيڪڏهن مان خطاڪارن جي مقابلي ۾ بهتر رهي سگهيس تہ مان فقط ديندار ماڻهن سان اتحاد ڪندس.

عثمان رضہ جو حق ڪالهہ ايترو لازمي ۽ واجب هو جيترو اڄ آهي. اهو توهان منجهہ هيو پر توهان ان جو دفاع ڪرڻ جي بجاءِ ان کي ڇڏي ويا ۽ ان جي ڪابہ مدد ڪونہ ڪئي. توهان تي اهو نئون انڪشاف ڪڏهن ٿيو ۽ اهو نئون خيال توهان کي ڪيئن آيو آهي؟"

حضرت عائشہ رضہ زيد بن صوحان کي هنن سٽن تي مشتمل خط لکيو: "ام المومنين ۽ رسول الله جي پياري زال، عائشہ بنت ابوبڪر طرفان پنهنجي مخلص پٽ زيد بن صوحان ڏانهن. منهنجو خط ملڻ سان هڪدم منهنجي مدد لاءِ ڊوڙندو اچ ۽ جيڪڏهن تون نہ اچين تہ ماڻهن کي علي (عليہ السلام) جي حمايت ڪرڻ کان روڪي رک."

زيد بن صوحان جواب ۾ لکيو: "انهيءَ ۾ ڪوشڪ ڪونهي تہ مان توهان جو مخلص پٽ آهيان، شرط اهو آهي تہ توهان پاڻ کي ان معاملي کان الڳ ڪيو ۽ پنهنجي گهر موٽي وڃو ٻي صورت ۾ مان توهان جي سخت مخالفن مان هڪ هوندس."

عقدالفريد، جمهره رسائل العرب ۽ ابن ابي الحديد جي شرح نهج البلاغہ ۾ زيد بن صوحان جو جواب هنن لفظن وارو ڏنو ويو آهي: "السلام عليڪم. الله تعاليٰ توهان جي لاءِ هڪڙو حڪم ڪيو آهي ۽ اسان جي لاءِ ٻيو. توهان جي لاءِ حڪم ڪيو آهي تہ پنهنجي گهر کي ڇڏي ٻاهر نہ

وچو ۽ اسان جي لاءِ حڪم ڪيو آهي تہ جهاد ڪريون تہ جيئن بچڙائي کي تباهہ ڪيو وڃي. بهرحال، توهان کي جيڪو ڪرڻ لاءِ حڪم هيو توهان ان جي انحرافي ڪئي آهي ۽ اسان کي منع ڪري رهيون آهيو تہ اسان کي جيڪو ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو آهي اهو نہ ڪريون. توهان جي خواهشن کي ڪونہ مڃينداسين ۽ توهان جي خط کي مُهت ڪونہ ڏبي. والسلام."

بنواميہ وارن حضرت عائشہ رضہ طلحہ ۽ زبير وانگر پنهنجن حمايتن ڏانهن ظاهر ظهور خط ڪونہ لکيا. انهن صرف انهن ماڻهن سان ڳجهي لک پڙهہ ڪئي جن لاءِ انهن کي پڪ هئي تہ اهي علي (عليہ السلام) جي مخالفت ڪندا ۽ ان جي خلافت جي عمارت کي ڍاهڻ ۾ انهن جي مدد ڪندا. اها ڳجهي لک پڙهہ انهن جي نفسياتي حالت جي مڪمل وضاحت ڪري ٿي. جيڪڏهن اهي ماڻهو حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ اٿيا هيا تہ انهن لاءِ اهو ضروري ڪونہ هيو تہ اهي پنهنجن اڪيلن حمايتن سان ڳجهہ ڳوهہ ۾ رابطو ڪن ۽ جيڪڏهن انهن فقط حضرت عائشہ رضہ طلحہ ۽ زبير جي مدد ڪرڻ لاءِ علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڪئي هئي، تہ بہ انهن لاءِ اهو ضروري ڪونہ هيو تہ اهي ٻين کان الڳ ٿلڳ ٿي پنهنجن معاملن تي سوچين. حقيقت اها آهي تہ انهن جون سموريون ڪوششون حالتن کي پنهنجي مفاد موافق بڻائڻ لاءِ هيون ۽ انهن صرف انهن ماڻهن سان رابطو ڪيو جن جي حمايت لاءِ انهن جي ذهن ۾ ڪو بہ شڪ ڪونہ هيو. اهو ئي سبب آهي تہ اهي عام طور تي ڳجهي لک پڙهہ ڪندا هئا.

جڏهن حضرت عائشہ رضہ جي لشڪر جا سپهہ سالار بصري جي ماڻهن سان لک پڙهہ ڪري رهيا هيا تہ ابوسفيان جو پٽ دمشق ۾ ويهي انهن سيني ماڻهن جي حالت جو جائزو وٺي رهيو هيو جيڪي علي عليہ السلام جي خلاف بغاوت ڪري آيا هيا ۽ ان سان گڏوگڏ اهي جن ان خلاف لڙائي ڪرڻ کان انڪار ڪيو هيو. ان انهن ٻنهي ڌرين جي باري ۾ الڳ اندازو لڳايو هيو ۽ اها پڻ خبر هيس تہ انهن ٻنهي جي قسمت جو ڪهڙو فيصلو ٿيڻو هيو. اها ان جي دلي تمنا هئي تہ طلحہٰ ۽ زبير حضرت علي عليہ السلام جي حڪومت کي لڙائي جي ذريعي ڪمزور

ڪن. اهو فقط پوءِ ئي ٿي سگهندو ته معاويہ اسلامي حڪومت کي اموي سلطنت ۾ تبديل ڪري سگهندو ڇوته ان کي خبر هئي ته بنواميہ مان پيو ڪير بہ ان جيترو طاقتور ۽ اثر رسوخ وارو ڪونہ هو.

معاويہ ڳجهي نموني سان هر ماڻهوءَ کي علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ پڙڪائيندو رهيو. خاص طور تي انهن ماڻهن کي جيڪي ان وقت تائين حضرت علي عليہ السلام جا مخالف ڪونہ هيا. ان کي چڱي طرح معلوم هيو تہ جيئن ئي حضرت عائشہ رضہ طلحہٰ ۽ زبير ۽ پنهنجن پنهنجن دستن جا پيا اڳواڻ فتح حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندا تہ اهي هڪ ٻئي سان وڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويندا. علي عليہ السلام خلاف بحث ۽ لشڪرن کي حرڪت ۾ آڻڻ جو مقصد فقط خلافت حاصل ڪرڻ خاطر هيو. ان جي شڪست جي صورت ۾ خليفي ٿيڻ لاءِ طلحہٰ ۽ زبير کي هڪ ٻئي سان وڙهڻو هيو ۽ پوءِ معاويہ جنهن جي طاقت هاڻي گهڻو مستحڪم ٿي وئي هئي، آساني سان وچ ۾ ٽپي پوندو ۽ خلافت تي قبضو ڪري ويندو.

معاويہ سعد بن ابي وقاص کي هڪڙو خط لکيو: "مجلس شوريٰ جي ميمبرن تي اهو فرض آهي تہ اهي عثمان رضہ جي مدد ڪن، ڇو تہ انهن ئي ان کي خليفو چونديو هيو. طلحہ ۽ زبير ان جي قتل جو بدلو وٺڻ جي دعوا ڪري ان جي مدد ڪئي. اهي ٻئي تو وانگر مجلس شوريٰ جا ميمبر هيا ۽ اسلام ۾ توکي جيڪو مرتبو حاصل آهي انهن کي پڻ اهو حاصل آهي. ام المومنين عائشہ رضہ بہ عثمان رضہ جي مدد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي تنهن ڪري اميد تہ تون ان ڳالهہ کي ناپسند ڪونہ ڪندين جنهن کي انهن پسند ڪيو آهي ۽ انهن جيڪو قبول ڪيو آهي ان کي رد نہ ڪندين."

ان ڳالهہ تي چڱيءَ طرح غور ڪري سگهجي ٿو تہ ڪيتري هوشياريءَ سان سعد بن ابي وقاص کي ورغلائڻ ۽ پڙڪائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، جيڪو پاڻ بہ حضرت عمر رضہ طرفان نامزد ڪيل ماڻهن مان خلافت جو اميدوار هيو تہ بغير اصل مقصد ظاهر ڪرڻ جي حضرت علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڪري. بهرحال، سعد بن ابي وقاص ٺڳي کي سمجهي ورتو ۽ ورغلائڻ ۾ ڪونہ آيو. آخرڪار

اهو به ته هڪڙو قريشي هيو ۽ بنواميه پنهنجا مطلب ڪيڻ لاءِ سدائين جيڪي حيلا بهانا استعمال ڪندا هيا انهن کان پوري طرح واقف هيو. تنهن ڪري ان معاويه کي ڪُتو جواب موڪليو جنهن جي ان کي اميد ڪونه هئي. ان حضرت علي عليه السلام جي گڻن ۽ ڪارنامن جي تعريف ڪئي ۽ اعلان ڪيو ته ڪير به ان سان برابري نٿو ڪري سگهي. ان معاويه کي پڻ اهو ٻڌايو ته اهو جنهن نيت سان ماڻهن کي علي عليه السلام خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ ڀڙڪائي رهيو آهي ان جي ان کي خبر آهي ۽ اهو پڌرو آهي ته ان خلافت حاصل ڪرڻ گهري ٿي. بهرحال، ان اهوبه وڏيڪ لکيو ته انهي معاملي ۾ ان جون سموريون ڪوششون بيڪار آهن، ڇو ته ان (معاويه) جهڙي ماڻهوءَ لاءِ ممڪن ڪونهي ته اهو عهدو ماڻي. ان لکيو: ”حضرت عمر رضه مجلس شوري لاءِ صرف انهن ماڻهن کي نامزد ڪيو جيڪي خليفو ٿيڻ جا اهل هيا. اسان مان ڪنهن کي به ٻئي جي مقابلي ۾ ان عهدي لاءِ اڳواٽ خصوصي حق ڪونه هيو سواءِ انهيءَ جي ته اسان پاڻ منجهان ڪنهن هڪ کي خليفو چونڊيون. ظاهر آهي ته علي عليه السلام کي به اهي خصوصيتون حاصل هيون جيڪي اسان کي هيون، پر ان کي ڪجهه خصوصي گڻ به حاصل هيا جيڪي اسان مان ٻئي ڪنهن کي به حاصل ڪونه هيا. طلحهٰ ۽ زبير لاءِ اهو ئي بهتر هيو ته اهي گهر ۾ ويهي رهن ها، باقي ام المومنين کي الله ئي معاف ڪندو.“ سعد بن ابي وقاص طرفان معاويه کي موڪليل اهو جواب واضح طور تي ظاهر ڪري ٿو ته سعد انهن ماڻهن جي باري ۾ ڪهڙا خيال رکيا ٿي، جيڪي حضرت علي عليه السلام خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ ۽ ڌرتي تي فتنو پيدا ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا هئا.

اهي خط جيڪي جنگ جمل وارن ماڻهن ۽ بصري جي رهاڪن ۽ پڻ ٻين شهرن جي رهاڪن جي وچ ۾ لکيا ويا، جن مان ڪجهه جمل وارن جا حمايتي هيا ۽ ڪجهه نه هيا، انهيءَ ڳالهه کي واضح ڪن ٿا ته ماڻهو فساد جي سببن کان پوري طرح باخبر هيا. انهن حضرت علي عليه السلام جي شخصيت کي پڻ جاچيو هيو. اهو به معلوم ٿي ويو ته ديندار ماڻهن حضرت علي عليه السلام سان گهڻي عقيدت رکي ٿي ۽ ان جي قولن ۽ فعلن کي حق سچ ۽ صحيح سمجهيائون ٿي. هڪڙي ٻي اهم ڳالهه به معلوم ٿي وئي جيڪا اها هئي ته حضرت علي عليه السلام جي

حمايتن پنهنجي وس آهر جمل وارن ماڻهن کي فتني ۽ بدامني پيدا ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ ۽ ڏاهپ ۽ عقل مطابق ڪم ڪرڻ لاءِ گهڻي ڪوشش ڪئي. ان مان ظهار ٿئي ٿو تہ انهن بہ حضرت علي عليہ السلام جي سوچ مطابق ڳالهايو ۽ سوچيو ٿي. حضرت علي عليہ السلام انهن تي واضح ڪري ڇڏيو هيو تہ فتنو ۽ بدامني پيدا ڪرڻ شيطاني عمل آهي ۽ امن ۽ صلح سانت بهترين ڳالهہ آهي. تنهنڪري خليفي جو عهدو سنڀالڻ کان اڳ ۽ پوءِ ان طرفان اختيار ڪيل رويو حالتن جي نزاڪت کي نظر ۾ رکندي، انهن جي نظر ۾ مڪمل طور تي ٺيڪ هو.

ڪوئي اهو پڇڻ جو حق رکي ٿو: "انهن ماڻهن حضرت علي عليہ السلام کان ڇاتي ڪرائڻ گهريو جڏهن تہ ان جي تاهيل حڪومت اڃا مڪمل طور تي مستحڪم ٿي ڪونہ ٿي هئي؟ انهن حضرت علي عليہ السلام جي ڪهڙي قدم کي پسند نہ ٿي ڪيو جڏهن انهن ان خلاف وڏي دشمني جو مظاهرو ڪيو هيو ۽ ان جي خليفي ٿيڻ واري خبر ٻڌڻ سان ئي انهن هڪدم ماڻهن کي ان خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ هُشي ڏيڻ شروع ڪئي هئي؟ اهي ان سان ڇو ناراض هيا جڏهن اهي ان جي عقلي دليلن جو مقابلو ڪري نہ ٿي سگهيا؟ اهي ان کي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو ذميوار قرار ڪيئن ٿي ڇئي سگهيا جڏهن تہ اهي پاڻ ان جا قاتل هيا؟"

حضرت علي عليہ السلام جي حمايتن پنهنجي لڪ پڙهہ ۾ وري وري جمل وارن کان اهي سوال پڇيا ٿي. ان کان علاوه بصري جي شهرين جي نمائندن بہ، جيڪي انهن سان ملاقات ڪرڻ آيا هيا، انهن کان اهي سوال وري وري پڇيا ٿي. جڏهن حضرت عائشہ رضہ جو لشڪر اڃا بصري جي پسگردائي ۾ ڪونہ پهتو هيو ۽ حضرت عائشہ رضہ طلحہ ۽ زبير طرفان بصري جي ماڻهن ڏانهن لکيل خط ڪٺي ايندڙ ماڻهو اڃا رستي ۾ هيا تہ بصري جي گورنر عثمان بن حنيف ابوالاسود دولي ۽ عمران بن حصين کي حضرت عائشہ رضہ ڏانهن موڪليو تہ ان کان معلوم ڪن تہ ان حضرت علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڇو ڪئي آهي ۽ ان کي صلاح ڏين تہ جنهن مقصد لاءِ اها پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪري آئي آهي ان جي پوئواري ڪرڻ کان پاسو ڪري، ان پوءِ طلحہ ۽ زبير ڏانهن بہ ساڳئي نيت سان هڪڙو وفد موڪليو. پر انهن ساڳيون

ڳالهيون ورجايون جيڪي اهي ڪندا آيا پئي ۽ بصري ۾ زبردستي داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪيائون.

بهرحال، عثمان بن حنيف شهر منجهه انهن جي گهڙي اچڻ کي برداشت ڪري ڪونه سگهيو. ان ماڻهن کي گڏ ڪيو انهن کي هٿياربند ڪيائين ۽ مربد محلي ڏانهن روانو ٿي ويو جتي حضرت عائشه رضه جي لشڪر پڙلاءُ ڪيو هو.

جڏهن ٻئي لشڪر هڪ ٻئي جي آمهون سامهون اچي ويا ته طلحهٰ اڳتي نڪري آيو ۽ هڪڙي تقرير ڪيائين. انهن جي وچ ۾ بيهي ان الله تعاليٰ جي ثنا ڪئي ۽ پوءِ حضرت عثمان رضه بابت ڳالهائين. ان هڪ هڪ ڪري ان جا ڳڻ ڳڻايا. اهو ٻڌايائين ته ان کي ڪيئن ناجائز قتل ڪيو ويو ۽ ماڻهن کي چيائين ته جڏهن امن بحال ٿي وڃي ته ان جي قتل جو بدلو وٺن. پوءِ زبير اٿي بيٺو ۽ ساڳي تقرير ڪيائين. انهن ٻنهي جي تقرير ڪرڻ کانپوءِ انهن جي حمايتن ساڄي پاسي کان چيو: "توهان جيڪو به چيو آهي اهو سچ آهي." بهرحال، عثمان بن حنيف سان گڏ آيل ماڻهن کاٻي پاسي کان چيو: "توهان جيڪو ڪجهه چيو آهي، اهو ڪوڙ آهي. توهان حضرت علي عليه السلام جي بيعت جو حلف کنيو ۽ پوءِ ان جي انحرافي ڪئي ۽ ان جي خلاف هڪڙو محاذ ٺاهيو." ان جي نتيجي ۾ هل هنگامو مچي ويو ۽ هر هڪ رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون. پوءِ حضرت عائشه رضه اٿي بيٺي ۽ ڳالهايائين. ان چيو: "ماڻهن عثمان تي تنقيد ڪئي ۽ ان جي آفيسرن ۾ ڪوتاهيون ڏٺائون. اهي مديني ايندا هيا ۽ اسان سان صلاح مصلحت ڪيائون. جڏهن اسان عثمان جي خلاف ماڻهن جي شڪايتن تي غور ويچار ڪيو ته اسان ان کي بي ڏوهي، پارسا ۽ ديندار ڏٺو ۽ جن گڙٻڙ ڪئي انهن کي ڏوهي ۽ ڪوڙو ڏٺو. انهن جي دل ۾ ڪابي ڳالهه هئي. جڏهن اهي گهڻا ٿي ويا ته بنا ڪنهن جواز جي عثمان جي گهر ۾ داخل ٿيا. البت، اهو ڏوهي ڪونه هيو. انهن اهو رت وهايو جيڪو وهائڻ جائز ڪونه هيو. انهن ناجائز طور تي ملڪيت لٽي ۽ ان ڌرتي جي بي حرمتي ڪئي جنهن جو احترام ڪرڻ انهن تي فرض هيو."

بصري جا ماڻهو ڪاوڙ ۾ اچي ويا ۽ گوڙ گهمسان ڪري ان جي تقرير ۾ رخنو وڌائون. بهرحال، ان رڙ ڪئي: "اي ماڻهو! ماٺ ڪيو." ان

تي ماڻهو خاموش ٿي ويا. پنهنجي تقرير جاري رکندي ان چيو: " صحيح آهي، امير المؤمنين عثمان بدعتون پيدا ڪيون پر اهو توبهہ تائب ٿي پنهنجين ڪوتاهين کي معاف ڪرائيندو رهيو. پر ان کي ناجائز طور اُٺ وانگر ڪُنو ويو. توهان ڏسي سگهو ٿا تہ قريشين هدف تي تير اڇلايا ۽ خود پنهنجا منهن زخمي ڪري ڇڏيائون. انهن عثمان کي قتل ڪرڻ ذريعي ڪجهہ بہ حاصل ڪونہ ڪيو ۽ انهن شدت گهٽائڻ جي پاليسي جي پڻ پوئواري ڪونہ ڪئي. مان الله جو قسم کڻي چوان ٿي تہ انهن کي زبردست مصيبتن کي منهن ڏيڻو پوندو اهڙيون مصيبتون جيڪي ستل ماڻهن کي جاڳائي ڇڏينديون ۽ جيڪي ويٺل هوندا انهن کي اٿي بيهڻ تي مجبور ڪنديون. انهن تي اهڙي قوم مسلط ٿي ويندي، جيڪا انهن تي ڪو بہ رحم ڪونہ ڪندي ۽ انهن کي سخت اذيتون ڏيندا.

هيڏانهن ڏسو! عثمان کي ناجائز قتل ڪيو ويو آهي. قاتلن کي ڳوليو ۽ جڏهن اهي توهان جي هٿ چڙهن تہ انهن کي قتل ڪري ڇڏيو. پوءِ مجلس شوريٰ تي اها ڳالهہ ڇڏيو تہ اها خليفي جي چونڊ جو فيصلو ڪري، مجلس شوريٰ جا ساڳيا ئي ميمبر هوندا جيڪي اميرالمؤمنين حضرت عمر رضہ نامزد ڪيا هيا، سواءِ ان ماڻهوءَ جي جنهن عثمان جي قتل ۾ حصو ورتو هجي. توهان علي بن ابوطالب جي بيعت جو حلف امت سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ جذبات ۾ دباءَ هيٺ کنيو آهي."

حضرت عائشہ رضہ ائين ماڻهن کي حضرت علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ لاءِ اڪسائيندي رهي. ان چيو تہ امت سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ جذبات ۾ دباءَ هيٺ علي عليہ السلام جي بيعت جو حلف کنيو ويو آهي. ان اهو بہ چيو تہ علي قتل ٿيڻ جو حقدار آهي ڇو تہ ان عثمان جي قتل ۾ حصو ورتو هو ۽ انهي بنياد تي حضرت عمر رضہ طرفان نامزد ڪيل مجلس شوريٰ ذريعي نئون خليفو چونڊڻ ضروري آهي، جنهن جو هاڻي علي عليہ اسلام ميمبر نٿي ٿي سگهيو.

موجود ماڻهن جون حضرت عائشہ رضہ جي تقرير ٻڌڻ سان متيون منجهي ويون. انهن مان اڪثر جن ۾ احنف بن قيس ۽ جاريہ بن قدامہ سعدي بہ شامل هيا، ان کان ڪجهہ گهڻو ڇُيندڙ سوال پڇيا. جڏهن ان تقرير ختم ڪئي تہ جاريہ ان کي چيو: "اي ام المومنين! مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ اهڙي خطرناڪ حالت جي پيٺ ۾ جڏهن توهان

جھڙي شخصيت مسلمانن جي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ پنهنجي گهر مان ٻاهر آئي هجي، عثمان جو قتل اهم ڪونهي. توهان ان پردي کي ڦاڙي ڇڏيو جيڪو توهان کي الله تعاليٰ عطا ڪيو هيو. توهان ان تقدس کي پائمال ڪيو آهي جنهن کي قائم رکڻ لاءِ ان (الله) حڪم ڪيو هيو. توهان صرف اهو غور ڪيو ته جيڪو به توهان جي خلاف لڙائي ڪرڻ جو فيصلو ڪندو اهو يقيني طور توهان کي قتل ڪرڻ جو ارادو به ڪندو. تنهن ڪري، انهيءَ صورت ۾ ته جيڪڏهن توهان ان لشڪر سان رضاڪارڻه طور گڏجي آيا آهيو ته توهان لاءِ بهتر رهندو ته توهان مديني موٽي وڃو ۽ جيڪڏهن اهي توهان کي زبردستي وٺي آيا آهن ته توهان کي گهرجي ته انهن خلاف عوام کان مدد گهرو، مان پوءِ توهان سان گڏ هوندس."

طلحہ ۽ زبير کان به مختلف ماڻهن ڪيترائي سوال پڇيا پر اهي انهن کي جواب ڏئي ڪونه سگهيا. گهڻي دير تائين بحث ٿيندو رهيو پر ڪو به نتيجو ڪونه نڪتو سواءِ انهيءَ جي ته حضرت عائشه رضہ طلحہ ۽ زبير تمام گهڻو ڏمرجي ويا ۽ لڙائي جي لاءِ سندرو ٻڌي ويهي رهيا.

حضرت عائشه رضہ پاڻ پنهنجي لشڪر جي سالار اعليٰ هئي ۽ ان اُٺ تي سوار ٿي لڙائي جي ڪمان ڪئي، اهو ئي سبب هو ته بصري وٽ وڙهيل لڙائي جو نالو جنگ جمل پئجي ويو. ان پنهنجي ماتحت ٻيا ڪمانڊر مقرر ڪيا ۽ پنهنجي نالي ۾ انهن ماڻهن ڏانهن خط لکيائين جن ۾ اميد هئي ته اهي ان جي مدد ڪندا. اسان اڳيئي مٿي ان جي خطن مان هڪڙي خط جو متن پيش ڪري چڪا آهيون جيڪو زيد بن صوحان ڏانهن لکيل هيو. حضرت عائشه رضہ جا خط گهڻو ڪري هن قسم جا هئا: "ام المؤمنين عائشه بنت ابوبڪر جي طرفان. پنهنجي فلاڻي پٽ ڏانهن: جيئن ئي توکي هي خط ملي تون هڪدم اٿي پئو ۽ منهنجي مدد لاءِ هليو اچ ۽ جيڪڏهن منهنجي مدد لاءِ اچڻ کان لاچار هجين ته تون گهٽ ۾ گهٽ ماڻهن کي علي (عليہ السلام) جو پاسو کڻڻ کان روڪ."

گهڻن ئي ماڻهن ان جي ڪوٺ کي مڃيو ۽ اهڙا به ڪيترائي ماڻهو هيا جن ان جي پٺيان هلڻ کان انڪار ڪيو.

## الله! تون شاهد رهجان

ان (عثمان بن حنيف) کي ماري ڇڏيو.

عائشه رضه

هڪ هزار سوار هجن هاڻ مان انهن کي ساڻ ڪري علي (عليه السلام) خلاف چڙهائي ڪيان ها. پڪي اميد هئي ته مان ان کي هتي پهچڻ کان اڳ ئي رستي ۾ قتل ڪري وجان ها.

زبير بن عوام

مون توهان کي انهي لاءِ گهرايو آهي ته توهان اسان جي انهن ڀائرن جون حرڪتون پنهنجين اکين سان ڏسي وٺو. جيڪڏهن اهي واپس هليا وڃن ته اسان اهوئي گهرون ٿا. باقي جيڪڏهن پنهنجي ضد تي قائم رهيا ته اسان انهن جو علاج نرمي ۽ پيار سان ڪنداسين.

علي عليه السلام

ڇا تون اي ابويقضان (عمار) مون کي قتل ڪرڻ گهرين ٿو.

زبير بن عوام

نه اي ابوعبدالله! نه.

عمار رضه

علي (عليه السلام) باغي جماعت تي حملو ڪيو ائين لڳو ٿي ته هڪڙو باهه جو گولو آهي.

هڪڙي گهڻي سرد ۽ پارو وسائيندڙ رات جو حضرت عائشه رضه جو لشڪر بصري جي شهر ۾ زوري گهڙي آيو. انهن مسجد ۾ موجود تمام گهڻن ماڻهن کي قتل ڪري ڇڏيو. پوءِ اهي عثمان بن حنيف جي گهر ۾ گهڙي آيا ۽ ان سان برو سلوڪ ڪيائون ۽ ان جي گهڻي بي عزتي ڪيائون.

سپاهين طرفان عثمان بن حنيف سان ڪيل ورتاءَ تي طلحه ۽ زبير تمام گهڻي ڪاوڙ محسوس ڪئي، ڇو ته اهو به رسول الله صلي الله تعاليٰ عليه وآله وسلم جي ناليوارن اصحابن مان هڪ هيو. اهي حضرت عائشه رضه وٽ ويا ۽ ان واقعي تي پنهنجي ڏک جو اظهار ڪيائون، ان جي جواب ۾ ان حڪم ڏنو ته عثمان بن حنيف کي قتل ڪيو وڃي. حڪمن جي بجا آوري ٿيڻ واري هئي جڏهن هڪڙي عورت رڙ ڪئي: "اي ام المؤمنين! الله جي واسطي حنيف جي پٽ تي رحم ڪر. بس

رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو اصحابي هجڻ ڪري ان جو لحاظ ڪر."

حضرت عائشہ رضہ گهڙي ڪن لاءِ ان مسئلي تي غور ڪيو ۽ پوءِ چيو: "ٺيڪ آهي ان کي قتل نہ ڪيو پر ان کي قيدي بڻايو." (تاريخ طبري)

بهرحال، حضرت عائشہ رضہ جي لشڪر جي هڪڙي آفيسر چيو: "ان کي سخت مارڪٽ ڪيو ۽ ان جي ڏاڙهي جا وار پٽيو."

سپاهين ان کي بي دردي سان ڪُٽيو ان جي ڏاڙهي، مٿي ۽ پرن جا وار پٽياڻون ۽ پوءِ ان کي قيدي بڻاياڻون.

طلحہ ۽ زبير ٻنهي لشڪرن ۾ گهمندا ڦرندا رهيا ۽ ماڻهن کي اهو چوندي تقريرون ڪندا رهيا تہ اهي علي (عليہ السلام) کان عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺن. جڏهن زبير هڪڙي اهڙي تقرير ڪري رهيو هيو تہ عبدقيس قبيلي جو هڪڙو شخص اٿي بيٺو ۽ ان کي چيائين تہ مهرباني ڪري ٿوري دير لاءِ خاموش رهہ. چو تہ مان ڪجهہ چوڻ گهران ٿو. پوءِ انهن مهاجرن کي جيڪي جمل وارن جو حصو هيا، هنن لفظن سان مخاطب ٿيو:

"اي مهاجرو! توهان اهي ماڻهو آهيو جن ٻين سڀني کان اڳ اسلام قبول ڪيو. تنهن ڪري انهيءَ لحاظ کان توهان سڀني کان معتبر ۽ عزت وارا آهيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي وفات کان پوءِ توهان هڪڙي شخص کي اسان سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ خليفو چونڊيو. ان جي وفات کانپوءِ توهان اسان سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ هڪڙي ٻئي شخص کي خليفو چونڊيو ۽ اسان ان کي قبول ڪيو. ٻئي خليفي کان پوءِ ان جي جانشين کي چونڊڻ جي معاملي جو فيصلو ڇهہ ماڻهن جي جماعت (ڪاميٽي) ڪيو ۽ توهان اسان سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ حضرت عثمان رضہ جي بيعت جو حلف ڪنيو. پوءِ توهان ان کان مطمئن ڪونہ رهيا ۽ اسان سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ ان کي قتل ڪري ڇڏيو. هاڻي توهان اسان سان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ علي (عليہ السلام) جي بيعت جو قسم کنيو آهي. اسان انهن مان ڪنهن کي بہ رياست جو سربراهہ قبول ڪرڻ کان انڪار ڪونہ ڪيو ۽ توهان جي پسند کي مان ڏئي توثيق ڪئي. هاڻي

توهان اسان کي ٻڌايو تہ علي (عليہ السلام) خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ ڇو تيار ٿي ويا آهيو. ڇا ان لڙائي جي مال غنيمت تي خردبرد ڪئي آهي ۽ توهان کي ان کان محروم ڪيو آهي؟ ڇا ان ڪا ناجائز ڳالهہ ڪئي آهي؟ ڇا ان ڪو اهڙو گناهہ ڪيو آهي، جنهن جي ڪري اهو خلافت لاءِ اهل ڪونہ رهيو آهي؟ ہي صورت ۾ سوال اهو آهي تہ توهان ڇا جي لاءِ هوڏ ۽ ضد ڪري رهيا آهيو تہ اسان پڻ علي (عليہ السلام) خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ توهان سان شامل ٿي وڃون؟"

ان پنهنجي تقرير هنن لفظن سان ختم ڪئي: "جڏهن اهڙي ڪابہ ڳالهہ ڪونہ ٿي آهي تہ پوءِ توهان اهو سڀ فتنو ڇو پيدا ڪيو آهي؟"

ڪير بہ ان جي تقرير جو جواب ڏئي ڪونہ سگهيو سيئي پنڊپاهڻ پئي لڳا. بهرحال، وحشي لشڪر عقل جي پيروي ڪونہ ڪندو آهي. طلحہٰ ۽ زبير جي حمايتن ان شخص تي حملو ڪيو پر ان جي قبيلي جا ماڻهو ان جي مدد لاءِ نڪري آيا، سخت جهيڙو ٿي ويو ۽ آخرڪار تقرير ڪندڙ شخص پنهنجي قبيلي جي ستر ماڻهن سان گڏ قتل ٿي ويو.

جمل وارن ماڻهن سيني اهم جاين تي قبضو ڪري ورتو ۽ محصول مان آيل رقم سان گڏوگڏ بيت المال تي بہ قبضو ڪيائون. زبير ۽ ان جي پٽ عبدالله بيت المال جي سموري ملڪيت پنهنجن حمايتين ۾ ورهائي ڇڏي.

حڪيم بن جبلہ جيڪو اميرالمومنين علي عليہ السلام جو گهڻو وفادار ۽ مخلص هيو انهن ماڻهن جي سرگرمين ڪري گهڻو پريشان ٿي ويو. ان پنهنجا گهڻا حمايتي گڏ ڪيا ۽ جمل وارن ماڻهن تي حملو ڪيائين. ان طلحہٰ ۽ زبير جي باري ۾ چيو: "انهن رضاڪارانہ طور علي (عليہ السلام) جي بيعت جو حلف کنيو ۽ ان جي تابعداري ڪرڻ جو واعدو ڪيائون. هاڻي اهي ان جي مخالفن جي صورت ۾ ان خلاف لڙائي ڪرڻ آيا آهن ۽ عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ گهرن ٿا. توڙي جو اسان هڪڙي ئي شهر جا رهواسي آهيون ۽ هڪ ٻئي جا پاڙيسري هئاسون، انهن اسان ۾ اختلاف پيدا ڪري ڇڏيا آهن. اي مالڪ! انهن مان ڪنهن جي بہ عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ جي نيت ڪونهي."

حڪيم کي ۽ ان جي پٽ ۽ پاڻ کي قتل ڪيو ويو. ان کان پوءِ طلحہٰ ۽ زبير بيدردي سان بصري جي ماڻهن کي تلوارن سان ڳهڻ شروع ڪيو.

جمل وارن ماڻهن کي هاڻي بصري تي مڪمل قبضو حاصل ٿي ويو ۽ ان جا جابر حڪمران ٿي ويا. بصري جي ماڻهن طلحہٰ ۽ زبير جي بيعت جو حلف کنيو. انهن مان ڪجهہ رضا خوشي سان ۽ ٻين ڏاڍائي سان. بصري وارن کي آڻ ميڃائڻ کان پوءِ جمل وارا تمام گهڻو خوش ٿي ويا. زبير چيو: "جيڪڏهن مون وٽ هڪ هزار گهوڙي سوار سپاهي هجن ها تہ مان علي (عليہ السلام) جي مقابلي لاءِ روانو ٿي وڃان ها ۽ مون کي پڪ آهي تہ مان ان جي هتي پهچڻ کان اڳ ان کي قتل ڪري وڃان ها."

حضرت عائشہ رضہ پنهنجي ڪاميابي جي خوشخبري حضرت حفصہ رضہ ڏانهن پهچائي، جيڪا مديني ۾ هئي. ان لکيو: "مان توکي اطلاع ڏيان ٿي تہ علي (عليہ السلام) ذي قار نالي جاءِ تي پڙ لاءِ ڪيو آهي. اهو تمام گهڻو ڊنل آهي، ڇوتہ ان کي اسان جي وڏي لشڪر ۽ اسلحي جي خبر پئجي وئي آهي. هاڻي ان جي حالت هڪڙي اُٺ واري آهي. جيڪڏهن اهو اڳتي وڌي ٿو تہ ڪُسجي ويندو."

طلحہ ۽ زبير هاڻي حضرت علي عليہ السلام خلاف توهين آميز ۽ ڪميڻي رَوَش واري پرچار جو سهارو ورتو. پرچار جو اصل مقصد اهو هوندو آهي تہ ڪنهن جي خلاف پنهنجي خواهش مطابق خبرون هُلايون وڃن. سچ کي ڪوڙ ۽ ان جي مقابلي ۾ ڪوڙ کي سچ ڏيکاريو ويندو آهي ۽ اهي ماڻهو ڪوئاڪر جو پهاڙ ٺاهيندا آهن.

ڪوڙيون خبرون هُلائڻ جي ضرورت انهن ماڻهن کي پوندي آهي جيڪي باطل پرست هوندا آهن. پنهنجي باطل پرستي مان فائدو حاصل ڪرڻ جي تمنا رکندا آهن. جن جي ڪارڪردگي جي ڪا قيمت ڪونهي هوندي ۽ جن کي خبرن هُلائڻ جي قلعي کلي وڃڻ کان پوءِ عوام الناس هميشهہ جي لاءِ پنهنجي ذهن مان ڪڍي ڇڏيندا آهن، انهيءَ ڪري جو انساني طبيعت دوکيباز کي قبول ڪونہ ڪندي آهي. زندگي مڪر ۽ فريب سان مضبوط نٿي ٿي سگهي ۽ زمانو حق جي ڳالهہ کي ئي قبول ڪندو آهي ۽ حق هر ڳالهہ کان سٺو ۽ بهتر آهي.

مدائني ۽ واقدي جي سَنَد سان جيئن ابن ابي الحديد بيان ڪيو آهي تہ طلحہٰ ۽ زبير ماڻهن کي هيئن خطاب ڪرڻ لڳا. "اي بصري جا رهواسيو! جيڪڏهن علي (عليہ السلام) سوپ ماڻي تہ اهو توهان کي هڪ هڪ ڪري قتل ڪري ڇڏيندو ۽ توهان جي عزت ۽ وقار کي برباد ڪري ڇڏيندو. اهو توهان جي ٻارن کي قتل ڪندو ۽ توهان جي عورتن کي غلام بڻائيندو. تنهن ڪري توهان کي لازمي پنهنجي عزت ۽ وقار جو دفاع ڪرڻو پوندو ۽ ان جي خلاف ائين لڙائي ڪيو جيئن ڪير پنهنجي عزت ۽ خاندان خاطر جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار هوندو آهي."



انهيءَ ڪلم ڪلا دشمني ۽ منظم حملي جي باوجود اميرالمومنين علي عليہ السلام انهن خلاف ڪوبہ تڪڙو قدم ڪونہ کنيو پر انهن جو انتظار ڪيائين تہ ڀلي اهي اڱرائي ڪن. ان کي اميد هئي تہ اهي پوءِ بہ بغاوت ترڪ ڪندا ۽ رتوڇاڻ کان پاسو ڪندا, ڇوتہ جنهن بهاني تي انهن ان خلاف لڙائي ڪرڻ گهري تي, اهو مڪمل طور تي ناقابل قبول هيو. ان کي اميد هئي تہ اهي محسوس ڪري وٺندا تہ انهن جيڪو رستو اختيار ڪيو هيو اهو خلافت کي مان شان کان محروم ڪري ڇڏيندو ۽ جنهن عوام علي عليہ السلام جي رحم, انصاف ۽ ثابت قدمي ۾ وڏيون اميدون رکيون هيون, اهي مايوس ٿي ويندا.

حضرت علي عليہ السلام ربذه منجهان ڪوفي وارن ڏانهن خط لکيا ۽ انهن کي دعوت ڏني تہ اهي جمل وارن جي خلاف ان جي جماعت ۾ شامل ٿين. ڪوفي جو گورنر ابو موسيٰ اشعري ان جي مدد ڪرڻ کان نتائڻ لڳو ۽ ٻين کي بہ ان جي ڪائي مدد ڪرڻ کان منع ڪيائين. اميرالمومنين علي عليہ السلام هڪدم ان کي گورنري تان هٽائي ڇڏيو.

جمل وارن ماڻهن طرفان بصري تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ عبدقيس قبيلي سان واسطو رکندڙ ماڻهو شهر ڇڏي ويا ۽ ذي وقار ۾ بصري جي وچ ۾ هڪڙي جاءِ تي گڏ ٿيا. اهي اتي حضرت علي عليہ السلام جو انتظار ڪرڻ لڳا تہ اهو اتي اچي تہ اهي بہ ان جي لشڪر ۾ شامل ٿي وڃن. نَوَ هزار ڪوفي پڻ ان سان شامل ٿيا. امام علي عليہ السلام انهن جي آڏو هڪڙي ڏگهي تقرير ڪئي. انهن فرمايو: "مون توهان کي بصري جي

ماڻهن خلاف پنهنجي مدد لاءِ گهرايو آهي. منهنجو فقط اهو مقصد آهي تہ مفاهمت ٿي وڃي. جيڪڏهن بصري جا ماڻهو پنهنجين سرگرمين تان هٿ کڻي وڃن تہ منهنجو مقصد پورو ٿي ويندو. البت، جيڪڏهن اهي پنهنجي هٺ تي قائم رهندا تہ پوءِ بہ اسان انهن سان نرمي سان پيش ايندا سين ۽ ان وقت تائين انهن سان لڙائي ڪرڻ کان پاسو ڪندا سين جيستائين اهي ڏاڍ ۽ لڙائي جو سهارو نہ وٺندا. اسان مفاهمت ڪرڻ لاءِ ڪابہ ڪسر ڪونہ ڇڏيندا سين ۽ هر حالت ۾ فساد جي مقابلي ۾ امن کي ترجيح ڏيندا سين."

مٿي جيڪو بيان ڪيو ويو آهي، ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ ڪيترو وڏو فرق هيو. هڪڙي پاسي تي جمل وارا ماڻهو هيا جيڪي حضرت علي عليہ السلام تي اهڙي ڳالهہ جو الزام هڻي رهيا هيا، جنهن جو الزام انهن کي پنهنجو پاڻ تي هڻڻ گهربو هيو. حضرت علي عليہ السلام اهڙي ڪنهن بہ الزام کان مڪمل طور تي معصوم هيا. انهن ماڻهن ناجائز طور تي ان تي الزام هنيو ان جي بيعت واري حلف جي انحرافي ڪئي ۽ ان جي خلاف بغاوت ڪئي. انهن ان جي خلاف لڙائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ٻين کي پڻ ائين ڪرڻ لاءِ هُشي ڏني، توڙي جو انهن ماڻهن ان سان وفاداري ڪرڻ جو حلف کنيو هيو. انهن ان جي انتظام هيٺ آيل هڪڙي شهر تي ڪاهہ ڪئي، گورنر جي بي عزتي ڪئي ۽ ان کي مارڪٽ ڪئي، شهرين سان برو سلوڪ ڪيائون ۽ انهن کي قتل ڪيائون ۽ بيت المال جي ملڪيت کي پنهنجو پاڻ منجهہ ورهايائون، توڙي جو اها سيني مسلمانن جي ملڪيت هئي. انهن حضرت علي عليہ السلام تي پڻ هڪ هزار گهوڙيسوار سپاهين سان حملو ڪرڻ ۽ ان کي قتل ڪرڻ لاءِ سوچيو.

ٻئي پاسي تي اميرالمومنين ۽ حقي امام هيو جنهن جي بيعت جو سيني ماڻهن حلف کنيو هيو. جڏهن تہ اهو انهن کان بيعت قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيو پر انهن پاڻ ان لاءِ زور ڪيو ۽ چيو تہ انهن کي ٻيو ڪوئي شخص پنهنجي اڳواڻ طور بهتر ڪونہ لڳو آهي ۽ جيڪڏهن انهن خلافت جو عهدو قبول ڪيو تہ اختلاف ختم ٿي ويندا. پوءِ انهن ماڻهن ٻين کي پڻ چيو تہ حضرت علي عليہ السلام جي بيعت جو حلف

ڪڻ. حضرت علي عليہ السلام انهن جي بيعت قبول ڪئي جن حلف کنيو ۽ جن حلف نہ کنيو تہ انهن کي وڃڻ ڏنو. انهن ڪنهن کي بہ مجبور ڪونہ ڪيو تہ سندس بيعت جو حلف کڻي. بهرحال، ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ انهن ڏٺو تہ ڪجهہ ماڻهو پين کي ان خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ اڪسائي رهيا هئا ۽ فساد ۽ بدامني پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا. اهي ان جي خزانچين، گورنرن ۽ پوئلڳن تي حملا ڪري رهيا هيا ۽ ان کي خلافت تان هٽائڻ ۽ ان کي قتل ڪرڻ جي منصوبہ بندي ڪري رهيا هيا. ان کي انهن جي مڙني سرگرمين جون خبرون مليون پر ان پنهنجي ذهن ۾ انهن جي خلاف ڪوبہ بغض ڪونہ پاليو. ان پنهنجن حمايتن کي اهڙن لفظن ۾ خطاب ڪيو جيڪي ظاهر ڪن ٿا تہ ان کي انساني لڏي لاءِ ڪيترو وڏو احترام هيو. ان چيو: "اي ڪوفي جا رهواسيو! مون توهان کي بصري ۾ اسان جي ڀائرن خلاف مدد ڪرڻ لاءِ گهرايو آهي......"

ان پاڻ کي انهي رحمدلي جي ظاهري ڏيکاءَ سان مطمئن ڪونہ رکيو پر ان حضرت عائشہ رضہ طلحہٰ ۽ زبير ڏانهن پڻ پيغام موڪليا. انهن کي ڏاڍ ۽ فساد کان پاسو ڪرڻ لاءِ چيائين ۽ انهن کي دعوت ڏنائين تہ اتحاد ۽ اصلاح لاءِ سندس مدد ڪن.

اسان هتي هڪڙي واقعي جو حوالو پيش ڪيون ٿا، جيڪو پڌرو ڪندو تہ ان جو پنهنجن مخالفن جي باري ۾ ڪهڙو خيال هيو ۽ خليفو چونڊجڻ کانپوءِ ان عدل ۽ انصاف جي باري ۾ ڪهڙيون ذميواريون محسوس ڪيون ۽ ماڻهو ان ڏانهن ڇو لاڙو رکندڙ هيا.

امير المومنين علي عليہ السلام جڏهن بصري جي ويجهو پهتا تہ ان شهر جي ماڻهن ان ڏانهن ڪليب جرمي نالي هڪڙي شخص کي موڪليو تہ اهو ان ۽ جمل وارن جي وچ ۾ اختلافن جا سبب معلوم ڪري اچي تہ جيئن انهن جي ذهنن ۾ ان وقت تائين جيڪا صورتحال مشڪوڪ هئي اها واضح ٿي وڃي.

حضرت علي عليہ السلام ان کي سموري صورتحال کولي سمجهائي. ان کي ٻڌايائين تہ انهن ماڻهن ڪيئن سندس بيعت جو حلف کنيو پر بعد ۾ پنهنجي لاءِ خلافت قبضي ۾ وٺڻ لاءِ ان حلف جي

انحرافي ڪيائون. ڪليب انهي ڳالهہ جو قائل ٿي ويو تہ حضرت علي عليہ السلام جو موقف درست آهي ۽ ان اميرالمؤمنين جي آڏو ان جو اقرار ڪيو. ان تي حضرت علي عليہ السلام ان کي چيو تہ سندس بيعت ڪري البت، ان جواب ۾ چيو تہ اهو بصري جي ماڻهن جي نمائندي طور آيل هيو ۽ جيستائين اهو شهر ۾ واپس وڃي انهن ماڻهن کي، جن ان کي موڪليو هيو، حقيقت حال جي خبر ڪونہ ڏيندو ان وقت تائين اهڙو ڪوبہ قدم ڪونہ کڻندو.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام پوءِ ان کي چيو: "فرض ڪر جيڪڏهن انهن ماڻهن توکي گاهہ ۽ پاڻي ڳولڻ لاءِ موڪليو هجي ها ۽ تون انهن کي ٻڌائين ها تہ اهي شيون فلاڻي جاءِ تي موجود آهن پر اهي ان طرف وڃڻ کان انڪار ڪن ها ۽ ان جي بجاءِ ڪنهن غيرآباد جاءِ ڏانهن وڃن ها تہ تنهنجو لائحہ عمل ڪهڙو هجي ها؟ ڇا تون ان جاءِ تي وڃين ها جتي گاهہ ۽ چشمو هجي ها يا غيرآباد زمين ڏانهن انهن جي پٺيان وڃين ها؟" ڪليب جواب ڏنو: "مان يقينن ان جاءِ ڏانهن وڃان ها جتي پاڻي ۽ ساوڪ هئي." ان تي حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "پوءِ پنهنجو هٿ اڳتي وڌاءِ ۽ منهنجي بيعت ڪر." ان شخص عرض ڪيو: "خدا جو قسم! توهان جي قائل ڪندڙ دليلن ذريعي ماٺ ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيندي منهنجي لاءِ ڪوبہ بهانو ڪونہ ٿو بچي تہ مان توهان جي مخالفت ڪريان. هاڻي توهان پنهنجو هٿ اڳتي وڌايو تہ مان توهان جي بيعت جو قسم کڻان."

جڏهن جمل وارا ماڻهو اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي خلاف صف بندي ڪري بيٺا تہ ان پنهنجي لشڪر کي چيو: "اي يائرو! پاڻ کي ضبط ۾ رکو ۽ انهن تي حملو نہ ڪريو. نہ وري پنهنجي زبان سان ڪا خراب ڳالهہ چئو. اهي توهان جا ديني يائر آهن. ناانصافي کي صبر سان برداشت ڪيو ۽ لڙائي ۾ اڳرائي نہ ڪيو. ڇوتہ جيڪو بہ اڄ ويڙهہ ڪندو ان کي قيامت جي ڏينهن ان جو حساب ڏيڻو پوندو."

حضرت علي عليہ السلام انهيءَ طريقي سان صلح لاءِ ڪوششون جاري رکيون. ويهہ هزار ماڻهن سان گڏجي بصري لاءِ روانو ٿيڻ وقت ان

جو اصل ارادو اهو هيو تہ اهو جمل وارن ماڻهن کي فساد ۽ بغاوت کان پاسو ڪرڻ جي صلاح ڏيندو ۽ انهن کي امن ۽ اتحاد جي دعوت ڏيندو.

ان کي امن سان ايتري گهڻي محبت هئي جو جڏهن ٻئي لشڪر هڪ ٻئي جي خلاف صفبندي ڪري بيٺا ۽ مفاهمت جي لاءِ ڪائي اميد نظر ڪونہ ٿي آهي، تہ بہ انهن آخري گهڙيءَ ۾ رتوڇاڻ کان بچڻ لاءِ دل لڳائي ڪوشش ڪئي. اهو پڌرو ڪرڻ لاءِ تہ اهو امن ۽ صلح جو خواهشمند هو نہ ڪي لڙائي جو طلحہ ۽ زبير کي ڏسڻ سان پاڻ هٿين خالي انهن ڏانهن هليا ويا. ۽ سڏ ڪيائون: "اي زبير! مون ڏانهن اچ."
زبير هٿيار ساڻ ڪري اڳتي وڌي آيو. جڏهن حضرت عائشہ رضہ اهو ڏٺو تہ ان ڊپ مان رڙ ڪئي. "وڙهجو نہ!" ڇو تہ ان کي خبر هئي تہ علي عليہ السلام سان مقابلو ڪرڻ جو مطلب زبير لاءِ يقيني موت. ان کي يقين هيو تہ علي عليہ السلام جو دشمن ڪيترو بہ پهلوان ۽ بهادر ڇو نہ هجي ان جي قسمت موت ئي هوندو.

بهرحال، جڏهن حضرت عائشہ رضہ ۽ ان جي حمايتين ڏٺو تہ علي عليہ السلام ۽ زبير پاڻ ۾ پاڪر پائي ملي رهيا هئا تہ اهي گهڻو حيران ٿي ويا.

حضرت علي عليہ السلام گهڻي دير تائين زبير کي پنهنجي سيني سان لڳائي جهلي بيٺو رهيو ۽ ان سان وڏي نرمي ۽ محبت واري انداز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيائين، ان چيو: "توتي حيف هجي! تو منهنجي خلاف ڇو بغاوت ڪئي آهي؟" زبير جواب ڏنو: "اسان عثمان رضہ جي خون جو بدلو وٺڻ گهرون ٿا." حضرت علي عليہ السلام چيو: "اسان ٻنهي مان الله ان کي ماري جنهن جا هٿ عثمان جي رت سان رنگيل هجن."

حضرت عثمان رضہ جي قتل ۾ طلحہ ۽ زبير طرفان ادا ڪيل ڪردار جي انهن کي پاڻ بہ گهڻي خبر هئي جيتري حضرت علي عليہ السلام ۽ ٻين عبدالله بن عباس رضہ جهڙن ماڻهن کي هئي، جن حضرت علي عليہ السلام طرفان خليفي جو عهدو سنڀالڻ تي ان کي هي صلاح ڏني هئي: "جيستائين حالتون معمول تي اچي وڃن ۽ ماڻهو پاڻ کي سلامت ۽ محفوظ محسوس ڪن ۽ عثمان رضہ جا قاتل ۽ اهي جيڪي ان جي خون جو بدلو وٺڻ گهرن ٿا. تڏا تي وڃن ان وقت تائين طلحہ جي

پٽ کي بصري جو گورنر مقرر ڪيو ۽ زبير جي پٽ کي ڪوفي جو گورنر مقرر ڪيو ۽ معاويہ کي شام جو گورنر رهڻ جي اجازت ڏيو.“

اهي سڀئي ڳالهيون علي عليہ السلام جي نظر ۾ هيون ۽ طلحہ ۽ زبير جا هينيان لفظ پڻ ان جي ذهن ۾ گونجي رهيا هئا: ”اسان توهان جي بيعت جو حلف انهي شرط تي کڻون ٿا تہ اسان کي خلافت جي معاملن ۾ حصو وٺڻ جي اجازت ڏني ويندي“ تنهن ڪري انهن جي مڙني سرگرمين جو مطلب فقط خلافت هٿ ڪرڻ هيو. ڪنهن کي بہ عثمان رضہ جي قتل جو بدلو نظر ۾ ڪو نہ هو.

ٻنهي لشڪرن جي هڪ ٻئي سامهون اچڻ کان اڳ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن جٿن کي حڪم ڏنو تہ اهي صف بندي ڪن. پوءِ ان انهن کي هدايتون ڏنيون: ”هيڏانهن ڏسو! لڙائي شروع ڪرڻ لاءِ اڳوات هڪڙو بہ تير نہ هلائجو. نيزي يا تلوار سان بہ حملو نہ ڪجو تہ جيئن توهان تي اڳرائي ڪندي لڙائي شروع ڪرڻ جو الزام نہ لڳي.“

ڪجھہ گهڙين کان پوءِ جمل وارن ماڻهن حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر جي هڪڙي مجاهد کي تير هڻي قتل ڪري ڇڏيو. حضرت علي عليہ السلام وڏي آواز ۾ پڪاريو: ”اي الله! تون شاهد رهجان.“ پوءِ هڪڙو ٻيو مجاهد بہ قتل ٿي ويو ۽ اميرالمؤمنين عليہ السلام ٻيهر چيو: ”اي الله! تون شاهد رهجان.“ پوءِ عبدالله بن بديل قتل ٿي ويو ۽ ان جو ڀاءُ ان جو لاش کڻي حضرت علي عليہ السلام آڏو آيو. ان تي حضرت علي عليہ السلام ٽيهر چيو: ”اي الله! شاهد رهجان.“ ۽ پنهنجي لشڪر کي حملو ڪرڻ جي اجازت ڏنائون. جنهن کان پوءِ ڇتي ۽ گهمسان واري لڙائي شروع ٿي وئي.

حضرت علي عليہ السلام هٿ ۾ تلوار کنئي. باغين تي حملو ڪيو. ان جي تلوار باهہ جي جڀي وانگر چمڪندي رهي. ان قريشين کي پوئتي ڀڄائي ڇڏيو ۽ انهن جي مرڪزي ۽ ساڄي کاٻي پاسي وارن دستن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيائين. جنهن پيادل دستي جي زبير اڳواڻي ڪري رهيو هيو اهو ميدان ڇڏي ڀڄي ويو. زبير حضرت علي عليہ السلام جي فوج جي گهيري ۾ اچي ويو پر ڪنهن بہ ان تي حملو ڪو نہ ڪيو ۽ ان کي ڀڄي وڃڻ جي اجازت ڏنائون. حضرت عمار بن ياسر رضہ سخت حملو ڪيو. جڏهن زبير محسوس ڪيو تہ عمار رضہ ان تي

پنهنجي تلوار جو وار ڪندو تہ ان چيو: "اي ابواليقظان! (اها حضرت عمار رضہ جي ڪنيت هئي) ڇا تون مون کي قتل ڪندين؟" "بلڪل نہ، اي ابوعبدالله!" حضرت عمار رضہ ائين چئي پاسي تي هليو ويو.

حضرت عمار رضہ جو زبير سان سلوڪ بلڪل اهڙو هيو جيڪو حضرت علي عليہ السلام پوءِ صفين واري لڙائي ۾ عمرو بن عاص سان ڪيو هيو. جنهن جو تفصيل بعد ۾ ڏنو ويندو. دراصل حضرت عمار رضہ ۽ ان جي هم وطنن جي تربيت انهن جي اوستاد علي عليہ السلام ڪئي هئي يعني حقي اميرالمومنين، تہ انساني زندگي جو احترام ڪن، جيترو ممڪن ٿي سگهي، لڙائي جي ميدان ۾ بہ.

زبير لڙائي جي ميدان مان نڪري ٻاهر پري هڪڙي ماٿري ڏانهن هليو ويو جنهن کي وادي السباع سڏيندا هئا. ڪجهہ روايت ڪندڙن اهو ٻڌايو آهي تہ جنهن مهل حضرت علي عليہ السلام ان کي ياڪر پاتو هيو ۽ پراڻو پيار ۽ محبت ياد ڏيارِيا هيا تہ ان جو ضمير سجاڳ ٿي ويو هيو ۽ اهو لڙائي ڪرڻ لاءِ راضي ڪو نہ هو. بهرحال، حضرت عائشہ رضہ ۽ ان جي پنهنجي پٽ عبدالله ان کي ملامت ڪئي ۽ اهو لڙائي جي ميدان ۾ ترسڻ لاءِ مجبور ٿي پيو هيو. حضرت عمار رضہ طرفان ان جي جان بخشي ڪرڻ ڪان پوءِ ان اتان هليو وڃڻ جو فيصلو ڪيو هيو.

حضرت عائشہ رضہ پنهنجي لشڪر جي، جيڪو ٽيهہ هزار ماڻهن تي مشتمل هيو، همت ٻڌائڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪئي. ان مختلف قبيلن جي ماڻهن کي نالا وٺي سڏ ڪيو ۽ انهن کي حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ لاءِ بهادري سان لڙائي ڪرڻ لاءِ چيو. نتيجو اهو نڪتو تہ لڙائي تمام گهڻي شديد ٿي وئي. ڪجهہ جنگجوئن پنهنجا هٿيار ڦٽي ڪري ڇڏيا، هڪ ٻئي تي پنهنجن هٿن سان حملو ڪرڻ لڳا.

حضرت عائشہ رضہ جو جهنڊو ان جي اُٺ جي پٺي سان ٻڌل هيو ۽ ان جا حمايتي وڏي جوش ۽ جذبي سان ان جو دفاع ڪري رهيا هئا. جڏهن انهن مان هڪڙو قتل ٿيو ٿي تہ ٻئي ان جي جاءِ والاري ٿي. ڪنهن بہ ڌر جي فتح جو نالونشان نظر نٿي آيو. حضرت عائشہ رضہ جا حمايتي بہ وڏي بهادري سان وڙهي رهيا هيا. ٻنهي طرفن ڪان حضرت

عائشہ رضہ ۽ حضرت علي عليہ السلام جي حمايت ۽ مخالفت ۾ نعرا ٻڌڻ ۾ پئي آيا. لڙائي ايتري شديد هئي جو تاريخ ۾ ان جو مثال ملڻ مشڪل آهي.

لڙائي ۾ ايترا تہ گھڻا ماڻهو قتل ٿيا جو سڄو لڙائي جو ميدان وڪريل لاشن سان پرجي ويو هيو. انهيءَ صورتحال حضرت علي عليہ السلام کي گھڻو فڪرمند ڪري ڇڏيو تنهن ڪري انهن جي ذهن ۾ هڪڙي رٿ سُجهي آئي. جيڪڏهن ان تي عمل ٿئي تہ اها ڳالهہ باقي جيئرن بچيل ماڻهن جي سلامتي کي يقيني بڻائيندي، ان پنهنجن مجاهدن کي حڪم ڏنو تہ اهي حضرت عائشہ رضہ جي اُٺ جا کُچ ڪپين. ڪجهہ بهادر ماڻهو هڪدم اڳتي ڊوڪيندا ويا ۽ پنهنجون تلوارون اُٺ جي کُچن کي هنيائون. اُٺ ٿاٻڙجي ويو ۽ هيٺ ڪري پيو. ان تي جيڪي ماڻهو اُٺ جو دفاع ڪري رهيا هيا ڀڄي ويا ۽ سموري لشڪر انهن جي پوئواري ڪئي. طلحہ ۽ زبير بہ قتل ٿي ويا. جيستائين زبير جي قتل جو تعلق آهي تہ موقف مختلف آهن. انهن مان هڪڙو موقف اهو آهي تہ عمرو بن جرموز نالي هڪڙي شخص ان جو وادي السباع تائين پيڇو ڪيو ۽ پنهنجي نيزي سان ان کي اتي قتل ڪيائين. طلحہ کي مروان پنهنجي تير سان قتل ڪيو حالانڪ لڙائي جي پڇاڙي تائين اهو ان سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي لڙائي ڪري رهيو هيو. اهو ٻڌايو ويو آهي تہ مروان تير هڻڻ مهل چيو هيو: "هن مهل کان پوءِ مون کي عثمان جي قتل جو بدلو وٺڻ جو موقعو ڪو نہ ملندو."

اهي ماڻهو جيڪي مروان جي ذهنيت ۽ اڳ ۾ ٻڌايل عملن کان واقف آهن، چڱي طرح سمجهي سگهن ٿا تہ مروان جي لاءِ اهو عمل ڪا غير معمولي ڳالهہ ڪو نہ هئي. اهو هميشہ بنواميہ جي گڏيل پاليسي مطابق قدم کڻندو هو يعني هر ان ماڻهوءَ کي رستي مان هٽائڻ جيڪو خليفو ٿيڻ جو خواهشمند هجي، تہ جيئن ڪير بہ بنواميہ سان انهي معاملي ۾ مقابلو ڪرڻ لاءِ نہ بچي.

باقي خود مروان جي باري ۾ ٻڌايل آهي تہ ان کي قيدي بڻايو ويو هيو ۽ ان کي اميرالمؤمنين علي عليہ السلام جي آڏو وٺي آيا. ان معافي

ملڻ جي اميد ڏيکاري ۽ ان جي اميد کي معافي ڏئي پورو ڪيو ويو. حضرت علي عليہ السلام ان کي معاف ڪري ڇڏيو.

انهيءَ لڙائي جو نتيجو ڏاڍو خطرناڪ نڪتو. حضرت عائشہ رضہ جا سترهن هزار حمايتي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر جا هڪ هزار ۽ ستر ماڻهو قتل ٿي ويا. اهي سيئي مسڪين ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جي مخالفن جي لالچ جو ڪاج ٿي ويا.

جڏهن حضرت علي عليہ السلام جي ڪجھ ساٿين حضرت عائشہ رضہ کي قتل ڪرڻ لاءِ سوچيو ڇو تہ اها ئي انهيءَ سڄي ڪتراڳ جي ذميوار هئي، حضرت علي عليہ السلام هڪدم انهن کي روڪي ورتو ۽ هيٺيون اعلان ڪيائين: "ڪنهن بہ زخمي کي قتل نہ ڪيو وڃي ۽ ڪنهن بہ ڀڄڻ واري جو پيڇو نہ ڪيو وڃي، جيڪو بہ هٿيار ڦٽي ڪندو يا پنهنجن گهرن جي اندر رهندو اهو سلامت رهندو."

دنيا ۾ لڙاين جي سموري تاريخ اهو ڏيکاري ٿي تہ حضرت علي عليہ السلام نهايت عظمت وارو اعليٰ ذهن ۽ معاف ڪرڻ واري شخصيت هيو ۽ ان پنهنجن مخالفن سان جيڪو سلوڪ ڪيو اهو نهايت شريفاڻو هيو.

جنگي ڪارروايون ختم ٿيڻ ڪانپوءِ حضرت علي عليہ السلام لڙائي جي ميدان تي نظر وڌي ۽ جڏهن انهن انساني الميي ۽ رتوڇاڻ کي ڏٺو جيڪي ان جي گهٽين ئي ڪوشش جي باوجود ٽري ڪو نہ سگهيا هيا تہ سندن اکين مان لڙڪ وهي هليا. پوءِ ان الله تعاليٰ جي حضور هنن لفظن ۾ ٻاڏايو: "اي الله! اسان کي معاف ڪر ۽ هنن ماڻهن کي پڻ معاف ڪر جيڪي اسان جا ڀائر هيا. توڙي جو اهي اسان سان ناجائزي ڪري رهيا هيا."

پوءِ انهن ٻنهي ڌرين جي مئل ماڻهن جي جنازي نماز پڙهائي. حضرت عائشہ رضہ کي وڏي احترام سان مديني ۾ سندس گهر ڏانهن واپس روانو ڪيو.

# معاويہ ۽ عمرو بن عاص

قريشين جي ڳالھ نہ ڪريو. انهن منهنجي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ ائين ٻڌي ڪئي آهي، جيئن مون کان اڳ ۾ اهي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ هڪ ٿي ويا هيا.

علي عليہ السلام.

مون کي تنهنجي باري ۾ جيڪو ٻڌايو ويو آهي، جيڪڏهن اهو سچ آهي تہ تنهنجي گھر جو اُٺ ۽ تنهنجي گھر جي جُتي جي کھي توکان بهتر آهي.

علي عليہ السلام.

هرڪو ماڻهو حق جي ڳالھ کي برداشت ڪرڻ جي صلاحيت نٿو رکي، نہ وري حق چوڻ ۽ حق تي عمل ڪرڻ جي طاقت رکي ٿو.

اميرالمومنين علي عليہ السلام خلاف جيڪا منظم سازش متحرڪ هئي اها جنگ جمل ۾ ان جي مخالفن کي شڪست ٿيڻ ڪانپوءِ بہ ختم ڪونہ ٿي، ڇو تہ ان جي خلاف جن ماڻهن سازشون ڪيون، انهن مخالفن جون تمنائون ۽ ان جي خلاف انهن جي دشمني جا سبب اڃا موجود هئا. جيڪڏهن انهن جو هڪڙو ٽولو حجاز ۾ هيو تہ ٻيو شام ۾ هيو ۽ ٻنهي ٽولن ۾ حضرت عائشہ رضہ. طلحہٰ ۽ زبير جا گھڻائي حمايتي موجود هيا. انهن ماڻهن جي اڳواڻي ڪندڙ اهي گورنر ۽ آفيسر هيا جن حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ ناجائز نمونن سان وڏي دولت گڏ ڪئي هئي ۽ حضرت علي عليہ السلام کان اهڙي ڪنهن بہ رعايت جي اميد ڪونہ ٿي ڪيائون.

حضرت علي عليہ السلام جا حجاز وارا حمايتي سيئي غريب ۽ مسڪين ماڻهو هيا يا رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ديندار اصحابي هيا. ان جي حجاز ۾ حيثيت اهڙي هئي جهڙي ان جي سوٽ، رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم، جي هئي ۽ جيڪڏهن ڪو فرق موجود هيو تہ اهو فقط وقت ۽ حالتن ڪري هيو. هڪجهڙائي ان حقيقت مان ثابت ٿئي ٿي تہ ان جا دشمن گھڻو ڪري قريشي هيا

جيڪي اڳ ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا بہ دشمن رهيا هيا. حضرت علي عليہ السلام فرمايو: "قريشين کي ڇڏيو تہ پلي اهي پاڻ کي گمراهي ۾ ڌڪين ۽ انهن جي جهيڙي وارن فتنن لاءِ يا انهن جي انا پرستي جنهن جو اهي مظاهرو ڪن ٿا، پريشان نہ ٿيو. اهي منهنجي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ بلڪل ائين هڪ ٿي ويا آهن جيئن اهي الله جي رسول صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ هڪ ٿيا هيا."

حقي خليفي حضرت علي عليہ السلام خلاف پنهنجين فسادي سرگرمين ۾ شام جو حڪمران معاويہ بہ مشغول هيو. اهو ماڻهن جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ وڏيون رقمون خرچ ڪري رهيو هو ۽ پرڪشش واعدا ڪري رهيو هيو. ان وقت هڪڙو وڏو لشڪر بہ هيو جنهن جو اهو آمر سربراهہ هيو. ان لشڪر جي باري ۾ مختصر طور هي چئي سگهجي ٿو: "اهي بيوقوف پاڙيتو ماڻهو هيا. انهن کي معاويہ پگهار ڏيندو هيو ۽ اهو خيال رکندو هيو تہ جيترو ممڪن ٿي سگهي انهن کي عقل ۽ سمجهہ کان وانجهو رکيو وڃي."

اسان هتي هڪڙي واقعي جو ذڪر ڪيون ٿا جيڪو معاويہ جي فوجين جي فطرت کي ظاهر ڪري ٿو ۽ اهو واقعو اهو بہ پڌرو ڪري ٿو تہ اهو انهيءَ ڳالهہ جو قائل هيو تہ علي عليہ السلام حق تي آهي ۽ ان لاءِ معاويہ خلاف سوڀ حاصل ڪرڻ ڪو ڏکيو ڪم ڪو نہ هيو. ڇو تہ ان کي اهڙن فوجين سان گڏجي حضرت علي عليہ السلام جو مقابلو ڪرڻو هيو جن کي ٻي انصافي ۽ انصاف جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي قابليت ڪو نہ هئي يا ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ معاويہ ۽ حضرت علي عليہ السلام جي وچ ۾.

جڏهن حضرت علي عليہ السلام جو لشڪر صفين کان موٽي آيو تہ هڪڙو ڪوفي پنهنجي اُٺ تي سوار ٿي دمشق آيو. هڪڙي شامي دعوا ڪئي تہ اها ڏاچي ان جي هئي ۽ صفين واري لڙائي دوران ڪوفين ان کان ڦري هئي. معاملو معاويہ وٽ پيش ٿيو ۽ شامي اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ اها ڏاچي ان جي هئي، ان پنجاهہ شاهد پيش ڪيا. تنهن ڪري معاويہ ان جي حق ۾ فيصلو ڏنو. ڪوفي شخص معاويہ کي چيو: "الله توکي معاف ڪري! اهو اُٺ آهي ۽ ڏاچي ڪونهي." معاويہ چيو تہ جيئن

تہ فيصلو ٿي چڪو آهي انهيءَ ڪري اهو واپس وٺڻ ممڪن ڪونهي. جڏهن دربار ختم ٿي ۽ ماڻهو هليا ويا ۽ اتي بيو ڪوبہ ڪونہ بچيو تہ معاويہ ان ڪوفي شخص کي ڳجهہ ۾ پاڻ وٽ گهرايو ۽ ان کان اُٺ جي قيمت پڇيائين. جڏهن ان اُٺ جي قيمت ٻڌائي تہ معاويہ ان کي ٻيڻي رقم ۽ ڪجهہ وڌيڪ ڏنو ۽ ان کي چيو: "جڏهن تون ڪوفي پهچين تہ تون علي عليہ السلام کي ٻڌائجان تہ مان ان جي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ اهڙن هڪ لک ماڻهن کي وٺي ايندس جيڪي اُٺ ۽ ڏاچي ۾ فرق ڪري ڪونہ سگهندا."

جاحظ پڻ معاويہ جي انهن تبصرن جي تصديق ڪئي آهي ۽ وضاحت ڪئي آهي تہ شامي چوان جا اهڙا تابعدار هيا. اهو چوي ٿو: "شامين لاءِ اهڙو مطيع ٿيڻ جو سبب اهو هيو تہ اهي گهڻو بيوقوف ۽ موڳا هيا. ٻئي جي انڌي تقليد ڪرڻ ۽ پنهنجي طرفان قائم ڪيل پهرين راءِ تي ڄمي بيهڻ انهن جي فطرت ۾ سمايل هيو. جيڪڏهن انهن جي آڏو ڪنهن ماڻهوءَ جي غيرموجودگي ۾ ان تي الزام تراشي ڪئي ويندي هئي تہ اهي ان جي تصديق ڪرڻ جو خيال ئي ڪونہ ڪندا هيا تہ آيا اهو سچ آهي يا ڪوڙ.

جيئن مٿي بيان ڪيو ويو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام جي دشمنن جون سازشون جنگ جمل تائين محدود ڪونہ هيون. اها جنگ ان جي خلاف وڏين سازشن جي سلسلي جي رڳو هڪڙي ڪڙي هئي. علي عليہ السلام حضرت عائشہ رضہ ، طلحہ ۽ زبير جي لشڪر کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ معاويہ کي گوڏا کوڙائڻ لاءِ تياريون ڪرڻ شروع ڪيون. ان جو واحد مقصد ماڻهن کي سٺن عملن ۽ اعليٰ اخلاقن ڏانهن رهنمائي ڪرڻ هيو. انهن کي ظلم زيادتي ڪرڻ کان روڪڻ ۽ اهڙي حڪومت قائم ڪرڻ جيڪا انهن جي حقن جي تحفظ ڪرڻ کي پنهنجي اهم ترين ذميواري سمجهي.

حضرت علي عليہ السلام جو طريقو انهن کان بلڪل مختلف هيو جيڪي طاقور جي چاپلوسي ڪندا هيا. فسادين جي مدد حاصل ڪرڻ لاءِ انهن جي پاسخاطري ڪندا هئا ۽ پنهنجي حڪمراني کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ اثر رسوخ رکندڙ ماڻهن کي منٿون ڪندا هيا.

اسان اڳ ۾ ئي ذڪر ڪيو آهي تہ حضرت علي عليہ السلام پنهنجن خدمتن جي عيوض ماڻهن کان ڪو بہ عيوضو ڪونہ ٿي گهريو سواءِ ان جي تہ اهي ان جو حڪم مڃيندا رهن. اهو سدائين هي جملو چوندو هو: "جيڪڏهن علم، عقل ۽ انصاف جي ڪا ماپ معلوم ڪري سگهجي ها تہ مان توهان جي لاءِ اهي مفت ۾ ماپيان ها. بهرحال، ان جي لاءِ جيڪا ڳالهہ ضروري آهي، اُهاا۪ها آهي تہ مان قابل ماڻهن ۽ اعليٰ عقل وارن دماغن کي پاڻ سان ملايان."

معاويہ اهڙو ٿانءُ ڪونہ هيو جنهن ۾ علم، عقل ۽ انصاف سمائجي سگهن. ان جي هٿن ۾ انصاف ۽ عوامي حق سلامت ڪونہ هيا ۽ جيڪڏهن اهي ان جي آسري تي ڇڏيا وڃن ها تہ ڪوبہ پروسو ۽ پڪ ڪونہ هئي تہ اهي ماڻهن تائين پهچندا. اهوئي سبب هيو تہ حضرت علي عليہ السلام ان کي شام جي گورنري تي برقرار رهڻ جي اجازت ڪونہ ڏني. جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام انصاف جو بندوبست ڪرڻ کان لاپرواهہ هجي ها تہ اهو ممڪن هيو تہ اهو معاويہ سان اهو ساڳيو عمل اختيار ڪري ها.

معاويہ حضرت علي عليہ السلام جي بيعت جو حلف ڪونہ کنيو ۽ ان جا حڪم ڪونہ مڃيائين. ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ اهو پنهنجي بادشاهي قائم ڪرڻ جي رٿابندي ڪري رهيو هيو. حضرت عائشہ رضہ طلحہ ۽ زبير طرفان حضرت علي عليہ السلام جي مخالفت ۽ ان جي نتيجي ۾ جنگ جمل ان کي پاڻ کي مضبوط ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو. جنگ جمل ختم ٿيڻ کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام معاويہ ڏانهن خط لکيا، ان کي تاڪيد ڪيائين تہ اهو تعصب کان پاسو ڪري ۽ ان کي پنهنجي بيعت جو حلف کڻڻ لاءِ چيائين، جيئن ٻين ڪيو هيو.

حضرت علي عليہ السلام ان کي خط ۾ هيئن لکيو:

"السلام عليڪم. مديني ۾ منهنجي جيڪا بيعت ڪئي وئي آهي اها شام وارن تي بہ واجب هئي، ڇوتہ جن ماڻهن ابوبڪر، عمر ۽ عثمان (رضوان الله تعاليٰ عليهم) جي بيعت ڪئي هئي. انهن منهنجي هٿ تي انهي اصول مطابق بيعت ڪئي جنهن اصول تي اهي انهن جي بيعت ڪري چڪا هيا. انهيءَ ڪري اتي جيڪو موجود هيو ان کي

انحرافي يا نظرثاني ڪرڻ جو حق ڪونهي ۽ جيڪو اتي موجود ڪونہ هيو ان کي رد ڪرڻ جو حق ڪونهي ۽ شوريٰ جو حق صرف مهاجرن ۽ انصارن کي آهي. اهي جنهن تي اتفاق ڪري ان کي خليفو چونڊين تہ ان ۾ الله جي رضا ۽ خوشنودي سمجهي ويندي

طلحہٰ ۽ زبير راضي خوشي منهنجي بيعت ڪئي، پوءِ انهن پنهنجي بيعت ٽوڙي ڇڏي. انهن طرفان بيعت ٽوڙڻ ائين ئي آهي جيئن مورڳو انڪار ڪرڻ. مون انهن جا حيلا بهانا قبول ڪونہ ڪيا. انهن تي حجت پوري ڪئي ۽ اهي قائل ڪونہ ٿيا تہ مجبور ٿي انهن سان لڙائي ڪئي، ايستائين جو حق غالب ٿي ويو ۽ الله جو حڪم پڌرو ٿي ويو. توڙي جو انهن ماڻهن جي دل تي بار ٿي لٿو. معاويا! جنهن ڳالهہ کي سيني مسلمانن قبول ڪيو آهي، تون بہ قبول ڪر. مون کي هر ڳالهہ کان وڌيڪ اها ڳالهہ پسند آهي تہ تون سلامتي ۽ عافيت قبول ڪر.

باقي عثمان رضہ جي قاتلن جي باري ۾ تو گهڻو ڪجهہ لکيو آهي، تون پهريان منهنجي بيعت ۾ داخل ٿي، جنهن ۾ سڀ داخل ٿي چڪا آهن. پوءِ منهنجي عدالت ۾ انهن ماڻهن خلاف مقدمو داخل ڪجان تہ مان الله جي ڪتاب مطابق تنهنجو ۽ انهن جو فيصلو ڪندس. ليڪن تون اهو جيڪو گهرين ٿو يعني خلافت، تہ اهو ڌوڪو آهي جيڪو ٻار کي ٿڃ کان روڪڻ لاءِ ڏنو ويندو آهي. مون کي پنهنجي جان جو قسم، جيڪڏهن تون پنهنجين نفساني خواهشن کان هٽي ڪري عقل سان سوچيندين تہ سيني ماڻهن کان وڌيڪ مون کي عثمان رضہ جي خون کان آجو لهندين.

مان تو ڏانهن ۽ شام جي علائقي جي ماڻهن ڏانهن جرير بن عبدالله کي موڪلي رهيو آهيان جيڪو مهاجر مومنن مان هڪ آهي. ان جي هٿ تي منهنجي بيعت ڪر. ولا قوت الا بالله."

معاويہ ان کي هيٺيون جواب ڏنو: "مون کي پنهنجي جان جو قسم آهي تہ مون کي انهيءَ ڳالهہ جي ڄاڻ ڪونهي تہ تنهنجي ڪنهن ڪنهن بيعت ڪئي آهي، جيڪڏهن تون عثمان جي قتل کان بي ڏوهي هجين ها تہ تنهنجي حيثيت بہ ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ وانگر هجي ها. البت، تو مهاجرن کي ان جي خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ اڪسايو ۽ انصارن

کي ان جي مدد ڪرڻ کان روڪيو. اهوجهہ ماڻهن تنهنجي فرمانبرداري ڪئي ۽ تنهنجي ڪري ڪمزور ماڻهو طاقتور ٿي ويا. جيستائين تون انهن ماڻهن کي جن عثمان کي قتل ڪيو. شامين جي حوالي نہ ڪندين تہ اهي تنهنجي خلاف لڙائي ڪرڻ کان ڪو نہ ڪيٻائيندا. ان کان پوءِ خلافت جي مسئلي جو فيصلو مجلس شوريٰ جي ذريعي ڪيو ويندو. حجاز جا ماڻهو عوام جا حڪمران ان وقت تائين هيا جيستائين انهن حق جي حمايت ڪئي. انهن هاڻي حق کي ترڪ ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي نتيجي ۾ شامي هاڻي حڪمراني ڪرڻ جا حقدار آهن. طلحہؓ ۽ زبير جي خلاف تنهنجي طرفان پيش ڪيل دليل شامين جي معاملي ۾ قابل قبول ڪونهي. انهن تنهنجي بيعت جو حلف کنيو هو جڏهن تہ اسان ائين ڪونہ ڪيو آهي. باقي جيڪو اسلام ۾ تنهنجي فوقيت ۽ عظمت جو معاملو آهي ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم سان تنهنجي ماتتي جو تعلق آهي تہ اها اهڙي ڳالهہ آهي جنهن کان مان انڪار ڪري ڪو نہ ٿو سگهان. السلام عليڪم."

مٿي نقل ڪيل خط معاويہ جي نيت کي بلڪل واضح ڪري ڇڏي ٿو. ان هڪڙي يا ٻئي بهاني سان حضرت علي عليہ السلام جي بيعت جو حلف کڻڻ کان ٽال مٽول ڪئي ٿي. ان کي خبر هئي تہ اهو حضرت علي عليہ السلام کي پنهنجن لفظن سان ڌوڪو ڏئي نٿو سگهي. ان کي اهابہ خبر هئي تہ حضرت علي عليہ السلام جو حضرت عثمان رضہ جي قتل سان ڪو واسطو ڪونهي. تنهن ڪري ان چيو تہ توڙي جو انهن ماڻهن جن حضرت ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ جي بيعت جو حلف کنيو هيو انهن ان جي بيعت جو بہ حلف کنيو آهي ۽ اهو خليفي ٿيڻ جو حقدار آهي، پر ان تي لازم ٿئي ٿو تہ اهو عثمان رضہ جي قاتلن کي شامين جي حوالي ڪري جن کي ان پناهہ ڏني آهي.

بهرحال، توڙي جو حضرت عثمان رضہ جي قتل جي معاملي ۾ حضرت علي عليہ السلام جي بي گناهي ثابت ٿيل هئي پر معاويہ ان کي حقي خليفو تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هو پر گهريائين ٿي تہ معاملي کي مجلس شوريٰ جي حوالي ڪيو وڃي. ان کان علاوه، اهو حجاز ۽ عراق جي ماڻهن کي اها اجازت ڏيڻ لاءِ بہ تيار ڪونہ هيو تہ اهي

خليفي جي چونڊ ڪن، ڇو تہ ان جي خيال مطابق اهو حق شامين کي منتقل ٿي چڪو هيو انهيءَ ڪري جو اهي ئي حقي حڪمران هيا.

اهو پڌرو آهي تہ جيڪڏهن اهي سيئي شرط پورا ڪيا وڃن ها تہ بيو ڪو بہ نہ پر معاويہ ئي خليفو ٿي سگهي ها.

حضرت علي عليہ السلام غيرمعمولي صبر جو مظاهرو ڪيو. بهرحال، اهو صبر ان طرفان ڪنهن عزم جي کوٽ يا بي ڏياني ڪري ڪونہ هيو. حالت اها هئي تہ ان وقت عرب ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا هئا ۽ انهن جي وچ ۾ اختلافن جي باوجود هڪڙي ڏُر کي شڪست ٿيڻي هئي. هڪڙي پاسي ڪمزور ۽ محتاج ماڻهو هيا جن پنهنجي لاءِ ۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجن پائرن لاءِ امن ۽ سلامتي واري حياتي جي خواهش (تمنا) رکي ٿي. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جا ديندار اصحابي بہ موجود هيا جن اهڙي ملڪ جي تمنا رکي ٿي جتي انصاف قائم هجي، جڏهن تہ ٻئي پاسي اهي ماڻهو هيا جن مجبور ماڻهن جو استحصال ڪرڻ گهريو ٿي ۽ هر طريقي سان دولت ميڙڻ گهري ٿي.

پهرين گروهہ جي اڳواڻي حضرت علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ ڪري رهيو. جن انصاف جي خواهش رکي ٿي، اهي سيئي ان جا حمايتي ۽ خير خواهہ هيا. ٻئي گروهہ جو سردار معاويہ بن ابوسفيان هيو ۽ اهي ماڻهو جيڪي ٻين سان ڏاڍ ڪرڻ جا عادي هيا اهي سيئي ان جا پيروڪار هيا. پهرين گروهہ جو عيوضو انهن جو روشن ضمير هيو جڏهن تہ ٻئي گروهہ لاءِ تحفو معاويہ جو خزانو هيو. اتي گهٽائي حق پرست ماڻهو هيا، جيڪي معاويہ جو پاسو ڇڏي حضرت علي عليہ السلام جي جماعت ۾ شامل ٿيا ۽ ساڳئي طرح اتي دنيا جا پوڄاري ماڻهو بہ هيا جيڪي علي عليہ السلام جو پاسو ڇڏي معاويہ ڏانهن ويا. اسان هتي ڪجهہ مثال پيش ڪيون ٿا جن ۾ ڪجهہ ماڻهو حضرت علي عليہ السلام کي ڇڏي معاويہ جي ٽولي ۾ شامل ٿيا. اهو واضح ٿي ويندو تہ اهي ڪهڙي قسم جا ماڻهو هيا ۽ انهن معاويہ جو پاسو ڇو ورتو.

حضرت علي عليہ السلام هڪڙي يزيد بن حجيہ تيمي کي ري ۽ ان جي پروارن علائقن جو گورنر مقرر ڪيو. ان تمام گهڻي دولت گڏ

ڪئي ۽ اها خورد برد ڪئي. جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي ان جي خبر پئي تہ ان کي واپس گهرائي قيد ڪيائين. ان سعد نالي هڪڙي شخص کي ان جو پهريدار مقرر ڪيو. جڏهن سعد سمهڻ لاءِ ويو تہ يزيد جيل مان غائب ٿي ويو. اهو پنهنجي سواري واري جانور تي چڙهي دمشق اچي پهتو ۽ معاويہ جي ٽولي ۾ شامل ٿي ويو. ان پنهنجي فرار جي باري ۾ هيٺيون بيت ٺاهيو:

"مان سعد کي ڏوڪو ڏئي پنهنجي سواري واري جانور تي چڙهيس ۽ اچي دمشق پهتس. مون هڪڙي بهترين ماڻهو جي چونڊ ڪئي."

"جڏهن سعد سمهڻ لاءِ ويو تہ مان فرار ٿي ويس. سعد پيو ڪجهہ نہ پر پليل ۽ پريشان غلام آهي."

ان ئي يزيد پنهنجي شاعري ۾ حضرت علي عليہ السلام تي طنز ڪئي ۽ ان ڪجهہ بيت عراق موڪليا تہ جيئن علي عليہ السلام کي معلوم ٿئي تہ اهو ان جو دشمن آهي. معاويہ ان کي وڏي رقم ڏني جنهن تي ان معاويہ ۽ شامي ماڻهن جي تعريف ڪئي ۽ چيو تہ شام هڪڙي مقدس ڌرتي آهي ۽ شامي سچا مسلمان آهن. ان چيو: "مان پين تي ترجيح ڏيندي شامين سان پيار ڪيان ٿو ۽ حضرت عثمان رضہ لاءِ گهڻو روئان ٿو."

"شام هڪڙي مقدس ڌرتي آهي ۽ ان جا باشندا سچا مسلمان آهن ۽ قرآن شريف جا مڃيندڙ آهن."

اميرالمومنين علي عليہ السلام هڪڙي ٻئي قعقاع بن سعد نالي شخص کي ڪسڪر جو حڪمران مقرر ڪيو. ان هر ممڪن ذريعي سان وڏي دولت گڏ ڪئي ۽ اها عيش عشرت تي خرچ ڪيائين. ايتري تائين جو ان هڪڙي عورت سان شادي ڪئي جنهن کي هڪ لک درهم ڏاج ڏنائين. جڏهن ان کي معلوم ٿيو تہ حضرت علي علي السلام کي ان جي بدعنوانين جي خبر لڳي چڪي آهي تہ اهو جيتري رقم ڪٺي سگهيو ٿي اها ڪٺي شام هليو ويو.

حضرت علي عليہ السلام هڪڙي نجاشي بن ڪعب نالي شخص کي شراب پيئڻ تي سزا ڏني. اهو حضرت علي عليہ السلام جو حمايتي هيو تنهن ڪري سوچيائين تہ اهو پين جي مقابلي ۾ جيڪو وٽي ڪري

سگهي ٿو. ان اهو پسند نٿي ڪيو تہ اميرالمومنين علي عليہ السلام جيئن ٻين کي سزا ڏني هئي تہ کو ان کي بہ سزا ڏئي. جڏهن معاويہ ان سان پناهہ ڏيڻ جو واعدو ڪيو تہ اهو شام ڏانهن ڀڄي ويو. ان اتي حضرت علي عليہ السلام تي طنز ڪرڻ لاءِ هي بيت ٺاهيو:

"منهنجو هي نياپو علي (عليہ السلام) تائين ڪير پهچائيندو تہ مان هاڻي محفوظ آهيان ۽ کو بہ خطرو محسوس کو نہ ٿو ڪريان."

جڏهن نجاشي کي سزا ڏني وئي تہ گهڻا يمني ناراض ٿي ويا ڇو تہ اهو بہ يمني هيو. انهيءَ ڪري اهي حضرت علي عليہ السلام کي ڇڏي ويا ۽ معاويہ سان شامل ٿيا.

جيئن تہ دنيا جي پوڄاري ماڻهن جو تعداد ٻين کان گهڻو هوندو آهي، ائين اهي ماڻهو جيڪي حضرت علي عليہ السلام کي ڇڏي ويا ۽ معاويہ سان شامل ٿيا، انهن جو تعداد بہ گهڻو هيو.

هر ماڻهو کي سچ برداشت ڪرڻ جي طاقت ڪونہ هوندي آهي يا حقي ڳالهہ چوڻ ۽ ڪرڻ جي همت ڪونہ هوندي آهي. تنهنڪري هر ماڻهو حضرت علي عليہ السلام سان محبت نٿي ڪري سگهيو جيڪو حق ۽ انصاف جي معاملي ۾ گهڻو سخت هيو ۽ پنهنجن ويجهڙن ماڻهن لاءِ بہ حق ۽ سچ کان منهن موڙي نٿي سگهيو. انهي صورتحال ۾ پوءِ گورنر حضرت علي عليہ السلام کي ڪيئن ڇڏي نہ وڃن ها ۽ معاويہ سان شامل نہ ٿين ها. جنهن گورنر کي امام علي عليہ السلام هيئن لکيو: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ جيڪڏهن مون کي خبر پئي تہ تو ترجيتري بہ مسلمانن جي ملڪيت خردبرد ڪئي آهي تہ مان توکي اهڙي سزا ڏيندس جيڪا توکي محتاج ڪري ڇڏيندي، ٻي مانو ۽ پريشان ٿي ويندين."

ساڳي طرح گورنر ان کي ڊوکو ڪيئن نہ ڏئي ها جنهن کي ان هنن لفظن ۾ لکيو: "مون کي خبر آهي تہ تو بيت المال خالي ڪري ڇڏيو آهي ۽ جنهن بہ شي تائين تنهنجا هٿ پهچي سگهيا تو اها هڙپ ڪري ڇڏي آهي. تنهنجن هٿن ۾ جيڪو ڪجهہ آيو تو اهو خردبرد ڪري ڇڏيو. تو جيڪو حساب ڪتاب رکيو آهي تون مون کي اهو ڏيکار ٻندي؟"

ڪميڻا ماڻهو پارسائي ۽ ديناري جي بلندي کي ڪيئن پهچي سگهن ها ۽ ڪوئي اهڙو حڪمران اميرالمؤمنين جي هيئين پيغام کي ڪيئن پسند ڪري ها.

”مون کي تنهنجي باري ۾ جيڪو معلوم ٿيو آهي، جيڪڏهن صحيح آهي تہ تنهنجو اُٺ ۽ تنهنجي بوٽ جون ڪهيون توکان بهتر هوندا.“

طاقتور سرمائيدار ۽ انهن جا اتحادي اهو ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهيا تہ حضرت علي عليہ السلام خليفو هجي. اهو ساڳيو علي عليہ السلام جنهن دولت کي عام ماڻهوءَ جي فلاح و بهبود لاءِ خرچ ڪرڻ گهريو ٿي ۽ هميشہ ظالمن ۽ انهن جي اتحادين سان لڙائي ڪرڻ ۾ مشغول هوندو هيو؟ اهي اهڙي خليفي کي ڪيئن ٿي پسند ڪري سگهيا، جنهن چيو: ”الله جو قسم! انهيءَ جي بجاءِ جو مان ڪنهن سان زيادتي ڪريان يا ترجيتري بہ شي غصب ڪيان مان ڪنڊن تي سمهڻ ۽ زنجير جي قابو ۾ هجڻ کي ترجيح ڏيندس.“

اهي ماڻهو ان خلاف ڇو بغاوت نہ ڪن ها جڏهن ان ڪلم ڪلا چيو: ”ظلم ۽ ظالم خلاف ۽ انهن خلاف جيڪي ناجائز طور تي ٻين جي دولت ڦٻائين ٿا جهاد ڪرڻ منهنجي ذميواري آهي، ڇوتہ مون کي ان لاءِ قيامت جي ڏينهن حساب ڪتاب ڏيڻو آهي.“ جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام انهيءَ ذميواري کي لازمي نہ سمجهي ها تہ اهو معاملن کي جيئن جو تيئن ڇڏي ڏئي ها. اهو ماڻهن کي سندن حال تي ڇڏي ڏئي ها. ڪجهہ ظالم ٿي وڃن ها تہ ڪجهہ مظلوم. ان چيو: ”جيڪڏهن الله تعاليٰ حڪمرانن کان اهو واعدو نہ ورتو هجي ها تہ اهي ان حالت ۾ خاموش نہ ويهندا جڏهن ظالم ڪائي ڪائي پنهنجو ٻيو ايترو پيري ڇڏي جو اهو ڦاٽڻ لڳي ۽ مظلوم بکون ڪاٽيندي ڳيي لاءِ بہ محتاج هجي تہ مان خلافت جون واڳون معاشري جي حال تي ڇڏي ڏيان ها. يعني معاملا جيئن هلندا هجن ها انهن کي ائين ڇڏي ڏيان ها تہ پلي هلندا رهن ۽ ماڻهن جي حالت تي ٻي اونو ٿي ويهي رهان ها. پوءِ توهان پنهنجي دنيا کي منهنجين نظرن ۾ ٻڪري جي ڪُرڪان بہ وڌيڪ حقير ڏسو ها.“

دوکيباز ماڻهو اهڙي ماڻهوءَ کي پنهنجن معاملن جو انتظام سنڀالڻ لاءِ ڪيئن ٿي ڇڏي سگهيا، جڏهن حضرت علي عليہ السلام انهن جي

باري ۾ ۽ پنهنجن همعصرن جي باري ۾ هي خيال رکيا ٿي: ”جنهن ماڻهوءَ کي خبر هجي ته ان کي پنهنجو حساب ڪتاب ڪيئن ڏيڻو آهي ته اهو ڏوکيباز ٿي نٿو سگهي. اسان اهڙي دور ۾ گذاري رهيا آهيون جنهن ۾ ماڻهو ٺڳيون ۽ دغا ڪن ٿا ۽ ان کي عقلمندي سمجهن ٿا ۽ جٽ ماڻهو ان کي سٺي پاليسي سمجهن ٿا.“

اهو ئي سبب آهي ته طاقتور ماڻهن جي اڪثريت جن حضرت علي عليہ السلام جي مخالفت ڪئي ٿي، انهن جي هئي جن ناجائز طريقن سان وڏي دولت ميڙي هئي. جن گهريو ٿي ته معاويہ انهن کي بيت المال جي ملڪيت ۽ عام ماڻهو جي قرباني تي اجا وڏيڪ شاهوڪار ڪري. باقي انهن سرمائيدارن کان علاوه جيڪي ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جا مخالف هيا اهي بيوقوف ماڻهو هئا ۽ انهن کي اها خبر ڪونہ هئي ته انهن لاءِ ڪهڙي ڳالهہ فائدي واري آهي ۽ ڪهڙي نقصانڪار آهي.

اسان جيئن مٿي ٻڌايو آهي ته ان زماني جا عرب گهڻن ٽولن ۾ ورهايل هيا. هر ٽولو پنهنجي سردار جو فرمانبردار هيو. اهي پنهنجن سردارن جي انڌي تقليد ڪندا هئا ۽ انهن کان اهو ڪونہ پڇندا هيا تہ توهان ڪنهن ماڻهوءَ کان ڇاجي ڪري راضي يا ناراض آهيو. حضرت علي عليہ السلام پنهنجن اهڙن همعصرن جو وري وري حوالو ڏنو آهي. انهن بابت سندس تبصري ۾ ڏک سان گڏوگڏ اهڙي ڪاوڙ جو اظهار آهي، جيڪا هڪڙو پيءُ پنهنجي اولاد تي اهڙين ڳالهين لاءِ ڪندو آهي جيڪي اهي ان جي نافرماني ڪري ڪندا آهن ۽ ارادي طور يا غير ارادي طور پنهنجي تباهي جو ڪارڻ بڻجندا آهن. حضرت علي عليہ السلام انهن جي باري ۾ چيو: ”مان انهن ماڻهن جي شڪايت الله تعالیٰ جي حضور ۾ ڪيان ٿو جيڪي جهالت ۾ پنهنجي زندگي گذارين ٿا.“ انهن ماڻهن کي خطاب ڪندي فرمائي ٿو: ”توهان جا دشمن توهان کان لاپرواهہ ڪونهن جڏهن تہ توهان پنهنجي بي توجهي ڪري هر شي وساري ڇڏي آهي.“

انهيءَ ڳالهہ جي وضاحت ڪندي تہ جڏهن اهڙن ماڻهن کي باغين خلاف جهاد ڪرڻ جي دعوت ڏجي ٿي تہ اهي ڇا محسوس ڪن ٿا. ان

فرمايو: "انهن مان ڪجهہ بي دليءَ سان اچن ٿا ۽ ٻيا ڪوڙا بهانا ڪن ٿا ۽ اڃا ٻيا اهڙا آهن جيڪي ڄاڻي واڻي مدد ڪرڻ کان هٿ روڪين ٿا."

ان وڏيڪ فرمايو: "انهن مان سوال پڇندڙ معاملي کي منجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ۽ جيڪو جواب ڏئي ٿو اهو ان تي سوچ ويچار ڪرڻ کان سواءِ جواب ڏئي ٿو. عام طور تي اطمينان ۽ بي اطميناني جا جذبا صحيح سوچ رکندڙ ماڻهوءَ کي حق جي رستي کان هٽائي ڇڏيندا آهن. باقي انهن ماڻهن منجهان جن جا ذهن پڪا پختا هوندا آهن تہ اهو ممڪن آهي تہ هڪڙي نظر ان کي متاثر ڪري وجي ۽ هڪڙو لفظ ان جي ذهن ۾ انقلاب آڻي ڇڏي"

اميرالمومنين علي عليہ السلام پنهنجي آخري جملي ۾ پنهنجي زماني جي معزز ماڻهن جي ذهني حالت کي هڪڙي تمام چٽي نموني ۾ بيان ڪيو آهي، ان چيو: "اڄوڪي زماني ۾ جيڪڏهن ڪي سمجهدار ماڻهو آهن تہ انهن جي سمجهداري انهن جي لالچ ۽ حرص جي تابع آهي ۽ انهن جا خيال سندن خوشي ۽ بي اطميناني تي انحصار ڪن ٿا. جيڪڏهن اهي ڪنهن ماڻهوءَ کان خوش آهن تہ اهي بغير ڪنهن جواز جي ان جي حمايت ۾ فيصلو ڪن ٿا. جيڪڏهن اهي ڪنهن کان خوش ڪونهن تہ اهي محض پنهنجي ناراضگي ڪري ان جي خلاف غلط فيصلو ڏين ٿا. وري جيڪي پڪي ۽ پختي ذهن وارا ماڻهو آهن انهن جي ڪنهن پسند واري شي تي پوندڙ هڪڙي نظر انهن کي پنهنجي سڌي رستي تان هٽائڻ ۽ لالچائڻ لاءِ ڪافي آهي، يا ڪنهن اثر رسوخ رکندڙ يا طاقتور جو يا رشوت ڏيندڙ ماڻهوءَ جو هڪ لفظ بہ انهن کي ناانصافي جي حمايت ڪرڻ ۾ ظالم جي مدد ڪرڻ لاءِ هرڪائڻ لاءِ ڪافي آهي."

جنگ جمل ۾ مخالف ڌر کي شڪست اچڻ کان پوءِ جڏهن حضرت علي عليہ السلام خلاف سازشن جو مرڪز دمشق ٿي ويو تہ حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ ۽ ان جي حڪومت کي ڍاهڻ لاءِ بنواميہ جي اڳواڻ معاويہ بن ابوسفيان، تيزي سان تياري شروع ڪئي. حضرت علي عليہ السلام طرفان پهريون خط ملڻ تي، ان جنهن ۾ معاويہ کي پنهنجي بيعت جو حلف کڻڻ لاءِ چيو هيو معاويہ ٻين وانگر

انهن سيني ماڻهن کي هڪدم صلاح مشوري لاءِ دمشق پهچڻ لاءِ ڪوٺ ڏني، جنهن مان ان کي مدد ملڻ جي اميد هئي. انهن مان سڀ کان وڌيڪ نامي گرامي عمرو بن عاص هيو. حضرت علي عليہ السلام جو خط ملڻ سان ئي معاويہ هڪدم عمرو بن عاص کي لکيو:

"توکي خبر پئجي وئي هوندي تہ طلحہ زبير ۽ عائشہ (رضہ) جو ڪهڙو حشر ٿيو. مروان ڪوفو ڇڏڻ کان پوءِ مون سان اچي گڏيو آهي. هاڻي جرير بن عبدالله مون ڏانهن علي (عليہ السلام) جو هڪڙو خط کڻي آيو آهي. مان توسان صلاح مشورو ڪرڻ کان سواءِ ان کي جواب موڪلڻ نٿو گهران، تنهن ڪري جيترو جلد ممڪن ٿي سگهي مون ڏانهن اچ. معاويہ جو خط ملڻ سان عمرو بن عاص پنهنجن پٽن عبدالله ۽ محمد کي صلاح مشوري لاءِ گهرايو تہ ان طرفان خط جو ڪهڙو جواب هجڻ گهرجي، عبدالله چيو: "مان سمجهان ٿو تہ جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم وفات ڪئي تہ اهي توکان راضي هيا ۽ جڏهن حضرت ابوبڪر رضہ ۽ عمر رضہ وفات ڪئي تہ اهي بہ توکان خوش هيا. هاڻي جيڪڏهن تون گمراهہ ٿي پنهنجي دين ايمان کي معاويہ جو پاسو کڻڻ سان خراب ڪندين تہ تون ۽ اهو ٻئي قيامت جي ڏينهن سدا جهنم ۾ ويندا."

پوءِ عمرو بن عاص پنهنجي ٻئي پٽ محمد کي چيو تہ اهو ان معاملي جي باري ۾ پنهنجن خيالن کي ظاهر ڪري. ان جواب ڏنو: "تون هڪدم روانو ٿي ۽ وڃي معاويہ سان شامل ٿي. اهو بهتر آهي تہ تون اڳ ۾ پهچين ۽ سردار ٿي وڃين. ان جي بجاءِ جو دير سان پهچين ۽ عام لڏي جو هڪڙو فرد ٿي وڃين."

عمرو بن عاص صبح جو پنهنجي دُردان نالي هڪڙي غلام کي سڏ ڪيو ۽ ان کي چيو تہ ان لاءِ سواريءَ واري جانور کي سنجن سان تيار ڪري. پوءِ ان کي چيائين تہ ان تان سنج لاهي ڇڏ. ان سواريءَ کي ٽي دفعا سنجرايو ۽ ٽي دفعا سنج لهرايا. دُردان ان کان پڇيو: "آقا ڪهڙو معاملو آهي؟ جيڪڏهن توهان ناراض نہ ٿيو تہ مان توهان کي اهو ٻڌايان تہ توهان جي ذهن ۾ ڇا آهي." عمرو چيو: "تون چئہ جيڪو ڪجهہ چوڻ گهرين ٿو." ان تي دُردان چيو: "هن وقت هن دنيا ۽ آخرت

جي ڏينهن توهان جي ذهن ۾ طوفان برپا ڪري ڇڏيو آهي. توهان اهو سوچو ٿا تہ آخرت جو سامان علي عليہ السلام وٽ آهي، پر هي دنيا ڪونهي ۽ هي دنيا معاويہ وٽ آهي، پر آخرت جو وسيلو ڪونهي. توهان انهن ٻنهي ڳالهين جي وچ ۾ ڏٽر ۾ آهيو. منهنجي صلاح اها آهي تہ توهان گهر ۾ ترسي پئو. جيڪڏهن مومن سوڀارا ٿي وڃن ٿا تہ توهان پنهنجا ڏينهن انهن جي وچ ۾ گذاريو ۽ جيڪڏهن دنيا جا پوڄاري فتح حاصل ڪري وڃن تہ يقيني طور انهن کي توهان جي مدد جي ضرورت پوندي"

بهرحال، معاويہ طرفان عمرو بن عاص سان ڪيل واعدا ڪو ايترو معمولي ڪونہ هيا تہ اهو انهن کي نظرانداز ڪري ڇڏي ها ۽ پنهنجي پٽ عبدالله يا غلام دُردان جي صلاح تي عمل ڪندي گهر ۾ ويهي رهي ها. ان حضرت علي عليہ السلام جي مخالفت ڪرڻ ۽ بنواميہ ۽ معاويہ سان گڏجڻ جو فيصلو ڪيو.

جيئن تہ عمرو بن عاص بہ حضرت علي عليہ السلام جي خلاف منصوبابندي ڪرڻ ۾ معاويہ کان ڪو گهٽ ڪونہ هيو انهي ڪري اهو ضروري آهي تہ ان جي زندگيءَ جو بہ مختصر خاڪو پيش ڪجي تہ جيئن اسان کي خبر پوي تہ ان حضرت علي عليہ السلام جي پاسي وڃڻ جي بجاءِ معاويہ جي ٽولي ۾ ڇو شرڪت ڪئي ۽ ان کي پنهنجي ٽولي جي ڪيتري اهميت هئي.

اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ عمرو بن عاص پنهنجي نفعي خوري ۽ سودي بازي کان گهڻو مشهور هيو. اها اهڙي حقيقت آهي جنهن کان انڪار ڪري نٿو سگهجي. ان پاڻ بہ پنهنجي انهيءَ حرفت کي هنن لفظن ۾ واضح انداز ۾ ظاهر ڪيو آهي: "خندق واري لڙائي کان پوءِ موٽي اچي مون قريشين منجهان ڪجهہ ماڻهن کي گڏ ڪري هڪڙي هنڌ ويهاريو جيڪي اڪثر منهنجي راءِ کي قبول ڪندا هيا ۽ مون کي ڏيان سان ٻڌندا هيا. مون انهن کي چيو: " مون کي الله جو قسم آهي تہ مان ڏسان ٿو تہ محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) کي سوڀ ٿيڻ واري آهي. انهي صورتحال ۾ اسان جي لاءِ بهتر ٿيندو تہ حبش ڏانهن هميشہ لاءِ هجرت ڪري اتي آباد ٿي وڃون. محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ

وآلہ وسلم) جي آڻ مڃڻ کان بهتر آهي تہ اسان نجاشي جي راڄ ۾ رهون. جيڪڏهن محمد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) اسان جي ماڻهن تي قابض ٿي ويو تہ اسان ان جي پهچ کان پري هونداسين ۽ جيڪڏهن اسان جا ماڻهو ان تي قابض ٿي ويا تہ اسان گهڻو فائدي ۾ رهنداسين. اهي مون سان متفق ٿيا ۽ چيائون: 'تو جيڪو ڪجهہ چيو آهي اهو بلڪل صحيح آهي.' پوءِ مون انهن کي چيو تہ نجاشي لاءِ ڪجهہ سوکڙيون پاکڙيون وٺو........"

ڊاڪٽر حسن ابراهيم حسن مصري جيڪو عمرو بن عاص جو وڏو مداح آهي ۽ لنڊن يونيورسٽي کان پنهنجي "عمرو بن عاص" جي عنوان واري تعليمي مقالي تي ڊاڪٽر جي ڊگري حاصل ڪئي اٿائين. اهو جڏهن ان جي اسلام جي حالت جي باري ۾ تبصرو ڪري ٿو تہ هيئن لکي ٿو:

"جڏهن اسان قريشين جي مامرن تي نظر وجهون ٿا تہ شروع ۾ انهن مان هرهڪ اسلام کي تباهہ ڪرڻ جي هٺ تي بيٺل هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي هر سوڀ ۽ قريشين جي هر شڪست انهن کي بي همت ڪرڻ جي بجاءِ وڌيڪ ميڙائي ڇڏيو ٿي. بهرحال، لڳاتار شڪستن کائڻ کان پوءِ ۽ جڏهن انهن جا سيئي سردار ۽ ناليوارا ماڻهو قتل ٿي ويا تہ نوجوان نسل بي قرار ٿي ويو ۽ پنهنجي مستقبل جي لائحہ عمل تي سوچڻ شروع ڪيائون. انهن هڪڙي پاسي اونداهي ڏٺي ٿي تہ ٻئي پاسي اميد جو ڪرڻو نظر ٿي آين. انهن کي خبر هئي تہ جيڪڏهن ان مرحلي تي انهن اسلام جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ سگهہ جو پاسو ورتو تہ اهي فائدي ۾ رهندا. البت، انهن کي اهو بہ خوف هيو تہ ائين ڪرڻ سان اهي پنهنجو اهو مان شان ۽ وقار وڃائي ويهندا، جيڪو انهن کي پنهنجن ماڻهن ۾ حاصل هيو ۽ اهي پنهنجي اڳين آزاد حيثيت بہ وڃائي ويهندا. انهن مان ڪجهہ ماڻهن انهيءَ خام خيالي کي ذهن مان ڪڍي مديني پهچي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بيعت جو حلف کنيو. ٻيا جيڪي اهڙو فيصلو ڪري نہ سگهيا، انهن اسلام جي مخالفت ڪرڻ ڇڏي ڏني ۽ جڏهن انهن تي اها ڳالهہ بلڪل پڌري ٿي وئي تہ حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم هر حالت ۾ قريشين تي سوڀ حاصل ڪري ويندا تہ انهن بہ انهي کان

اڳ جو دير ٿي وڃي، ان موقعي مان فائدو وٺڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اسلام قبول ڪيو. اهو مڪي جي فتح کان اڳ ٿيو. انهن ٻنهي واسطيدار ٽولن ۾ مڪيہ ماڻهو خالد بن وليد ۽ عمرو بن عاص هيا. عمرو بن عاص عربستان مان حبش هليو ويو هيو تہ اتان جي حالتن جو جائزو وٺي. بهرحال، جڏهن ان کي محسوس ٿيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ۽ نجاشي جي وچ ۾ سٺا تعلقات قائم ٿي ويا هيا ۽ عربستان ۾ اسلام وڏي ڪاميابي ماڻي رهيو آهي ۽ مڪي جي فتح صرف چند ڏينهن جو معاملو هيو. ان فيصلو ڪيو تہ انهن ۾ شامل ٿي وڃي جن اڳ ۾ ئي اسلام قبول ڪيو هيو ۽ رضاڪارانہ طور اهو ڪري جيڪو ان کي بعد ۾ مجبورن ڪرڻو پئجي وڃي. (عمرو بن عاص: ڊاڪٽر حسن ابراهيم حسن مصري، اردو ترتجمو: اداره مڪتبہ جديد، لاهور، صفحو 34 کان 44)

عمرو بن عاص جي سموري زندگي دوران موقعي پرستي ان جي دل ۾ گهر ڪيون رهي. انهيءَ لحاظ کان اهو بلڪل انهن سردارن ۾ ٻين نالي وارن ماڻهن منجهان هيو جن جي خلاف حضرت ابوبڪر رضہ حضرت عمر رضہ ۽ حضرت علي عليہ السلام کي لڙايون ڪرڻيون پيون هيون. اسان گذريل صفحن ۾ اهو بيان ڪري چڪا آهيون تہ جڏهن عمرو بن عاص مصر جو گورنر هيو تہ ان تمام گهڻي دولت گڏ ڪئي هئي. حضرت عمر رضہ ان کي حڪم ڪيو هيو تہ اهو ان مان اڌ بيت المال ۾ جمع ڪرائي. ان مختلف حيلن بهانن سان ان کان گسائڻ جي ڪوشش ڪئي پر حضرت عمر رضہ مطمئن ڪو نہ ٿيو. ان عمرو بن عاص کي هيٺن لکيو: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مان تنهنجين ٺڳين ۽ چالبازين وارن لفظن ۾ اچڻ وارو ماڻهو ڪونہ آهيان. توهان ماڻهن دولت ميڙي آهي ۽ ڪنهن بہ ڳالهہ جو ڊپ ڪونہ اٿو..... ڳالهہ ٻڌ! تون بدنامي ڪمائين ٿو ۽ ورثي ۾ پنهنجي پٽيان باهہ ڇڏين ٿو. مان محمد بن مسلمہ کي تو ڏانهن موڪلي رهيو آهيان، تون پنهنجي دولت جو اڌ ان جي حوالي ڪر."

جڏهن محمد بن مسلمہ مذڪوره خط کڻي عمرو بن عاص سان ملاقات ڪئي تہ ان محمد جي لاءِ شاهي طعام تيار ڪرايا، پر محمد اهي طعام کائڻ کان انڪار ڪيو. عمرو ان کي چيو: "ڇا تون منهنجي

گهر ۾ ماني کائڻ کي غلط سمجهين ٿو؟“ محمد جواب ڏنو تہ جيڪڏهن تون منهنجي آڏو اهو طعام رکين ها جيڪو عام طور تي مهمانن کي پيش ڪيو ويندو آهي تہ مان کائڻ کان انڪار ڪو نہ ڪريان ها. البت، تو منهنجي لاءِ جنهن ڪاڌي جو بندوبست ڪيو آهي اهو بدعنواني جو ڏاڪو آهي، يعني اهو رشوت کان گهٽ ڪونهي، تنهن ڪري توکي گهرجي تہ اهي طعام هتان کڻي وڃ ۽ تون پنهنجي ملڪيت جو اڌ حصو منهنجي حوالي ڪر. عمرو بن عاص پوءِ ان کي پنهنجي ملڪيت جي هرشي مان اڌ حصو ڏنو. جوتن جو هڪڙو جوڙو ان وٽ بچيو جنهن مان بہ محمد ان کان هڪڙو پادر کڻي ورتو ۽ ٻيو پادر ان وٽ رهڻ ڏنو. عمرو بن عاص اهو برداشت ڪري ڪو نہ سگهيو تنهن ڪري ان محمد کي چيو: ”ان وقت تي افسوس آهي جڏهن عمر مون کي گورنر مقرر ڪيو. خدا جو قسم مون کي عمر جي پيءُ خطاب جي حيثيت جي خبر آهي جڏهن اهو پنهنجي مٿي تي ٻارڻ واريون ڪاٺيون کڻي ايندو هيو ۽ عمر پڻ ڪاٺيون آڻيندو هيو انهن ٻنهي وٽ پنهنجا انگ ڍڪڻ لاءِ ڪپڙو بہ ڪونہ هوندو هيو. اهي ٻئي لانگوٽو ٻڌندا هيا جيڪو انهن جي گوڏن تائين بہ ڪونہ پهچندو هيو. مون کي خدا جو قسم آهي تہ منهنجو پيءُ عاص اهڙي خوشحالي واري زندگي گذاريندو هيو جو ان کي سون جي ٻيڙن واري ريشمي ڪوٽ مان بہ مزو ڪو نہ ايندو هو.“

اهو واقعو ان ڳالهہ کي پڌرو ڪري ٿو تہ عمرو بن عاص دولت حاصل ڪرڻ لاءِ هر موقعي مان فائدو وٺڻ لاءِ ڪيتري اڻ تڻ ۾ هوندو هيو. اها ڳالهہ ناليوارن ماڻهن جي متضاد ذهنيت کي پڻ پڌرو ڪري ٿي. عمرو بن عاص حضرت عمر رضہ ۽ ان جي پيءُ مان ٻيو ڪوبہ عيب ڪڍي ڪونہ سگهيو سواءِ ان جي تہ اهي غريب هئا ۽ انهن وٽ پائڻ لاءِ پورو پنو لباس بہ ڪونہ هيو. ۽ هٿ جو پورهيو ڪندا هيا ۽ مٿي تي ڪاٺيون رکي کڻي ايندا هيا ۽ اهو پنهنجي پيءُ جي ڪابہ خصلت بيان ڪري ڪونہ سگهيو سواءِ ان جي تہ اهو ريشمي لباس پائيندو هو.

عمرو بن عاص حضرت عمر رضہ جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ چيو ان لاءِ اهو سمجهڻ بلڪل غلط ٿيندو تہ اهو ڪو اوچتي ڪاوڙ ۾ احتجاج جو نتيجو هيو. نہ ائين ڪونہ هيو. حقيقت اها آهي تہ اهو

سدائين اهو سوچيندو هيو تہ جيئن حضرت عمر رضہ ۽ ان جو پيءُ غريب هيا ۽ ان جو پنهنجو پيءُ عاص هڪڙو شاهوڪار ماڻهو هيو تنهن ڪري ان جو پيءُ خطاب ڪان سٺو هيو ۽ اهو پاڻ حضرت عمر رضہ ڪان پلو هيو. عمرو بن عاص جو نقطہ نظر اهو هيو تہ سيئي انسان پاڻ ۾ برابر ڪونہ آهن. ان جي سوچ مطابق ڪجهہ ماڻهو حقير هيا ۽ ٻيا معزز هيا ۽ معززي جي ڪسوٽي حسب نسب واري حيثيت هئي نہ ڪي ڪا ٻي ڳالهہ جنهن بہ ماڻهوءَ جو تعلق شاهوڪار گهراڻي سان هيو اهو معزز هيو ۽ جيڪو غريب گهر ۾ ڄائو هيو حقير هيو. اهڙن معزز ماڻهن کي اهڙا حق حاصل هيا جيڪي ٻين کي ملڻا ڪونهن ۽ ماڻهن تي اهو لازمي هيو تہ اهي معزز ماڻهن جي فرمانبرداري ڪن. سيئي تاريخدان ان ڳالهہ تي متفق آهن تہ جيترو مصر جي حڪومت ۽ انتظاميا جو معاملو آهي تہ عمرو بن عاص جو خيال اهو هيو تہ ان شخص لاءِ جيڪو سڌاري ۽ ترقي جو خواهشمند آهي، اهو ضروري آهي تہ اهو هيٺين طبقي سان واسطو رکندڙ ماڻهن طرفان معزز طبقي خلاف ڪيل شڪايتن تي ڪو ڌيان نہ ڌري. (ڏسو ڪتاب اسلام والحضرت العربيہ)

انهيءَ طريقي ۾ عمرو بن عاص مڪمل طور تي عياشي ۽ مزن جي لاءِ لالچ سان جڪڙيل هيو. ان کي ان ڳالهہ ۾ يقين هيو تہ جيڪي شاهوڪار گهراڻن سان تعلق رکن ٿا، هيٺين طبقي جو استحصال انهن جو پيدائشي حق هيو. ڪڏهن ڪڏهن ان جو ذهن ڪشمڪش ۾ هوندو هيو تہ آيا اهو پنهنجي ضمير کي زندهہ رکي يا دنياوي فائدن لاءِ ان کي ماري ڇڏي. پر ان جلدي عيش عشرت ۽ دولت جي حق ۾ فيصلو ڪري ورتو. جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو هيو تہ جڏهن معاويہ ان کي پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏني تہ اها ئي ساڳي ڳالهہ تي. ان ڪجهہ گهڙين لاءِ غوروفڪر ڪيو تہ آيا ان کي حضرت علي عليہ السلام جو پاسو وٺڻ گهرجي يا معاويہ جو ۽ آخرڪار ان شام ڏانهن روانو ٿيڻ جو فيصلو ڪيو هيو.

تاريخدان ۽ بيان ڪندڙ ڪجهہ بيتن کي عمرو بن عاص ڏانهن منسوب ڪن ٿا. ان اهي بيت ان وقت چيا هيا جڏهن اهو معاويہ ڏانهن ويجي رهيو هيو. ان انهن بيتن ۾ حضرت علي عليہ السلام ۽ معاويہ جي

باري ۾ پنهنجن خيالن کي چٽي طرح ظاهر ڪيو آهي. ان جي نظر ۾ حضرت علي عليہ السلام هڪڙو عظيم انسان هو ۽ معاويہ ان جي مقابلي ۾ ڪنهن ڪٽ ۾ ڪونہ هيو. ائين چئي سگهجي ٿو تہ ان جي سيني ۾ ٻہ دليون هيون. انهن مان هڪڙي ان کي معاويہ ڏانهن وڃڻ کان روڪيو ٿي تہ ٻي ان کي معاويہ ڏانهن وڃڻ جو حڪم ٿي ڏنو. ان پنهنجو نظم هنن بيتن سان ترتيب ڏنو:

"مون حرص ڪري ڄاڻي واڻي دنيا اختيار ڪئي، توڙي جو دنيا کي اختيار ڪرڻ لاءِ ڪو مضبوط سبب ڪو نہ هيو."

"دنيا کي اختيار ڪرڻ ۾ شامل نقصانن کان مان چڱي طرح واقف آهيان، پر اها بہ حقيقت آهي تہ مان مختلف دنياوي خواهشون رکان ٿو."

"حقي ڳالهہ اها آهي تہ منهنجو ذهن عزت ۽ مان واري زندگي گذارڻ گهري ٿو بي عزتي واري زندگي گذارڻ تي ڪير راضي ٿي سگهي ٿو."

عمرو بن عاص جي راءِ مطابق عزت ۽ مان واري زندگي اموي واعدن ذريعي تڪڙن دنياوي فائدن سان سلهاڙيل هئي، ۽ بلڪل ائين جيئن حضرت عمر رضہ جي دور ۾ ان جي نظرن ۾ عزت ۽ مان جي ڪسوٽي اها هئي تہ ان جو پنهنجو پيءُ ريشمي لباس پائيندو هيو. اَن جي سوچ مطابق حضرت علي عليہ السلام جي دور ۾ تذليل جو معيار سهائتا ڪرڻ هيو. ڇوتہ حضرت علي عليہ السلام نہ تہ پاڻ سوديبازي ڪندا هئا ۽ نہ وري ٻين کي ائين ڪرڻ ڏيندا هيا. ان وٽ تذليل جو معيار حضرت عمر رضہ ۽ ان جي پيءُ جي غربت وارن ڪپڙن وانگر هيو.

عمرو بن عاص جڏهن معاويہ جي دربار ۾ پهتو تہ ان کيس چيو: "او ابو عبدالله! مون توکي ان شخص (علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ) جي خلاف جهاد ڪرڻ لاءِ گهرايو آهي، جنهن الله جي نافرماني ڪئي آهي، مسلمانن منجهہ اختلاف پيدا ڪيو آهي ۽ امت کي ڇروڇڙ ڪري ڇڏيو آهي." عمرو بن عاص چيو: "علي (عليہ السلام) خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ جيڪڏهن مان توسان شامل ٿيان تہ تون مون کي ڇا ڏيندين. اهو ڄاڻندي جيئن تون بہ ڄاڻين ٿو تہ معاملو تمام خطرناڪ آهي."

معاويہ چيو: ”تون جيڪو چوندين مان اهو توکي ڏيندس.“

عمرو بن عاص چيو: ”مان مصر جي گورنري چاهيان ٿو.“

ان ڪان پوءِ انهن جي وچ ۾ هڪڙي ڊگهي چالبازين واري گفتگو ٿي. انهن مان هرهڪ ٻئي کي بيوقوف بڻائڻ جي ڪوشش ڪئي. هرهڪ جي نظر ۾ پنهنجا پنهنجا مفاد هيا.

بهرحال، انهن جي چالبازي واري گفتگو هڪ ٻئي سان سودبيازي ڪرڻ تي ختم ٿي. عمرو بن عاص معاويہ کي خليفو تسليم ڪيو ۽ ان جي بيعت جو حلف کنيو ۽ بدلي ۾ معاويہ ان کي مصر ۾ ان جي پسگردائين تي خود مختيار ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي طرفان ڪا بہ مداخلت نہ ڪرڻ جو واعدو ڪيائين. حضرت علي عليہ السلام انهيءَ سوديبازي جو هنن لفظن ۾ نقشو چٽيو آهي.

”ان معاويہ جي ان وقت تائين بيعت ڪونہ ڪئي جيستائين اهو ان جي بيعت جي قيمت ادا ڪرڻ لاءِ راضي ڪونہ ٿيو. جنهن اهڙي بيعت ڪئي شل ان جا هٿ سوپارا ۽ ڪامياب نہ ٿين! شل اهڙي بيعت جو خريدار بي مانو ۽ خوار ٿي وڃي! هاڻي وقت اچي ويو آهي تہ توهان لڙائي لاءِ تيار ٿي وڃو ۽ ضروري هٿيارن جو بندوبست ڪيو.“

حضرت علي عليہ السلام انهيءَ سوديبازي جي لاءِ وڌيڪ فرمايو: ”مون کي سمجهڻ ۾ آيو آهي تہ عمرو بن عاص معاويہ جي بيعت جو حلف بيڪار کنيو آهي. ان معاويہ کي اڳواٽ ئي راضي ڪيو تہ اهو ان کي ان جي قيمت ادا ڪندو يعني تہ اهو ان کي ايمان ترڪ ڪرڻ جي بدلي ۾ هڪڙو تحفو ڏيندو.“

عمرو بن عاص پاڻ کي اڳواٽ ڪيل سوديبازي تائين محدود ڪو نہ رکيو ان جو مقصد ڪو ٻيو هو. ان معاويہ کي مشورو ڏنو تہ اهو علي عليہ السلام جي خلاف پرچاري مهم جو بندوبست ڪري تہ جيئن اها پرچار ان لڙائي لاءِ جيڪا بعد ۾ وڙهڻي پوندي، ڪارائتي ٿي وڃي. ان سان گڏ ان کي اهو بہ چيائين: ”مختلف شهرن ۾ پروسي وارن ماڻهن کي موڪل تہ اتي پرچار ڪن تہ اهو علي (عليہ السلام) ئي آهي جنهن عثمان رضہ کي قتل ڪيو.“

عمرو بن عاص اهو سڀ ان حقيقت جي معلوم هجڻ باوجود ڪيو ته علي عليه السلام ڪنهن به نموني ۾ عثمان رضه جي قتل ۾ ملوث ڪونه هيو ۽ دراصل جنهن ٽولي سان ان جو پنهنجو تعلق هيو ان جو ئي ان معاملي ۾ وڏو هٿ هيو جيئن اسان گذريل باب ۾ واضح ڪيو آهي.

جڏهن صفين جي لڙائي وقت معاويه عمرو بن عاص کي فوج جي صف بندي ڪرڻ لاءِ چيو ته ان ان وقت تائين ان جي ڳالهه کي ڪونه مڃيو جيستائين ان هڪڙو دفعو ٻيهر ان کان واعدو ڪونه ورتو ته جڏهن علي عليه السلام قتل ٿي ويو ۽ ان (معاويه) جي حڪومت قائم ٿي ويندي ته اهو ان کي مصر جو گورنر مقرر ڪندو.

انهيءَ حقيقت جو هڪڙو ٻيو ثبوت ته عمرو بن عاص سوديبازي ڪرڻ ۽ پنهنجن مفادن جي حفاظت ڪرڻ جو گهڻو ماهر هيو اهو آهي ته جڏهن اهو ۽ ابو موسيٰ اشعري ٽياڪڙي واري مشهور موقعي تي گڏجي ويٺا ۽ ٻنهي ڌرين جي نمائندگي ڪرڻ وارن ماڻهن خلافت لاءِ مختلف ماڻهن جا نالا تجويز ڪيا ته ابو موسيٰ اشعري پنهنجي طرفان عبدالله بن عمر الخطاب رضه جو نالو پيش ڪيو ٻين به ان جي اهو چئي تائيد ڪئي ته عبدالله بن عمر رضه خلافت لاءِ گهڻو حقدار ماڻهو آهي.

ابو موسيٰ وري چيو: "جيڪڏهن منهنجو وس هلي ته مان عمر الخطاب جي نالي کي وري جيارڻ جي خواهش رکان ٿو." ان تي عمرو بن عاص ابو موسيٰ اشعري کي چيو: "جيڪڏهن تون عبدالله بن عمر رضه کي ان جي دينداري جي ڪري خليفو بڻائڻ گهرين ٿو ته پوءِ تون منهنجي پٽ عبدالله کي انهيءَ عهدي لاءِ چونڊو نامزد ڪرين؟ توکي ان جي اهليت ۽ قابليت جي چڱي طرح خبر آهي."

اهوئي طريقو هيو جنهن سان عمرو بن عاص سوديبازي ڪندو هيو. اهو معاويه جي طرفان امين مقرر ٿي آيو هيو پر جيئن ئي ان محسوس ڪيو ته ان جي پٽ جي خليفو ٿيڻ جو امڪان موجود آهي ته ان موقعي مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان عهدي لاءِ ان جو نالو پيش ڪيائين. اهو ان وقت اهو به وساري ويٺو ته صفين جي لڙائي ۾ اهو معاويه جي فوج جو سپهه سالار هيو ۽ ڪاميابي جي صورت ۾ معاويه ان سان مصر جي گورنري جو واعدو ڪيو هو ۽ اها به حقيقت نظرانداز

ڪري ڇڏيائين تہ اهو معاويہ جي طرفان امين مقرر ٿيل هيو ۽ ثياڪڙ جي نوبت بہ ان جي نڳي ۾ چالاڪي واري حرفت جي ڪري آئي هئي.

حقيقت اها آهي تہ ٻنهي، معاويہ ۽ عمرو بن عاص، ڄاتو ٿي تہ اهي حضرت علي عليہ السلام سان ناانصافي ڪري رهيا هيا. پنهنجين دلين جي اندر اهي خبروار هيا تہ حضرت علي عليہ السلام انهن کان بهتر هيو. انهن مان ٻئي خود پنهنجو مقصد ماڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هيا. ظاهري طور اهي هڪ ٻئي جا دوست ۽ گهڻ گهرا هيا پر حقيقت ۾ اهي گهڻو مخالف هيا ۽ انهن جي دشمني انهن جي چهرن جي رنگت مان ۽ انهن طرفان ادا ٿيندڙ جملن مان پڌري ٿي پئي وئي. جڏهن صفين واري لڙائي ختم ٿي تہ هڪڙي ڏينهن معاويہ پنهنجن دربارين کان پڇيو: "ڪهڙي ڳالهہ حيران ڪن آهي؟" انهن مان هرهڪ انهيءَ موضوع تي پنهنجن پنهنجن خيالن جو اظهار ڪيو. جڏهن عمرو بن عاص جو وارو آيو تہ ان چيو: "سڀ کان گهڻي عجيب ڳالهہ اها آهي تہ ڪوڙ سچ تي سوڀ ماڻي ويندو." ائين چوڻ سان ان معاويہ ۽ حضرت علي عليہ السلام ڏانهن اشارو ڪيو.

معاويہ هڪدم جواب ۾ چيو: "نہ سڀ کان عجيب ڳالهہ اها آهي تہ ڪو انسان ڪنهن ٻئي انسان کان خوف ڪرڻ کان سواءِ ۽ اهو ڄاڻندي تہ اهو ان کي ڪو نقصان پهچائي ڪونہ ٿو سگهي، ان کي اهڙي شي ڏئي جنهن جو اهو حقدار نہ هجي." ان مان ان جو مطلب اهو هيو تہ ان عمرو بن عاص کي مصر جي گورنري ڏني هئي، توڙي جو عمرو بن عاص ان کي ڪو نقصان نٿي پهچائي سگهيو ۽ گورنر ٿيڻ جي پڻ لائق ڪو نہ هيو.

حضرت علي عليہ السلام ۽ معاويہ جي باري ۾ عمرو بن عاص جيڪي خيال رکيا ٿي، اهي ان طرفان هنن لفظن ۾ کيل اقرار ذريعي پڌرا ٿي وڃن ٿا: "مون سان ڏوڪو ڪيو ويو آهي، علي (عليہ السلام) کي ڇڏڻ ۽ معاويہ جو پاسو وٺڻ هڪڙي عظيم غلطي هئي." عمرو بن عاص طرفان اهو اقرار ۽ ميچتا، معاويہ جي اتحادين ۽ حمايتين جي انتهائي اخلاقي پستي کي ظاهر ڪن ٿا. اهي ڄاڻي واڻي پنهنجو پاڻ کي ڏوڪو ڏئي رهيا هيا.

جڏهن حضرت علي عليہ السلام شهيد ٿيا ۽ ان کان بعد ۾ معاويہ اسلامي علائقن جو اڪيلو حڪمران ٿي ويو تہ ان عمرو بن عاص کي مصر جو گورنر مقرر ڪرڻ کان ٽال مٽول اختيار ڪرڻ شروع ڪئي. عمرو بن عاص مطالبو ڪيو تہ معاويہ کي پنهنجو واعدو پاڙڻ گهرجي. بهرحال، جڏهن معاويہ ان جي درخواست کي ڪا مُهت ڪونہ ڏني تہ ان هڪڙو ڊگهو نظم لکيو ۽ اهو ان کي موڪلي ڏنائين. ان جا ڪجهہ بيت هيٺن هئا:

"اي معاويہ! ان انعام کي نہ وسار جنهن جو تو مون سان واعدو ڪيو هيو حق جي رستي کان منهن نہ موڙ."

"اي هند جا پٽ! مون پنهنجي جهالت ڪري هڪڙي عظيم ۽ نهايت اشراف سردار جي خلاف تنهنجي مدد ڪئي."

"علي (عليہ السلام) سان تنهنجو ڪهڙو مقابلو؟ تلوار جي ڪنهن ڪهاڙي سان ڪيئن ڀيٽ ڪري سگهجي. ڪهڪشان جي زمين جي تهہ سان يا علي جي معاويہ سان ڀيٽ ڪيئن ٿي ڪري سگهجي."

ان نظم ملڻ سان ئي معاويہ هڪدم عمرو بن عاص کي مصر جو گورنر مقرر ڪيو.

معاويہ ۽ عمرو بن عاص، جن کي پنهنجن ذاتي مفادن ۽ ادلي بدلي جي معاملن هڪ ٻئي جي ويجهو آندو هيو هڪ ٻئي سان ڪيئن نفرت ڪندا هيا. اهو بہ هيٺين واقعي مان ثابت ٿي وڃي ٿو:

جڏهن معاويہ عمرو بن عاص کي ٺياڪڙي واري منصوبي کي مضبوط ڪرڻ ۽ ابو موسيٰ اشعري جي بيوقوفي مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو تہ ان ڪا ڳالهہ چئي جنهن تي عمرو بن عاص ناراض ٿي ويو. تنهن ڪري ان معاويہ جي باري ۾ هڪڙو طنزيہ بيت پڙهيو. ان تي معاويہ پنهنجي هڪڙي درباري عبدالرحمان بن ام حڪم نالي شاعر کي چيو تہ اهو ان بيت جو جواب ڏئي ۽ ان جي خلاف هڪڙو طنزيہ بيت ٺاهي. عبدالرحمان عمرو بن عاص جي خلاف گهٽائي طنزيہ بيت ٺاهيا جنهن ۾ ان عمرو کي ڌمڪيون ڏنيون ۽ مذمت ڪئي ۽ ان کي علي عليہ السلام جو مقابلو ڪندي صفين جي لڙائي واري ميدان مان پڇي وڃڻ تي تنبيهہ ڪئي. عبدالرحمان چيو: "توکي سرڪشي ۽ آڪڙ ترڪ

ڪرڻ گهرجي ڇو ته هڪڙو سرڪش ماڻهو لعنتي شخص آهي. ڇا تون صفين جي لڙائي واري ڏينهن علي (عليہ السلام) جو مقابلو ڪندي پڇي ڪونہ ويو هئين؟ تون پنهنجي جان بچائڻ لاءِ گهڻو فڪرمند هئين ۽ توڙي جو هر ماڻهوءَ کي هڪڙي ڏينهن مرڻو آهي، تون ڀڄي ويو هئين تہ تون قتل ٿي مري وڃين ها."

پڌري پٽ، اهي ٻئي شخص عجيب ذهنيت جا مالڪ هيا. هڪڙي طرف انهن حضرت عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ ۽ حضرت علي عليہ السلام کي ظالم قرار ڏيڻ ۽ ان کان بدلو وٺڻ جي دعوا سان هٿ ۾ هٿ ملايو هيو ۽ ٻئي طرف اهي هڪ ٻئي کي ڌمڪيون ۽ گاريون ڏئي ۽ تنبيهون ڪري رهيا هيا.

پهرين زمانن جا ماڻهو جيڪي انهن حادثن، فتنن ۽ فسادن جي ظاهر ٿيڻ کان اڳ دنيا مان هليا ويا هيا، معاويہ ۽ عمرو بن عاص جي حقيقت کان چڱي طرح واقف هيا تہ اهي ٻئي ڪيترا لالچي هيا ۽ فائدي حاصل ڪرڻ لاءِ منافقي جي ڪيتري حد تائين ڪريل هيا. حضرت عمر رضہ جيڪو ماڻهو شناس ۽ ماڻهن جي طبيعتن کان گهڻو واقف هيو ان پنهنجي مرڻ کان ڪجهہ وقت اڳ ماڻهن کي معاويہ ۽ عمرو بن عاص کان چڱي طرح هوشيار ڪري ڇڏيو هيو. ان چيو هيو: "اي محمّد (صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم) جا اصحابيو! هڪٻئي جا خيرخواهہ رهجو جيڪڏهن توهان ائين نہ ڪيو تہ توهان تي عمرو بن عاص ۽ معاويہ بن ابوسفيان غالب اچي ويندا."

مسلمانن منجهہ ان وقت هڪڙي جماعت موجود هئي جيڪا اڪثر معاملن جو ضمير جي روشني ۾ ۽ عقل جي رهنمائي سان فيصلو ڪندي هئي، انهن معاويہ ۽ عمرو بن عاص، ٻنهي کي دغاباز قرار ڏنو آهي. ڇو تہ انهن حقي خليفي حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪئي. معتزلين جو اهوئي عقيدو هيو. اهي ماڻهن جي اهڙن عملن تي تيڪاتپٽي ڪرڻ ۽ تجزيو ڪرڻ جي معاملي ۾ ٻين مسلمان فرقن جي ڀيٽ ۾ گهڻو بيباڪ هيا. جيئن "المنيتہ والامل" نالي ڪتاب جي ليکڪ واضح ڪيو آهي، تہ اڪثر معتزلين معاويہ ۽ عمرو بن عاص کان

پنهنجي بيزاري ڏيکاري آهي ۽ انهن کي چور ۽ ڌاڙيل چيو آهي، جن بيت المال کي لٽيو. (ڏسو فجر الاسلام صفحو 240)

جيئن حضرت علي عليہ السلام خاڪو پيش ڪيو آهي، معاويہ مڪمل طور تي ائين هيو. انهن فرمايو: "اهو وڏي وات ۽ ٿلهي بيڪ (پيٽ) وارو انسان آهي، ان کي جيڪو مليو اهو هڙپ ڪري ويو ۽ ان تي نظرون کتل اٿس جيڪو ان کي نہ ملي سگهيو آهي."

عمروبن عاص جي باري ۾ انهن فرمايو: "ان ڪوڙ ڳالهايا ۽ واعدي خلافيون ڪيون. ان جيڪڏهن ڪنهن بہ کان ڪا شي وٺڻ گهري تي تہ پاڻ کي ان جي آڏو ڪيرائي تي چڏيائين ۽ جيڪڏهن ڪنهن بہ ان کي ڪنهن شي لاءِ چيو تہ ڪنجوسپائي ڏيکاريائين. ان جڏهن بہ ڪو معاهدو يا واعدو ڪيو تہ ان جي انحرافي ڪيائين."

اهي سيئي ڳالهيون معاويہ ۽ عمروبن عاص ۾ عام هيون ۽ اهو ئي سبب هيو تہ انهن هڪ ٻئي سان هٿ ۾ هٿ ڏنو هيو. جڏهن ڪو وڏي وات وارو ماڻهو وڏو بيڪ بہ رکي ٿو تہ اها فطري ڳالهہ آهي تہ ان کي جيڪو ملي ٿو اهو هڙپ ڪري وڃي ٿو ۽ وڌيڪ لاءِ واجهائيندو رهي ٿو. ان کي ان ڳالهہ جي پرواهہ ڪونہ ٿي رهي تہ آيا اهو جيڪا شي استعمال ڪري رهيو آهي اها جائز بہ آهي يا ناجائز آهي؛ ۽ نہ وري اهو عدل ۽ انصاف، ظلم ۽ ڏاڍ، چڱائي ۽ مَنائي ۽ گُڻ ۽ اوگڻ جي احساس سان واسيل آهي. جڏهن ڪو ماڻهو ڪوڙو هوندو آهي تہ پنهنجن ڪيل واعدن تان ڦري ويندو آهي. جڏهن اهو ڪنهن ٻئي کان ڪا شي وٺڻ گهرندو آهي تہ ان کي گهٽيون منٿون ڪندو آهي ۽ جڏهن ان کي پاڻ کي ڪا شي ڏيڻ لاءِ چيو ويندو آهي تہ اهو اکيون ڀوڻي ڪنجوسپائي ڪندو آهي. پنهنجن ڪيل واعدن ۽ معاهدن جي انحرافي ڪندو آهي. اهو اهي سڀ ڳالهيون پنهنجي مفاد لاءِ ڪندو آهي. حضرت علي عليہ السلام انهن ٻنهي لاءِ جيڪو چيو آهي ان جو مطلب اهو آهي تہ انهن جي عملن جو بنياد خود مطلبي واري رجحان تي ٻڌل هيو. انهن صورتحالن ۾ انهن کي ڪابہ ڳالهہ دوکيبازي ۽ بغاوت جي بنياد تي هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيڻ کان روڪي نٿي سگهي، خاص طور تي جڏهن انهن مان ٻئي انهن ڳالهين ذريعي پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ واري مهم تي

لڳل هئا، توڙي جو انهن جي دلين جي اندر هڪ ٻئي لاءِ نفرت هئي.
حضرت علي عليہ السلام ان حقيقت ڏانهن ئي اشارو ڪندي هي فرمايو:

”مون انهن ٻنهي خبيثن جو خط پڙهيو آهي، جن الله تعاليٰ جي احڪامن جي نافرماني ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي جو ساٿ ڏنو آهي.“

حضرت علي عليہ السلام جي دشمنن وڏي چالاڪيءَ سان ان جي خلاف منصوبہ بندي ڪئي. سازشي گهڻا هيا ۽ انهن جون نيتون ۽ مقصد بہ هڪ ٻئي کان مختلف هيا. بهرحال، اهي هڪڙي ڳالهہ تي متحد هيا ۽ اُها ڳالهہ اِها هئي تہ علي عليہ السلام کي انهن جو حڪمران نہ هجڻ گهرجي. ان سازش کي مضبوط ڪرڻ ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ معاويہ جو وڏو هٿ هيو. اهو فسادين جو سردار هبو ۽ ٻيا سڀئي ان جا حمايتي ۽ پوئلڳ هيا. حقيقت ۾ اهو ئي جنگ جمل جو اصل ڪارڻ پڻ هيو. جيڪڏهن اهو پاڻ کي ظاهر ڪرڻ ۽ اڳيان اچڻ کان سواءِ باغين کي هٿيار فراهم نہ ڪري ها تہ اها لڙائي نہ لڳي ها. اها ڳالهہ بہ انهيءَ حقيقت ذريعي ثابت ٿي وڃي ٿي تہ حضرت علي عليہ السلام جي خليفي ٿيڻ جي خبر ٻڌڻ سان ئي ان هڪدم بنوعميس قبيلي جي هڪڙي ماڻهو هٿاران زبير کي خط موڪليو. خط ۾ هي لکيل هو:

”معاويہ بن ابو سفيان طرفان اميرالمؤمنين زبير ڏانهن. السلام عليڪم. مان توهان کي اهو اطلاع ڏيڻ چاهيان ٿو تہ مون شام جي عوام کان توهان جي بيعت جو حلف ورتو آهي ۽ انهن هڪدم توهان کي پنهنجو خليفو تسليم ڪيو آهي. هاڻي توهان لاءِ اهو ضروري آهي تہ ڪوشش ڪيو تہ بصري ۽ ڪوفي جا ماڻهو بہ توهان سان شامل ٿي وڃن، ڇوتہ جيڪڏهن انهن ٻنهي شهرن جا ماڻهو توهان جي فرمانبرداري ڪن تہ معاملا توهان جي لاءِ گهڻو آسان ٿي ويندا. توهان کان پوءِ مون ماڻهن کان طلحہ بن عبدالله لاءِ بيعت ورتي آهي. هاڻي توهان علي (عليہ السلام) کان عثمان رضہ جي قتل جو بدلو وٺڻ جي دعوا ڪريو ۽ ماڻهن کي پاڻ ڏانهن اچڻ جي دعوت ڏيو. توهان ٻنهي کي گهرجي تہ انهيءَ معاملي ۾ تڪڙا ۽ وڌ ۾ وڌ اُپاءَ وٺو. الله توهان کي ڪامياب ڪري ۽ توهان جي دشمنن کي ناس ڪري.“

زبير کي جڏهن اهو خط مليو تہ اهو گھڻو خوش ٿي ويو ۽ اهو طلحہٰ کي پڻ ڏيکاريائين. اهي ٻئي معاويہ جي خلوص واري ٻهروپ کان ڌوڪو کائي ويا. انهن هڪدم پنهنجي طرفان علي عليہ السلام جي ڪيل بيعت جي خلاف ورزي ڪئي. معاويہ جي مشوري تي عمل ڪندي حضرت علي عليہ السلام خلاف لڙائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون. ان جي نتيجي ۾ جنگ جمل وارو واقعو پيش آيو. معاويہ جي تمنا پوري ٿي وئي ڇو تہ ان گھريو ٿي تہ وقت جو خليفو علي عليہ السلام ۽ خلافت جا تمنائي طلحہ ۽ زبير پاڻ ۾ وڙهن تہ جيئن انهن جي سگهہ کي ڌڪڪو لڳي ۽ اهي ڪمزور ٿي وڃن.

جڏهن جنگ جمل ختم ٿي وئي تہ معاويہ انهن ماڻهن کي رشوت ڏيڻ ۾ وڏي رقم خرچ ڪئي، جن لاءِ ان محسوس ڪيو تہ اهي ان جي مدد ڪندا يا گهٽ ۾ گهٽ علي عليہ السلام جي مدد ڪونہ ڪندا. باقي ان کي جيڪڏهن ڪنهن جي باري ۾ خبر هئي تہ اهو نہ تہ ان جي ڪا مدد ڪندو ۽ نہ وري جڏهن اهو بغاوت ڪري نڪرندو تہ اهو شخص خاموش تماشائي رهي سگهندو تہ معاويہ انهن ماڻهن کي گمراهہ ڪرڻ ۽ ڌوڪي ڏيڻ لاءِ انوکا طريقا اختيار ڪيا. انهن مڙني سازشن ۾ عمرو بن عاص معاويہ جو خاص صلاحڪار ۽ مددگار هيو. حضرت علي عليہ السلام عمرو بن عاص کي پاڻ سان ملائڻ لاءِ دم دلاسا ڏيڻ يا دوکو ڪرڻ جي ڪوشش ڪونہ ڪئي. ان وقت بہ نہ جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي معلوم ٿيو تہ اهو معاويہ سان سازباز ڪري رهيو هيو. حضرت علي عليہ السلام هميشہ وانگر ايماندار ۽ ديانتدار رهيا ۽ عمرو بن عاص ۽ معاويہ جو اتحاد بہ انهن جي ثابت قدمي کي لوڏي ڪونہ سگهيو. تنهن ڪري انهن عمرو بن عاص کي هڪڙو خط لکيو جنهن ۾ هي لکيل هيو:

”تو پنهنجي ايمان کي هڪڙي شخص جي دولت پٺيان لڳائي ڇڏيو آهي، جنهن جي گمراهي ڪا لڪل ڳالهہ ڪونهي. ان جي سيني کي خبر آهي تہ هي اهڙو شخص آهي جيڪو پاڻ سان گڏ ويهندڙ پاڪ ذهن واري ماڻهوءَ کي بہ پنهنجي رنگ ۾ رنگي ڇڏي ٿو ۽ جيڪو غيرجانبدار ۽ بردبار ماڻهو کي بہ بيوقوف بڻائي ڇڏي ٿو. تون ان جي پٺيان لڳو آهين ۽ ان جي ماني ڀِڳي لاءِ ائين تانگهين ٿو جيئن بکايل

ڪتو لالچ ۾ شينهن جي چنبن جي نشانن کي ڏسندي ان جو پيڇو ڪندو آهي تہ من ان جي شڪار مان ڪجهہ بچيل ذرا ملي وڃن. ائين ڪرڻ سان تو پنهنجي دنيا سان گڏ آخرت بہ برباد ڪري ڇڏي آهي، توڙي جو جيڪڏهن تون حق کي پڪڙي رکين ها، تہ بہ پنهنجو مقصد حاصل ڪري وٺين ٿا. هاڻي جيڪڏهن الله پاڪ مون کي توتي ۽ ابو سفيان جي پٽ تي سوڀ عطا ڪري ٿو تہ مان توهان ٻنهي کي توهان جي غلط ڪارين ڪري جوڳي سزا ڏيندس ۽ جيڪڏهن مان توهان کي پنهنجي قبضي ۾ وٺي نہ سگهان ۽ توهان مون کان پوءِ بہ زندهہ رهيا تہ تڏهن بہ تنهنجي قسمت تمام خراب هوندي“

# شديد تباهي

اهي علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيا جنهن جي تلوار اونداهي کي چاڪ ڪري ڇڏيندي هئي ۽ دشمنن تي وڄ جي چمڪاٽ وانگر ڪرندي هئي. ۽ تيز ۽ سخت هوائن وانگر انهن کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيندي هئي. ان جي اکين جا لڙڪ هاڻي چڻنگن ۾ بدلجي ويا هيا ۽ ان جي دل نرمي ۽ مهرباني سان باهہ وَسائي رهي هئي.

اهي فقيرن لاءِ انڌاري جي مقابلي ۾ سِر لڪائڻ جي جاءِ، ڪمزورن لاءِ ٻوڏ جي مقابلي ۾ پٽ (ديوار) هيا. ۽ بيوسن لاءِ تڪليف کان بچڻ لاءِ وسيلو هيا. ۽ ساڙيندڙ اس ۾ رات جهڙو پاڇو هيا.

اهي علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيا جن جي باري ۾ ۽ جنهن جي تلوار جي باري ۾ ماڻهن سان گڏ زمانو بہ جلد پڪاري اٿندو "لا فتي الا علي لا سيف الا ذوالفقار" (علي عليہ السلام کان سواءِ ڪو فاتح (جوان) ڪونهي، ذوالفقار کان سواءِ ٻي ڪا تلوار ڪونهي.)

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ جلدي معاويہ هڪ لک ويهہ هزار ماڻهو ساڻ ڪري عراق تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ رقہ ويجهو صفين جي وادي ۾ فرات جي ڪناري ڀرسان پڙلاءُ ڪيائين. اهو اڳتي وڌيو ۽ زمين جي هڪڙي ڪليل ۽ سڌي پٽ تي قبضو ڪيائين. صفين هڪڙي ماڙي آهي، جيڪا فرات ندي جي ويجهو آهي. ان زماني ۾ ان ماڙي ۾ گهڻا ئي پاڻي جا چشما هيا ۽ گڏوگڏ فرات ندي ۽ ان جي وچ ۾ وڻن جو وڏو تعداد موجود هو.

حضرت علي عليہ السلام پڻ پنهنجو لشڪر ساڻ ڪري ڪوفي مان روانا ٿيا ۽ مدائن ۾ رقہ مان گذري صفين اچي پهتا. انهن جو ارادو هيو تہ اهو همدردي ۽ صلاح (نصيحت) ذريعي معاويہ کي بغاوت کان روڪي ۽ لڙائي جو فقط ان وقت سهارو وٺي، جڏهن اهو پنهنجي هوڏ تان نہ لهي. جڏهن اهي صفين پهتا تہ انهن ڏٺو تہ هڪڙي وڏي لشڪر، جيڪو فرات ندي جي ڪناري تي پڙلاءُ ڪري وٺو هيو پاڻي تائين

رسائي ڪان انهن جي پنهنجي لشڪر جو رستو روڪي ڇڏيو هيو. حضرت علي عليہ السلام هنن لفظن سان معاويہ ڏانهن پيغام موڪليو: "اسان هتي پاڻي لاءِ لڙائي ڪرڻ ڪونہ آيا آهيون، جيڪڏهن اسان هتي توهان ڪان اڳ ۾ پهچي وڃون ها تہ اسان توهان کي پاڻي کڻڻ کان ڪونہ روڪيون ها."

عمرو بن عاص معاويہ کي صلاح ڏني تہ پاڻي ڪان علي (عليہ السلام) جي لشڪر جي رستا روڪ نہ ڪري. ان چيو: "علي (عليہ السلام) جي همت ۽ شجاعت جي دنيا کي چڱي طرح خبر آهي تہ ان سان بهادر جنگجوئن جو هڪڙو وڏو لشڪر گڏ آهي، اهو ممڪن ڪونهي تہ اهي ان صورتحال کي قبول ڪن ۽ اڃ ۾ ويٺا رهن." معاويہ جواب ڏنو: "خدا جو قسم! اها منهنجي پهرين ڪاميابي آهي. الله مون کي حوض ڪوثر مان ڍو ڪونہ ڪرائيندو جيڪڏهن اهي ماڻهو نديءَ جو پاڻي پي وڃن. البت، باقي جيڪڏهن اهي فتح ڪري ويا تہ معاملو مختلف هوندو."

معاويہ جي ساٿين جو حوصلو ايترو گهڻو وڌي ويو هيو جو انهن حضرت علي عليہ السلام کي منهن سامهون چيو: "تون مرڻ گهڙي تائين ان پاڻي جو هڪڙو ڦڙو بہ حاصل ڪري ڪو نہ سگهندين."

جنگي حڪمت عملي جي لحاظ ڪان حضرت علي عليہ السلام جي پوزيشن نهايت ڪمزور هئي. بهرحال، انهن حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي موڪليو تہ اهو ندي جي ڪناري جو قبضو حاصل ڪري، ان پنهنجي غيرمعمولي بهادريءَ سان معاويہ جي ماڻهن کي پٺڻ تي مجبور ڪيو. هاڻي ڪنارو حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر جي قبضي ۾ هيو. علامہ ابن قتيبہ جي قول مطابق عمرو بن عاص معاويہ جي انهيءَ شڪست تي خوشي محسوس ڪئي ۽ ان کي چيائين: "اي معاويہ مون کي صرف هڪڙي ڳالهہ ٻڌاءِ. فرض ڪجي تہ اهي پڻ تنهنجي لشڪر لاءِ ائين پاڻي روڪين جيئن تو اهو انهن ڪان روڪيو هيو تہ پوءِ ڇا تون نديءَ جي ڪناري تي وري قبضو حاصل ڪرڻ لاءِ انهن جي خلاف لڙائي ڪري سگهندين؟ بهرحال، انهيءَ ڳالهہ جي پڪ

آهي تہ علي (عليہ السلام) ائين ڪونہ ڪندو جنهن کي تو جائز سمجهيو هو."

حضرت علي عليہ السلام جي ڪجهہ ساٿين معاويہ ۽ ان جي فوجين کي سبق سيکارڻ لاءِ انهن تي پاڻي جي بندش وجهڻ گهري، پر ان عظيم شخصيت پنهنجن دوستن جي صلاح کي ڪونہ مڃيو ۽ دشمنن کي آزادي سان پاڻي استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني. ان جي ساٿين تمام گهڻو اعتراض ڪيو ۽ چيائون: "اي اميرالمؤمنين! انهن لاءِ پاڻي جي ائين بندش وجهو جيئن انهن توهان سان ڪيو. انهن کي پاڻي جو هڪڙو ڦڙو بہ پيئڻ نہ ڏيو. انهن کي اڄ مرڻ ڏيو لڙائي ڪرڻ جي ضرورت ئي ڪونہ پوندي، توهان انهن کي پنهنجن هٿن سان پڪڙي سگهندا." علي عليہ السلام جواب ڏنو: "مان اهو نٿو ڪري سگهان جيڪو انهن ڪيو. انهن کي پاڻي لاءِ رستو ڏئي ڇڏيو."

جيڪڏهن معاويہ جا حمايتي اعليٰ ڪردار جا مالڪ هجن ها تہ اهي علي عليہ السلام ۽ معاويہ جي وچ ۾ فرق کي سمجهي وڃن ها ۽ انهن کي اهو احساس ٿي وڃي ها تہ حق تي ڪير آهي ۽ ناحق تي ڪير آهي. اهي پوءِ اهو بہ سمجهي وڃن ها تہ حضرت علي عليہ السلام خلاف معاويہ جي مدد ڪرڻ ائين آهي جيئن ڪنهن چور ۽ ڌاڙيل جي مدد ڪرڻ هجي يا اهڙي شخص جي مدد جيڪو هڪڙي نبي سڳوري خلاف لڙائي ڪندو هجي.

عمرو بن عاص جو جيڪو بہ ايمان هيو اهو ان مصر جي گورنري لاءِ معاويہ وٽ وڪڻي ڇڏيو هيو ٻي صورت ۾ ان طرفان معاويہ جي مدد ڪرڻ جو ڪو جواز ڪونہ هيو. جڏهن تہ ان کي خبر هئي تہ حضرت علي عليہ السلام جي ڀيٽ ۾ معاويہ جي ڪا حيثيت ئي ڪونہ هئي. صفين جي لڙائي ۾ شامين حضرت علي عليہ السلام خلاف گستاخي وارا لفظ چيا ۽ گهٽ وڌ ڳالهايو. معاويہ اهو سڀ ڪجهہ ٻڌي ٻهڪڻ لڳو. گهڻو ڪري اهو پاڻ بہ انهن کي هُشي ڏيندو رهيو ۽ ائين ڪرڻ لاءِ چوندو رهيو. بلڪل ائين جيئن بعد ۾ ان پنهنجي اقتدار جي دوران اهو حڪم ڏنو هيو تہ مسجدن ۾ منبرن تان علي عليہ السلام خلاف گارگند ڪئي وڃي. اهو بڇڙو عمل ان جي نصيب تي ذلالت جو هڪڙو اڻ مٽ

نشان آهي ۽ انهيءَ سبب ڪري ٻيا انسان هميشہ قيامت تائين ان سان نفرت ڪند رهندا.

جڏهن عراقين شامين کي اهڙي گارگند ڪرڻ واري ٻولي استعمال ڪندي ٻڌو تہ انهن بہ ساڳي نموني جواب ڏيڻ گهريو. پر جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي معلوم ٿيو تہ ان انهيءَ ڳالهہ کي پنهنجي لشڪر جي نيڪ نامي ۽ شرافت لاءِ هڪڙو ٽِڪو سمجهيو. تنهن ڪري انهن پنهنجن مجاهدن آڏو هڪڙي تقرير ڪئي، جنهن ان جي حڪومت جي باوقار اصولن ۾ هڪڙو شاندار اضافو ڪيو. ان انهن کي هدايت ڪئي تہ هر ڪنهن سان عزت وارو سلوڪ اختيار ڪيو. چاهي اهو هڪڙو دوست هجي يا ڪو دشمن. انهن فرمايو: "مان نٿو چاهيان تہ توهان بہ انهن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ شروع ڪيو. جيڪڏهن انهن جي غلطين جي نشاندهي ڪيو ۽ انهن بابت سچين حقيقتن جو حوالو ڏيو تہ اها هڪڙي مناسب ڳالهہ ٿيندي ۽ ائين ڪرڻ سان توهان پنهنجو فرض ادا ڪيو هوندو. گندي ٻولي استعمال ڪرڻ جي بجاءِ توهان ائين چئو: "اي مالڪ! اسان جي ايمان سان گڏ انهن جي ايمان جي بہ حفاظت ڪر. اسان جي وچ ۾ مفاهمت جو امڪان پيدا ڪر ۽ انهن جي جهالت کان عقلمندي ڏانهن رهنمائي ڪر تہ جيئن اهي سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ فرق ڪرڻ جي قابل ٿين ۽ بغاوت ۽ گمراهي کان پاسو ڪن." حسبِ عادت حضرت علي عليہ السلام وس آهر گهڻي ڪوشش ڪئي تہ رتوڇاڻ کان بچي وڃجي ۽ مفاهمت ٿي وڃي، پر اهو ان مقصد ۾ ڪامياب ڪونہ ٿي سگهيو. ان گهڻي وقت تائين فراخدلي ۽ خلوص جو دروازو کليل رکيو پر شامي ماڻهو اهڙا تہ موڳا اُٺ هيا جو اهي پاڻ منجهہ چڱائي ۽ مٺائي جي وچ ۾ امتياز ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪري ڪونہ سگهيا.

حضرت علي عليہ السلام جا ساٿي اهو ڏسي حيران ٿي ويا تہ اهو لڙائي جي شروعات ڪرڻ کان دير ڪري رهيو هيو ۽ انهن کي لڙائي ڪرڻ جي اجازت بہ ڪونہ ٿي ڏنائين. انهن کي پاڻ فرمايائون: "توهان جي انهي سوال تہ مان لڙائي شروع ڪرڻ ۾ ڇو دير ڪري رهيو آهيان، جي جواب ۾ مان اهو چوندس تہ مان قتل کان نفرت ڪيان ٿو ۽ ان کي

ٽارڻ گهران ٿو. الله جو قسم ڪٽي چوان ٿو تہ مون کي انهيءَ جي پرواهہ ڪونهي تہ آيا مان موت ڏانهن اڳتي وڌان ٿو يا موت مون ڏانهن اڳتي اچي ٿو. ساڳي طرح اوهان جي انهيءَ سوال تہ مان شامين خلاف جهاد جي جائز هجڻ لاءِ شڪ ۾ آهيان، جي جواب ۾ الله جو قسم کڻي چوان ٿو تہ مان هڪڙي ڏينهن لاءِ بہ لڙائي کي انهيءَ لاءِ دير ڪونہ ڪئي آهي، سواءِ ان سبب جي تہ مان سوچيان ٿو تہ ٿي سگهي انهن مان ڪجهہ ماڻهو اچي مون سان شامل ٿين ۽ منهنجي ذريعي هدايت لهن ۽ پنهنجين چُنجهين اکين سان منهنجي روشني کي ڏسن. مان انهن کي قتل ڪرڻ جي بجاءِ ان ڳالهہ کي ترجيح ڏيان ٿو ڇو تہ اهي جهالت جي حالت ۾ آهن، توڙي جو مڙني خواهشن ۽ مقصدن ڪري پنهنجن گناهن لاءِ اهي پنهنجو پاڻ ذميوار رهندا." جڏهن حضرت علي عليہ السلام کي پڪ ٿي وئي تہ شامي ڪنهن بہ طريقي سان حق جي راهہ تي ڪونہ ايندا ۽ لڙائي اٽل ٿي وئي تہ اهي پاڻ ٻنهي لشڪرن جي وچ تي آيا ۽ فرمايائون: "اي مالڪ! جيڪڏهن مون کي معلوم هجي ها تہ تون تڏهن راضي ٿيندين جڏهن مان پنهنجي تلوار جي نوڪ کي پنهنجي پيٽ تي رکي ان تي ان وقت تائين ڏوڙو ٿي وڃان جو اها منهنجي بدن کي ڦاڙي منهنجي پٺي مان ٻاهر نڪري وڃي، تون انهيءَ ڳالهہ کان پلي پت واقف آهين تہ مان ائين ئي ڪيان ها. اي الله! مون کي صرف اهو معلوم آهي جنهن جي تو مون کي تعليم ڏني آهي. اڄ مان انهن بيوقوف ماڻهن جي خلاف جهاد ڪرڻ کان وڌيڪ ڪابہ ڳالهہ بهتر نٿو سمجهي سگهان. جيڪڏهن ڪو ٻيو عمل توکي وڌيڪ پسند ٿيندڙ هجي ها تہ مان يقينن ان جي بجاآوري کان منهن ڪونہ موڙيان ها."

پوءِ انهن فرمايو: "اي ڌرتي جا مالڪ! جنهن کي تو انسان ذات لاءِ اجهو بڻايو آهي ۽ جيت جڻين ۽ جانورن ۽ ٻين اڻ ڳڻين ڏسڻ ۾ اچڻ ۽ ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ ساهوارن لاءِ گهمڻ ڦرڻ جي جاءِ ڪيو آهي. اي مضبوط جبلن جا خالق جن کي تو ڌرتي جا ڪِلا بڻايو آهي ۽ مخلوقن لاءِ زندگيءَ جو وسيلو بڻايو آهي. جيڪڏهن تون اسان کي اسان جي دشمنن مٿان سوڀ عطا ڪرين تہ ناانصافي ڪرڻ کان اسان کي بچائجان ۽ اسان کي حق جي راهہ تي ثابت قدم رکجان ۽ جيڪڏهن

تون اسان جي دشمنن کي فتح ڏين تہ اسان کي شهادت سان نوازجان ۽ اسان کي حياتي جي لوڀ لالچ کان محفوظ رکجان."

لڙائي شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ عمرو بن عاص ڪجهہ بيت ناهيا ۽ اهي حضرت علي عليہ السلام ڏانهن موڪليائين. انهن مان هڪڙو هي هيو:

"اي ابوالحسن! اسان جي باري ۾ غلط فهمي ۾ نہ رهجان. جڏهن اسان ڪنهن معاملي کي هٿ ۾ کڻندا آهيون تہ اسان ان کي انجام تي پهچائيندا آهيون."

حضرت علي عليہ السلام جي ساٿين مان هڪڙي ان جو جواب هنن لفظن ۾ ڏنو:

"ابوالحسن کان خبردار رهہ. جيڪو شجاعت جي ٻيلي جو شينهن آهي ۽ شيرن جو ابو آهي. اهو هروقت هوشيار ۽ نهايت چوڪس هوندو آهي. اهو توکي بلڪل ائين لتاڙي ڇڏيندو جيئن ڪا شي همام دستي ۾ ڪُٽجي ويندي آهي. اي جاهل شخص! توهان ڪيترا بيوقوف ٿي ويا آهيو جو توهان پنهنجن هٿن کي چڪ پائي رهيا آهيو ۽ پنهنجا ڏند ڪُرٽي رهيا آهيو!"

مضر ۽ ربيعہ قبيلي جا اڪثر ماڻهو حضرت علي عليہ السلام جا حمايتي هيا. انهن هڪ ٻئي کي مخاطب ٿي چيو: "توهان کي مار پوي! ڇا توهان کي بهشت جي تمنا ڪونهي؟" اهو چوندي انهن شامين مٿان حملو ڪيو ۽ انهن جي قطارن کي ڊاوان ڊول ڪري ڇڏيائون. انهن ايترن گهڻن دشمنن کي قتل ڪيو جو شامي لشڪر جي تعداد ۾ خاطر خواهہ گهٽتائي واضح انداز ۾ ڏسڻ ۾ پئي آهي. سمورو لشڪر درهم برهم ٿي ويو. محرز بن ثور جنهن جو تعلق ربيعہ قبيلي سان هو ان هيٺيون رزميہ شعر پڙهيو:

"مان پنهنجي تلوار سان شامين کي قتل ڪيان ٿو پر مون کي معاويہ ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿو اچي، جنهن جون اکيون ٽيڏيون ۽ ٻيڙ ٿلهو آهي. جهنم جي باهہ ان کي وڪوڙي ڇڏيو آهي، اتي پونڪندڙ ڪتا ان جا پاڙيسري آهن. اهو انتهائي بيوقوف ۽ گمراهہ آهي."

ربيعہ ۽ مضر قبيلن جا ماڻهو مڪمل طور تي انهيءَ ڳالهہ جا قائل هيا تہ اهي حق جي حمايت ڪري رهيا آهن. انهن جي هڪڙي شاعر چيو:

"ربيعہ قبيلي جا ماڻهو حق جي حمايت ڪرڻ لاءِ انتهائي تيزي سان ڊوڙندا آيا. حق انهن جو سڌو رستو آهي.

"منهنجون اکيون جڏهن اهو منظر ڏسي رهيون آهن تہ پاڻ سفيد رنگ جي گهوڙي تي سوار آهن. گهوڙو جنهن بہ پاسي رخ ڪري ٿو تہ سعادت وارو پکي "هماء" کنڀ پکيڙي ان مٿان پنهنجو پاڇو ڪيون پيو آهي، جتي جتي ان جا سُنب ڪپن ٿا اتي اُلا ڇڏيندڙ نشان اڀري اچن ٿا.

"منهنجون اکيون توهان جي هٿن مبارڪن کي ڏسي رهيون آهن تہ جڏهن ذوالفقار مٿي کڄي ٿي تہ ڊگهي ٿي پوري فضا تي ڇانئجي وڃي ٿي، ايستائين جو افق جي ڪنارن کي ڇهڻ لڳي ٿي، ۽ هر جاءِ تي حق جي نور جون گهٽيون ئي نشانيون ڇڏي وڃي ٿي.

"منهنجون اکيون جنگ جي ماهر هڪڙي بهادر کي ڏسي رهيون آهن جيڪو موت جي منهن ۾ ڪاهي پوي ٿو ۽ صحيح ۽ سالم نڪري اچي ٿو. اهو جڏهن تلوار يا نيزي جو وار ڪري ٿو يا دشمن ڏانهن وڌي ٿو تہ وڏن وڏن بهادرن جا هيانءَ وات ۾ اچي وڃن ٿا. سِر ڪپجي ڊير تي وڃن ٿا. زمين لاشن سان ڀرجي وڃي ٿي، هر پاسي ۽ هر طرف ماڻهن جي زبانن ۽ نڙين مان رڙيون نڪرن ٿيون تہ اهو علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي. اهو اسلام جو شهسوار ۽ حق و عدالت جو علمبردار آهي.

"اهو علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي جنهن عرب جزيري جي شينهن جهڙي دلير عمرو بن عبدود کي ان ڏينهن مٽي ۾ ملائي ڇڏيو هيو جڏهن بهشت تلوار جي پاڇي هيٺ هيو. علي عليہ السلام ان ڏينهن نوجوان هيا. مگر ايمان جي لحاظ کان وڏا بزرگ هيا.

"هي اهوئي علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي جنهن خيبر جو دروازو اُکاڙيو هيو. اهوبہ اهڙي وقت جڏهن وڏن وڏن بهادرن جا بدن خوف ۽ دهشت جي ڪري ڏڪي رهيا هيا. علي (عليہ السلام) قلعي جي دروازي کي اکيڙي پنهنجي لاءِ ڍال بڻايو هيو ۽ اهو دروازو پنهنجي ڳوري وزن جي باوجود علي (عليہ السلام) جي هٿ ۾ ائين هيو جڻ پکيءَ جو کنڀ هجي.

"هي اهو علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي جنهن جي تلوار جون تجليون اونداهي کي روشن ڪري ڇڏين ٿيون ۽ دشمنن جي سِرن مٿان ڪنوڻ ڪيرائين ٿيون ۽ طوفاني هوائن جا سٽڪا ڪن ٿيون.

"هي اهو علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي جيڪو فقيرن لاءِ انڌاري جي مقابلي ۾ سِر لڪائڻ جي جاءِ، ڪمزورن لاءِ ٻوڏ جي مقابلي ۾ پيت (ديوار) آهي، ۽ بيوسن لاءِ ڏکين حالتن کان بچڻ جو ذريعو ۽ ساڙيندڙ اس ۾ رات جهڙو پاڇو آهن.

"هي اهوئي علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي جنهن جو نالو ٻڌي هر پاڪ دل خوش ٿي وڃي ٿي، ليڪن ناپاڪ دل غمگين ٿي ۽ هيسجي وڃي ٿي.

"هي اهوئي علي (عليہ السلام) بن ابوطالب (رضي الله تعاليٰ عنہ) آهي جنهن جي باري ۾ ۽ جنهن جي تلوار جي باري ۾ عنقريب زمانو پڪاري اٿندو 'لا فتي الا علي لا سيف الا ذوالفقار'."

گهمسان جي لڙائي شروع ٿي وئي ۽ تمام گهڻا ماڻهو قتل ٿي ويا. حضرت علي عليہ السلام انهن مٿان اوچتي موت وانگر حملو ڪيو. ان جنهن تي بہ حملو ڪيو اهو سڌو جهنم ۾ پهچي ويو. تلوار اهو ڪونہ هلائي رهيو هو پر "مقدر" تلوار هلائي رهيو هيو. جڏهن انهن باغي اڳواڻ مٿان حملو ڪيو ٿي تہ ان پنهنجي مٿان موت کي منڊلائيندي ڏٺو ٿي ۽ خوف مان پڇي ٿي ويو. اهي انتهائي دهشت زدہ ٿي ويا هيا.

عراقين جي بهادري ۽ پڪي (مضبوط) ايمان ڪري شامين تمام گهڻو نقصان سَٺو. لڙائي ٽن مهينن ۽ ويهن ڏينهن تائين جاري رهي، جنهن دوران نوي پيرا جهڙپون ٿيون. البت، ٻن هفتن تائين ڇتي لڙائي ٿي. اها لڙائي حرير واري واقعي طور مشهور آهي. ان لڙائي ۾ ٻنهي ڌرين سان تعلق رکندڙ هڪ لک ويهہ هزار سپاهي قتل ٿيا. انهن ٻنهي ڌرين طرفان وڙهندڙ ماڻهو هڪ ٻئي جا دوست، پائر ۽ مٽ مائٽ هيا ۽ انهن پنهنجن هٿن سان پنهنجن پيارن ۽ مائٽن کي قتل ڪيو. انهيءَ موڙ تي ازد قبيلي جي ماڻهن چيو: "اسان پنهنجن عضون کي پنهنجن هٿن سان

ڪپي رهيا آهيون. اهي ماڻهو جن کي اسان قتل ڪري رهيا آهيون، اهي اسان جا ئي هٿ ۽ ٻانهون آهن."

لڙائي دوران حضرت علي عليہ السلام جا مجاهد چار پيرا معاويہ جي تنبو وٽ پهچي ويا ۽ ذري گهٽ ان کي قيد ڪرڻ وارا هيا. جڏهن معاويہ ڏٺو تہ ان جي شڪست يقيني آهي تہ اهو تمام گهڻو ڊپ ۾ وڃي ويو. تنهن ڪري ان پڇي وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پنهنجي لاءِ گهوڙو آڻڻ جو حڪم ڏنائين. ٻئي پاسي حضرت علي عليہ السلام شامين جا ڪنڌ ڪپڻ جاري رکيو. البت، معاويہ پنهنجن سپاهين کي حڪم ڏنو تہ ويڙهہ جاري رکو انهيءَ اميد تي تہ شيطان ان لاءِ ۽ عمرو بن عاص لاءِ سلامتي جو ڪو رستو ڳولڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو.

وري گهمسان جي لڙائي شروع ٿي وئي ۽ ٽن ڏينهن تائين جاري رهي. تاريخدان ٻڌائين ٿا تہ انهن ٽن ڏينهن ۾ جيترو جاني نقصان ٿيو ان جو مثال اسلامي تاريخ جي ڪنهن بہ لڙائي ۾ ملڻ مشڪل آهي. ابن قتيبہ ٻڌائي ٿو تہ اڌ رات جو حضرت علي عليہ السلام پنهنجي لشڪر ۾ پڙهو ڏياريو تہ رواني ٿيڻ جي تياري ڪيو. جڏهن اُتن جي چڙن جا آواز معاويہ جي ڪنن تائين پهتا تہ ان عمرو بن عاص کي گهرايو ۽ ان کان پڇا ڪيائين تہ ڪهڙو معاملو آهي. ان جواب ڏنو. "مون کي لڳي ٿو تہ علي (عليہ السلام) ميدان ڇڏڻ جي تياري ڪري رهيو آهي." بهرحال، جڏهن سج اڀريو تہ انهن ڏٺو تہ علي عليہ السلام بلڪل انهن جي ويجهو اچي پهتو آهي. معاويہ پوءِ عمرو بن عاص کي چيو: "تو مون کي ٻڌايو تہ علي (عليہ السلام) ڀڄڻ جي رٿابندي ڪري رهيو آهي پر معاملو تہ ان جي بلڪل ابتڙ آهي." عمرو کِليو ۽ چيو: "اهو پڻ علي (عليہ السلام) جي جنگي حڪمت عملي جو هڪڙو حصو هيو." معاويہ کي پوءِ پڪ ٿي وئي تہ ان جو موت يقيني آهي. بهرحال، انهيءَ دوران شامين رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون: "توهان ۽ اسان جي وچ ۾ الله جو ڪتاب آهي."

شامي تمام گهڻو مايوس ٿي ويا هيا ۽ وڙهڻ جي صلاحيت باقي ڪونہ بچي هين. انهن قرآن شريف جي نسخن کي نيزن ۾ ٽنبي اپو ڪيو. هڪڙي ٽڪري تي چڙهي ويا ۽ رڙيون ڪرڻ شروع ڪيائون: "اي ابوالحسن! الله جي ڪتاب کي پٺي نہ ڏي. تون ان تي عمل ڪرڻ ۽

ان جي فيصلي کي مڃڻ لاءِ وڏيڪ حقدار آهين.“ انهيءَ چال جي رٿابندي عمرو بن عاص ڪئي هئي. حضرت علي عليہ السلام جي ساٿين ان شخص کان گهڻي نفرت ڪئي ٿي ڇو تہ ان دنياوي مفادن لاءِ ايمان وڪيو هيو ۽ حضرت علي عليہ السلام جي مقابلي ۾ معاويہ کي ترجيح ڏني هئائين.

حضرت علي عليہ السلام چڱي طرح ڄاتو ٿي تہ شامين انهيءَ چال جو سهارو پنهنجيون حياتيون بچائڻ لاءِ ورتو آهي. ڇاڪاڻ تہ ٻي صورت ۾ انهن جو قرآن شريف سان ڪو واسطو ٺي ڪونہ هو. تنهن ڪري ان انهيءَ ٺياڪڙي جي آڇ کي رد ڪيو. پر انهيءَ معاملي ۾ ان جي پوئلڳن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي ويو. هڪڙن جو خيال هيو تہ جيئن تہ لڙائي الله جي ڪتاب جي فرمانبرداري کي يقيني بڻائڻ لاءِ وڙهي پئي وڃي ۽ شامي بہ انهيءَ معاملي جي فيصلي لاءِ ان ئي ڪتاب کي وچ ۾ آڻي رهيا آهن. تنهن ڪري انهن جي آڇ کي قبول ڪرڻ گهرجي ۽ لڙائي کي هڪدم روڪي ڇڏجي. بهرحال، ٻين کي احساس ٿي ويو هيو تہ جڏهن اهي فتح جي ويجهو پهچي ويا هئا تہ اها ڪوشش انهن کي ڏوکو ڏيڻ لاءِ ڪئي وئي هئي. تنهن ڪري انهن اصرار ڪيو تہ لڙائي کي جاري رکڻ گهرجي. انهن جماعتن مان ڪابہ جماعت پنهنجي موقف تان هٽڻ لاءِ تيار ڪونہ هئي.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجن دشمن جي هٿان پريشانين کي منهن ڏيڻ بجاءِ پنهنجن دوستن هٿان گهڻين ڏکيائين کي پوڳيو. جيئن خليل جبران چوي ٿو تہ اهو ڪنهن نبي سڳوري وانگر هيو جنهن کي پنهنجي قوم جي بجاءِ ڪنهن ٻي قوم ڏانهن، ۽ جنهن زماني سان ان جو واسطو هيو ان زماني کان سواءِ ڪنهن ٻئي ۾ موڪليو ويو هيو. ڇو تہ ان جا ويجهڙا ساٿي بہ ان کي چڱي طرح سمجهي ڪونہ سگهيا. ان جي لشڪر ۾ هميشہ ڪجهہ چيڙاڪ ۽ گرم مزاج ماڻهو موجود هوندا هيا. جيڪي پنهنجا ڪيل واعدا وساري ڇڏيندا هئا ۽ ڏچا پيدا ڪندا رهندا هيا. اهي جيڪي ان جا جانثار رهيا ۽ اهي جيڪي ان سان بي دلي سان شامل ٿيا هيا، انهي معاملي ۾ هڪجهڙا هيا. هڪڙو اهڙو شخص اشعث بن قيس هيو. اهو اندروني طور گهڻو لالچي ۽ دوکيباز هيو. ان گهڻائي

دفعا علي عليہ السلام سان ويساھہ گھاتيون ڪيون هيون پر ان صفين ۾ جيڪا ويساھہ گھاتي ڪئي اها گھٽي بدتر هئي.

جڏهن معاويہ جي سپاهين قرآن شريف کي نيزن تي اپوڪيو ۽ چيو تہ انهن جي وچ ۾ قرآن شريف آهي ۽ اهوئي معاملي جو فيصلو ڪندو تہ اهو شخص حضرت علي عليہ السلام وٽ آيو ۽ چيائين: "ائين لڳي ٿو تہ اسان جا اهي ماڻهو قرآن شريف جي تياڪڙ مڃڻ لاءِ شامين سان متفق ٿيڻ لاءِ تيار آهن. جيڪڏهن توهان راضي هجو تہ مان معاويہ سان ملاقات ڪري اهو معلوم ڪريان تہ ان جي نيت ڪهڙي آهي."

ان مهل عراقين جي پنهي جماعتن جي وچ ۾ اختلاف شديد ٿي ويو. اشعث وري حضرت علي عليہ السلام وٽ آيو ۽ اصرار ڪيائين تہ قرآن شريف وسيلي تياڪڙ جي آڇ کي قبول ڪرڻ گھرجي. حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جا ساٿي اها رٿ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هيا پر آهستي آهستي اشعث جي حمايتين جو تعداد وڌندو ويو ۽ انهن مان ڪجهہ ماڻهن جو ايترو حوصلو وڌي ويو جو انهن حضرت علي عليہ السلام کي ڌمڪيون ڏيندي چيو: "اي علي! توکي قرآن وسيلي فيصلي کي مُهت ڏيڻ گھرجي، جنهن لاءِ توکي دعوت ڏئي رهيا آهن. ٻي صورت ۾ اسان توکي انهن ساڳين تلوارن سان قتل ڪنداسين جنهن سان اسان عثمان کي قتل ڪيو يا توکي معاويہ جي حوالي ڪنداسين. معاويہ اسان کي الله جي ڪتاب جي حڪم مطابق عمل ڪرڻ لاءِ چيو آهي ۽ اسان ائين ڪرڻ لاءِ راضي ٿيا آهيون. خدا جو قسم توکي بہ راضي ٿيڻ گھرجي، ٻي صورت ۾ اسان توسان اهو سلوڪ ڪنداسين جنهن جو اسان اڳ ۾ ئي ذڪر ڪري چڪا آهيون."

هاڻي علي عليہ السلام لاءِ نازڪ صورتحال ٿي وئي. ان جي سامهون بہ متبادل ڳالهيون هيون. يا تہ اهڙي نموني قدم کڻجي تہ ان جي پوئلڳن جي وچ ۾ ڏڦير پيدا ٿي وڃي يا ان ڳالهہ کي مڃجي جيڪا باغين چئي ٿي.

صورتحال ان وقت اڃا وڌيڪ نازڪ ٿي وئي جڏهن اشعث جي اڳواڻي ۾ باغين علي عليہ السلام کي چيو تہ اهو پنهنجي لشڪر جي سالار مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي لڙائي جي ميدان مان واپس

گھرائي ۽ ڌمڪي ڏنائون تہ جيڪڏھن اھو ائين نہ ڪندو تہ اھي ان کي عھدي تان ھٽائيندا ۽ قتل ڪري ڇڏيندا. حضرت علي عليہ السلام بہ دلي سان مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ کي لڙائي جي ميدان مان واپس گھرايو ۽ زور زبردستي جي ڪري ٺياڪڙي جي تجويز کي قبول ڪيائين.

معاويہ ۽ شامين پنھنجي طرفان عمرو بن عاص کي امين مقرر ڪيو. اشعث حضرت علي عليہ السلام کي چيو: "اسان ابو موسيٰ اشعري کي توھان جي طرفان امين مقرر ڪريون ٿا."

عمرو بن عاص مڪمل بي اصول شخص ھيو جڏھن تہ ابو موسيٰ محض ھڪڙو ڀالو ڀالو ھيو بلڪ اجا بہ ھڪڙو بيوقوف شخص. علي عليہ السلام انھن ٻنھي کي چڱي طرح سڃاڻندو ھيو. تنھن ڪري ان چيو: "مان ابو موسيٰ اشعري کي پسند ڪونہ ٿو ڪريان. اھو نازڪ وقت تي مون کي ڇڏي ويو ۽ ماڻھن کي بہ منھنجي مدد ڪرڻ کان روڪيائين. پوءِ اھو پنھنجي حياتي بچائڻ لاءِ ڀڄندو رھيو ۽ اھو مان ھيس جنھن ان کي پناھہ ڏني. البت، مان عبدالله بن عباس کي امين طور مقرر ڪيان ٿو."

اشعث ۽ ان جي حمايتين جواب ڏنو. "اسان چاھيون ٿا تہ امين اھو ٿئي جيڪو غيرجانبدار ھجي، جنھن جو توھان ڏانھن يا معاويہ ڏانھن جھڪاءُ نہ ھجي."

اھو جملو ظاھر ڪري ٿو تہ اھي حضرت علي عليہ السلام سان ڪيڏو ڌوڪو ڪري رھيا ھيا. اھي يا تہ معاويہ جا دلال (ايجنٽ) ھيا يا ان جي مدد ڪرڻ گھريائون ٿي.

اميرالمومنين علي عليہ السلام ڪنھن بہ صورت ۾ ابوموسيٰ اشعري کي امين مقرر ڪرڻ لاءِ راضي ڪونہ ھيا. تنھن ڪري ان چيو: "ٺيڪ آھي جيڪڏھن عبدالله بن عباس توھان کي قبول ڪونھي تہ توھان مالڪ اشتر کي امين مقرر ڪري سگھو ٿا."

بھرحال، باغين انھيءَ تجويز سان بہ اتفاق ڪونہ ڪيو. اشعث بن قيس حضرت مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ سان گھڻو ساڙ ڪندو ھو.

مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ سچ ۽ خلوص جو هڪڙو نمونو هيو. اهو پختي عزم سان دوراندیش شخص (انسان) هيو. اهو عظيم جنگجو هيو. اشعث، بهرحال، اهڙي ڪنهن بہ خصوصيت جو مالڪ ڪونہ هيو. ان جي غيرمعمولي گُڻن جي ڪري ئي حضرت علي عليہ السلام کي مالڪ اشتر رضي الله تعاليٰ عنہ لاءِ گهڻو لحاظ هيو. ان کي اشعث سوڊو ڀئي ڪنهن لاءِ بہ اهڙو لحاظ ڪونہ هيو. اشعث ڪاوڙجي جوش ۾ چيو: "اهو اشتر ئي آهي جنهن ان باهہ کي مچايو آهي، اهو ئي آهي جنهن جي حڪم هيٺ اسان کي نپوڙيو ويو آهي."

حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جا دوست باغين کي مڃائڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيا. جن جو تعداد تمام گهڻو ٿي ويو هيو. امڪاني طور تي انهن ماڻهن جي هٺ جو هڪڙو سبب اهو هيو تہ لڙائي گهڻي عرصي تائين جاري رهي هئي، اهي ٿڪجي پيا هئا ۽ وڌيڪ لڙائي ڪرڻ جي ڪيفيت ۾ ڪونہ هيا. انهيءَ سبب ڪري ئي انهن اميرالمومنين علي عليہ السلام سان اهڙو رويو اختيارڪيو ۽ اشعث جي حمايت ڪئي. جڏهن حضرت علي عليہ السلام انهن جي سخت لهجي کي ڏٺو ۽ ڪاٿو لڳايو تہ ان جي حمايتين جو تعداد گهٽجي ويو هيو. تہ ان چيو: "چا توهان جو ضد آهي تہ ابوموسيٰ کي امين مقرر ڪيو وڃي؟" انهن هاڪار ۾ جواب ڏنو. ان تي پاڻ فرمايائون: "جڏهن ان معاملي ۾ منهنجي انڪار جي گنجائش ڪونهي تہ پوءِ توهان کي جيڪي وڻي اهو ڪريو."

حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر ۾ اهي ماڻهو جن ٿياڪڙي واري تجويز کي ڪونہ مڃيو هيو ۽ لڙائي جاري رکڻ گهريائون ٿي انهيءَ ڳالهہ تي سخت ناراض ٿي ويا تہ الله جي ڪتاب ۾ جهاد جي واضح حڪم باوجود ان معاملي ۾ ڪنهن بني بشر کي امين مقرر ڪري سگهجي ٿو. ان کي امين ڇو مقرر ڪجي جڏهن معاملو بلڪل چٽو هيو؟ انهي ڳالهہ ۾ ڪو شڪ ڪونہ هيو تہ حضرت علي عليہ السلام حق تي هيو ۽ معاويہ ۽ ان جا حمايتي غلط هيا. اهو ئي تہ اصل بنياد هيو جنهن مطابق معاويہ سان لڙائي ڪئي وئي هئي. ان لڙائي ۾ حضرت علي عليہ السلام جي حمايتين جو بہ گهڻو تعداد قتل ٿي ويو هيو. انهن سڀني کي يقين هيو تہ علي عليہ السلام جي ڏر ٿي وڙهندي اهي حق جي

حمايت ڪري رهيا آهن. تنهن ڪري حضرت علي عليہ السلام لاءِ اها ڳالهہ سني ڪونہ هئي تہ پنهنجي حق تي هوندي بہ پاڻ لاءِ ڪو شڪ محسوس ڪري ۽ ٽياڪڙ کي قبول ڪري.

مجاهدن مان هڪڙي نعرو هنيو: "سواءِ الله جي ڪوبہ قاضي ڪونهي." (بعد ۾ اهو جملو خارجين جو بنيادي نعرو ٿي ويو ۽ انهن جو سمورو عقيدو ان ۾ سلهاڙيل هو.)

ڪجهہ گهڙين اندر ئي اهو نعرو سموري لشڪر منجهہ گردش ڪري ويو. هرهڪ رڙيون ڪري رهيو هو: "الله کان سواءِ ڪو بہ قاضي ڪونهي." جن ماڻهن ٽياڪڙ جي مخالفت ڪئي ٿي انهن ان نعري کي پنهنجي مذهب جو بنيادي اصول بڻائي ڇڏيو.

اهي ماڻهو ڪلمہ ڪلا حضرت علي عليہ السلام جي مخالفت ڪرڻ لڳا ۽ مطالبو ڪيائون تہ ان کي پنهنجي غلطي، بلڪ ٽياڪڙ کي قبول ڪرڻ جي ڪري پنهنجو مرتد ٿيڻ تسليم ڪرڻ گهرجي، جڏهن تہ فيصلو الله جي هٿ ۾ هيو. انهن اهو بہ مطالبو ڪيو تہ اهو معاويہ سان ڪيل پنهنجي معاهدي تان بہ ڦري وڃي. انهن وڌيڪ چيو تہ اهي ان جي حمايت ۽ معاويہ خلاف لڙائي فقط تڏهن ڪندا جڏهن اهو انهن جو مطالبو مڃيندو ٻي صورت ۾ اهي خود علي عليہ السلام خلاف وڙهندا.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام انهن جو مطالبو ڪونہ مڃيو. معاويہ سان ان وقت تائين ناهہ ٿي چڪو هيو ۽ ٻنهي ڌرين انهيءَ ڳالهہ تي اتفاق ڪيو هيو تہ اهي امينن جي فيصلي کي قبول ڪندا ۽ حضرت علي عليہ السلام اهڙو شخص ڪونہ هيو جيڪو پنهنجي قول تان ڦري وڃي. اهو مرتد ٿيڻ واري الزام کي بہ تسليم ڪري نٿي سگهيو ڇوتہ اهو پنهنجي سموري حياتي دوران سچو مسلمان رهيو هيو ۽ ڪڏهن بہ شرعي قانون جي انحرافي ڪونہ ڪئي هئائين، نہ وري ڪنهن شخص جو ڏوهہ ڪيو هئائين. جيڪڏهن ان معاويہ ۽ عمرو بن عاص وانگر زندگي گذاري هجي ها، جيڪي پنهنجي طرفان ڪيل ڪنهن بہ معاهدي جي پرواهہ ڪونہ ڪندا هيا، تہ اهوبہ خارجين جي تجويز مڃي وڃي ها ۽ انهن طرفان آڇيل حمايت کي استعمال ڪري ها ۽ آخرڪار معاويہ مٿان فتح حاصل ڪري وڃي ها.

انهن حالتن ۾ ئي ان پنهنجي بي يارومددگاري ۾ خارجين جي بغاوت ۽ نافرماني کي نظر ۾ رکندي وڏي ڏک مان چيو:

"اي اهي انسانو جن سان ڪوڙي چال کيڏي وئي ۽ جن ڏوکو کاڌو! توهان جيڪي دوکيباز جي دغا ۾ ٺڳي کان خبروار هجڻ جي باوجود بيوقوف بڻايا ويا. توهان جيڪي پنهنجي هوڏ تي قائم رهيا، پنهنجي جوش جي پيروي ڪئي، رستو ڀلجي ويا ۽ هيڏي هوڏي ڀٽڪڻ لڳا. حق پڌرو هيو پر توهان ان کي پٺي ڏني، راهه سڌي هئي پر توهان ان کي ترڪ ڪيو ۽ غلط رستي تي هليا ويا. مان ان هستي جو قسم کڻان ٿو جنهن ٻج کي ڦاڙي ان مان جان پيدا ڪئي، تہ جيڪڏهن توهان عِلم کي ان جي اصل بنياد مان حاصل ڪيو هجي ها. سچائي کي ان جي حقي جاءِ تان ذهن ۾ ويهاريو هجي ها، سڌو رستو اختيار ڪيو هجي ها ۽ حق جي شاهراهہ تي سفر ڪيو ها تہ سڌيون واٽون توهان جو آڌر ڀاءُ ڪن ها ۽ حق جون نشانيون توهان تي پڌريون ٿي وڃن ها. پوءِ ڪير بہ غربت ۽ محتاجي جو شڪار ڪونہ ٿئي ها ۽ ڪنهن بہ مسلمان يا غير مسلم سان ظلم ڪونہ ٿئي ها."

ٺياڪڙ جي نتيجي کان سموري دنيا چڱي طرح واقف آهي. خارجين اميرالمومنين علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڪئي.

جيئن ان جي فطرت ۽ عادت هئي حضرت علي عليہ السلام پنهنجي وس آهر گهڻي ڪوشش ڪئي تہ اهي ماٺهو بغاوت کي ترڪ ڪن ۽ لڙائي جي نوبت پيش نہ اچي. خارجين دعوا ڪئي تہ ابوموسيٰ ۽ عمرو بن عاص ٺياڪڙ ۾ امين طور ڪم ڪندي الله جي چٽي حڪم جهاد جي مخالفت ڪئي هئي ۽ انهن جا پنهنجا ڀائر يعني حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر وارا ٺياڪڙ کي قبول ڪري مرتد ٿي ويا آهن، ڇو تہ انهن دين جي معاملي ۾ انسانن جي فيصلي کي قبول ڪيو هيو. خارجين چيو: "اسان هاڻي انهن کان ڌار ٿيون ٿا ۽ الله جو شڪر آهي تہ اسان ٻين جي ڀيٽ ۾ سڌي ۽ حق جي رستي تي آهيون."

# ڇا اهو مناسب هو؟

علي عليہ السلام جي لشڪر مان تياڪر ڪي مجڻ ۾ تياڪر جي مخالفت ڪرڻ وارن، ٻنهي ڌرين مان ڪنهن بہ ڌر علي عليہ السلام ڪي چڱيءَ طرح ڪونہ سڃاتو.

جيڪو ڪجهہ بيان ڪيو ويو آهي ان جي تسلسل ۾ ۽ خارجين جي باري ۾ ڳالهہ ڪرڻ کان اڳ ٻن واقعن جو حوالو ڏيڻ ضروري لڳي ٿو، جيڪي صفين جي لڙائي ۾ پيش آيا. اسان کي احساس آهي تہ اهي ٻئي واقعا انهيءَ حقيقت جو جڄهو ثبوت آهن تہ حضرت علي عليہ السلام ڪاميابي سان پنهنجو مقصد حاصل ڪيو هيو ڇو تہ حقي ڪاميابي جو مطلب دليون کٽڻ آهي، نہ ڪي دشمن جي قلعي تي پنهنجو جهنڊو کوڙڻ.

اسان خاص طور تي انهن واقعن جو تفصيل سان جائزو وٺڻ جي تجويز پيش ڪيون ٿا، ڇوتہ حضرت علي عليہ السلام جا اڪثر مداح بہ سوچيندا آهن تہ انهن ٻن موقعن تي ان موقعي جي نزاڪت مطابق قدم ڪونہ کنيو ۽ معاويہ ۽ ان جي لشڪر سان اهو رويو اختيار ڪيو جنهن جا اهي حقدار ڪونہ هئا.

اهي ماڻهو چون ٿا تہ انهن موقعن تي جيئن ان ڪيو جيڪڏهن ائين نہ ڪري ها تہ اهو بغير لڙائي جي ڪامياب ٿي سگهيو ٿي ۽ جيڪڏهن جنگ ڪرڻ ضروري ٿي بہ ويو هيو تہ بہ لڙائي ايتري ڊگهي ۽ رتوڇاڻ واري نہ ٿئي ها.

پهريون واقعو اهو آهي جنهن جو اسان اڳ ۾ ئي گذريل صفحن ۾ ذڪر ڪيو آهي. يعني جڏهن علي عليہ السلام فرات ندي جي ڪناري جو قبضو حاصل ڪري ورتو تہ ان دشمنن کي اجازت ڏني تہ اهي سندس پنهنجي فوج وانگر پاڻي استعمال ڪن، توڙي جو اڳ ۾ جڏهن شامين ندي جي ڪناري تي قبضو ڪري ورتو هيو تہ انهن حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي ساٿين لاءِ پاڻي تائين پهچڻ جو رستو بند ڪر ڇڏيو هو ۽ اهو بہ چيو هو: ”تنهنجي اڄ وگهي مرڻ گهڙي تائين توکي پاڻيءَ جو هڪڙو ڦڙو بہ ڪونہ ڏينداسين.“ پر علي عليہ السلام انهن کي

شڪست ڏئي پڇائي ڪڍيو ۽ ندي تي قبضو حاصل ڪرڻ کان پوءِ ان جي ڪناري کي دشمن لاءِ کليل ڇڏيائين.

معاويہ ندي جي ڪناري تي قبضي کي پنهنجي پهرين ڪاميابي چيو هيو ۽ قسم کنيو هئائين تہ اهو عراقين کي پاڻي جو هڪڙو ڦڙو بہ کڻڻ جي اجازت ڪو نہ ڏيندو باقي اهي طاقت ذريعي ندي جي ڪناري تي قبضو حاصل ڪري ويا تہ ٻي ڳالهہ آهي. بهرحال، جڏهن حضرت علي عليہ السلام شامين کي پڇائي ڪڍيو ۽ ندي جي ڪناري تي قبضو حاصل ڪري ورتائين تہ ان انهن کي چيو: "توهان بہ اسان وانگر پاڻي استعمال ڪري سگهو ٿا."

ٻيو واقعو عمرو بن عاص سان واسطو رکي ٿو جيڪو لڙائي دوران هڪڙي موقعي تي حضرت علي عليہ السلام جي هٿ چڙهي ويو هيو پر ان عمرو کي قتل ڪونہ ڪيو. مختصر طور تي واقعو هيئن آهي:

جڏهن حضرت علي عليہ السلام ڏٺو تہ گهمسان جي لڙائي هلي رهي آهي ۽ تمام گهڻا ماڻهو قتل ٿي رهيا آهن تہ اهو هڪڙي ٽڪري تي چڙهي ويو ۽ چيو: "اي معاويہ! اهي ماڻهو ڇو اسان جي خاطر هرويرو هڪ ٻئي کي قتل ڪندا رهن؟ انهن کي هٽائي ڇڏجي ۽ تون پاڻ لڙائي جي ميدان ۾ اچي وڃ تہ جيئن اسان ٻئي دويدو لڙائي ذريعي ان معاملي جو فيصلو ڪيون. جيڪو بہ فتح حاصل ڪندو اهو خليفو ٿي ويندو." عمرو بن عاص معاويہ کي چيو: "اهو ٺيڪ آهي! علي (عليہ السلام) واجبي ڳالهہ چئي آهي." معاويہ کِليو ۽ چيائين: "اي عمرو! تون پڻ لالچ جو شڪار ٿي ويو آهين." ان جي چوڻ جو مطلب هيو تہ جيڪڏهن اهو علي عليہ السلام سان مقابلو ڪرڻ لاءِ ويو تہ اهو يقيني طور (پڪ سان) قتل ٿي ويندو ۽ ان جو موت خليفي ٿيڻ لاءِ عمرو جو رستو هموار ڪندو. عمرو چيو: "مون کي خدا جو قسم آهي تہ تون فقط علي (عليہ السلام) سان مقابلو ڪرڻ ذريعي ئي پنهنجي عزت بچائي سگهندين." معاويہ جواب ڏنو: "خدا جو قسم تون مذاق ڪري رهيو آهين. مان علي (عليہ السلام) سان پنهنجي لشڪر سان گڏجي ئي مقابلو ڪندس." ان مان ان جو اهو مطلب هيو تہ علي عليہ السلام سان دويدو مقابلو ڪرڻ ان جي وس جي ڳالهہ ڪونہ هئي.

تاريخدان ٻڌائي ٿو تہ عمرو بن عاص معاويہ تي ٽٺول ڪندي چيو: "ارمان جي ڳالھ آهي تہ تون علي (عليہ السلام) جي سامهون وڃڻ ۾ بزدلي ڏيکاري رهيو آهين ۽ پنهنجن دوستن جي جذبات کي مجروح ڪري رهيو آهين. مون کي خدا جو قسم آهي تہ جيڪڏهن مون کي هزار دفعا بہ مرڻو پوي ها تہ علي (عليہ السلام) سان مقابلو ڪرڻ کان ڪو نہ ڪيٻايان ها."

عمرو بن عاص ٻاهر نڪري آيو تہ علي عليہ السلام سان دوبدو مقابلو ڪري. حضرت علي عليہ السلام اک ڇنڀ ۾ ان تي پنهنجي نيزي سان حملو ڪيو ۽ ان کي پٽ تي ڪيرائي وڌائين. پوءِ حضرت علي عليہ السلام جي تلوار ڪنوڻ وانگر عمرو جي مٿان چمڪڻ لڳي ۽ علي عليہ السلام ان کي مارڻ تي هيو تہ ان گوڏ لاهي پاڻ کي اگهاڙو ڪري ڇڏيو. حضرت علي عليہ السلام پنهنجو منهن ان کان ڦيرائي ڇڏيو ۽ اتان پري هٽي ويو. ڇو تہ ان جي موروثي شرافت ۽ اعليٰ ظرفي ان کي اجازت ڪونہ ڏني تہ اهو ڪنهن ماڻهوءَ جي اوگهڙ ڏانهن نظر ڪري.

اهي ماڻهو جيڪي علي عليہ السلام جي تعريف ڪن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ اهو ڪامياب ٿي ويو هيو. ڇون ٿا تہ ان انهن ۾نهي موقعن تي موقعي جي مناسبت مطابق قدم ڪونہ کنيو. انهن جو خيال آهي تہ جڏهن ان ندي جي ڪناري تي قبضو حاصل ڪري ورتو هيو تہ اهو ٻن ڳالهين ڪري شامين کي پاڻي کان محروم ڪرڻ لاءِ حق بجانب هجي ها.

پهريون تہ لڙائي ۾ اهڙي حڪمت عملي جو سهارو وٺڻ جائز آهي جيڪا دشمن کي آڻ مڃائڻ تي مجبور ڪري يا ان کي ايترو ڪمزور ڪري جو اهو اثرائتي نموني سان وڙهڻ جي قابل نہ رهي. معاويہ بہ انهن ڳالهين کي نظر ۾ رکي ندي تي قبضو ڪيو هيو ۽ ان کي پنهنجي پهرين ڪاميابي سڏيو هيو.

ٻيو تہ حضرت علي عليہ السلام ندي جي ڪناري تي لڙائي ذريعي قبضو حاصل ڪيو هيو ۽ هاڻي اها لڙائي جي مال غنيمت مثل هئي. تنهن ڪري فوجي قاعدن مطابق معاويہ ۽ ان جي لشڪر تي ان جي استعمال کان پابندي لڳائڻ لاءِ اهو مجاز ٿي وڃي ها.

ساڳي طرح اهي چون ٿا تہ حضرت علي عليہ السلام موقعي جي مناسبت کان هٽي ڪري قدم کنيو جڏهن ان عمرو بن عاص کي پٺي ورڻ جي اجازت ڏني ۽ ان جي جان بخشي ڪيائين. عمرو بن عاص معاويہ جي لشڪر جو سپہ سالار هيو ۽ چالاڪ سياسي سازشي ۽ حضرت علي عليہ السلام جو جاني دشمن هيو. ان ماڻهن کي حضرت علي عليہ السلام خلاف بغاوت ڪرڻ لاءِ هرڪايو ۽ ان جي خلاف لڙائي ڪرڻ لاءِ هڪڙي وڏي لشڪر کي منظم ڪري حرڪت ۾ آندائين. جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام ان کي اتي جو اتي قتل ڪري ڇڏي ها, جڏهن ان جي ذوالفقار عمرو جي سر مٿان پهچي چڪي هئي تہ اهو ٺن ڳالهين ڪري ائين ڪرڻ لاءِ حق بجانب هجي ها.

پهريون تہ فوجي قانونن ۽ قاعدن مطابق عمرو کي قتل ڪرڻ جو مطلب شامين جي هڪڙي خطرناڪ وحشي کي قتل ڪرڻ جي برابر هجي ها. ان جي مرڻ ڪانپوءِ دشمن جا فوجي همت هاري ويهن ها ۽ پٺي وڃن ها. معاويہ پنهنجي ساڄي ٻانهن جهڙو ماڻهو وڃائي ويهي ها ۽ حضرت علي عليہ السلام پنهنجي انتهائي دوکيباز شاطر ۽ بااثر دشمن مان جان ڇڏائي وٺي ها.

ٻيو تہ عمرو بن عاص جو تعلق هڪڙي اهڙي لشڪر سان هيو جنهن کي حضرت علي عليہ السلام سان وفاداري ڪونہ هئي, بلڪ ان ۾ ان جي دوستن خلاف دشمني وارو رويو هيو.

ٽيون تہ اهو عمرو بن عاص پاڻ هيو جيڪو حضرت علي عليہ السلام سان لڙائي ڪرڻ آيو هو ۽ ان کي للڪاريو هئائين. جيڪڏهن اهو حضرت علي عليہ السلام جيترو بهادر هجي ها ۽ ان کي قتل ڪرڻ جو موقعو ملي وڃيس ها تہ اهو علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ ۾ دير نہ ڪري ها. انهيءَ صورتحال ۾ جيڪڏهن حضرت علي عليہ السلام عمرو بن عاص کي قتل ڪري ها تہ ڪير بہ ان تي الزام ڪونہ هڻي ها.

انهيءَ حقيقت کي نظر ۾ رکندي تہ حضرت علي عليہ السلام هڪڙي لشڪر جو سپہ سالار هيو ۽ انهن ٻن موقعن تي ڪاميابي ان جي قدمن ۾ هئي ان لاءِ ضروري هيو تہ اهو ڪنهن موقعي کي هٿان نہ وڃائي ها,

چوتہ اهو ٿي لڙائي جو اصول آهي. هڪڙي فوجي سالار جي سڃاڻپ ٿي اها آهي تہ اهو لڙائي کٽڻ جي معمولي موقعي کي بہ هٿان نہ وڃائي.

خاص طور تي فوجي نقطہ نظرکان تنقيد ڪندڙن طرفان اٿاريل اعتراض ٺيڪ آهي، پر سوال اهو آهي "ڇا علي عليہ السلام رڳو فوج جو سپهہ سالار هيو؟"

هن وقت تائين حضرت علي عليہ السلام جي باري ۾ اسان جيڪو ڪجهہ بہ چيو آهي ان مان ڇتي نموني ظاهر ٿئي ٿو تہ ان جي شخصيت ۾ ذري جيتري بہ دوکيبازي يا تضاد ڪونہ هيا. پوءِ اهو ڪيئن ٿي ممڪن ٿي سگهيو تہ هڪڙي طرف اهو انتهائي اعليٰ درجي وارا گڻ رکندڙ هجي ۽ حالتن تي ڪليل ذهن سان نظر رکندو هجي ۽ وري ٻئي طرف اهو ايترو تنگ نظر ۽ مطلب پرست ٿي وڃي تہ اهو فقط فتح حاصل ڪرڻ لاءِ سيني اخلاقي قدرن ۽ اصولن کي پٺي ڏئي ڇڏي؟ حقيقت اها آهي تہ ان ٻين سپهہ سالارن وانگر لڙائي ۾ فقط فتح حاصل ڪرڻ جي تمنا ڪونہ ٿي رکي، پر ان عقلي ۽ انساني اصولن جي پڻ حفاظت ڪئي ٿي ۽ ان کي انساني قدرن لاءِ تمام وڏو احترام هيو.

حضرت علي عليہ السلام جا گڻ ۽ اخلاقي اصول ان جي شخصيت ۾ سمايل هيا ۽ ان هڪڙي گهڙي لاءِ بہ انهن کي ترڪ ڪونہ ڪيو. صفين جي لڙائي ۾ ان جو طرز عمل ساڳيو هيو جيڪو جنگ جمل ۾ هيو. ان جي دشمنن ندي جي ڪناري ڏانهن ان جو رستو روڪي ڇڏيو هيو ۽ چيو هيو تہ ان جي مرڻ گهڙي تائين بہ ان کي پاڻي جو هڪڙو ڦڙو بہ ڪونہ ڏيندا. پر ان ماڻهن کي هنن لفظن سان نصيحت ڪئي:

"جيڪڏهن توهان جو ڀاءُ توهان کان ناراض آهي تہ ان کي چڱائي ذريعي مڃائڻ جي ڪوشش ڪريو ۽ ان جي شرارت کي ان لاءِ همدردي ذريعي ختم ڪيو."

"پنهنجي دشمن کي چڱائي ۽ همدردي ذريعي قابو ۾ ڪيو. اهڙي فتح تمام گهٽي سٺي آهي."

"اهڙي چڱائي ڪهڙي ڪم جي جيڪا برائي ذريعي حاصل ڪجي؟"

"ان شخص جو مرتبو جيڪو الله جي راهہ ۾ جهاد ڪري ۽ شهادت ماڻي، ان شخص کان وڌيڪ ڪونهي جيڪو دشمن ڪي قبضي ۾ وٺڻ کان پوءِ ان کي نقصان يا تڪليف پهچائڻ جي اجازت نہ ڏئي. اهڙو شخص ملائڪن جي برابر آهي."

هي اهو ئي ساڳيو علي عليہ السلام آهي جنهن صفين جي لڙائي کان پوءِ پنهنجي قاتل لاءِ چيو هو: "جيڪڏهن توهان ان کي معاف ڪندا تہ توهان جو اهو عمل زور ڀلو هوندو."

بيشڪ هڪڙي عظيم شخصيت حدبندين جي قيدي ڪونہ هوندي آهي. حضرت علي عليہ السلام جا مداح ان لاءِ جيڪو تجويز ڪرڻ جي خواهش رکن ٿا، حضرت علي عليہ السلام جون خصوصيتون اهڙي فوجي سالار واريون ڪونہ هيون، جيڪو ڪنهن بہ قيمت تي فتح حاصل ڪرڻ چاهيندو آهي. لڙائي دوران عام طور تي اعليٰ ليڊرن ۽ انساني قدرن کي نظر انداز ڪيو ويندو آهي ۽ انساني زندگي کي ڪا اهميت ڪونہ ڏني ويندي آهي. بهرحال، اعليٰ ظرف ۽ عظيم شخصن جي عقل ۽ ضمير کي اهڙين ڳالهين لاءِ گهڻو احترام هوندو آهي. بيشڪ حضرت علي عليہ السلام هڪڙو وڏي اعليٰ ظرف وارو انسان هيو جيڪو پنهنجي دشمن کي بہ پاڻي کان محروم نٿي رکي سگهيو توڙي جو ائين ڪرڻ سان اهو انهن کان گوڏا کوڙائي سگهيو ٿي. ان انساني زندگي جي عزت ۽ احترام لاءِ اصول مرتب ڪيا هيا، جيڪي ان زماني ۾ مروجہ قاعدن ۽ قانونن کان گهڻو اتم هيا. ان جي شرافت ۽ اعليٰ ظرفي ان کي عمرو بن عاص کي قتل ڪرڻ جي اجازت نٿي ڏئي سگهي، جڏهن تہ ان کي ليٽائي بہ چڪا هيا. توڙي جو جنگي قاعدن ۽ قانونن مطابق پاڻ ان کي قتل ڪرڻ لاءِ حق بجانب هئا.

انهن ٻنهي موقعن تي بي مثال رويو اختيار ڪرڻ سان حضرت علي عليہ السلام انساني لڏي جي تاريخ ۾ هڪڙي سونهري باب جو اضافو ڪيو. اعليٰ ظرفي هڪڙي الڳ شي آهي ۽ بهادري ٻي شي آهي. اعليٰ ظرفي ۽ انسانذات سان محبت ۽ شريف ذهنيت سان بهادري جو تصور شامل آهي. جنهن شخص ۾ اهي سيئي خصوصيتون موجود آهن

اهو ٻين جي پيٽ ۾ مافوق الفطرت آهي ۽ مڙني ڏاهن ۽ عالم ماڻهن جي نظر ۾ محترم آهي.

جيڪڏهن بهادري جو مطلب دشمن تي حملو ڪرڻ ۽ ان تي فتح حاصل ڪرڻ آهي تہ اعليٰ ظرفي ۽ مڙسي جو مطلب ان سڀ سان گڏ الله جو خوف، برداشت، پيار، همدردي ۽ قرباني آهي. نام نهاد بهادر انسان ڪنهن بہ حدبندي ۾ يقين نٿو رکي يا سوڀ ماڻڻ جي معاملي ۾ ڪنهن شرط کي ۽ هر امڪاني طريقي سان دشمن کي قابو ۾ آڻڻ گهري ٿو. بهرحال، مڙس ماڻهو ۽ اعليٰ ظرف انسان انهن معاملن ۾ ڪجهہ قاعدن ۽ قانونن تي ڪاربند رهي ٿو. اهو پنهنجي فتح سان، جيڪڏهن اها اخلاقيات ۽ انساني وقار کي باقي رکڻ واري ڪونهي تہ خوش ڪونہ ٿو ٿئي. اهو انساني وقار ۽ عزت جي انحرافي ڪرڻ جي بجاءِ پاڻ مرڻ کي ترجيح ڏئي ٿو. جيڪڏهن اهي سڀ خصلتون ڪنهن انسان ۾ هڪ ئي وقت گڏ هيون، تہ اهو صرف علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيو.

ڇا حضرت علي عليہ السلام لاءِ اهو ممڪن ٿي پئي سگهيو تہ اهو انسانن کي، توڙي جو اهي ان جا دشمن هيا، پاڻي کان محروم ڪري جيڪو پاڻي جانور ۽ پکي بہ استعمال ڪري رهيا هيا؟ ڇا اهو ان انسان کي قتل ڪرڻ برداشت ڪري سگهيو ٿي جنهن ٻين سيني وانگر زندهہ رهڻ گهريو ٿي؟ ڇا حضرت علي عليہ السلام ڪنهن انسان کي قتل ڪرڻ پسند ڪري سگهيو ٿي جيڪو ٻين سان گڏ زندگي گذارڻ گهرندو هجي، ٻين انسانن وانگر سج ۽ چنڊ کي نهاريندو هجي، کاڌو کائيندو ۽ پاڻي پيئندو هجي؟

ڇا حضرت علي عليہ السلام جا مداح اهو محسوس ڪونہ ٿا ڪن تہ اهي بہ واقعا جيڪي صفين ۾ واقع ٿيا ٻين ڪيترن واقعن سان هڪجهڙائي رکن ٿا، جنهن جي ڪري ان تي تنقيد ڪندڙ ان جي حڪومت جي عام پاليسي تي اعتراض ڪن ٿا؟ اهي تنقيد ڪندڙ چون ٿا تہ ان گهٽيون ئي سياسي غلطيون ڪيون. پهرين اها تہ ان خليفي ٿيڻ سان ئي هڪدم معاويہ کي شام جي گورنري تان هٽايو توڙي جو ان لاءِ اهو ضروري هيو تہ جيستائين سندس حڪومت پنهنجن پيرن

تي بيهي اهڙي قدم کڻڻ ۾ دير ڪري ڇڏي ها ته ان زبير ۽ طلحه کي ڪاوڙائي ڇڏيو. جيڪڏهن اهو انهن سان سٺا تعلقات رکي ها ته جنگ جمل وارو واقعو پيش نه اچي ها ۽ ان جي سگهه کي به ڌڪ نه لڳي ها. ٻيون اهو ته اهو پنهنجن گورنرن ۽ آفيسرن تي گهڻو سخت هيو ۽ انهن کي ناجائز طريقن سان دولت گڏ ڪرڻ جي اجازت ڪونه ڏيندو هيو. توڙي جو ان کي انهن سان رعايت ڪرڻ کپندي هئي ته جيئن اهي ان جي حمايت ڪندا رهن.

حضرت علي عليه السلام جا اهي قدم جن جي ڪري تنقيد ڪندڙ ان تي تنقيد ڪن ٿا. اسان جي نظر ۾ ان جا بهترين عمل آهن ۽ ان جي سٺي ضمير ۽ پاڪ جذبن جو نتيجو آهي. اسان سمجهون ٿا ته ان تي تنقيد ڪندڙ اهي اعتراض انهيءَ ڪري ڪن ٿا ته اهي ان جي انهن قدمن کي ان زماني جي معيار مطابق پرک ڪن ٿا. جڏهن ايمانداري ۽ اخلاقي بلندي اٽليءَ تي ويون هيون. ان جا اهي قدم بنواميه ۽ بنوعباس جي ڏينهن ۾ موجود اخلاقي معيارن جي روشني ۾ قابل اعتراض ٿي سگهن ٿا. پر پڪ سان اهي قابل اعتراض ڪونه ٿيندا جيڪڏهن اسان حضرت علي عليه السلام جي زماني کي نظر ۾ رکون.

حضرت علي عليه السلام منصوبابندي ۽ سياست جي معاملي ۾ عظيم عرب سياستدانن کان به گهڻو ڏاهو ۽ ڏگهي نظر وارو هيو. ان کي سياسي ۽ فوجي معاملن ۾ ڳوڙهي بصيرت حاصل هئي ۽ معاويه جهڙن مڪارن جي مقابلي ۾ ماڻهن جي اندروني (دلي) احساسن کي گهڻو وڌيڪ ڄاڻندو هيو. بهرحال، اهو سياسي چالبازين ۽ موقعي پرستي کان نفرت ڪندو هيو. اهو هر ان شي کي حقير سمجهندو هيو جيڪا انسان جي عزت کي خراب ڪري، اهو اهڙي ڪنهن به ڪاميابي جي خواهش ڪونه ڪندو هيو جيڪا دغا ۽ دوکيبازي سان حاصل ٿئي. اهو ديانتداري کي پسند ڪندو هيو. توڙي جڏهن معاويه پنهنجن سازشن ۽ ٺڳي ڪري بدنام هيو ۽ اهو چيو ويندو هيو ته علي عليه السلام ان جهڙو چالاڪ ڪونهي. علي عليه السلام فرمايو: "مان الله جو قسم کڻي چوان ٿو ته معاويه مون کان وڌيڪ هوشيار ڪونهي، بلڪ اهو دوکيباز ۽

شرارتي آهي. جيڪڏهن مون دوکيبازي کان نفرت نہ ڪئي هجي ها تہ مان عربن منجهہ گهڻو چالاڪ انسان ٿي وڃان ها."

اسان اهو ڏيکارڻ لاءِ صفين جي لڙائي جي ٻن واقعن تي مختصر بحث ڪيو آهي تہ نہ صرف حضرت علي عليہ السلام تي تنقيد ڪندڙ پر ان جا مداح بہ ان جي شخصيت کي چڱي طرح سمجهي ڪونہ سگهيا آهن. ڪي ان جي حڪومتي انتظام تي تنقيد ڪن ٿا تہ وري ٻيا چون ٿا تہ ان صفين جي لڙائي ۾ فتح حاصل ڪرڻ لاءِ موقعي مان فائدو ڪونہ ورتو. دراصل انهن مان ٻئي حضرت علي عليہ السلام کي پوري طرح سمجهڻ ۾ ناڪام ويا آهن، ڇو تہ ان جي نظر ۾ سياست ۽ جنگي قانونن جي معنيٰ جي اصليت ساڳي هئي يا ٻين لفظن ۾ اها علي عليہ السلام جي جان (روح) هئي، جنهن جا مختلف روپ هڪ ٻئي سان مڪمل هم آهنگي ۾ هئا. ۽ اهي ساڳي زنجير جون مختلف ڪڙيون آهن. ان جي نظرئي مطابق چڱائي ۽ ڀَلائي، قانون جي پابندي ۽ قانون جي پيچڪڙي لاءِ ڪسوٽي سٺو ضمير ۽ سٺا طور طريقا آهن.

منهنجي هڪڙي دوست جيڪو وسيع مطالعو رکندڙ ادبي ماڻهو آهي ۽ اسلامي تاريخ ۾ گهڻي دلچسپي وٺندڙ آهي، هڪڙي دفعي مون کي چيو: "تون مون کي انهي ڳالهہ تي قائل ڪري نٿو سگهين تہ علي عليہ السلام سياست جو گهڻو ڄاڻو هيو ۽ تنهنجي دعوا موجب عوامي معاملن جو انتظام هلائڻ ۾ ڪافي ماهر هيو."

مون ان کي جواب ڏنو: "فرض ڪجي تہ ابن ملجم حضرت علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ جي منصوبابندي نہ ڪئي هجي ها ۽ پلا جيڪڏهن ان ڪئي بہ هئي تہ حضرت علي عليہ السلام جي دوستن جي ان جي چوڌاري موجودگي ڪري پنهنجو مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب نہ ٿيو هجي ها ۽ اهو زندهہ بچي وڃي ها يا فرض ڪجي تہ پوءِ اهو معاويہ خلاف لڙائي ڪري ها جيئن ان اڳ ۾ ئي ارادو ڪيو هيو ۽ ان تي فتح حاصل ڪري وڃي ها. جيئن تہ فتح جو گهڻو امڪان هيو يا فرض ڪجي تہ معاويہ جو ٺاڪڙي وارو منصوبو ناڪام وڃي ها ۽ حضرت علي عليہ السلام جو لشڪر ٻن حصن ۾ نہ ورهائجي وڃي ها ۽ اهو لڙائي جاري رکي ها ۽ معاويہ ۽ عمرو بن عاص کي پڪڙي قبضي ۾ ڪري ها،

بين لفظن ۾ ان لڙائي جو نتيجو بہ ساڳيو جنگ جمل وارو نڪري ها ۽ حضرت علي عليہ السلام ائين معاويہ کي شڪست ڏئي ها جيئن ان زبير ۽ طلحہٰ کي شڪست ڏني هئي، انهن سيني صورتن ۾ گهڻو ڪجهہ وقتي صورتحال ۽ ڀاڳ تي منحصر ٿئي ها. پوءِ تون حضرت علي عليہ السلام جي حڪومتي انتظام ۽ جنگي حڪمت عملي بابت ڇا چوين ها؟ ڇا پوءِ تون اسان وانگر ائين ڪونہ چوين ها تہ پنهنجي فصاحت، ڏاهپ، شرافت ۽ اعليٰ اخلاق هوندي حضرت علي عليہ السلام معاويہ کان وڌيڪ هوشيار سياستدان ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ عمرو بن عاص کان وڌيڪ قابل هيو. تنهن ڪري جيڪڏهن اهو معاويہ مٿان فتح حاصل ڪري نہ سگهيو تہ اهو ڇو چئجي تہ اهو سياست ۾ جنگي اٽڪلن کان اڻاڙو هيو ائين ڇو نٿو چئي سگهجي تہ اتفاق ئي ان جي ناڪام ٿيڻ جا حقي سبب هيا. صفين جي واقعن سان تعلق ۾ حضرت علي عليہ السلام جي سياست جي باري ۾ اسان جيڪو ڪجهہ چيو آهي اها ئي ڳالهہ معاويہ ۽ ٻين گورنرن کي عهدن تان هٽائڻ لاءِ لاڳو ٿئي ٿي. وقت جا اتفاقي واقعا، عثمان رضہ جي سياست ۽ تبديل ٿيل حالتن گورنرن کي دوکيبازي ۽ ناانصافي جا اهڙا هٿيار مهيا ڪيا، جيڪي حضرت غلي عليہ السلام پنهنجي اعليٰ ظرفي، ذهني شرافت، دانشمندي، عظمت ۽ وقار ڪري استعمال ڪري نٿي سگهيو.“

تنقيد ڪندڙن ۽ تاريخدانن سميت سيئي ماڻهو پنهنجي راءِ مطابق مختلف واقعن تي ڏسڻ ۽ انهن بابت فيصلو ڏيڻ جا عادي ٿي ويا آهن ۽ عظيم شخصيتن جي قابليت جو انهن جي ڪاميابي ۽ ناڪامي جي روشني ۾ ڪاٿو لڳائيندا آهن. اهي انهن طرفان استعمال ڪيل طريقن کي نظر ۾ ڪونہ رکندا آهن ۽ نہ وري اهي مخالف ڌرين جي بنيادي خصوصيتن ۽ اعليٰ اخلاقيات کي ڌيان ۾ رکندا آهن. اڪثر ائين ٿيندو رهيو آهي تہ اتفاقي ڳالهين ۽ اوچتن واقعن جي ڪري عظيم سياستدان ۽ وڏا قابل ماڻهو ناڪام ٿيا، ۽ عام ماڻهن انهن ئي سببن ڪري ڪاميابيون ماڻيون. نہ تہ قابل سياستدان انهن اتفاقي واقعن کي روڪي ٿي سگهيا ۽ نہ وري عام ماڻهو پنهنجي مرضي ۽ طاقت جي ذريعي اهڙن اوچتن واقعن کي ٿيڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي سگهيا.

مختصر ڳالھ ڪجي تہ حضرت علي عليہ السلام جا مداح اهو چاهين ٿا تہ حضرت علي عليہ السلام کي پڻ بہ چاپڙائي ۽ ٺڳي ۽ ڏوڪي واري پاليسي اختيار ڪرڻ گهربي هئي ۽ ان جي نتيجي ۾ فتح حاصل ڪري وٺي ها. بهرحال، حضرت علي عليہ السلام ديانتداري ۽ حق ڪان ڦِرڻ وارو ماڻهو (انسان) ڪونہ هيو. اهي ماڻهو چاهين ٿا تہ حضرت علي عليہ السلام بہ معاويہ بن ابوسفيان ٿي وڃي ها، جڏهن تہ اهو علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ هيو. اسلام جي رسول صلي الله تعاليٰ وآلہ وسلم جي اسلوبن جو اصلي روپ.

# الله تعاليٰ جي رضا

هاڻي اسان انهن واقعن ڏانهن ڌيان ڏيون ٿا جن کي اسان اڏ ۾ ڇڏيو هو. انهيءَ ٽولي جا ماڻهو جيڪي حضرت علي عليہ السلام سان ڪاوڙجي ويا، يعني خارجي، اهي ڪوفو ڇڏي حروريہ نالي هڪڙي ويجهي ڳوٺ ۾ آباد ٿي ويا. انهي ڳوٺ جي نسبت سان انهن کي "حروري" پڻ سڏيو ويندو آهي. جيئن تہ انهن جو نعرو "لا حڪم الا الله" (الله کان سواءِ ڪو بہ قاضي ڪونهي) هيو انهن کي "محڪمہ" پڻ سڏيو ويندو آهي. بهرحال، انهن جو گهڻو مشهور نالو "خارجي" آهي.

حضرت علي عليہ السلام لشڪر ساڻ ڪري انهن تي چڙهائي ڪئي. البت، ان اها تمنا ڪئي تہ رتوڇاڻ جي نوبت نہ اچي ۽ انهن کي ٻيهر گڏجڻ ۽ اتحاد ڪرڻ لاءِ قائل ڪجي ۽ گفتگو ذريعي انهن کان وهمي عقيدا ترڪ ڪرائجن. تنهن ڪري ان انهن ڏانهن هيئن چورائي پيغام موڪليو: " توهان پاڻ منجهان هڪڙي اهڙي شخص کي موڪليو جنهن کي توهان عقلمند، غيرجانبدار ۽ معتبر سمجهندا هجو تہ جيئن اهو مون سان مناظرو ڪري سگهي. جيڪڏهن اهو مون کي قائل ڪري ويو تہ مان اهو ڪندس جيڪو توهان گهرو ٿا تہ مان اهو ڪيان. ٻي صورت ۾ توهان ورڻ، مون سان پنهنجي ٻڌي بحال ڪيو."

خارجين پنهنجي اڳواڻ عبدالله بن الڪوا کي پنهنجو نمائندو ڪري موڪليو. اميرالمؤمنين علي عليہ السلام ۽ ان جي وچ ۾ ڊگهو بحث مباحثو ٿيو. حضرت علي عليہ السلام ان طرفان اٿاريل مڙني سوالن جا اطمينان بخش ۽ قائل ڪندڙ جواب ڏنا. اهو پنهنجن دوستن ڏانهن واپس ويو ۽ ان جن معاملن ۽ ڳالهين جي باري ۾ ڳالهہ ٻولهہ ڪئي هئي، انهن بابت پنهنجن دوستن کي آگاهہ ڪيو. انهن کي ٻڌايائين تہ علي عليہ السلام ان کي پوري طرح قائل ڪيو آهي ۽ اهو حق تي آهي. بهرّحال، خارجي پنهنجي ضد تي ڄميا رهيا ۽ پنهنجي اڳواڻ جي صلاح ڪو نہ مڃيائون. انهن چيو تہ جيئن تہ اهي اڳيئي علي (عليہ السلام) کي

مرتد قرار ڏئي چڪا آهن. تنهن ڪري اهو ممڪن ڪونهي تہ اهي ان سان پنهنجي اتحاد کي وري بحال ڪن. انهن پنهنجي اڳواڻ عبدالله بن الڪوا تي الزام هنيو تہ ان مناظري ڪرڻ وقت پنهنجي عقيدي کي ثابت ڪرڻ ۾ نااهلي ظاهر ڪئي ۽ ان کي چيائون تہ علي عليہ السلام سان وڌيڪ بحث مباحثو نہ ڪري ۽ ڪنهن بہ اهو ظاهر نہ ڪري تہ هن جي ان سان ڪهڙي گفتگو ٿي هئي. ائين انهن بغاوت جاري رکي ۽ حضرت علي عليہ السلام خلاف دشمني ڪندا رهيا ۽ انهن کي ۽ ان جي ساٿين کي مرتد ۽ ڪافر قرار ڏنائون.

حضرت علي عليہ السلام کي اهو ڏسي گهڻو ڏک ٿيو تہ اڳ ۾ جيڪي ان جا دوست ۽ حمايتي هيا، ان جا دشمن ٿي ويا آهن ۽ ڪنهن بہ عقل جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ تيار ڪو نہ آهن. اهي دنياوي ذهن جا ماڻهو هيا ۽ پنهنجن دنياوي خواهشن جا غلام هيا. ان محسوس ڪيو تہ صرف تلوار ئي ان ۽ انهن جي وچ ۾ معاملي جو نبيرو ڪندي، اهو انهيءَ ڪري ضروري ٿي ويو هيو، ڇوتہ انهن ماڻهن قانون کي پنهنجن هٿن ۾ کڻي ورتو هيو. جيڪو بہ انهن جي هٿ چڙهيو ٿي ان کي قتل ڪري ٿي ڇڏيائون ۽ پُرامن شهرين کي لُٽيائون ڦريائون ٿي ۽ تباهي ٿي مچايائون.

تڏهن بہ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام انهن ماڻهن کي نصيحت ڪرڻ کان بس ڪونہ ڪئي ۽ انهن کي سڌي رستي تي آڻڻ لاءِ ان پنهنجن مجاهدن کي بہ تاڪيد ڪيو تہ اهي لڙائي شروع ڪرڻ ۾ اڳرائي نہ ڪن. بهرحال، خارجين هڪدم پنهنجو نعرو هڻڻ شروع ڪيو: "الله کان سواءِ ڪو بہ قاضي ڪونهي." ۽ پوري سگهہ سان حضرت علي عليہ السلام جي لشڪر تي حملو ڪيائون. ان تي اميرالمومنين علي عليہ السلام ۽ ان جي مجاهدن بہ پنهنجون تلوارون ڇڪي ڪڍيون ۽ نهروان واري ڇتي لڙائي شروع ٿي وئي. جڏهن لڙائي ختم ٿي تہ گهڻو ڪري سڀ خارجي قتل ٿي چڪا هيا. صرف چارسَوَ ماڻهو زندهہ بچيا، جن کي پڻ سخت زخم رسيا هيا. جيڪڏهن اهي پنهنجن زخمن ڪري اڌ مئا نہ ٿين ها تہ اهو ممڪن هيو تہ اهي بہ لڙائي ۾ مري وڃن ها، يا فتح حاصل ڪري وڃن ها. حضرت علي عليہ السلام حڪم ڏنو تہ انهن سان رحمدلي وارو سلوڪ ڪيو وڃي ۽ انهن زخمين

ڪي انهن جي مائٽن ۽ قبيلي وارن جي حوالي ڪيائون تہ جيئن اهي انهن جي علاج معالجي جو جوڳو بندوبست ڪن.

خارجين سان نبرڻ کان پوءِ حضرت علي عليہ السلام ارادو ڪيو تہ شام ڏانهن چڙهائي ڪري معاويہ کي سيڪت ڏئي. البت, ان وقت اشعث بن قيس پڻ پنهنجين دوڪيبازي وارين سرگرمين جي ذريعي ان جي منصوبي ۾ گڙٻڙ پيدا ڪئي. ان تمام گهڻن مجاهدن کي ورغلايو تہ اهي لشڪر ڇڏي پر وارن شهرن ۾ لڪي وڃن. ان بحث ڪيو تہ مجاهد گهڻي عرصي تائين لڙائي ڪرڻ ڪري ٿڪجي پيا آهن ۽ انهن کي آرام جي ضرورت آهي. ان وڌيڪ چيو تہ اهي جڏهن آرام ڪري تازا توانا ٿي ويندا تہ وري لشڪر ۾ شامل ٿي ويندا.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام ڪوفي موٽي آيا تہ شام تي حملو ڪرڻ جي تياري ڪن.

معاويہ جي پنهنجي فوج ان سان وفادار هئي ۽ خارجي بہ حضرت علي عليہ السلام سان لڙائي ڪرڻ ذريعي لاشعوري طور ان جي مدد ڪري رهيا هيا. باقي اشعث بن قيس جي باري ۾ تاريخدان ٻڌائين ٿا تہ اهو اندروني طور تي دل سان معاويہ جو مخلص ۽ حمايتي هيو. ڪجهہ تاريخدانن واضح طور تي بيان ڪيو آهي تہ اهو دمشق ويو ۽ معاويہ سان ملاقات ڪيائين ۽ ان کان تمام گهڻي دولت ورتائين ۽ حالتن جو جائزو وٺڻ لاءِ انتظار ڪرڻ لڳو.

انهيءَ مرحلي تي تقدير حضرت علي عليہ السلام تي هڪڙو تير اڇلايو جنهن جي ڪري اهو عظيم انسان ان نشاني جي ور چڙهي ويو ۽ ان سبب ان جا دشمن پنهنجو مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. بهرحال, ان جي دشمن جي اها ڪاميابي, انهن جي دوڪيبازي واري چالاڪي, ڏاهپ, سگهہ يا عقلمندي جو نتيجو ڪونہ هئي. اهو هڪڙو اتفاقي واقعو ۽ اوچتو حادثو هيو جنهن انهن جي ڪاميابي لاءِ رستو هموار ڪيو. ڪجهہ انتهاپسند خارجي هڪڙي جاءِ تي گڏ ٿيا ۽ نهروان واري لڙائي ۾ قتل ٿيل پنهنجن مائٽن ۽ دوستن جي باري ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا. انهن اهو خيال ظاهر ڪيو تہ انهيءَ رتوڇاڻ جي ذميواري ٽن ماڻهن تي عائد ٿئي ٿي, جيڪي انهن جي عقيدي مطابق انهن ماڻهن جا اڳواڻ هيا. جيڪي

حق جي رستي تان هٽي ويا هيا. مطلب علي عليہ السلام، معاويہ ۽ عمرو بن عاص. خارجين مان هڪڙي برڪ بن عبدالله نالي شخص معاويہ کي قتل ڪرڻ جو ذمو کنيو هڪڙي ٻئي عمرو بن بڪر نالي شخص عمرو بن عاص کي ختم ڪرڻ جو واعدو ڪيو ۽ هڪڙي ٽئين عبدالرحمان بن ملجم نالي شخص حضرت علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ جي ذميواري کنئي.

انهن مٿي ٻڌايل خارجين علي عليہ السلام، معاويہ ۽ عمرو بن عاص کي هڪڙي ۽ ساڳي رات جو قتل ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

اهي ٽئي شخص تمام گهڻو شددت پسند. انتقامي ۽ بي پرواهہ هيا ۽ ڪنهن بہ قيمت تي پنهنجو مقصد ماڻڻ لاءِ تيار هيا. اا ۔ عبدالرحمان بن ملجم جي معاملي ۾ هڪڙي عجيب ڳالهہ ٿي پئي، جنهن ان جي ارادي کي اجا پڙڪائي ڇڏيو ۽ ان کي ايترو مض ۔ ۔ ڪري ڇڏيو جو جيڪڏهن ٻيا بہ خارجي معاويہ ۽ عمرو بن عاص کي قتل ڪرڻ ۾ هبڪ محسوس ڪن ها تہ بہ. حضرت علي عليہ السلام تي حملو ڪرڻ لاءِ ابن ملجم جو ٻڌتر ۾ شڪار ٿيڻ جو ڪو امڪان ڪ ۔ هيو. ٿيو ائين تہ اهو مڪي مان ڪوفي آيو ۽ اتي اچي پنهنجي هڪڙي دوست وٽ ترسيو. اتي اتفاق سان اهو قطام بنت الاخضر نالي هڪڙي عورت سان مليو جيڪا پنهنجي وقت جي نهايت خوبصورت عورت هئي ۽ ان جا پيءُ ۽ ڀائر نهروان جي لڙائي ۾ قتل ٿي ويا هيا. عبدالرحمان بن ملجم هڪدم ان جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويو ۽ ان کي شادي ڪرڻ جي آڇ ڪيائين. ان پڇيس تہ اهو ڏاج ۾ ان کي ڇا ڏيندو. ان ٻڌايس تہ اها جيڪو بہ گهرندي، اهو ان کي ڏاج ۾ اهو سڀ ڪجهہ ڏيندو. ان تي ان عورت چيو: "مان گهران ٿي تہ تون مون کي ٽي هزار درهم، هڪڙو ٻانهو ۽ هڪڙي ٻانهي ڏي ۽ ان سان گڏ علي بن ابوطالب (عليہ السلام) کي بہ قتل ڪر." ان جواب ڏنو: "ٽي هزاردرهم، هڪڙو ٻانهو ۽ هڪڙي ٻانهي ڏيڻ سولو ڪم آهي پر مان علي (عليہ السلام) کي ڪيئن قتل ڪندس؟" عورت جواب ڏنو: "ڪنهن انڪل سان ان کي قتل ڪر. جيڪڏهن تون ان کي قتل ڪندين تہ تون سڪون محسوس ڪندين ۽ گهڻي عرصي تائين منهنجي صحبت جومزو پڻ ماڻيندين."

قطام سان ملڻ ۽ ان سان ڳالهائڻ کان اڳ ابن ملجم ڪنهن حد تائين علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ واري پنهنجي ارادي ۾ پڪتر ۾ هيو. چوتہ پنهنجي سموري ڪميٽائيپ جي باوجود اهڙي ڏوهہ لاءِ جنهن (ڏوهہ) سان ان (ابن ملجم) جو ڪو سروڪارئي ڪونہ هيو. امام علي عليہ السلام کي قتل ڪرڻ ڪا آسان مهم ڪونہ هئي. ساڳي وقت ان لاءِ اهو پيانڪ قدم کڻڻ پڻ آسان ڪونہ هيو جنهن جو نتيجو انتهائي خطرناڪ نڪرڻو هيو. بهرحال، تقدير کي اهو منظور هيو تہ ابن ملجم پنهنجي ارادي ۾ پڪو ٿي وڃي ۽ انتهائي ظالماڻو ڏوهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃي. تقدير پنهنجي ترڪش مان هڪڙو نئون تير ڪڍيو ۽ اهو ابن ملجم جي هٿ ۾ ڏنائين تہ ان کي امام سڳوري جي سيني ۾ تنبائي ڇڏي.

تقدير ابن ملجم کي پنهنجي دوست جي گهر وٺي وئي ۽ قطام کي بہ ان جاءِ تي وٺي آئي. پوءِ اتي هڪڙي ڏاج بابت هڪڙي عجيب گفتگو ٿي، جنهن بابت هڪڙو شاعر چوي ٿو:

”مون نہ تہ عربستان ۾ ۽ نہ ڪٿي بئي هنڌ اهڙو فراخ دل شخص ڏٺو آهي، جنهن قطام کي مليل ڏاج جيترو ڪنهن عورت کي ايترو ڏاج ڏنو هجي، يعني ٽي هزار درهم، هڪڙو ٻانهو ۽ هڪڙي ٻانهي ۽ تکي تلوار سان علي عليہ السلام جو قتل. ڏاج ڪيترو بہ گهڻو چو نہ هجي پر اهو علي عليہ السلام جي قتل کان وڌيڪ اهم ۽ گهڻو نٿو ٿي سگهي ۽ حضرت علي عليہ السلام جي قتل جي ڀيٽ ۾ هر قتل وڌيڪ آسان آهي، جيڪو ابن ملجم ڪيو.“

ابن ملجم ۽ قطام جي گفتگو ابن ملجم جي هنن لفظن سان پڄاڻي تي پهتي: ”ٺيڪ آهي، ائين ئي ٿيندو جيڪا تنهنجي تمنا آهي، مان علي (عليہ السلام) کي قتل ڪرڻ جو ذمو کڻان ٿو.“

ٽئي خارجي جن علي عليہ السلام، معاويہ ۽ عمرو بن عاص جي خلاف منصوبہ بندي ڪئي هئي، اهي مقرر رات تي پنهنجي پنهنجي منزل ڏانهن روانا ٿي ويا. پوءِ هڪڙي عجيب ۽ اڳ ڪٿجڻ کان ناممڪن ڳالهہ ٿي پئي، جنهن جي لاءِ ڪنهن کي بہ ذميوار قرار ڏئي نٿو سگهجي.

جيڪو شخص عمرو بن عاص کي قتل ڪرڻ لاءِ ويو هيو، اهو پنهنجو مقصد ماڻڻ ۾ ڪامياب ڪونہ ٿيو شايد تقدير کي اهو منظور هيو تہ اهو شخص عمرو بن عاص تائين پهچي نہ سگهي. ائين ٿيو جو ان رات عمرو بن عاس بيمار ٿي پيو ۽ ان بيماري ان جي حياتي بچائي ورتي. اهو نماز پڙهڻ يا ٻئي ڪنهن ڪم لاءِ بہ گهر مان ٻاهر اچي ڪونہ سگهيو. ان شهر جي صوبيدار خارجہ بن حذافہ نالي شخص کي چيو تہ اهو ان جي جاءِ تي فجر جي نماز ۾ امامت ڪري. جڏهن صوبيدار گهر مان ٻاهر آيو تہ عمرو بن بڪر ان کي عمرو بن عاص سمجهي قتل ڪري ڇڏيو.

جڏهن عمرو بن بڪر پڪڙجي ريو ۽ ان کي عمرو بن عاص جي سامهون آندائون تہ عمرو بن عاص ان کي چيو: "تو مون کي قتل ڪرڻ گهريو پر خدا چاهيو تہ خارجہ قتل ٿئي." پوءِ ان عمرو بن بڪر جو ڪنڌ ڪپڻ لاءِ حڪم ڏنو.

جڏهن معاويہ مسجد ڏانهن آيو ۽ برڪ بن عبدالله ان کي ڏٺو تہ پنيان پنهنجي تلوار ان جي مٿي کي هنيائين، پر ڌڪ گُسي وڃي ان جي چتڙن کي لڳو ۽ حملو اُٻورو ثابت ٿيو. معاويہ جي ٻنڌڻن ان لاءِ ڍال جو ڪم ڪيو ۽ ان جي حياتي (جان) بچي وئي.

# انھن کي ڇڏيوتہ ماتم ڪن

امام علي عليہ السلام پنھنجن دشمنن کي تباھہ حال ۾ ڇڏي پاڻ سلامتي سان دنيا مان ھليا ويا.

ھڪڙو نرالو شخص دنيا جي ھڪڙي ڪنڊ ۾ پنھنجن ماڻھن کان پرپرو وينو آھي. ھڪڙي نھايت پيڙا واري حالت ۾ اھو اڪيلو وينو آھي ۽ ان جي اڪيلائپ ان تي ايترو بار ٿي پئي آھي جو ڳالھہ بيان ڪرڻ کان مٿي آھي.

توڙي جو اھو پنھنجي قوم جي ماڻھن منجھہ رھي ٿو پر اھو انھن جي رويي ڪري نھايت غمگين ۽ اوپرو آھي. زماني ان کي ڪونہ سڃاتو توڙي جو اھو ان ۾ سمائجي ويو ھو.

ڌرتي ان کي ڪو نہ سڃاتو توڙي جو ان جا منٿرا ۽ ڏاھپ وارا قول ان ۾ گونجندا رھيا ۽ ان پنھنجن اکين سان ان جي عظيم ڪارنامن کي ڏٺو.

ان نرالي شخص وٽ جيڪي ڪجھہ ھيو ان اھو ٻين تي خرچ ڪري ڇڏيو پر انھن کان ڪنھن بہ شي جي آرزو ڪونہ رکي. ان سان تمام گھڻيون زيادتيون ٿيون. پر ان ڪڏھن بہ بدلو وٺڻ لاءِ ڪونہ سوچيو. ان دشمنن مٿان سوڀ حاصل ڪرڻ کان پوءِ انھن کي معاف ڪري ڇڏيو. ان ڪڏھن بہ پنھنجن دشمنن سان ناانصافي ڪونہ ڪئي ۽ پنھنجن دوستن ڪارڻ ڪڏھن بہ ناجائز ڪم ڪونہ ڪيو. اھو ڪمزورن ۽ ھيڻن جو ھمراھہ محتاجن ۽ غريبن جو ھڏوڪي ۽ يتيمن جو ابو ۽ انھن جو ھمدرد دوست ھيو جيڪي پنھنجين حياتين کان مايوس ٿي ويا ھيا. انھن ھميشہ پنھنجن مسئلن جي حل لاءِ ان کي پڪاريو ۽ مڙني تڪليفن ۾ ان کان ھمدردي جي اميد رکيائون.

اھو عالم شخص ھيو ۽ انتھائي برداشت جو جذبو رکندڙ ھيو. البت ان جي دل غم سان ڀريل ھئي. ان جي شرافت ۽ وقار جبلن ۽ رڻ پٽن ۾ گونجي رھيا ھيا. ان وڏن وڏن سرڪشن جا ڪنڌ ڪپي ڇڏيا پر پاڻ پيار ۽ ھمدردي جي آڏو مغلوب ھيو. ڏينھن جي وقت اھو عدل جو

انتظام ڪندو هو ۽ شرعي قانونن کي نافذ ڪندو هيو ۽ رات جو اونداهي ۾ اهو محتاجن ۽ مجبورن لاءِ تڙپي روئيندو هيو. اهو هڪڙو نرالو انسان هيو جنهن جو گجگوڙ ڪندڙ آواز ظالمن کي ڏڪائي ڇڏيندو هيو. جيئن ۽ جڏهن ڪو مظلوم دادرسي لاءِ ان وٽ شڪايت کڻي ايندو هيو ته ان جي تلوار وڄ وانگر چمڪاٽ ڪندي هئي ۽ دوکيبازي جي اونداهي کي پسمر ڪري ڇڏيندي هئي. جڏهن به ڪو محروم شخص ان کي سڏ ڪندو هيو ته ان جي دل مان پيار ۽ همدردي لهرون ڪري نڪرنداهيا ۽ بک ۽ مصيبت جي ماريل شخص جي هر قسم جي اڃ اجهائي ڇڏيندا هئا.

اهو ڏرتي جي متاڇري تي هڪڙو نرالو انسان هيو جنهن جو هر قول صحيح ۽ سچو هيو. اهو کَهرو لباس پائيندو هو ۽ عاجزي سان هلندو هيو ۽ جڏهن به ماڻهو پستي ڏانهن ڏڪبا هيا ته اهو پنهنجو ڳاٽ اوچو رکندو هيو. اهو هڪڙو نرالو ۽ پيار ڪرڻ وارو انسان هيو جنهن هر قسم جون تڪليفون سئيون ته جيئن ٻيا انسان خوش رهن.

اهو بي مثال ۽ بهادر نرالو شخص ڪير هيو. جيڪو هر ڳالهه جو عِلم رکندو هيو ۽ هر طرف پنهنجي نظر رکندو هيو؟ اهو ڪير هيو جنهن هن دنيا سان گڏ آخرت ۾ به ماڻهن جي ڀلائي تي گهري، توڙي جو انهن هميشه ان کي تڪليفون ۽ صدما ڏنا تي؟

اهو بينظير ۽ فرشته صفت شخص ڪير هيو. جنهن جي دشمنن پنهنجي حسد ۽ لوڀ ڪري ان جي اعليٰ گڻن کان انڪار تي ڪيو ۽ ان جي دوستن خوف سبب ان سان دغا ڪئي؟ ان بدعنواني ۽ بربادي خلاف اڪيلي سرجهاد ڪيو. ماڻهن سان ان جو سلوڪ هميشه لاءِ خلوص ۽ سچائي تي ٻڌل رهيو. ان فتح تي ڪڏهن به خوشي ڪونه ملهائي ۽ ڪڏهن به هار کان دل شڪستو ڪونه ٿيو. اهو حق ۽ سچ جو زنده روپ هيو ۽ حق سچ کان سواءِ ڪڏهن به ڪنهن شي جي پرواهه ڪونه ڪيائين. آيا ڪجهه ماڻهن ان جي اعليٰ خوبين کان انڪار ڪيو يا ڪجهه ٻين ان کان ڌپ ڪيو.

اهو يگانو انسان حضرت علي عليه السلام کان سواءِ ٻيو ڪير ٿي سگهي ٿو. ستايل ۽ ڏکويل اميرالمومنين علي عليه السلام جنهن جي

خون سان هڪڙو پليت ۽ بيوقوف ماڻهو هٿ رنگڻ وڃي رهيو هيو تہ جيئن اهو ڪڏو عمل پليت ۽ جاهل عورت لاءِ ان طرفان ڏاج طور ڪم اچي؟

اها هڪڙي اونداهي ۽ ڀيانڪ رات هئي. آسمان جهڙالو هيو. ڪنهن ڪنهن وقت کنوڻ چمڪي رهي هئي ۽ هر طرف روشني پکيڙي ٿي ڇڏيائين. پکي پکڻ پنهنجن آکيرن ۾ ڪنڌ هيٺ ڪيون ويٺا هيا، ڇوتہ اچڻ واري ڏينهن تي انهن جا ڪنبي ڪِرڻ (ڪُسڻ) وارا هيا ۽ انهن کي دنيا جي سردار لاءِ ماتم ڪرڻو هيو.

امام علي عليہ السلام سجاڳ هيا ۽ ان جون اکيون بي آرامي هيون، ڇو تہ ماڻهو ظلم جي ڪري ڪِنجهي ڪرُڪي رهيا هيا. ڪجهہ ماڻهو عيش عشرت ۾ ملوث ٿي ويا هيا ۽ بغاوت ڪرڻ لاءِ تيار هيا. طاقتور ماڻهو هيٺن لاءِ گهڻو ظالم ۽ جابر ٿي ويا هيا. ان جا دشمن هڪ ٻئي سان سازباز ٿي ان جي خلاف فتنو برپا ڪري رهيا هيا ۽ بغاوت ڪرڻ جي منصوبہ بندي ڪري رهيا هيا. انهن منجهہ ڪجهہ ڏوهاري موجود هيا، جيڪي هڪ ٻئي سان محبت ۽ همدردي جو اظهار ڪري رهيا هيا.

ان جي پنهنجن پيروڪارن منجهان پڻ ڪجهہ حق کي ترڪ ڪيو هيو ۽ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ کان نٽايو هيو. اهو سڀ ڪجهہ حضرت علي عليہ السلام لاءِ گهڻي تڪليف ڏيندڙ معاملو هيو. ان رات ان پنهنجي سڄي گذريل حياتي جو جائزو ورتو. ان ياد ڪيو تہ سندس نوجواني کان ئي ان جي تلوار قريشين کي ڪنباءِي ڇڏيو هيو ۽ ان پنهنجي وس آهر اسلام ڦهلائڻ لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي هئي. ان جي قوم ان جي سرگرمين کي ٻاراڻو سمجهندي هئي، پر اهو ثابت قدم رهيو ۽ رسول الله صلي تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي سندن نبوت جي مقصد ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ هر ممڪن مدد فراهم ڪيائين.

ان هجرت واري رات کي بہ ياد ڪيو جڏهن اهو قريشين جي تلوارن جي ڇانءِ ۾ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي بستري تي ستو هيو. انهيءَ اميد سان تہ ابوسفيان ۽ ٻيا مشرڪ مغالطي ۾ اچي ويندا ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم کي ڪو نقصان پهچائي ڪونہ سگهندا.

ان اهي لڙايون بہ ياد ڪيون جن ۾ ان اسلام ۽ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو انهن جي دشمنن خلاف دفاع ڪيو هيو. اهو تصور ۾ ڪافرن کي ماڪڙ وانگر ٽڙندي پکڙجندي ڏسي سگهيو ٿي جيڪا مٽي جي طوفان ۾ هيڏي هوڏي ڪرندي رهندي آهي. اهو تصور ۾ ڏسي رهيو هيو تہ رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ڪيس پرجوش محبت سان ياڪر پائي رهيا هيا ۽ اهو چئي رهيا هيا. "هي منهنجو ڀاءُ آهي."

ان کي اها مهل بہ ياد آئي جڏهن اهي هڪڙي ڏينهن ان جي گهر آيا هيا. حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ علهيا ان کي جاڳائڻ گهريو پر رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "ان کي سمهڻ ڏيو ڇوتہ مون کان پوءِ ان کي گهڻي عرصي تائين ننڊ کان محروم ڪيو ويندو." ان تي حضرت فاطمہ الزهرا سلام الله تعاليٰ عليها سڏڪا ڀري روئڻ لڳي هئي.

ان کي اهو وقت بہ ياد آيو جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو هو: "اي علي! الله تعاليٰ توهان کي بهترين نموني ۾ ٺاهي پيدا ڪيو آهي. ان توهان کي غريبن ۽ محتاجن لاءِ پيار ۽ همدردي سان نوازيو آهي، اهي توهان کي پنهنجو امام بڻائي خوش ٿيندا ۽ توهان انهن کي پنهنجو پيروڪار ڏسي خوش ٿيندا."

ان کي اهو وقت بہ ياد آيو جڏهن رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم ان تي پنهنجي آخري نظر وڌي ۽ پوءِ پنهنجا آخري پساهہ کنيائون. ان حضرت فاطمہ الزاهرا سلام الله تعاليٰ عليها جي غم کي بہ ياد ڪيو جنهن غم سندس والد سڳوري جي وفات جي چند مهينن کان پوءِ ان جي جان وٺي ڇڏي

ان کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي اصحابن جا چهرا بہ ياد آيا جيڪي چوندا هيا: "رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زندگي مبارڪ ۾ اسان منافقن کي علي عليہ السلام سان دشمني ڪرڻ سبب سڃاڻندا هئاسين."

رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم هڪڙو دفعو نہ پر ڪيترائي دفعا فرمايو هيو: "اي علي! صرف منافق ئي توهان سان

دشمني ڪندو.“ ان مهل ان پنهنجن انهن مجاهدن کي ياد ڪيو جن ان سان گڏجي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي حياتي ۾ جهاد ڪيو هيو. اهي متحد هيا. هڪ ٻئي جي مدد ڪيائون ۽ ياڻپي وارن ٻنڌڻن کي قائم رکيو هئائون. پر بعد ۾ ان جي پنهنجي زماني ۾ انهن مان ڪي ان سان گڏ رهيا. جڏهن تہ ٻين ان جي مخالفت ڪئي. ڪجهہ جن حڪمران ٿيڻ جي يا دنياوي مفاد حاصل ڪرڻ جي تمنا ڪئي هئي، مري چڪا هيا ۽ ٻيا اڃا زندهہ هيا. اهي پاڪ ذهنيت وارا اصحابي سڀُورا جيڪي حق ۽ انصاف کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ثابت قدم هيا. هن دنيا ۾ اوپرا هيا. انهن حق ۽ انصاف جي راهہ ۾ پنهنجيون جانيون قربان ڪيون ۽ دشمنن جي ڪفر ۽ ڏاڍ انهن کي زمين جي اونهاين ۾ دفن ڪري ڇڏيو.

انهن مان هڪڙو ابوذر غفاري رضي الله تعاليٰ عنہ هيو. رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جو ناليوارو اصحابي، جيڪو اهو برداشت ڪري ڪونہ سگهيو تہ ڪو انساني زندگي جي بي حرمتي ڪري، تنهن ڪري ظلم ۽ ناانصافي خلاف اٿي پيو. اهو هڪڙو عظيم انسان هيو جنهن جو ان جي دينداري ڪري سواءِ حضرت علي عليہ السلام جي ڪو دوست ڪونہ بچيو هيو ۽ ان جو نهايت دردناڪ انجام ٿيو. حضرت علي عليہ السلام کي اهو وقت ياد آيو جڏهن حضرت ابوذر غفاري رضي الله تعالي عنہ کي رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي ڪچهري ۾ قاتل ڪپڙا پاتل هيا ۽ ان پاڻ کي رسول الله صلي الله تعالي عليہ وآلہ وسلم جي صوابديد تي پيش ڪري ڇڏيو هيو تہ اهي جيڪا بہ خدمت وٺڻ گُهرن، ان کان وٺي سگهن ٿا. ان ڏينهن کان پوءِ هميشہ لاءِ اهو حق ۽ سچ جو وفادار حمايتي رهيو ايتري تائين جو حضرت عثمان رضہ جي دور ۾ ان مظلومن ۽ محتاجن جي حمايت ۾ بنواميہ خلاف هڪڙي ڪليل مهم هلائي. ان جي نتيجي ۾ مروان ۽ عثمان رضہ ان کي ربذہ نالي هڪڙي ويران جاءِ ڏانهن جلاوطن ڪيو جتي ان جي ٻارڙن ان جي اکين آڏو تڙپي تڙپي پساهہ پورا ڪيا. ان جي زال پاڻ انهن کي مرندو ڏسي رهي هئي ۽ دعائون گهري رهي هئي تہ اها بہ ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ کان اڳ ۾ مري وڃي تہ جيئن اها ان کان پوءِ جيئري

نہ رهي، چو تہ ٻي صورت ۾ اهو ان لاءِ ہِتو موت ٿي ويندو. حضرت ابوذر رضي الله تعاليٰ عنہ ٻکن وسيلي فوت ٿيو جڏهن تہ بنواميہ وٽ دنيا جي سموري دولت پنهنجي صوابديد تي هئي. حضرت علي عليہ السلام پنهنجي پارسا ۽ ديانتدار دوست عمار بن ياسر رضي الله تعاليٰ عنہ کي پڻ ياد ڪيو جنهن کي ڪجهہ ڏينهن اڳ صفين جي لڙائي ۾ باغين ۽ ظالمن جي ٽولي اهڙي ساڳي رات دوران شهيد ڪيو هيو.

هائو! حضرت علي عليہ السلام جا اهي وفادار يائر ڪٿي هيا جيڪي حق جي راهہ جا پانڌيئڙا هيا. اهي جيڪي ڪڏهن گندي گفتگو ۾ ملوث ڪونہ رهيا، نہ ڪنهن تي بهتان مڙهيائون، نہ وري دغا ۽ ڏوکو ڪيائون؟ اهي ديندار انسان هڪ ٻئي پنيان هن دنيا مان هليا ويا ۽ صرف علي عليہ السلام ظالم ۽ بدڪار ماڻهن جي خلاف شديد ۽ ڀيانڪ لڙائي وڙهڻ لاءِ بچيا هيا. جيڪڏهن الله پاڪ حضرت علي عليہ السلام کي باغين مٿان سوڀ عطا ڪري ها تہ اهو بغاوت جو خاتمو ڪري ڇڏي ها ۽ باغين سان واجبي نموني ۾ سلوڪ ڪري ها.

اها اهڙي لڙائي هئي جنهن ۾ هڪڙي پاسي تي حق اڪيلو هيو. جڏهن تہ اڳ ۾ ان جا گهڻائي حمايتي هيا. اها اهڙي لڙائي هئي جنهن ۾ ان جي اهڙي قوم جا ماڻهو مخالفت ڪري رهيا هيا، جن کي گمراهہ ڪيو ويو هيو. جن جا نوجوان قاتل هيا ۽ جنهن جا ڪراڙا ٻين کي سٺي ڪم جي هدايت ڪرڻ ۽ غلط ڪم ڪرڻ کان روڪڻ جا عادي ڪونہ هيا. اهي صرف ان ماڻهوءَ کان ڊنا ٿي جنهن جي زبان انهن کي نقصان پهچائي سگهي ٿي ۽ صرف ان جو احترام ڪيائون ٿي جنهن لاءِ انهن کي پڪ هئي تہ ان کان ڪين ڪجهہ نہ ملي ويندو. جيڪڏهن اهو بہ انهن کي انهن جي حال تي هلڻ ڏئي ها تہ اهي ان کي ڇڏي ڪونہ وڃن ها ۽ جيڪڏهن اهو انهن کي روڪڻ لاءِ پيڇو ڪري ها تہ اهي اوچتو ان تي حملو ڪن ها. اهي گمراهي ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي هيا ۽ جڏهن ڌار ٿيندا هيا تہ هڪ ٻئي تي بهتان بازي ڪندا هئا.

حضرت علي عليہ السلام کي سندس مرضي جي خلاف جنهن لڙائي لاءِ مجبور ڪيو ويو هيو اها سمنڊ جي هڪڙي وير وانگر هئي، جيڪا اها پرواهہ ڪونہ ڪندي آهي تہ آيا ڪو شخص ٻڏي ٿو يا بچي

ٿو، يا باهہ جي شعلي وانگر هئي جيڪو هر شي کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏيندو آهي.

اها لڙائي حضرت علي عليہ السلام جيڪو ٻين لاءِ گهرندو هيو تہ دنيا جي نعمتن جا مزا ماڻين، ۽ انهن ماڻهن جي وچ ۾ هئي جيڪي پنهنجي رعيت کي زرخيز زمين مان بيدخل ڪرڻ ۽ انهن کي ويران رڻن پٽن ۾ ۽ سخت جهولي واري هوا ۾ اڇلائڻ گهرندا هيا.

هاڻ! علي عليہ السلام ڪهڙي حياتي گذاري! ان جي حياتي يا تہ جهاد ڪندي گذري يا تڪليفن کي منهن ڏيندي.

هاڻ! دنيا ۾ ڪهڙا تہ معزز ۽ ديندار ماڻهو موجود هيا. اهي هڪ ٻئي پٺيان راهہ رباني وٺي ويا ۽ علي عليہ السلام کي اڪيلو ڇڏي ويا. انهن جي وفات کان پوءِ دنيا ظلم ۽ ناانصافي سان ڀرجي وئي هئي.

اهو ٻي مثال ۽ نرالو انسان اچڻ واري ڏينهن کي تصور ۾ ڏسي رهيو هيو جنهن؟ جي اونداهي مفلسي وارين راتين جي اونداهي کان وڌيڪ عرصي تائين رهڻي هئي ۽ جيڪو ڏينهن انهن ماڻهن جي ضمير کان بہ وڌيڪ ٻي حس ٿيڻو هيو جيڪي پنهنجن واعدن سان سچا ڪونہ هوندا آهن. اهو ڏينهن صرف بدنصيب کي سختي سان لتاڙيندو. اچڻ واري ڏينهن تي اهي ماڻهو جيڪي دوکيبازي ذريعي حڪمران ٿي ويندا، پنهنجي رعيت کي ڪابہ اهميت ڪونہ ڏيندا. صرف چاپلوس، چغلخور ۽ فتني باز ئي انهن حڪمرانن جي خوشنودي حاصل ڪري ويندا. اهو اهڙو ڏينهن ٿيندو جنهن تي ناانصاف ۽ ظالم ماڻهو سردار بڻايا ويندا ۽ صرف اهي ماڻهو جيڪي ٻي شرم ۽ ڪميڻا هوندا اهي ئي پر امن زندگي گذاريندا.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجي عقل ۽ اندر جي روشني سان ايندڙ ڏينهن تي ٿيڻ وارن معاملن کي تصور ۾ ڏسي رهيو هيو. اهو نهايت افسوسناڪ ڏينهن ٿيڻ وارو هيو. ان رات کان پوءِ ڪو بہ معزز شخص جيڪڏهن ڪوڙائپ ان لاءِ وڌيڪ فائديمند هوندي تہ ڪوڙ تي سچ کي فوقيت ڪونہ ڏيندو. ان رات کان پوءِ ڪوبہ اهڙو حڪمران ڪونہ هوندو جيڪو عوام لاءِ ابي وانگر هجي ۽ سموريون تڪليفون

برداشت ڪرڻ جي باوجود حق سچ سان محبت ڪري ۽ ڪُوڙائپ وسيلي ملندڙ سيني آسائشن کي پٺي ڏئي ڇڏي

ان رات کان پوءِ اهڙي دل يا ضمير موجود ڪونہ رهندا، جيڪي عوام سان انصاف وارو سلوڪ ڪن، ۽ توڙي جو جبل پرزا پرزا ٿي وڃن ۽ ڌرتي ڏڏي وڃي تہ بہ حق جي پوئواري ڪندا رهن.

افسوس! اچڻ وارو ڏينهن اهڙو هيو جنهن تي هڪڙو جاهل شخص نهايت وحشياڻو ڏوهہ ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هيو. جنهن سبب هڪڙو ٻئاڪي جابر بادشاهہ حڪومت ڪرڻ وارو هيو ۽ هڪڙي معزز انسان جي ظالمن جي ناانصافي خلاف ويڙهہ ڪندي وفات ٿيڻي هئي ۽ تباهي ٿيڻي هئي.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام پنهنجي ڏاڙهي تي هٿ گهمايو ۽ گهڻي دير تائين روئيندو رهيو. ان آسمان ڏانهن نهاريو ۽ ان اونداهي رات ۾ ڪڪرن جي جُهنڊن ۽ تارن کي ڏٺو جيڪي سرمائيدارن جي محلاتن سان گڏ غريبن جي جهوپڙين تي بہ ساڳي روشني وجهي رهيا هيا ۽ بدڪارن جي بدعنوانين ۽ بچڙاين سان گڏ ديندارن جي پيڙائن کي لڪائي رهيا هيا. ان دنيا تي نظر وڌي ۽ پنهنجو پاڻ ان کي مخاطب ٿيندي چيو: "اي دنيا! ڪنهن ٻئي کي ڌوڪو ڏي، باقي مون کي ڌوڪو ڪونہ ڏئي سگهندين."

وقت گذرندو رهيو ۽ رات وڌيڪ اونداهي ٿيندي وئي. حضرت علي عليہ السلام پاڻ کي دنيا ۾ اڪيلو محسوس ڪيو. ڪيتري تہ هيڪلي، پيانڪ ۽ عجيب جاءِ آهي دنيا!

سيئي يادون تازيون ڪري اهو ٿوري دير لاءِ ننڊ ڪرڻ لاءِ سمهي پيو. جڏهن ستل هيو تہ ننڊ ۾ ان هڪڙو خواب ڏٺو جنهن ۾ ان رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي زيارت ڪئي ۽ ان کي عرض ڪيائين: "اي الله جا رسول! مون توهان جي امت هٿان گهڻيون تڪليفون سٺيون آهن ۽ انهن جي سخت مخالفت کي منهن ڏنو آهي." رسول الله صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم فرمايو: "انهن کان بيزاري جو اظهار ڪر." علي عليہ السلام چيو: "اي پروردگار! مون کي انهن ماڻهن کان سٺا ساٿي عطا ڪر ۽ منهنجي جاءِ تي انهن مٿان نهايت خراب حڪمران مقرر ڪر."

جڏهن صبح ٿي رهيو هيو تہ هلڪي هير گُهلي رهي هئي ۽ آسمان لڙڪن وانگر ماڪ ڦڙا وسائي رهيو هيو. علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ آهستڙي آهستڙي مسجد شريف ڏانهن قدم وڌائي رهيو هيو جڻ ان جا قدم ڌرتي سان حال اوري رهيا هجن ۽ ان کي ماضي جي شاندار گهڙين واريون ڳالهيون ٻڌائيندا هجن. پکي پکڻ پڻ ڏکويل هيا. اهو اچا مسجد شريف جي اڱڻ تائين ڪونہ پهتو هيو تہ بدڪن جو هڪڙو ولر ٻوڙندو اچي ان کي وڪوڙي ويو ۽ رڙيون ڪرڻ لڳو. ساڳي نموني ۾ انهن سان گڏ صبح جي هير پڻ سڏڪڻ لڳي.

ٻيا جيڪي نماز پڙهڻ لاءِ آيا هيا اهي اڳتي وڌي آيا ۽ بدڪن کي پري تڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. البت، اهي نہ تہ پري ٿيون ۽ نہ وري رڙيون ڪرڻ بند ڪيائون.

ساڳي طرح صبح جي هير بہ نتيجي خيز آواز پيدا ڪرڻ لڳي. اهو لڳي رهيو هيو تہ بدڪن ۽ هوا کي اڳ ۾ ئي خبر پئجي وئي هئي تہ اميرالمؤمنين علي عليہ السلام پنهنجي المناڪ انجام ڏانهن وڌي رهيا آهن.

اميرالمؤمنين علي عليہ السلام بدڪن جي رڙين کي ڌيان سان ٻڌو ۽ ماڻهن ڏانهن نهاريندي فرمايو: "انهن کي تڙڻ جي ڪوشش نہ ڪريو ڇوتہ اهي ماتم ڪري رهيون آهن. انهن کي ڇڏيوتہ ڀلي ماتم ڪن!" انهن لفظن چوڻ سان اميرالمؤمنين علي عليہ السلام پاڻ مٿان ايندڙ المناڪ حادثي جي اڳڪٿي ڪئي.

اهي بدڪون ڇو ماتم نہ ڪن ها؟ اهي ماڻهو انهن کي رڙيون ڪرڻ کان روڪڻ جي ڇو ڪوشش ڪري رهيا هيا؟ اميرالمومنين علي عليہ السلام انهن مٿان پيار ۽ پاٻوهہ جي نهار ڇونہ وجهي ها؟ ان اڳ ۾ ئي هزارين راتيون ڏٺيون هيون پر اها رات پنهنجي سيني ۾ اهم راز کڻي آئي هئي، جيڪو ٻين راتين وٽ ڪونہ هيو. ان ڏينهن اهو ڪا اهڙي ڳالهہ محسوس ڪري رهيو هيو جيڪا اڳ ۾ ڪڏهن بہ محسوس ڪونہ ٿي هئي. ڇا اهو عظيم انسان پنهنجي نوحي کي بدڪن جي رڙين ۽ هوائن جي سڏڪن ۾ ٻڌڻ جو حقدار ڪونہ هو؟ ڇا ان کي اهو حق حاصل ڪونہ هو تہ اهو سڄ ۽ پاڇي کي الوداع چوي، جنهن کي اهو ٻيهر ڏسي ڪونہ سگهي ها؟ ڇا اهو انهن جاين تي پنهنجي آخري نهار وجهڻ

جو حقدار ڪونہ هيو جنهن تي ان غربت واري زندگي گذاري هئي تہ جيئن ٻين کي خوشحال بڻائي سگهي؟ انهن جاين ان جي بهادري ۽ جرئت جا ڪيترائي نظارا ڏٺا هيا. ان جي پر جلال شخصيت جا روپ ۽ ڪيترين ئي سخت تڪليفون ۽ آفتون جيڪي ان کي برداشت ڪرڻيون پيون هيون. انهن اهي گهڙيون ڏٺيون راتيون پڻ ڏٺيون هيون جنهن ۾ اهو الله پاڪ جي حضور ڪنڌ جهڪائي روئيندو رهندو هيو.

جيڪڏهن دنيا جا رهواسي حق ۽ انصاف سان وفادار رهن ها تہ اهو ان جي راتين ۽ ڏينهن کي ڇڏڻ تي ڏک محسوس نہ ڪري ها. ان کي انهي ڳالهہ تڪليف ٿي ڏني تہ دنيا دوکيباز ۽ بدڪار ماڻهن سان ڀرجي وئي هئي.

دنيا انهن ماڻهن جي لتاڙ ۾ چنگهي ۽ ڪُرڪي رهي هئي ۽ ان جا رهواسي مايوسي جو شڪار ٿي ويا هيا. محتاج ۽ مجبور ماڻهو عراق، حجاز ۽ شام ۾ ٿڪائيندڙ زندگي گذاري رهيا هيا. منافق ماڻهو تمام گهڻا نفعا ڪمائي رهيا هيا.

البت، دنيا ڪجهہ بہ ڪونہ وڃائي ها جيڪڏهن اها حضرت علي عليہ السلام کي موجود حالتن کي سڌارڻ واري معاملي ۾ هڪ يا ٻہ وڌيڪ قدم کڻڻ جي اجازت ڏئي ها. بدقسمتي سان دنيا اهو نٿي گهريو تہ ڪو موجود حالتن ۾ ڪنهن قسم جي تبديلي اچي.

حَسِين روح رکندڙ انهيءَ عظيم انسان محسوس ڪيو تہ ان جا قدم ان کي هڪڙي ڊگهي مسافري ڏانهن وٺي وڃي رهيا آهن. اهو ٿوري دير لاءِ مسجد شريف جي دروازي تي بيهي رهيو ۽ ماتم ڪندڙ بدڪن ڏانهن نهارڻ لڳو. پوءِ ان انهن ماڻهن ڏانهن ڏٺو جيڪي ان کان ٿورڙو پريرو بيٺا هيا ۽ ڪيترائي ڀيرا هن جملي کي ورجايو: "انهن کي تڙڻ جي ڪوشش نہ ڪريو ڇو تہ اهي ماتم ڪري رهيون آهن."

حضرت علي عليہ السلام مسجد ۾ آيا ۽ پاڻ کي الله تعالي جي بندگي لاءِ پيش ڪيائون. ابن ملجم بہ زهر ۾ ٻڏل تلوار کي هٿ ۾ کڻي مسجد ۾ داخل ٿيو. ان امام علي عليہ السلام جي مٿي تي اهڙي زور سان ڌڪ هنيو جو بقول خود ابن مجلم جي تہ جيڪڏهن اهو سيني شهرين جي مٿن تي ڌڪ هڻي ها تہ انهن مان هڪڙو بہ زندهہ بچي نہ سگهي ها.

شال ان بد خواهہ ڏوهي تي قدرتي انتقام نازل ٿئي ۽ ان تي الله تعاليٰ ۽ الله تعاليٰ جي سموري مِخلوق جي لعنت وسندي رهي. شال ان کي دوزخ ۾ سخت ترين عذاب ٿئي!

سخت هوائون گهلڻ لڳيون ۽ هر شي درهم برهم ٿي وئي. هرطرف ڪان مٽي جا طوفان اٿي پيا ۽ تباهي مچائي ڇڏيائون. روشن ڏينهن بنا چنڊ واري رات وانگر اونداهو ٿي ويو. اهو هڪڙو ڀيانڪ نظارو هيو. پکي پکڻ روئڻ لڳا ۽ وڻ ٽڻ ڪنبڻ لڳا. حضرت علي عليہ السلام جا پيروڪار ۽ مداح صدمي ۾ اچي ويا ۽ سڏڪا ڀري روئڻ لڳا. حق ۽ انصاف جا پوڄاري قيامت جي ڏينهن تائين انهي المناڪ سانحي تي روئيندا رهندا.

دنيا ۾ هر شي غمگين ۽ پريشان ٿي وئي، سواءِ حضرت علي عليہ السلام جي چهري جي، جيڪو ٻهڪي رهيو هيو. ان بدلي وٺڻ جي ڪابہ خواهش ڪونہ ڏيکاري ۽ نہ وري ڪنهن ڪاوڙ جو اظهار ڪيائين. ماڻهو نهايت غمگين چهرن سان ان جي گهر جي دروازي تي اچي گڏ ٿي ويا هيا ۽ ان جي تڪڙي صحتيابي لاءِ الله پاڪ کي ٻاڏائي رهيا هيا. انهن ابن ملجم تي حملو ڪري ان کي پڪڙي ورتو. جڏهن ان کي اميرالمؤمنين علي السلام جي آڏو پيش ڪيائون تہ ان فرمايو: "ان کي سٺو کاڌو کارايو ۽ آرام ڪرڻ لاءِ نرم بسترو ڏيو."

بهرحال، انهن جي چهري جي رونق دنيا جي مڙني آفتن کان وڌيڪ تيزي سان ڪوماڻجي رهي هئي. ان وقت ان جو چهرو سقراط جي چهري سان مُشابهت ڪري رهيو هيو جڏهن جاهل ۽ بيوقوف ماڻهن ان کي زهر جو پيالو پيئڻ لاءِ مجبور ڪيو هيو. ان جو چهرو حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام جي چهري جهڙو لڳي رهيو هيو جڏهن يهودين ان کي ڦٽڪا هنيا هيا. ان جو چهرو اسلام جي پيغمبر حضرت محمد صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم جي چهري مبارڪ جي شبيهہ لڳي رهيو هيو جڏهن طائف جي ماڻهن ان کي پٿر اڇلائي هنيا هيا ۽ انهن کي خبر ڪونہ هئي تہ اهي دنيا ۾ جاول انسانن منجهان هڪڙي عظيم انسان کي پٿر هڻي رهيا آهن.

امام علي عليہ السلام جي علاج لاءِ ڪوفي جي بهترين حڪمين کي گهرايو ويو. اثير بن عمرو بن هاني جيڪو انهن مان گهڻو ڏاهو ۽ قابل حڪيم هيو ان حضرت علي عليہ السلام جي پيشاني تي آيل زخم جي وڏي ڏيان سان چڪاس ڪئي ۽ وڏي مايوسي ۽ پريشاني مان چيو: "اي اميرالمومنين! بهتر آهي تہ توهان کي جيڪا وصيت ڪرڻي هجي اها ڪري ڇڏيو ڇو تہ ابن ملجم هٿان لڳايل ڏڪ توهان جي ميڄالي تائين پهچي چڪو آهي."

حڪيم جي راءِ تي امام علي عليہ السلام جذبات ۾ ڪونہ آيو نہ وري ان ڪنهن شڪايت کي زبان تي آندو. ان پاڻ کي الله پاڪ جي رضا آڏو جهڪائي ڇڏيو.

حضرت علي عليہ السلام پنهنجن پٽن حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام کي سڏ ڪيو ۽ انهن کي ڪجهہ هدايتون ڏنائين. ان انهن کي اهو بہ تاڪيد ڪيو تہ ان جي قتل سبب ڪنهن بہ گڙٻڙ جي اجازت نہ ڏين ۽ رتوڇاڻ کان بہ پاسو ڪن. باقي قاتل لاءِ پاڻ فرمايائون: "جيڪڏهن توهان ان کي معاف ڪندا تہ اهو خداترسي وارو عمل هوندو."

حضرت علي عليہ السلام طرفان پنهنجن پٽن حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام کي ڪيل هدايتن مان ڪجهہ هي آهن:

"مان توهان کي الله پاڪ جي نالي جو قسم ڏئي چوان ٿو تہ توهان کي پنهنجن پاڙيسرين لاءِ احترام هجڻ گهرجي.

"مان توهان کان الله پاڪ جي نالي جو قسم کڻايان ٿو تہ واعدو ڪيو تہ توهان محتاجن ۽ حاجتمندن جي مدد ۽ سنڀال ڪندا ۽ پنهنجي مال ملڪيت ۾ انهن کي حصو ونڊرائيندا. الله جي فرمان مطابق توهان هرهڪ سان نرمي سان ڳالهائيندا ۽ توهان جڏهن بہ ڳالهائيندا تہ سٺي گفتگو ڪندا ۽ ٻين کي بہ نيڪي ڪرڻ جي هدايت ڪندا ۽ برائين کان روڪيندا.

"اها توهان جي ذميواري آهي تہ توهان پنهنجو پاڻ ۾ سٺا ۽ همدردي وارا ناتا قائم رکندا. توهان سٺو رويو اختيار ڪندا ۽ سادگي

سان گذاريندا. نہ توهان هڪ ٻئي سان ناتا ٽوڙيندا ۽ نہ هڪ ٻئي کان الڳ ٿلڳ رهندا."

ٿوري دير کان پوءِ ان ماڻهن ڏانهن نهاريو ۽ فرمايو: "ڪالهہ تائين مان توهان جو حڪمران هيس ۽ اڄ مان توهان لاءِ سبق حاصل ڪرڻ جو هڪڙو ذريعو آهيان ۽ سڀاڻي مان توهان کي ڇڏي ويندس. الله پاڪ اسان سڀني کي معاف فرمائي!"

حضرت علي عليہ السلام کي جمع جي صبح جو مٿي تي زخم پهتو هيو. ان کان پوءِ انهن ٻہ ڏينهن وڏي پيڙا ۾ گذاريا پر تڪليف يا بي آرامي جي ڪا شڪايت ڪونہ ڪيائون. انهن هر وقت الله پاڪ کي رحم ڪرڻ لاءِ ٻاڏايو ۽ ماڻهن کي حاجتمندن ۽ محتاجن سان چڱائي ڪرڻ جي هدايت ڪندا رهيا. انهن 21 رمضان 40 هجري جي رات پنهنجا پساهہ پورا ڪيا.

اهو عظيم ۽ يگانو انسان جنهن دشمنن سان گڏ دوستن کان بہ تڪليفون برداشت ڪيون، فوت ٿي ويو. اهو عظمت وارو انسان هيو، جيڪو پنهنجي زندگي دوران بہ هڪڙو شهيد هيو ۽ فوت ٿيڻ وقت شهيدن جو ابو هيو.

ثابت قدمي، ديانتداري ۽ رحمدلي جو هيرو، پاڪدامني ۽ اعليٰ ظرفي جو هيرو فوت ٿي ويو. جنهن حق ۽ خلوص جي معاملي ۾ ڪا بہ لچڪ ڪونہ ڏيکاري، دنيا مان هليو ويو.

اهو عظيم انسان جدا ٿي ويو. اها وڏي بدقسمتي آهي تہ ان کي اهڙي حڪومت قائم ڪرڻ جو موقعو ملي ڪونہ سگهيو جيڪا مستقبل جي حڪومتن لاءِ مثالي نمونو جو ڪم ڏئي ها ۽ ان جي نالي جي برڪتن سان عام ماڻهو پرامن زندگي گذارين ها ۽ ڏوهي ذهنيت رکندڙ ماڻهن کي ذلت ۽ خواري نصيب ٿئي ها.

ان دنيا ڇڏي ۽ پنهنجي پٺيان اهڙو ڪٽنب ڇڏي ويو جنهن جي هر ياتي حق جي راهہ ۾ شهادت ماڻي. ان پنهنجي پٺيان ڏکن جي ستايل نياڻي زينب سلام الله تعاليٰ عليها کي تڪليفون برداشت ڪرڻ لاءِ ڇڏيو ۽ دنيا جي ماڻهن ان ڏانهن بي مثال ظلم ۽ ڪميڻائپ وارو رويو اختيار ڪيو. ان پنهنجي پٺيان حسن عليہ السلام ۽ حسين عليہ السلام

کي ابوسفيان جي پٽ جهڙن ۽ پين پنهنجن جاني دشمنن جي ڏکوئيندڙ رحم ڪرم تي ڇڏيو.

حضرت علي عليہ السلام ۽ ان جي اولاد جي خلاف سازشن جو ڦهريون دور پڄاڻي تي پهتو. ان کان پوءِ ڪيترائي دور آيا جيڪي انهن لاءِ سخت تڪليفن ۽ وڏيڪ هيبت ناڪين سان ڀرپور هيا.

اميرالمومنين علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ اوچيون محلاتون ويران رڻن پٽن ۾ رُڃ وانگر چمڪڻ لڳيون، پاڻي جا چشمہ سڪي ويا، زمينون غير آباد ٿي ويون، باغين ۽ دوکيبازن جي حڪومت سگهہ پڪڙي وئي. حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کانپوءِ اهي ماڻهو جن حڪمراني لاءِ دغا ۽ دوکيبازي کي جائز سمجهيو ٿي هڪدم سرگرم ٿي ويا. اهي حڪومتون ڪيتريون تہ منحوس آهن، جن جو بنياد انهن شخصن جي قتل تي رکيو ويو جيڪي تعظيم جا حقدار آهن!

حضرت علي عليہ السلام جي مداحن ان مصيبت ڪري جيڪا ان جي المناڪ قتل جي نتيجي ۾ انهن مٿان ڇانجي وئي هوندي، ڪيتري تہ وڏي مايوسي محسوس ڪئي هوندي. انهيءَ درد ناڪ واقعي ڪري ديندار ماڻهو ڪيتري گهڻي عرصي تائين غمگين رهيا هوندا. ڪيتري تہ وڏي مصيبت هئي ڇوتہ انهيءَ مصيبت جي ڪري ئي سمورو عربستان صدين تائين بدعنواني ۽ فسادن جو آماجگاهہ رهيو. اهو غم ڪيترو تہ وڏو هيو جيڪو هر وقت وڌندو ئي رهيو ۽ وقت جي گذرڻ سان اجا بہ پاڙون پختيون ڪندو ويو ۽ آخرڪار ظالم حڪمرانن ۽ انهن جي حمايتين جي طاقت کي تباهہ ڪري ڇڏيائين. انهيءَ حڪومت جو ڪهڙو فائدو هيو جنهن جو بنياد مظلومن ۽ محتاجن جي لڙڪن تي رکيو ويو هيو. اهي لڙڪ جيڪي مظلوم ۽ محتاج ماڻهو علي عليہ السلام بن ابوطالب رضي الله تعاليٰ عنہ جي قتل تي ماتم ڪندي هاري رهيا هئا؟

حضرت علي عليہ السلام سدائين ماڻهن کي آٿت ڏيندا هيا. اهي حاجتمندن ۽ محتاجن لاءِ هڪڙي ابي وانگر مهربان هيا. دنيا جي سموري دولت ۽ ان جا مڙئي خزانا ان جي جتي جي گهي برابر بہ ڪونہ ٿي سگهندا. سيئي ظالم حڪمران (خليفا) ۽ انهن جي دولت نهج البلاغہ

جي هڪڙي جملي ۾ حضرت علي عليہ السلام ان ۾ جن خيالن جو اظهار ڪيو آهي، جي سامهون تڇ برابر آهن. ان جي هڪڙي لڙڪ آڏو پڻ اهي حقير آهن.

اهو عظيم ۽ اعليٰ ظرف انسان دنيا مان هليو ويو ۽ اهي جن پاڻ کي بنا ڪنهن جواز جي عظيم سمجهيو ٿي، پنيان رهجي ويا. هڪڙو انسان فوت ٿيو ۽ ان کي عزت ملي وئي ۽ هڪڙي قوم زنده رهي ۽ پاڻ کي ڪميڻو ۽ قبيح ثابت ڪيائين. امام علي عليہ السلام پنهنجن دشمنن کي دنيا ۾ جيئرو ڇڏي ويو پر انهن جي حياتي انهن تي ويا بڻجي وئي هئي.

# مددي ڪتاب


ابن عساڪر (سيرت ـ تاريخ)
ابن هشام (سيرت)
احداث سنت
اخبارالقضات
اسدالغابہ
اصول ڪافي
اصول ڪافي (شرح)
اعلام النبوت الماوري
اعيان الشيعہ
اقوال صاحب الرسالت
الاصابہ
الامامت والسياست ـ ابن قتيبہ
الآعاني
الباب
البدايہ والنهايہ
التحفت السنيہ ـ سيدالجزائري
الجمل ـ شيخ مفيد
الدرالمنشور
الرياض النصرت
الغارات الثقفي
الفصول المختار ـ شيخ مفيد
الفصول المهمت
الفهرست ـ ابن نديم
المبسوط
المحاسن
امالي الطوسي
امام علي من المهد الي اللحد
انساب الاشراف
بهارالانوار
تاريخ اسلام ـ الذهبي
تاريخ الڪامل
تاريخ بغداد
تاريخ دمشق
تاريخ طبري
تاريخ يعقوبي تحفت العقول
تذهرت الخواص ـ ابن جوزي
تفسير نور ثقلين
تهذيب الاحڪام
جواهرالمطالب
جواهرالمناقب
حيات الامام حسين ـ باقرالقرشي
حيات محمد ـ محمدحسين
هيڪل
حيلت الاولياء

ذخائر العقبيٰ

ربيع الابرار ـ زمخشري

روضت الواعظين

سبل الهديٰ والارشاد

سنن ابن ماجه

سنن بيهقي

سيرت ابن هشام

سيرت علامه حلبي

شرح اصول ڪافي

شرح نهج البلاغه (ابن الحديد)

شرح نهج البلاغه (المعتزلي)

شفوف الاثير

شواهدالتنزيل

صحيح ترمذي

صحيح مسلم

صواعق المحرقت

طبقات ابن سعد

عبقريت الامام

عثمان بن عفان ـ طه حسين

عهودالمحمديه

عيون الحڪم والمواعظ

غررالحڪم

فتح الباري

فرائدالسمطين

فضائل الصحابه ـ احمد بن حنبل

قصارالحڪم

ڪتاب الايمان والڪفر

ڪشف المحجت ـ ابن طائوس

ڪفايت الطالب

ڪنزالعمال

ڪنزالفوائد ـ الڪراڪجي

لسان العرب

مجمع الزوائد

مستدرڪ حاڪم

مستدرڪ سفينت البحار

مسترشد ـ محمد بن جرير طبري

مسند ابن المبارڪ

مسند ابن دائود

مسند ابن يعلي

مسند احمد بن حنبل

مسند شهاب

مشڪات الانوار

معاني الاخبار

معجم الادباء

معجم الاوسط

معجم الڪبير

معدن الجواهرس

مغازي الواقدي

مقاتل الطالبين

مناقب ابن المغازلي

مناقب ابن شهر آشوب

مناقب خوارزمي

مواقف الشيعه
موسوعت الغدير ـ علامہ اميني
ميزان الاعتدال
ميزان الحكمت
نزهت الالباء
نزهت المجالس
نسائي
نهج السعادت ـ محمودي
نيل الاوطار
وسائل الشيعه
ياقوت حموي
ينابيع المودت

## سنڌيڪار جا ايندڙ ڪتاب

= = = = = = = = = =

## 1.محسنِ انسانيت

صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

(اصل اردو تان ترجمو)

...............

## 2. حضرت خديجہ الڪبريٰ

رضي الله تعاليٰ عنها

(پهرين مسلمان ۽ محمد ﷺ جي زال)

انگريزي تان ترجمو

..............

## 3. اسلام جي مختصر تاريخ

(آ شارٽ هسٽري آف ساراشينس)

(A Short History of Saraciens)

اصل انگريزي تان ترجمو

..............

## مُنور ٻُٽ جا اِڳ ڇپيل ڪتاب

= = = = = = = = = = =

1. ستارن ۾ لکيل. سوڪي جي ڪهاڻي.
(رٽن ان دَ استارس. دَ استوري آف سوڪي.)

..............

2. ڪربلا جي بهادر عورت
(حضرت زينب سلام الله تعاليٰ عليها)

..............

3. سيرت حضرت علي المرتضيٰ عليہ السلام

..............

4. حضرت محمّد صلي الله عليہ وآلہ وسلم
جو آفاقي پيغام

............

5. رتُ سڄوئي رت ڦڙا
(ميدانِ ڪربلا)

...........

6. هاشمين جو چنڊ
(غازي علمدار عباس عليہ السلام)

..............

7. اسلام جي تاريخ
(دي اسپرٽ آف اسلام)

............

8. شانِ حضور صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

............

9. پير ڪامل
صلي الله تعاليٰ عليہ وآلہ وسلم

............

10. خدا جي تاريخ
(اَ هسٽري آف گاڊ)

...........

11. ايمان اُميد ۽ محبت

...........

12. فُتوح الغيب

...........

13. فاطمہ فاطمہ آهي





آيت الله منتظري - جارج جرداق



جارج جرداق

ڄم: 1926ع.

اهو ڏکڻ لبنان جي مرجعيون علائقي جي الجديده ڳوٺ ۾ قحطاني نسل جي عيسائي عرب قبيلي ۾ ڄائو. ان ئي علائقي ۾ پرائمري تعليم مکمل ڪيائين.

جارج جرداق جي پنهنجي چوڻ مطابق اهو اڪثر اسڪول مان ڀڄي ويندو هيو ۽ ڀرپاسي ۾ وڃي قدرتي نظارن جو جائزو وٺندو هيو ۽ نهج البلاغہ جو مطالعو ڪندو هيو.

ان نهج البلاغہ جي تعليم پنهنجي ڀاءُ فؤاد جرداق کان حاصل ڪئي هئي. جڏهن تہ ڪاليج جي تعليم بيروت جي بتروڪيہ ڪاليج ۾ حاصل ڪيائين. ڪاليج جي تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ ڪجهہ اسڪولن ۽ بيروت جي يونيورسٽين ۾ عربي ادب ۽ فلسفي جي تعليم ڏيندو رهيو.

اهو لبنان جي اخبارن ۽ رسالن لاءِ عربي ۾ ترجما ڪندو ۽ ڪجهہ مقالا لکندو رهيو. ان جا ڪجهہ مقالا ڪويت ۽ پئرس (فرانس) ۾ پڻ ڇپيا.

ان ڪيترائي ڪتاب لکيا، جنهن مان امام علي عليہ السلام جي سيرت تي لکيل "الصوت العدالت الانسانيہ" نالي ڪتاب گهڻو مشهور ٿيو ۽ ان جو مختلف ٻولين ۾ ترجمو ٿيو.

ان ايراني حڪومت جي دعوت تي 1997ع ۾ ايران جو سفر ڪيو ۽ ايران جي علمي ۽ ثقافتي ادارن جو دورو ڪري دانشورن سان ملاقاتون ڪيائين. بعد ۾ ان 2000ع ۾ شيراز ۾ سعدي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ٻيهر ايران جو سفر ڪيو.

ان 5.11.2014ع تي وفات ڪئي.